# عوارف المعارف

حضرت عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي
مترجم
پروفيسر عمر بن محمد سومار مگريو

مهراڻ اڪيڊمي

# عوارف المعارف

## (مڪمل)

حضرت عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي رحہ

مترجم

پروفيسر عمر بن محمد سومار منگريو



مهراڻ اڪيڊمي

ڪتاب نمبر (240)

ISBN 978-969-9015-10-6

| | |
|---|---|
| نالو ڪتاب : | عوارف المعارف (مڪمل) |
| مصنف : | حضرت عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي رح |
| مترجم : | پروفيسر عمر بن محمد سومار منگريو |
| ڇپائيندڙ : | مهراڻ اڪيڊمي |
| ڪمپوزنگ : | اسٽار ڪمپوزرس شڪارپور |
| ڇاپو پهريون : | (مهراڻ اڪيڊمي پاران) فيبروري 2007ع |
| ڳاڻيٽو : | 1100 |

قيمت =/300 رپيا

ملڻ جا هنڌ:

**مهراڻ اڪيڊمي**

واڳڻودر شڪارپور سنڌ

فون: 0726-512122

۽

سنڌ جا سمورا ڪتاب گهر

# انتساب

آئون هيءُ ڪتاب پنهنجي مرشد سهروردي
سلسلي جي مشهور خانقاه ملتان جي گادي نشين،
خلوص و محبت جي پيڪر،
**حضرت مخدوم المخادم محمد سجاد**
**حسين قريشي اسدي الهاشمي**
جن جي نام نامي اسم گرامي جي طرف
منسوب ڪريان ٿو.

پروفيسر محمد عمر منگريو

# فهرست


- پنهنجي پاران
- پيش لفظ
- ڪجهه هن ڪتاب بابت
- ٻه اکر

باب پهريون

**علم تصوف جي ارتقا**

- اهل باطل جو مثال 48
- اسرار الاهيءَ جا محافظ 49
- عالمن جا ڪارناما 49
- هڪ آيت جي تشريح 49
- فقيه جي تعريف 51
- هدايت جو سرچشمو 51
- مذهبي بصيرت جو درجو 52
- علم جي فضيلت 53
- اصل ڪائنات 54
- پاڪ طبيعت ۽ عادت 55

باب ٻيو

**صوفين سڳورن جي حسن سماعت**

- ٻڌڻ جي حسن جي اهميت 57
- قلب سليم جو مفهوم 58
- آداب قلب 59
- شيطاني اثر 60
- حق جو مشاهدو 60
- حقيقي عشق جي مناس 61

❁ اهلِ دل جو طريقو 62
❁ قبولَيت جي تشريح 63
❁ قرآن مجيد جو ظاهر ۽ باطن 64
❁ تفسير ۽ تاويل ۾ فرق 65
❁ علم و عمل 65
❁ تجلين ۽ برڪتن جو ظهور 66
❁ الست بربڪم جو مقصد 67
❁ آداب سماعت (ٻڌڻ جا آداب) 68
❁ آداب مطالع (مطالع جا آداب) 69


باب ٽيون

## تصوف جي علمن جي فضيلت


❁ بي عمل عالم 71
❁ ضروري علم 72
❁ ابوطالب مڪي رحہ جو قول 74
❁ ضروري علم جي جامع تعريف 75
❁ استقامت جو حڪم 75
❁ ڪرامت ۽ استقامت 76
❁ صوفياءِ ڪرام جو علم 77
❁ علم ۽ دنيا پرستي 78
❁ دنيادار عالمن جي ڪهاڻي 79
❁ تقويٰ ۽ علم 81
❁ علم جا ماهر 81
❁ اهل باطن جو علم 82
❁ علم جو مرڪز قلب آهي 82
❁ علم و عمل 83
❁ اسلامي علم 84
❁ سڪينہ 84
❁ علم جي فضيلت 85

۞ نصيحت ۽ حڪمت ۾ فرق 86
۞ يقين محڪم جون برڪتون 88
۞ عالم ۽ صوفي ۾ فرق 89
۞ روحاني بيماري جو علاج 90

باب چوٿون

## صوفين جا احوال ۽ سنڌن مختلف طريقا

۞ سنت کي زنده ڪرڻ 91
۞ نفس جي پاڪائي 92
۞ رسول الله ﷺ جي پيرويءَ جو انقلابي اثر 93
۞ نيازمندي 94
۞ صوفين جا قسم 95
۞ الله پاڪ جي پيارن جو ٽولو 96
۞ مريد جو طريقو 97
۞ خاص هدايت 97
۞ سنت جي پابندي 99

باب پنجون

## تصوف جي اصل حقيقت

۞ فقر جي وصف 100
۞ فقر ۽ تصوف ۾ هڪجهڙائي 101
۞ تصوف جي اصل حقيقت 101
۞ فقر ۽ تصوف ۾ فرق 102
۞ فنا في الله 103
۞ مشائخن جا قول 105
۞ اوليائن جون صفتون 105
۞ تصوف جي جامع تعريف 106

باب ڇهون

## صوفي نالي سڏجڻ جو سبب

۞ نالي جا ترجيحي سبب 109
۞ زهد جو مفهوم 110

❁ تواضع جو مفهوم 110
❁ صُفہ مان اشتقاق 111
❁ صفي وارا اصحاب سڳورا 111
❁ صفي وارن جو فقر 112
❁ صوفي نالي جي شروعات 114


باب ستون

## تصوف وارا ۽ سندن مشابهت رکندڙ فرد


❁ مشابهت جو درجو 117
❁ تصوف جا درجا 118
❁ صوفي ۽ متصوف 118
❁ قرآن شريف جي مطابق ٽي درجا 119
❁ مبتدي کي تلقين ڪرڻ جو طريقو 121
❁ عملي نمونو 122
❁ صحبت جي برڪت 123


باب اٺون

## ملامتي فرقو


❁ اخلاص جي حقيقت 125
❁ صوفي ۽ ملامتي ۾ فرق 126
❁ اخلاص ۽ ڏيکاءُ 127
❁ ملامتي فرقو 128
❁ حال کي لڪائڻ جا سبب 129
❁ ملامتين جو ذڪر 130


باب نائون

## نالي ماتر صوفي ٿيڻ جا دعويدار


❁ ملامتي ۽ قلندريءَ ۾ فرق 133
❁ ڪوڙا دعويدار 133
❁ ظاهر تي عمل ڪرڻ 134
❁ شريعت جي پابندي 135

❁ حلول جو مسئلو 135
❁ باطني الهامات 136
❁ جبر جو عقيدو 137


باب ڏهون

## مشائخن جو درجو


❁ خدا جي محبت 139
❁ مشائخن جي ضرورت 140
❁ سلوڪ جي منزل 141
❁ روحاني رشتو 142
❁ نبين سڳورن جي ميراث 143
❁ واعدي وارو ڏينهن 144
❁ علمن جي فضيلت 145
❁ مشائخن جا قسم 146
❁ سالڪ مجذوب 147
❁ متاهون مقام 148
❁ شيطان جي اثر کان حفاظت 149
❁ قلب ۽ نفس کان آزادي 150
❁ مجسم بندگي 150
❁ شيخ مطلق 151


باب يارهون

## صوفين جا خادم


❁ شيخ ۽ خادم ۾ فرق 153
❁ خدمت خلق جي فضيلت 155
❁ خادم جهڙو ٿيڻ جي ڪوشش ڪندڙ 155
❁ نام نهاد خادم 156


باب ٻارهون

## صوفين جي گوڏڙي


❁ خرقہ پوشي 158

- مرشد جي ضرورت 159
- خرقہ پوشي جو ثبوت 160
- خرقہ پوشيءَ جي اهميت 162
- صحبت جو دور 163
- خرقہ (گودڙي) جا ٻہ قسم 164
- تربيت ڏيڻ 164
- دعوت ڏيڻ جا نمونا 166
- يوسف ع جو پهراڻ 167
- خرقہ تبرڪ 167
- نيري رنگ جي گودڙي 168

باب تيرهون

**خانقاهہ وارن جي فضيلت**

- ذڪر وارن جي فضيلت 170
- مصيبتن کي ٽارڻ جا وسيلا 171
- نفس سان جهاد 172
- خانقاهہ وارن جا فرض 173

باب چوڏهون

**صفي وارن سان خانقاهہ وارن جي مشابهت**

- سندن گڏيل ارادن ۾ هڪجهڙائي 175
- اڪيلائپ 176
- خانقاهي زندگي 177
- خدمت خلق 178
- نااهلن کان پرهيز 179
- خدمت ۽ اجر عظيم 179

باب پندرهون

**خانقاهہ وارن جون خاصيتون**

- دلجمعي يا يڪسوئي 182
- محاسبو ڪرڻ 183

- سهڻو سلوڪ 184
- مصالحت جو طريقو 185
- هٿ چمڻ 185
- عذر پيش ڪرڻ 186
- خطاڪار جو ڏنڊ 187
- خانقاهن جا خادم 187


باب سورهون

## صوفين جا سفر ۽ رهائش جا مقصد


- سفر جو مقصد 190
- علم جي طلب 191
- بزرگن جي زيارت 191
- نظر ڪيميا 192
- مجاهدو 192
- روحاني بيماري جو علاج 193
- مشاهدو 194
- شهرت کان بيزاري 194
- سفر کان پوءِ قيام 196
- قيام ڪرڻ جا فائدا 196
- قيام کان پوءِ سفر ڪرڻ 197
- حق جو جذبو 198
- ٿورڙي صحبت 198
- خلوت ۾ جلوت 199
- سفر جون تڪليفون 200
- سفر جي فضيلت 201
- نفس جا لاڙا 202
- استخاري جي دعا 204


باب سترهون

## سفر جا فرض ۽ فضيلتون


- تيمم 205

❁ تيمم جو طريقو 206
❁ جورابن تي مَـڪ 207
❁ نماز جي قصر ۽ جمع 207
❁ سواريءَ تي نماز پڙهڻ 208
❁ مسافريءَ ۾ ساٿيءَ جي ضرورت 209
❁ دنيادار صوفي 210
❁ سفر جا آداب 210
❁ خدا جي حوالي ڪرڻ 211
❁ سفر جي دعا 212
❁ منزل جي دعا 212
❁ سفر جو ضروري سامان 213
❁ سفر جون رسمون 214

## باب ارڙهون

## سفر کان واپسي ۽ خانقاهه نشيني

❁ ملاقات ڪرڻ جون فضيلتون 217
❁ درگاهه جا آداب 218
❁ سلام نه ڪرڻ جا سبب 219
❁ روحاني ادبن جا ٻه قسم 221
❁ مصافح (هٿ ملائڻ) 222
❁ آجيان ڪرڻ 223
❁ شام جو واپس اچڻ مڪروهه آهي 223
❁ بداخلاقي کان پرهيز ڪرڻ 225
❁ زور ڏيڻ 226
❁ سفر کانپوءِ آرام ڪرڻ 226

## باب اڻويهون

## متسبب صوفي جو حال

❁ سوال ڪرڻ تي منع 228
❁ خدا کان شرم ڪرڻ 230

- خدا جي حڪمت ۽ قدرت 231
- نفس کان قرض گهرڻ 232
- سوال ڪرڻ جي اجازت 232
- عجيب واقعو 233
- حضرت موسيٰ عليه السلام جو قول 235
- ناز ۽ نياز 235

باب ويهون

**فتوح خور صوفي**

- بي نيازي 237
- تجلي 238
- فنا 239
- نذرانو قبول ڪرڻ 240
- فتوح جون حڪايتون 243
- ٽيهه دائرا 244
- پيران پير حضرت عبدالقادر رحہ جو واقعو 244
- فاقي جي زندگي 246
- دنيا کي ترڪ ڪرڻ جي منع 247
- نفسانيت کان پرهيز 248
- صحيح علم 249

باب ايڪويهون

**پرڻجڻ ۽ ڇڙو رهڻ**

- ازدواجي زندگي جا نقصان 252
- خطرناڪ فتنو 253
- ڇڙو رهڻ 254
- روزن جا فائدا 255
- عيالداري جا نقصان 256
- خدا ڏي موٽڻ 256
- نڪاح ڪرڻ جي اجازت 258

❁ نڪاح جي روحاني حڪمت 259
❁ نڪاح جا فائدا 260
❁ سنت نڪاح 261
❁ نڪاح جو فتنو 262
❁ حسن ۽ جمال جون رڪاوٽون 264

## باب ٻاويهون

## سماع جي فضيلت

❁ سماع جو اثر 267
❁ سماع جو حڪم 267
❁ سماع جي حقيقت 269
❁ حال ۽ وجد 271
❁ شعر خواني 273
❁ تلاوت ۽ سماع 274
❁ شيخ ذوالنون جي ڳالهه 274
❁ مصنوعي وجد 275
❁ ناجائز حرڪتون 276
❁ درويشن جو رقص ڪرڻ 277
❁ مُباح جي حيثيت 277
❁ سماع جو انڪار ڪرڻ 278
❁ نيت جو قل 279
❁ سماع جو حرام هجڻ 280
❁ بي چين روح جو علاج 281
❁ ڪمال ۽ جمال جو مشاهدو 282
❁ سماع جون ڪرامتون 283
❁ سماع وارن جا درجا 284
❁ بدعت جي تعريف 285

باب ٽيويهون

## سماع جي ترديد ۾ انڪار


| | |
|---|---|
| ● سماع جا آداب | 286 |
| ● ڳائڻ حرام آهي | 287 |
| ● ڳاني ڳائڻ جي مذمت | 288 |
| ● خلاف سنت | 289 |
| ● تلاوت تي وجد ڪرڻ | 290 |
| ● نظر جو فتنو | 291 |


باب چوويهون

## وجد ۽ سماع جي حقيقت


| | |
|---|---|
| ● وجد جو اثر | 293 |
| ● وجد جو روحاني تعلق | 294 |
| ● روح ۽ نغما | 294 |
| ● ڪامل مرد جو مقام | 296 |
| ● وجد ڪان بي نياز رهڻ | 296 |
| ● روحاني گهٽتائي | 297 |
| ● روئڻ جا قسم | 299 |
| ● گريه وجدان | 299 |
| ● اهل بقاءَ وارن جو سماع | 300 |
| ● سماع جا مختلف اثر | 301 |


باب پنجويهون

## محفل سماع جا آداب


| | |
|---|---|
| ● وجد ڪان پرهيز ڪرڻ | 303 |
| ● سماع ۾ خطا ڪرڻ | 304 |
| ● حرڪتن کي ضبط ڪرڻ | 305 |
| ● صوفيانه آداب | 306 |
| ● خرقه جي ورهاست ڪرڻ | 307 |
| ● قاتل گودڙي جي ورهاست | 308 |

❁ حديث مان ثبوت 309
❁ فضول خرچي جو اعتراض 310


باب چويهون

## صوفين جا چاليھ ڏينهن


❁ حضرت موسيٰ ع جو چلو 311
❁ چاليهن ڏينهن جي حڪمت 313
❁ حجابن جو ازالو 313
❁ اخلاص جي اهميت 315
❁ خلوت نشيني 316
❁ غارِحرا جي خلوت 316
❁ وحيَ جي شروعات 317


باب ستاويهون

## چلي ۾ رهڻ واري جون ڪرامتون


❁ گوشھ نشيني جون فضيلتون 319
❁ نيڪ ۽ بد اثر 320
❁ حق جو مشاهدو 321
❁ ڪلمي جو ذڪر 322
❁ ذڪرِ ذات 323
❁ تلاوتَ جو اثر 323
❁ خواب جي تعبير 324
❁ پريشان ڪندڙ خواب 324
❁ واقعو 325
❁ ڪشف 325
❁ ڪشف جا واقعات 326
❁ گمراھ فقير 328


باب اٺاويهون

## چلي جا آداب


❁ چلي ڪڍڻ جي شروعات 330

۞ نماز باجماعت پڙهڻ 331
۞ ذڪر ۽ عبادت 332
۞ چلي جي خوراڪ 332
۞ لڳاتار روزا رکڻ 333
۞ نفس ڪشي 334
۞ فاقه ڪشي 334
۞ نور سان بک جو بچاءُ ڪرڻ 335
۞ فاقه ڪش مشائخ سڳورا 336
۞ رياڪاري وارو فاقو 336
۞ روح ۽ نفس جي ڪشش 337


باب اوڻٽيهون

## صوفين جا اخلاق


۞ اخلاق نبوي ﷺ 340
۞ شق صدر جو واقعو 341
۞ قرآن ۽ اخلاق نبوي ﷺ 343
۞ خلق عظيم جو مفهوم 345
۞ ٻن آيتن جو مقابلو 346
۞ خدائي اخلاق 347
۞ بنيادي اخلاق 347
۞ سهڻا اخلاق 348
۞ صوفين جو اخلاق کي سڌارڻ 349
۞ نفس جو سڌارو 349
۞ سهڻي سردار ﷺ جا اخلاق 351
۞ اخلاق رسول ﷺ 352


باب ٽيهون

## صوفين جي اخلاق جو تفصيل


۞ تواضع 353
۞ فرنگي قيدين سان سلوڪ 355

| | |
|---|---|
| ۞ سرڪشي جو علاج | 357 |
| ۞ تڪبر جي مذمت | 358 |
| ۞ غرور ۽ خودداري | 359 |
| ۞ تواضع رسول ﷺ | 360 |
| ۞ تحمل ۽ بردباري | 361 |
| ۞ ايثار ۽ همدردي | 364 |
| ۞ انتهائي ايثار جو واقعو | 365 |
| ۞ ايثار جي حقيقت | 367 |
| ۞ اسلامي ڀائيچاري | 369 |
| ۞ جودو سخاوت جو فرق | 371 |
| ۞ عفو ۽ درگذر | 372 |
| ۞ خنده پيشاني ۽ ترو تازگي | 374 |
| ۞ نرمي ۽ خوش اخلاقي | 375 |
| ۞ ظرافت نبوي ﷺ | 376 |
| ۞ ظرافت ۾ اعتدال | 379 |
| ۞ سادگي ۽ بي تڪلفي | 380 |
| ۞ دؤر نبوي ﷺ جي سادگي | 380 |
| ۞ سخاوت ڪرڻ | 382 |
| ۞ قناعت ڪرڻ | 383 |
| ۞ حلم ۽ بُـردباري | 385 |
| ۞ اهلِ حق جي صاف دلي | 386 |
| ۞ نفسَ تي ڪنٽرول | 387 |
| ۞ غيظ ۽ غضب جي حقيقت | 389 |
| ۞ پاڻ ۾ پرت ڪرڻ | 391 |
| ۞ محبت جو اثر | 392 |
| ۞ مذهبي فرضن جي ادائگي ۾ اتحاد | 393 |
| ۞ صحبت جو اثر | 393 |
| ۞ شڪر ڪرڻ | 394 |

۞ الله پاڪ جي حمد جي فضيلت 395
۞ حاجت روائي 396
۞ حڪوست ڪرڻ جو مستحق 398

باب ايڪٽيهون

**تصوف جا آداب**

۞ ادب جي فضيلت 400
۞ ادب جي اهميت 403

باب ٻٽيهون

**بارگاهہ الاهي جا آداب**

۞ نفس جي سرڪشي 406
۞ مازاغ البصر جي سمجهاڻي 407
۞ انتهائي ادب 408
۞ آداب انبياءَ 410
۞ آداب خواص 410

باب ٽيٽيهون

**پاڪائي جا آداب**

۞ استنجا ڪرڻ جو طريقو 413

باب چوٽيهون

**وضوءَ جا آداب**

۞ وضوءَ جون دعائون 418
۞ وضوءَ جا فرض 421
۞ وضوءَ جون سنتون 423

باب پنجٽيهون

**صوفين جي وضوءَ جا آداب**

۞ باوضو رهڻ 424
۞ ظاهري ۽ باطني پاڪائي 427
۞ پاڪائي رکڻ جي پابندي 428

## باب چئيهون

## نماز جي فضيلت


- عاجزي ڪرڻ جي اهميت 430
- دعا جي تعليم 432
- سورة فاتحہ 432
- نماز ۾ لذت 433
- نماز جي اهميت 434
- طويل رڪوع 435


## باب ستٽيهون

## عارفن جي نماز


- نماز جي شروعات 438
- نماز جي نيت 439
- هٿن ٻڌڻ جو نڪتو 441
- قيام جا آداب 442
- حضور قلب 443
- رڪوع جا آداب 445
- قومہ 446
- سجدن جا آداب 446
- شيطان سان جنگ 451
- نماز باجماعت جي فضيلت 452


## باب اٺٽيهون

## نماز جا آداب ۽ اسرار


- نوڙت ڪرڻ جي اهميت 454
- آخرت جو ذڪر 455
- حضور قلب 456
- نماز جي چوري 457
- آداب نماز جو اثر 457
- فرض ۽ نفل 458

❁ نوڙت ۽ مانيٽائي 459
❁ مشائخن جي نماز 460
❁ غافل جي نماز 461
❁ قلوبِ آسماني 462

باب اوڻيتاليهون

**روزي جي فضيلت ۽ ان جا سهڻا فائدا**

❁ بزرگن جا تـَـن کي تسيا ڏيڻ 465

باب چاليهون

**روزن رکڻ ۽ ڇڏڻ جا مختلف طريقا**

❁ روزي ۾ تسليم ۽ رضا 469
❁ رياڪاري جو تصور 470
❁ گڏجي روزا رکڻ 471
❁ بيض جا روزا 472

باب ايڪيتاليهون

**روزي جا آداب**

❁ گلا ڪرڻ ۽ ڪوڙ هٽڻ 475
❁ روزي ۾ توڪل ڪرڻ 475
❁ جماعت سان هڪجهڙائي ڪرڻ 476
❁ مخالف ۽ موافق دليل 477

باب ٻائيتاليهون

**کاڌي جا فائدا ۽ نقصان**

❁ تندرستي جا اصول 480
❁ حلال روزي 481
❁ هٿ ڌوئڻ 482
❁ قلب جي نافرماني ڪرڻ 483
❁ خدا پاڪ جي قدرت تي غور ڪرڻ 484

باب ٽيتاليهون

## ڪاڌي ڪائڻ جا آداب


❁ طعام جا آداب 487
❁ سُرڪي جي برڪت 488
❁ جماعت سان گڏجي ڪاڌو ڪائڻ 488
❁ مانيءَ جو احترام ڪرڻ 489
❁ خادم جو حق 489
❁ ڪائڻ ڪانپوءِ جي دعا 490
❁ ڪائڻ ڪانپوءِ هٿ ڌوئڻ 490
❁ ڏيڪائي ڪرڻ کان پرهيز 491
❁ ڪاڌي جون دعائون 491
❁ افطار ڪرڻ ڪانپوءِ دعا 492
❁ ڏيڪاري وارو ڪاڌو 493
❁ دعوت قبول ڪرڻ 493


باب چوئيتاليهون

## لباس جا صوفيانہ آداب


❁ زندگي ۾ هڪجهڙائي 496
❁ لباس ۽ طعام ۾ مناسبت 496
❁ فقيرن جو لباس 497
❁ لباس جي گهٽتائي ڪرڻ 498
❁ نرم ۽ سخت لباس پائڻ 499
❁ لباس پائڻ ۾ راضپو اختيار ڪرڻ 500
❁ حضرت عمر بن عبدالعزيز رضہ جو لباس 502
❁ سادي زندگي 503
❁ سهولت ۽ همت 504


باب پنجيتاليهون

## رات جاڳڻ جي فضيلت


❁ ننڊ جي اهميت 507

- سجاڳيءَ جي لذت 508
- رات جاڳندڙن جي فضيلت 509
- تجلين جي رات 510
- روئڻهارڪي دل 511
- فيض ۽ برڪت 511

باب ڇائيتاليهون

**ننڊ ڪرڻ ۽ رات جاڳڻ جا آداب**

- عادت کي قيرائڻ 515
- باوضو سمهڻ 516
- سمهڻ جي وقت جي دعا 518

باب سٺيتاليهون

**صوفين جون راتيون**

- صلوات الاوابين 521
- سومهڻي نماز 522
- وتر 522
- مقصد کي مقرر ڪرڻ 523
- پاڪائي جي اهميت 524
- طهارت جا اثر 525
- تهجد 527

باب اٺيتاليهون

**رات جاڳڻ جي فضيلت**

- آڌي رات جي عبادت 529
- تسبيح ۽ استغفار 530
- رات جاڳڻ کان محرومي 531
- محروميءَ جو ڪارڻ 532

باب اوڻونجاهون

**نماز فجر ۽ ان جون دعائون**

- آيت جو شان نزول 535

۞ نماز فجر 536
۞ فجر کان پھرين دعا 537
۞ گھر کان ٻاھر نڪرڻ ۽ رستي جي دعا 537
۞ مسجد ۾ داخل ٿيڻ جي دعا 538
۞ فجر جون دعائون 538


باب پنجاهون

## صوفين جا روزاني جا معمولات


۞ مسبحات عشره 540
۞ نماز اشراق 541
۞ چاشت جي نماز 543
۞ چاشت جو وقت 543
۞ ڏينهن جي وقت سمهڻ 545
۞ ڏينهن جا ٻه حصا 545
۞ زوال جي نماز 546
۞ دلي ڪدورت جو علاج 547
۞ ٻيپهري نماز جا معمولات 547
۞ ڏندڻ ڏيڻ 548
۞ نماز ۾ پڙهڻ جون دعائيه آيتون 549
۞ نفساني خواهش جو اثر 550
۞ خواهش جي پيروي کان پناهه 551
۞ ٽيپهري نماز 551
۞ ٽيپهري نماز جا معمولات 553


باب ايڪونجاهون

## مريدن جا آداب


۞ مرشد جي مجلس جا آداب 558
۞ مرشد جو درجو 559
۞ نفساني خواهش جا سبب 559
۞ موتي جي ڳولا 560

❁ ادب جي اهميت 561
❁ مرشد جو ادب 562
❁ ثابت بن قيس رضہ جو واقعو 563
❁ حضرت ثابت رضہ جي ڪرامت 565
❁ پرهيزگاري جو امتحان 566
❁ حضرت عبدالقادر رحمت الله عليہ جو طرز عمل 567
❁ مريد ۽ مرشد جا تعلقات 568
❁ مرشد تي مڪمل اعتماد 570
❁ مرشد ڏانهن رجوع ڪرڻ 571
❁ مناسب موقعي جي ڳولا ڪرڻ 572
❁ سوالن جي گهٽائي 572


باب ٻاونجاهون

## مريدن سان مرشد جا معاملات


❁ مرشد جي مزاج شناسي 575
❁ اڪيلائي ۾ رهڻ 577
❁ خلوت ۽ جلوت 578
❁ سهڻا اخلاق ۽ عاجزي 579
❁ بي لوث خدمت 581
❁ سڄو سارو مال خرچ ڪرڻ 581
❁ حڪمت عملي 582
❁ درگذر ڪرڻ 583
❁ پرده پوشي ڪرڻ 583


باب ٽيونجاهون

## صحبت جي حقيقت ان جي برائي ۽ فضيلت


❁ هم خيالي 585
❁ گوشہ نشيني 586
❁ صحبت جا خطرا 588
❁ صحبت جي فضيلت 589

❁ پاڻ ۾ گڏجي عبادت ڪرڻ 591
❁ محبت ۽ عزلت 591
❁ همدرد دوست 593
❁ پاڻ ۾ محبت ڪرڻ جي فضيلت 594
❁ نيڪ ٻانهن جي صحبت 595

باب چوونجاهون

## صحبت ۽ ڀائيچاري جا حقوق

❁ بري صحبت 598
❁ صحبت ۾ احتياط ڪرڻ 598
❁ روحاني محبت 599
❁ ڀلائي جو ذڪر ڪرڻ 600
❁ قطع تعلق ۽ ڪينو 600
❁ خطا جي معافي ڏيڻ 601
❁ اخوت جا حقوق ۽ شرائط 603

باب پنجونجاهون

## صحبت ۽ ڀائيچاري جا آداب

❁ خدمت خلق 606
❁ عام ملڪيت 606
❁ بارِ خاطر جو علاج (دل جي تنگي) 607
❁ اهلِ فضل جي قدرداني ڪرڻ 608
❁ انصاف ڪرڻ 608
❁ وفاداري ڪرڻ 609
❁ شفقت ڪرڻ 609
❁ بي تڪلفي ڪرڻ 610
❁ خاطر تواضع ڪرڻ 611
❁ ميانه روي اختيار ڪرڻ 611
❁ عيب پوشي ڪرڻ 611
❁ همدردي ڪرڻ 611

❁ مولائي ڪَريم کي راضي ڪرڻ 613

## باب ڇاونجاھون

## روح ۽ نفس جي سڃاڻ

❁ روح جي حقيقت 615
❁ اختلاف راءِ 616
❁ گمراھن کان پرھيز ڪرڻ 616
❁ روح جون تاويلون 617
❁ روح جو قديم ھجڻ 618
❁ روح جا پيا مفھوم 619
❁ سڀ کان وڏي مخلوق 619
❁ روح جي اھميت 620
❁ جوھر مخلوق 620
❁ روحن جا قسم 621
❁ مردن سان ملاقات 621
❁ عملن جو پيش ٿيڻ 622
❁ نوراني علم ۽ روح 622
❁ متڪلمين جي راءِ 623
❁ فلسفين جي راءِ 624
❁ مصنف جا خيالات 625
❁ علوي ۽ حيواني روح 625
❁ نفس جي پيدائش 625
❁ لطيفہ قلب 626
❁ قلب جا قسم 627
❁ عقل جو تعلق 627
❁ عقل جو مقام 628
❁ عالم بالا سان تعلق 628
❁ عالم ارضي سان تعلق 628
❁ روح جا قسم 629

❁ روح ۽ نفس 629
❁ نفس جون بنيادي صفتون 630
❁ فطري صفتون 631
❁ نفس جون ٽي حالتون 632
❁ باطن جو ڳجهو راز 632
❁ سر جا ٻه قسم 633
❁ عقل جي فضيلت 634
❁ عقل جي اهميت 634
❁ عقل جي حقيقت 635
❁ فطري قابليت 636
❁ سنئون ۽ اونڌو عقل 636
❁ عقل جا قسم 637
❁ عقل ۽ شريعت 637
❁ بصيرت 638
❁ ملڪ ۽ ملڪوت 638


باب ستونجاهون

## دل جي خيالن جي سڃاڻ


❁ دل جي صفائي 541
❁ ذڪر جي اهميت 641
❁ تقويٰ ۽ ذڪر 641
❁ حق ۽ حظ نفس 643
❁ نفس جي تنگي ۽ ويڪرائي 644
❁ مٿانهين عالم ڏانهن سير ڪرڻ 644
❁ بڇڙن اثرن کان محفوظ رهڻ 645
❁ وارداتن جا قسم 646
❁ دل جي ڪارڻ 646
❁ هڪڙي بزرگ جو ڪشف 646
❁ شڪ ۾ پوڻ جا سبب 647

۞ حرام روزي جو پردو (حجاب) 648
۞ نفساني ۽ شيطاني وسوسن ۾ فرق 648
۞ ٻه حقي جذبا 649
۞ واردات خواطر 649
۞ نفس جي مخالفت 650
۞ شڪ ۽ شبهي جو سبب 650
۞ نفس جي تحريڪ 651
۞ روح جي حرڪت ڪرڻ 651
۞ مصنف رحه جي راءِ 652
۞ عقل جا تصور 652
۞ ڇهون قسم 653
۞ بنيادي قسم 653


باب اٺونجاهون

## حال ۽ مقام جي تشريح ۽ انهن جو فرق


۞ حال ۽ مقام جو فرق 654
۞ مراقبو 655
۞ مشاهدي جو مقام 655
۞ قلب جا ٻه حصا 655
۞ حق اليقين 656
۞ خداداد عطيو 656
۞ مقام ڪي بدلائڻ 658
۞ زجر ۽ توبه 659
۞ زهد جو مقام 659
۞ رضا ۽ توڪل 660
۞ لطيف نڪتو 660
۞ غير محدود فيض الاهي 660

باب اوڻهٽيون

## روحاني مقامن جا بنيادي اصول


❁ توبہ جي اهميت 663
❁ چار اصول 664
❁ رجز ۽ ملامت 665
❁ حال جي خبرداري رکڻ 665
❁ بيداري 666
❁ نفس جو محاسبو 666
❁ نماز سان محاسبو 666
❁ مراقبي جي اهميت 667
❁ رجوع ڪرڻ 669
❁ مجاهده نفس 670
❁ صبر جا قسم 670
❁ صبر ۽ توبہ 670
❁ توبہ جا اثر 671
❁ رضا تي راضي رهڻ 672
❁ اميد ۽ ڊپ 672
❁ نعمت جو شڪر ڪرڻ 673
❁ زهد جو مقام 674
❁ زيب ۽ زينت کان پرهيز ڪرڻ 674
❁ دنيا جي حقيقت 675
❁ توڪل 675
❁ توبہ تي استقامت 675
❁ فقر ۽ زهد 676
❁ لڳاتار عمل ڪرڻ 677
❁ مقام بندگي 677
❁ اختيار جو معاملو 678
❁ مقام فنا ۽ بقا 678

## باب ستيهون

# روحاني مقام ۽ مشائخن سڳورن جا قول


❁ توبہ 680
❁ توبہ جا قسم 680
❁ برائي جا قسم 681
❁ توبہ جي مڪمل تعريف 682
❁ پرهيزگاري 682
❁ زهد 683
❁ زاهد علماءَ 684
❁ دنيادار عالم 684
❁ زهد در زهد 685
❁ زهد جو ٽيون مقام 686
❁ صبر 686
❁ صبر جي اهميت 687
❁ الصبر عن الله 688
❁ الصبر مع الله جي تشريح 688
❁ صابر جا درجا 689
❁ عملي نمونو 690
❁ صبر تي شعر 690
❁ فقر 691
❁ فقر جي فضيلت 692
❁ توحيد جي پهرين منزل 693
❁ فقر ۽ صبر 693
❁ شڪر ڪرڻ 694
❁ شڪر جو مفهوم 694
❁ شڪر جي فضيلت 695
❁ شڪر جي حقيقت 695
❁ خوف ڪرڻ 696

❁ تقويٰ جي فضيلت 696
❁ رجاءِ (آس) 697
❁ اُميد ۽ خوف جو توازن 698
❁ حضرت لقمان عليہ السلام جي هدايت 698
❁ توڪل 699
❁ توڪل ۽ نفسانيت 700
❁ رضا 701
❁ رضا جي فضيلت 702
❁ پنج اخلاق 702
❁ رضا جا قسم 703
❁ رضا جو مفهوم 703
❁ چار اصول 704
❁ رضا جو بنياد 704


باب ايڪهٺيون

## روحاني احوالن جي وضاحت


❁ خالص محبت 706
❁ محبت ذات 707
❁ عام محبت 707
❁ خاص محبت 708
❁ روحاني احوالن جو بنياد 708
❁ محبوبن جو طريقو 709
❁ خاص محبت جا نتيجا 709
❁ مقامات کان بي نيازي 710
❁ مقامات جو طريقو 711
❁ محبت جي حقيقت 712
❁ روحانيت جي بنيادي ڪسوٽي 713
❁ محبوب جون صفتون اختيار ڪرڻ 713
❁ محبت جي ڪشش 713

❁ وصول جو مرتبو 714

❁ نور يقين 715

❁ عشق جو درد 715

❁ محبت جو ظاهر ۽ باطن 715

❁ اهل محبت کي خدائي پيغام 716

❁ شوق محبت 716

❁ شوق جو پيو مفهوم 717

❁ شوق جي مقام کان انڪار ڪرڻ 718

❁ شوق جو پيو سبب 719

❁ شوق جي اهميت 719

❁ شوق ۽ اشتياق 720

❁ انس 720

❁ خدا سان انس 721

❁ حقاني شعر 722

❁ انس (محبت) جو ظاهر ٿيڻ 723

❁ محبت ذات 723

❁ قرب 724

❁ محويت 724

❁ هوشمندي 725

❁ قرب جو معيار 725

❁ حيا 726

❁ خاص حيا 726

❁ حيا ۽ انس جي تعريف 727

❁ اتصال 728

❁ واصل بالله 728

❁ وصول جا درجا 729

❁ تجلي صفات 729

❁ تجلي ذات 730

❁ حق اليقين 730
❁ قبض ۽ بسط 730
❁ قبض ۽ بسط جو وقت 731
❁ ڏک ۽ سک 731
❁ قبض ۽ بسط جو ظهور 731
❁ قبض ۽ بسط جا اسباب 732
❁ قبض ۽ بسط کي متائڻ 732
❁ بسط ۾ حد کان وڌڻ 733
❁ قبض جو علاج 733
❁ اُميد ۽ خوف 734
❁ اسبابن کان اڻ واقف 734
❁ نفس مطمئنہ 734
❁ نفس ۾ قبض ۽ بسط 735
❁ فنا ۽ بقا 735
❁ صحيح مفهوم 735
❁ مشائخن جو قول 736
❁ فنا جا قسم 737
❁ ظاهري فنا 737
❁ باطني فنا 737
❁ استغراق 738
❁ فاني 738
❁ باقي 738


## باب ٻاهٺيون

## صوفيانہ اصطلاحن جي تشريح


❁ عمل جا فائدا 740
❁ علم باطني 741
❁ لڪيل خزانو 741

❁ علم الدني 742
❁ جمع ۽ تفريق 742
❁ جمع ۽ تفريق جو اصل مفهوم 743
❁ روح ۽ مادي جي ترڪيب 744
❁ خلاصه اقوال 744
❁ حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪلام 745
❁ تجلي ۽ استتار 745
❁ استتار جو فائدو 746
❁ خاص تجلي 746
❁ تجريد ۽ تفريد 746
❁ وجود، وجد ۽ تواجد 747
❁ غلبو 748
❁ مسامره 748
❁ سڪر ۽ صحو 748
❁ محو ۽ اثبات 749
❁ علم اليقين ۽ عين اليقين 749
❁ وقت 750
❁ غيبت ۽ شهود 750
❁ ذوق ۽ شرب 751
❁ محاضره ۽ مڪاشفه 751
❁ طوارق ۽ بوادي 751
❁ تلوين ۽ تمڪين 751
❁ ارباب تمڪين 752
❁ نفس 752


باب ٽيهٽيون

**سالڪ جو صحيح آغاز ۽ انجام**


❁ سچي نيت 755
❁ طريقت جون منزلون 755

| | |
|---|---|
| ❁ قطع تعلقات | 756 |
| ❁ صداقت | 756 |
| ❁ پاڻ سجاڻڻ | 757 |
| ❁ الله جي اگهاڙي تلوار | 757 |
| ❁ خدا ڪارڻ جي نيت | 758 |
| ❁ نيت جو اثر | 758 |
| ❁ دل سان نيت ڪرڻ | 759 |
| ❁ گوشي نشيني | 759 |
| ❁ فضول ڪمن کان پرهيز ڪرڻ | 759 |
| ❁ ضرورت جي حد | 760 |
| ❁ دنيادارن کان پرهيز ڪرڻ | 760 |
| ❁ نفلن جي پابندي ڪرڻ | 761 |
| ❁ جمعي جي ڏينهن جو پروگرام | 761 |
| ❁ جمعي جو معياري ڏينهن | 762 |
| ❁ لباس ۾ وچٽرائي رکڻ | 762 |
| ❁ ابتي قميص پائڻ | 762 |
| ❁ تلاوت قرآن شريف | 763 |
| ❁ ذڪر ڪرڻ | 763 |
| ❁ معانيءِ قرآن | 763 |
| ❁ مراقبو ڪرڻ | 764 |
| ❁ نيازمندي | 764 |
| ❁ بيهودي ڳالهه جو ڪفارو ڏيڻ | 765 |
| ❁ سچائي جو اثر | 765 |
| ❁ صادق | 765 |
| ❁ صديق | 765 |
| ❁ ارباب نهايت | 766 |
| ❁ خدا جا سپاهي | 767 |
| ❁ عارف جي نشاني | 767 |

| | |
|---|---|
| ❁ :نيا هڪ ڪنوار آهي | 767 |
| ❁ غلط فهمي جو ازالو | 768 |
| ❁ عام مؤمنن جي زندگي | 768 |
| ❁ نفس جي اصلاح ڪرڻ | 769 |
| ❁ خودمختياري | 769 |
| ❁ وڃئون رستو ونڻ | 769 |
| ❁ اتباع ۽ سنت | 770 |
| ❁ رخصت ۽ عزيمت | 771 |
| ❁ عمل جو فيض | 771 |
| ❁ ڪي رند پروڙين راز | 772 |
| ❁ امت جي لاءِ فيض | 772 |
| ❁ خلوت ۽ جلوت | 773 |
| ❁ ڪمال معرفت | 773 |
| ❁ استقامت | 774 |
| ❁ تصوف جا مرحلا | 774 |
| ❁ آغاز ڏانهن موٽڻ | 774 |
| ❁ حيران رهڻ | 775 |
| ❁ سجده ريزي | 775 |
| ❁ محبوب خلائق | 775 |

# پنهنجي پاران

الحمدلله، مهراڻ اڪيڊمي سنڌ ۾ علم ۽ ادب جي لاٽ ٻارڻ جي روايت کي جاري رکيون ٿي اچي، جو هيل تائين 240 کان وڌيڪ سھڻا ۽ سيبتا ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. انهن ۾ قرآن شريف، ۽ قرآني علم، حديث پاڪ ۽ ان جي سمجهاڻي، سيرت النبي ﷺ، سيرت صحابہ رضہ، لطيفيات، ادب ۽ تاريخ، طب ۽ سائنس، عام معلومات ۽ ٻاراڻي ادب کانسواءِ اسلام جي انيڪ موضوعن تي طبع زاد ۽ ترجما شامل آهن.

"**عوارف المعارف**" بہ انهيءَ ڏس ۾ هڪ ملهائتو ڪتاب آهي، جيڪو سهروردي سلسلي جي امام حضرت عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي رحہ جو لکيل آهي جنهن کي ناميارې عالم ۽ اديب پروفيسر عمر بن محمد سومار مگريو سنڌي ٻوليءَ جو ويس پهرايو آهي.

"**عوارف المعارف**" تصوف جو بنيادي ڪتاب آهي، جو بلاشبہ "امهات الڪتب" ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. هن ۾ تصوف جي سيني اهم مسئلن کي نهايت سهڻي پيرايي ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

مسودي جي حاصلات ۾ انجنيئر عبدالمالڪ جون ڪوششون قدر جوڳيون آهن. مان پروفيسر عمر بن محمد سومار مگريو جو نهايت ٿورائتو آهيان، جن اسانکي هي ڪتاب عنايت ڪيو ۽ ڇپائيءَ جي اجازت پڻ ڏني. دعا آهي تہ شال الله ڪريم هن ڪتاب ذريعي سنڌي پڙهندڙن کي الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي سچي محبت عطا ڪري ۽ اسانجو هي پورهيو پنهنجي بارگاهہ ۾ قبول فرمائي. آمين.

مارچ 2007ع

قمر ميمڻ
سيڪريٽري
مهراڻ اڪيڊمي

# پيش لفظ

پروفيسر سائين محمد عمر منگريو صاحب هڪ سائنس جو سهڻو عالم آهي، جنهن جي ڪامياب استاد هجڻ جو سهرو سندس شاگرد ۽ رفيق ڏيئي چڪا آهن. الحمدلله، پاڻ ڪئين ڪتاب ڪيميا تي لکي چڪا آهن جيڪي داخل نصاب به آهن.

مونکي سندن ڪتاب "عوارف المعارف"، حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليه جو سنڌي ترجمو ڪرڻ ڏاڍو پسند آيو، ڇو ته سنڌي ٻوليءَ کي هن ڪتاب جي ترجمي جي وڏي ضرورت هئي.

(۱) هن ڪتاب جو مصنف رحمة الله عليه سهروردي طريقي جو امام آهي ۽ سهروردي طريقي پوري برصغير کي اسلامي فيض سان مالامال ڪيو آهي.

(۲) هن طريقي جي وڏي عالم حضرت بهاءُالدين زڪريا ملتاني رحمة الله عليه پوري هندوستان ۾ عام طرح سان ۽ سنڌ ۾ خاص طرح سان اسلام جي خدمت ڪئي.

پاڻ پوري هندستان جا وڏي ۾ وڏا عالم هئا. وقت جي حڪومت کين قاضي القضاة مقرر فرمايو. يعني شرعي طرح سان ٿيندڙ فيصلن جي آخري حد پاڻ هئا.

سندن ذات ته ٺهيو پر سندن خاندان جا ٻيا افراد به علم شريعت جا روشن چنڊ هئا. سندن پوٽو نه رڳو انهيءَ عهدي تي قائم هو پر تغلق خاندان پنهنجي شاهيءَ کي هنن فقيرن جي اڳيان زانوءِ ۽ تلمذته ڪرڻ کي اکين جو نور ۽ دل جو سرور سمجهندا هئا.

اهوئي سبب هو جو وقت جو بادشاهه سلطان محمد تغلق سندن همشيره جو عقد حضرت شاهه رڪن عالم رحمة الله عليه سان ڪرڻ کي فخر سمجهندو هو ۽ سندس هڪ اڏايل گنبذ حضرت شاهه جي وفات ڪرڻ جي ڪري کين اجازت ڏنائون ته گنبذ کي مون ڪان وڌيڪ لائق هستي عطا ٿئي.

اها ته دنيا جي ڳالهه هئي پر اڄ به ڪيترين ئي قومون جن حضرت شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني رحمة الله عليه جن جي فيض مبارڪ سان ۽

سندن دعوت و تبليغ سان اسلام قبول ڪيو سي موجود آهن.

هندستان ۾ جن خاندانن دين جي دعوت جو ڪم ڪيو، انهن سڀني کان جيڪڏهن اڳين چئجي ته وڏ ۾ وڏ سهروردي طريقي جي بزرگ حضرت بهاءالدين ذڪريا ملتاني رحمة الله عليه ڪيو ته ان ۾ ڪنهن به قسم جو وڌاءُ ڪونه ٿيندو.

موجوده حالات جي لحاظ کان جڏهن ماڻهن ۾ دين جي شعور جو جذبو گهٽجي رهيو آهي ۽ صحيح دين جو ملڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو آهي.

هڪ طرف کان دين جي نالي تي بي ديني پئي هلي ۽ ٻئي طرف دين پراڻو خيال ڪري ان کي قبول نٿو ڪيو پيو وڃي.

انهيءَ حالت ۾ اهڙي حقيقي عالم جي ڪتاب جو ترجمو ڪري سائين محمد عمر صاحب سنڌين تي خصوصاً ۽ اهل اسلام تي عموماً وڏو احسان ڪيو آهي.

مونکي وري انهيءَ ڪري زياده خوشي آهي، جو سائين محمد عمر جن جي ديني تعليم جي نسبت اسان جي مدرسي مظهرالعلوم العربيه ولهيٽ تعلقه و ضلعه عمرڪوٽ سان آهي، جيڪو سنڌن ئي ڳوٺ آهي. جنهن مدرسي جا باني ۽ جاري رکڻ وارا ميان صاحب مولوي عزيز الله رحمة الله عليه ۽ مولوي عبدالسميع رحمة الله عليه جن هئا.

ترجمو ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. ٻولي پنهنجي جنهن ۾ ترجمو ڪجي ٿو ان جو به خيال ڪرڻو آهي، ازانسواءِ جنهن ٻولي جو ترجمو ڪجي ٿو ان ۾ ڪتاب جي حقائق جي به نظرداري ڪرڻي آهي.

مونکي ترجمو پڙهندي اها ڏاڍي خوشي ٿي ته ميان محمد عمر صاحب اهي ٻئي حق سهڻي نموني سان ادا ڪيا آهن. ترجمي واري سنڌي ٻولي ڏاڍي سٺي ادا ڪئي اٿن، ازانسواءِ ڪتاب جي نفس مضمون کي سهڻي نموني سان ادا ڪيو اٿن.

هي ڪتاب هڪ اهڙي عالم جو آهي، جيڪو پنهنجي علمي مقام جي اعتبار سان عالمن جو سچ چئجي ته ان ۾ ڪنهن به قسم جو وڌاءُ نه ٿيندو. ان ۾ علمي تمثيلات جيڪي ظاهري ۽ باطني ٻنهي علمن لاءِ پاڻ استعمال ڪيون اٿن، انهن کي هر پهلوءَ سان سنڌي ٻوليءَ جي ترجمي ۾ ظاهر ڪيو ويو آهي، جيڪو هر لحاظ کان عمدو ڪم آهي.

هن ڪتاب پڙهڻ سان اهو معلوم ٿي ويندو، ته علم کان آجا انسان جيڪي تصوف کي ۽ شريعت کي به جدا شيون مڃيندي قرآن ۽ حديث پاڪ کان پاڻ کي آزاد سمجهي، صوفي طريقي کي بدنام ڪن ٿا، اهي حقيقت ۾ تصوُف کان واقف ئي ڪونه آهن. ازانسواءِ اهڙا ظاهر بين جن کي تصوف کان چڙ آهي، هنن جي اڳيان تصوف جو نالو ئي بي ديني آهي. اُنهن کي به پڙهڻ سان خبر پئجي ويندي، ته تصوف دين جي فهم جو ٻيو نالو آهي.

وري اهڙا انسان جيڪي بي دين هجڻ جي خالت ۾ اسلام تي ئي انسانيت جي خدمت نه ڪرڻ جي ڪري چڙيا ويٺا آهن، انهن کي به هن ڪتاب جي پڙهڻ سان خبر پوندي، ته انسانيت جي خدمت اسلام ۾ ئي آهي، ڇو ته اخلاق انسانيت جي وڏي وٿ آهي ۽ اخلاق ڪانسواءِ صحيح تعليم اسلام جي ملي نٿي سگهي.

هن ڪتاب جي اهميت انهي ڪري به اهم آهي جو جن ڪتابن کي امهات الڪتاب ڪري ڳڻيو وڃي ٿو، ته انهن مان هي به هڪ ڪتاب آهي. پنهنجي فن جي ڪري هي ڪتاب انهيءَ هستيءَ لکيو آهي، جيڪو سهروردي طريقي جو امام آهي. ظاهر آهي ته امام جو ڪتاب به امام الڪتاب آهي.

هن ڪتاب جي وري خاص خاصيت اها به آهي، ته ٻيا ڪتاب جيڪي فن جي امامن لکيا آهن انهيءَ ۾ اختصار آهي ۽ جامعيت آهي. شيخ ابوعلي سينا جو ڪتاب "شفا" يا "نجات" وغيره پڙهبا ته انهن ۾ نهايت مختصر لفظن ۾ جامع انداز سان حقائق بيان ڪيا ويا آهن. انهيءَ ڪري انهن ڪتابن جي شرح جي ضرورت هميشه رهندي آئي آهي.

پر هن ڪتاب ۾ اختصار جي بجاءِ هرهڪ نڪتي کي جامع ۽ مدلل دليلن سان کولي سمجهايو ويو آهي. هن ڪتاب جي مقبوليت ۽ قابليت جو ان مان اندازو لڳائجي ته اڄ کان ٨ صديون اڳ لکيل ڪتاب به اهڙو عام فهم آهي، جهڙوڪر اڄ جي ئي ماڻهن لاءِ لکيو ويو آهي. اهو اندازو ٻڌائي ٿو ته مصنف ڪيتري قدر صاحب حڪمت هو.

مولوي عبدالرحمان جمالي
مدرسه مظهر العلوم العربيه ولهيٺ

# ڪجھہ هن ڪتاب بابت

حضرت شيخ الشيوخ جو تصنيف ڪيل ڪتاب "**عوارف المعارف**" تصوف جو هڪ بنيادي ۽ اهم ڪتاب آهي ۽ هي ڪتاب امهات الڪتب ۾ شامل آهي. امهات الڪتب ۾ جيڪي تصوف جا پنج ڪتاب شامل آهن تن ۾ عوارف جي مقبوليت سيني کان سرس آهي. حضرت شيخ الشيوخ هي ڪتاب مڪي شريف ۾ بيت الله جي ڇانوَ ۾ ويهي تصنيف ڪيو ۽ ان جي هر اهم ۽ منجهيل مسئلي کي خدا جي طرف رجوع ٿي بيت الله جو طواف ۽ زيارت ڪرڻ کان پوءِ حل حاصل ڪيو.

اهوئي سبب آهي تہ عوارف جي تعليم جي اثر ڪري لکين مسلمان صحيح رستي تي عمل ڪندي پنهنجي منزل مقصود تي پهچي ويا. انهيءَ ڪري اڪثر بزرگ پنهنجين پنهنجين محفلن ۾ فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص کي مرشد ميسر نہ اچي تہ اهو عوارف جو غور سان مطالعو ڪري ۽ سندس تعليم تي عمل ڪري تہ انشاءَ الله ولي جي درجي تي پهچي ويندو.

روحاني حلقن ۾ هي هڪ مقبول ڪتاب آهي ۽ سندس مقبوليت جا ڪئين راز آهن. سندس مقبوليت جو هڪ راز هي آهي تہ هي ئي تصوف جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ تفصيل سان تصوف جي سيني بنيادي ۽ اهم مسئلن کي سولي ۽ دلڪش انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. ٻيو راز هي آهي تہ هن ڪتاب ۾ تصوف جي سيني اهم مسئلن کي قرآن شريف جي آيتن ۽ حديث نبوي جي مستند روايتن جي روشني ۾ سمجهايو ۽ بيان ڪيو ويو آهي. ٽيون اهم نڪتو هي آهي، تہ حديث جي وڏن ۽ معتبر ڪتابن جهڙوڪ صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم وانگيان حضرت شيخ الشيوخ سيئي حديثون پنهنجن مشائخن جي سَنَدَ سان بيان ڪرڻ فرمايون آهن.

ڪتابن ۾ اچي ٿو تہ حضرت شيخ الشيوخ جن عوارف کي 562 هہ ۾

جوڙي راس ڪيو ۽ ٿوري عرصي ۾ ئي عوارف جا ڪيترائي قلمي نسخا تيار ٿي دنيا جي مختلف حصن ۾ پهچي چڪا هئا. عوارف جي جڙي راس ٿيڻ وقت حضرت شيخ الشيوخ جي عمر مبارڪ 24 سال ڪن هئي ۽ پاڻ 69 سال عوارف جي تعليم بنفس نفيس ڏيندا رهيا. پاڻ پنهنجي چاچي جي مسند تي جلوه افروز ٿيڻ کانپوءِ درس شروع ڪيائون ۽ انهيءَ درس ۾ عوارف جي تعليم به ڏيندا هئا. نه صرف بغداد جي عالمن ۽ بزرگن حضرت جن کان عوارف جي تعليم سبقاً سبقاً حاصل ڪئي پر دنيا جي ٻين حصن جي بزرگن به روبرو ڪانئن ئي عوارف جي تعليم حاصل ڪئي. انهن بزرگن ۾ برصغير هند و پاڪ جي حضرت غوث بهاؤالدين زڪريا ۽ حضرت بابا فريد گنج شڪر جا نالا سرفهرست آهن.

حضرت شيخ الشيوخ جي وفات کانپوءِ مڪي شريف، مديني شريف، عراق، بغداد ۽ برصغير پاڪ و هند ۾ عوارف جي تعليم جاري رهي، مڪي شريف ۾ حضرت شيخ عبدالله يافعي رحه، مديني شريف ۾ حضرت شيخ عبدالله مطري رحه، عراق ۾ حضرت شيخ شرف الدين محمود شاهه تستري رحه، برصغير ۾ حضرت غوث بهاؤالدين زڪريا رحه، حضرت صدرالدين عارف رحه، حضرت ابوالفتح رڪن الدين رحه، حضرت بابا گنج شڪر رحه، حضرت جمال خندان رحه، حضرت جلال الدين شرخ بخاري رحه، حضرت جهانيان جهان گشت رحه، حضرت مخدوم عبدالاحد رحه ۽ حضرت مجدد الف ثاني رحه، حضرت شاهه ولي الله رحه عوارف جي تعليم کي جاري رکندي آيا ۽ جيڪا هن وقت به جاري آهي.

مطلب ته نه صرف شروع کان وٺي عوارف مشائخن ۽ اهل سلوڪ وارن وٽ زير تعليم رهيو پر عالمن سگهورن جي نصاب ۾ به شامل رهيو هو. هندستان ۾ اسلامي نظام جي ابتدائي دور ۾ نصاب تمام مختصر مرتب ڪيو ويو هو ۽ انهيءَ دور ۾ صرف تفسير، حديث، علم نحو ۽ فقه جا ڪتاب رکيل هئا.

طبقات ناصري ۾ درج ٿيل آهي ته شروع ۾ دهلي ۾ اسلامي تعليم لاءِ هڪ مرڪزي ادارو قائم ڪيو ويو هو، ان اداري مدرسن جي تنظيم ۾ هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ مدرسن لاءِ هڪ نصاب پڻ مقرر ڪيو. انهيءَ

نصاب ۾ تفسير، حديث، علم نحو، فقہ، ادب، منطق ۽ تصوف پڙهايو ويندو هو. جن مان تصوف ۾ ٻين ڪتابن سان گڏ "عوارف المعارف" پڙهايو ويندو هو.

انهي دور جي عالمن ۾ حضرت بهاءُالدين زڪريا رحہ، صدرالدين عارف رحہ، فريدالدين گنج شڪر رحہ، قطب الدين بختيار ڪاڪي رحہ، شمس الدين خوارزمي رحہ، حضرت خندان روءِ جهڙا بزرگ بہ انهيءَ نصاب جي تعليم ڏيندا هئا. ان ڪانپوءِ جلال الدين خلجي جي زماني ۾ حضرت رڪن الدين رحہ، حضرت نظام الدين رحہ، حضرت فخرالدين رحہ، حضرت جهانيان جهان گشت رحہ، حضرت نصرالدين رحہ جهڙن بزرگن بہ انهي نصاب کي قائم رکيو. ان ڪانپوءِ سڪندر لوڌهي جي زماني ۾ نائين صدي هجري جي آخري ڏهاڪي (لڳ ڀڳ 894 هہ) ۾ ڪجهہ ٻيا ڪتاب بہ نصاب ۾ داخل ڪيا ويا پر عوارف جي تعليم جاري رهي.

اڪبر جي زماني ۾ ديني نصاب ۾ ڪافي تبديليون آنديون ويون، جن تبديلين جو ذڪر ابوالفضل بہ آئين اڪبري ۾ ڪيو آهي. ابوالفضل لکي ٿو تہ 995 هہ ڌاري مدرسن جي نصاب ۾ قرآن، حديث ۽ فقہ جي تعليم ۾ بي انتها ڪمي ڪري فلسفو، طب، رياضي، ڪيميا، نجوم وغيره جي مضمونن جي تدريس جا حڪم جاري ڪيا ويا. انهيءَ تبديلي ڪري اسان جو تعليمي نظام ٻن الڳ الڳ رستن تي گامزن ٿيو. هڪ گروپ حڪومت جي مقرر ڪيل نصاب تي عمل ڪيو ۽ ٻيو گروپ پنهنجي اڳئين مقرر ڪيل نصاب جي تعليم جاري رکندي آيو. اهڙي نموني برصغير ۾ تفسير، حديث، فقہ سان گڏوگڏ تصوف ۾ عوارف جي تعليم جاري رهندي آئي آهي ۽ جيڪا اڃان تائين جاري آهي. ڪتابن ۾ اچي ٿو تہ ان زماني ۾ باقاعدي سَنَـدن ۾ درج ٿيل هوندو هو، تہ فلان شخص فلان علمن ۾ تحصيل علم حاصل ڪئي آهي. جيئن تہ شاهہ ولي الله صاحب جن پنهنجي هڪ شاگرد ۽ مريد کي جيڪا سند ڏني هئي ان ۾ لکن ٿا تہ، "هن مون کان تصوف ۾ اول کان وٺي آخر تائين "**عوارف المعارف**" ۽ شروع وارو ڪجهہ حصو "احياءُ العلوم" جو پڙهيو".

نہ صرف اهو تہ هي ڪتاب تصوف جو بنيادي اهم درسي اهل سلوڪ

وارن جي نصاب ۾ شامل رهيو، پر ڪيترن ئي بزرگن ۽ مشائخن سندس مختلف وقتن ۾ ڪيترن ئي ٻولين ۾ ترجما، حاشيا، شرحون ۽ تعليقات پڻ لکيون آهن.

(١) حرم پاڪ جي مفتي ۽ محدث حجاز محب الدين ابوالعباس احمد بن عبدالله الطبري (المتوفي 694 هه) جن عوارف جو خلاصو لکيو.

(٢) حضرت علامہ سيد شريف زين الدين علي بن محمد الجرجاني (المتوفي 816) جن عوارف تي تعليقات لکي.

(٣) حضرت سيد خواجہ "ڪيسو دراز سيد محمد بن يوسف الحسين (متوفي 835 هه) جن "معارف العوارف" جي نالي سان عربي ۾ عوارف جي شرح دهلي ۾ لکي ۽ ان کانپوءِ دکن جي شهر گلبرگ ۾ عوارف جي شرح فارسي ۾ پڻ لکي.

(٤) حضرت مخدوم علاءُ الدين ابوالحسن علي بن احمد المهمائي رحہ (متوفي 835 هه) جن بہ عربي زبان ۾ "عوارف المعارف" جي شرح لکي جيڪا بروز جمع 3 محرم الحرام 818 هه ۾ مڪمل ڪئي وئي.

(٥) شيخ زين الدين قاسم بن عبدالله المطري (المتوفي 879 هه) جن بہ عوارف جي حديثن جي شرح لکي آهي.

(٦) حضرت شيخ عبدالقدوس گنگوهي جيڪو چشتي بزرگ هو (متوفي 944 هه) جن "عوارف المعارف" جي شرح عربي ۾ 923 ۾ لکي هئي. ان شرح جو نالو "معارف شرح عوارف" رکيو هئائون.

(٧) حضرت امام رباني مجدد الف ثاني جن بہ تعليقات عوارف ۾ "عوارف المعارف" جي ڪن رمزن ۽ نڪتن جي شرح ڪئي آهي.

فارسي زبان ۾ عوارف جو ترجمو سڀ کان پهريان ظهيرالدين عبدالرحمان بن نجيب الدين غلي بن برغش المتوفي 716 هه جن ڪيو ۽ ان کانپوءِ فارسي ۾ ترجمو شيخ عزالدين محمود بن علي (متوفي735 هه) ۾ ڪيو.

حضرت شيخ فخرالدين اسماعيل بن عبدالمومن المتوفي 910 هه جن بہ فارسي ۾ ترجمو ڪيو. ان سان گڏوگڏ فارسيءَ ۾ شرح حضرت سيد خواجہ گيسو دراز جن بہ لکي. ترڪي زبان ۾ عوارف جو ترجمو حضرت مولانا عارف هروي رحہ ۽ احمد بن سعيد بغوي رحہ جن ڪيو.

انگريزي زبان ۾ ترجمو H - Wilber Force Clrake جن ڪيو ۽ اهو ترجمو 1891ع ۾ فارسي ترجمي تان ڪيو ۽ 1891ع ۾ لنڊن ۾ شايع ٿيو.

اردو ۾ سڀ کان پهريون ترجمو مولوي ابوالحسن فريدآبادي ڪيو، جنهن کي منشي نول ڪشور 1891ع ۾ مطبع نول ڪشور لکنو مان شايع ڪيو. ڪن ڪتابن ۾ اچي ٿو ته اهو ترجمو مولانا محمد احسن نانوتوي جن ڪيو هو يا شايد اهي ٻه الڳ الڳ ترجما آهن.

اردو ۾ ترجمو رشيد احمد ارشد صاحب جن به ڪيو آهي، جيڪو 1960ع ۾ شيخ غلام علي سنز وارن شايع ڪيو آهي.

اردو ۾ ترجمو شمس بريلوي جن به ڪيو آهي، جيڪو 1977ع ۾ مدينه پبلشنگ ڪميٽي ڪراچي مان شايع ڪيو ويو آهي. "عوارف المعارف" ڪل 63 بابن ۽ ٻن حصن تي مشتمل آهي. پهرين حصي ۾ 32 ۽ ٻئي حصي ۾ 31 باب آهن. پهرئين حصي ۾ علم تصوف، علم تصوف جي نشونما، تصوف جي ماهيت، مشائخن جي حقيقت، سفر ۽ حضر جا ادب، سماع، چلو، صوفين جا اخلاق ۽ ادب، خانقاهه ۽ خانقاهه نشيني جا باب شامل آهن. ٻئي حصي ۾ آداب طهارت، وضو، فضيلت نماز، اسرار نماز، روزو ۽ ان جي اثر ۽ اهميت وغيره جا باب شامل آهن.

**پروفيسر محمد عمر منگريو**

# ٻه اکر

آءٌ پنهنجي خالق حقيقي جو شڪرگذار آهيان، جنهن پنهنجي فضل و ڪرم سان هن ناچيز ۽ ڪم علم بندي کي تصوف جي هڪ بنيادي ۽ اهم ڪتاب "عوارف المعاف" کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي، آمين.

هتي آءٌ پنهنجن انهن ڪرم فرمائن دوستن جو ٻه ذڪر ڪندس، جن ترجمي دوران مختلف مرحلن تي مدد ڪرڻ فرمائي. محترم سخي محمد مهراڻ، محمد مراد علي راهمون ۽ محترم يعقوب آريسر صاحبن جو ٿورائتو آهيان، جن ترجمي دوران هر مرحلي تي همت افزائي ۽ رهنمائي ڪئي.

محترم استاد مولوي عبدالرحمان جمالي صاحب جن جو ٿورائتو ۽ شڪرگذار آهيان، جنهن پنهنجي مصروفيتن جي باوجود هن ڪتاب کي چڱيءَ طرح پڙهي پش لفظ ٻه لکيو.

آخر ۾ "راقم الحروف" جو سيني پڙهندڙن ۽ ڪرم فرمائن کي ٻه عرض آهي ته جيڪڏهن ترجمي ۾ ڪا غلطي رهجي ويئي هجي ته نوازش ڪري ان ڪان واقف ڪرڻ فرمائيندا، جيئن ته ٻئي ايڊيشن ۾ ان کي درست ڪيو وڃي.

پروفيسر محمد عمر بن محمد سومار منگريو

باب پهريون

# علم تصوف جي ارتقا

منهنجي استاد شيخ الاسلام ابونجيب عبدالقاهر بن عبدالله بن محمد سهروردي سنہ 560 ھ ۾ مونکي هيءَ حديث لکائي هئي. شيخ صاحبؒ پنهنجي استادن جي سَـنَـدن ۽ امام بخاري رحہ جي واسطي سان حضرت ابوموسيٰ الاشعري رضہ جي هيءَ حديث روايت ڪئي تہ جناب رسول الله ﷺ جن فرمايو، تہ "منهنجي ۽ منهنجي وحي جو مثال جيڪو خداوند تعاليٰ مون تي نازل ڪيو سو اهڙي شخص جي مثال آهي، جيڪو پنهنجي قوم وٽ آيو ۽ چيائين تہ "اي منهنجي قوم مون هڪ لشڪر پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي، جنهن ڪري آئون اوهان کي خبردار ڪرڻ آيو آهيان تہ ڀڄو ۽ هتان جلد ڀڄو". اهو ٻڌي هڪ جماعت ان تي اعتبار ڪري اُتان ڀڄي ويئي مگر ٻيءَ جماعت ان تي اعتبار نہ ڪيو ۽ صبح تائين اتي ترسي پيئي. صبح ٿيڻ شرط هڪ لشڪر اتي پهتو جنهن انهن کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيو. پهريون مثال انهن ماڻهن جو آهي جن منهنجي اطاعت ڪئي ۽ منهنجي چوڻ تي عمل ڪيو (۽ بچي ويا) جن منهنجي نافرماني ڪئي ان جو ٻيو مثال آهي يعني تباه ۽ برباد ٿي ويا."

رسول الله ﷺ جن هڪ حديث ۾ فرمايو آهي، تہ "خداوند تعاليٰ جيڪو علم ۽ هدايت مون تي نازل فرمايو، ان جو مثال اهڙو آهي، جهڙو ڪنهن زمين تي لڳاتار برسات وسندي رهي هجي ۽ زمين جو اهو حصو جيڪو ڪيتيءَ جي لائق هو، تنهن اهو پاڻي جذب ڪيو ۽ ان ۾ گاه ۽ ساوڪ پيدا ٿي. هڪ ٻئي حصي ۾ پاڻي رڪجي ان ۾ گڏ ٿي ويو ۽ ان گڏ ٿيل پاڻيءَ مان بہ خدا سائين ماڻهن کي فائدو رسايو يعني ماڻهن خود بہ پيتو ٻين کي بہ پياريو ۽ فصل وغيره بہ پوکيو. پر ان زمين ۾ هڪ اهڙو

حصو به هو جيڪو بنجر هو، جنهن ۾ نه پاڻي بيٺو ۽ نه جذب ٿيو ۽ نه ئي وري ساوڪ ٿي. پهريون مثال انهن ماڻهن جو آهي جن دين الاهي کي چڱي نموني سمجهيو ۽ خداوند ڪريم جيڪا وحي مون تي نازل ڪئي ان مان انهن کي فائدو رسيو. ٻيو طبقو اهو آهي جن خود علم سکيو ۽ ٻين کي به علم سيکاريو. آخري مثال انهن ماڻهن جو آهي جيڪي نه ته ان طرف متوجه ٿيا ۽ نه وري خداوند تعاليٰ جي نازل ڪيل هدايت کي تسليم ڪيائون."

## اهل باطل جو مثال

شيخ عليه رحمت جن فرمائن ٿا ته الله تعاليٰ صاف ۽ پاڪ طبيعت وارن انسانن کي رسول الله ﷺ جن جي پيروي ڪرڻ جي قابل بنايو آهي. اهوئي سبب آهي ته صفائي ۽ پاڪيزگي جو فرق فائدي ۽ نفعي جي فرق جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي. ڪجهه قلب ان پاڪيزه زمين جي مثل آهن جنهن ۾ گاهه ۽ ساوڪ پيدا ٿئي ٿي ۽ هيءَ اهڙي شخص جو مثال آهي جنهن نه صرف خود علم مان فائدو ورتو ۽ ان کي هدايت حاصل ٿي بلڪ رسول الله ﷺ جي بدولت هن جي علم به ڪيس فائدو رسايو ۽ سنئين رستي طرف سندس رهنمائي ڪئي. ڪي قلب وري اونهن تلائن ۽ وڏين ڍنڍن مثل آهن يعني صوفياءِ ڪرام ۽ مشائخن مان ڪي زاهد ۽ عالم جن جا قلب صاف ۽ پاڪ آهن سي اونهن تلائن مثل آهن ڇاڪاڻ ته اهي وڏيڪ نفعي رسائڻ لاءِ مخصوص آهن.

حضرت مسروق رحه فرمائي ٿو، ته "آئون رسول الله ﷺ جن جي اصحابين جي صحبت ۾ رهيس. اهي پاڪ تلائن مثل هئا ڇاڪاڻ ته انهن جون دليون محافظ هيون ۽ ڪين صاف ۽ چٽي فهم و بصيرت عطا ٿيل هئي جنهنڪري انهن جا قلب علم ۽ فن جا مخزن بڻجي چڪا هئا."

حضرت امام رضي الدين ابوالخير احمد بن اسماعيل رحه جن مونکي اجازت ڏني ته سندن شيخ جي سَنَدن سان حضرت عبدالله بن الحسن رحه جي هيءَ حديث روايت ڪريان ته انهن فرمايو ته جڏهن هي آيت نازل ٿي ته:

"اهڙي ياد رکڻ وارا ڪن ياد رکن ٿا"

تڏهن رسول الله ﷺ جن حضرت علي رضه کي فرمايو ته "مون خدا کي

اها درخواست ڪئي ته تنهنجا ڪن پنهنجا ٻڌائي". حضرت علي رضہ جن فرمائين ٿا ته ان ڪانپوءِ مون ڪاٻه ڳالهه نه وساري ۽ نه وري مونکي ويسر جي عادت رهي.

حضرت ابوبڪر واسطي رحہ جن فرمايو ته "هن آيت مان اهڙا ڪن مراد آهن جن اسرار الاهي کي ٻڌو ۽ ياد رکيو، يا جن الله جي اسرارن کي ياد رکيو. اڳتي فرمايائون ته "اهي ڪن صرف اصل مقصد کي ياد رکن ٿا يعني اسرار الاهي کانسواءِ انهن ۾ بي ڪنهن به شيءِ جو گذر نه آهي ۽ اُهي ٻين شين کان خالي رهن ٿا . ان حالت ۾ طبيعتن جو اضطراب محض هڪ قسم جي جهالت آهي.

## اسرار الاهي جا محافظ

صوفياءِ ڪرامن جا قلب اسرار الاهي جا محافظ آهن ڇوته انهن تقويٰ جي بنيادن کي مضبوط ڪرڻ ڪانپوءِ دنيا کان ڪناره ڪشي ڪئي آهي. تقويٰ جي ذريعي سندن نفس پاڪيزه ٿيا ۽ زهد جي ذريعي سندن دليون صاف ٿيون آهن. تنهنڪري جڏهن زهد اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ انهن دنياوي ڪمن کي ترڪ ڪيو ته انهن جا باطني مسام کلي پيا ۽ سندن قلب جا ڪن ٻڌڻ لڳا اهڙي نموني هن ڪم ۾ انهن کي زهد مان وَڏي مدد ملي.

## عالمن جا ڪارناما

محدثن صحيح ۽ حسن حديث کي سڃاتو ۽ حديث جي راوين ۽ اسماءُ الرجال جي سبب ڪري يڪتاءِ زمانه ٿيا. هنن، راوين جي باري ۾ جرح ۽ تعديل جا حڪم ۽ احڪام نافذ ڪيا جيئن صحيح ۽ ڪمزور حديثن جو پتو پئجي سگهي ۽ ان سان گڏوگڏ سچ ۽ ڪوڙ جي پرک به ٿي سگهي. اهڙي نموني روايت ۽ سَـنَـدَ جو سلسلو محفوظ ٿي ويو ۽ انهي سبب ڪري سنت جي حفاظت ٿي.

## هڪ آيت جي تشريح

جهڙي نموني عالمن سڀورن جي قلب جي سرزمين علم ۽ هدايت جو خوب پاڻي پيتو جنهن ڪري ان ۾ گاهه ۽ ساوڪ به خوب ٿي. جيئن ته

خداوند ڪريم فرمايو:

"مون آسمان مان پاڻي نازل فرمايو جيئن ته ان جي مطابق واديون وهڻ لڳن".

حضرت ابن عباس رضه جن فرمايو، ته "پاڻيءَ مان مراد علم ۽ وادين مان مراد قلب آهن."

حضرت ابوبڪر واسطي رحه جن فرمايو، ته "خداوند ڪريم هڪ صاف ذرو پيدا ڪيو ۽ جڏهن انکي جلال جي نگاهه سان ڏسڻ فرمايائون، ته اهو شرم کان پگهرجي وهڻ لڳو، جنهن تي الله تعاليٰ فرمايو ته:

"خدا سائين آسمانن مان پاڻي وسايو ته ان جي مطابق نديون ۽ ناليون وهڻ لڳيون".

ابن عطا رحه انهيءَ آيت جي باري ۾ فرمايو، ته خدا سائين بندي لاءِ اهو مثال ان ڪري بيان فرمايو آهي، ته جڏهن وادين ۾ سيلاب اچي ٿو ته اهو سڀني نجاستن (پليتين) کي وهائي وڃڻ ڪري انهن کي صاف ۽ پاڪ ڪري ڇڏي ٿو. انهي ڪري اهو نور جيڪو الله سائين بندي اندر تفسيم ڪيو آهي سو وڻ (چلڪڻ) لڳي ٿو، جنهن ڪري هن ۾ غفلت ۽ اونداهي جو ڪوبه پردو باقي نٿو رهي. هاڻي انهيءَ آيت جو مطلب هي ٿيندو، ته خدا تعاليٰ آسمان تان نور جي تقسيم ڪئي. خدا سائين جي ازلي تقسيم مطابق دلين ۾ انوار و تجليات جهلڪڻ لڳيون، باطل فنا ٿي ويو ۽ قلب ايتري قدر روشن ٿيا جو انهن ۾ ڪنهن به قسم جي مِٽي ۽ مَرُ باقي نه رهي، اڳتي ارشاد آهي.

"جيڪا شيءِ ماڻهن لاءِ مفيد آهي سا زمين ۾ باقي رهندي."

ڪن اهلِ دل بزرگن هن آيت جو هيءُ تفسير ڪيو آهي ته پاڻي وسائڻ مان مراد ڪرامتن جا قسم آهن. يعني هر قلب کي ان جو ڪجهه نه ڪجهه حصو مليو آهي. انهي حصي ملڻ ڪري مفسرين ۽ محدثين جي دلين جون واديون سندن اندازي مطابق وهڻ لڳيون. عالمن ۽ زاهدن مان صوفياءِ ڪرام جون دليون تقويٰ جي حقيقتن جون پابند هئڻ ڪري وري پنهنجي اندازي مطابق وهڻ لڳيون. پر جن جي دلين ۾ دنيا پرستي ۽ زرپرستيءَ جي طلب هئي انهن جي دلين جون واديون وري انهن ئي رجحانن تي وهڻ لڳيون. اهڙن ماڻهن کي علم جو ڪجهه حصو مليو پر علم جي اصل

حقيقت کان محروم رهيا. جن ماڻهن دنيا کان بي رغبتي اختيار ڪئي تن جي دلين جون واديون وسيع ٿي ويون ۽ انهن ۾ مختلف علوم و فنون جو پاڻي گڏ ٿي هڪ وڏو تلاءُ ٺهي پيو.

## فقيہ جي تعريف

امام حسن بصري رحہ کي چيو ويو تہ فقهاءُ هيئن ٿا چون. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ ڇا توهان ڪڏهن ڪو فقيہ ڏٺو آهي، درحقيقت فقيہ اهو زاهد آهي، جنهن کي دنيا سان رغبت نہ هجي. علماءِ ڪرام جڏهن ظاهري علم حاصل ڪن ٿا تہ پوءِ علم کين عمل جي تلقين ڪري ٿو. علم جي مطابق عمل ڪرڻ سان کين علم وراثت حاصل ٿئي ٿو. تنهنڪري هو ٻين عالمن جي علم ۾ برابر جو حصو رکن ٿا، پر کي وڌيڪ علم هئڻ ڪري انهن ۾ ممتاز ٿين ٿا. اهو وڌيڪ علم ئي علم وراثت آهي. علم الوراثت ئي علم البصيرت جو ٻيو نالو آهي. جيئن خداوند تعاليٰ فرمائي ٿو:

"هر ٽولي مان هڪ جماعت ڇونہ نڪتي، جو اها مذهبي بصيرت حاصل ڪري ۽ جڏهن پنهنجي قوم جي طرف وڃي تہ انهن کي ڊيڄاري".

اِنذار (ڊيڄارڻ) فقہ جي ذريعي حاصل ٿئي ٿو. انذار جو مفهوم اهو آهي، تہ ماڻهن کي علم جي آبِ حيات ذريعي ڊيڄاري زنده ڪيو وڃي. هن علمي احياءُ جو رُتبو صرف هڪ مذهبي فقيہ ئي حاصل ڪري سگهي ٿو. ان ڪري مذهبي بصيرت حاصل ڪرڻ ڪامل ترين ۽ اعليٰ مرتبو آهي. ڇاڪاڻ تہ اهوئي پنهنجي علم ۽ عمل جي ذريعي ان تي فائز ٿيڻ جو حقدار آهي.

## هدايت جو سرچشمو

علم ۽ هدايت جو ڦهريون مرڪز رسول الله ﷺ جن جي ذاتِ گرامي آهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن هدايت جو فيض خدائي سرچشمي مان حاصل ڪيو تنهنڪري سندن ظاهر ۽ باطن ڇڱي نموني ان مان سيراب ٿي ويو. پاڻ سڳورن ﷺ جي ظاهري سيرابي مان دين جو ظهور ٿيو. دين اطاعت ۽ تواضع جي مترادف (هم معنيٰ) آهي، ان ڪري دين جو مفهوم اهو ٿيو تہ انسان پنهنجو پاڻ کي رب جي سامهون جهڪائي. جيئن تہ ارشاد باري تعاليٰ آهي.

"الله توهان لاءِ دين جو اهو رستو ظاهر ڪيو آهي، جنهن جي طرف هن (الله) نوح جي رهنمائي ڪئي هئي. اهو رستو توهان ڪي وحي ذريعي ٻڌايو ويو. انهيءَ جي اسان ابراهيم ۽ موسيٰ ۽ عيسيٰ کي هدايت ڪئي هئي ته دين کي قائم رکو ۽ ان ۾ فرقي بازي نه ڪريو."

دين ۾ فرقي بازي سان سيني عضون ۾ ڪمزوري اچي ٿي ۽ علم جي تروتازگي ختم ٿي وڃي ٿي. نفس ۽ دل کي فرمانبردار ڪرڻ سان عضون کي ظاهري تازگي حاصل ٿئي ٿي، پر دلّ جي آسودگي علم سان حاصل ٿئي ٿي. علم هڪ سمنڊ جي مثل آهي. رسول الله ﷺ جن جو قلب، علم ۽ هدايت جون موجون هڻندڙ هڪ وڏو سمنڊ آهي. ٻحر قلب کان اهو علم نفس تائين پهتو، جنهن ڪري پاڻ سڳورن ﷺ جن جي نفس شريف تي علم جي تروتازگي نمودار ٿي ۽ جنهن ڪري نفس جي سيني صفتن ۽ اخلاق ۾ انقلاب برپا ٿيو. جڏهن اها تروتازگي مڪمل ٿي انتها تي پهتي تڏهن خداوند ڪريم کين مخلوق جي طرف مبعوث فرمايو هاڻي پاڻ سڳورا ﷺ جن سندن امت وٽ ان صورت ۾ آيا، جو سندن قلب علم جو سمنڊ هو ۽ جنهن جي ويجهو عقل ۽ فهم جون نهرون هيون ۽ هر نهر ۾ ان سمنڊ جو ڪجهه نه ڪجهه پاڻي هو. اهو حصو جيڪو هرهڪ کي مليو سو مذهبي بصيرت جو حصو هو.

## مذهبي بصيرت جو درجو

حضرت عبدالله بن عمر رضه کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: "مذهبي بصيرت کان وڌيڪ ڪابه عبادت نه آهي ۽ شيطان لاءِ هڪ فقيه (بصيرت جو صاحب) هڪ هزار عابدن کان وڌيڪ سخت آهي. هر شيءِ جو هڪ ٿنڀ آهي، اهڙي نموني هن مذهب جو ٿنڀ مذهبي بصيرت آهي".

منهنجي شيخ ابونجيب سهروردي رحه حميد بن عبدالرحمان جي هيءَ حديث لکائي ته حضرت امير معاويه رضه هڪ ڀيري خطبو ڏيندي فرمايو ته "مون رسول الله ﷺ جن کي هي ارشاد فرمائيندي ٻڌو ته "الله تعاليٰ جنهن سان ڀلائي ڪرڻ جو ارادو فرمائي ٿو ته ان کي مذهبي بصيرت عطا ڪري ٿو."

شيخ موصوف ارشاد فرمائين ٿا ته "جڏهن علم دل تائين پهچي ٿو ته دل جون اکيون کلي پونڊ ڪري هو حق ۽ باطل کي ڏسڻ لڳي ٿو ۽ ان ڪري

هدايت ۽ گمراهي جو فرق معلوم ڪري سگهي ٿو تنهنڪري رسول الله ﷺ جن هڪ ٻوڙاٽي جي سامهون هيءَ آيت پڙهي.

"جيڪو شخص ذري برابر نيڪي ڪندو ته اهو ان جو بدلو ڏسندو ۽ جيڪو ذري برابر برائي ڪندو ته اهو به ان جو بدلو ڏسندو" اها آيت ٻڌي، ان اعرابي (ٻوڙاٽي) چيو ته "بس بس اهو مون لاءِ ڪافي آهي" تنهن تي رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "هي ماڻهو سمجهي ويو" حضرت عبدالله بن عباس رضه جن فرمايو ته "بهترين عبادت مذهبي بصيرت ۽ فقه آهي. اهوئي سبب آهي جو خداوند ڪريم فقه (سمجهه) کي دل جي صفت قرار ڏنو آهي ۽ فرمايو ته:

"انهن وٽ اهڙيون دليون آهن، جنهن جي ذريعي هو سمجهي نٿا سگهن."

جڏهن ماڻهو سمجهڻ لڳن ٿا ته انهن کي حقيقت معلوم ٿئي ٿي پوءِ هو پنهنجي علم جي مطابق عمل ڪن ٿا. جڏهن هو عمل ڪرڻ لڳن ٿا ته انهن کي معرفت حاصل ٿئي ٿي. معرفت کانپوءِ کين هدايت نصيب ٿئي ٿي. هدايت دلي وجدان جو ٻيو نالو آهي، تنهنڪري جيڪو جيترو وڌيڪ سمجهدار هوندو، اهو مذهبي اصولن کي اوترو جلد تسليم ڪندو ۽ انکي اوترو وڌيڪ نورِ ايمان جو حصو ملندو. تنهن مان ثابت ٿيو ته علم قلب لاءِ خداداد نعمت آهي، جنهن کي معرفت امتياز بخشي دلي وجدان (هدايت) حاصل ڪرڻ ۾ مدد فرمائي ٿي.

## علم جي فضيلت

جڏهن پاڻ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "خداوند ڪريم مونکي علم ۽ هدايت سان موڪليو آهي ته ان جو مطلب اهو هو ته حضور اڪرم ﷺ جن جي قلب الله جو علم حاصل ڪري ورتو هو. پاڻ سڳورا ﷺ نه صرف هدايت يافته هئا پر هادي به هئا ۽ اهو علم پاڻ سردارن ﷺ جن کي حضرت آدم ع کان ورثي ۾ مليو هو. الله سائين حضرت آدم ع کي سيني شين جا نالا سيکاريا هئا ۽ انهيءَ علم جي ڪري ئي کين افضل قرار ڏنو هو. جيئن ته ارشاد باري آهي.

"هـُـن انسان کي اهو سيکاريو جيڪو هو نه ڄاڻندو هو." جڏهن حضرت

آدم ع جي مزاج کي علم ۽ حڪمت سان خمير ڪيو ويو ته ان ۾ هيٺيون خاصيتون پيدا ٿي ويون. جهڙوڪ: فهم ۽ فراست، معرفت، رحمدلي، لطف ۽ نفرت، شادي ۽ غمي، رضا، غضب ۽ دانائي. ان کانپوءِ جڏهن کين انهن شين جي استعمال جي ضرورت پئي ته سندن قلب مبارڪ کي بصيرت عطا ڪئي وئي ۽ نور جي وسيلي الله تعاليٰ کين هدايت فرمائي.

تنهنڪري جڏهن رسول الله ﷺ جن کي هن امت ۾ موڪليو ويو، تڏهن هڪ مخصوص ۽ موروثي نور عطا ڪيو ويو، ڇيو وڃي ٿو ته جڏهن الله تعاليٰ آسمانن ۽ زمين کي خطاب ڪندي حڪم ڪيو ته:

"توهين ٻئي خوشي سان اچو يا مجبور ٿي، تڏهن انهن ٻنهي ڇيو ته "اسين فرمانبردار ٿي آيا آهيون" تڏهن اهو آواز زمين جي طرفان ڪعبي شريف جي مقام وٽان آيو هو ۽ آسمان ٻه ان جي سامهين حصي وارو ڳالهايو هو.

## اصل ڪائنات

حضرت عبدالله بن عباس رضہ جن فرمائين ٿا ته "رسول الله ﷺ جن جي پيدائش مبارڪ جي مٽيءَ جو اصل خمير "زمين جي دن" يعني مڪي شريف مان ڪنيو ويو هو. ان ڪري ڪي عالم سڳورا چون ٿا ته "زمين جي طرف کان رسول الله ﷺ جن جي "ذري مبارڪ" اهو جواب ڏنو هو. جيئن ته ڪعبي جي سرزمين مان زمين کي توسيع ڏني وئي آهي ته پوءِ سرور ڪائنات ﷺ جن وجودِ ڪائنات جو سرچشمو آهن، ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ هن حديث ۾ اشارو فرمايو آهي ته:

"آئون ان وقت کان نبي آهيان، جڏهن حضرت آدم ع پاڻي ۽ مٽي جي وچ ۾ هو."

هڪ ٻي حديث ۾ هي لفظ آهن:

"(يعني) هو روح ۽ جسم جي وچ ۾ هو." هڪ سمجهاڻي اها ٻه بيان ڪئي وئي آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ کي اُمي ان سبب ڪري ڇيو ويو ته، مڪي شريف جو نالو اُم القريٰ (تمام وسندين جي ماءُ) هو ۽ پاڻ سڳورن ﷺ جو ذرو ڪائنات جو ڪارڻ آهي عام طور تي هر ڪنهن انسان جي مٽي جو خمير اُتي جو هوندو آهي، جتي هو دفن ٿيندو. ان لحاظ کان پاڻ سڳورن ﷺ

جن جو مدفن مڪو شريف ھڻڻ ڪپي ها. مگر چيو وڃي ٿو تہ جڏهن پاڻي موجون ھڻڻ لڳندو آهي تہ ان جي جهڳ (ڦيڻ) چوڌطرف ڦهلجي ويندي آهي، ان ڪري حضور اڪرم ﷺ جن جو جوهر انهي مقام تائين اچي پهتو، جتي هن وقت مزار مبارڪ آهي. جنهن ڪري پاڻ سڳورا ﷺ جن مڪي ۽ مدني آهن.

## پاڪ طبيعت ۽ عادت

جڏهن الله تعاليٰ حضرت جبرئيل ع ۽ ميڪائيل ع کي موڪليو تہ زمين مان مُٺ جيتري مٽي کڻي اچو تہ زمين عذر ڪيو، ايستائين جو حضرت عزرائيل ع کي موڪليو ويو جيڪو مٺ جيتري مٽي کڻي آيو. ان وقت تائين شيطان سڄي زمين کي پنهنجي پيرن سان لتاڙي چڪو هو، سواءِ ڪن جاين تي يعني ڪجھ زمين ان جي ٻنهي پيرن جي وچ ۾ رهجي وئي هئي. اهڙي طرح جيڪي انسان انهي مٽي مان پيدا ٿيا جيڪا ابليس جي پيرن هيٺيان آئي هئي يا جن کي ابليس جي پيرن ڇهيو هيو سي شرارتن ۽ جهالت جا مرڪز يا پتلا ٿيا. جنهن مٽيءَ تي شيطان جا پير نہ پهتا هئا، ان مان انبياءَ ۽ اولياءَ بنايا ويا. رسول الله ﷺ جن جو ذرو الله تعاليٰ جو مرڪز نگاه ھڻڻ ڪري شيطان جي پهچ کان ٻاهر هو، تنهنڪري شيطان جا پير ان کي رسي نہ سگهيا، ان ڪري اهو جهالت کان پاڪ ۽ صاف رهيو ۽ علم سان مالامال ٿيو. اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ پاڻ سڳورن ﷺ جن کي علم ۽ هدايت جي تحفي سان گڏ موڪليو ۽ اهي ٻئي شيون حضور اڪرم ﷺ جن جي قلب جي ذريعي ٻين قلبن تائين منتقل ٿيون ۽ حضور اڪرم ﷺ جن جي نفسِ مبارڪ مان ٻين جي نفسن ۾ جذب ٿي ويون. تنهنڪري علم ۽ هدايت جو دارومدار طبيعت جي پاڪيزگيءَ تي آهي، انسان جيترو پاڪ طبيعت هوندو، اوترو اهو علم ۽ هدايت قبول ڪرڻ جي صلاحيت وڌيڪ رکندو. ان ڪري ئي صوفين جا قلب وڌيڪ پاڪ آهن ۽ انهن کي علم و هدايت جو زياده حصو مليو آهي ۽ سندن باطن علم ۽ هدايت جا وڏا تلاءَ بنجي ويا ۽ انهن خود علم سکيو ۽ ٻين کي بہ سيکاريو.

جڏهن انهن جا نفس پاڪ ٿيا تہ تقويٰ جي چمڪ ۽ صفائيءَ سان انهن

جي دلين جا آئينا بہ چمڪي اٿيا. جنهن ڪري سيني شين جا عڪس اصل صورت ۾ نظر اچڻ لڳا. ان جو اهو نتيجو نڪتو جو دنيا جون سڀ برائيون قلب جي آئيني ۾ صاف ۽ ظاهر ٿي ويون، جنهن ڪري هنن انهن برائين کي ترڪ ڪري ڇڏيو. ان جي برعڪس جڏهن آخرت جو حسن ۽ جمال انهن تي ظُاهر ٿيو تہ هو انهيءَ جا طلبگار ٿي پيا. ان ڪري جڏهن انهن دنيا کان بي رغبتي ظاهر ڪئي، تڏهن انهن جي دلين تي مختلف قسم جا علم ظاهر ٿيڻ لڳا. ظاهري علم سان گڏوگڏ ڪين مذهبي ۽ روحاني بصيرت پڻ عطا ٿي.

هي ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ کپي تہ صوفين جا سڄا ۽ عمدا احوال جيڪي هن ڪتاب ۾ بيان ڪنداسين، اُهي مقربن جا احوال هوندا ڇوتہ صوفيءَ جي معنيٰ آهي بارگاه الاهي جو مقرب. ان ڪري خدا جي نيڪ بندن مان جيڪو بہ الله جي مقربن جي مقام تي پهچڻ چاهي، اهو اوستائين متصوف نہ چورائيندو، جيستائين اهو صاحب حال نہ هجي. جڏهن بہ انهي جي "صاحب حال" هجڻ جي تصديق ٿيندي تہ اهو صوفي سڏبو. انهن ٻنهي قسمن جي انسانن کانسواءِ ٻيو ڪوبہ صوفي جي لباس ۾ هوندو تہ اهو مشڪوڪ رهندو. بهرحال هڪ علم واري جي مٿان ٻيو "اهل علم" ضرور هوندو آهي.

## باب ٻيو

# صوفين سڳورن جي حسن سماعت (ٻڌڻ جو حسن)

منهنجي شيخ ابونجيب سهروردي رحہ سندس مشائخن ۽ امام ابودائود رحہ جي حوالي سان حضرت زيد بن ثابت رضہ جي هيءَ حديث اسان کي ٻڌائي تہ رسول الله ﷺ کي هيءَ ارشاد ڪندي ٻڌو تہ "خدا ان شخص کي خوش و خرم رکي جنهن مون کان ڪا حديث ٻڌي ۽ ان کي ياد ڪيائين، ايستائين جو ان حديث کي ٻئي تائين پهچايائين." ڇاڪاڻ تہ ڪافي راوي پاڻ کان وڌيڪ سمجهدار فقيهن تائين روايت پهچائين ٿا ۽ ڪافي راوي اهڙا آهن جيڪي سمجهدار فقيہ نہ آهن.

بهرحال هر نيڪيءَ جو دارومدار حُسن سماعت (ٻڌڻ جي حسن) تي آهي. جيئن تہ خداوند تعاليٰ فرمائي ٿو.

"جيڪڏهن الله تعاليٰ انهن ۾ ڀلائي معلوم ڪري ها تہ ضرور ٻڌائي ها."

ڪي بزرگ چون ٿا تہ "ٻڌڻ ۾ ڀلائي اها آهي تہ بندو ڪنهن شيءِ کي ان جي پورين وصفن سان ٻڌي ۽ حق کان حق ڳالهہ ٻڌي." ان ڪري جڏهن صوفين ۽ مقرب بارگاهہ الاهي وارن کي اهو معلوم ٿيو تہ خدا جو ڪلام ۽ پيغام انهن لاءِ مخصوص آهي، تڏهين انهن اهو مشاهدو ڪيو تہ الله جي ڪلام جي هر آيت علم جو هڪ وڏو سمنڊ آهي جنهن ۾ ظاهري ۽ باطني (يعني ظاهر ۽ پوشيده وغيره) ڪافي علم شامل آهن. هر آيت جنت جو هڪ دروازو آهي، ڇاڪاڻ تہ اها بندي کي ان جي رستي کان آگاهہ ڪري ٿي يا عمل ذريعي ان جي طرف دعوت ڏي ٿي.

## ٻڌڻ جي حسن جي اهميت (ڌيان سان ٻڌڻ جي اهميت)

رسول الله ﷺ جن جو ڪلام بہ خدا جو ئي ڪلام آهي، ڇاڪاڻ جو

پاڻ سڳورا ﷺ جن نفس جي خواهش مطابق گفتگو ڪرڻ نه فرمائيندا هئا، پر سندن هر ڳالهه خدا جي وحي مطابق هوندي هئي، تنهنڪري ان کي غور سان ٻڌڻ تمام ضروري آهي. ان ڪري ٻڌڻ جي حسن (حُسنِ سماعت) جي قابليت ان جي نزديڪ تمام اهم آهي. انهن بزرگن جو چوڻ آهي ته "غور سان ٻڌڻ ملڪوت جو دروازو کٽڪائڻ ۽ خدائي خوف و رغبت جي برڪتن جو نزول آهي." انهن جي نزديڪ وسوسا نفس اماره جي باهه جا دونهان يا اهڙي ٻارڻ جهڙا آهن جنهن سان باهه وڌيڪ ڀڙڪي ٿي ۽ انسان تنگ دل ٿي وڃي ٿو. لهذا انهن بزرگن دنيا کي ڇڏي ڏنو ۽ ان کان بي رغبت ٿي ويا.

جڏهن نفس جي باهه جي ٻارڻ کي هٽايو ويو ته ان جا شعلا گهٽيا ۽ دونهون به گهٽ ٿيو تڏهن انهن جا قلب ۽ باطني حصا علم جي چشمن تي پهچي ويا ۽ صاف و شفاف عقل ۽ فهم سان تيار ٿي ويا ۽ جڏهن اهي متوجه ٿيا ته خوب غور سان ٻڌندا رهيا. جيئن ارشاد باري تعالىٰ آهي ته:

"درحقيقت هـِن ۾ ان لاءِ نصيحت آهي. جنهن وٽ دل هجي يا ڪن لڳائي ٻڌي ۽ متوجه ٿئي."

## قلب سليم جو مفهوم

حضرت شبلي رحه جن فرمايو ته "قرآن ڪريم جي نصيحت ان ماڻهو لاءِ آهي، جنهن جي دل الله جي حضور ۾ هجي ۽ هڪ لمحي لاءِ به اها غافل نه رهي."

يحيٰ بن معاذ الرازي رحه جن فرمايو ته "قلب ٻن قسمن جا آهن. هڪ اها دل آهي، جيڪا دنيا جي ڪمن ۾ ايتري مشغول هجي جو ان تي اطاعت خداونديءَ جو وقت اچي ته ان کي خبر ئي نه هجي ته اها ڇا ڪري. ٻي اها جيڪا آخرت جي ڪمن ۾ لڳل هجي ۽ دنياوي ڪم پوڻ وقت ان کي خبر ئي نه هجي ته هاڻي اها ڇا ڪري؟" ڪجهه بزرگن وري اها سمجهاڻي ڏني ته "قلب سليم" مان مراد اهو قلب آهي، جيڪو نفس جي غرضن ۽ روحاني مرضن کان خالي هجي، "حسين بن منصور رحه جو قول آهي ته جيڪو صاحبِ دل آهي، ان جي اندر ۾ صرف خدائي جلوو سمائجي سگهي ٿو."

حضرت ابن عطا رحه جن جو قول آهي ته "قلب سليم" مان مراد اهو

قلب آهي تہ جنهن، جڏهن عظمت جي نگاهہ سان حق جو ديدار ڪيو تہ ان کي ڏسندي ئي پاڙي پاڙي ٿي ويو ۽ ان جو ئي ٿي ويو".

حضرت واسطي رحہ جن فرمايو تہ، "مٿئين آيت ۾ ذڪريٰ (نصيحت) جو جيڪو لفظ آيو آهي، ان مان سڀ ماڻهو مراد نہ آهن، پر صرف اُهي ماڻهو آهن "جيڪي ازل کان ئي قلب سليم وارا هئا. سي اهي ماڻهو آهن، جن جي باري ۾ خداوند تعاليٰ فرمايو تہ:

"ڇا هي اُهو شخص آهي جيڪو مئل هو ۽ جنهن کي اسان زندهہ ڪيو."

شيخ واسطي رحہ اهو بہ فرمايو تہ "مشاهدو ويسر پيدا ڪري ٿو، پر حجاب ۽ فهم وري ادراڪ عطا ڪري ٿو." حضرت واسطي رحہ جو اهو ارشاد ڪن ماڻهن جي حق ۾ صحيح آهي، مگر ڪن ماڻهن جي برخلاف آهي. فهم جو مقام ڳالهہ ٻولهہ جو مقام آهي ۽ اهو قلب جي ٻڌڻ جو مقام بہ آهي، مشاهدي جو مقام "دل جون اکيون آهن". بهرحال سمع (ٻڌڻ) ۾ هڪ خاص فائدو موجود آهي ۽ بصر (ڏسڻ) جا بہ مخصوص فائدا ۽ حڪمتون آهن. تنهنڪري جيڪو حال جي بيهوشي (سڪر) ۾ هوندو، ان جي سمع (ٻڌڻ جي طاقت) ان جي بينائي ۾ غائب ٿي وڃي ٿي. پر جيڪو حالتِ هوش (محو) ۾ آهي، ان جي قوت سماعت (ٻڌڻ) بينائي ۾ غائب نہ ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو حال تي قابو پاتل آهي ۽ سمجهہ جي لائق ڪلام تي فهم ۽ ادراڪ ڪري ٿو، ڇاڪاڻ تہ فهم ۽ ادراڪ، سمع ۽ الهام جي منزل آهي.

## آداب قلب

ابن سمعون رحہ جن فرمايو تہ "پند ۽ نصيحتون ان لاءِ آهن، جيڪو آدابِ خدمت ۽ آدابِ قلب کان واقف هجي" ان جون ٽي صورتون آهن.

(۱) جنهن شهوت ڇڏي، ان ادب جو ٽيون حصو حاصل ڪيو.

(۲) ڪجهہ حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ اگر ڪوبہ شخص انَ شيءِ جو طالب هجي، جيڪا ان کي ادب سان حاصل نہ ٿي هجي تہ ائين سمجهو تہ ان ادب جي ٽن حصن مان بہ حصا حاصل ڪيا.

(۳) جيڪڏهن قلب جي تسلي ان شيءِ سان ٿي هجيس، جنهن جي مڪمل ٿيڻ وقت بخشش جو آغاز ڪيو هجيس، تہ هن مڪمل ادب حاصل

ڪري ورتو.

امام باقر محمد بن علي رضہ فرمائين ٿا تہ "مرده دلي نفساني خواهش سان پيدا ٿئي ٿي، ان ڪري جيڪو خواهش کي ڇڏي ڏي ٿو ان کي زندگيءَ جو هڪ حصو ملي وڃي ٿو. زنده انسان ئي غور سان ٻڌن ٿا"، جيئن خداوند تعاليٰ فرمايو آهي:-

"درحقيقت توهان مرده انسانن کي ٻڌڻ جي قابل بنائي نٿا سگهو."

## شيطاني اثر

حضرت سهيدل بن عبدالله رحہ جن فرمايو تہ "قلب هڪ تمام نرم شيءِ آهي، ان تي بُـرن خيالن ۽ وسوسن جو اثر جلدي ٿئي ٿو ۽ معمولي اثر بہ ان لاءِ تمام گهڻو آهي. جيئن تہ ارشاد خداوندي آهي.

"جيڪڏهن ڪوئي مهربان خدا جي ذڪر کان انڌو (غافل) هجي تہ پوءِ ان تي هڪ شيطان مُـسلط ڪريون ٿا. جيڪو ان سان گڏ رهي ٿو."

قلب هڪ اڻ ورچ ۽ نہ وڪامجندڙ ڪارڪن آهي ۽ نفس بہ هميشہ بيدار رهي ٿو. ان ڪري انسان يا تہ خدا جي حڪم جي طرف ڌيان ڏيندو يا شيطان ۽ نفس جي طرف ڌيان ڏيندو. انهيءَ صورت ۾ هر طرح سماعت قطعي رڪجي ويندي. نفس جي حرڪتن سان ۽ ان جي جنبش سان شيطان جو رستو کلي ٿو. جيئن تہ ارشاد آهي:

"اگر شيطان آدم جي اولاد جي چوگرد ڦرندا نہ رهن تہ انهن کي آسمان ۾ فرشتن جا مقام ضرور نظر اچن ها."

حسين بن منصور جو قول آهي تہ "جيڪو انسان صاحب دل ۽ صاحب سماعت آهي، انکي اهلِ بصيرت جيڪا بصيرت عارفن جي معرفت، اهل باطن عالمن جو نور ۽ گَذريل نيڪ انسانن جا سنوان رستا، ازل ۽ ابد ۽ ان جي وچ واري سڄي ڪائنات حاصل ٿي سگهي ٿي.

## حق جو مشاهدو

ابن عطا رحہ فرمايو تہ "صحيح قلب اهو آهي، جيڪو حق جو مشاهدو ڪري ۽ ان کان غائب نہ رهي. اهو نہ صرف هن سان گڏ ٻڌي ٿو پر ان جي

طرف ڏيان ٻہ ڏي ٿو نہ صرف هن سان گڏ حاضر آهي پر ان جي شهادت ٻہ ڏي ٿو. جڏهن قلب حق جو جلال جي نگاهہ سان مشاهدو ڪري ٿو تہ هو گهٻرائي ۽ ڪنبي ٿو پر جڏهن جمال جي نظر سان ڏسي ٿو تہ ان ڪي سُڪون ۽ قرار حاصل ٿئي ٿو.

ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ "جنهن جي دل بصيرت واري آهي، اها صرف ان ڪي خدا جي طرف آماده ڪري ٿي. اهڙو شخص دنيا، مخلوق ۽ خود پنهنجي نفس ڪي ٻہ ڇڏي ٿو ڏي. هڪ صوفي جي دل دنيا ڪان الڳ ٿلڳ رهي ٿي ۽ هو صرف خدا جون ڳالهيون ٻڌي ٿو ۽ ان جي جلون جو نظارو ڪري ٿو.

## حقيقي عشق جي مناس

صوفيءَ جي دل حقيقي عشق جي چاشني جو مزو وٺي ٿي ۽ اهائي انهيءَ جي پاڪ محبت خدا جي درٻار سان سندس تعلق پيدا ڪري ٿي ۽ سندس روحاني ڪشش ڪيس الله جي درٻار ۾ پهچائي ٿي. تنهنڪري هن جي حقيقي عشق جي مناس حرص ۽ هوس جي ذائقي تي غالب ٿيو وڃي ڇاڪاڻ تہ نفس جي خواهش هڪ ناپاڪ وڻ مثل آهي، جنهن جي پاڙ زمين مان پٽجي ڇڪي. هجي ۽ اهو برقرار نہ رهي سگهيو هجي ڇوجو اهو نفساني حدن ڪان مٿي نہ ٿي وڃي سگهيو. پر الله جي عشق جي مِناس هڪ اهڙي پاڪ وڻ مثل آهي، جنهن جي پاڙ برقرار آهي ۽ ان جون ٽاريون آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيون آهن. اهو ان ڪري جو ان جون پاڙون روحانيت تي قائم آهن ۽ سندن ٽاريون الله سائين تائين پهتل آهن، تنهنڪري جڏهن هو قرآن شريف يا حديث نبويءَ جو ڪو حڪم ٻڌي ٿو تہ ان تي دل و جان ۽ پوري سوچ سان ان طرف ڏيان ڏي ٿو ۽ سراپا نثار ٿيندي هي شعر چوي ٿو:

ترجمو: . آءٌ توهان ڪان اهڙي نسيم جو هڳاءُ حاصل ڪيان ٿو، جنهن ڪان آءٌ ناآشنا هئس. منهنجو خيال آهي تہ ان جو تعلق ڪنهن شيرين دهن (محبوب) جي آستينن سان هو.

پوءِ ڪلمو ان جي رڳ رڳ ۾ رچي وڃي ٿو ۽ ان جو وار وار ٻڌڻ لاءِ

ڪن ۽ هر ذرو ڏسڻ لاءِ اک ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو ۽ هو سراپا ديدوشنيد بڻجي سڄي عالم جو نظارو ڪري ٿو ۽ زبان سان هيءُ ٿو چوي ته:

"تمهين جب غور سي ديکهون سراپا چشم سوزان هون
تمهارى ياد جب آئي سراسر قلب گريان هون."

خدا تعاليٰ فرمائي ٿو:

"منهنجي انهن بندن کي بشارت ڏيو، جيڪي ڪلام ٻڌن ٿا ۽ ان جي بهترين ڳالهين کي مڃين ٿا، اهي ئي ماڻهو آهن، جن کي الله هدايت ڏني آهي ۽ اهي ئي ماڻهو هوشمند آهن."

هڪ بزرگ جو قول آهي ته "عقل ۽ حڪمت جا سؤ حصا آهن جن مان نوانوي حصا نبي ڪريم ﷺ جن کي مليا آهن ۽ صرف هڪ حصو سيني مسلمانن کي عطا ٿيل آهي. سيني مسلمانن کي جيڪو حصو مليو ان جا وري ايڪيهه حصا ڪيا ويا، جنهن جي هڪ حصي ۾ سيئي مسلمان برابر آهن ۽ اُهو آهي ڪلمه شهادت (لاالله الا الله محمد رسول الله) باقي ويهن حصن ۾ مسلمان پنهنجي ايمان جي مقدار جي لحاظ کان هڪ ٻئي تي فضيلت رکن ٿا."

چيو وڃي ٿو ته مٿئين آيت ۾ رسول الله ﷺ جن جي فضيلت جو اظهار آهي يعني "بهترين شيءِ اها آهي جيڪا پاڻ سڳورا ﷺ جن کٽي آيا" ڇاڪاڻ ته ڪائنات جي تخليق کان اڳ جڏهن پاڻ سردارن ﷺ جن کي محبت، عزت ۽ قرب الاهي ۽ قرب استقرار حاصل ٿيو، تڏهن حضور اڪرم ﷺ جن کي هر حالت ۾ تجلين جو ظهور ٿيو ۽ حضور ﷺ جن سان تمام سٺي نموني خطاب ڪيو ويو ۽ سيني هنڌن پاڻ سردارن ﷺ کي سبقت حاصل ٿي. ڇا اوهان نه ٿا ڏسو ته رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا ته "اسين وجود ۾ سيني کان آخر ۾ آهيون، پر الله جي فضل سان خطاب اول ۾ سيني کان اڳ ۾ آهيون."

## اهل دل جو طريقو

حضرت جنيد بغدادي رحه فرمائي ٿو ته "انهن پنهنجي دل ۾ ان هدايت کي جڳهه ڏني، جنهن طرف خدا ڪين دعوت ڏني هئي. ان ڪانپوءِ انهن دنياوي مشغلن کان منهن موڙڻ ۾ جلدي ڪئي پوءِ پرهيز ۽ احتياط سان پنهنجي نفسن تي سختي ڪيائون ۽ تڪليفن ۽ تخلين جا ڏک پريندا رهيا

پر پنهنجي الله سان سچا رهيا. جن ڪمن طرف متوجہ ٿيا تن ۾ حُسنِ ادب کي ملحوظ رکيائون. جنهن ڪري مصيبتون مٿن آسان ٿي ويون ڇاڪاڻ تہ انهن پنهنجن مقصدن جو قدر سڃاتو ۽ انهن دلي نعمت کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ طرف ڌيان نہ ڏنائون. جنهن ڪري اهي وجي الله سائين سان مليا."

حضرت واسطي رحہ فرمائي ٿو تہ "انهن جي زندگي عمل ۽ قول ٻنهي حيثيتن ۾، گناهہ کان پاڪ ۽ صاف آهي."

## قبوليت جي تشريح

ڪنهن صاحب جو اشارو آهي "(مٿئين آيت لاءِ) قبوليت جي اها معنيٰ آهي تہ الله جي دعوت کي پنهنجي باطني اسرارن سان قبول ڪريو ڇاڪاڻ تہ نفس جي زندگي رسول الله ﷺ جي پيروي ۾ آهي پر دل و جان جي حياتي غيبي تجلين جي مشاهدي تي موقوف آهي." حضرت ابن عطا رحہ مذڪوره آيت جي تشريح ڪندي فرمائي ٿو تہ، "قبوليت جون چار صورتون آهن.

(۱) توحيد جي قبوليت (۲) تحقيق جي قبوليت (۳) سپردگيءَ جي قبوليت (۴) قبوليت التقريب.

قبوليت ۽ قبول ڪرڻ ٻڌڻ جي ذوق تي آهي ۽ ٻڌڻ جي ذوق جو دارومدار سمجهہ ۽ عقل تي آهي. سمجهہ ۽ عقل وري گفتگو جي درجن (قسمن) جي سڃاڻڻ سان حاصل ٿئي ٿي ۽ گفتگوءَ جو مرتبو وري ڳالهائڻ جي سڃاڻپ سان معلوم ٿئي ٿو. جيئن تہ گفتگوءَ جا طريقا غير محدود آهن ان ڪري سمجهہ ۽ عقل جي طريقن کي محدود نٿو ڪري سگهجي، جيئن خدا تعاليٰ فرمايو آهي تہ:

"اي پيغمبر چئو تہ اگر منهنجي پروردگار جي ڪلام کي لکڻ لاءِ سڄو سمنڊ مس ٿاهي وڃي تہ بہ رب جو ڪلام ختم ٿيڻ کان اڳ سمنڊ خشڪ ٿي ويندو."

يعني قرآن شريف جي هرهڪ اکر جي تشريح کان اڳ سمنڊ بہ خشڪ ٿي ويندو، تنهنڪري جيڪڏهن الله سائين جي توحيد جو لحاظ رکيو وڃي تہ پوءِ سڀ ڪلام هڪ ئي اکر سمجهيو ويندو، پر جيڪڏهن سندس علم ازلي جي وسعت جو لحاظ ڪيو وڃي تہ پوءِ سندس هڪ اکر بہ ڪيترن

جملن جو مجموعو هوندو.

اسان جي شيخ ابونجيب سهروردي رحہ هيءَ حديث بيان فرمائي تہ "قرآن شريف جي هر آيت جا ظاهري ۽ باطني حصا ٿيندا آهن. هر حرف جي هڪ حد ۽ هر حد جو هڪ مطلع هوندو آهي". عرض ڪيو ويو تہ "سائين مطلع ڇا آهي؟" پاڻ جواب ڏنائون "مطلع اها شيءِ آهي، جنهن جي بنياد تي ڪا جماعت عمل اختيار ڪري ٿي."

ابوعبيد فرمائي ٿو تہ "امام حسن بصري رحہ اها سمجهاڻي عبدالله بن مسعود رضہ جي قول مان حاصل ڪئي آهي، ڇاڪاڻ تہ مون تائين منهنجن شيخن جي سَـنَـدَ سان هي حديث پهتي آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "ڪوبہ حرف يا ڪابہ آيت اهڙي نہ آهي، جنهن تي قوم عمل نہ ڪيو هجي يا اڳتي هلي ڪا ٻي جماعت ان تي عمل نہ ڪري." تنهنڪري مطلع هڪ منارو آهي جنهن تي ماڻهو پنهنجي علم جي وسيلي چڙهن ٿا. اها دراصل سمجهہ ۽ عقل جي صلاحيت آهي، جنهن ذريعي الله سائين هر انهي انسان جي دل کولي ٿو جنهن کي پنهنجو نور عطا ڪرڻو هوندو اٿس.

## قرآن مجيد جو ظاهر ۽ باطن

قرآن مجيد جي ظاهري ۽ باطني حصن جي سلسلي ۾ ماڻهن ۾ اختلاف آهن. هڪ جماعت چوي ٿي تہ "ظاهر مان مراد قرآن ڪريم جا لفظ آهن ۽ باطن مان مراد ان جي تشريح ۽ تاويل آهي". ڪجهہ ماڻهن جو اِهو خيال آهي تہ "ظاهر مان مراد اُهي قصا آهن جن ۾ الله سائين ڪنهن قوم تي غيظ و غضب ۽ سزا جو حال بيان ڪيو آهي، تنهنڪري ان جو ظاهري حصو ان جون خبرون آهن ۽ ان جو باطني يا اندروني مقصد انهن ماڻهن لاءِ وعظ ۽ نصيحت آهي". ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ "ظاهر مان مراد قرآن شريف آهي جيڪو نازل ٿيو آهي ۽ باطن مان مراد ان جا عملي فرض آهن". هڪ سمجهاڻي اِها بہ آهي تہ ظاهر مان مراد اِها آهي "تہ قرآن ڪريم جي اهڙي نموني تلاوت ڪرڻ، جيئن هو نازل ٿيو آهي. الله جو فرمان آهي تہ:

"يڪسوئي ۽ خوش الحاني سان قرآن جي تلاوت ڪندا ڪريو."

۽ باطن مان مراد ان ۾ غور ۽ فڪر ڪرڻ آهي. جيئن تہ ارشاد باري

تعاليٰ آهي.

"هي اهو مبارڪ ڪتاب آهي، جيڪو اسان توهان جي طرف نازل ڪيو، جيئن ته اهي ان جي آيتن تي غور ۽ فڪر ڪن ۽ عقلمند نصيحت حاصل ڪن".

## تفسير ۽ تاويل ۾ فرق

"هر حرف جي هڪ حد آهي" انهيءَ جي تشريح ڪئي وئي آهي ته ان مان تلاوت جي حد مراد آهي، جنهن ۾ قرآن شريف جي حڪم ڪان نه وڌجي ۽ نه ان جي تفسير ۾ ٻڌل ۽ نقل ڪيل روايتون بيان ڪيون وڃن. انهيءَ سلسلي ۾ تفسير ۽ تاويل ۾ تمام وڏو فرق آهي. تفسير مان مراد اهو علم آهي، جنهن سان آيت جو نزول، شان نزول، اصل قصو ۽ ان جا اُهي سبب جن جي بنياد تي اها آيت نازل ٿي هجي، سي معلوم ڪيا وڃن. انهي قسم جو تفسير ماڻهو ٻڌل ۽ نقل ڪيل رُوايتن ڪانسواءِ بيان نه ٿا ڪري سگهن. پر تاويل مان مراد آهي ته ڪنهن به آيت جي معنيٰ اهڙن دليلن سان ڪئي وڃي، جيڪا ڪتاب ۽ سنت جي موافق هجي. تاويل بيان ڪندڙ جي حالتن مطابق بدلجندي رهي ٿي جن کي اسين اڳ ئي بيان ڪري چڪا آهيون يعني ان ماڻهوءَ جي سمجهه ۽ عقل جي صفائي، معرفت جو درجو ۽ قرب الاهي جو مرتبو وغيره.

حضرت ابوالدرداءُ رضه جو قول آهي ته "ڪو به ماڻهو انهي وقت تائين ڪامل فقيه نه ٿو ٿي سگهي، جيستائين ڪيس قرآن ڪريم جي مختلف قسمن جي معنائن تي عبور حاصل نه هجي."

حضرت عبدالله بن مسعود رضه جو هي قول به عجيب و غريب آهي ته "ڪا به اهڙي آيت نه آهي، جنهن تي اڳتي هلي ماڻهو عمل نه ڪن" سندن قول هر طالب علم کي ان ڳالهه تي آماده ڪري ٿو ته هو ڪلام پاڪ جي مقامن کي واضع ڪري ۽ ان جي ڏکي معنيٰ ۽ پوشيده اسرارن ۽ رمزن کي دل سان سمجهي."

## علم ۽ عمل

صوفي پنهنجي زهد و تقويٰ ۽ دنيا کان ڪناره ڪشي جي ڪري هر آيت کان واقف هوندو آهي ۽ هر دفعي تلاوت ڪرڻ سان مٿس نون نون

نڪتن ۽ اسرارن ۽ رمزن جو انڪشاف ٿئي ٿو ۽ هر دفعي سمجهه ۽ عقل جي لحاظ کان مٿس نئين عمل جو آغاز ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته هو سمجهڻ کان پوءِ ان تي عمل به ڪري ٿو، انهن جو عمل سندس سمجهه ۽ عقل کي روشني بخشي ٿو. سمجهه سان علم ۽ علم سان عمل وجود ۾ اچي ٿو ۽ اهڙي نموني علم ۽ عمل واري واري سان اچن ٿا. اهڙو عمل قلب جو عمل آهي، جيڪو قالب جي عمل کان بلڪل مختلف آهي. قلب جو عمل پنهنجي نرم ۽ سچائيءَ جي سبب علم جو هـَمُ شڪل هوندو آهي ۽ اهي عمل روحاني تعلقات، قلبي وارداتن ۽ لڪيل مناجاتن ۽ مڪالمن جو نتيجو هوندا آهن. جڏهن انهن مانِ ڪنهن به هڪ تي عمل ڪن ٿا ته سندن معلومات ۾ نئون اضافو ٿئي ٿو ۽ اهڙي نموني هو آيتن جي سمجهه ۽ فهم جي نئين فضا کان واقف ٿين ٿا.

## تجلين ۽ برڪتن جو ظهور

منهنجي دل ۾ اها ڳالهه ڪٽڪي ٿي ته هن فضا ۽ مطالعي مان مراد صرف اِها ئي نه آهي ته سمجهه ۽ عقل جي صفائي جي بنياد تي آيتن جي دقيق معنيٰ ۽ ڳجها راز معلوم ٿين، پر مطلع مان اها مراد آهي ته آيت ۾ خدا جي شهادت ۽ تجلي حاصل ٿئي. ڇاڪاڻ جو سيني ۾ين وصفن جي هي وصف به ان ۾ امانت رکيل آهي. انهي لاءِ آيتن سڳورين جي تلاوت ڪرڻ ۽ ٻڌڻ سان نين نين الاهي تجلين جو ظهور ٿئي ٿو ۽ انهيءَ لاءِ اهڙا آئينا ٺهن ٿا، جي ان عظمت ۽ جلال کي ظاهر ڪن ٿا. حضرت امام جعفر صادق رضه فرمائي ٿو ته "الله تعاليٰ پنهنجي ڪلام ۾ پنهنجين تجلين کي ظاهر ڪري ٿو، پر ماڻهو انهن کي ڏسن نٿا. "لهٰذا ان قول جي مطابق هر آيت "مطلع انوار تجليات الاهي آهي." "حد مان مراد آهي "ڪلام جي حد ۽ مطلع مان مراد حد ڪلام کان ترقي ڪري اِلاهي شهادت تائين پهچڻ آهي.

حضرت امام جعفر صادق رضه کان هي به منقول آهي ته "هو هڪ دفعي نماز ۾ غش تي ڪري پيو. جڏهن ڪائنڻ انهيءَ باري ۾ دريافت ڪيو ويو تڏهن فرمايائون ته "آئون هڪ آيت کي باربار ورجائيندو رهيس ايستائين جو انهي آيت کي خود متڪلم کان "ٻڌم"، تنهنڪري جڏهن

صوفيءَ تي توحيد جو نور چمڪڻ لڳندو آهي، تڏهن هو خدا جي وعد وعيد جي طرف پوري طرح متوجه ٿيڻ جي وجي ٿو ۽ ان جو قلب سواءِ الله جي ٻين سيني کان ڇوٽڪارو پائي وڃي ٿو ۽ هو هميشه خدا جي سامهون حاضر رهي ٿو، انهي وقت هن جي زبان تلاوت ڪرڻ ۾ حضرت موسيٰ ع جي ان مبارڪ وڻ وانگر ٿي وڃي ٿي جتان الله تعاليٰ حضرت موسيٰ ع سان خطاب ڪندي هي چيو هو ته "آئون خدا آهيان". تنهنڪري جڏهن هو خدا جون ڳالهيون ٻڌي ٿو ۽ پنهنجون ڳالهيون ٻڌائي ٿو ته ان وقت ان جي ٻڌڻ جي قوت ۽ ڏسڻ جي قوت هڪ ٿي وڃي ٿي ۽ هن جي علم ۽ عقل ۾ ڪوئي فرق نٿو رهي، اهڙي طرح ان جو آخر اول ۽ اول آخر ٿي وڃي ٿو.

## اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ جو مقصد

ان جي تشريح هي آهي ته خداوند تعاليٰ عالم روحانيت ۾ ذرن کي هن نموني خطاب ڪيو هو ته:

"ڇا آئون توهانجو پاليندڙ نه آهيان"؟

ان وقت انهن ذرن اها ندا نهايت صاف نموني ٻڌي هئي. ان ڪانپوءِ اهي ذرڙا پٺين ۽ پيٽن ۾ منتقل ٿيندا رهيا. خدا تعاليٰ فرمائي ٿو:

"الله پاڪ توهانکي ڏسي ٿو، جڏهن توهان بيهو ٿا ۽ جڏهن توهان سجدي ڪرڻ ۾ تبديل ٿيو ٿا." هن آيت ۾ تقلب (تبديل ٿيڻ) مان مراد اها آهي ته توهان جا جد يعني نبيﷺ سڀ ڳورا ﷺ جن سجدو ڪندڙ هئا. رسول الله ﷺ جو ذرو مبارڪ سندن پٺين ۾ منتقل ٿيندو رهندو هو ۽ خاص حڪمت جي بنياد تي قدرت ۽ ظاهري دنيا کان پوشيده رهيا.

تنهنڪري جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن بندي کي حسنِ سماعت (ٻڌڻ جو حسن) ڏيڻ ۽ صوفي صاف ناهڻ چاهي ٿو ته الله سائين انهي کي صلح صفائي ۽ نفس جي پاڪائي (تزڪيه نفس) جي مرتبي تائين ترقي ڏي ٿو، ايستائين جو اهي عالم حڪمت جي تنگ دائري مان نڪري قدرت جي وسيع فضا ۾ پهچي وڃن ٿا ۽ سندن بصيرت جي غيرت سبب حڪمت جا پردا هٽي وڃن ٿا. اهڙي وقت هو الست بربڪم جو آواز ڪشف طور ڏاڍيان ٻڌن ٿا ۽ سندن توحيد ۽ معرفت سراپا بيان ۽ مجسم حجت بڻجي پوي ٿي،

ان ڪري زماني جي مفاصلي جون تاريڪيون بتدريج روشن ۾ چمڪندڙ ٿيون پون.

بهرحال جڏهن ڪنهن صوفيءَ ۾ انهي قسم جون وصفون پيدا ٿي پون ٿيون ته، ان جي حيثيت غير فاني بنجي وڃي ٿي، مٿس هر وقت الله تعاليٰ جي تجلين جو ظهور ٿيندو رهي ٿو ۽ هو لڳاتار ڪلام الاهي جون نيون نيون ڳالهيون ٻڌندو رهي ٿو يعني الله ۽ سندس رسول الله ﷺ جي ڪلام ڪي سٺي ۽ سهڻي نموني ٻڌي ٿو. اهڙي نموني ٻڌي ٿو، جهڙي نموني ٻڌڻ جو حق آهي.

حضرت سفيان بن عينيه رحه جو قول آهي ته "علم جي ابتدا ٻڌڻ کان شروع ٿئي ٿي ۽ انڻ ڪانپوءِ ان جي سمجهه ۽ عقل آهي. ان ڪانپوءِ ان ڪي ياد رکڻ ۽ آخر ۾ انهيءَ تي عمل ڪرڻ ۽ ان جي نشر و اشاعت آهي.

## آداب سماعت (ٻڌڻ جا آداب)

ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته "توجهه سان سٺي نموني ٻڌڻ جو طريقو نه سکو، جهڙي نموني سٺي گفتگو ڪرڻ سکندا آهيو". هي به چيو ويو آهي ته حسنِ سماعت ۾ هيءُ به داخل آهي ته ڳالهائيندڙ کي مهلت ڏني وڃي جيئن ته هو پنهنجي ڳالهه سهڻي نموني پوري ڪري ۽ ٻڌڻ وقت هيڏانهن هوڏانهن به ڏسڻ نه کپي پر متڪلم جي چهري ۽ نظرن جي طرف توجهه ڪرڻ کپي. جيئن ته خداوند تعاليٰ پنهنجي نبي ﷺ سڳوري کي هدايت فرمائي ٿو ته:

"وحي ختم ٿيڻ تائين قرآن پڙهڻ ۾ جلدي نه ڪريو. پنهنجي زبان کي قرآن کي پڙهڻ ۾ حرڪت نه ڏيو".

حسنِ سماعت جي سلسلي ۾ خود الله تعاليٰ پنهنجي رسول ﷺ کي اِها هدايت ڏني آهي. مذڪوره آيت جي تشريح هيءَ ڪئي وڃي ٿي ته جيستائين حضور ﷺ جن خود قرآن شريف جي آيتن جي معنيٰ تي سٺي نموني غور و فڪر نه ڪري وٺن، تيستائين اصحابينَ کي نه لکائي وڃي ۽ توهان سيني کان اڳ، ان جي عجيب و غريب اصولن کي سمجهي وٺو. بيان ڪيو وڃي ٿو ته جڏهن جبرئيل ع قرآن ڪريم کڻي ايندو هو ته پاڻ سڳورن ﷺ جن تي وحي نازل ٿيندي هئي ته پاڻ سڳورا ﷺ جن يڪدم ئي

قرآن ڪريم پڙهڻ لڳندا هئا مبادا وسري نہ وڃي، لهذا خدا سائين پاڻ ﷺ جن کي ائين ڪرڻ کان منع فرمائي ۽ هدايت ڪئي تہ جيستائين جبرئيل عہ اوهانکي قرآن شريف مڪمل طرح نہ پهچائي، اوستائين پڙهڻ ۾ جلدي نہ ڪريو.

## آداب مطالع (مطالع جا آداب)

ڪُڏهن علم و فن ۽ نبي سائين ﷺ جن جي حديثن جي مطالعي کي بہ سماع جي مفهوم ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو. ڇوتہ انهن جي مطالعي جي ضرورت ان ڪري پوي ٿي جو ان جي ذريعي آخرت جي عذاب کان نجات حاصل ڪئي وڃي ٿي. اهڙي حالت ۾ مطالعي ڪرڻ وقت بہ حُسنِ سماعت جا آداب ملحوظ رکڻ گهرجن ڇاڪاڻ تہ اهڙي موقعي تي مطالعو بہ سماع (ٻڌڻ) جو هڪ قسم آهي جهڙي نموني قلب زهد ۽ تقويٰ جي ذريعي حسن سماعت جي قابل بنجي ٿو ۽ ان وقت ٻڌي بهترين شيءِ اخذ ڪري ٿو، بلڪل اهڙي نموني مطالعو ڪندڙ بہ آداب ۽ شرطن سان گڏ بهترين فائدا حاصل ڪري سگهي ٿو. مطالعي جا شرط هي آهن تہ جڏهن ڪو شخص حديث نبوي يا ٻئي ڪنهن علم جو مطالعو ڪرڻ چاهي تہ پوءِ انهي کي سوچڻ کپي تہ ڪڏهن ڪڏهن مطالعو نفسياتي خواهش جي بنياد تي يا ذڪر الاهي، تلاوت ۽ عمل صالح سان بي صبري جي نانءَ تي بہ ڪيو ويندو آهي ۽ مطالعي سان بہ انهي نموني دل وندرائجي ٿي جهڙي نموني ماڻهن سان ملاقات ذريعي يا ڳالهہ ٻولهہ ذريعي اهڙي صورت ۾ هڪ سمجهدار ماڻهو پنهنجي دل کي پرکي ۽ مطالعي مان انهي حد تائين لطف اندوز نہ ٿئي جو پنهنجو سڄو وقت ان ۾ صرف (ختم) ڪري ڇڏي ۽ زيادتي واري حد تائين پهچي وڃي.

تنهنڪري جڏهن ڪنهن نئين ڪتاب يا علم جي مطالعي جو ارادو ڪري تہ شروع ڪرڻ کان اڳ مستقل مزاجيءَ سان الله تعاليٰ جي طرف رجوع ڪري ۽ ان جي رحمت جو طلبگار ٿئي. ڇاڪاڻ تہ بعض دفعا مطالعي جي ذريعي بہ هن کي ترقي ۽ اوچا درجا نصيب ٿين ٿا. پر جيڪڏهن پهريائين استخارہ ڪيو وڃي تہ اُهو سڀ کان بهتر آهي. ڇاڪاڻ

تہ انهي صورت ۾ خداوند تعاليٰ از راه عنايت هن تي سمجھ ۽ سوچ جا دروازا کولي ٿو ڇڏي ۽ ظاهري علم کانسواءِ وڏيڪ علم بہ عطا ڪري ٿو انهي حقيقي فهم ۽ سمجھ وغيره جي باري ۾ جيئن قرآن شريف ۾ فرمايل آهي تہ:

"اسان ان باري ۾ حضرت سليمان ع کي سمجهائي ڇڏيو ۽ اسان هرهڪ کي حڪمت ۽ علم ڏنو آهي."

هن آيت ۾ انهي طرف اشارو آهي تہ سوچ ۽ سمجھ کي حڪمت ۽ علم تي فضيلت ۽ نمايان خصوصيت حاصل آهي. جيئن تہ خدا تعاليٰ فرمائي ٿو تہ:

"الله تعاليٰ جنهن کي چاهي، انهي کي ٻڌرائي ٿو جڏهن ٻڌائڻ وارو صرف الله تعاليٰ آهي تہ هو ڪڏهن مطالعي ذريعي ٻڌائي ٿو تہ، ڪڏهن زبان ذريعي. تنهنڪري الله تعاليٰ مطالعي جي ذريعي جيڪي علم جا دروازا کولي ٿو اُهي بہ ان بخشش جي برابر آهن. جيڪي حسن سماعت جي برڪتن ذريعي بندن کي حاصل ٿين ٿا. جيئن تہ بندا پنهنجي حال کي ڏسي واسي وٺن ۽ علم و ادب سکن، ڇوجو اهو خير ۽ برڪت جو هڪ وڏو دروازو آهي. رحمتِ الاهيءَ جا دروازا کولڻ ۾ مشائخن، صوفين ۽ عالم سڳورن جي صالح عملن جو هڪ حصو آهي ۽ انهيءَ کي زياده حاصل ڪرڻ راهہ آخرت لاءِ تمام مفيد آهي.

باب ٽيون

# تصوف جي علمن جي فضيلت

اسان جي شيخ ابونجيب سهروردي رحہ جن عبدالرحمان الدارمي رحہ ۽ پنهنجن مشائخن جي سَنَدَن سان احوص بن حڪيم رضہ ۽ سندس والد بزرگوار جي هيءَ حديث بيان ڪئي آهي تہ "هڪ شخص رسول الله ﷺ ڪان برائيءَ جي باري ۾ پڇيو، تڏهن پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "مونکان برائيءَ جي باري ۾ ڪجهہ بہ نہ پڇو، پر مون ڪان ڀلائي جي باري ۾ پڇو". پاڻ سڳورن ﷺ اهي لفظ ٽي دفعا ارشاد فرمايا. ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ "سڀ ڪان بري شيءِ برا عالم آهن ۽ سڀ ڪان سٺي شيءِ سٺا عالم آهن".

عالم سڳورا قوم جا رهنما، دين جا ٿنڀا، جهالت جي اونداهين جا ڏيئا، اسلام جي پيروڪارن جا اڳواڻ، ڪتاب ۽ سنت جي حڪمت جا خزانا، مخلوق جا خدائي امين، بندن جا طبيب، دين حنيف جا نقاد ۽ امانت جي عظيم بار کڻڻ وارا آهن. تنهنڪري اهي مخلوق ۾ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي حقيقتن جا زياده حقدار آهن. ٻين جي ڀيٽ ۾ انهن کي دنيا ڪان بي رغبتي اختيار ڪرڻ جي وڌيڪ ضرورت آهي ۽ اُهي ان جا نہ صرف پاڻ لاءِ محتاج آهن پر ٻين لاءِ پڻ آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن جي خوبي يا خرابيءَ جو اثر ٻين تي پوي ٿو.

## بي عمل عالم

حضرت سفيان بن عينيہ رحہ جو قول آهي، تہ سڀني ڪان وڏو جاهل اُهو شخص آهي، جنهن پنهنجي علم تي عمل ڪرڻ ڇڏي ڏنو ۽ سڀني ڪان وڏو عالم اُهو آهي، جنهن پنهنجي علم جي مطابق عمل ڪيو ۽ بهترين انسان

اهو آهي، جيڪو خدا جي اڳيان هنجون هاري (خشوع ۽ خضوع) ۽ انڪساري اختيار ڪري".

اِهو قول صحيح آهي ۽ ان جو مطلب آهي تہ جيڪڏهن ڪو عالم پنهنجي علم تي عمل نہ ڪري تہ اهو عالم نہ آهي. تنهنڪري انهيءَ جي چرب زباني، طويل تقرير ۽ سندس مناظري جي فن واري مهارت جي فريب ۾ نہ اچڻ کپي، اهو ان لاءِ تہ هو جاهل آهي ۽ عالم نہ آهي. بشرطيڪ الله سائين علم جي برڪت سان ان جي توبہ قبول ڪري، ڇوجو علم جي برڪتن جي سبب عالم جو علم جي طرف موٽي اچڻ متوقع آهي.

علم فرض بہ آهي ۽ فضيلت بہ آهي. فرض اهو علم آهي، جنهن جو ڄاڻڻ انسان تي فرض آهي تہ جيئن هو مذهبي حق ادا ڪري سگهي.

فضيلت ۾ اُهو علم آهي، جيڪو انهي ضرورت کان وڌيڪ هجي ۽ جنهن سان انسان کي فضيلت، حاصل ٿئي پر ڪتاب ۽ سنت جي مطابق هجي. ان جي ابتڙ جيڪڏهن اهو وڌيڪ علم ڪتاب ۽ سنت جي مطابق نہ آهي تہ اُهو براين جو مجموعو آهي ۽ اُهو باعث فضيلت نہ پر باعث خواري آهي.

## ضروري علم

اُهو علم جيڪو فرض آهي ۽ جنهن جي ڄاڻ اسان لاءِ ضروري آهي ان جي باري ۾ اسان جي شيخ حضرت انس بن مالڪ رضہ جي هيءَ حديث سَنَدُن سان بيان ڪئي آهي تہ:

"علم جي ڳولها ڪريو، توڙي اهو چين ۾ ڇو نہ هجي ڇاڪاڻ تہ علم جي طلب هر مسلمان تي فرض آهي."

علم اخلاص ۽ اُهو علم جنهن جي ذريعي انسان آفتن ۽ خراب علمن کان محفوظ رهي تمام ضروري آهي. ڇاڪاڻ جو اخلاص ۽ علم جو حڪم الله سائينءَ جي طرفان مليل آهي. جيئن خداوند تعاليٰ فرمائي ٿو:

"انهن کي صرف انهيءَ ڳالھ جو حڪم ڏنو ويو آهي تہ هو خلوص دل سان الله جي عبادت ڪن."

هتي اخلاص جو حڪم ڏنو ويو آهي، جيئن تہ نفس جو دوکو ان جو فريب ۽ لڪيل خواهشون اخلاص جي عمارت کي خراب ڪن ٿيون،

تنهنڪري علم الاخلاص فرض ٿيو، ڇاڪاڻ ته علم جي ذريعي ئي انسان اخلاص جي فرضيت کان آجو ٿي ٿو سگهي.

ڪن بزرگن جو خيال آهي ته نفس جي خطرن ۽ وسوسن جو علم ڄاڻڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ ته علم جو بنياد ۽ واڌويجهه انهن ئي نفساني رجحانن ۽ خطرن تي موقوف آهي. انهيءَ علم جي ذريعي ئي شيطاني وسوسن ۽ ملڪوتي انڪشافن ۾ تميز ڪري سگهجي ٿي. جڏهن خيال ٺيڪ ۽ صحيح هوندا تڏهن عمل به صحيح ٿيندو، تنهنڪري اهو علم فرض آهي.

حضرت سهيل بن عبدالله رحه جو قول آهي، "ضروري علم اهو آهي، جنهن جي ذريعي الله ۽ سندس بندي جي وچ ۾ دنيا ۽ آخرت جو حال ۽ لاڳاپن جي واقفيت ٿي سگهي." ڪن بزرگن جي نزديڪ علم حلال حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ جو حلال مال ڪائڻ فرض آهي. اِهو ان ڪري جو مذهبي فرضن جي (چڱي نموني پورائي ڪرڻ) بعد حلال روزي حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي. رزق حلال جي ضروري هئڻ ڪري سندس علم به ضروري آهي.

اهو به چيو ويو آهي ته، باطني علم حاصل ڪرڻ به ضروري آهي. ڇاڪاڻ جو انهيءَ علم ذريعي انسانن کي يقين ۽ ايمان حاصل ٿئي ٿو. اهو علم انهن زاهدن، مقرب الاهي (عالمن سڳورن) ۽ نيڪ بندن جي سات ۾ ويهڻ سان حاصل ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري جن کي الله تعاليٰ پنهنجي لشڪر ۾ شامل ڪيو آهي ۽ اُهي حق جي طالبن کي پنهنجي طرف سڏين ۽ انهن کي پنهنجي طريقي جي مطابق تقويت ڏيئي ڪري اُنهن جي رهنمائي ڪندا رهن. ڇاڪاڻ ته اهي علم نبويءَ جا وارث آهن ۽ انهن ئي جي ذريعي يقين جو علم حاصل ڪري سگهجي ٿو.

ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته خريد ۽ فروخت، نڪاح ۽ طلاق جو علم به ضروري آهي. جڏهن به انهن معاملن سان ڪنهن جو واسطو هجي ته اُنهن جو شرعي علم حاصل ڪرڻ ان جي لاءِ ضروري ٿي وڃي ٿو. تنهنڪري جڏهن ڪوبه ماڻهو ڪنهن ڪم جو ارادو ڪري ۽ جيڪڏهن هو خدائي حڪمن ۽ حقن کان ناواقف هجي ته پوءِ هنکي صرف پنهنجي راءِ کان ڪم نه وٺڻ گهرجي، ان صورت ۾ هو ڪنهن عالم کان مسئلو پڇي پوءِ عمل

ڪري، تنهنڪري اهڙي وقتي ضرورتن جي علم جي ڄاڻ به واجب آهي.

توحيد جو علم حاصل ڪرڻ تمام ضروري آهي. هن قسم جي علم جي ڄاڻ جي سلسلي ۾ ڪي غور ۽ ويچار جي طريقي جا قائل آهن ته ڪي وري نقل ۽ روايت جا معتقد آهن.

ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته "جڏهن ڪنهن بندي جو باطن صحيح هجي ۽ ان اسلامي اصولن کي چڱي نموني تسليم ڪيو هجي ۽ ان باري ۾ هُن جي سيني ۾ ڪابه خلش نه هجي ته پوءِ اُهو ماڻهو صحيح ۽ پڪو مسلمان آهي". پر جيڪڏهن ان جي سيني ۾ ڪابه خلش آهي يا ڪوبه وسوسو پيدا ٿيو هجي، جنهن ڪري عقيدي ۾ خلل پيدا ٿيڻ جو انديشو هجي يا ڪنهن به شڪ وغيره ۾ مبتلا هجي ۽ انهيءَ جي ڪري هو ڪنهن بدعت يا گمراهيءَ ۾ ڦاسي پوي، ته ان صورت ۾ ان لاءِ ضروري آهي ته پنهنجو شڪ دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ اهڙن عالمن جي طرف رجوع ٿئي، جيڪي ڪيس اِها ڳالهه سمجهائي سگهن.

## ابوطالب مڪي رح جو قول

حضرت شيخ ابوطالب مڪي رح جو قول آهي ته "ضروري علم پنج وقت نمازن جو آهي، جنهن تي اسلام جو بنياد رکيل آهي ۽ سيني مسلمانن لاءِ ان تي عمل ڪرڻ فرض قرار ڏنو ويو آهي. تنهنڪري جڏهن انهن تي عمل ڪرڻ فرض آهي ته انهن جو علم به فرض آهي. شيخ سڳوري اِهو به بيان ڪيو ته، "توحيد جو علم به ان ۾ شامل آهي، ڇاڪاڻ ته نماز جي فرضن ۾ پهريون فرض ڪلمو شهادت آهي. ان ڪانسواءِ ان ۾ علم اخلاص به شامل آهي. مٿي جن علمن جو بيان ڪيل آهي جهڙوڪ علم الخواطر (نفسياتي رجحانن ۽ وسوسن جو علم) علم الحال، علم الحلال، علم اليقين وغيره. انهن کان گهڻو ڪري اڪثر مسلمان ناواقف آهن. تنهنڪري جيڪڏهن اِهي علم انهن تي فرض هجن ها ته اڪثر مسلمان انهن تي عمل ڪرڻ کان عاجز هجن ها، سواءِ انهن جي جن بزرگن کي خدا توفيق ڏي ها".

علم جي حصول جي سلسلي ۾ مون هڪ جامع ۽ مڪمل وصف سوچي آهي جنهن کي آئون بيان ڪريان ٿو.

## ضروري علم جي جامع تعريف

جنهن علم جو حاصل ڪرڻ ضروري آهي اُهو هيءُ آهي. اُهو علم جنهن جي ذريعي شرعي حڪمن ۽ مذهبي حرام ڪمن جي ڄاڻ حاصل ٿئي ۽ اِها بہ ڄاڻ هجي تہ ڪهڙن عملن تي ثواب ٿو ملي ۽ ڪهڙن تي عذاب؟ اهڙن شرعي حڪمن ۽ منع ڪيل ڪمن مان ڪي اهڙا آهن، جن تي هميشہ عمل ڪرڻ هر مسلمان تي فرض آهي ۽ ڪي اهڙا آهن، جن جو استعمال مخصوص واقعن جي ٿيڻ ڪري ٿئي ٿو. تنهنڪري جيڪي مستقل عمل آهن، تن جي ڄاڻ هر مسلمان لاءِ هر وقت ضروري آهي، پر اُهي عمل جيڪي ڪنهن خاص موقعي تي پيش اچن، تن جي ڄاڻ ان مخصوص موقعي اچڻ تي ضروري ٿيو پوي ۽ مسلمان ڪي ان کان اڻ ڄاڻ نہ رهڻ کپي.

## استقامت جو حڪم

صوفين، عابدن، زاهدن ۽ عالمن سڀني، علم جي فرض کي نهايت محنت سان ادا ڪيو آهي. علم جي تحصيل (حاصل ڪرڻ) کانپوءِ الله پاڪ جي توفيق سان تبليغ جي فرض کي بہ سٺي نموني سرانجام ڏيندا رهيا آهن ۽ رسول الله ﷺ جن جي حڪمن جي پيروي ڪندي دين جي معاملن ۾ ثابت قدم رهيا آهن. جيئن خداوند ڪريم سندن ثابت قدم رهڻ جو حڪم ڏنو آهي.

"اي پيغمبر! توهان بہ ثابت قدم رهو، جهڙو اوهان کي حڪم ڏنو ويو آهي ۽ هو بہ جن توهان سان گڏ توبہ ڪئي آهي."

ان استقامت جي صدقي الله پاڪ مٿن علم ۽ فن جا دروازا کولي ڇڏيا، جنهن جو ذڪر اسين اڳي ڪري آيا آهيون.

ڪن بزرگن جو چوڻ آهي تہ "اُهو شخص مستقل مزاجيءَ جي زمري ۾ اچي سگهي ٿو، جيڪو نورِ الاهي ۽ نورِ مصطفيٰ جو مشاهدو ڪري چڪو هجي ۽ انهن جي حڪمن تي ثابت قدم هجي."

حضرت اُبوحفص رحہ کان پڇيو ويو تہ، "ڪهڙو عمل بهترين عمل آهي"؟ فرمايائون تہ "استقامت". ڇاڪاڻ تہ نبي ڪريم ﷺ جن خود فرمايو آهي تہ، "ثابت قدم رهو، حالانڪ توهان ان جي حفاظت نہ ڪري سگهندؤ."

حضرت امام جعفر صادق رحہ مذڪوره آيت جي تشريح ۾ فرمايو آهي تہ "عزم صدق سان خدا جي طرف رجوع ڪريو."

حضرت ابو علي الجوزجاني رحہ ارشاد فرمائين ٿا تہ "استقامت جا طلبگار رهو نہ ڪہ ڪرامت جا. ڇاڪاڻ تہ توهان جا نفس تہ ڪرامتن حاصل ڪرڻ ۾ مشغول آهن، پر توهان جو پروردگار توهان کان استقامت جو طالب آهي."

## ڪرامت ۽ استقامت

اهو قول هن باب جو بنيادي اصول ۽ اهم راز آهي، جنهن جي حقيقت کان ڪافي اهل تصوف غافل آهن. ڪن طالبن اڳين بزرگن جا حال احوال پڙهيا آهن ۽ کين اهو بہ معلوم آهي تہ انهن بزرگن کي ڪي ڪرامتون ۽ خلافِ عادت ڪي عجيب شيون بہ عطا ڪيون ويون هيون. انهي سبب جي ڪري هنن جا نفس بہ اهڙين شين جي اميد رکن ٿا ۽ سڌ ڪن ٿا تہ کين بہ ڪرامتون حاصل ٿين. پر جيڪڏهن ڪنهن تي اِهي ڪرامتون ظاهر نہ ٿين تہ اُهي دل شڪستہ ٿيو پون ٿا ۽ سوچين ٿا تہ سندن عمل صحيح نہ آهن. انهن کي معلوم هئڻ گهرجي تہ ڪڏهن ڪڏهن الله تعاليٰ صرف طالبِ حقيقت تي ڪرامتن جو دروازو انهيءَ ڪري کوليندو آهي تہ ان جي يقين ۽ ايمان ۾ اضافو ٿئي. ان سبب ڪري زهد ۽ تقويٰ جي پڪي ارادي کي تقويت ملي ۽ پاڻ نفساني خواهشن کي ڇڏي ڏي.

پر ڪي بزرگ صرف يقينِ محڪم جي بدولت ڪرامتون حاصل ڪن ٿا ۽ سندن دلين تان پردا لاٿا وڃن ٿا. تنهنڪري محض يقين محڪم جي ڪري جن کي ڪرامتون حاصل ٿين ٿيون، انهن کي خلافِ عادت ڪرامتن جي مشاهدي ڪرڻ جي ضرورت نہ ٿي رهي، ڇاڪاڻ تہ انهن ڪرامتن جو مقصد ئي يقين حاصل ڪرڻ آهي. هاڻي جيڪڏهن ڪرامتن کانسواءِ ئي يقين حاصل ٿي ويو تہ پوءِ ڪرامتن جي ضرورت نہ رهي. تنهنڪري مصلحت خداونديءَ جي تقاضا اِها آهي، تہ اهڙي شخص لاءِ ڪرامتن جو اظهار ضروري نہ آهي، پر صرف ضرورتمند جي اڳيان ان جو اظهار هجي.

بهرحال اهو حقيقت جو طالب جيڪو ڪشف ۽ ڪرامتن کان بي نياز آهي، اُهو ڀرين جماعت جي ماٿهن کان روحاني قابليت ۽ استعداد ۾

ڪامل ترين سمجهيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هن ڪي ڪنهن ڪرامت يا قدرتي ڪرشمي جو مشاهدو ڪرڻ ڪانسواءِ ئي يقين ڪامل آهي. ڪرامت جي صاحبن ۾ خودپسندي ۽ غرور جو جذبو پيدا ٿيڻ جو به انديشو آهي. انهيءَ لاءِ هڪ سچي حقيقت جي طالب جو طريقو اهو آهي ته، هو پنهنجي نفس کان استقامت جو مطالبو ڪري، ڇاڪاڻ ته هن جي سڀ کان وڏي ڪرامت اِها ئي آهي. باقي جيڪڏهن رستي ۾ ڪنهن ڪرامت جو ظهور ٿي وڃي، ته بهتر، نه ته ان جي پرواهه نه ڪري ۽ ان جي نه ظاهر ٿيڻ ۾ ڪو نقصان نه سمجهي. اصل نقصان اُهو آهي ته، حق استقامت جي فرضن ۾ خلل پوي ۽ تصوف جو اِهو بنيادي اصول آهي، جنهن کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي.

## صوفياءِ ڪرام جو علم

صوفين سڳورن حقِ استقامت جي فرض کي سرانجام ڏيڻ جي تمام گهڻي تعريف ڪئي آهي پر ان سان گڏوگڏ، انهن اِهي علم به حاصل ڪيا جن جي اڳئين زماني جي بزرگن تاڪيد ۽ پارت ڪئي آهي، جن کي اسان "ضروري علم" جي سلسلي ۾ بيان ڪري چڪا آهيون. جن ۾ (١) علم الحال (٢) علم القيام (٣) علم الخواطر آهن. علم الخواطر جي تشريح اسين هڪ الڳ باب ۾ بيان ڪنداسين. ان کان علاوه (۴) علم اليقين (۵) علم الاخلاص (٦) علم النفس يعني نفس شناسي، تصوف وارن لاءِ تمام اهم آهي. جيڪو ماڻهو انهن کان وڌيڪ واقف هوندو، اُهو ئي سڌو رستو ڏسي سگهي ٿو. ان ڪانسواءِ (٧) دنيا جي قسمن جو علم (٨) نفساني خواهشن جي باريڪين ۽ مخفي نفسي شهوت جو علم (٩) توبه جي حقيقت جو علم (١٠) لڪيل گناهن جو علم (١١) انهن براين جو علم جيڪي بندن جي چڱاين ۾ شمار ٿين ٿيون (١٢) ضرورتن جو علم يعني لباس پهرڻ ۽ لاهڻ، سمهڻ، کائڻ، پيئڻ وغيره جا آداب (١٣) فضول ڪمن کي ترڪ ڪرڻ ۽ دل مان بيڪار ۽ گناهه جي خيالن جو ڪيڻ (١۴) نفس جي محاسبي جو علم (١۵) توڪل جي حقيقتن جو علم (١٦) علم رضا ۽ رضا جي مقامن جو گناهه (١٧) علم زهد (١٨) روئي دعا گهرڻ، دعا جا وقت ۽ دعا کان سڪوت جا وقت ڪهڙا آهن انهن جو علم (١٩) علم محبت، عام

۽ خاص محبت ۾ فرق، عام محبت جي تشريح "تعميل حڪم" ۾ بيان ڪئي ويئي آهي. ظاهري عالمن ۽ باطني عالمن "خاص محبت" جي دعويٰ کان انڪار ڪيو آهي ۽ اهڙي نموني انهن رضا کان بہ انڪار ڪيو آهي ۽ چون ٿا تہ اُها صبر کانسواءِ ٻيو ڪجهہ نہ آهي.

بهرحال صوفي بزرگن خاص محبت جا ڪجهہ وڌيڪ قسم بہ بيان ڪيا آهن. يعني محبت الذات ۽ محبت الصفات، قلبي محبت، روحاني محبت، نيز عقلي محبت ۽ نفسي محبت ۾ فرق ڇا آهي؟ يعني مقامِ محب ۽ محبوب، مريد ۽ مرشد ۾ بہ فرق بيان ڪيو آهي (٢٠) انهن سڀني کانپوءِ علم المشاهده آهي، يعني علم هيبت وانس، قبض وبسط، قبض وهم، بسط و نشاط جي وچ ۾ فرق، علم فنا و بقا، فنا جي احوال جو فرق استتار، تجلي، جمع، فرق، لوامع، طوامع، بوادي، صحو، سڪر وغيره.

علم ايترا تہ گهڻا آهن، جن جو هتي بيان نٿو ڪري سگهجي. بهرحال هي مختصر تاليف صوفين لاءِ هڪ عُمدي حصي تي مشتمل آهي ۽ اسان الله پاڪ جي رحمت ۾ اميدوار آهيون، تہ هن مان ماڻهن کي فائدو پهچندو ۽ اسان کي بہ فائدو رسندو. هنن علمن کانسواءِ ٻيا بہ علم آهن جن تي آخرت جي عالمن ڪاميابيون حاصل ڪيون پر دنيا وارا عالم ان کان محروم رهيا. ان جو سبب اهوئي آهي تہ اِهي سڀ علم ذوقِ سليم تي دارومدار رکن ٿا ۽ صحيح وجدان ۽ ذوق سليم کان سواءِ حاصل بہ نہ ٿا ٿي سگهن. ڇاڪاڻ تہ کنڊ جي مٺاس کي بيان نٿو ڪري سگهجي، پر جيڪو ان کي چکي ٿو اهوئي ان جي مٺاس جو مزو ڄاڻي ٿو.

## علم ۽ دنيا پرستي

تصوف جي علم جي فضيلت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ دنياوي علمن کي محبت، زهد ۽ تقويٰ جي خلل هوندي بہ حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ دنياوي محبت بہ انهن علمن کي سکڻ بہ نفس تي ڏکيو گذري ٿو. پر جڏهن ماڻهوءَ کي معلوم ٿئي ٿو تہ ان دنياوي علمن حاصل ڪرڻ ڪري جاه و جلال ۽ ترقي حاصل ٿئي ٿي تہ پوءِ هو تحصيل علم جي خاطر تڪليفن وغيره کي بہ برداشت ڪري ٿو، پر ڇڏي نٿو. ان

جي ابتڙ صوفين سڳورن جو علم به دنيا جي محبت سان گڏ حاصل نه
ڪري سگهجي ٿو، پر ان جي سمجهه نفساني خواهشن جي بلڪل ختم
ڪرڻ ڪانپوءِ حاصل ٿئي ٿي. جيئن الله سائين فرمائي ٿو ته:

"الله کان ڊڄو، الله اوهانکي علم عطا ڪندو."

اهڙيءَ طرح الله سائين تقويٰ کي ميراث قرار ڏنو آهي. پر ٻيا دنياوي
علم تقويٰ ڪانسواءِ به حاصل ڪري سگهجن ٿا. تنهنڪري هن علم جي
فضيلت جي ڄاڻ صرف اهلِ حقيقت کي آهي ۽ اهلِ حقيقت صرف زاهدن جو
گروهه آهي، جيڪو ڪڏهن به دنيا جي طرف مائل نه آهي.

ڪنهن فقيــه جو قول آهي ته "جيڪڏهن ڪو ماڻهو اِها وصيت ڪري ته
مرڻ ڪانپوءِ منهنجو مال سڀني کان وڌيڪ عقلمند انسان کي ڏنو وڃي ته اِهو
مال صرف زاهدن کي ملندو ڇاڪاڻ ته اهي ئي سڀني کان زياده عقلمند آهن.

سهيل بن عبدالله التستري رحه جو قول آهي ته "عقل جا هڪ هزار نالا
آهن ۽ هر نالي جا به هزارين نالا آهن، پر هرهڪ نالي جو اصل حصو صرف
ترڪِ دنيا آهي. (يعني دنيا کي ڇڏڻ آهي).

## دنيادار عالمن جي ڪهاڻي

اسان کي شيخ ابوالفتح محمد بن عبدالباقي رحه سندس مشائخن
جي سندن سان حضرت عبدال خواص رحه (جيڪو حاتم اصم رحه ساٿي هو)
جي هي روايت بيان ڪئي آهي ته هن ٻڌايو ته، "آئون حضرت
ابوعبدالرحمان حاتم اصم رحه سان گڏ شهر "رئي" ۾ پهتس ۽ ان سان
320 ماڻهو گڏ هئا، جيڪي حج جا مسافر هئا. حضرت حاتم اصم رحه
وٽ نه ڪاڏو هو ۽ نه وري اوڍڻ لاءِ ڪو سٺو جبو يا ڪپڙو هو. بهرحال
اسين "رئي" شهر ۾ هڪ زاهد سوداگر وٽ ترسياسين، جيڪو درويشن
سان محبت رکندڙ هو، رات جو ترسڻ ڪانپوءِ صبح جو ان زاهد چيو ته
مون کي هڪ بيمار فقيــه جي عيادت لاءِ وڃڻو آهي، ڪو ڪم ڪار
هجي ته ٻڌايو، حضرت حاتم رحه چيو ته "آئون به توهان سان گڏجي ان
جي عيادت ڪندس. ڇوجو فقيــه عالم جي عيادت ڪرڻ ۾ تمام وڏي
فضيلت آهي ۽ ان کي ڏسڻ ئي عبادت آهي."

اهو بيمار فقيہ "رئي" شهر جو قاضي هو ۽ جنهن جو نالو محمد بن مقاتل هو. جڏهن ٻئي گڏجي ان فقيہ جي دروازي تي پهتا تہ، انهن هڪ عاليشان دروازو ڏٺو. حاتم سوچڻ لڳو، تہ ڇا هڪ عالم جو اهڙو عاليشان دروازو ٿي سگهي ٿو؟ اندر اجازت ملڻ تي ويا تہ ڇا ڏسن تہ گهر هڪ محلات مثل آهي، جنهن ۾ قالين وڇايل آهن، پردا لٽڪن پيا ۽ تمام گهڻي مخلوق گڏ ٿيل آهي. ان کانپوءِ قاضي صاحب جي ڪمري ۾ داخل ٿيا تہ اهو بہ تمام گهڻو سينگاريل هو، سوداگر تہ ويهي رهيو ۽ هُن اشاري سان حاتم کي بہ ويهڻ لاءِ چيو، پر حاتم رحہ ويهڻ کان انڪار ڪيو. ان تي ابن مقاتل پڇيو تہ "ڇا توکي ڪو ڪم آهي؟"، حاتم وراڻيو تہ، "مون کي هڪ مسئلو پڇڻو آهي" قاضي چيو تہ "فرمايو"، ان تي حاتم رحہ چيو تہ "توهان ڇڳي نموني اٿي ويهو تہ مسئلو پڇان." اٿي ويهڻ کانپوءِ حاتم رحہ چيو تہ "توهان ڪنهن کان علم حاصل ڪيو آهي؟" ابن مقاتل چيو تہ، "سچن ۽ معتبر عالمن کان." حاتم رحہ چيو تہ انهن ڪٿان حاصل ڪيو." ابن مقاتل چيو تہ، "انهن پاڻ سڳورن ﷺ کان حاصل ڪيو". حاتم رحہ چيو تہ "پاڻ سڳورن ﷺ ڪنهن کان علم حاصل ڪيو؟" تہ ابن مقاتل چيو تہ "حضرت جبريل ع کان." ان تي حاتم رحہ چيو تہ "توهان ڪا اهڙي حديث ٻڌي آهي تہ، ڪنهن ماڻهوءَ جو گهر سٺو ۽ سهڻو هجي، سندس شان ۽ شوڪت بہ وڏيڪ هجي تہ پوءِ ان جو خدا وٽ بہ رتبو مٿانهون هوندو؟" ان تي ابن مقاتل چيو تہ، نہ، "اهڙي ڪا بہ حديث مون نہ ٻڌي آهي." انهيءَ تي وري حاتم رحہ چيو تہ، "مون هيءَ حديث ٻڌي آهي تہ "جنهن شخص دنيا جي طرف رغبت نہ ڪئي، پر آخرت جي طرف متوجہ ٿيو، غريبن سان محبت ڪئي ۽ آخرت لاءِ ذخيرو جمع ڪيو تہ ان جو مرتبو مولا سائينءَ وٽ مٿانهون آهي". ان جواب تي حاتم رحہ چيو تہ، "پوءِ توهان ڪنهن جي پيروي ڪئي. حضرت رسول الله ﷺ ۽ سندس اصحابين ۽ اوليائن جي يا فرعون ۽ نمرود جي. اي بدبخت عالمؤ! توهان کي ڏسي هڪ دنيا پرست جاهل ڇا سمجهندو"؟ اهو چئي حاتم رحہ اتان هليو آيو ۽ سندس وڃڻ کانپوءِ ابن مقاتل جو مرض وڌندو رهيو.

# تقويٰ ۽ علم

الله تعاليٰ جو ارشاد آهي ته. "اِنَّمَا يَخْشَي اللّٰهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَآءُ" (سيپارو 22 رڪوع 14: 2) الله ڪان سندس بندن منجهان عالم ئي ڊڄن ٿا." هن آيت ۾ "انما" جو لفظ ان لاءِ مذڪور آهي، ته اهو ٻڌايو وڃي ته. جيڪي الله ڪان نٿا ڊڄن، تن وٽ حقيقي علم نه هوندو آهي. تنهن ڪري اهلِ باطن ۽ آخرت جي عالمن تي اِهو واضح ٿي ويو آهي ته. علم و فضل ۽ قرب الاهيءَ جا رستا سيني ماڻهن تي بند آهن ۽ اُهي رستا صرف انهن ماڻهن لاءِ ڪليل آهن. جيڪي زهد ۽ تقويٰ اختيار ڪن ٿا.

حضرت ابويزيد رحمت الله عليـه جن هڪ پيري پنهنجن ساٿين کي چيو ته "مون ڪالهه سڄي رات اها ڪوشش ڪئي ته. لاالله الاالله جو زبان سان ذڪر ڪريان پر باوجود ڪوشش جي منهنجي زبان مان اِهو ڪلمو ادا نه ٿي سگهيو". جڏهن ڪانئن ان جو سبب پڇيو ويو ته. پاڻ فرمايائون ته. "مونکي ننڍپڻ جو چيل هڪ جملو ياد ايندو رهيو، جنهن جي وحشت سبب ڪلمه توحيد جي ذڪر ڪان خالي رهيس. مون کي ان شخص تي تعجب آهي، جيڪو الله تعاليٰ جو ذڪر به ڪري ۽ اهڙا خيال به دل ۾ رکي.

تنهنڪري تقويٰ جي صفائي ۽ زهد جي ڪمال سان ئي بندو علم ۾ پڪو ۽ مضبوط ٿئي ٿو."

# علم جا ماهر

شيخ واسطي رحہ جو قول آهي ته "علم ۾ پڪا ۽ مضبوط اُهي ماڻهو آهن، جيڪي پنهنجي روحن سان گڏ غيب الغيب ۽ سرالسراءَ ۾ پڪا پختا ٿي ويا. تنهنڪري جيڪي انهن کي سجاڻي سگهيا، تن انهن کي سجاڻي ورتو. انهن علم جي سمنڊ ۾ سمجهه ۽ عقل ذريعي ٽٻيون هنيون ته جيئن هو ترقي ڪري سگهن. انهيءَ وقت ڪلام جي هر حرف لاءِ سمجهه عقل ۽ عجيب و غريب خطابن جي ذريعي انهن لاءِ سڀ جمع ٿيل خزانا ڪلي پون ٿا ۽ هو هاڻي فيصلائتي گفتگو ڪرڻ لڳن ٿا.

ڪن جو قول آهي، ته "علم ۾ مضبوط اهو آهي، جيڪو گفتگوءَ جي

موقعي ۽ مهل کان واقف هجي." خزار رحہ جو قول آهي تہ "علم ۾ مضبوط اهو آهي، جنهن سيني علمن ۾ معرفت جو ڪمال حاصل ڪيو ۽ سيني مخلوقن جي همٿن کان واقف هجي، يعني علم ۾ راسخ عالم سيني مخلوقن جي ارادن کان واقف هوندا آهن. ان مان مراد هيءَ ورتي ويئي آهي تہ صحيح معنيٰ ۾ متقي، پرهيزگار ۽ زاهد جو باطن صاف ٿي وڃي ٿو، پر ان جي دل جو آئينو ايتريقدر صاف ٿي وڃي ٿو، جو هو هڪ حد تائين "لوح محفوظ" جي سامهون پهچي وڃي ٿو. ان ڪري هو پنهنجي باطنيءَ صفائي جي ڪري تمام بنيادي علمن ۽ ان جي اصولن کان واقف ٿي ٿو وڃي. انهيءَ سبب ڪري علمائن جي انتهائي معلومات سان باخبر ٿي، هر علم جي فائدي کان آشنا ٿيو پوي.

## اهل باطن جو علم

اهل باطن ۽ زاهد عالم مذهب جي ضروري اصولن ۽ شريعت جي بنيادي فرضن کي حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ، خداوند تعاليٰ جي طرف متوجہ ٿين ٿا ۽ ان جا ئي ٿي وڃن ٿا. سندن روح قرب الاهيءَ جي مقام تائين پهچڻ لاءِ واقف ٿي پون ٿا ۽ ان جي نتيجي ۾ الاهي تجلين جي نزول ڪري سندن قلب، علم ۽ معنيٰ جي سمجهڻ جي قابل بڻجيو پون، اُهي روح حاڪمِ ازلي جي طرف ايتري قدر مائل آهن، جو ترقي ڪندي ڪندي علم جي حدِ ادراڪ کان بہ مٿي پهچي وڃن ٿا.

## علم جو مرڪز قلب آهي

الله تعاليٰ ٻين الهامي ڪتابن ۾ ارشاد فرمائي ٿو تہ "اي بني اسرائيلؤ! ائين نہ چئو تہ علم آسمان ۾ آهي ۽ ان کي نازل ڪير ڪندو؟ نہ وري ائين چئو تہ، علم زمين جي سرحدن تي آهي، ان کي ڪير مٿي موڪليندو؟ ۽ اهو بہ نہ چئو تہ، علم سمند جي هُن پار آهي ۽ ڪير سمند پار ڪري، ان کي وٺي ايندو؟ پر "حقيقت ۾ علم جو مرڪز توهان جا قلب آهن. توهان منهنجي سامهون روحاني فرشتن جا ادب اختيار ڪريو ۽ صديقن جي اخلاق سان پيش اچو تہ اهڙي نموني توهان جي دلين مان علم

جا سرچشما ڦٽي نڪرندا. ايستائين جو توهان کي سيراب ڪري ڇڏيندا."

مٿئين عبارت ۾ روحاني فرشتن جا ادب اختيار ڪرڻ جو مفهوم آهي ته، نفس کي سندس طبعي خواهشن کان روڪجي ۽ هر قول و فعل ۾ علم جي واضح اصولن جي مطابق نفساني خواهشن جي پاڙ پٽجي. هيءُ ڪم اهوئي ڪري سگهي ٿو، جنهن کي علم ۽ قرب الاهي حاصل هجي ۽ هُن خدا جي دربار ۾ حاضر ٿيڻ جو رستو معلوم ڪري ورتو هجي. اهڙيءَ طرح هو حق جي خاطر حق سان گڏ محفوظ رهندو.

## علم و عمل

انجيل ۾ لکيل آهي ته "جيڪا ڳالهه توهان کي معلوم نه آهي، ان سان ايستائين واقف ٿيڻ جي ڪوشش نه ڪريو، جيستائين اوهان پنهنجي موجوده علم تي عمل نه ڪيو هجي."

رسول الله ﷺ جن هڪ حديث ۾ فرمايو آهي ته "شيطان توهان کي علم جي ذريعي ٺاريندو رهندو آهي." اصحابين عرض ڪيو ته "يارسول الله ﷺ اهو اسان کي ڪيئن علم جي ذريعي ٺاريندو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو، ته اهو (شيطان) چوندو آهي ته علم حاصل ڪريو پر عمل نه ڪريو جيستائين اوهان علم جي تڪميل نه ڪريو." تنهنڪري بندو علم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويندو آهي ۽ عمل کي ملتوي ڪندو رهندو آهي ايستائين جو هو مري ويندو آهي پر ڪوبه نيڪ عمل نه ڪندو آهي."

حضرت حسن رضہ جن فرمايو ته "الله وٽ صاحب علم ۽ روايت جي ڪابه اهميت نه آهي پر ان وٽ صرف صاحب فهم و بصيرت جي قدر و قيمت آهي.

حضرت ابن مسعود رضہ جو ارشاد آهي، ته "علم، ڪثرت سان روايت ڪرڻ جو نالو نه آهي پر هو خدا جو خوف پيدا ڪندڙ آهي."

تنهنڪري تعليمي ۽ ظاهري علم خالص کير وانگر آهن، جيڪو پيئڻ واري جي نڙيءَ مان آسانيءَ سان گذري وڃي ٿو، پر باطني علم مکڻ وانگر آهي جيڪو کير مان حاصل ٿئي ٿو. جيڪڏهن کير نه هجي ته مکڻ به حاصل نه ٿيندو، بلڪ اصل مقصد مکڻ جو سٽڻ آهي. جيڪو کير مان

نڪري ٿو. انهيءَ صورت ۾ ڪير جو پاڻي هڪ جسم وانگر آهي، جنهن جي ڪري سڄي جو روح برقرار رهي ٿو ۽ پاڻي انهيءَ ڪي قائم رکي ٿو. جيئن خداوند تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"اسان پاڻيءَ جي ذريعي هر شيءِ کي زنده رکيو آهي." ٻيءَ جڳهه تي ارشاد آهي ته:

"ڇا ائين نه هو، ته هو مردو هو ۽ اسان ڪيس زنده ڪيو".

يعني هو ڪفر جي سبب ڪري مردو هو ۽ اسان هن کي اسلام جي ذريعي زنده ڪيو.

## اسلامي علم

اسلام جي ذريعي زنده ڪرڻ علم جو پهريون حصو ۽ پهريون بنياد آهي. اسلام جا ڪافي علم آهن، جيڪي ان جي بنيادي اصولن متعلق آهن. جيڪڏهن صرف تصديق جي نگاهه سان ڏٺو وڃي، ته اسلام جو وجود ايمان کانپوءِ آهي مگر اسلام جي ثبوت کانپوءِ ايمان جون گهٽيون شاخون ۽ مرتبا قائم ٿين ٿا. جهڙوڪ علم اليقين، عين اليقين ۽ حق اليقين جا درجا آهن. جن کي ٻين لفظن ۾ توحيد، معرفت ۽ مشاهدي سان تعبير ڪيو وڃي ٿو. اهڙي نموني ايمان جي هر شاخ مان ڪئين علم نڪرن ٿا، مگر فرق اهو آهي، ته اسلام جي علم القلوب جا ٻه قسم آهن، هڪ قسم خواص لاءِ ٻيو عوام لاءِ. عام وصف ۾ علم اليقين غور فڪر ۽ استدلال جي ذريعي حاصل ٿئي ٿو ۽ انهيءَ ۾ دنيا وارا عالم ۽ آخرت وارا عالم ٻئي برابر جا حصيدار آهن.

## سڪينہ

ان کان علاوه هڪ مخصوص علم به آهي، جيڪو صرف آخرت جي عالمن لاءِ آهي. هيءُ اُهو علم آهي، جنهن کي قرآن ڪريم ۾ "سڪينہ" جي لفظ سان تعبير ڪيو ويو آهي، جيڪو مؤمنن جي قلب تي نازل ٿي کين سڪون پهچائي ٿو، جيئن انهن جي ايمان ۾ اضافو ٿئي. تنهنڪري ايمان پنهنجي خاص وصف جي مطابق ايمان جي سيني درجن تي حاوي آهي.

مگر عام وصف جي مطابق اهو سيني درجن تي حاوي نہ آهي. خاص وصف جي لحاظ کان يقين ۾ ان جا سڀ درجا ايمان ۾ داخل آهن. مگر عام وصف جي مطابق ايمان کان زياده شيءِ نيز مشاهدي جو هڪ خاص درجو آهي. جنهن کي عين اليقين بہ چيو وڃي ٿو. عين اليقين کان بہ هڪ تمام ممتاز درجو آهي، جنهن کي حق اليقين جي نالي سان تعبير ڪيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح حق اليقين مشاهدي کان وڌ آهي ۽ ان جو اصل مقام آخرت ۾ آهي، ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ تہ ان جي هڪ معمولي جهلڪ اهلِ يقين کي نظر اچي ٿي.

هيءُ الاهي علمن جو سڀ کان اٽلي ۽ نادر ترين قسم آهي، ڇاڪاڻ جو ان جو دارومدار وجدان تي آهي، ان ڪري دنيادار عالمن جي مقابلي ۾ جن يقين ۽ ايمان کي فڪر ۽ استدلال سان حاصل ڪيو آهي. صوفين ۽ درويشن جي علم جو اهو تعلق آهي. جنهن کي اسان اڳي سمجهائي آيا آهيون يعني ڪير ۽ مڪڻ. دنيا وارن عالمن جو علم ڪير وانگر آهي، ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ذريعي هنن کي يقين ۽ ايمان حاصل ٿئي ٿو. مگر صوفياءِ ڪرام جي علم جو تعلق مشاهدي جي مقام ۾ عين اليقين ۽ حق اليقين سان آهي، جيڪو ڪير مان حاصل ڪيل مڪڻ مثل آهي.

## علم جي فضيلت

انسان جي فضيلت غلم سان آهي ۽ ان جي اعمالن جي قدر و قيمت سندس علمي حيثيت مان لڳائي ويندي آهي. جيئن تہ حديث شريف ۾ آيل آهي تہ "هڪ عالم کي هڪ عابد تي ايتري فوقيت حاصل آهي، جيتري منهنجي فضيلت امت تي آهي." هن حديث ۾ علم مان مراد دنياوي علمن جي نہ پر الاهي علم جي آهي، جنهن جي ذريعي يقين ڪامل نصيب ٿئي ٿي. ڪڏهن اهڙو بہ اتفاق ٿئي ٿو تہ هڪ شخص کي الاهي علم حاصل آهي، ان کي يقين بہ ڪامل آهي، پر ڪيس فرض ڪفايہ معلوم نہ آهن. جيئن تہ رسول الله ﷺ جا اصحابي سڳورا يقين ۽ معرفت واري علم کان تہ تمام گهڻي واقفيت رکندا هئا ۽ عمل بہ ڪندا هئا پر تابعين مان ڪن عالمن سڳورن کي فتويٰ ۽ حڪمن جي علم جي ڄاڻ گهڻي هئي. جيئن تہ

روايت آهي ته حضرت عبدالله بن عمر رضه کان جڏهن ڪو مسئلو پڇيو ويندو هو ته پاڻ فرمائيندا هئا، ته "السعد بن المسيب کان دريافت ڪريو." حضرت عبدالله بن عباس رضه جن فرمائيندا هئا، ته "حضرت جابر بن عبدالله رحه کان دريافت ڪريو." حضرت انس بن مالڪ رضه فرمائيندا هئا ته "حضرت حسن بصري رحه کان پڇو. ڇاڪاڻ جو انهن مسئلا ياد ڪري ڇڏيا آهن."

اهڙيءَ طرح اصحابي سڳورا مسئلن ۽ فتوائن لاءِ عوام کي مٿي ڄاڻايل بزرگن ڏانهن موڪليندا هئا، پر پاڻ عوام کي يقين ۽ معرفت جي حقيقتن ۽ نڪتن کان واقف ڪندا هئا. ڇاڪاڻ ته هو تابعين کان وڌيڪ حقدار هئا ۽ انهن کي ئي وحي الاهيءَ جي طراوت پهتي هئي ۽ علم مجمل ۽ مفصل جا مٿن وڏڦڙا مينهن وسا هئا. هڪ جماعت انهن کان ٻئي علم حاصل ڪيا ۽ هڪ جماعت صرف علم مفصل حاصل ڪيو، پر مجمل حاصل نه ڪيو. حالانڪ علم مجمل ئي علم جو اصل بنياد آهي.

## نصيحت ۽ حڪمت ۾ فرق

خداوند تعاليٰ پنهنجي نبي ڪريم ﷺ کي ارشاد فرمائي ٿو ته:

"توهان پنهنجي پروردگار جي طرف ماڻهن کي حڪمت ۽ عمدي نصيحت سان سڏيو ۽ انهن سان اهڙي طريقي سان بحث ڪريو. جيڪو بهتر هجي. اوهان چئي ڇڏيو ته هي منهنجو طريقو آهي، آئون الله جي طرف بصيرت سان گڏ دعوت ڏيان ٿو."

انهيءَ رستي تي هلڻ وارا ۽ ان دعوت کي قبول ڪرڻ وارا قلب ڪيترن ئي قسمن جا آهن. ڪجهه طبيعتون سرڪش ۽ سخت آهن، جيڪي پنهنجي طبيعت ۽ مزاج جي سختيءَ تي قائم رهن ٿيون، جن کي عمدي نصيحت ۽ خوف جي باهه سان نرم بنايو وڃي ٿو. ڪي طبيعتون پاڪ ۽ صاف عادت واريون هونديون آهن، جيڪي پنهنجي قلب سان موافق ۽ هم آواز رهنديون آهن. ان ڪري جنهن جو نفس ان جي قلب تي غالب يا حاوي آهي، انهيءَ کي نصيحت جي ذريعي دعوت ڏني وڃي ٿي ۽ جنهن جو قلب ان جي نفس تي حاوي آهي، ان کي حڪمت جي ذريعي سڏيو وڃي ٿو.

نصيحت جي ذريعي نيڪ ٻانهن دعوت قبول ڪئي آهي. هيءَ اها

دعوت اسلام آهي، جنهن ۾ جنت ۽ دوزخ جو ذڪر آهي. مگر بارگاه خداوند جي مقربن حڪمت جي ذريعي دعوت قبول ڪئي آهي. هيءَ اُها دعوت آهي جنهن ۾ قربت الاهيءَ جي بخشش، معرفت ۽ توحيد جا اشارا ڪيا ويا آهن. اُنهن شخصن جڏهن حقاني اشارن ۽ تعريف رباني کي ڏٺو تڏهن نہ صرف پنهنجي نفس جي طرفان پر دل و جان سان انهيءَ دعوت کي قبول ڪيو. اهو ان نموني جو زباني طور مڃي انهن جي نفسن دعوت قبول ڪئي، ان ڪانپوءِ انهن جي دل اعمالن جي ذريعي ان جي تائيد ڪئي ۽ آخر ۾ صاحب حال ٿيڻ جي سندن روحن قبوليت جو ثبوت ڏنو. اهڙيءَ طرح صوفياءِ ڪرام اسلام جي دعوت کي مڪمل طريقي سان قبول ڪيو ۽ جڏهن تہ ٻين ماڻهن ان دعوت کي مجبورا تسليم ڪيو آهي.

تنهنڪري صوفين حق جي دعوت کي اهڙيءَ طرح قبول ڪيو، جهڙي طرح ڪو عاشق پنهنجي معشوق جي ڳالهہ کي تسليم ڪرڻ ۾ لذت ۽ سڪون محسوس ڪري ٿو. مگر ٻين ماڻهن لاءِ هيءَ دعوت زحمت ۽ مجاهدو آهي. بهرحال انهن تي استقامت اختيار ڪرڻ ۽ حقِ عبوديت کي مڪمل طور بجا آڻڻ جا اثر ڪافي عرصي ڪانپوءِ ظاهر ٿين ٿا. جيئن تہ ارشاد فرمايو ويو آهي تہ:

"جنهن بخشش ڪئي، تقويٰ اختيار ڪئي ۽ صحيح ڳالهہ جي تصديق ڪئي تہ اسان ان کي آساني عطا ڪنداسين."

ڪن بزرگن، انهيءَ آيت جي هن نموني تشريح ڪئي، تہ هيءُ اهو آهي جنهن ٻئي جهان بخشش ۾ ڏنا ۽ دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ جي طرف ڌيان نہ ڏنو، برائين ۽ خراب ڳالهين کان پرهيز ڪندو رهيو ۽ نيڪ ڳالهين جي تصديق ڪندي قرب الاهيءَ جي مطالبي تي قائم رهيو. ڇيو وڃي ٿو تہ اها آيت حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي شان ۾ لٿي آهي. هن آيت جي ٻي تشريح هيٺ بيان ڪئي وڃي ٿي.

جنهن هميشہ سٺا عمل ڪيا، وسوسن ۽ نفساني خيالن کان پرهيز ڪئي، نيڪ ڳالهين جي اهڙي نموني تصديق ڪئي، جو وجود جي آلائشن جو ڪوبہ اثر نہ ورتو ۽ باطني قوت جو ساٿ ڏنو. اهڙي انسان جو رستو آسان ڪيو ويندو، يعني عملي زندگي گذارڻ، محبت ۽ پيار ۾ رهڻ لاءِ ان

تي سهولت جا دروازا کوليا ويندا.

مگر جنهن عمل ۾ بخل ڪيو ۽ بي پرواهه تي ويو ۽ صحيح ڳالهه کي تسليم نه ڪيائين (يعني هو ملڪوت مان نه هو ۽ ڇوته بصيرت نه هئڻ ڪري هيڏانهن هوڏانهن ٿرندو رهيو) ته پوءِ ان تي آسانيءَ سان مشڪلاتون پيدا ڪيون ويندیون ۽ ڪمن ۾ آساني جا دروازا بند ڪيا ويندا. ڪن بزرگن جو قول آهي ته:

"جڏهن الله پاڪ ڪنهن بندي سان برائيءَ جو ارادو ڪري ٿو ته ان تي عمل جو دروازو بند ڪري ٿو ۽ سستيءَ جو دروازو کولي ٿو."

بهرحال جڏهن صوفين جي نفسن، قلبن ۽ روحن حق جي دعوت کي ظاهري ۽ باطني ٻنهي حيثيتن ۾ قبول ڪيو ته انهن کي انهي جي نتيجي ۾ علم و معرفت جو زياده حصو مليو اهڙي طرح سندن علم ڪامل ٿيو ۽ سندن عمل به پاڪيزه ۽ افضل ٿي پيا.

## يقين محڪم جون برڪتون

حضرت معاذ رضہ وٽ هڪ ماڻهو آيو ۽ ان چيو ته "مونکي ٻن ماڻهن جي باري ۾ پنهنجو فيصلو ٻڌايو.

پهريون شخص عبادت ۾ تمام گهڻي محنت ڪري ٿو ۽ ان جا نيڪ عمل به تمام گهڻا آهن ۽ گناهه تمام گهٽ آهن، مگر ان جي يقين ۽ ايمان ۾ ڪمزوري آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن هن کي شڪ ۽ وسوسا وڪوڙيو وجن ٿا. اِهو ٻڌي حضرت معاذ رضہ جواب ڏنو "هن جو شڪ سندس عملن کي ضايع ڪَري ڇڏيندو."

ان ڪانپوءِ هن چيو، ته ھاڻي مونکي وري ان ماڻهوءَ جي باري ۾ فيصلو ٻڌايو جنهن جا عمل گهٽ آهن ۽ گناهه به گهڻا ٿو ڪري، پر سندس ايمان ۽ يقين تمام گهڻو مستحڪم آهي."

حضرت معاذ رضہ اهو ٻڌي خاموش رهيا، پر هن ماڻهو چيو ته "جيڪڏهن پهرئين شخص جو شڪ سندس نيڪ عملن کي ضايع ڪري ٿو ڇڏي ته پوءِ ٻئي شخص جي يقين سندس گناهن کي بيڪار بڻائي سگهي ٿو." روايت آهي ته حضرت معاذ رضہ ان جو هٿ پڪڙي فرمايو ته "مون هن

جھڙو سمجھدار شخص نہ ڏٺو."

حضرت لقمان ؑ پنھنجي فرزند کي ھيءَ ھدايت ڪئي ھئي تہ "اي منھنجا پٽ! عمل، يقين ڪانسواءِ ئي ممڪن آھي. بلڪ انسان پنھنجي يقين جي مطابق ئي عمل ڪري ٿو. ڪوبہ ڪم ڪرڻ وارو ايستائين ڪم ۾ ڪوتاھي نہ ڪندو آھي، جيستائين ان جي يقين ۾ ڪمزوري نہ اچي وڃي. تنھنڪري يقين علم کان افضل آھي، ڇوتہ يقين عمل جو سڀ کان وڏو محرڪ آھي. جيڪا شيءِ عمل جو ذريعو ھوندي، سا ئي خدا جي بندگي جو ذريعو بہ ٿيندي ۽ جيڪا عبوديت جو سبب بڻبي، اھا ئي ربوبيت جي حقن جي بجاآوري جو سبب بڻبي. جيئن تہ اِھي سڀ ڳالھيون ۽ مڪمل يقين و معرفت صرف زاھد عالم ۽ صوفي کيِ حاصل آھن، ان ڪري انھن جي نہ صرف فضيلت پر انھن جي علم جي فضيلت بہ ثابت ٿئي ٿي."

## عالم ۽ صوفيءَ ۾ فرق

ھڪ درويش عالم جي ٻين عالمن تي فضيلت ثابت ڪرڻ لاءِ ھڪ مثال پيش ڪجي ٿو.

"ھڪ محفل ۾ ھڪ عالم شريڪ ٿيو ۽ اھو ان امتيازي جڳھ تي وڃي ويٺو جتي ھن کي پنھنجي خيال ۽ عقيدي جي مطابق ويھڻ کپندو ھو. ان جھڙو ٻيو عالم آيو، پر اھو پھرين کان مٿي ۽ شان واري جڳھ تي وڃي ويٺو. ھاڻي پھريون عالم پريشان ٿيو ۽ ايتري ڪاوڙ آيس، جو ھن سان وڙھڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ دل ۾ نفرت بہ ٿيس. حقيقت ۾ اھو ھڪ قسم جو روحاني مرض آھي، پر ھو انکي روحاني بيماري يا مرض نہ ٿو سمجھي ۽ نہ وري ھن اھو بہ خيال يا ڪوشش ڪئي تہ ان جي مرض جو ڪو علاج بہ ڪجي. اُھو تہ نھيو پر ھن ڪڏھن انھيءَ مرض جي پيدا ٿيڻ تي بہ غور و فڪر نہ ڪيو آھي. ڪاش ان کي معلوم ھجي ھا، تہ اھو سندس نفساني جوش ۽ جھالت آھي. جھالتِ تڪبر ۽ غرور جي سبب ڪري پيدا ٿئي ٿي ۽ ھن ۾ اھو غرور ان ڪري پيدا ٿيو، جو ھو پنھنجو پاڻ کي ٻين کان وڏو ۽ سٺو سمجھي ٿو. تنھنڪري جڏھن ڪو انسان ھي سمجھڻ لڳي تہ ھو سڀني کان وڏو آھي تہ اھو سندس غرور آھي ۽ ھن جو عملي نموني اظھار ڪرڻ

تڪبر آهي. تنهنڪري جڏهن هو غمگين ۽ پريشان ٿيو ته هن عملي طور تي تڪبر جو اظهار ڪيو."

## روحاني بيماري جو علاج

هاڻي وري اسين هڪ درويش عالم جو مثال ٿا وٺون. هو ٻين مسلمانن جي مقابلي ۾ پنهنجو ڪوبه امتيازي شان قائم نه ٿو رکي ۽ نه وري ڪنهن محفل ۾ پنهنجو پاڻ کي ڪنهن ممتاز مسند جي قابل ٿو سمجهي. انهيءَ لحاظ کان صوفي عالم انهن کان افضل آهي. جيڪڏهن الله نه ڪري هو ڪنهن اهڙي مرض ۾ مبتلا ٿي وڃي ته اهو سندس نفس جي غلبي جي نشاني آهي ۽ ان کي روحاني بيمار سمجهيو ويندو آهي. جيڪڏهن اهو سلسلو جاري رهيو ته ان جي "حال" جو گناهه هوندو. جلدي ئي ان جي بيماري جي شڪايت خدا تعاليٰ تائين پهچائي ويندي. قلب نفس جي غلبي جي فرياد ڪٺي خدا وٽ ويندو ۽ ان وقت توفيق خداوند شامل ٿيڻ ڪري سندس توبه قبول ڪئي ويندي ۽ نفس جي غلبي کي ختم ڪيو ويندو ۽ نفس جي بيماري جي دوا تجويز ڪئي ويندي، ايستائين جو هو پاڻ کان مٿي وارن خلاف ڪوبه جذبو محسوس نه ڪري، مٿئين مثال مان ٻنهي قسمن جي عالمن جو فرق ظاهر ٿي ويو، اگر ڪوبه ماڻهو انهي مقام تي عبرت حاصل ڪرڻ چاهي ته ڪافي آهي.

جڏهن ته علم تصوف جي ابتدائي اصولن جو اهو حال آهي ته پوءِ اوهين ان جي نفيس ترين علمن ۽ عمدن احوالن جو اندازو لڳائي سگهو ٿا ته اُهي ڪيترو نه بلند معيار تي هوندا.

باب چوٿون

# صوفين جا احوال ۽ سندن مختلف طريقا

اسان جي شيخ ضياءُ الدين ابو احمد عبدالوهاب بن علي پنهنجي مشائخن جي سندن کان ترمذي شريف جي هيءَ حديث حضرت انس بن مالڪ جي روايت سان بيان ڪئي آهي ته رسول الله ﷺ جن مون کي فرمايو ته:

"اي منهنجا فرزند، جيڪڏهن تنهنجي لاءِ ممڪن هجي، ته تنهنجي صبح ۽ شام انهيءَ طرح سان گذري جو تنهنجي دل ۾ ڪنهن جي به خلاف کوٽ نه هجي، ته توکي اهڙو ڪم ضرور ڪرڻ گهرجي. وري فرمايائون ته "اها منهنجي سنت آهي ۽ جنهن منهنجي سنت زنده ڪئي، ڄڻ مون کي زنده ڪيو ۽ جنهن مون کي زنده ڪيو اهو مون سان گڏ بهشت ۾ هوندو."

هيءَ سڀ کان وڏي عزت ۽ فضيلت آهي، جيڪا رسول الله ﷺ جن ان شخص کي عطا فرمائي آهي، جو رسول الله ﷺ جي سنت زنده ڪري ٿو. انهيءَ سلسلي ۾ صرف صوفين سڳورن کي اهو شرف حاصل آهي، جو انهن انهيءَ سنت کي زنده ڪيو. ڇاڪاڻ ته ڪيني ۽ کوٽ کان سندن سينا پاڪ آهن ۽ انهن کي پرکڻ جو اهوئي سڀ کان وڏو معيار آهي.

## سنت کي زنده ڪرڻ

صوفي سڳورا سنت کي ان ڪري زنده ڪري سگهيا آهن، جو هو دنيا جا طالب نه آهن. ڇو جو ڪينو ۽ نفاق دنيا جي محبت جو نتيجو آهي، انهيءَ سبب ڪري انهن دنيا کي دنيا وارن لاءِ ڇڏي ڏنو آهي. جيئن ته ڪن بزرگن چيو آهي ته "اسان جي طريقي تي اهو هلي سگهي ٿو جيڪو پنهنجي روح جي غلاظت کي ٻهارو ڏيئي صاف ڪري سگهيو هوندو."

جڏهن انهن جي دلين ۾ دنيا جي محبت ختم ٿي ويئي ته پوءِ صبح يا

شام ڪنهن جي بہ خلاف ڪينو باقي نہ رهيو جنهن ڪري هو پنهنجو پاڻ کي تمام عاجز سمجهن ٿا. نہ ڪي ممتاز. جنهن ڪري ئي هو سنت زندهہ ڪري سگهيا آهن.

## نفس جي پاڪائي

هڪ دفعو مٿين لفظن جو ذڪر اسان جي محفل ۾ هلي رهيو هو تہ اسان جي هڪ ساٿي درويش چيو تہ غلاظت جي هتي مراد آهي نفس، چاڪاڻ تہ نفس ئي گندگي ۽ غلاظت جو گهر آهي، انهيءَ غلاظت کي ان روحاني نور جي ذريعي ٻهارو ڏيئي صاف ڪيو ويجي ٿو. جيڪو انهن جي نفسن تائين پهتو آهي. ڇاڪاڻ تہ صوفين جا روح قرب الاهيءَ جي مقام ۾ هوندا آهن ۽ جڏهن ان جو نور سندن نفس کي حاصل ٿئي ٿو تہ پوءِ انهن جا نفس پاڪ ۽ صاف ٿيو پون. انهن جي نفسن مان ڪيني، فريب، نفاق ۽ حسد جهڙيون برايون نڪريو وڃن يعني روح جي نور سان ٻهارو ڏنو ويو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ اهل جنت جي باري ۾ فرمائي ٿو."

"اسان انهن جي دلين مان ڪينو ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ هو پاڻ ۾ ڀاءُ ٻڌجي هڪ ٻئي جي سامهون تختن تي ويٺا آهن."

جناب ابوحفض رحہ جو قول آهي تہ "انهن دلين ۾ ڪينو ڪيئن باقي رهي سگهي ٿو؟ جيڪي الله سائين سان مانوس ۽ محبت تي متفق آهن ۽ سندس ذڪر مان لذت حاصل ڪن ٿيون." اهڙا قلب نفساني خواهشن کان پاڪ آهن ۽ سندن اکين ۾ توفيق جي نور جو سرمو پاتل آهي، ان ڪري هو سڀ پاڻ ۾ ڀائر آهن. ان جي برعڪس عام ماڻهن جي نفسن جون صفتون سنت خلاف حجاب بڻيل آهن، ان ڪري اُهي زباني، عملي ۽ روحاني طريقن سان رسول الله ﷺ جن جي سنت کي زنده نٿا ڪري سگهن. تنهنڪري جڏهن نفس جون صفتون بدلبيون تہ پردا بہ ڪڇي ويندا ۽ ان وقت هر ڪم ۾ رسول الله ﷺ جن جي پيروي صحيح نموني تي سگهندي ۽ خدا بہ ضرور انهن سان محبت ڪرڻ شروع ڪندو. جيئن خدا تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو تہ:

"چئو (رسول الله ﷺ) اگر توهان الله سان محبت ڪرڻ چاهيو ٿا تہ منهنجي پيروي ڪريو. الله توهان سان محبت ڪندو."

# رسول الله ﷺ جن جي پيرويءَ جو انقلابي اثر

هن آيت ۾ رسول الله ﷺ جن جي پيرويءَ کي خدائي محبت جي نشاني قرار ڏنو ويو آهي، ان کري جيکي ماڻهو رسول الله ﷺ جن جي وڌيڪ پيروي کندا، اُهي ئي خدا جي محبت جا گهڻا حقدار هوندا.

بهرحال صوفي سڀ کان وڌيڪ مسلمانن جي اُها جماعت آهن جن رسول الله ﷺ جن جي سيني کان وڌيڪ پيروي ڪئي آهي. ڇو ته پاڻ سڳورن ﷺ جنهن ڳالهه جو حڪم ڏنو، هنن ان جي پيروي ڪئي ۽ جنهن کان روڪيو ان کان رڪيل رهيا. جيئن ته خداوند ڪريم فرمائي ٿو:

"رسولِ خدا جنهن جو توهان کي حڪم ڏي اهو اختيار ڪريو ۽ جنهن کان منع ڪري ان کان باز اچو."

انهيءَ ڪانپوءِ انهن رسول الله ﷺ جي پيروي ڪندي ڪثرت سان عبادت، تهجد، نفلي نماز، روزن وغيره ۾ پنهنجو پاڻ کي مشغول رکيو. تنهنڪري قول ۽ فعل ۾ رسول الله ﷺ جي پيرويءَ جي برڪت جي سبب سندن اخلاق ۾ ترقي ٿي ۽ ان سان گڏوگڏ حياءُ، حلم، درگذر، محبت، شفقت، نرمي، خيرخواهي، تواضع جهڙيون خصلتون به پيدا ٿيون. انهن کي حال ۽ ڪيفيت جو به هڪ وڏو حصو نصيب ٿيو. جهڙوڪ خوفِ خدا، سڪون، رعب، دٻدٻو، تعظيم، رضا، صبر، زهد و توڪل وغيره. انهيءَ نموني رسول الله ﷺ جي پيرويءَ جي سيني قسمن جي تڪميل ڪندي ۽ سندن ﷺ جي سنت کي زنده ڪندي انتهائي درجي تي پهچي ويا.

حضرت عبدالواحد بن زيد کان دريافت ڪيو ويو، ته صوفي ڪير آهي؟ فرمايائون ته صوفي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي پنهنجي عقل جي ذريعي سنت نبويءَ کي چڱي نموني پروڙي سگهندا هجن ۽ سچيءَ دل سان ان تي عمل ڪندڙ هجن ۽ پنهنجي آقا کان سندن نفس جي شرارتن کان بچڻ جا طلبگار هجن. اها صوفين سڳورن جي مڪمل وصف آهي. ڇاڪاڻ ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي ته "اي منهنجا الله مونکي هڪ لمحي لاءِ به نفس جي حوالي نه ڪر، مگر اهڙي نموني حفاظت ڪر جهڙي نموني هڪ ننڍڙي ٻار جي حفاظت ڪئي وڃي ٿي."

## نيازمندي

هڪ صوفيءَ کي رسول الله ﷺ جن جي پيروي ڪرڻ ڪري جيڪا ڪاميابي نصيب ٿي آهي، اُها هيءَ آهي ته هو هميشه خدا جو نيازمند رهي ٿو ۽ سندس ئي درجو سوالي يا پوڇڻ وارو آهي، مگر خدا جو سچو عبادتگذار بڻجڻ جي صفت صرف ان بندي ۾ اچي سگهي ٿي، جنهن جو باطن معرفت جي صفائي سان چمڪي پيو هجي ۽ سينو يقين جي نور سان منور هجي ۽ سندس قلب قرب الاهي جي سرمائي سان مالامال هجي. اهڙي شخص جي نفس جي حيثيت هڪ قيدي جهڙي ٿي وڃي ٿي پر تنهن هوندي به هو نفس کي هر برائيءَ جو مرڪز سمجهي ٿو ۽ هو باهه کان به وڌيڪ ان جي شر کان ڊڄي ٿو. ڇاڪاڻ ته ان ۾ هڪ معمولي چڻنگ به رهجي ويئي ته اها ڪنهن به وقت سندس دنيا کي جلائي رک ڪري سگهي ٿي. ان کي معلوم آهي ته نفس جلدي برائي جي طرف موٽي ٿو ۽ ان ۾ جلدي انقلابي تبديلي جو مادو موجود آهي.

بهرحال اهو خدا جو وڏو رحم ۽ عنايت آهي، جو هڪ صوفي کي انهن ڳالهين جي سمجهه عطا فرمائي آهي، تنهنڪري هو هميشه پنهنجي آقا وٽ نفس جي شرارتن جو فرياد کڻي وڃي ٿو. گويا نفس بندي جي لاءِ هڪ قسم جو چهبڪ يا ڪوڙو آهي، جنهن جي شرارتن کان تنگ ٿي هو الله جي بارگاهه ۾ صدق دل سان التجاءِ ۽ دعا ڪري معرفت جو درجو حاصل ڪري ٿو. مطلب ته انهي نموني صوفي هن جي مطالبن کان هڪ گهڙي به غافل نه ٿو رهي پر هن جي سبب هر وقت الله پاڪ جي حضور ۾ حاضر رهي ٿو ۽ انهي نموني الله تعاليٰ جي معرفت سان پنهنجو پاڻ کي ڳنڍيل رکي ٿو. جيئن ته ارشاد فرمايو ويو آهي ته:

"جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو ان پنهنجي رب کي سڃاتو."

تنهنڪري رسول الله ﷺ جي سنت کي صوفي ۽ درويش عالم ڪانسواءِ ٻيو ڪير ٿو زنده ڪري سگهي، ڇوجو اُهوئي تقويٰ جي رستي تي مضبوطيءَ سان گامزن آهي. صوفي ئي آهي جو ان جو جذبو ۽ ان جي ڪيفيت معلوم ڪري سگهي ٿو. ڇاڪاڻ ته ان جي دائمي نيازمندي هن

کي بارگاهہ الاهي سان هميشہ ڳنڍيل رکي ٿي ۽ هن کي پناهہ ڏي ٿي. الله جي پناهہ ۾ هن جي روح تي وجداني ڪيفيت طاري هوندي آهي ۽ قلب مقامِ دعا جو طالب هوندو آهي. اهڙي موقعي تي دل جي ڪشش زبانِ قلب سان دعا جي مقام جي طرف هوندي آهي ۽ نفس پنهنجي فاني مرڪز کان هٽي وڃي ٿو ۽ ان جو نزول علم جي درجن جي طرف ٿئي ٿو ۽ ان سان گڏوگڏ خدا جي حفاظت ۽ پُشت پناهي هن سان شامل حال رهي ٿي اها خدا جي هن بندي تي مهرباني آهي جو هن جو نفس سندس ضابطي ۾ اچي ٿو. جنهن ڪري ڪينو، بغض، حسد، دشمني ۽ ٻين سيني بيمارين کان صوفي محفوظ رهي ٿو.

## صوفين جا قسم

صوفين جي حالتن تي ٻہ شيون حاوي آهن، جن جي باري ۾ هن آيت ۾ اشارو ڪيو ويو آهي.

"الله جنهن کي چاهي انکي پنهنجو پسنديده بندو بنائي ٿو ۽ جيڪو هن جي طرف رجوع ڪري ٿو، ان کي هدايت ڏي ٿو".

هن آيت جي مطابق صوفين سڳورن جا ٻہ قسم ٿي ويا آهن. هڪ جماعت اها آهي، جنهن کي خداوند ڪريم صرف محبوب بندو بڻائي ٿو. ٻي جماعت اُها آهي جنهن کي ان شرط تي هدايت ڏيڻ جو واعدو ڪيو ويو آهي تہ هو سندس طرف رجوع ڪن. جن کي خدا محبوب بندو بڻائي ٿو ان ۾ سندس ڪوشش جو ڪوبہ عمل دخل نہ آهي، اُهي سندس محبوب ۽ پيارا بندا آهن، جن کي صرف خدا جي بخشش ۽ عنايت سان سندن اڳين محنتن ۽ مشقتن کان سواءِ هدايت حاصل ٿئي ٿي ۽ انهن کي علمي رياضتن کان اڳ ئي ڪشف حاصل ٿئي ٿو. جيئن تہ صوفين جي هڪ جماعت جو اهوئي حال ٿيو جو انهن جي دلين مان يڪدم حجاب (پردو) ڪڇي ويو ۽ ايمان و يقين جي نور جي چمڪ ڌمڪ جلد ظاهر ٿي جنهن انهن جي علمي قوت کي تيز ڪري ڇڏيو ۽ اُهي عملي زندگي جي لذت کان آشنا ٿي ويا. اهڙي نموني ان روحاني زندگي جي سبب سندن اکين کي تڏ نصيب ٿي جهڙي نموني فرعون جي جادوگرن کي هڪ واقعي جي سبب هڪدم اهڙو عرفان

الاهي نصيب ٿيو جو هو فرعون جي عذاب، ڏپ ۽ تڪليفن کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا ۽ چوڻ لڳا.

"انهن ڪليل دليلن ڪانپوءِ اسين ڪڏهن به توکي ترجيح نه ڏينداسين".

حضرت امام جعفر صادق رحه فرمائي ٿو ته "انهن کي ازلي عنايت جون هوائون لڳيون ته هو شُڪراني جي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ چوڻ لڳا ته "اسان سيني عالمن جي پروردگار تي ايمان آندو آهي."

## الله پاڪ جي پيارن جو ٽولو

مونکي ابوزرع ظاهر بن ابي فضل پنهنجن مشائخن جي سَنَدُن سان حضرت ابوموسيٰ الرقاق رحه جن جي هن روايت جي اجازت ڏني ۽ فرمايو ته مون شيخ ابوسعيد الخراز رحه کان هي ٻڌو آهي ته "اهل اخلاص مان مراد اُهي ماڻهو آهن، جن کي انهن جي مولا مرتبي وارو ڪيو انهن کي نعمت عطا ڪئي ۽ انهن کي ڪرامت جي قابل بنايو. تنهنڪري انهن جي خدمت ۽ انهن جو ڪم صرف اهو وڃي رهيو ته هو ذڪر الاهي ۽ عشق الاهي ۽ ان جي مناجاتن سان لطف اندوز ٿين ۽ قرب ۾ رهي خلوت نشين ٿين."

متئين سَنَدُن جي مطابق حضرت ابوسعيد رحه جي شاگرد فاطمه جيڪا جويريه جي نالي سان مشهور آهي، ان روايت بيان ڪئي آهي ته "مون شيخ ابوسعيد الخزار رحه کي هيءُ فرمائيندو ٻڌو آهي ته "مرشد ڪامل زبردست صاحب حال ٿئي ٿو ان جي اٿڻ، ويهڻ ۽ خدمت ۾ خدا ان جي مدد فرمائي ٿو ۽ هو شواهد ۽ نواظر کان محفوظ رهي ٿو.

حضرت ابوسعيد رحه جن جيڪو ارشاد فرمايو آهي. ان جي حقيقت صوفين جي هڪ جماعت ۾ شڪ واري آهي، ان ڪري اُهي نفلن جي ڪثرت جا قائل نه آهن چاڪاڻ ته جڏهن هنن ڏٺو ته صوفين جي هڪ جماعت نفل گهٽ پڙهي ٿي ته هنن جو به اِهو عام معمول ٿي پيو، پر هو نٿا سمجهن ته جن نفلن کي گهٽايو ۽ صرف فرضن تي اڪتفا ڪئي، تن به روحاني زندگي جو آغاز مريدن جي صورت ۾ ڪيو هو. پر جڏهن هو صاحبِ حال ٿيا ۽ رياضت ڪان پوءِ انهن کي ڪشف حاصل ٿيو ته هو "حال جي ڪَيفيتن سان مالامال ٿي ويا. ان وقت ڪان پوءِ انهن نفلن جي عمل کي

ملتوي ڪيو. مگر جيڪي مرشد ڪامل آهن انهن جا نفل ۽ عمل برابر قائم رهن ٿا. جنهن ڪري انهن جي اکين کي ٺڏاڻ ۽ دل کي سرور ملي ٿو ۽ هي ماڻهو پهرين کان وڌيڪ ڪامل آهن.

## مريد جو طريقو

اسان صوفين جي باري ۾ جيڪو بہ بيان ڪيو آهي ان ۾ پهريون طريقو مرشدن جو آهي ۽ ٻيو مريدن جو آهي. جن لاءِ رجوع ٿيڻ شرط آهي ۽ هيءُ ارشاد فرمايو ويو تہ:

"۽ الله ان کي هدايت ڏي ٿو. جيڪو ان جي طرف رجوع ڪري ٿو" انهن لاءِ ڪشف کان پهريان، رياضت جو مطالبو ڪيو ويو آهي. جيئن تہ ٻئي هنڌ ارشاد خداوندي آهي تہ:

"جيڪي اسان جي رستي ۾ جهاد ڪن ٿا. اسين ضرور انهن کي پنهنجو رستو ڏيکاريندا سين. اهڙن ماڻهن کان الله تعاليٰ تمام گهڻي محنتن، رياضتن ۽ مجاهدن جي مشق ڪرائي ٿو. هو اونداهين راتين ۾ سجاڳ رهن ٿا ۽ ٻنپهرن جي گرمي ۾ اُڃيا بکيا رهن ٿا. طلب ۽ شوق جا شعلا انهن جي اندر ۾ ٻرندا رهن ٿا.

ڪاميابي ۽ ڪامرانيءَ جي رستي ۾ حجاب (رڪاوٽون) موجود هئڻ ڪري هو عقيدتمندي جي گرم بستري تي بي چيني سان پاسا بدلائيندا رهن ٿا. هر عادت ۽ مانوس شيءِ کان منهن موڙڻو پوي ٿو. ان حالت جو نالو "انابت" آهي جيڪا حق سبحان و تعاليٰ انهن لاءِ شرط طور مقرر ڪئي آهي. هي اُهو شرط آهي جنهن کي پوري ڪرڻ تي ئي انهن کي هدايت ملي سگهي ٿي. مگر هي اُها هدايت آهي، جيڪا ڪنهن خاص ماڻهو کي ئي حاصل ٿئي ٿي. هي عام هدايت جيڪا امر ۽ نهي تائين محدود آهي ان کان تمام مختلف آهي.

## خاص هدايت

هيءُ سچي عاشق ۽ خدا جو قرب چاهيندڙ مريد جو حال آهي. ان ڪري ان جي انابت ۽ توجہ عام هدايت کان الڳ ٿئي ٿي، جنهن جو حاصل

خاص هدايت جي صورت ۾ نڪري ٿو. هن ڪي اها هدايت زبردست رياضتن ۽ مجاهدن کان پوءِ عطا ٿئي ٿي. هو مشڪلاتن جي سوڙهي ماتري مان نڪري آساني جي ڪليل ۽ وسيع فضا ۾ پهچي ٿو. رياضتن ۽ مجاهدن جي تڪليفن کان نجات حاصل ڪري "احوال" جي پـُرسڪون فضا ۾ آرامي ٿئي ٿو. تنهنڪري ڪشف حاصل ٿيڻ کان اڳ هن ڪي رياضت ڪرڻي پوي ٿي (هيءُ مريدن جو طريقو آهي) . پر اُهي ماڻهو جيڪي مرشد ڪامل آهن، تن ڪي رياضت ۽ مجاهدي کان اڳ ڪشف حاصل هوندو آهي.

حضرت جنيد رحہ جن فرمائين ٿا تہ "اسان تصوف جو علم قيل و قال جي ذريعي حاصل نہ ڪيو آهي پر دنيا ۽ ان جون لذتون ۽ ان جي سيني شين کي ترڪ ڪري بکيو رهي تصوف جي تعليم حاصل ڪئي آهي".

شيخ محمد بن حنيف رحہ فرمائي ٿو تہ "ڪنهن مقصد لاءِ مريد ٿيڻ دلي توجہ جو نالو آهي ۽ مريد ٿيڻ جي اصل حقيقت مسلسل جدوجهد ۽ راحت کي ڇڏڻ ۾ سمايل آهي".

شيخ ابوعثمان رحہ جو قول آهي تہ "مريد صادق اُهو آهي، جنهن جي قلب ۾ خدا کان سواءِ هر شيءِ جي خواهش مري (ختم ٿي) ويئي هجي.

هن جي سموري توجہ الله پاڪ جي طرف هجي ۽ هو صرف الله پاڪ جي قرب جو طالب ۽ مشتاق هجي ۽ پنهنجي پروردگار سان دلي تعلق ايترو هجي جو دنيا جي هر خواهش هن لاءِ فنا ٿي ويئي هجي. سندن ئي قول آهي تہ "مريدن جي قلب جو عذاب اهو آهي تہ معاملن ۽ مقامن جي اصل حقيقت انهن کان پوشيده ٿي وڃي ۽ ڪين انهن جي ابتڙ ڏسڻ ۾ اچي".

هيءُ ٻئي طريقا اهڙا آهن جيڪي صوفين سڳورن کي اصل حقيقت تائين پهچائين ٿا. انهيءَ کانسواءِ بہ طريقا ٻيا بہ آهن پر اُهي تصوف جي اصل حقيقت تائين نٿا پهچائين. انهن مان هڪ طريقو مجذوب جو آهي، جيڪو صاحب ڪشف ٿيڻ کانپوءِ ان شخص کي رياضت ۽ مجاهدي جي طرف واپس موٽايو ويو هجي پر هو پنهنجي جذب تي قائم رهي. ٻيو طريقو عابد و مرتاض جو آهي جيڪو رياضت ۽ مجاهدي کانپوءِ بہ ڪشف جي درجي تائين نہ پهچي سگهيو هجي.

## سنت جي پابندي

منهنجي شيخ ابونجيب سهروردي رحہ پنهنجن مشائخن جي سَنَدَن جي حوالي سان حضرت ابوالخراز رحہ جو هي قول بيان ڪيو آهي تہ "اهو باطن جيڪو ظاهر جي خلاف هجي سو مِردود آهي".

حضرت جنيد بغدادي رحہ جن فرمائين تا تہ "اسان جو علم رسول الله ﷺ جي حديث سان مليل ۽ جڙيل آهي." ڪنهن بزرگ جو چوڻ آهي تہ "جنهن پنهنجي نفس تي قول ۽ فعل ۾ سنت نبوي کي حاڪم بنايو، اُهو حڪمت جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ جنهن پنهنجي نفس تي قول ۽ فعل ۾ نفساني خواهشن کي مسلط ڪيو، اُهو بدعت جي ڳالهہ ڪري ٿو."

حضرت بايزيد بسطامي رحہ جي حڪايت بيان ڪئي وڃي ٿي تہ هڪ ڏينهن هن پنهنجن ساٿين کي چيو تہ "اچو تہ پاڻ سڀ گڏجي ان شخص کي ڏسي اچون جنهن پنهنجو پاڻ کي ولي مشهور ڪيو آهي." اهو شخص پنهنجي علائقي ۾ زهد ۽ عبادت ۾ تمام مشهور ۽ معروف هو. ان سبب ڪري سيئي ساٿي ان طرف روانا ٿيا. جڏهن هو شخص پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪتو تہ هن قِبلي جي طرف ٿُڪيو. اِهو ڏسي حضرت بايزيد رحہ واپس موٽي آيا ۽ ان کي سلام بہ نہ ڪيائون. فرمايائون تہ جڏهن ان شخص تي رسول الله ﷺ جي ادب جي پابندي جو ڀروسو نہ آهي تہ پوءِ ان جي انهي دعويٰ تي ڪيئن اعتبار ڪجي تہ هو ولي الله جي مقام تي پهچي ويو آهي."

حضرت شبلي رحہ جي خادم کان پڇيو ويو تہ "توهان حضرت شبلي رحہ جي وفات وقت ڇا ڏٺو، ان چيو تہ "جڏهن سندن زبان بند ٿي وئي ۽ پيشاني تان پگهر وهڻ لڳو تہ ان وقت پاڻ مون کي اشارو ڪيائون تہ نماز لاءِ وضو ڪرايو، مون کين وضو ڪرايو پر ڏاڙهي ۾ خلال ڪرڻ ڀلجي ويس، تڏهن ان وقت منهنجو هٿ پڪڙي منهنجي هٿ جي آڱرين سان ڏاڙهي جو خلال ڪرڻ لڳا. اُها آهي سنت جي پابندي." حضرت سهيل بن عبدالله جي فرمائين ٿا تہ "هر اُهو جذبو ۽ وجداني ڪيفيت جنهن جي شهادت ڪتاب ۽ سنت مان نہ ملي اُهو باطل آهي. لهذا صوفين سڀني جو طريقو ۽ ان جو حال اِهو آهي جيڪو اسان بيان ڪيو باقي ٻيو ڪوبہ ان جي خلاف ڪنهن ٻئي حال جي دعويٰ ڪري تہ اهو ڪوڙو ۽ گمراهہ آهي."

## باب پنجون

# تصوف جي اصل حقيقت

شيخ ابوزرعہ طاهر بن ابي الفضل رحہ پنهنجن مشائخن جي سَنَدن سان حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان هي حديث بيان ڪئي تہ. رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "هر شيءِ جي هڪ ڪنجي هوندي آهي. لهذا جنت جي ڪنجي غريبن ۽ صابر فقراءُ سان محبت ڪرڻ آهي".

انهي ڪري درويشي (محتاجي) تصوف جي اصل حقيقت ۾ داخل آهي ۽ تصوف جو بنيادي ۽ لازمي جزو آهي. حضرت رديم رحہ جن فرمايو آهي تہ. تصوف ٽن خصلتن تي مبني آهي (١) درويشي اختيار ڪرڻ (٢) سخاوت ۽ ايثار ڪرڻ (٣) مزاحمت ۽ پسند ڪي ترڪ ڪرڻ.

حضرت جنيد بغدادي رحہ کان جڏهن تصوف جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ "توهان الله سان گڏ بغير ڪنهن شيءِ جي رهو".

حضرت معروف ڪرخي رحہ جن فرمايو تہ "حقيقت کي اختيار ڪرڻ ۽ دنياوي شين کان پري رهڻ تصوف آهي.

## فقہ جي وصف

حضرت شبلي رحہ کان فقہ جي اصل حقيقت جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ "حق ڪانسواءِ ٻي ڪنهن جي بہ پرواهہ نہ ڪئي وڃي".

حضرت ابوالحسين النوري رحہ جو ارشاد آهي تہ "فقير جي هي وصف آهي تہ مفلسي جي وقت مطمئن رهي ۽ مال موجود هئڻ واري موقعي تي سخاوت ۽ ايثار کان ڪم وٺي". هڪ ٻئي بزرگ جو چوڻ آهي تہ "سچي فقير جي اها نشاني آهي تہ. دولتمند کان پري رهي ٿو. ان لاءِ تہ دولت هن جي درويشي کي خراب نہ ڪري. جيئن تہ دولتمند شخص فقير کان انهي لاءِ ڪناره ڪشي ڪري ٿو تہ ڪٿي فقير ان جي دولت نہ خراب ڪري.

متئين سَنَدن سان مظفر القرمينيسي رحہ جو هيءُ قول نقل ڪيو ويو آهي تہ "فقير اهو آهي، جيڪو خدا جي اڳيان بہ ڪا حاجت پيش نہ ڪري". اڳتي فرمائين ٿا تہ "مون ابوبڪر المصري رحہ کان فقير جي باري ۾ پڇيو تہ پاڻ فرمايائون تہ "فقير اهو آهي جيڪو نہ ڪنهن جو مالڪ هجي ۽ نہ وري هن جو ڪو مالڪ هجي، سواءِ الله جل جلالہ جي".

"فقير خدا جي سامهون ڪا حاجت پيش نہ ڪري" جو مطلب هي آهي تہ فقير هميشہ پنهنجي بندگيءَ ۾ مشغول رهي ٿو ۽ هن کي پنهنجي پروردگار تي مڪمل ڀروسو ۽ يقين آهي تہ هو ڪيس چڱي نموني سڃاڻي ٿو ۽ سندس چڱي نموني حفاظت ڪري ٿو. ان لاءِ هن کي پنهنجي حاجت پيش ڪرڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. هن کي اِهو معلوم آهي تہ الله پاڪ هن جي حال کان بخوبي واقف آهي، ان ڪري هو سوال کي وچ ۾ آڻڻ کي فضول سمجهي ٿو.

## فقر (درويشي) ۽ تصوف ۾ هڪجهڙائي

بهرحال مشائخن جي قولن جي لفظن جي مختلف معنيٰ نڪري سگهي ٿي، ڇاڪاڻ تہ هو مختلف وقتن تي حالتن ۽ ڪيفيتن جي پٽاندر مختلف اشارا ڪندا رهندا آهن. ان ڪري مختلف قولن ۾ تميز ڪرڻ ۽ انهن ۾ فرق ڪرڻ لاءِ چند قائدن ۽ ضابطن جي ضرورت آهي. ڇاڪاڻ تہ اهڙو اتفاق ٿيو آهي تہ تصوف جي تشريح ۾ چند اهڙيون ڳالهيون ڪيون ويون آهن، جيڪي فقر جي ذڪر ۾ بہ بيان ڪيون ويون آهن. ان ڪري انهن جي اصل حقيقت معلوم ڪرڻ ۾ ماڻهن کي مونجهارو ٿي سگهي ٿو يا ماڻهن کي هڪ جهڙائي لڳي سگهي ٿي. انهي ڪري هڪ طالب کي ٻنهين ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو آهي. اسين هاڻي انهن ۾ فرق ۽ تصوف جو جامع بيان ڪريون ٿا.

## تصوف جي اصل حقيقت

تصوف، فقر ۽ زهد ٽيئي الڳ الڳ شيون آهن. تصوف، فقر ۽ زهد جي سڀني معنائن تي حاوي آهي ۽ هن ۾ انهن ٻنهي جا سڀئي جزا موجود

آهن، پر ان سان گڏوگڏ ان ۾ اهڙيون ٻيون خاصيتون پڻ موجود آهن، جن کانسواءِ ڪوبہ صوفي نٿو ٿي سگهي، چاهي هو فقير يا ڪيڏو بہ زاهد ڇو نہ هجي. حضرت ابوحفص رحہ فرمائي ٿو تہ "تصوف سراپا ادبن جو مجموعو آهي. هن ۾ هر وقت لاءِ هڪ ادب ۽ هر حال و مقا. لاءِ الڳ الڳ ادب مقرر آهن. تنهنڪري جنهن وقت جي ادب جي پابندي ڪئي، اُهو انسانن جي درجي تي پهچي ويو ۽ جنهن ادبن کي ضايع ڪيو، اُهو مقام قُـرب کان پري ۽ قبوليت جي توقع ۾ ناڪام رهيو." هن وڌيڪ فرمايو تہ "ظاهري ادب باطني ادب جي نشاني آهي، ڇوجو رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا تہ "جنهن جي دل ۾ عاجزي ۽ نوڙت آهي، ان جو اثر ظاهري عضون تي بہ ٿئي ٿو." حضرت شيخ رضي الدين احمد بن اسماعيل رحہ جن پنهنجن مشائخن جي سَـنَـدَن سان روايت بيان ڪئي تہ "ابوالقشيري رحہ بيان فرمائين ٿا تہ، "مون حضرت عبدالله بن علي رحہ کان ٻڌو تہ جڏهن حضرت ابومحمد الجريري رحہ کان تصوف جي باري ۾ پڇيو ويو تہ، "پاڻ رحہ فرمايائون تہ اعليٰ اخلاقن کي اختيار ڪرڻ ۽ پست اخلاقن کان پرهيز ڪرڻ کي تصوف چوندا آهن." جڏهن اسانکي تصوف جو اهو مفهوم معلوم ٿيو تہ هن ۾ اخلاق ترقي ڪندي اعليٰ معيار تي پهچن ٿا، جنهن مان اهو نتيجو اخذ ڪري ٿو تہ تصوف زهد ۽ فقر کان بلند بہ آهن ۽ انهي ئي سبب ڪري اهو چيو وڃي ٿو تہ فقر جي فضيلتن جي انتها تصوف جي ابتدا جي برابر آهي.

## فقر ۽ تصوف ۾ فرق

هاڻي آئون فقر ۽ تصوف ۾ فرق جي وضاحت ڪريان ٿو. دراصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ فقير، فقر کي اختيار ڪري ان کي وڏي نعمت سمجهڻ لڳي ٿو ۽ خدا کان ان جي بدلي جي توقع رکي ٿو. جيئن تہ رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا تہ "منهنجي امت جا فقير دولتمندن کان اڌ ڏينهن اڳ جنت ۾ داخل ٿيندا." اتي جو اڌ ڏينهن موجوده دنيا جي پنج سؤ سالن جي برابر آهي. انهي ڪري هو غيرفاني ثواب جي توقع ۾ فاني دنيا کي ڇڏي ڏي ٿو ۽ ان جي عيوض فقر ۽ افلاس کي اختيار ڪري ٿو. هن کي اهو بہ انديشو آهي تہ فقر ڇڏڻ سان هن جي فضيلت ۽ ثواب بہ ختم ٿي ويندو. مگر ثواب

۽ معاوضي جي توقع ۽ ان جي زوال جو انديشو ئي صوفين سڳورن جي طريقي ۾ ڪمزوري ۽ روحاني بيماري جي نشاني آهي. ڇوجو فقير معاوضي جي توقع رکڻ ڪري ئي هي دنيا ڇڏي آهي، مگر صوفي ڪنهن معاوضي جي توقع کان سواءِ ئي پنهنجي موجوده حال ۽ جذبي جي مطابق سيني شين کي ڇڏي ٿو.

ان ڪانسواءِ هي ڳالهه به آهي ته فقير فاني دنيا کي ڇڏي پنهنجي خوشي ۽ ارادي جي ماتحت فقيري اختيار ڪري ٿو. مگر صوفيءَ جي مسلڪ ۾ ارادو ۽ اختيار هڪ بيماري آهي، ڇوجو صوفي صرف الله تعاليٰ جي ارادي جي ماتحت ڪم ڪري ٿو، هن جو ڪوبه پنهنجو ارادو نه آهي. هو فضيلت کي صرف فقر يا دولتمنديءَ ۾ محدود نه ٿو سمجهي، پر فضيلت انهيءَ شيءِ کي سمجهي ٿو، جنهن جي توفيق الله پاڪ ڏي ٿو ۽ ان جو حڪم صادر فرمائي ٿو. هو ڪنهن به ڪم کان اڳ الله پاڪ جي حڪم جو منتظر رهي ٿو. مخلص ۽ سچن بندن کي صرف ان وقت آسوده زندگي بسر ڪرڻ جي اجازت ملي ٿي، جڏهن هو اذنِ الاهيءَ جي علم ۾ پڪا ۽ پختا ٿي وڃن ٿا نه ته بي صورت ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جا هن مقام تي قدم لرزي ويندا آهن ۽ ڪافي مُدعي دعويٰ ڪرڻ لڳندا آهن. ان جو اهو سبب آهي ته جڏهن ڪو صاحب حال ڪنهن حال ۾ مبتلا هوندو آهي ته هن کي اتي ڪئين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي.

مٿئين وضاحت مان تصوف ۽ فقر ۾ فرق واضح ٿي ويو هوندو ۽ اهو به ظاهر ٿيو ته فقر تصوف جو بنياد ۽ ان جو لازمي حصو آهي. يعني فقر جي ذريعي تصوف جي مختلف درجن تائين رسائي حاصل ڪري سگهون ٿا. ان جو اهو مطلب هرگز نه آهي ته فقر جي بدولت مڪمل تصوف حاصل ڪري سگهجي ٿو.

## فنا في الله

حضرت جنيد بغدادي رحه جن فرمائين ٿا ته. "تصوف جو مطلب اهو آهي ته "حق تعاليٰ اوهان جي نفسانيت کي ختم ڪري (ماري) پاڻ سان گڏ توهان کي زنده رکي." هن جو اُهوئي مفهوم آهي جيڪو اسين اڳي ئي بيان

ڪري چڪا آهيون تہ صوفيءَ جو وجود الله جي ڪري قائم آهي ۽ هو پنهنجو پاڻ کي وڃائي چڪو آهي. ان جي برعڪس فقير ۽ زاهد پنهنجي مستقل هستي رکن ٿا ۽ پنهنجي ارادي کان واقف هوندا آهن ۽ پنهنجي علم جي مطابق ڪم ڪندا آهن، مگر صوفي پنهنجي معلومات جي طرف مائل نہ ٿو ٿئي ۽ نہ وري ڪو پنهنجو ارادو اٿس. پر هو صرف پنهنجي پروردگار جي مرضيءَ جي تابع آهي يعني هن جي هر حرڪت الله ڪريم جي مرضي جي تابع آهي.

حضرت ذوالنون مصري رحہ جن جو ارشاد آهي تہ، "صوفي اُهو آهي جنهن کي ڪنهن شيءِ جي طلب تنگ نہ ٿي ڪري نہ وري ڪنهن شيءِ جي ضرورت يا نايابي ڪيس پريشان ڪري ٿي." اڳتي فرمائين ٿا تہ "صوفي خدا کي هر شيءِ تي ترجيح ڏي ٿو، جنهن ڪري خدا بہ هن کي سڀني کان ترجيح ڏي ٿو. هن جي قرباني جو هڪ ثبوت هي آهي تہ هو پنهنجي ذاتي علم تي خدا جي علم کي ۽ پنهنجي ارادي تي خدا جي ارادي کي ترجيح ڏي ٿو."

ڪنهن ماڻهو هڪ بزرگ کان پڇيو تہ، "آءٌ ڪهڙي جماعت ۾ رهان؟" تہ ان بزرگ جواب ڏنو تہ "صوفين جي جماعت سان رهو، ڇوجو هو بري ڪمن تي معذرت قبول ڪن، تہ ڪوبہ دنيا جو وڏو ۾ وڏو ڪم هنن لاءِ اهميت نہ ٿو رکي، جنهن ڪري ڪنهن بہ وقت هو توکي ايترو آپي مان نہ ڪيندو، جو تون غرور ۽ خودپسنديءَ ۾ مبتلا ٿي وڃين." پر انهي قسم جو تصوف جو علم فقيرن ۽ زاهدن وٽ نہ آهي، ڇوجو هو زاهد ۽ فقير ترڪ دنيا (دنيا کي ڇڏڻ) کي تمام گهڻي اهميت ڏين ٿا ۽ دنيا واري کي تمام گهڻو خراب سمجهن ٿا. اهو صرف ان ڪري آهي، جو سندن ظرف ننڍو ۽ علم محدود آهي.

هڪ بزرگ فرمائي ٿو تہ، "صوفي اهو آهي، جيڪو ڀن سٺين شين يا ڀن سٺين عادتن مان بہ سٺي شيءِ کي اختيار ڪري. ان جي برعڪس فقير ۽ زاهد ڀن سٺين عادتن يا اخلاقن ۾ تفاوت يا تميز ئي نہ ڪري سگهندو پر گهڻو ڪري هو اُها شيءِ اختيار ڪندو، جنهن جو ترڪِ دنيا سان گهڻو واسطو هوندو. ائين ڪرڻ ۾ هو پنهنجو ذاتي علم يا مشاهدو استعمال ڪندو ان جي برخلاف صوفي خدا جي طرف رجوع ڪري مٿين شين ۾ بهتر شيءِ معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو".

## مشائخن جا قول

حضرت رديم رحه جن فرمائين ٿا ته، "تصوف اِهو آهي ته نفس کي خدا جي مرضي ۽ ارادي تي ڇڏي ڏجي". حضرت عمرو بن عثمان المڪي رحه جن جو ارشاد آهي ته، "تصوف اهو آهي ته بندو هميشه وقت جي مطابق افضل ڪم ۾ مشغول رهي".

ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي ته، "تصوف جي ابتدا علم آهي، سندس وچ ۾ علم آهي ۽ آخري انجام بخشش خداوند ڪريم آهي." اهو به چيو ويو آهي "تصوف اِهو آهي ته ذڪر يا جماعت هجي، ٻڌڻ جي قوت تي وجداني ڪيفيت طاري ٿيل هجي ۽ اتباع سان گڏ ان تي عمل هجي. تصوف حجابن کي ڇڏڻ ۽ روحاني قربانيءَ جو ٻيو نالو آهي. حضرت سهل بن عبدالله جو قول آهي ته، "صوفي اُهو آهي، جيڪو قدورت کان صاف ۽ فڪر و شوق و مستيءَ سان معمور هجي، ماڻهن کان الڳ رهي، صرف خدا سان نسبت ڳنڍيو ويٺو هجي ۽ سندس نظر ۾ سون ۽ مٽي ٻئي برابر هجن". ٻئي ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته، "مخلوق جي مخالفت کان دل صاف هجي، طبعي اخلاق ڇڏي ڏجن، بشري صفتون فنا ڪري ڇڏجن. نفساني خواهشون ختم ڪري روحاني صفتون حاصل ڪجن ۽ حقيقي علمن سان تعلق پيدا ڪري شريعت محمديءَ جي پيروي ڪجي ته اُهو تصوف آهي".

## اوليائن جون صفتون

حضرت ذوالنون مصري رحه جن فرمائين ٿا ته، "مون شام جو هڪ ساحل تي ڪنهن عورت کي ڏٺو ۽ مون هن عورت کان پڇيو ته، "توهان ڪٿان اچي رهيا آهيو؟" ته ان عورت جواب ڏنو ته "آءٌ انهن ماڻهن وٽان پيئي اچان، جيڪي پنهنجي گهر تڙ کان پري رهن ٿا." اڳتي مون پڇيو ته "هاڻي ڪيڏانهن ٿي وڃين؟" ته ان عورت جواب ڏنو ته "هاڻي انهن ماڻهن ڏانهن ٿي وڃان جن کي الله جي ذڪر کان تجارت ۽ خريد و فروخت به غافل نٿي ڪري سگهيا." مون چيو ته "انهن جون صفتون بيان ڪر ته ان عورت چند شعر پڙهيا جن جي معنيٰ هيٺ ڏجي ٿي".

(۱) هو اهڙا ماڻهو آهن، جن جو تعلق صرف خدا سان آهي، ٻئي ڪنهن سان ڪوبہ تعلق نہ آهي.

(۲) انهن جو اصل مقصد صرف مولا ۽ سردار جي ذات آهي. ڪنهنڪري بي نياز خدا واحد کي اصل مقصد بنائڻ کڙو نہ عمدو ۽ اعليٰ ڪم آهي.

(۳) انهن کي دنيا جي جهيڙن، عزت، اولاد، ڪاڏي، پيٽي ۽ ٻين لذتن سان ڪوبہ تعلق نہ آهي.

(۴) نہ انهن کي عمدي ۽ اعليٰ لباس پهرڻ جو ڪو شوق آهي ۽ نہ وري ڪنهن شهر ۾ وڃڻ سان سندن روح کي خوشي محسوس ٿئي ٿي.

(۵) البتہ اُهي روحاني منزلون طئہ ڪرڻ ۾ جلدي ڪن ٿا، جيئن تہ دائمي قربت الاهيءَ جي سفر کي گهٽائي سگهن.

(٦) اُهي وادين ۽ چشمن جي پرسان رهن ٿا ۽ ان ڪانسواءِ وڏن وڏن جبلن ۾ بہ سندن ڪافي تعداد موجود آهي.

حضرت جنيد بغدادي رحہ فرمائي ٿو تہ، "صوفي زمين جي مثل آهي، جنهن تي هر بري شيءِ کي اڇلايو ويندو آهي پر اُها اُن مان عُمده صورت ۾ نمودار ٿئي ٿي". اڳتي اهو بہ فرمائين ٿا تہ، "صوفي زمين جي مثل آهي، جنهن کي نيڪ ۽ بد ٻئي لتاڙين ٿا. هو ڪڪر جي مثل آهي، جيڪو هر شيءِ تي ڇانو يا پاڇو عطا ڪري ٿو يا هو برسات جي مثل آهن، جيڪا هر شيءِ کي سيراب ڪري ٿي".

## تصوف جي جامع تعريف

تصوف جي ماهيت ۽ حقيقت جي باري ۾ مشائخن سڳورن جا هزارين قول آهن، سڀني کي هتي ذڪر ڪرڻ محال آهي ۽ ڊيگهہ کان بچڻ لاءِ اسين هتي هڪ اهڙي جامع وصف بيان ڪريون ٿا، جيڪا تصوف جي سڀني معنائن ۽ تشريحن تي حاوي آهي. اسان جي وصف هي آهي "صوفي اُهو آهي، جيڪو هميشہ تزڪيہ نفس ڪندو رهي ۽ پنهنجي قلب کي نفساني خواهشن ۽ ڪدورتن کان پاڪ و صاف رکي ۽ هر وقت سندس سر مولا پاڪ جي اڳيان سچائي ۽ نيازمنديءَ سان جهڪيل رهي. سندس اِها نيازمندي

سندس دل کي صاف ڪري ڪدورتن ۽ نفرتن کان پري رکي ٿي. پر جيڪڏهن ڪنهن وقت نفساني خواهشون ڪو سر کڻن ٿيون ته اهو صوفي پنهنجي بصيرت سان انهن کي اڳ ۾ پرکي وجي ٿو ۽ انهن کان بچڻ لاءِ پنهنجي رب جو سهارو وٺي ٿو. ان ڪري قلب جي صفائيءَ جي ذريعي هن کي دلجاءِ حاصل ٿئي ٿي ۽ نفساني حرڪتن سبب هن جي دل کي پريشاني لاحق ٿئي ٿي. انهن سببن ڪري هو هميشه الله پاڪ سان پنهنجو تعلق قائم رکي ٿو، جيڪو سندس قلب کي نفس تي حاوي رکي ٿو، جيئن ته الله فرمائي ٿو ته:

"توهان الله جي لاءِ اٿو ۽ انصاف جا گواهه بڻجو".

هن آيت ۾ "قوامين" مان مراد نفس تي غالب ٿيڻ آهي ۽ اهوئي صوفين جو اخلاق آهي.

ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته. "تصوف سراپا اضطراب آهي، اگر ان ۾ سڪون ۽ ماٺ اچي وڃي ته تصوف برقرار رهي نٿو سگهي". بهرحال جيڪو اسان جي تشريح تي غور ڪندو ته ان کي سيني بزرگن جا قول يڪجا ٿيل ملندا.

باب ڇهون

# صوفي نالي سڏجڻ جو سبب

شيخ ابوزرعہ طاهر بن محمد بن طاهر رحہ پنهنجن مشائخن جي سَـنَـدُن جي حوالي سان حضرت انس بن مالک رضي الله عنه جي هيءَ حديث اسان سان بيان ڪئي تہ:

"رسول الله ﷺ جن غلام جي دعوت قبول فرمائيندا هئا، گڏھ تي سواري ڪندا هئا ۽ اُن پائيندا هئا".

هن حديث جي بناءَ تي هڪ جماعت جي هيءَ راءِ آهي تہ "صوفي جو نالو انهن جي ظاهري لباس تي ڏنو ويو آهي. ڇوتہ انهن صوف (اُن) جو لباس پائڻ پسند ڪيو، جيڪو گهٽو نرم هوندو آهي. نبين سڳورن جو لباس بہ اُهوئي هوندو هو." انهي سلسلي ۾ رسول الله ﷺ جن جي هيءَ حديث روايت ڪئي ويئي آهي تہ پاڻ سردارن فرمايو تہ:

"روحاءَ جي چوٽيءَ تان ستر نبي سڳورا پيرن اُگهاڙا ۽ پهراڻ پاتل گذريا، جن ڪي حرم شريف وڃڻ جو ارادو هو".

ڇيو وڃي ٿو تہ "حضرت عيسيٰ عہ اُن ۽ وارن جو لباس پائيندو هو ۽ وڻن مان ثمر ڪائيندو هو ۽ سندن پوشاڪ اُن جي هوندي هئي." حضرت ابوهريره رضہ حضرت فضالتہ ابن عبيد رضہ جي صفت هن طرح بيان ڪئي آهي.

"جڏهن ڪين بک لڳندي هئي تہ زمين تي ڪري پوندو هو. تڏهن عرب بدوي ڪين چريو سمجهندا هئا ۽ سندس پوشاڪ ان جي هوندي هئي". ڪن اصحابن سڳورن جا ڪپڙا جڏهن پگهر ۾ پرجي ويندا هئا تڏهن انهن مان رِدَ جهڙي بوءِ ايندي هئي، ايستائين جو ڪي اصحابي سڳورا تنگ تي هينئن چوندا هئا تہ "اسان ڪي انهن جي بدبوءِ خراب لڳي ٿي. "ڇا اوهان ڪي انهن جي بدبوءِ خراب لڳندي آهي؟ جڏهن اُهي توهان سان اي رسول الله ﷺ!

ڳالهائيندا آهن". هو اُن جا ڪپڙا انهي لاءِ پسند ڪندا هئا. جو اُنهن دنيا جي زيب ۽ زينت جي شين ڪي ڇڏي ڏنو هو ۽ صرف پنهنجي بُــک ڪي ختم ڪرڻ ۽ اوگهڙ ڍڪڻ تي ئي قناعت ڪئي هئي. اُهي آخرت جي ڪمن ۾ ايتريقدر مستغرق (مـَحو) هئا جو پنهنجي نفس ڪي لذت ۽ راحت ڏيڻ جي طرف انهن جو ڌيان بہ نہ ويندو هو. بلڪہ هر وقت پنهنجي مولا جي خدمت ۾ مشغول رهندا هئا. انهن جي سڄي زندگي ڪوشش ۽ ڌيان آخرت جي ڪمن جي طرف هوندو هو.

اهو سبب لفظي اشتقاق جي لحاظ کان گهڻو مناسب آهي ڇوتہ محاوري ۾ تصوف جي معنيٰ اوني پوشاڪ پائڻ جي اچي تي جيئن تہ هيئن چيو ويندو آهي تہ تقمص معنيٰ (هـُن قميص پاتي).

## نالي جا ترجيحي سبب

صوفي سڄورا مختلف حالتن ۾ تبديل ٿيندا رهندا آهن ۽ بـُلند کان بـُلند تر درجن جي طرف ترقي ڪندا رهندا آهن ڪابہ وصف ۽ تعريف انهن ڪي مقيد ۽ محدود نٿي ڪري سگهي ڇوتہ وڏيڪ علم ۽ حال جا دروازا هر وقت انهن جي لاءِ ڪليل هوندا آهن. انهن جو باطن (اندر) حقيقت جي ڪاڻ ۽ علمن جو ڀنڊار آهي انهي لاءِ ڪنهن بہ خاص حال سان گڏ اُنهن ڪي مـُقيد ڪرڻ مشڪل آهي، ڇوتہ انهن جون وجداني ڪيفيتون ڪيتريون ئي آهن. تنهنڪري ظاهري پوشاڪ جي ڪري ڪين صوفي چوڻ لڳا. هن لفظ مان اُنهن جي حالت ۽ انهن جي خوبين جي وڏيڪ وضاحت ٿئي ٿي. ڇوتہ اوني پوشاڪ پائڻ قديم زماني کان ئي انهن جي وڏن جو طريقو رهيو آهي. جيئن تہ پهرين بيان ڪيو ويو آهي. انهن جو حال اهوئي آهي جيڪو بارگاه الاهي جي مقربن جو آهي.

جيئن تہ قرب الاهي جي طرف منسوب ٿيڻ ۽ ان جي طرف اشارو ڪرڻ هڪ مشڪل ڪم آهي. انهي لاءِ انهن جي حال ڪي لڪائڻ ۽ انهن جي باعزت مقام ڪي اشارن جي گهٽائي ۽ سندن ذڪر ڪي عوام الناس جي زبانن کان محفوظ رکڻ جي لاءِ لباس جي مناسبت سان سندن اهو نالو رکيو ويو آهي، اهائي ادب جي تقاضا آهي ۽ صوفين سڄورن جو بنيادي اصول بہ

اهوئي آهي تہ ظاهر و باطن ۾ قول و فعل ۾ ادب جو لحاظ رهي.

## زهد جو مفهوم

صوفي جي مفهوم مان هڪ ٻئي مفهوم جي خبر پوي ٿي اُهو هي آهي تہ اُن ۾ زهد ۽ دنيا کان ڪنارہ ڪشي جو مفهوم لڪيل آهي. انهي ۾ نفساني خواهشن کان پرهيز ۽ نرم و نازڪ پوشاڪ نہ پائڻ جي طرف اشارو آهي. جيئن تہ هڪ مبتدي مُـريد جيڪو انهن جي طريقي کي پسند ڪندو هجي ۽ انهن جي ٽولي ۾ شامل ٿيڻ چاهيندو هجي تہ پوءِ پاڪائي ۽ سادگي جو عادي بنجي وڃي. ان کي هي بہ علم اچي وڃي تہ پوشاڪ وانگر سندس ڪائڻ پيئڻ جو ڍنگ بہ سادو هئڻ گهرجي اُنهيءَ صورت ۾ اُهو (ان جي نالي تي غور ڪري) صحيح بصيرت کان پوءِ ئي انهيءَ حلقي ۾ شامل ٿيندو. اهڙيءَ طرح هڪڙو مبتدي ان جي نالي مان ئي اصل حقيقت سمجهي سگهي ٿو. ليڪن جيڪڏهن ڪوبہ ٻيو نالو رکيو وڃي ها تہ مبتدين کي اصل حقيقت جي سمجهڻ ۾ تڪليف ٿئي ها انهيءَ لاءِ هيءُ نالو بهتر آهي.

انهي نالي کي پسند ڪرڻ جو هڪ ٻيو سبب هيءُ بہ آهي تہ جڏهن انهن ماڻهن کي صوفي چيو ويندو آهي، تڏهن روحاني حيثيت سان هي زبردست دعويٰ آهي مگر جڏهن ماڻهن کي هيءُ ٻڌايو وڃي تہ انهن جو نالو صوفي ان ڪري رکيو ويو آهي جو اُهي اُوني پوشاڪ پائين ٿا، تڏهن اُهي بزرگ جي دعويٰ کان پري ٿي ويندا ۽ هر شيءِ جيڪا رياڪاري جي دعويٰ کان پري هجي سا انهن جي حال سان زيادہ مُناسب ٿيندي.

## تواضع جو مفهوم

ان کان علاوہ اُوني پوشاڪ پائڻ انهن جي ظاهري حالت کي ظاهر ڪري ٿي. جڏهن تہ انهي جي حال ۽ ٻين روحاني مقامن جو انهن جي باطن سان تعلق آهي تنهنڪري ظاهري حالت جي مطابق نالو رکڻ زيادہ مناسب آهي. هي نالو تواضع جو اظهار ڪري ٿو "صوفي" نالي جو هڪ سبب هي بہ بيان ڪيو وڃي ٿو تہ جيئن تہ صوفياءِ ڪرام تواضع، انڪساري، گمنامي ۽ تنهائي کي گهڻو پسند ڪيو آهي. انهي ڪري ڪِريل ٽڪرين ۽

اُچلايل صوف جي مٿل آهن جن کي ڪوبہ پسند نہ ڪندو آهي ۽ نہ وري ڪو انهن طرف ڌيان ڏيندو آهي. تنهنڪري صوفہ جي نسبت جي ڪري انهن کي صوفي چيو ويندو آهي. جيئن ڪوفہ جي نسبت سان ڪوفي آهي. اِهو ڪن اهل علم وارن جو قول آهي جنهن جو مفهوم بہ ان جي لفظي اِشتقاق جي مناسب آهي.

بهرحال اوني پوشاڪ هميشہ کان زاهد، عابد ۽ نيڪ ٻانهن جي پوشاڪ رهي آهي جيئن تہ اسان کي شيخ ابوزرعہ طاهر پنهنجن مشائخن جي سَندُن جي حوالي سان حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ جي هيءَ حديث بيان ڪئي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو:

"جڏهن حضرت موسيٰ ؑ خدا سان ڪلام ڪيو هو، ان وقت اُهي سراپا اوني لباس پهريل هئا. انهن جو پهراڻ، پاجامو ۽ چادر سڀ اُوني هئا. سندن جتي بغير رڱيل چمڙي جي ٺهيل هئي.

## صُفہ مان اشتقاق

هيءَ بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ صوفي جي نسبت صُفہ سان آهي، جيڪو رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ غريب مُهاجرن جو هڪ چَنو (صفو) هو. انهن جي باري ۾ خداوند تعاليٰ جو ارشاد آهي.

"هي انهن غريبن لاءِ آهي جيڪي خدا جي واٽ ۾ قيد آهن ۽ اُهي زمين تي سفر ڪرڻ جي طاقت نٿا رکن". (پاره ٣: رکوع ۵: ١٧)

## صُفي وارا اصحاب سڳورا

جيتوڻيڪ لفظي اشتقاق جي لحاظ کان اهو سبب درست ڪونهي پر مفهوم جي لحاظ کان صحيح آهي، ڇوتہ صوفين جو حال انهن جهڙو آهي ۽ اُهي صُفي وارن اصحابن وانگي پاڻ ۾ الفت ۽ محبت سان گڏجي رهندا آهن. صُفي وارا اصحاب سڳورا تقريباً چار سؤ مرد هئا. مديني شريف ۾ انهن جو ڪوبہ ڪُٽنب نہ هو اُهي سڀئي مسجد نبوي ۾ گڏجي رهندا هئا. جيئن تہ صوفي سڳورا خانقاهن ۾ رهندا آهن. اِهي صُفي وارا اصحاب نہ ٻنيون پوکيندا هئا نہ کير ڏيڻ وارا جانور رکندا هئا ۽ نڪي واپار ڪندا هئا.

اُهي ڏينهن جو ڪاٺيون ڪندا هئا ۽ رات جو عبادت ڪندا ۽ قرآن شريف سکندا هئا ۽ ان جي تلاوت ڪندا هئا. خود نبي ڪريم ﷺ جن انهن جا غمخوار هئا ۽ پين ماڻهن کي سندن اِمداد ڪرڻ تي اُڀاريندا هئا. پاڻ سڳورا انهن وٽ ويهي گڏ ڪاڌو کائيندو هئا. هيٺيون آيتون انهن جي شان ۾ نازل ٿيون آهن.

"۽ اي محبوب ﷺ انهن ماڻهن کي نہ ڪيو جيڪي پنهنجي پروردگار کي صبح ۽ شام سڏين ٿا ۽ ان جي رضامندي جا طالب آهن". (پاره ٧ ـ رڪوع ١٢: ٢)

"اوهين خود انهن ماڻهن سان صبر اختيار ڪريو جيڪي پنهنجي پروردگار کي صبح ۽ شام سڏين ٿا. (پاره ١٥ ـ رڪوع ١٦: ٥)

هيءَ آيت شريف حضرت ابن اُم مڪتوم رضي الله عنه جي باري ۾ نازل ٿي "اوهان ترش روئي اختيار ڪئي ۽ منهن ڦيريو، ان لاءِ جو اوهان وٽ هڪ نابينا آيو هو". (پاره ٣٠ ـ سوره عبس)

اهو بہ صُفي وارن اصحابن مان هو انهي جي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ کي ڏوراپو ڏنو ويو.

پاڻ سڳورا ﷺ جڏهن بہ انهن سان مصافحہ ڪندا هئا تڏهن انهن جي هٿ مان سندن هٿ مبارڪ جلدي نہ ڇڏائيندا هئا. (معاشي ڪفالت جي لاءِ) پاڻ سڳورن ﷺ انهن کي خوشحال اصحابن ۾ ورهائي ڇڏيو هو. ڪنهن جي حصي ۾ ٽي هئا تہ وري ڪنهن جي حصي ۾ چار مگر حضرت سعد بن معاذ رضہ انهن مان آسي ماڻهن کي وٽي وڃي ڪاڌو کارائيندو هو.

## صفي وارن جو فقر

حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ، مون صفي وارن ستر (٧٠) ماڻهن کي ڏٺو جيڪي هڪڙي ئي ڪپڙي ۾ نماز پڙهندا هئا. انهن مان ڪن ماڻهن جا ڪپڙا گوڏن تائين بہ نہ پُهچندا هئا. جڏهن انهن مان ڪو بہ رڪوع ڪندو هو تڏهن پنهنجي هٿ سان ڪپڙي کي جهليندو هو جيئن سندن اوگهڙ ظاهر نہ ٿي پوي.

صفي وارن مان هڪڙي ماڻهو ڳالهہ ڪئي تہ "اسان گڏجي نبي ڪريم

ﷺ جن وٽ وياسون ۽ عرض ڪيوسون "يارسول الله! ڪجورن (ڪاٺ جي ڪري) اسان جي پيٽ ۾ سوڄي پيدا ڪئي آهي". جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن هيءَ ڳالهه ٻڌي تڏهن پاڻ سڳورن ممبر تي چڙهي هن ريت فرمايائون ته:

"ماڻهن جو ڪهڙو حال آهي جو اُهي چون ٿا ته ڪجورن اسان جي پيٽ کي جلائي ڇڏيو آهي. ڇا اوهان کي اهو معلوم نه آهي ته ڪجور مديني وارن جي خوراڪ آهي، انهن اسان جي ۽ اوهان جي انهي خوراڪ جي ذريعي مدد ڪئي. انهي ذات جو قسم جنهن جي قبضي ۾ محمد ﷺ جي جان آهي ته ٻه مهينا ٿيا آهن جو رسول الله ﷺ جن جي گهر مان ماني پچائڻ جي لاءِ دونهون ظاهر نه ٿيو ۽ اتي ٻه سواءِ پاڻي ۽ ڪارڪن جي ٻيو ڪي به ڪين آهي".

شيخ ابوالفتح محمد بن عبدالباقي پنهنجي بزرگن جي سَـنَـدُن جي حوالي سان حضرت ابن عباس رضہ جي هيءَ حديث اسان سان بيان ڪئي، اُهو فرمائي ٿو ته "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن هڪ ڏينهن صُـفي وارن اصحابن وٽ بيٺا هئا. پاڻ سردارن هڪ طرف انهن جي غريبي ۽ تنگدستي کي ملاحظ فرمائي رهيا هئا ته ٻئي طرف ڏنائون ته انهن جا قلب پاڪيزه ۽ خوش هئا. اُن وقت پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:

"اي صُـفي وارا اصحابيو! اوهان کي خوشخبري هجي اوهان مان جيڪو به هن حالت تي قائم رهيو، جنهن حالت ۾ اوهين اڄ آهيو ۽ پنهنجي حالت تي خوش ۽ راضي رهيو ته قيامت جي ڏينهن اُهو منهنجو ساٿي هوندو". چيو وڃي ٿو ته خراسان ۾ اُهي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ آباد ڪونه ٿيا پر اهي ماڻهو غارن ۾ رهندا هئا. جنهن جي ڪري اُهي خراسان ۾ شگفته جي نالي سان مشهور هئا، شگفته انهي غار جو نالو هو جتي هو رهندا هئا، شام وارا انهن کي جوعيہ چوندا هئا. (ڇوته اُهي بکيا رهندا هئا).

قرآن شريف ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ نيڪ ٻانهن جي جماعتن جو باربار ذڪر ڪيو آهي، هڪڙي جماعت کي ابرار جي نالي سان سڏيو ويو آهي ٻي جماعت کي مقربين چيو ويو آهي. انهن ئي ماڻهن کي صابرن، صادقن، ذاڪرن ۽ محبن جي الفاظن سان به سڏيو ويو آهي. بهرحال صوفي جو لفظ انهن سيني گذريل متفرق نالن تي حاوي آهي.

## صوفي نالي جي شروعات

بهرحال هيءَ حقيقت آهي تہ هيءُ نالو نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني مبارڪ ۾ ڪونہ رکيو ويو پر چون ٿا تہ تابعين جي زماني ۾ رکيو ويو. حضرت حسن بصري رحہ کان روايت منقول آهي تہ انهي فرمايو تہ "مون ڪعبة الله شريف جو طواف ڪندي هڪ صوفي کي ڏٺو. ڪيس مون ڪجهہ ڏيڻ چاهيو مگر هن نہ ورتو ۽ چوڻ لڳو "مون وٽ چار دانگ آهن جيڪي منهنجي لاءِ ڪافي ٿيندا".

انهي روايت جي تائيد حضرت سفيان رحہ جي هن قول مان ٿئي ٿي تہ، اُن فرمايو تہ "جيڪڏهن ابوهاشم الصوفي نہ هجي ها تہ مان رياڪاري جي اُنهن ڳالهين کان واقف نہ ٿيان ها . انهيءَ مان خبر پوي ٿي تہ اِهو نالو قديم زماني کان مشهور آهي.

ڪن ماڻهن هيئن چيو آهي تہ اهو نالو ٻہ سؤ هجري تائين مشهور نہ ٿي سگهيو هو ڇوتہ نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني مبارڪ ۾ سندن اصحاب سڳورا پنهنجي ماڻهو کي "اصحابي" جي نالي سان سڏيندا هئا ڇوتہ ان کي پاڻ سردارن جي صحبت ۾ رهڻ جو شرف حاصل هو. تنهنڪري انهي صحبت جي طرف اشارو ڪرڻ هر اشاري کان بهتر هو.

پاڻ سردارن جي زماني مبارڪ گذرڻ کانپوءِ جيڪي علم وارا هوندا هئا. اُهي تابعي چوائڻ لڳا. مگر جڏهن رسالت جي زماني کانپوءِ ڪافي عرصو گذري ويو ۽ آسماني وحي ۽ نورِ مصطفوي جي پوشيده ٿيڻ کي هڪڙو زمانو لنگهي ويو. تڏهن ان وقت خيالن ۾ اختلاف ٿيڻ لڳا ۽ ماڻهن جا رستا جدا ٿي ويا ۽ هرهڪ اهل راءِ پنهنجي پنهنجي راءِ ۾ آزاد ٿي ويو. جنهن جو نتيجو هيءُ ٿيو جو نفساني خواهشن علمي فضا کي گهيري (خراب ڪري) ورتو. ايستائين جو متقين ۽ پرهيزگارن جون عمارتون لڏڻ لڳيون ۽ نمائندن جا ارادا ٻہ ڪمزور ٿيڻ لڳا. جهالت جو غلبو ٻہ وڌي ويو ۽ جنهن جا ڳرا پردا دلين تي ڇانئجي ويا . ايستائين جو ڪيترن ئي ماڻهن کي دنيا ۽ اُن جون شيون خوشنما ڏسڻ ۾ اچڻ لڳيون.

اهڙي زماني ۾ مذڪوره بالا حالتن کي ڏسندي هڪڙي جماعت دُنيا کان الڳ ٿي ڪري نيڪ ڪمن ۾ مشغول ٿي ويئي انهن جي ارادن ۾ خلوص ۽ دين جي طاقت هئي انهن دنيا ۽ اُنجي محبت کان منهن ڦيرائي ڇڏيو ۽ گوشہ

نشيني کي غنيمت ڄاڻائون. پنهنجي جماعت لاءِ ڪي قاعدا (گوشه نشيني جا) بڻايائون. ڪڏهن ڪڏهن گڏ ٿيندا هئا مگر صُفي وارن جي پيروي ڪندي گهڻو ڪري اڪيلا رهندا هئا. دُنياوي اسبابن کي انهن ڇڏي ڏنو هو ۽ پالڻهار جي طرف لنئون لڳائي ڇڏيائون، اُنهن جي نيڪ عملن، بلند احوال جي صورت ۾ چڱو ثـَمـَرُ ڏنو، بلڪ اُنهن جو دماغ ۽ انهن جي قوت ادراڪ صاف ٿي ڪري خدائي علمن کي قبول ڪرڻ جي قابل ٿي ويئي.

اهڙي طرح انهن کي ظاهري زبان کان پوءِ هڪڙي ٻي زبان ملي ۽ گذريل عرفان کان پوءِ هڪ نئون عرفان قائم ٿيو بلڪ گذريل ايمان کانپوءِ هڪڙو تازو ايمان حاصل ٿيو. جيئن ته حضرت حارث رحه فرمايو آهي ته "جڏهن مون کي غير معمولي ايمان جي رتبي جو ڪشف حاصل ٿيو تڏهن انهي وقت ۾ صحيح معنيٰ ۾ آئون مؤمن ٿيس". جيئن ته انهن رتبن تائين پهچڻ کانپوءِ اُهي نون عملن کان واقف ٿيا جن جي لاءِ نوان نوان اشارا ڪرڻا پيا. انهي لاءِ انهن کي نيون نيون اصطلاحون گهڙڻيون پيون، جيڪي انهن جي ڄاتل سُڃاتل خيالن جي ترجماني ڪري سگهن ۽ انهن جي حال ۽ وجداني ڪيفيتن کي ظاهر ڪري سگهن (اهڙي طرح علم تصوف جو بنياد پيو) ۽ سلف صالحين کان اُنهن جي جانشينن اهو علم حاصل ڪيو. ايستائين جو هرهڪ زماني ۾ اُهي باقاعدي ۽ مستقل علم ۽ رسمن جي صورت اختيار ڪري ورتي. جيئن ته صوفي جو نالو به انهن ۾ رائج ٿي ويو. انهن ماڻهن خود به پنهنجو نالو اِهوئي رکيو ۽ (پنهنجي حلقي جي ٻين ماڻهن کي به) انهيءَ نالي سان سڏيائون. اِهو نالو انهن جي نشاني آهي. علم الاهي انهن جي صفت آهي. عبادت انهن جو حليو (شڪل) آهي. تقويٰ ۽ پرهيزگاري اُنهن جو شـعار آهي ۽ حقيقت جا حقائق انهن جا اسرار ۽ رمزون آهن. اُهي پنهنجي قبيلَن کان الڳ آهن، مگر غيرت جي گنبذ ۾ رهڻ وارا اصحاب فضيلت آهن، حيرت جي ملڪن جا باشندا آهن. هر گهڙي فضل الاهي اُنهن سان شامل آهي انهن جي شوق ۽ مستي جي باهه هر وقت شعلا هڻندي رهندي آهي ته "ڇا اڃان ڪي آهن".

اي اسان جا رب! تون اسان جو انهن جي ٽولي ۾ حشر ڪر ۽ اسان کي به انهن جا حالات عطا فرماءِ.

## باب ستون

# تصوف وارا ۽ سندن مشابهت رکندڙ فرد

منهنجي شيخ حضرت ابونجيب سهروردي رحہ پنهنجن شيخن جي سَـنَـدن سان حضرت انس بن مالک رضہ جن جي هيءَ حديث بيان ڪئي تہ "هڪ ماڻهو رسول الله ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ "يارسول الله ﷺ! قيامت ڪڏهن ٿيندي". پاڻ سڳورن ان وقت نماز لاءِ اٿي چڪا هئا ۽ نماز کان فارغ ٿيڻ کانپوءِ فرمايائون تہ "اهو ماڻهو ڪٿي آهي جيڪو قيامت جي باري ۾ سوال ڪري رهيو هو. ان ماڻهو عرض ڪيو تہ سائين "آئون آهيان". پاڻ سڳورن ان شخص کي فرمايو تہ تو قيامت لاءِ ڪهڙي تياري ڪئي آهي؟ ان شخص عرض ڪيو تہ قيامت لاءِ گهڻين نمازن ۽ گهڻن روزن سان تياري نہ ڪئي اٿم يا ان چيو تہ قيامت لاءِ ڪافي عمل نہ ڪيا اٿم پر آئون الله جل جلالہ ۽ سندس رسول الله ﷺ سان محبت ڪريان ٿو. ان شخص جي انهي جواب تي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو تہ "انسان جنهن سان محبت ڪري ٿو ان سان گڏ رهي ٿو يا پاڻ سڳورن ﷺ اهو فرمايو تہ "تون ان سان گڏ رهندين جنهن سان تون محبت رکين ٿو". حضرت انس رضہ جن فرمائين ٿا تہ مون اهو ڪڏهن نہ ڏٺو تہ مسلمان اسلام کانپوءِ ڪنهن شيءِ مان ايترا خوش ٿيا هجن جيترا ان ڏينهن انهي ڳالهہ تي خوش ٿيا هئا.

جيڪو شخص صوفياءِ ڪرامن جي مشابهت اختيار ڪري ٿو تہ اهو صرف انهن سان محبت جي ڪري ئي ائين ڪري ٿو. تنهنڪري ان جو شمار بہ انهن ۾ ٿيندو. ٿي سگهي ٿو تہ هو انهن بزرگن جهڙا ڪم ڪرڻ ۾ توري گهڻي ڪوتاهي بہ ڪندو هجي پر تنهن هوندي بہ هن جو شمار انهن بزرگن سان ٿيندو ڇوجو سندس شمار صرف محبت ڪري آهي سا هو رکي ٿو.

انهي روايت ڪانسواءِ هڪ ٻي روايت ۾ انهي مفهوم کي وڌيڪ کولي سمجهايو ويو آهي ۽ اُها روايت حضرت ابوذر غفاري رضہ جي واسطي سان حضرت عباده بن صامت رضہ جن فرمائي آهي. حضرت ابوذر غفاري رضہ جن فرمائين ٿا تہ مون رسول الله ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ "يارسول الله ﷺ"! هڪ شخص ڪنهن جماعت سان محبت ڪري ٿو پر هو انهن جهڙا عمل نٿو ڪري. پاڻ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "اي ابوذر رضہ تون انهن ماڻهن سان گڏ هوندين جن سان تون محبت ڪرين ٿو". مون عرض ڪيو تہ "آئون الله ۽ ان جي رسول الله ﷺ سان محبت ڪريان ٿو" تنهن تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ تون انهن سان گڏ آهين جن سان تون محبت ڪرين ٿو. حضرت ابوذر رضہ جن اُهي لفظ ٻئي دفعا دهرايا تہ پاڻ سڳورن ﷺ بہ اُهي ئي لفظ واپس وراڻيا.

## مشابهت جو درجو

بهرحال تصوف وارن سان مشابهت رکندڙ جي محبت تصوف وارن سان سندن محبت ڪري آهي يا ائين ڪٺي چئجي تہ سندن روحاني بيداري جي ڪري آهي ۽ جيڪا روحاني بيداري صوفين ۾ موجود آهي. ڇوجو الله ۽ الله وارن جي ڪمن سان محبت ڪرڻ روحاني ڪشش جي ڪري ئي آهي. فرق صرف اهو آهي تہ مشابهت رکندڙ فردن جي رستي ۾ نفساني رڪاوٽون موجود آهن جڏهن تہ صوفي انهن رڪاوٽن کان آزاد ٿي چڪو آهي.

صوفي جي ترقي جي شروعات ايمان سان ٿيندي آهي ۽ ان ڪانپوءِ علم جو درجو آهي ۽ آخر ۾ ذوق جو درجو آهي. پر مشابهت رکندڙ فرد صاحبِ ايمان آهي ۽ هتي ايمان مان مراد اهو ايمان آهي جيڪو صوفين جي طريقي مطابق هجي. اهوئي تصوف جو سڀ کان وڏو ۽ اهم بنياد آهي. جيئن تہ حضرت جنيد بغدادي رحہ جو قول آهي تہ "اسان جي طريقي مطابق ايمان آڻڻ ولايت آهي". انهي جو سبب هيءُ آهي تہ صوفي سڳورا پنهنجي نادر احوال ۽ عجيب و غريب آثار جي بدولت ماڻهن ۾ ممتاز هوندا آهن. ڇوجو انهن کي عجيب و غريب علمن جو ڪشف حاصل هوندو آهي ۽ انهن الله جي قرب جي طرف مختلف اشارا ڏنا آهن.

ڪجهہ ماڻهو اوليائن جي ڪرامتن جا انڪاري آهن، حالانڪ انهن تي

ايمان آڻڻ قدرت تي ايمان آڻڻ آهي. حقيقت اها آهي ته انهن کي ڪافي علم عطا ٿيل آهن تنهنڪري انهن جي طريقي جا اُهي ئي معتقد ٿيندا جن تي خدا جو فضل هوندو.

## تصوف جا درجا

جيئن ته مشابهت رکڻ صاحبِ ايمان آهي ته متصوف صاحبِ علم آهي، ڇوجو هو ايمان آڻڻ ڪانپوءِ صوفين جي طريقي مطابق وڏيڪ علم حاصل ڪري ورتو آهي، تنهنڪري ان جي صلاحيت وڌي ويئي آهي. پر صوفي صاحبِ ذوق آهي. ان هوندي به هڪ مخلص متصوف صوفي جي حال کان ڪي قدر واقف آهي. اهڙي نموني هڪ مشابهت رکندڙ فرد به متصوف جي فيض کان هڪ حد تائين واقف آهي. ڇوجو خدا جو هي نظام قدرت جاري آهي ته هر صاحبِ حال جنهن کي ذوق سليم حاصل آهي تنهن کي پنهنجي مرتبي کان اعليٰ درجي جو علم مڪاشفي ذريعي حاصل ٿئي ٿو. اهڙي نموني پهرين حال ۾ هو صاحب ذوق هوندو ته پوءِ مڪاشفي جي حال ۾ پهچڻ ڪانپوءِ صاحبِ علم ڪوٺيو ويندو ۽ ان کان اڳتي ترقي ڪندي. هو صاحبِ ايمان ٿي ويندو ۽ اهڙي طرح هو طلب جي رستي تي هميشه گامزن رهندو.

ذوق جي حال ۾ هو صاحبِ قدم آهي ته وري علم جي حال ۾ هو صاحبِ نظر ۽ اجان به ان کان بلند مرتبو آهي صاحبِ ايمان. جيئن ته خداوند تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"حقيقت ۾ نيڪ ٻانها آرام سان تختن تي ويٺي ڏسي رهيا هوندا".

هن آيت ۾ خداوند تعاليٰ نيڪ بندن جي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن جي شراب جي وصف بيان ڪئي آهي ارشاد آهي ته:

"انهي شراب ۾ تسنيم جي چشمي جي آميزش آهي جنهن کي مقرب بندا پيئندا".

## صوفي ۽ متصوف

ابرار جي شراب ۾ مقربن جي شراب جي آميزش (ملاوٽ) آهي جيڪا مقربن لاءِ خالص آهي. ٻين لفظن ۾ ائين ڪٺي چئجي ته صوفي جو شراب خالص

معرفت آهي ۽ متصوف جي شراب ۾ انهي جي آميزش مليل آهي ۽ مشابهت رکندڙ فرد جي شراب ۾ وري متصوف جي شراب جي آميزش مليل آهي.

هڪ متصوف صوفي جي مقابلي ۾ ائين آهي جيئن زاهد جي مقابلي ۾ متزهد. هن جي عمل ۾ ڏيک ۽ ڏيکاءُ ۽ ڪوشش جو دخل آهي ۽ هو ان طرف اشارو آهي. يعني هو تصوف ۽ روحانيت جي طريقي تي گامزن آهي ۽ انهي رستي تي محنت ڪري رهيو آهي جيئن ته رسول الله ﷺ جو ارشاد آهي ته "هلندا رهو. پر مقرب سبقت وٺي ويا آهن". جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جن کان دريافت ڪيو ويو ته "يارسول الله ﷺ مقرب ڪير آهن" تڏهن پاڻ رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "هي اُهي ماڻهو آهن جيڪي الله جي ذڪر ۾ شوق سان مشغول آهن". انهي ذڪر سندن جانين تان سندن بار لاهي ڇڏيو آهي، تنهنڪري اُهي قيامت جي ڏينهن هلڪا رهندا. هن حديث مطابق صوفي مقربن جي مقام تي آهن ۽ متصوف سائرين ۽ سالڪين جي درجي تي آهن. اُهي انهي روحاني جدوجهد ۾ خدا جي ذڪر ۽ قلبي مراقبي ذريعي قلب جي مرڪز تائين پهچي ويندا ۽ پنهنجي صحيح نظرن ذريعي خدا جي نگاهن ۾ عزت ياب هوندا. اهڙي نموني هڪ صوفي مقام روح ۾ پهچي صاحبِ مشاهد ٿي وڃي ٿو ۽ متصوف مقام قلب تي پهچي صاحبِ مراقبہ پر مشابهت رکندڙ فرد نفس سان مقابلي ڪرڻ ڪري صاحب مجاهده بنجي وڃي ٿو. تنهنڪري هڪ صوفي جي حال جو رنگ هن جي قلب جي وجود جي ڪري آهي ۽ متصوف جو حال سندس نفس جي وجود ڪري پر مشابهت رکندڙ جي حال جو ڪوبہ رنگ نہ آهي. ڇوجو هي روحاني رنگ صاحب حال تي ئي چڙهندو آهي پر مشابہ فرد اجان سالڪ ۽ طالب حقيقت آهي ۽ اجا تائين صاحب حال نہ ٿيو آهي.

## قرآن شريف جي مطابق ٽي درجا

بهرحال اِهي سڀ جماعتون بزرگي جي دائري ۾ شامل آهن ۽ جن جو ذڪر قرآن شريف جي هن آيت ۾ ٿيل آهي.

"پوءِ اسان ڪتاب جو وارث انهن ماڻهن کي ٺاهيو جن کي اسان پنهنجن بندن مان چونڊي ورتو هو. انهن مان ڪجهہ پنهنجن نفسن تي ظلم

ڪندڙ ها. ڪجھ معتدل (وچولي) ۽ ڪجھ خدا جي حڪم سان نيڪين ۾ سبقت ڪرڻ وارا هئا".

مٿئين آيت سڳوري جي تشريح ۾ هڪ بزرگ جو قول آهي تہ "هتي ظالم مان مراد آهي زاهد. معتدل مان مراد آهي عارف ۽ سبقت وٺڻ وارن (سابق) مان مراد آهي عاشق الاهي. ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ ظالم اُهو آهي جيڪو مصيبت ۽ آزمائش جي گهڙي ۾ گهبرائجي وڃي. معتدل اهو آهي جيڪو مصيبت جي وقت صبر ڪري ۽ سابق اُهو آهي جيڪو ان گهڙي (مصيبت) کي لذت سمجهي.

هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ ظالم جو مطلب آهي تہ جيڪو غفلت سان ۽ عادت ڪان مجبور تي عبادت ڪري، معتدل اُهو آهي جيڪو رغبت ۽ خوف جي ڪري عبادت ۾ مصروف هجي ۽ سابق اهو آهي جيڪو هيبت ۽ احسان جي ڪري خدا جي عبادت ڪري.

هڪ ٻئي بزرگ ان آيت سڳوري جي سمجهاڻي هن ريت ڏني آهي تہ ظالم اُهو آهي جيڪو خدا جو ذڪر صرف زبان سان ڪري، معتدل اُهو آهي جيڪو خدا جو ذڪر پنهنجي قلب سان ڪري پر سابق اُهو آهي جيڪو پنهنجي پروردگار کي ڪڏهن بہ فراموش نہ ڪري.

حضرت احمد بن عاصم انطاڪي رحہ جو قول آهي تہ ظالم صاحبِ قول، معتدل صاحبِ عمل ۽ سابق صاحب حال آهي. بهرحال هي سيئي قول صوفي، متصوف ۽ مشابہ (مشابهت رکندڙ) جي حالتن جي بلڪل قريب قريب آهن ۽ سندن حالتن جي بلڪل ويجهو تعلق رکن ٿا ۽ سيئي اهل فلاح آهن ۽ بزرگي جي دائري ۾ داخل آهن.

شيخ رضي الدين ابوالخير احمد بن اسماعيل القزديني رحہ پنهنجن مشائخن جي سَنَدن جي حوالي سان حضرت اسامہ بن زيد رضہ جي هيءَ حديث بيان ڪرڻ جي اسان کي اجازت ڏني آهي تہ آيت سڳوري ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ "انهن مان هڪ پنهنجي نفس تي ظلم ڪرڻ وارن مان آهي، هڪ معتدل آهي ۽ هڪ نيڪين ۾ سبقت ڪٽي وڃڻ وارو آهي ۽ اهي سڀ جنت ۾ داخل ٿيندا.

حضرت ابن عطا فرمائي ٿو تہ "ظالم اُهو آهي جيڪو دنيا جي ڪري

خدا سان محبت ڪري، معتدل اهو آهي جيڪو آخرت جي ڪري خدا سان محبت ڪري ۽ سابق اهو آهي جنهن پنهنجي مقصد خدا جي مقصدن ۾ فنا ڪري ڇڏيا هجن ۽ اهو آخري درجو صوفي جو آهي.

مشابهت رکندڙ ماڻهو اُهو آهي جيڪو صوفين سڳورن جي ڪا ڳالهه ڏسي پنهنجو پاڻ کي انهن جي قريب رهڻ کي بهتر سمجهي ته اهو قرب ئي هن لاءِ سيني پلائين جو ذريعو بنجي ويندو.

## مبتدي کي تلقين ڪرڻ جو طريقو

منهنجو شيخ ارشاد فرمائي ٿو ته جڏهن اسين اصفهان ۾ هئاسون ته هڪ دفعي هڪ شخص حضرت شيخ احمد غزالي رحه جن وٽ آيو ۽ حضرت جن کان خرقو حاصل ڪرڻ لاءِ درخواست پيش ڪيائين. حضرت شيخ جن ان ماڻهو کي فرمايو ته تون فلاڻي ماڻهو وٽ وڃ ته اهو توکي خرقي حاصل ڪرڻ جو اصل مقصد سمجهائيندو ۽ ان کانپوءِ جڏهن تون واپس موٽي ايندين ته توکي خرقو پهرايو ويندو.

انهي گفتگو ۾ سندن اشارو منهن جي طرف هو تنهنڪري اهو ماڻهو مون وٽ آيو. جڏهن اهو ماڻهو مون وٽ پهتو ته مون ان شخص کي خرقي حاصل ڪرڻ جا حق ۽ ان جي جوابداري سمجهائي ۽ ان سان گڏوگڏ ان جو ادب ۽ احترام به سمجهايم ۽ اهو به سمجهايم ته ان جي پهرڻ جا حقدار ڪير آهن. ان ماڻهو کي اهي شرط ڏکيا لڳا جنهن ڪري هو خرقي حاصل ڪرڻ کان هاڻي گهبرائڻ لڳو. جڏهن حضرت شيخ کي اها معلومات ملي ته ان شخص منهنجي ڳالهين جي ڪري پنهنجو خيال تبديل ڪيو آهي ته حضرت جن مونکي گهرايو ۽ انهن ڳالهين تي مونکي ملامت ڪئي ۽ فرمائڻ لڳا ته مون هن کي تو وٽ ان لاءِ موڪليو هو ته تون هن سان اهڙي طرح گفتگو ڪرين جو هن ۾ خرقي حاصل ڪرڻ جي رغبت وڌي پر تو اهڙي نموني گفتگو ڪئي جو هن جي همٿ ئي پست ٿي ويئي، حالانڪ تو جيڪي به ڳالهيون ڪيون سي صحيح هيون ۽ خرقي حاصل ڪرڻ جا ضروري شرط ۽ حق و حقوق به اِهي ئي آهن. پر ياد رک جيڪڏهن اسين مبتدي لاءِ اهي سڀ شيون هڪدم ضروري ٺهرائي ڇڏيون ته هو ڇرڪجي

پوندو ۽ سڀئي فرض ادا ڪري نہ سگهندو. هاڻي اسان ان ڪي خرقو پهرائيندا سين جو جيئن تہ هو اسان جي جماعت جي مشابہ ٿي وڃي جڏهن هو انهن جي لباس ۾ هوندو تہ هو انهن جي مجلسن ۽ محفلن ۾ آرام سان شريڪ ٿي سگهندو ۽ سندن صحبت جي برڪت ۽ عادتون ۽ خصلتون ڏسي انهن جي مسلڪ تي هلڻ پسند ڪندو ۽ اهڙي نموني انهن بزرگن جو ڪجهہ فيض حاصل ٿيندس.

حضرت امام احمد غزالي رحہ جي انهي قول جي تائيد ۾ حضرت جنيد بغدادي رحہ جو هڪ قول منقول آهي ۽ جنهن کي اسان جي شيخ پنهنجن سَنَدن جي حوالي سان بيان ڪيو آهي تہ "جڏهن توهين ڪنهن درويش سان ملاقات ڪريو تہ ان سان يڪدم علمي مسئلا نہ شروع ڪريو پر نرمي ۽ تڏاڻ سان ساڻس گفتگو جي شروعات ڪريو. ڇوجو ائين ڪرڻ سان هن کي تنهنجي علم کان وحشت ٿيڻ لڳندي پر ان جي برعڪس نرمي سان پيش اچڻ ڪري هو توهان سان مانوس ٿيندو. تنهنڪري صوفين جي مشابہ ماڻهن سان نرم گفتگو هڪ مبتدي ۽ حقيقت جي طالب کي فائدو رسائي ٿي. اهو شخص جيڪو مرتبي ۾ ڪامل ۽ علم سان مالامال هوندو اُهو مبتدي ظالم کي وڏ ۾ وڏ خوش اخلاقي جو ثبوت ڏيندو آهي.

## عملي نمونو

هڪ بزرگ جي هڪ حڪايت بيان ڪئي ويئي آهي تہ هن سان گڏ هن جو هڪ مريد طالب علم رهندو هو. ان طالب العلم جي گڏ رهڻ ڪري هو تمام گهڻي رياضت ۽ مجاهدو ڪندو هو تہ جيئن اهو طالب العلم ان کي ڏسي ۽ ان جي عمل ۽ ادب جي نموني مان ڪو عملي سبق حاصل ڪري حقيقت ۾ اهائي نرمي ۽ خوش اخلاقي آهي جيڪا ڪنهن ڪم ۾ شامل ٿي ان کي چار چنڊ لڳائي ٿي. انهي ڪري ئي هڪ حقيقي طالب العلم مريد صوفين جي طريقي تي ايمان آڻيندو آهي ۽ انهن جهڙا عمل ڪندو آهي ۽ ڇاتل سڃاتل طريقن تي سلوڪ، مجاهدي ۽ مشاهدي ۾ مشغول رهي متصوف جي درجي تي پهچي وڃي ٿو ۽ اتان ترقي ڪندو صاحبِ مشاهده صوفي بنجي وڃي ٿو. پر جيڪو متصوف صوفي جي حال ۽ عملن جي

تقليد نہ ٿو ڪري ۽ نہ وري هو انهن جي ابتدائي اصولن تي عمل ڪري ٿو رڳو ظاهري لباس ۽ شڪل و صورت ۾ سندس تقليد ڪري ٿو تہ ان کي صوفي جو مشابہ قرار نٿو ڏيئي سگهجي. ڇوجو هن انهن جي شروعاتي ۽ بنيادي ڳالهين جي بہ تلقيد نہ ڪئي پر صرف ظاهري لباس ۾ انهن جهڙو هو پر تنهن هوندي بہ جيڪو سندن صحبت ۾ ويٺو اهو بدنصيب نہ رهندو. جيئن تہ حديث ۾ آيو آهي تہ "جن بہ جنهن قوم جي مشابهت اختيار ڪئي، تن جو انهي قوم ۾ شمار ڪيو ويندو".

## صحبت جي برڪت

شيخ ابوالفتح محمد بن سليمان رحہ پنهنجي مشائخن جي سندن جي حوالي سان حضرت ابوهريره رضہ جي هي حديث اسان سان بيان ڪئي تہ "رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "ماڻهن جي اعمال نامن لکڻ وارن فرشتن ڪانسواءِ خدا جا ٻيا فرشتا بہ رستن تي گردش ڪندا رهندا آهن ۽ جن جو ڪم هوندو آهي ذڪر ۽ فڪر جون محفلون تلاش ڪرڻ. جيئن ئي هو ڪا اهڙي جماعت ڏسندا آهن جيڪا خدا جي ذڪر ۾ مشغول هوندي آهي تہ هو هڪ ٻئي کي سڏيندا آهن ۽ هڪ ٻئي کي چوندا آهن تہ "پنهنجي مقصد جي طرف اچو" ۽ اهو چئي هو انهن کي پنهنجي پرن ۽ ٻانهن ۾ ويڙهي آسمان جي طرف کڻي ويندا آهن. جڏهن هو آسمان تي پهچندا آهن ان وقت خداوند تعاليٰ سڀ ڪجهہ ڄاڻندي ٻجهندي بہ انهن فرشتن کان پڇندو تہ:

منهنجا بندا ڇا ٿا چون؟

فرشتا عرض ڪندا تہ "هي توهان جي حمد و ثنا ۽ تسبيح ڪري رهيا آهن.

خداوند تعاليٰ وري فرمائيندو تہ "ڇا انهن مونکي ڏٺو آهي"؟

فرشتا عرض ڪندا تہ "نہ سائين"؟

ان تي وري خداوند تعاليٰ ڪانئن پڇندو تہ "جيڪڏهن هو مونکي ڏسي وٺن تہ ڇا ڪندا؟

فرشتا عرض ڪندا "جيڪڏهن هو اوهان کي ڏسي وٺن تہ هوند هو ان کان وڌيڪ اوهان جي حمد و ثنا ۽ تسبيح ۾ مشغول رهن ها. ان تي خداوند ڪانئن پڇندو آهي تہ "اهي مون کان ڇاتا گهرن"؟

ان تي فرشتا عرض ڪندا تہ "هي اوهان ڪان بهشت جا طلبگار آهن!"

ان تي خداوند فرمائيندو تہ "ڇا انهن جنت ڏٺي آهي؟"

هو عرض ڪندا تہ "نہ سائين".

خداوند وري پڇندن تہ "جيڪڏهن هو جنت کي ڏسي وٺن تہ ڇا ڪندا"؟

فرشتا عرض ڪندا تہ "جيڪڏهن جنت کي ڏسي وٺن ها تہ سندن طلب ۽ تمنا اڃا وڌيڪ تي وڃي ها" ۽ ان ڪانپوءِ هو اهو بہ عرض ڪندا تہ "اي مولا سائين هي اوهان ڪان دوزخ جي بہ پناه گهرن ٿا".

خداوند تعاليٰ وري فرشتن ڪان پڇندو تہ "ڇا انهن دوزخ ڏٺي آهي؟ هو ان جو جواب بہ ناڪار ۾ ڏيندا.

ان ڪانپوءِ وري خداوند تعاليٰ انهن ڪان پڇندو تہ "جيڪڏهن دوزخ کي ڏسن ها تہ ڇا ڪن ها؟"؟

فرشتا عرض ڪندا تہ سائين جيڪڏهن هو دوزخ کي ڏسن ها تہ ان ڪان اڃان وڌيڪ پناه گهرن ها ۽ ان ڪان پري ڀڄن ها. ان تمام گفتگو ڪانپوءِ خداوند تعاليٰ هي اعلان ڪرڻ فرمائيندو تہ:

"آئون توهان کي شاهد بڻائي اهو اعلان ڪريان ٿو تہ مون هنن کي بخش ڪري ڇڏيو".

انهي اعلان تي هڪ فرشتو عرض ڪندو تہ "انهن ۾ هڪ اهڙو ماڻهو بہ آهي جنهن جو انهن سان ڪوبہ تعلق نہ آهي پر اُهو ڪنهن ڪم سان اتي آيو هو". ان فرشتي جي عرض تي خداوند تعاليٰ کين فرمائيندو تہ "اُهي سڀ هم نشين ۽ هم صحبت آهن تنهنڪري سندن هم نشين ۽ هم صحبت بہ بدنصيب ۽ نامراد نہ رهندو. تنهنڪري صوفين سڳورن جو هم نشين ۽ انهن سان مشابهت رکندڙ ۽ محبت رکڻ وارو ڪڏهن بہ نامراد ۽ بدنصيب نٿو رهي سگهي.

## باب انون

# ملامتي فرقو

## اخلاص جي حقيقت

هڪڙي بزرگ جو قول آهي تہ "ملامتي اُهو ماڻهو آهي، جيڪو نہ نيڪيءَ جو اظهار ڪري ٿو ۽ نہ وري برائيءَ کي لڪائي ٿو". انهيءَ قول جي تشريح هيءَ آهي تہ، ملامتيءَ جي رڳن ۾ اخلاص جو مزو سرايت (سمائجي وڃو آهي) ڪري ويو آهي ۽ اُهو صداقت جو پتلو بنجي ويو آهي، اُن ڪري اُهو نٿو چاهي، تہ ڪو شخص ان جي عمل ۽ حال کان واقف ٿئي.

شيخ ابوزرعہ طاهر بن ابي الفضل المقدسي رحہ مون کي پنهنجي بزرگن جي سَنَدُن جي حوالي سان حضرت خذيفہ رضہ جي هن روايت جي اجازت ڏني آهي تہ انهن فرمايو تہ "مون حضرت رسول الله ﷺ جن کان اخلاق جي باري ۾ پڇيو تہ، اُهو ڇا آهي؟ تڏهن رسول خدا ﷺ جن فرمايو تہ "الله سائين فرمائي ٿو تہ اخلاص منهنجو هڪ راز آهي، جنهن کي مون پنهنجن محبوب ٻانهن جي قلبن ۾ امانت جي طور تي پوشيده رکيو آهي".

فرقي ملامتيءَ جا ماڻهو اخلاص جي اصول تي خصوصيت سان ڪاربند آهن اُهي پنهنجو حال ۽ عمل ماڻهن کان لڪائڻ ضروري خيال ڪن ٿا ۽ انهن کي ڳجهو رکڻ ۾ ايتري قدر لذت محسوس ڪن ٿا، جو اگر خدانخواستہ انهن جو ڪوبہ حال ۽ عمل ڪنهن تي ظاهر ٿي وڃي تہ انهن کي انهيءَ اظهار کان ايتري قدر ڊپ ٿيڻ لڳندو آهي، جيتري قدر هڪ گنهگار کي پنهنجي گناهہ کان وحشت ٿيندي آهي، اهڙي طرح هڪ ملامتي اخلاص ۾ ايتري قدر فنا ٿي ويو آهي، جو انکي پنهنجي اخلاص جي ڪابہ خبر نہ رهي آهي.

شيخ ابو يعقوب السوسي رحہ جو قول آهي. "جڏهن اُهي پنهنجي اخلاص ۾ خلوص جو مشاهدو ڪن ٿا، تڏهن انهن جو اخلاص ٻئي اخلاص جو محتاج بنجي ويندو آهي".

حضرت ذوالنون مصري رحہ جو قول آهي تہ:

اخلاص جون ٽي نشانيون آهن:

(١) مخلص جي لاءِ ماڻهن جي تعريف ۽ برائي يڪسان هجي.

(٢) عمل ڪري ان کي وساري ڇڏي.

(٣) آخرت ۾ عمل جي ثواب جي خواهش نہ رکي.

حضرت ابوعثمان مغربي رحہ کان سَندُن سان روايت ڪئي وئي آهي تہ اُهي فرمائين ٿا.

"اخلاص هيءُ آهي تہ نفس کي ڪنهن بہ صورت ۾ محفوظ نہ ٿيڻ ڏنو وڃي، اهو عوام جو اخلاص آهي. خواصن جو اخلاص هيءُ آهي تہ توڙي حالات انهن جا مخالف هجن، مگر اُهي ڏيکاءُ کانسواءِ اطاعت (فرمانبرداري) ۾ مشغول رهندا هجن".

## صوفي ۽ ملامتي ۾ فرق

شيخ ابوعثمان المغربي رحہ جي هن تشريح جي مطابق ملامتي ۽ صوفيءَ ۾ فرق هيءُ آهي تہ "ملامتي مخلوق کي پنهنجي عمل ۽ حال کان الڳ رکندو آهي، مگر پنهنجي نفس ۽ ذات کي باقي رکندو آهي ۽ ان لحاظ کان هو مخلص آهي. صوفي بہ ٻين کي پنهنجي عمل ۽ حال کان ناواقف رکندو آهي، مگر اُن سان گڏوگڏ هو پنهنجي نفس ۽ ذات کي بہ ان کان الڳ رکندو آهي. مگر هڪ مخلص خالص ۽ محض مخلص ۾ تمام وڏو فرق آهي".

حضرت ابوبڪر الزقاق (ڪبير) شيخ ابوسعيد الخراز جو مشهور شاگرد هو. پخال ڀرڻ (پاڻي جي پخال) ۽ ان جو وڪرو ڪرڻ جو ڪم ڪندو هو، جنهن جي ڪري زقاق جي لقب سان مشهور ٿيو. ان کي بہ وڏن مشائخن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو ۽ سندس ڪرامتون بہ مشهور آهن. پاڻ مصر جو رهڻ وارو ۽ حضرت جنيد جو همعصر ۽ رفيق هو.

حضرت ابوبڪر الزقاق رحہ جو قول آهي تہ "هڪ مخلص جي اخلاص ۾ ان وقت خامي پيدا ٿي ويندي آهي، جڏهن هو اخلاص کي ڏسڻ لڳندو آهي. تنهنڪري خدا ڪنهن جي اخلاص کي خالص (سچو) بنائڻ چاهيندو آهي، تڏهن ان جي اخلاص مان ڏيکاءَ کي خارج ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙيءَ طرح اهو صرف مخلص نہ هوندو آهي، بلڪ مخلص خاص (رياڪاري کان خلاصي پاتل) بہ هوندو آهي".

شيخ ابوسعيد الخراز رحہ جو قول آهي تہ "عارفن جو ڏيکاءُ مريدن جي اخلاص کان بهتر آهي. مطلب هي آهي تہ مريدن جي اخلاص ۾ رياڪاريءَ جو شڪ هوندو آهي، مگر عارف انهي ڏيکاءَ کان پاڪ هوندو آهي، جيڪو عمل کي باطل ڪندو آهي، تڏهن بہ پنهنجو ڪجهہ عمل ۽ حال پنهنجي علم ڪامل جي زور تي انهي لاءِ ظاهر ڪندو آهي تہ جيئن مريد کي ان ڏانهن مائل ڪري يا پنهنجي ڪنهن خاص نفساني عادت جو علاج ڪري. انهي سلسلي ۾ عارف سڳورا هڪ اهڙي اونهي علم کان واقف آهن، جنهن کي ٻيو ڪوبہ نٿو ڄاڻي. انهي جي ڪري هڪڙو ناقص العلم انهي کي رياڪاري سمجهندو آهي، حالانڪ اها رياڪاري ڪانهي، بلڪ ڪنهن نفسانيت ۽ آفت ڪانسواءِ خدا جي علم جي مطابق انهن کان هرهڪ فعل صادر ٿيندو آهي".

حضرت رديم رحہ جو ارشاد آهي تہ "اخلاص هي آهي تہ صاحب اخلاص ٻنهي جهانن ۽ ٻنهي ملڪن ۾ ڪنهن بہ معاوضي يا حصي جو طلبگار نہ ٿئي".

## اخلاص ۽ ڏيکاءُ

هڪڙي بزرگ جو قول آهي تہ "صحيح اخلاص هي آهي تہ صاحب اخلاق هميشہ حق جي طرف نگاه رکي ۽ مخلوقِ خدا جي نگاه کي ڇڏي ڏي". مگر هڪ ملامتي مخلوق کي ڏسي ڪري انهن کان پنهنجو عمل ۽ حال پوشيده رکندو آهي. بهرحال هن کان پهرين جيڪي ڪجهہ اسان بيان ڪيو آهي، انهيءَ ۾ صوفيءَ جي اخلاص کي بيان ڪيو ويو هو اهوئي سبب آهي، جو شيخ زقاق رحہ فرمايو آهي "هرهڪ مخلص کي ضرور پنهنجي

اخلاص تي نظر رکڻي پوندي آهي، مگر اهو ڪامل اخلاص ۾ خامي جو نتيجو آهي. ڪامل اخلاص اُهو آهي، جنهن جي خدا خود حفاظت ڪري، ايستائين جو ان کي مڪمل ڪري". شيخ جعفر الخلدي رحہ فرمائي ٿو تہ "مون ابوالقاسم حضرت جنيد بغدادي رحہ کان پڇيو "ڇا اخلاص ۽ صدق ۾ ڪو فرق آهي"؟

پاڻ فرمايائون "هائو! صدق (سچائي) اصل بنياد آهي ۽ اخلاص ان جي فرع (ٽاري) ۽ انهيءَ جي تابع آهي. انهن ٻنهي ۾ هي فرق آهي تہ اخلاص ڪم شروع ڪرڻ کانپوءِ وجود ۾ اچي ٿو ۽ وڌيڪ فرمايائون "اهوئي اخلاص، مخالصتہ الخلاص ۾ خلوص جو وجود آهي". انهن ارشادن جي مطابق اخلاص ملامتيءَ جو حال آهي ۽ مخالصتہ الاخلاص صوفيءَ جي حال کي چونداسون ۽ مخالصتہ کان جيڪو خالص خلوص وجود ۾ اچي ٿو. اُهو مخالصتہ الاخلاص جو نچوڙ آهي. جنهن جي تشريح هي آهي تہ ٻندو سيني رسمن کي ڇڏي ڪري هميشہ قائم رهڻ واري خدا ۾ فنا ٿي وڃي ۽ دنيا جي آثارن کان الڳ ٿي ڪري عين ذات الاهيءَ ۾ اهڙو مستغرق ٿئي، جو پوشيده رکڻ جي شڪ کان بہ ان کي ڇوٽڪارو ملي وڃي. ڇوتہ انهيءَ جي ڪري صوفي جو حال ختم ٿي ويندو آهي، مگر ملامتي پنهنجي اخلاص جي مقام تي برقرار رهندو آهي ۽ انهيءَ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي حقيقت کان ناواقف هوندو آهي، اهوئي ملامتي ۽ صوفيءَ ۾ واضع فرق آهي.

## ملامتي فرقو

خراسان ۾ ملامتي فرقي جي هڪڙي جماعت موجود آهي، انهن جا پير بہ آهن، جن انهن جا بنيادي اصول تيار ڪيا آهن ۽ اهي انهن جي شرطن کان ماڻهن کي واقف ڪرائيندا آهن. عراق ۾ مون (محمد شهاب الدين سهروردي رحہ) ڪيترائي انهي مسلڪ جا پيروڪار ڏٺا، مگر اُهي انهيءَ نالي (ملامتي) سان مشهور نہ آهن. انهيءَ لاءِ عراق وارن جي زبان تي هيءُ نالو تمام گهٽ چڙهيو. چيو وڃي ٿو تہ هڪڙي ملامتي شخص کي ڪنهن محفلِ سماع جي طرف سڏيو، تڏهن انهي انڪار ڪيو، جڏهن ان کان سبب پڇيو ويو، تڏهن چيائين تہ "جيڪڏهن آئون انهيءَ ۾ شريڪ ٿيندس تہ مون تي وجد جي

حالت طاري ٿي ويندي ۽ آئون نٿو چاهيان تہ ڪوبہ منهنجو حال معلوم ڪري."

بيان ڪيو ويو آهي تہ "احمد بن ابي الحواري رحہ ابوسليمان الداراني رحہ کي چيو تہ "جڏهن آئون خلوت ۾ هوندو آهيان، تڏهن پنهنجي معاملات ۾ اهڙي لذت محسوس ڪندو آهيان، جيڪا ماڻهن ۾ رهي ڪري محسوس نہ ٿي ٿئي." بزرگ فرمايو تہ "ان جو مطلب هي آهي تہ تون اجا تائين (روحاني طور تي) ڪمزور آهين". ملامتي اخلاص جي دامن سان وابستہ آهي ۽ صدق و صفا جي ميدان جو رهاڪو آهي. مگر انهيءَ صدق ۾ اخلاص سان گڏوگڏ مخلوق کي ڏيکاءُ جو شڪ بہ اجا تائين باقي آهي. ليڪن صوفي عمل ۽ ترڪ عمل جي انهي شهرت يا ڏيکاءَ کان بلڪل پاڪ ۽ صاف آهي، ان جو مخلوق سان ڪوبہ واسطو ڪونهي بلڪ انهيءَ کي بلڪل نيست ۽ نابود سمجهندو آهي. انهيءَ جي سامهون هر وقت ناصيہءِ توحيد نمودار آهي ۽ الله تعاليٰ جي هن آيت شريف جا اسرار هر وقت ان جي سامهون آهن.

خدا جي ذات ڪانسواءِ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي".

جيئن تہ هڪ بزرگ پنهنجي روحاني غلبي ۾ هيئن چئي ويو آهي:

"هن جهانن ۾ خدا کان سواءِ ڪابہ شيءِ موجود نہ آهي".

## حال کي لڪائڻ جا سبب

شايد هڪڙو ملامتي پنهنجو حال ٻن سببن جي ڪري پوشيده رکندو آهي، پهريون سبب هي آهي تہ صدق ۽ اخلاص جي تڪميل ٿئي. ٻيو سبب جيڪو وڌيڪ قرين قياس آهي، اُهو هي آهي تہ انهن جو اهو جذبو هڪڙي قسم جي غيرت تي مبني آهي. ڇوتہ جيڪو بہ پنهنجي محبوب سان گڏ خلوت ۾ وينو هجي، اُهو هيءُ نہ پسند ڪندو تہ ٻيو ماڻهو اُن کان واقف ٿئي. بلڪ پنهنجي سچي محبت ۾ ايستائين وڌي ويندو آهي، جو هي بہ پسند نہ ڪندو تہ ٻئي کي محبوب سان سندس محبت جي خبر بہ نہ پوي. جيتوڻيڪ اهو محبت جو اعليٰ درجو آهي. مگر صوفي جي طريقي ۾ انهي کي خامي ۽ ڪوتاهي تي محمول ڪيو ويندو آهي. بهرحال ملامتيءَ جو مرتبو متصوف کان بلند آهي، مگر اهو صوفيءَ کان گهٽ آهي.

## ملامتين جو ذڪر

ملامتي فرقي وارن جي اصول مطابق ذڪر جا چار قسم بيان ڪيا وڃن ٿا (١) زبان جو ذڪر (٢) قلب جو ذڪر (٣) پوشيده ذڪر (۴) روح جو ذڪر.

جڏهن روح جو ذڪر صحيح ٿي ويندو آهي، تڏهن ذڪر سِر (باطن) ذڪر قلب ۽ ذڪر زبان جي ضرورت نہ ٿي رهي ۽ ان وقت زبان و قلب ۽ سر خاموش ٿي وڃن ٿا ۽ انهيءَ ڪي ذڪر مشاهدو چوندا آهن. پر جڏهن ذڪر سِر (ذڪر باطن) صحيح ٿي ويندو آهي، تڏهن دل ۽ زبان ٻئي ذڪر ڪان خاموش ٿي ويندا آهن ۽ ان وقت ذڪر سِر جاري ٿي ويندو آهي ۽ انهي ڪي ذڪر هيبت چوندا آهن. جڏهن دل جو ذڪر صحيح ٿي ويندو آهي ۽ انهي ڪي ذڪر هيبت چوندا آهن. جڏهن دل جو ذڪر صحيح ٿي ويندو، تڏهن زبان ذڪر ڪان سُست ٿي ويندي آهي، يقيناً تڏهن زبان ذڪر نہ ڪندي آهي ۽ انهي ڪي "ذڪر نعمت ۽ احسان" چوندا آهن. جڏهن قلب ذڪر ۾ سست ٿي وڃي تہ پوءِ انْ صورت ۾ زبان ذڪر ۾ مشغول ٿي ويندي آهي ۽ اهڙي ذڪر ڪي ذڪرِ عادت چوندا آهن. انهن سيني ذڪر و اذڪارن تي انهن ماڻهن جي خيال مطابق آفتون ۽ مشڪلاتون بہ نازل ٿينديون آهن.

روح جي ذڪر جي آفت هيءَ آهي تہ. سِر (باطن) انهيءَ ڪان واقف ٿي وڃي ۽ باطن جي ذڪر جي آفت هي آهي تہ دل ان جي ذڪر ڪان واقف هجي، نفس جي ذڪر جي آفت انهيءَ جي ناموري آهي، جيئن ان ڪي وڏو سمجهي ۽ ان جو ثواب طلب ڪري يا نفس هي خيال ڪرڻ لڳي تہ هو ان ذڪر جي ڪري بلند روحاني مقامن تائين پهچي ويندو. انهن ماڻهن جي خيالن ۾ ڪمترين انسان اهو آهي، جيڪو انهيءَ ذڪر جو اظهار ڪري يا ان جي ڪري مخلوق کي پنهنجي طرف متوجہ ڪري. انهيءَ اصول جو بنياد هن ڳالهہ تي رکيو ويو آهي تہ ذڪر روح، ذڪر ذات آهي ۽ ذڪر السِرُ (باطن) سندن خيالن ۾ ذڪر صفات آهي ۽ دل خدا جي احسانن ۽ نعمتن جو جيڪو ذڪر ڪندي آهي، اُهو آثار صفات جو ذڪر آهي ۽ ذڪر نفس خامين کي ظاهر ڪندو آهي. اُهي چون ٿا تہ "سِر (باطن) روح ڪان واقف

تي ويندو آهي، ان مان انهن جو اشارو هن طرف آهي ته ذڪر ذات جي موقعي تي فنا ثابت ٿي ويئي ۽ جڏهن ذڪر هيبت ٿيندو آهي، تڏهن انهيءَ وقت صفات جو ذڪر ٿيندو آهي. انهيءَ مان اهو محسوس ٿيندو آهي ته هيبت موجود آهي، تنهنڪري هيبت جو وجود هي چاهي ٿو ته وجود ۽ بقا ٻئي شيون موجود آهن، جيڪي فنا جي حال جي خلاف آهن. اهڙيءَ طرح ذڪر السرَ ۾ هيبت جو وجود آهي، جيڪو ذڪر صفات آهي، انهيءَ مان قرب جي حصي جو احساس ٿئي ٿو. ذڪر دل احسانن ۽ نعمتن جو ذڪر آهي، انهيءَ مان دوري ۽ ويجهڙائپ جو احساس ٿئي ٿو. ڇوته نعمتن جي ذڪر جي ڪري مُنعم حقيقي فراموش ٿي ويندو آهي ۽ عطا ۽ بخشش کي ڏسڻ وري بخشڻ واري جي ديد جي راهه ۾ رڪاوٽ آهي. انهيءَ جي ڪري ان جي منزل هڪ حد تائين پري ٿي ويندي آهي ۽ جيڪڏهن نفس ثواب جي اميد رکي ته عمل جو وجود ڳاٽيٽي ۾ اچي ٿو وڃي ۽ اهوئي درحقيقت اعتدال آهي. مطلب ته انهيءَ ٽولي جا اهي قسم آهن، جن مان ڪي هڪ ٻئي کان اعليٰ آهن.

باب نائون

# نالي ماتر صوفي ٿيڻ جا دعويدار

اهڙا ماڻهو به صوفي هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن، جن جو تصوف سان ڪوبه واسطو نه هوندو آهي. اهي ماڻهو ڪڏهن پنهنجو پاڻ کي قلندري چوندا آهن ته ڪڏهن وري ملامتين جي جماعت سان پاڻ کي منسوب ڪندا آهن. ملامتي فرقي جو حال اسان گذريل باب ۾ بيان ڪري چڪا آهيون، سندن حال شريفاڻو ۽ مقام باعزت آهي. اُهي سنت نبويءَ جا پابند آهن ۽ انهن ۾ صدق ۽ اخلاص ڏنو وڃي ٿو ۽ اهڙي قسم جي گمراهن سان سندن ڪوبه تعلق ڪونه هوندو آهي. قلندري لفظ مان اهڙي جماعت جي طرف اشارو آهي، جن تي خوشدليءَ جو نشو غالب آهي ۽ انهيءَ جي ڪري انهن پنهنجون عادتون خراب ڪري ڇڏيون آهن. ايستائين جو انهن محفل ۽ هم نشينيءَ جي ادبن جي پابندي به ڇڏي ڏني آهي. جيئن ته خوشدليءَ جي ميدانن ۾ گهمڻ جي ڪري اُنهن پنهنجن فرضن کان علاوه نماز روزي جي عملن ۾ گهٽتائي ڪري ڇڏي آهي ۽ شريعت جنهن قسم جي دنياوي لذتن کي جائز قرار ڏنو آهي، انهن مان به لطف اندوز ٿيڻ جي پرواه نه ڪندا آهن. عام طور تي اُهي شريعت جي اجازت تي اڪتفا ڪندا آهن ۽ عزم و همت جي حقيقتن کي طلب نه ڪندا آهن. تنهن هوندي به اُهي ذخيري اندوزي ۽ مال گڏ نه ڪندا آهن ۽ نه گڏ ڪرڻ جي ڪين حوس هوندي آهي مگر انهيءَ سان گڏوگڏ اُهي عام طور تي عابدن ۽ زاهدن جي طريقن تي نٽا هلن، بلڪه خدا سان پنهنجي خوشدليءَ ۽ خوش طبعيءَ تي ئي قانع آهن ۽ وڌيڪ روحانيت حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪوشان به نه ٿيندا آهن.

## ملامتي ۽ قلندريءَ ۾ فرق

ملامتي ۽ قلندريءَ ۾ هي فرق آهي ته ملامتي پنهنجي عبادت کي لڪائيندو آهي ۽ قلندري پنهنجي عادت کي خراب ڪندو آهي. ملامتي نيڪي ۽ ڀلائيءَ جي اصولن جو پابند آهي ۽ انهن کي ترجيح ڏيندو آهي، مگر پنهنجن عملن ۽ وجداني ڪيفيتن کي ڳجهو رکندو آهي ۽ پنهنجي وضع قطع اٿڻ، ويهڻ ۽ پوشاڪ ۾ عام ماڻهن وانگر رهندو آهي، جيئن ته سندس حال پوشيده رهي، انهيءَ سان گڏوگڏ اهو وڏيڪ (روحانيت) جو طالب به رهندو آهي ۽ پنهنجي انتهائي ڪوشش قرب الاهيءَ جي حاصل ڪرڻ ۾ صرف ڪندو آهي. مگر قلندري ڪنهن خاص وضع جو پابند نه هوندو آهي، ۽ ڪيس انهيءَ ڳالهه جي ڪا به پرواه نه هوندي آهي ته ڪو شخص سندس حال ڄاڻي يا نه ڄاڻي. هو ته پنهنجي خوشدليءَ ۾ مگن رهندو آهي ۽ اهوئي سندس ڪل سرمايو آهي. انهن ٻنهيءَ جي ابتڙ صوفي هر شيءِ کي صحيح طريقي سان استعمال ڪندو آهي، پنهنجي وقت ۽ حال جو مناسب موقعو ۽ محل خوب ڄاڻندو آهي. هو مخلوق کي پنهنجي مقام تي رکندو آهي ۽ حق جي ڪمن کي به سندن مناسب درجو ڏيندو آهي، جيڪو لڪائڻ گهرجي، ان کي لڪائيندو، جنهن کي ظاهر ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي، سو ظاهر ڪندو آهي ۽ سيئي ڪم صحيح طريقي سان عقل ۽ معرفت، صحيح توحيد، صدق ۽ اخلاص سان سرانجام ڏيندو آهي.

## ڪوڙا دعويدار

مگر هڪڙي گمراه جماعت پنهنجو پاڻ تي ملامتيءَ جو نالو رکي ڪري صوفين جي پوشاڪ پاتي آهي ته جيئن ڪين به صوفي سڏيو وڃي، حالانڪ انهن جو صوفيت سان ڪوبه واسطو ڪونهي. بلڪ اُهي ٺڳي ۽ غلطيءَ ۾ مبتلا تي ڪري صرف انهن جو لباس اختيار ڪري ويٺا آهن انهيءَ جي ذريعي ڪڏهن اُهي پنهنجو پاڻ کي بچائيندا آهن ۽ ڪڏهن وڏيون وڏيون دعوائون ڪندا آهن ۽ آزاد ۽ رندن جي مسلڪ تي هلندا آهن. اُهي هيءُ خيال ڪن ٿا ته سندن ضمير خدا وٽ پهچي خالص ٿي ويا آهن ۽ پنهنجي منزلِ مقصود تي

پهچي ويا آهن. تنهنڪري شرعي رسمن جي پابندي ڪرڻ عوام ۽ انهن ماڻهن جو ڪم نہ آهي، جيڪي ڪوتاهہ عقل آهن. تقليد ۽ اقتداءَ جي تنگ گهاٽين سرنگهن ۾ قاتل آهن. اهو سراسر الحاد ۽ بي ديني آهي ڇوتہ اها حقيقت جيڏانا شريعت جي مخالف هجي، بي ديني ۽ جهالت آهي. اهي دوکي ۾ آيل ماڻهو انهيءَ حقيقت کان ناآشنا آهن تہ شريعت حق بندگي آهي ۽ بندگيءَ جي اصل حقيقت آهي. تنهنڪري جيڪو اهلِ حقيقت بنجڻ گهري، اهو ضرور حقوق بندگيءَ ۾ قاتل هوندو. ان ڪانسواءِ ان کان وڌيڪ ڪن جو بہ مطالبو ڪيو ويندو. اهو انهن ماڻهن لاءِ ضروري ڪونهي، جيڪي حقيقت جي درجي تائين نہ پهتا آهن، مگر ان جو مطلب اهو نہ آهي تہ ان جي ڪنڌ تان شرعي ذميوارين جو بار لهي ويندو ۽ ان جو باطن (اندر) گمراهي سان پرجي ويندو.

## ظاهر تي عمل ڪرڻ

حضرت عمر بن الخطاب رضہ کان هيءَ روايت منقول آهي ۽ پاڻ فرمائيندا هئا تہ "رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ ماڻهن جي وحي جي ذريعي پڪڙ (مؤاخذو) ٿيندي هئي. هاڻي وحي ختم ٿي ويئي آهي، تنهنڪري اسين اوهان کي اوهان جن ظاهري عملن جي ڪري پڪڙ ڪنداسين. جيڪو اسان جي سامهون نيڪيءَ جو اظهار ڪندو، اسين انهي کي امن ڏينداسون ۽ انهيءَ کي پنهنجي ويجهو رکنداسون ان جي باطن سان اسان جو ڪوبہ واسطو نہ هوندو ۽ خدا ان جي باطن جو محاسبو ڪندو ۽ جيڪڏهن ان نيڪيءَ جي برخلاف ڪوبہ ڪم ظاهر ڪيو تہ اسين ان کي نہ ڇڏينداسون خواه اهو هيئن چوندو رهي تہ "منهنجو باطن چڱو آهي." پاڻ وڌيڪ فرمايائون "جنهن تهمت ۽ الزام کان بچڻ جي ڪوشش نہ ڪئي تہ پوءِ اُهو ماڻهن جي بدگمانيءَ تي ڪڏهن بہ ملامت نہ ڪري" جيڪڏهن اسين ڪنهن کي ڏسنداسون تہ اهو شرعي حدن اندر سستي ڪري رهيو آهي ۽ فرض نمازن کي ادا ڪرڻ ۾ غافل آهي، قرآن شريف جي تلاوت، نماز ۽ روزي ۾ اُن کي حلاوت (مٺاس) محسوس نٿي ٿئي ۽ ناپسنديده ڪمن ۽ نامحرمن جي مقامن (درجن) ۾ داخل ٿيندو آهي تہ اسين ان کي رد ڪري ڇڏينداسون ۽ ان جي اها دعويٰ نہ قبول ڪنداسون، تہ ان جو باطن نيڪ آهي".

## شريعت جي پابندي

حضرت جنيد بغدادي رحہ کان سندن سان روايت منقول آهي تہ "پاڻ هڪ ماڻهوءَ سان معرفت جو ذڪر ڪري رهيا هئا تہ اهو شخص چوڻ لڳو تہ "اهلِ معرفت نيڪي ۽ تقويٰ جي ڪمن ڪانسواءِ ئي سڌو سنئون خدا تعاليٰ تائين پهتا آهن". پاڻ فرمايائون "هيءُ ان جماعت جو قول آهي جيڪا ائين سمجهندي آهي تہ نيڪ عملن ڪرڻ جي پابندي ڪان اُهي آزاد آهن، مگر منهنجي سامهون اها تمام وڏي ڳالهہ آهي. جيڪو شخص چوري ۽ زنا ڪري ٿو، منهنجي خيال ۾ اهو هن ڪان بهتر آهي، جيڪو انهيءَ ڳالهہ جو قائل هجي ڇوتہ اهل معرفت ڪي اهي عمل خدا ڪان مليا آهن ۽ انهن ڪي ڪٺي اُهي هن ڏانهن واپس ايندا. جيڪڏهن آئون هڪ هزار سال بہ زنده رهان تہ آئون نيڪ ڪم جو هڪ ذرو بہ گهٽ نہ ڪندس سواءِ ان جي تہ ڪا بہ رڪاوٽ پيدا نہ ٿئي. حقيقت هيءَ آهي تہ اهي عمل منهنجي معرفت ۽ منهنجي روحاني حال ۽ ڪيفيت ڪي وڌيڪ تقويت پهچائين ٿا".

## حُلول جو مسئلو

انهن گمراهن مان هڪ جماعت اُها آهي، جيڪا حلول جي قائل آهي. اُهي هيئن ٿا چون تہ خداوند تعاليٰ انهن ۾ حلول ڪندو آهي ۽ جن جسمن ڪي اهو پسند فرمائيندو آهي، تن ۾ اهو حلول ڪري ويندو آهي. انهن اهو عقيدو عيسائين جي عقيدي لاهوت ۽ ناسوت ڪان ورتو آهي ۽ انهن مان ڪي ماڻهو خوبصورت شين ڪي ڏسڻ مباح سمجهندا آهن. ڪين اهي اشارا ڪن صوفين جي گفتن مان مليا آهن، جيڪي انهن پنهنجي روحاني جذبي جي شدت ۾ چيا آهن. جيئن تہ منصور الحلاج رحہ انا الحق چيو هو ۽ بايزيد بسطامي رحہ ڪان بہ هي منقول آهي تہ هن چيو هو تہ "سبحاني" (آئون پاڪ آهيان) اسين حضرت بايزيد بسطامي رحہ جي متعلق هي سوچي بہ نٿا سگهون تہ ان هي گفتگو پنهنجي باري ۾ ئي چئي هوندي. سواءِ ان جي تہ هن خدا جو قول نقل ڪيو هجي. اهڙي طرح منصور الحلاج رحح جي قول جي باري ۾ بہ اهوئي چئي سگهجي ٿو. جيڪڏهن اسان ڪي هي يقين ٿي

وجي ته انهيءَ قسم جا قول بيان ڪرڻ مان اهائي مراد ورتي وڃي ته خدا انهن ۾ حلول ڪري ويو ته پوءِ اسين انهي قول کي قطعي طور رد ڪري ڇڏينداسون. ڇوته رسول اڪرم ﷺ جن اسان جي سامهون هڪ اهڙي واضح صاف ۽ ظاهر شريعت آندي آهي، جنهن ذريعي هر ڪنهن ڏنگي شيءِ کي سڌو ڪري سگهجي ٿو. ان ڪانسواءِ اسان جو عقل اسان کي هيءَ صحيح رهنمائي ڪري ٿو ته ڪهڙيءَ طرح خدا جي صفتن کي بيان ڪرڻ جائز آهي ۽ ڪهڙي طرح ناجائز آهي؟ بلڪه خدا هن ڳالهه کان پاڪ ۽ صاف آهي ته ڪابه شيءِ ان ۾ حلول ڪري يا اهو ڪنهن شيءِ ۾ حلول ڪري.

## باطني الهامات

ٿي سگهي ٿو ته انهن فريب ڪاذل ۽ گمراه ماڻهن مان ڪن ماڻهن کي قدرتي ذهانت ۽ ذڪاوت حاصل هجي ۽ هن باطني طور تي چند ڪلما ٻڌي ورتا هجن، پوءِ هو پنهنجي فڪر جي طاقت سان انهن ڪلمن کي ترتيب ڏيئي انهن کي خدا ڏانهن منسوب ڪري ۽ انهن کي خدائي ڪلمات جو نالو ڏيئي ڪري ۽ هيئن چوي "خدا مون کي هيئن چيو آهي ۽ مون خدا کي هيءُ چيو." انهيءَ صورت ۾ اهو شخص يا ته پنهنجي نفس ۽ ان جي ڳالهين کان اڻڄاڻ هوندو ۽ مڪالمي جي حقيقت کان به ناآشنا هوندو يا اهو انهيءَ کان واقف هوندو ته جيڪي ڪجهه هو چئي رهيو آهي، سو غلط آهي ته هو ڪامياب ٿي ويو آهي. مگر اها سڀ گمراهي آهي. هن کي انهيءَ دعويٰ جي جرئت انهي ڪري ٿئي ٿي ته هن ڪن اهل حقيقت کان اُهي ڪلما ٻڌا آهن، جيڪي انهن کي ظاهري ۽ باطني ڏِگهين وارداتن ڪانپوءِ حاصل ٿيا هئا. مگر ان کان اڳ اهي پنهنجي جماعت جي اصولن جي مطابق زهد ۽ تقويٰ جا پابند رهي چڪا هئا. انهيءَ ڪري جڏهن انهن جو باطن صاف ٿيو، تڏهن انهن جي اندر ڪتاب و سنت جي مطابق ڳجها الهام مهويت (استغراق) جي موقعي تي نازل ٿيندا هئا. اهي اهڙو ڪلام نه ڳالهائيندا آهن، جنهن کي ٻڌي سگهجي، بلڪه ائين معلوم ٿيندو هو جيئن دل ئي دل ۾ ڳالهيون ڪيون پيون وڃن. اهي الهام ڪتاب ۽ سنت جي علم جي موافق هوندا هئا. اهل علم به انهن کي سمجهي سگهندا آهن. هيءَ دراصل انهن جي

باطني مناجات آهي. اهڙي طرح اُهي پنهنجي لاءِ مقامِ بندگي ۽ پنهنجي مولا جي لاءِ مقامِ ربوبيت کي برقرار رکندا آهن ۽ ان ڪانپوءِ ان ۾ واڌارو ڪندا رهندا آهن ۽ سمجهن ٿا ته اهو الله پاڪ جو ڪلام نه آهي، بلڪ هڪڙو فاني علم آهي. جنهن کي الله تعاليٰ انهن جي اندر ۾ ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ لاءِ هوشمند صوفين جو طرز عمل هي آهي ته اُهي پنهنجي نفسن جي هر فعل ۾ خدا جي طرف پناهه ڳوليندا آهن ۽ جڏهن نفساني خواهشن کان انهن جو ميدان صاف ٿي ويندو آهي، تڏهن انهن جي باطن ۾ ڪي الهام ٿيڻ لڳندا آهن، جن کي اُهي الله پاڪ جي طرف ان حيثيت سان منسوب ڪندا آهن ته اُهو انهن افعالن جو خالق آهي نه هي ته اهو متڪلم جو ڪلام آهي، انهيءَ ڪري اهي رياءَ ۽ ڏنگائي کان محفوظ رهندا آهن.

## جبر جو عقيدو

انهن (گمراهه جماعتن جي هڪ قسم) مان اُهي ماڻهو آهن، جيڪي هيءَ دعويٰ ڪندا آهن ته اُهي بحر توحيد ۾ غرق آهن. جيئن ته اُهي ڪوبه ڪم يا حرڪت پنهنجي اختيار سان نه ڪندا آهن، ڇوته اُهي مجبور محض آهن ۽ خدا جي فعل ۽ اختيار جي مقابلي ۾ انهن کي ڪوبه اختيار حاصل نه آهي. اهڙيءَ طرح اُهي گناهن ۽ نفساني خواهشن ۾ پنهنجو پاڻ کي ڍرو ڇڏي ڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح اُهي نڪما ۽ غافل ٿي ويندا آهن ۽ شرعي حڪمن مطابق حلال ۽ حرام جي پابندي نه ڪندا آهن. حضرت سهل رحه کان هڪڙي ماڻهو جي باري ۾ پڇيو ويو جيڪو هيئن چوندو هو ته "آئون دروازي جي مثل آهيان، جيستائين مونکي چوريو نه وڃي، تيستائين آءٌ حرڪت نه ڪندو آهيان" پاڻ فرمايائون "هيءَ ڳالهه يا ته هڪ صديق چئي سگهي ٿو يا هڪڙو زنديق (بي دين) چئي سگهي ٿو. هڪ صديق (تمام مخلص انسان) هيءَ ڳالهه ان وقت چوندو جڏهن اهو شريعت جي اصولن جو پابند هوندو ۽ جنهن عبوديت جا سيئي حق ادا ڪري ڇڏيا هوندا. ان وقت ان جو اهو قول هن طرف اشارو ڪندو ته سڀني شين جو دارومدار خدا تي آهي. مگر هڪڙو زنديق اها ڳالهه چئي سڀني ذميدارين کي خدا جي حوالي ڪندو، جيئن انهي کان سيئي اعمال ساقط ٿي وڃن ۽ اهو دين جي دائري

۽ ان جي رسمن کان الڳ ٿي وڃي. مگر جيڪو شخص حلال ۽ حرام ۽ شرعي حدن ۽ حڪمن جو معتقد آهي ۽ جڏهن ان کان ڪوبہ گناهه سرزد ٿي وڃي تہ پنهنجي گناهه جو اعتراف ڪندو آهي ۽ ان کان توبہ ڪرڻ جي ضرورت جو قائل آهي تہ اهو صحيح مسلمان آهي، خواه اهو سستي ۽ غفلت ڪندو هجي ۽ پنهنجي خواهش نفساني جي مطابق ملڪن جو سفر ڪندو هجي. دنياوي لذتن مان لطف اندوز ٿيندو هجي، يا اهو ڪنهن روحاني پير جو مريد نہ هجي، جيڪو ان کي تهذيب ۽ دين سيکاري ۽ ان جي خامين ۽ عيبن کان واقف ڪري، پوءِ بہ خدا پاڪ ضرور توفيق ڏيڻ وارو آهي."

باب ڏھون

# مشائخن جو درجو

حديث شريف ۾ آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "انهي ذات جو قسم! جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي. جيڪڏهن اوهين چاهيو تہ آءٌ توهان جي سامهون قسم کڻي چئي سگهان ٿو تہ خدا کي اُهي ئي ماڻهو محبوب آهن، جيڪي ان جي ٻانهن ۾ خدا جي محبت پيدا ڪن ٿا ۽ ڪين خدا جو محبوب بنائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. بلڪہ روءِ زمين تي هر شخص سان خيرخواهيءَ سان هلن ٿا".

مذڪوره حديث شريف ۾ جيڪي بيان ڪيو ويو آهي، سو مشائخن جو مرتبو آهي. اُهي ماڻهن کي خدا جي طرف سڏين ٿا ۽ درحقيقت خدا جي ٻانهن ۾ خدا جي محبت جو رشتو ڳنڍين ٿا. ايستائين جو خدا بہ انهن سان محبت ڪرڻ لڳندو آهي. انهيءَ بناءَ تي صوفين جي طريقي ۾ شيخ (پير) جو مرتبو هڪ اعليٰ مرتبو آهي، بلڪہ خدائي دعوت جي سلسلي ۾ اُهي پيغمبرن جي قائم مقامي ڪن ٿا. مرشد پنهنجي مريد ۾ خدائي محبت اهڙيءَ طرح پيدا ڪندو آهي، جو اُهو مريد کي رسول اڪرم ﷺ جن جي پيرويءَ تي لڳائي ڇڏيندو آهي. جيڪو مريد صحيح طريقي سان رسول الله ﷺ جي پيروي ڪندو، اُن سان خدا بہ محبت ڪندو آهي. جيئن تہ الله فرمائي ٿو:

"چئو (اي محبوب) جيڪڏهن اوهين الله سان محبت ڪريو ٿا تہ منهنجي پيروي (اتباع) ڪريو. الله اوهان سان محبت ڪندو".

## خدا جي محبت

مرشد پنهنجي مريد کي خدا جو پيارو اهڙي طرح بڻائيندو آهي، جو اُهو مريد کي تزڪيہ نفس جي طريقي تي هلائيندو آهي. جڏهن ان جو نفس

پاڪيزه ٿي ويندو آهي، تڏهن ان جي دل جو آئينو صاف ٿي ويندو آهي ۽ ان تي عظمت الاهيءَ جي انوار و تجليات جو عڪس پوڻ لڳندو آهي. ان ۾ صرف توحيد جو جمال نظر ايندو آهي، پر ان جي بصيرت جون نگاهون بہ ان جي قديم جلال جي تجلين ۽ ازلي ڪمال جي مشاهدي ۾ مصروف ٿي وينديون آهن. نتيجو هي نڪرندو آهي تہ ٻانهو پنهنجي پروردگار سان محبت ڪرڻ لڳندو آهي. اها محبت تزڪيہ نفس جي ميراث ۽ ان جو قدرتي نتيجو هوندي آهي، جيئن تہ الله پاڪ فرمائي ٿو.

"جنهن نفس جو تزڪيو ڪيو، تنهن فلاح حاصل ڪئي".

اُن جي فلاح جي صورت اهائي آهي تہ اهو خدا جي معرفت ۾ ڪامياب ٿيو. فلاح جي هڪڙي ٻئي صورت هن طرح بہ پيدا ٿئي ٿي تہ جڏهن ان جي قلب جي آرسي کي روشني نصيب ٿي، تڏهن ان جي اندر دنيا جي اصل حقيقت ۽ ان جون سيئي برايون ان کي نظر آيون ۽ آخرت جي بہ اصل حقيقت ۽ ان جون سيئي عمديون شيون ڏسڻ ۾ آيون. تڏهن ان وقت ان جي چشم بصيرت تي ٻنهي جهانن جون حقيقتون ۽ انهن جا نتيجا پڌرا ٿي ويا تنهنڪري ٻانهي دائمي شين کي اختيار ڪري ورتو ۽ فاني شين کان منهن موڙي ورتو.

اهڙيءَ طرح تزڪيہ نفس جو هيءُ اهو فائدو آهي، جيڪو مشائخن جي مرتبي ۽ انهن جي تربيت جي اثر کي واضع ڪري ٿو. ڇوتہ مشائخ سڳورا خدا جي فوج آهن، جن جي ذريعي خدا مريدن جي رهنمائي ڪندو آهي ۽ حقيقتن جي طالبن کي هدايت بخشيندو آهي.

## مشائخن جي ضرورت

اسان کي پنهنجن بزرگن جي سَنَدُن جي حوالي سان ٻڌايو ويو آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن جو اصحابي عبدالله بن بشر رضہ فرمائيندو هو تہ "جيڪڏهن ڪنهن جڳہ تي ويهہ ماڻهو يا انهيءَ کان وڌيڪ موجود هجن ۽ انهن ۾ هڪڙو ماڻهو بہ اهڙو نہ هجي، جيڪو ماڻهن کي الله کان ڊيڄاريندو هجي، تہ پوءِ انهن سڀني جو معاملو خطرناڪ ٿي ويندو".

جيئن تہ مشائخ خدا جي وقار جو ذريعو آهن ۽ اُهي ئي ماڻهن کي

ظاهري ۽ باطني ادب سيکارين ٿا، جيئن ته خدا فرمائي ٿو:

"هيءُ اُهي ماڻهو آهن، جن کي خدا هدايت ڏني آهي، ان ڪري انهن جي هدايت تي هلو".

مشائخن کي جڏهن هدايت حاصل ٿي، تڏهن اُهي هن ڳالهه جا حقدار ٿي ويا ته اُنهن جي پيروي ڪئي وڃي. انهن کي پرهيزگارن جو پيشوا بنايو ويو. جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجي پروردگار جي زباني هيءَ ارشاد فرمايو.

"جڏهن منهنجي ٻانهي تي منهنجو مشغلو غالب هوندو، تڏهن مان اُن جي سڄي توجه ۽ "لذت" پنهنجي ذڪر تي مرڪوز ڪري ڇڏيندو آهيان ۽ جڏهن ان جي توجه ۽ لذتن جو مرڪز منهنجو ذڪر بنجي ويندو آهي، تڏهن اُهو منهنجو عاشق بنجي ويندو آهي ۽ آئون به ان سان عشق ڪندو آهيان. ان وقت پنهنجي ۽ ان جي وچ مان حجابن کي ڪٽي ڇڏيندو آهيان، تنهنڪري جڏهن ٻيا ماڻهو غافل ٿي ويندا آهن، تڏهن اُهي غافل نه ٿيندا آهن. هي اُهي ئي ماڻهو آهن، جن جو ڪلام پيغمبرن جي ڪلام جهڙو ڪلام آهي ۽ اهي ئي دراصل بطلِ عظيم آهن. هي اُهي ماڻهو آهن، جو جيڪڏهن مان روءِ زمين جي باشندن کي سزا ڏيڻ چاهيان يا اُنهن تي ڪو عذاب نازل ڪرڻ چاهيان ته اُنهن کي ياد ڪري دنيا وارن تان عذاب ڪٽي وٺندو آهيان."

## سلوڪ جي منزل

هڪڙي سالڪ طريقت کي مرشد جي مرتبي تائين پهچڻ ۾ هيءُ راز لکيل آهي ته سالڪَ ضبطِ نفس تي مامور آهي، پر ان سان گڏوگڏ نفساني صفتن ۾ به مبتلا آهي. انهيءَ لاءِ هو معاملي جي سچائيءَ جي روش اختيار ڪندو آهي، ايستائين جو هن جي نفس کي سڪون ملندو آهي. نفساني سڪون ملڻ جي حالت ۾ سندس نفس جي ٿڌاڻ ۽ خشڪي دور ٿي ويندي آهي، جيڪا اصل پيدائش کان ساڻس گڏ هئي، جنهن جي ڪري هو اطاعت ۽ بندگي بجاءِ آڻڻ ۾ روگرداني ڪندو هو. جڏهن نفس جي خشڪي دور ٿي ويندي آهي ۽ روح جي حرارت کان اُهو نرم ٿي ويندو آهي. تڏهن عبادت

ڪان مانوس ٿي اطاعت جي طرف مائل ٿي ويندو آهي. اها طبيعت جي نرمي ۽ ملائمت آهي، جنهن جي طرف الله تبارڪ و تعاليٰ هن آيت شريف ۾ اشارو ڪيو آهي.

"پوءِ انهن جون کلون ۽ ليون الله جي ذڪر لاءِ نرم ٿي وينديون آهن". انهيءَ جو سبب هيءُ آهي ته ٻانهي جي دل، روح ۽ نفس جي درميان آهي، ان جا ٻه رخ آهن. هڪڙو رخ نفس جي طرف ۽ ٻيو رخ روح ڏانهن آهي. روح جي رخ جي طرف کان ان کي روحاني اثرات پهچن ٿا ۽ نفس جي رُخ کان ان تي نفساني رجحانات اثر انداز ٿين ٿا. انهيءَ ڇڪتاڻ کانپوءِ جڏهن نفس کي سڪون حاصل ٿيندو آهي ۽ طريقت جو راهگير ضبطِ نفس کان فارغ ٿي ويندو آهي. تڏهن ان جي سلوڪ جي منزل ختم ٿي ويندي آهي ڇوته اُنهي وقت نفس ان جي قابو ۾ اچي ويندو آهي ۽ اُهو خدا جي حڪم جي طرف رجوع ٿيندو آهي.

## روحاني رشتو

دل کي ربط ۽ ضبط جي طرف متوجه ٿيڻو پوندو آهي، جيئن ته ان جو نفس جي طرف ڌيان هوندو آهي. بهرحال مرشد پنهنجي مريدن ۽ حق جي طالبن جي نفسن کي به پنهنجي نفس وانگر سمجهندو آهي، ڇوته "نفسيت" ۾ اُهي ان جي هم جنس آهن. ٻيو سبب هي به آهي ته مرشد ۽ مريد جي وچ ۾ هڪڙو روحاني لاڳاپو قائم ٿي ويندو آهي جيئن ته خدا تعاليٰ فرمائي ٿو "جيڪڏهن اوهان سڄي روءِ زمين جي دولت کپائي ڇڏيو ها ته به اوهين انهن جي دلين کي ڳنڍي نه سگهو ها. مگر اهو خدا ئي آهي جيڪو انهن جي دلين کي ڳنڍي ٿو".

تنهن جهڙيءَ طرح مرشد پنهنجي نفس کي قابو ڪيو هو، اهڙيءَ طرح اهو پنهنجن مريدن جي نفسن تي ضبط ۽ نظم قائم رکندو آهي ۽ انهيءَ وقت خدا تعاليٰ هيئن چوندو آهي "ڏسو! منهنجي ٻانهن جي لاءِ منهنجي ديدار جو شوق وڌندو پيو وڃي. جيئن ته هيءَ هڪ حقيقت آهي ته مونکي به انهن سان ملاقات ڪرڻ جو بيحد شوق آهي". جيئن ته الله تعاليٰ مريد ۽ مرشد ۾ هڪڙو روحاني رشتو چڱي طرح قائم ڪري ڇڏيو آهي، انهيءَ لاءِ

مريد ۽ مرشد جو هڪ لازمي حصو بنجي ويندو آهي. جهڙيءَ طرح جسماني ولادت ۾ پٽ، پيءُ جو هڪ حصو هوندو آهي، اهڙي طرح مريد جي روحاني ولادت (جمڻ) جي شروعات ٿيندي آهي، جيئن ته حضرت عيسيٰ ع کان منقول آهي، "آسماني بادشاهت ۾ داخل نٿو ٿي سگهي، جنهن جي ٻه دفعا ولادت نه ٿي هجي. تنهنڪري پهرين جسماني ولادت سان انسان جو هن ظاهري دنيا سان تعلق قائم ٿيندو آهي ۽ پوءِ هن روحاني ولادت جي ڪري روحاني دنيا ۽ ملڪوت سان ان جو رشتو قائم ٿيندو آهي. اهوئي ملڪوت جو لفظ قرآن شريف ۾ هن طرح استعمال ٿيو آهي". اهڙيءَ طرح اسان (حضرت) ابراهيم ع کي آسمانن ۽ زمينن جي ملڪوت ڏيکاريون ٿا جيئن ته اُهو اهل يقين وارن مان ٿي وڃي. (پ ۷، رڪوع ۱۵ - ۱۴)

## نبين سڳورن جي ميراث

جيئن ته ڪمال درجي جو يقين روحاني ولادت ۾ حاصل ٿيندو آهي ۽ انهيءَ ولادت جي ڪري ئي انسان پيغمبرن جي ميراث جو حقدار بنيو آهي، چوته ڪوبه شخص ڪٿي ڪيترو به هوشيار ۽ داناءُ هجي، جيڪڏهن هن نبي سڳورن جي ميراث حاصل نه ڪئي ته سمجهو ته اُهو (روحاني طور تي) پيدا ئي نه ٿيو آهي. ان جو سبب هي آهي ته فهم ۽ دانائي عقل جو نتيجو آهن، ليڪن جيڪڏهن عقل شريعت جي نور کان خالي ٿي ڪري خشڪ ٿي چڪو هوندو، ته اهو عالم ملڪوت ۾ داخل ٿي نٿو سگهي، ان جي اچ وڃ صرف ظاهري دنيا تائين محدود رهندي ۽ اهو علم رياضيءَ جي دليلن کان واقف ٿي ڪري صرف دنياوي علمن ۾ پنهنجو تصرف ڪندو رهندو ۽ عالمِ ملڪوت تائين پرواز نه ڪري سگهندو. هي سيئي ملڪ ڪائنات جو ظاهري حصو آهن ۽ عالم ملڪوت ان جو باطن آهن. اهڙيءَ طرح عقل روح جي زبان آهي ۽ اُها بصيرت جنهن مان هدايت جا ڪرڻا ڦٽي نڪرن ٿا. سا روح جي دل آهي ۽ زبان ان جي ترجماني ڪندي آهي. ترجمان جيڪي ڪجهه ڳالهائيندو آهي، اهو ان شخص کي معلوم ٿيندو آهي، جنهن جي اُهو ترجماني ڪندو آهي. اهوئي سبب آهي ته اُهي شخص جن وٽ صرف عقل آهي، سي هن نور هدايت کان محروم آهن. ان عطيي کان پڻ محروم

آهن، جيڪو عطيو خداوند جي طرفان نبين سڳورن ۽ انهن جي صحيح پيروڪارن کي عطا ڪيو ويو آهي ۽ اُهي صحيح رستي کان پڻ ڀٽڪيل آهن. انهن تي پردا چڙهيل آهن، ڇوته انهن جي حيثيت صرف هڪڙي ترجمان جي آهي ۽ اعليٰ درجي جي قوت بيانيءَ کان محروم ٿي ويا آهن.

## واعدي وارو ڏينهن

قدرتي ۽ جسماني ولادت ۾ اولاد جا ذرڙا ۽ جراثيم جيڪي پيءُ جي پٺيءَ ۾ امانت طور رکيا ويا هئا، سي اولاد جي ذرڙن جي تعداد مطابق ايندڙ نسلن ۾ منتقل ٿيندا پيا اچن. هي اُهي ئي ذرڙا آهن، جن سان خدا تعاليٰ "يوم ميثاق" جي موقعي تي الست بربڪم (ڇا مان توهان جو رب نه آهيان؟) چئي مخاطب ٿيو هو. انهن ان جي جواب ۾ چيو "قالو بليٰ (ڇونه تون اسان جو رب آهين)" هيءُ واقعو بطن نعمان ۾ ٿيو هو، جيڪا مڪي شريف ۽ طائف جي وچ تي آهي. هتي حضرت آدم ع جي پٺيءَ تي مسح ڪيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ ان جي جسم جي (مسامن) مان اهڙي طرح وهڻ لڳا هئا، جهڙي طرح پگهر وهندو آهي، اولاد آدم ع جيتري تعداد ۾ هئي، ايتري قدر ذرڙا هئا. اهي ذرڙا سوال ۽ جواب کانپوءِ حضرت آدم ع جي پٺيءَ جي طرف موٽايا ويا. انهن پيئرن ۾ ڪي اهڙا هئا، جن جي پٺيءَ ۾ اُهي ذرڙا داخل ٿي ويا هئا ۽ ڪي وري اهڙا هئا جن جي پٺ ۾ ڪوبه ذرو نه پهچي سگهيو. اهڙي طرح انهن جو نسل ختم ٿي ويو. اهوئي حال مشائخن جو آهي، ڪي مشائخ اهڙا آهن جن جا معنوي پٽ (مريد) ڪيترائي پيدا ٿين ٿا. اُهي انهن (مشائخن) کان روحاني درجا حاصل ڪندا آهن ۽ فيض ٻين تائين به اهڙيءَ طرح پهچائين ٿا، جهڙيءَ طرح اهو انهن کي مشائخن جي صحبت جي ذريعي نبي ڪريم ﷺ جن کان حاصل ٿيو هو. ڪن مشائخن جي روحاني اولاد گهٽ هوندي آهي ۽ ڪن جو نسل ختم ٿي ويندو آهي، اهوئي نسل جي ختم ٿيڻ جو طعنو آهي. جيڪو مڪي جي ڪافرن نبي ڪريم ﷺ جن کي ڏنو هو ته اوهان جو نسل ختم ٿي ويو. انهيءَ تي خدا تعاليٰ آيت نازل ڪئي هئي.

"درحقيقت اوهان جي دشمن جو نسل ختم ٿيندو". (پ ٣٠ ڪوثر)

حقيقت هيءَ آهي ته نبي ڪريم ﷺ جو نسل قيامت تائين باقي رهندو ۽ روحاني تعلق جي ڪري سندن علم جي ميراث اهل علم تائين پهچندي رهندي.

## علمن جي فضيلت

حضرت ڪثير بن قميص رحه ڪان اسانجن مشائخن جي سندن جي حوالي سان هيءَ روايت آيل آهي، اُهي فرمائين ٿا ته آءٌ حضرت ابوالدرداءَ رضه! سان گڏ دمشق جي جامع مسجد ۾ ويٺو هئس ته هڪڙو شخص آيو ۽ چوڻ لڳو "اي ابوالدرداءَ! آءٌ توهان وٽ رسول الله ﷺ جن جي هڪ حديث حاصل ڪرڻ جي لاءِ مديني ڪان آيو آهيان. جنهن جي متعلق مون کي خبر پئي آهي ته اوهان اُها رسول الله ﷺ جن جي واسطي سان بيان فرمايو ٿا. "حضرت ابوالدرداءَ رضه پڇيو ته "ڇا تون هتي واپار يا ڪنهن ٻئي ڪم سان آيو آهين؟" اُن چيو ته "نه"، "ان تي پاڻ چيائين "مون رسول الله ﷺ، جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته "جيڪو صرف علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ پنڌ ۾ هلي ٿو ته خدا اُن کي جنت جي واٽ تي لڳائيندو، بلڪ حقيقت هي آهي ته طالب علم کي خوش ڪرڻ جي لاءِ ملائڪ پنهنجا ڪنب وڇائيندا آهن. ان ڪان به وڌيڪ آسمان ۽ زمين ۾ جيتري قدر مخلوقات آهي، اُهي سڀئي طالب علم جي بخشش لاءِ دعا ڪندا آهن، ايستائين جو پاڻيءَ ۾ رهندڙ مڇيون به (انهي ڪم ۾ شريڪ آهن) ۽ هيءَ حقيقت آهي ته عالم کي هڪ عابد تي ايتري فضيلت حاصل آهي، جيتري چنڊ کي سيني تارن تي برتري حاصل آهي. علماءِ پيغمبرن جا وارث آهن ڇوته نبين سڀورن پنهنجي ميراث ۾ درهم ۽ دينار نه ڇڏيا، بلڪ انهن جي ميراث صرف علم آهي، تنهنڪري جنهن علم حاصل ڪيو، انهيءَ اُن ميراث جو وڏو حصو پاتو، علم ۽ حڪمت جو ذخيرو سڀ ڪان پهرين ابوالبشر حضرت آدم ع کي حاصل ٿيو، اُن ڪانپوءِ اُن ڪان منتقلِ ٿيندو ٻين تائين پهتو. اهڙيءَ طرح نـَسيان ۽ گناه به حضرت انسان انهن ڪان ورثي ۾ حاصل ڪيا. جيئن ته نقل آهي ته الله تعاليٰ حضرت جبرئيل ع کي حڪم ڏنو، تڏهن اهو زمين جي سيني جزن مان هڪڙي مٺ ڀري ڪٺي آيو. تڏهن الله تعاليٰ سڀ ڪان پهرين هڪڙو جوهر پيدا ڪيو ۽

انهيءَ سان زمين جي سيني جزن کي مرڪب ڪري انهن جي طرف هڪ نظر وڌائين. جيستائين خدا جي نظر ويئي. انهن جاين ۾ خدا جي ڪلمي ٻڌڻ ۽ جواب ڏيڻ جي خاصيت پيدا ٿي ويئي ڇوته خدا سائين آسمانن ۽ زمينن کي هن طرح خطاب ڪيو هو ته:

"اوهين ٻئي خوشي سان اچو يا مجبور ٿي ڪري انهن ٻنهين (زمين ۽ آسمان) چيو اسين اطاعت سان آيا آهيون". (س ۴۱: ۱۱)

انهيءَ خطاب جي ذريعي زمين جي جزن ۾ اها خاصيت پيدا ٿي ويئي، پوءِ انهن مان اها خاصيت واپس ورتي ويئي. انهيءَ طريقي سان انهن جزن جي ذريعي سان حضرت آدم عہ جي صورت تيار ڪئي ويئي. سندس جسم زمين جي انهن جزن مان مرڪب ڪيو ويو هو، جنهن ۾ اها خاصيت موجود هئي. تنهن ڪري زمين ۾ جزن جي تناسب جي لحاظ کان سندن جسم ۾ نفساني خواهشون داخل ٿي ويون هيون. تنهنڪري پاڻ فنا جي وڻ ڏانهن هٿ ڊگهو ڪيو. جيڪو روايتن مطابق ڪڻڪ جو وڻ هو، جنهن ڪري سندس جسم ۾ فنا جو گذر ٿيو.

## مشائخن جا قسم

اهو شيخ جنهن جي ذريعي روحاني فيض حاصل ڪيو وڃي ٿو، ابتدائي طريقي ۾ ڪڏهن اُن کي محبن جي واٽ تي هلايو ويندو آهي ۽ ڪڏهن اهو محبوبن جي راه تي گامزن هوندو آهي. انهي جو سبب هي آهي ته طريقت جي سالڪن ۽ نيڪ ٻانهن جا چار قسم آهن:

(۱) صرف سالڪ

(۲) صرف مجذوب

(۳) سالڪ جنهن کي پوءِ جذب جي حالت به حاصل ٿي ويندي آهي.

(۴) مجذوب جيڪو پوءِ راهِ سلوڪ تي گامزن ٿي وڃي.

انهن ۾ محض سالڪ يا سالڪ مجرد شيخ بنجڻ جي لائق نه آهي ۽ نه وري اُهو انهيءَ مقام تي پهچي سگهي ٿو. ڇوته اهو هڪڙي ئي مقام تي اچي بيهي رهيو آهي، اهو مقام معاملن ۽ رياضت جو آهي. اهو ان کان مٿئين مقام تي نٿو چڙهي سگهي، جتي ان کي مجاهدي ۽ رياضت جي

سوزش ۽ تپش کان آرام ملي سگھي ٿو. اھڙيءَ طرح مجذوب يا مجذوب مجرد کي شروع کان ئي يقين جون حقاني نشانيون نظر اچڻ لڳنديون آهن ۽ ان جي قلب تان کي پردا هٽي ويندا آهن، جيئن ته ان کي معاملن ۽ مجاهدن جون پوريون منزلون طئي ڪرڻ جي ضرورت نه رهندي آهي اڳتي هلي اسين ان جي تشريح ڪنداسون. تاهم مجذوب مجرد به شيخ بنجڻ جي لائق نه آهي، اهو خدا جي عطا ڪيل درجي تي قائم رهي ٿو ۽ پنهنجي حال ۾ مست هوندو آهي ۽ اهو فرضن کان علاوه ڪنهن ٻئي عمل تي ماخوذ (گهربل) نه هوندو آهي.

## سالڪ مجذوب

سالڪ مجذوب اهو آهي، جنهن جي روحاني زندگيءَ جو آغاز مجاهدي ۽ رياضت کان ٿيندو آهي. ان جي سيني معاملن ۾ خلوص هوندو آهي ۽ اهو روحانيت جا سيئي شرط پورا ڪندو آهي. ان ڪانپوءِ مجاهدي جي تپش کان ڪڍي حال ۽ روحاني ڪيفيتن کان سرفراز ڪيو ويندو آهي، هتي اچي هو ڪڙي مجاهدي ڪانپوءِ مـٺي ماکيءَ مان لطف اندوز ٿيندو آهي ۽ ان تي خدا جو فضل و ڪرم نازل ٿيندو آهي، ڇوته اهو مجاهدي جي تنگ واديءَ مان نڪري آرام ۽ سهوليت جي ميدان ۾ پهچندو آهي ۽ قرب الاهيءَ جي خوشبوءِ کان مانوس ٿيندو آهي، ايستائين جو ان تي حق جي مشاهدي جو دروازو کلي ويندو آهي ۽ ان کي پنهنجي (ڏک جي) دوا ملي ويندي آهي نه صرف ان جو ظرف (ٿانو) فيضياب ٿيندو آهي، بلڪ پاڻ ان جي زبان مان حڪمت جا ڪلما صادر ٿيڻ لڳندا آهن ۽ ٻيا قلب ان جي طرف مائل ٿيندا آهن ۽ ان تي غيبي فتوحات جي بارش ٿيڻ لڳندي آهي، اهڙيءَ طرح ان جو ظاهر بند ٿي ويندو آهي ۽ باطن مشاهدي ۾ اچي ويندو آهي، ايستائين جو اهو جلوه الاهيءَ جي قابل بنجي ويندو آهي ۽ جلوت ۾ خلوت جا مزا ماڻيندو آهي. اهو غالب رهندو آهي، پر مغلوب نه ٿيندو آهي. خود تصرف ڪندو آهي مگر ٻيو ڪوبه ان تي تصرف نٿو ڪري سگهي، اهڙو شخص مرشد بنجڻ جو اهل آهي، ڇوته ان محبن جو رستو اختيار ڪيو ۽ اهو نيڪ ٻانهن جهڙا عمل ڪري انهيءَ سلسلي ۾ داخل ٿيو ۽ ڪيس بارگاهِ الاهيءَ

جي مقربن جا احوال ۽ ڪيفيتون عطا ٿيون. ان جو علم ۽ فن ان جي پيروڪارن ۾ منتقل ٿيندو رهندو ۽ سندس طريقي ڪي برڪت عطا ٿيندي، مگر اهڙو شخص پنهنجي حال ۾ قيد ٿي ويندو آهي ۽ ان جي پيڙين ۾ ٻڌل رهندو آهي ۽ روحانيت جي اعليٰ مرتبي تائين نٿو پهچي سگهي. مگر پنهنجي انهيءَ دائري ۾ محدود رهندو آهي تڏهن به اهو ئي هڪ بلند مرتبو آهي، ڇوته اهل علم جا درجا هوندا آهن.

## ٽئون مقام

مرشديءَ جو مڪمل ترين مقام چوٿون قسم آهي يعني جيڪو شخص مجذوب ٿيڻ کانپوءِ سالڪ ٿي وڃي، ان کي الله تعاليٰ ابتدا ۾ ئي ڪشف ۽ نور يقين سان سرفراز ڪندو آهي ۽ ان جي قلب جي حجابن کي دور ڪيو وڃي ٿو ۽ مشاهدي حق جي تجلين سان ان جي دل روشن ٿي اٿندي آهي. اهو فريب جي دنيا کان الڳ ٿي ڪري غير فاني عالم جي طرف رجوع ڪندو آهي ۽ روحاني سر مستين جي سمنڊ مان سيراب ٿيندو آهي، بلڪ براين جي هر ڦندي کان آزاد ٿي، اُهو وڏي واڪي چوندو آهي ته "آئون ناديده خدا جي عبادت نٿو ڪريان" ان کانپوءِ ان جي باطن جو فيض ان جي ظاهر تي حاوي ٿي ويندو آهي ۽ ان موقعي تي ان جي مجاهدن ۽ معاملن جو دؤر شروع ٿيندو آهي، مگر اهو ان سلسلي ۾ ڪنهن قسم جي تڪليف ۽ مشقت محسوس نه ڪندو آهي، بلڪ اهي تڪليفون ان کي عين لذت ۽ سرور بخشينديون آهن. ان جو قالب به ان جي قلب (دل) جي مثل خدا جي محبت سان لبريز ٿي ويندو آهي. جهڙيءَ طرح ان جو قلب نرم آهي اهڙيءَ طرح ان جي ڪل به ملائم ٿي ويندو آهي. جهڙيءَ طرح ان جو قلب نرم آهي اهڙي طرح ان جي ڪل به ملائم ٿي ويندي آهي. ان جي ڪل جي نرمي جي نشاني هيءَ آهي ته ان جو جسم به اهڙيءَ طرح عمل جي لاءِ آماده ٿي ويندو آهي، جهڙيءَ طرح ان جي دل آهي. اهڙيءَ صورت ۾ الله تعاليٰ ان جي خاص ارادن کي وڌائيندو آهي ۽ بامراد محبوبن جهڙي خاص محبت عنايت فرمائيندو آهي. اهڙي صورت ۾ ڪڏهن محبت ختم ڪندو آهي ۽ ڪڏهن وري محبت ڪرڻ لڳندو آهي، ڪڏهن منهن ڦيري ڇڏيندو آهي ۽ ڪڏهن

وري پيغام موڪليندو آهي، ايستائين جو نفس جون رڳون ان جي دل مان سُڪي وينديون آهن، جيئن تہ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي.

الله اُهو آهي جنهن بهترين ڪلام جو ڪتاب نازل فرمايو، جنهن جا مضمون ملندڙ جلندڙ ۽ پڙهيل آهن، ان ڪان انهن ماڻهن جا وار ڪانڊارجي ويندا آهن، جيڪي الله ڪان ڊڄن ٿا. پوءِ انهن جي (بدن) جون کلون ۽ دليون الله جي ذڪر جي ڪري نرم ٿين ٿيون. (پاره ٢٣ - رڪوع ١٧: ٢)

هنن آيتن ۾ خدا پاڪ فرمايو آهي تہ "جهڙيءَ طرح دليون نرم ٿيون اهڙيءَ طرح (بدن) کل بہ نرم ٿي ويندي آهي." اهڙو حال بامراد محبوب جو ئي ٿي سگهي ٿو.

## شيطان جي اثر ڪان حفاظت

حديث شريف ۾ اچي ٿو تہ "جڏهن ابليس قلب جي طرف وڃڻ جو رستو دريافت ڪيو، تڏهن ان کي ٻڌايو ويو تہ اهو رستو تنهنجي لاءِ منع ڪيل آهي، البت توکي نفس جي رڳن جي نالين جي طرف ڪان رستو ملي سگهي ٿو، جيڪي نفس سان گڏوگڏ قلب تائين مليل ۽ ڳنڍيل آهن، جڏهن تون انهن رڳن ۾ داخل ٿيندين، تڏهن ان جي تنگ رستن جي ڪري تون پگهرجي ويندين ۽ تنهنجو پگهر انهيءَ راه ۾ ان آب رحمت سان ملي ويندو، جيڪو قلب جي طرف ڪان هڪڙي ئي رڳ ۾ ٽپڪندو رهندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح تنهنجو قلب تي ڏاڪو ڄمي ويندو. مگر جنهن کي آئون پيغمبر يا ولي بنائيندس، ان جي قلب جي باطن مان انهن رڳن کي اکيڙي ڇڏيندس، اهڙيءَ طرح ان جو قلب محفوظ رهندو" ان ڪري جڏهن انهن رڳن ۾ داخل ٿيندين، تڏهن تون قلب سان مليل رڳن تائين پهچي نہ سگهندين ۽ انهن ماڻهن جي دلين تي تنهنجو قبضو نہ ٿيندو. ان ڪري اهو بامراد محبوب جيڪو مرشد بنجڻ جو حقدار آهي، ان جو قلب محفوظ رهندو آهي، بلڪ ان جو سينو کُلي ويندو آهي ۽ ان جي کل نرم ٿي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح ان جي دل، روح جي هم مزاج ۽ ان جو نفس قلب جي موافق ٿي ويندو آهي. اهو نافرمان نفس جيڪو براين جو حڪم ڏيندو هو، سو نرم ٿي ويندو آهي ۽ نفس جي نرميءَ سان گڏوگڏ ان جي (ظاهري) کل بہ ملائم

تي ويندي آهي. روحاني ڪيفيتون حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ اهو عمل جي طرف رجوع ڪندو آهي، بلڪ هميشہ ان جي روح جي ڪشش بارگاه الاهيءَ جي طرف هوندي آهي. جيڪا قلب کي پنهنجي تابع بنائيندي آهي يعني نفس قلب جو تابع ۽ جسم نفس جو تابع بندي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح مادي ۽ روحاني عمل هڪ ٻئي سان ملي ويندا آهن ۽ ظاهر ۽ باطن ۾ ڪوبہ فرق باقي نہ رهندو آهي. قدرت ۾ حڪمت، حڪمت قدرت ۾، دنيا آخرت ۾ ۽ آخرت دنيا ۾ گڏجي ويندي ويندا آهن. اهڙي موقعي تي هو بجا طور تي چوڻ جو حقدار آهي تہ "جيڪڏهن سيئي پردا کنيا وڃن تہ ان وقت منهنجي يقين ۽ ايمان ۾ ڪوبہ اضافو نہ ٿيندو". هاڻي ان کي حال ۽ روحاني ڪيفيتن جي بندڻن مان آزاد ڪيو ويندو ۽ اهو حال تي غالب اچي ويندو، پر حال ان تي مسلط نہ ٿيندو يعنيٰ اهو هر طرح کان آزاد هوندو.

## قلب ۽ نفس کان آزادي

پهرين قسم جو مرشد جنهن محبن جو رستو ورتو هو. اهو بہ نفس جي غلاميءَ کان آزاد ٿيندو آهي، مگر قلب جي غلاميءَ ۾ باقي رهندو آهي. البتہ محبوبن جي طريقي جو مرشد جهڙيءَ طرح نفس جي غلاميءَ مان آزاد ٿيندو آهي، اهڙيءَ طرح اهو قلب جي غلاميءَ مان بہ آزاد ٿيندو آهي. ان جو سبب هي آهي تہ نفس زميني اونداهين جو پردو آهي، انهي لاءِ پهرئين قسم جو مرشد ان کان آزاد هوندو آهي ۽ قلب آسماني ۽ نوراني حجاب آهي، جنهن کان ٻئي قسم جو مرشد بلڪل آزاد تي ويندو آهي ۽ اهو صرف پنهنجي پروردگار جو تي ويندو آهي. پنهنجي قلب سان ان جو ڪوبہ تعلق باقي نہ رهندو آهي نہ وري ان جو پنهنجي وقت ۽ زماني سان واسطو هوندو آهي، بلڪ اهو خداوند سان لاڳاپو ڳنديندو آهي.

## مُجَسمِ بندگي

اهو صحيح معنيٰ ۾ خدا جو ٻانهو آهي ۽ سچي دل سان ان تي ايمان آڻي ٿو. دل جي سچائي ۽ سچي خيال سان الله تعاليٰ جي سامهون سربسجود ٿيندو آهي يعني دل سان ايمان آڻيندو آهي ۽ زبان سان ان جو

اقرار ڪندو آهي. (جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجن سجدن ۾ ارشاد فرمائيندا هئاڻ جو وار وار بندگيءَ جو اقرار ڪندو آهي، ان جي عبادت ملائڪن جي عبادت جي برابر آهي، جيئن ته خدا تعاليٰ فرمايو آهي:

"جيڪي آسمانن ۽ زمينن ۾ آهي، اهي سيئي خوشي يا ناخوشي الله جي سامهون سربسجود آهن ۽ انهن جا پاڇا به صبح و شام سجدو ڪندا آهن". تنهنڪري جسم سجدو ڪرڻ وارو پاڇو آهي ۽ ظاهري دنيا جا مقرب روحن جو پاڇو آهن. هن دنيا ۾ اصل شيءِ ڪثيف (ڳري) هوندي آهي ۽ ان جو پاڇو لطيف (هلڪوهوندو آهي، مگر عالم غيب ۾ اصل شيءِ لطيف ۽ ان جو پاڇو ڪثيف هوندو آهي ان ڪري نيڪ ٻانهي جا لطيف ۽ ڪثيف ٻئي سجدو ڪندڙ هوندا آهن، پر اُهي مشائخ جيڪي محبن جي رستي تي گامزن آهن. انهن جو اهو حال ڪونهي، ڇوته اُهي ظاهري اعمالن جي پيروي ڪن ٿا ۽ روحاني ڪيفيتن سان ٽمٽار هوندا آهن. اها شيءِ ڪم علمي ۽ ڪم نصيبيءَ جو نتيجو آهي، جيڪڏهن انهن جو علم زياده هجي ها ته اُنهن کي خبر پئجي وڃي ته اعمالن جو احوال سان اهڙو ئي ڳانڍاپو آهي، جهڙو روح جو جسم سان تعلق آهي ۽ اعمال ايتري قدر ضروري آهي، جيتري قدر ظاهري دنيا ۾ جسمن جي ضرورت آهي، جيستائين جسم باقي آهي ان وقت تائين عمل به جاري رهندو.

## شيخ مطلق

بهرحال جهڙيءَ طرح اسان بيان ڪيو آهي، جيڪڏهن ڪو انهيءَ جي مطابق آهي ته اهو مرشد مطلق، عارف محقق ۽ محبوب آهي، ان جي هڪڙي نگاه دوا جو ڪم رکندي آهي ۽ ان جي ڪلام ۾ شفا آهي. ان جي گفتگو خدا جي لاءِ آهي ۽ خاموشي به انهي سان گڏ آهي، جيئن ته حديث (قدسيءِ) بيان ڪيو ويو آهي ،"ٻانهو نفلن جي ذريعي منهنجي ويجهو اچڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي، ايستائين جو آئون به ان سان محبت ڪرڻ لڳندو آهيان، جڏهن آئون اُن سان محبت ڪندو آهيان ته آئون ئي ان جو ڪن اک هٿ ۽ مددگار بنجي ويندو آهيان" اهوئي سبب آهي ته مرشد خدا جي طرف کان (ڪابه شيءِ)عطا ڪندو آهي ۽ انهيءَ جي طرف کان منع

ڪندو آهي. عطا ڪرڻ ۽ منع ڪرڻ ۾ ان جي پنهنجي رضا ۽ رغبت جو ڪوبہ دخل نہ هوندو آهي، بلڪ اُهو خدا تعاليٰ جي مرضيءَ جو تابع آهي ۽ اهوئي اُن سان پنهنجي رضا ظاهر ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح ان جو هرهڪ ڪم خدا جي رضا سان ٿيندو آهي ۽ ان ۾ ان جي پنهنجي ذاتي خواهش جو ڪوبہ دخل ڪونہ هوندو آهي. جيڪڏهن ان کي خبر پئجي وڃي تہ خدا تعاليٰ چاهي ٿو تہ اهو صاف سٺي صورت ۾ ظاهر ٿئي تہ اُهو خدا جي منشا کي پورو ڪرڻ جي لاءِ اهائي صورت اختيار ڪندو آهي نہ انهي لاءِ تہ اُها صورت ڪا قابل تعريف آهي. مگر جيڪو شخص خدا جي نيڪ ٻانهن جي خدمت ڪندو آهي، ان جو معاملو ان جي ابتڙ آهي.

باب يارهون

# صوفين جا خادم

خدا تعاليٰ حضرت دائود عہ کي وحيءَ جي ذريعي اطلاع ڏنو تہ "اي دائود! جڏهن تون ڪنهن منهنجي طلبگار کي ڏسين تہ ان جو خادم بنجي وڃ. انهيءَ قسم جو خادم (بزرگن جي) خدمت ان ثواب جي خاطر ڪندو آهي، جيڪو خدا نيڪ ٻانهن لاءِ مقرر فرمايو آهي. اهو انهن کي آرام پهچائڻ ۽ الله وارن کي ذريعہ معاش کان بي نياز ڪرڻ جي لاءِ اهي خدمتون سرانجام ڏيندو آهي. جيڪو ڪم ڪندو آهي، نيڪ نيتيءَ سان فقط خدا جي لاءِ ڪندو آهي، جهڙيءَ طرح خدا تعاليٰ جي منشا ۽ مراد کان شيخ واقف هوندو. اهڙيءَ طرح خادم بہ پنهنجي نيت کان واقف آهي. جهڙيءَ طرح شيخ فقط خدا جي لاءِ هر ڪم ڪندو آهي، اهڙيءَ طرح خادم بہ خدا جي لاءِ ڪم ڪندو آهي، البتہ مرشد مقربين بارگاه الاهي جي مقام تي فائز آهي ۽ خادم مقام ابرار (نيڪ ٻانهن جي) تي آهي.

## شيخ ۽ خادم ۾ فرق

جيئن تہ خادم سخاوت، ايثار ۽ خدمت جي ڪمن کي پسند ڪندو آهي ۽ پنهنجو سمورو وقت خدا جي ٻانهن جي خدمت جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ انهيءَ کي فضيلت سمجهندو آهي، ايستائين جو اهو ان کي پنهنجن نفلن ۽ ٻين نيڪ ڪمن تي بہ ترجيح ڏيندو آهي. انِ ڪري ڪي اُهي دوست جيڪي خادم ۽ شيخ جو فرق نہ ڄاڻندا آهن، خادم کي شيخ جي مرتبي جي برابر سمجهڻ لڳندا آهن، ايستائين جو خادم بہ پنهنجي مرتبي کان ناواقف ٿي ڪري پنهنجو پاڻ کي شيخ سمجهڻ لڳندو آهي ان جو سبب هي آهي تہ موجوده زماني ۾ علم جي گهٽتائي ٿي ويئي آهي ۽ صوفين جي علم جو زوال ٿي ويو آهي ۽ ڪيترن ئي مشائخ ۽ فقيرن علم

۽ روحاني ڪيفيتن کي ڇڏي، صرف لُقمي ڪارائڻ کي ئي ڪافي سمجهي ورتو آهي. جيئن ته انهن جي خيال ۾ جيڪو وڌيڪ ڪاڌو ڪارائي ٿو، اُهوئي شيخ بنجڻ جو گهڻو حقدار آهي. اُهي هيءَ نٿا ڄاڻن ته اهڙو شخص (صوفين جو) خادم ٿيو وڃي ۽ اُهو حقيقت ۾ شيخ نه هوندو آهي. بهرحال خادم کي به خدا وٽ بلند مقام حاصل آهي، جيئن ته خادم جي فضيلت ۾ حضرت ابوهريره رضه کان هيءَ روايت منقول آهي ته "حضرت رسول الله ﷺ جن جڏهن مرالظهران ۾ تشريف فرما هئا، ته پاڻ سڳورن ﷺ وٽ ڪاڌو آندو ويو پاڻ سڳورن ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضه ۽ حضرت عمر رضه کي فرمايائون "ڪائو" انهن عرض ڪيو "اسين روزيدار آهيون" پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايائون "اي ماڻهؤ! اوهين پنهنجن انهن ٻنهي ساٿين جي لاءِ ڪم ڪريو ۽ سندن خدمت ڪريو" وڌيڪ فرمايائون ته "اوهين روزي رکڻ جي ڪري ۽ خدمت ڪرڻ سان ڪمزور ٿي ويا آهيو. انهيءَ لاءِ اوهانکي خدمتگار جي ضرورت آهي. ان ڪري اوهين ڪائو ۽ پنهنجي نفس جي خدمت ڪريو."

انهيءَ ڪري خادم فضيلت حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. ان فضيلت کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ هو ڪڏهن ڪسب حلال ڪندو آهي ته ڪڏهن ٻين کان امداد حاصل ڪندو آهي. ڪڏهن گداگري اختيار ڪندو آهي ۽ ڪن وقتن ۾ وقف جي مال جو خود انتظام ڪندو آهي، ڇوته هو سمجهي ٿو ته هوئي ان جي بهتر نگراني ڪري سگهي ٿو ۽ ان جو فائدو انهن ئي ماڻهن کي پهچائيندو، جن تي اهو مال وقف ڪيو ويو آهي. انهيءَ مقصد جي لاءِ هر ان مقام تي ويندو آهي، جنهن جي شريعت مذمت نه ڪئي هجي. جيئن ته خدمت خلق جو ثواب حاصل ڪري. مگر شيخ طريقت پنهنجي ڪامل بصيرت ۽ علمي قابليت جي ڪري اهو ڄاڻندو آهي ته خرچ ڪرڻ جي لاءِ به مڪمل علم جي ضرورت آهي ۽ انهيءَ سلسلي ۾ نفسانيت ۽ ٻجهين خواهشن کان نيت پاڪ ۽ صاف رکڻ گهرجي ۽ جڏهن نيت ۾ سچائي هوندي آهي تڏهن انسان ڪنهن به شيءِ ڏانهن راغب نه ٿيندو آهي، ڇوته رغبت ان شيءِ جي طرف هوندي آهي، جنهن ۾ انسان جو ڪو ذاتي مقصد لڪيل هوندو آهي. مگر شيخ جو پنهنجو ذاتي ڪوبه مقصد نه هوندو آهي

اُهو ته خدا جي منشاءَ کي پورو ڪندو آهي. حضرت جنيد بغدادي رح کان نقل آهي ته انهيءَ حضرت سري سقطي رح کي هيئن فرمائيندي ٻڌو آهي ته "آئون جنت ۾ وڃڻ جو هڪ مختصر ۽ سڌو رستو ڄاڻان ٿو" مون عرض ڪيو اهو ڇا آهي؟" "فرمايائين ڪنهن کان ڪا به ڳالهه نه پڇ ۽ نه ڪنهن کان ڪا شيءِ وٺ ۽ نه تو وٽ ڪا شيءِ هجي، جيڪا تون ڪنهن ٻئي کي ڏيئي سگهين".

مگر جيڪو خادم آهي، اهو خدمت خلق ۽ ايثار کي ئي جنت جي واٽ سمجهندو آهي. اُهو نفلن جي ثواب تي يقين رکي ٿو، مگر ان جي باوجود خدمت خلق کي انهن نفلن تي مقدم سمجهندو آهي، جيڪي ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ ادا ڪيا وڃن ٿا. انهيءَ مان اهي نفل مراد نه آهن، جن جي ذريعي روحاني حال ۽ ڪيفيت کي درست ڪيو ويندو آهي، ڇو ته واعدي کان پهرين نقد جو هجڻ نهايت ضروري آهي.

## خدمت خلق جي فضيلت

نفلن تي خدمت خلق جي برتري جي ثبوت ۾ حضرت انس رضہ جي هيءَ حديث پيش ڪئي وڃي ٿي ته "اسين حضرت رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئاسون. اسان مان ڪي روزيدار هئا، ڪن ماڻهن (اصحابن سڳورن) روزو نه رکيو هو. آخرڪار اسان سخت گرمين جي ڏينهن ۾ هڪڙي منزل تي پهتاسون. اسان مان ڪي ماڻهو (اصحابن سڳورن) پنهنجن هٿن سان اُس جي ڪري ڇانوَ ڪيو پئي آيا، مگر گهڻن اصحابن سڳورن پنهنجين چادرن سان ڇانوَ ڪئي هئي. جيڪي روزيدار هئا، اُهي سمهي رهيا. مگر بي روزائتن اُتي خيما لڳايا ۽ اٺن کي پاڻي پياريو. انهيءَ تي حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "بي روزائتا اڄ جو ثواب کٽي ويا".

هن حديث مان نفلي اعمالن تي خدمتِ خلق جي فضيلت ثابت ٿئي ٿي. لهذا ان ڪري خادمِ خلق جو بلند مرتبو آهي، جنهن جي طرف اُهو متوجه ٿيندو آهي.

## خادم جهڙو ٿيڻ جي ڪوشش ڪندڙ

اُهو شخص جنهن جي نيت نفساني گندگين کان پاڪ ۽ صاف نه هوندي آهي، مگر خادم جي مشابه (هڪ جهڙو) بنجڻ جي ڪوشش ڪندو

آهي ۽ درويشن جي خدمت ڪندو آهي. صوفين جي خادمن جي تقليد (پيروي) ۾ حُسن عقيدت سان انهن جي مقامِ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ان جي خدمت نيڪيءَ ۽ بديءَ سان مليل جـُليل هوندي آهي. جيئن تہ ڪڏهن اهو پنهنجي ايمان ۽ حسن عقيدت جي ڪري صوفين جي صحيح خدمت ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي ۽ ڪڏهن نفساني خواهشن جي آميزش جي ڪري ناڪام ٿي ويندو آهي. ڇوتہ اُن بيجا خدمت ڪئي ۽ نفساني خواهش جي مطابق انهن ماڻهن جي خدمت ڪئي، جيڪي انهيءَ خدمت جا مستحق نہ هئا. ان جو سبب هڪ هيءُ بہ آهي تہ ثواب ۽ رضاءِ حق جي اُميد سان گڏ خدا جي مخلوق کان تعريف واکاڻ جي اُميد بہ رکندو آهي، بلڪہ ڪن وقتن ۾ اُن جي خدمت جو مقصد صرف تعريف ڪرائڻ ئي هوندو آهي. ڪڏهن ان کي ڪنهن شخص جي ڪا ڳالهہ ذاتي طور تي ناگوار معلوم ٿيندي آهي تہ اهو ان جي خدمت ڪرڻ کان باز اچي ويندو آهي ۽ خوشي ۽ غضب ٻنهي حالتن ۾ خدمت خلق جا فرائض بجا آڻڻ ۾ ڪوتاهي ڪندو آهي ڇوتہ ذاتي رنجش جي ڪري ان جو مزاج بگڙجي ويندو آهي. مگر جيڪو سچو خادم هوندو آهي، اُهو خوشي ۽ غضب ٻنهي حالتن ۾ خدمت خلق جي سلسلي ۾ نفساني خواهشن جي پيروي نہ ڪندو آهي ۽ نہ وري خدا جي راهہ ۾ ان کي ڪنهن جي ملامت جي پرواهہ هوندي آهي، بلڪہ هر حالت ۾ ۽ هر مقام ۾ مناسب طريقو اختيار ڪندو آهي.

لهٰذا ان ڪري اهو شخص جنهن جا اوصاف اسان بيان ڪيا، صحيح خادم نہ آهي، بلڪہ متخادم (مصنوعي خادم) آهي خادم ۽ متخادم جي درميان اهوئي شخص صحيح فرق ڪري سگهي ٿو، جنهن کي ماڻهن جي نيتن جي درستگي جو علم هجي ۽ اهو انهن کي نفساني آلودگين کان پاڪ ۽ صاف رکي سگهي. اهڙي متخادم (مصنوعي خادم) کي بہ ڪن ڪمن ۽ خدمتن جو ثواب ملي ويندو آهي، مگر اهو خادم جي مرتبي تائين نٿو پهچي سگهي، ڇوتہ ان ۾ نفساني خواهش جي ملاوت آهي.

## نام نهاد خادم

جيڪو شخص وقف جو مال وٺڻ يا ان جو فائدو وڏائن جي لاءِ درويشن

جي خدمت ڪندو آهي ۽ حصول جاه جي لاءِ فوري طور تي ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ جي لاءِ خدمت خلق ۾ مصروف رهندو آهي، اهو حقيقي خدمت خلق نه ڪندو آهي، بلڪ پنهنجي ذات جي خدمت ڪندو آهي ڇوته جيڪڏهن ان جو مفاد ختم ٿي وڃي ته اُهو ان جي خدمت کان آزاد ٿي ويندو آهي. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي، جو جن ماڻهن جي لاءِ اهو خدمت ڪندو آهي، انهن کان خود ڪجھ وٺندو آهي، انهي لاءِ ان جي اِها خدمت محض پنهنجي ذاتي مفاد جي لاءِ هوندي آهي. اهو محفلنَ ۾ انهن جي گهٽائيءَ کان خود فائدو ڪڻندو آهي ۽ انهيءَ جي ڪري پنهنجي عزت ۽ شرف ۾ اِهو ظاهر ڪري اضافو ڪندو آهي ته ان جي مجڻ وارا ۽ مددگار گهڻا آهن. درحقيقت اهو پنهنجي نفساني خواهشن جو غلام ۽ دنيا جو طالب آهي. ڏينهن رات اُن کي پنهنجو درجو وڌائڻ پنهنجي نفس ۽ پنهنجي اهل و عيال کي خوش ڪرڻ جو فڪر ئي رهندو آهي. ان جو دنيا طلبيءَ جو حرص وسيع ٿيندو ويندو آهي اُن وقت اهو خادمن ۽ درويشن جي لباس کان مختلف لباس زيب تن ڪندو آهي ۽ ان جو نفس نفساني خواهشن کان لطف اندوز ٿيڻ لڳندو آهي، ايستائين جو قيادت ۽ رياست جي محبت ان تي غالب اچي ويندي آهي ۽ ايتري قدر ان جي حرص ۽ هوا جو دائرو وسيع ٿيندو ويندو آهي، جو درويشن تي به دست درازي ڪرڻ لڳندو آهي ۽ اُهي به ان جي خوشنودي حاصل ڪرڻ، ان جي ظلم و ستم کان بچڻ ۽ پنهنجو وظيفو برقرار رکڻ جي لاءِ ان جي بيجا خوشامد ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح اهو خادم نه رهندو آهي، بلڪ مخدوم بنجي ويندو آهي.

ڇوته انهيءَ ٻين جي خدمت بجاءِ پنهنجي خدمت ڪرائڻ کي ترجيح ڏني آهي ۽ پنهنجو پاڻ کي انهن جي طرف منسوب ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ انهن سيني خرابين جي باوجود هي به ممڪن آهي ته اهو انهن جون برڪتون حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي. جيئن ته اسين هيءَ حديث بيان ڪري چڪا آهيون.

"هي اُهي ماڻهو آهن، جن جو هم نشين (صحبتي) بدنصيب نه رهندو" ڇوته الله پاڪ انهن جو مددگار ۽ انهن کي توفيق ڏيڻ وارو آهي.

# باب ٻارهون

# صوفين جي گودڙي

## خرقہ پوشي

خرقہ پوشي پير ۽ مريد جي درميان هڪ قسم جو رابطو آهي، جنهن جي ذريعي مريد پير کي پنهنجو حاڪم تسليم ڪندو آهي. جڏهن دنياوي مساوات (برابري) جي لاءِ شريعت ۾ حڪم (اڳواڻ رهبر) بنائڻ جائز آهي تہ پوءِ هڪڙو منڪر انهيءَ خرقہ جو ڪيئن انڪار ڪري سگهي ٿو جيڪو هڪ اهڙي مخلص (سچي) حقيقت جي طالب کي پارايو ويندو آهي، جيڪو نيڪ خيال ۽ نيڪ عقيدي سان پير وٽ اچي، پنهنجي مذهہ مفاد ۾ ان کي پنهنجو رهبر بنائيندو آهي. جيئن تہ اهو ان کي هدايت جي واٽ تي لڳائي ۽ اُن کي ٻلائيءَ جي واٽ جي سڃاڻپ ڪرائي ۽ ٻڌائي تہ نفس جون آفتون ڪهڙيون آهن، عمل ڪيئن خراب ٿي ويندا آهن ۽ ڪهڙن رستن کان دشمن داخل ٿيندو آهي.

اهڙيءَ طرح اهو پنهنجو پاڻ کي مرشد جي حوالي ڪندو آهي ۽ انهيءَ جي راءِ ۽ مشوري تي پنهنجن سيني معاملن ۾ ڪنڌ جهڪائيندو آهي، انهيءَ لاءِ مرشد اُن تي پنهنجي تصرف باطنيءَ جي اظهار جي لاءِ اُن کي خرقہ پارائيندو آهي. جيئن تہ خرقہ پوشي پنهنجو پاڻ کي سپرد ڪرڻ ۽ تسليم ورضا جي نشاني آهي ۽ انهيءَ ڳالهہ جي علامت آهي تہ اهو مرشد جي حڪم جي ماتحت خدا ۽ ان جي رسول جي حڪم کي تسليم ڪندو، بلڪ خرقہ جي ذريعي نبي ڪريم ﷺ جن جي سنت بعيت کي زنده ڪيو ويو آهي. حضرت عباده بن صامت رضہ فرمائي ٿو تہ، "اسان رسول الله ﷺ جن سان هن ڳالهہ تي بيعت ڪئي تہ اسين تنگي ۽ ڪشادگي، خوشي ۽

غم هر حالت ۾ اوهان جو حڪم مڃيندا سون. "حاڪمن جي حڪمن ۾ اختلاف نه ڪندا سون" جتي به هونداسون حق ڳالهه چونداسون ۽ خدا جي واٽ ۾ ڪنهن ملامت ڪرڻ واري جي ملامت کان نه ڊڄنداسون. لهذا تنهنڪري خرقه پوشي بيعت جي عين مطابق آهي ۽ مرشد جي صحبت ۾ داخل ٿيڻ جو اڳڻ آهي. اصل مقصد مرشد جي صحبت آهي ۽ انهيءَ صحبت جي ذريعي مريد مان ڀلائيءَ جي اميد ڪئي وڃي ٿي.

## مرشد جي ضرورت

حضرت بايزيد رحه ارشاد فرمايو آهي ته "جنهن جو ڪو به رهبر نه هجي، ان جو رهبر شيطان آهي."

حضرت ابوالقاسم قشيري رحه پنهنجي مرشد ابوعلي الدقاق رحه جو هي قول نقل ڪيو آهي ته انهيءَ سڀوري فرمايو آهي ته:

"جيڪڏهن ڪو به ٻوٽو باغبان جي سنڀالڻ بغير وڏو ٿئي ته انهيءَ مان پـنَ ته نڪرندا آهن، مگر ميوو نه نڪرندو آهي". دراصل ائين ئي هوندو آهي، جيئن ته انهن ارشاد فرمايو آهي، پوءِ اهو ممڪن آهي ته اهڙي ٻوٽي مان ڦل برآمد ٿئي، جيئن ته پٽن ۽ جبلن جي وڻن مان ڦل نڪرندو آهي، مگر انهن ميون ۾ باغن جي ميون جهڙو مزو نه هوندو آهي. بهرحال ٻوٽو جيڪڏهن هڪڙي جڳهه کان ٻي جڳهه منتقل ڪيو وڃي ته ان جي حالت بهتر ٿي ويندي آهي ۽ اهو وڌيڪ ميويدار ٿي ويندو آهي، ڇوته ان ۾ تصرف ڪيو وڃي ٿو". شريعت سڀوري سيکاريل ڪُتي جي تعليم جي اهميت کي به تسليم ڪيو آهي ۽ ان جي ماريل شڪار کي حلال مڃيو آهي، مگر جيڪو سيکاريل نه هجي (ان جي شڪار کي تسليم نه ڪيو ويو آهي) مون (عمر بن شهاب الدين سهرورديءَ) ڪيترن مشائخن کان هيءَ ڳالهه ٻڌي آهي ته "جنهن فلاح ڏيڻ واري کي نه ڏٺو. ان کي فلاح (ڀلائي) ڪانه ملندي" بهرحال اسان جي اڳيان رسول اڪرم ﷺ جن جو اسوه حسنه (ڀلارو طريقو) موجود آهي. سندن اصحابن سڀورن پاڻ سردارن ﷺ جن کان سيني علمن ۽ ادبن جي تعليم حاصل ڪئي. جيئن ته ڪن اصحابن سڀورن بيان ڪيو آهي ته:

"اسان کي نبي ڪريم ﷺ جن هر شيءِ جي تعليم ڏني، ايستائين جو

مڪروه شين کان بہ واقف ڪيائون. چنانچہ جڏهن ڪوبہ مخلص مريد مرشد جي حڪم جو تابع ٿي ويندو آهي ۽ ان سان گڏ رهڻ جي ڪري ان جو طور طريقو اختيار ڪندو آهي، تڏهن مرشد جي باطن جي روحاني طاقت مريد جي باطن ۾ اهڙيءَ طرح سمائجي ويندي آهي، جهڙيءَ طرح هڪڙو ڏيئو ٻئي ڏيئي مان روشن ٿيندو آهي. مرشد جو ڪلام مريد جي باطن کي روحانيت سان ڀري ڇڏيندو آهي، اهڙيءَ طرح مرشد جو ڪلام لطائف روحاني جو خزانو آهي ۽ اها روحانيت مرشد کان مريد جي طرف مجلسن ۽ سماع (وجد راڳ واري حالت) جي ذريعي منتقل ٿيندي رهندي آهي. اهو انهيءَ صورت ۾ ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن مريد پنهنجو پاڻ کي مرشد جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي ۽ پنهنجي ذاتي ارادي کي ڇڏي قطعي طور تي مرشد جي اندر فنا ٿي وڃي، جيئن تہ انهيءَ خدائي ناتي جي ڪري مرشد ۽ مريد جي پاڪيزه فطرت ۽ روحانيت جي، مناسبت جي مطابق روحاني ربط (ميل ميلاپ) و ضبط (بندوبست) وڌندو ويندو ۽ مريد مرشد جي صحبت ۾ پنهنجن ارادن ۽ اختيارن کي فنا ڪري ترقي ڪندي خدا پاڪ جي حضور ۾ پهچندو. ان وقت اهو خدا جو ڪلام اهڙيءَ طرح سمجهندو جهڙي طرح مرشد جي ڪلام کي سمجهندو هو. انهن سڀني روحاني ترقين جو سرچشمو مشائخن جي صحبت آهي، جنهن جو دارومدار خرقہ پوشي تي آهي.

## خرقہ پوشي جو ثبوت

حديثن مان خرقہ پوشيءَ جو ثبوت حضرت ام خالد بنت خالده رضہ جي مستند روايت مان ملي ٿو. جيڪا فرمائي ٿي تہ "رسول الله ﷺ جن کي ڪي ڪپڙا پيش ڪيا ويا. جن ۾ هڪڙي ننڍي لوئي بہ هئي. پاڻ (سردار ﷺ) فرمايو تہ:

"هيءَ لوئي ڪنهن کي پارايان؟". ماڻهو خاموش رهيا. پاڻ (سردار ﷺ)، فرمايو "ام خالد رضہ کي مون وٽ وٺي اچو. جيئن تہ اُها حاضر ٿي. تڏهن پاڻ (سردارن ﷺ) پنهنجي دست مبارڪ سان اُها لوئي، مون کي پارائي ۽ بہ ٻيرا فرمايو "تون اِن کي پائي ۽ ان کي ڳاري ۽ پراڻي ڪري ڇڏ" انهي لوئيءَ جي ڦڪين ۽ ڳاڙهين ليڪن جي طرف ڏسي پاڻ (سردار ﷺ)

فرمائيندا هئا "اي اُم خالد هي "سناه" آهي "سناه" حبشي ٻوليءَ ۾ "ڀلي ۽ عمدي" کي چوندا آهن. پوءِ به هيءَ ڳالهه مخفي نه آهي ته انهيءَ قسم جي خرقه پوشي جنهن تي موجوده زماني ۾ مشائخن جو عمل آهي، حضرت رسول الله ﷺ جن جي زماني مبارڪ ۾ نه هئي، مگر موجوده صورت ۾ ان جي لاءِ تيار ۽ گڏ ٿيڻ کي مشائخن پسند فرمايو آهي. ان جو اصل بنياد اهائي حديث آهي، جنهن جو اسان ذڪر ڪيو آهي ۽ ان جو سڀ کان وڌو ثبوت مسلئه تحڪيم (جج بنائڻ) آهي، جنهن کي اسان باب جي شروعات ۾ بيان ڪيو آهي. بهرحال ان کان وڌيڪ مڪمل اتباع رسول الله ﷺ. اڃان ٻيو ڇا ٿي سگهي، جو خدا جي طرف مخلوق کي دعوت ڏني وڃي. خداوند ڪريم پنهنجي قديم ڪلام (قرآن پاڪ) ۾ ذڪر ڪيو آهي ته سيئي مسلمان قوم وارا رسول الله ﷺ جن کي پنهنجو حاڪم تسليم ڪن. لهذا تنهنڪري جيڪڏهن ڪو مريد پنهنجي مرشد کي پنهنجو حاڪم تسليم ڪري ٿو ته اهو تحڪيم نبوي ﷺ جن جي سنت کي زنده ڪري ٿو. جيئن ته الله پاڪ فرمائي ٿو:

"اوهان جي پروردگار جو قسم! اُهي ان وقت تائين مؤمن نٿا چئي سگهجن، جيستائين جو اُهي رسول ڪريم کي پنهنجن جهڳڙن جي باري ۾ منصف ۽ حاڪم نه مڃين ۽ جڏهن اوهان ﷺ فيصلو ڪريو ته ان جي برخلاف اُهي پنهنجي اندر تنگي نه محسوس ڪن. بلڪ ان کي قطعي طور تسليم ڪن" انهيءَ آيت سڳوري جو (شان نزول) هي آهي ته حضرت زبير بن العوام رضہ ۽ هڪڙو ٻيو اصحابي رسول الله ﷺ جن وٽ مديني کان ٻاهر پاڻيءَ جي هڪ نهر جي باري ۾ مقدمو کڻي آيا. انهيءَ پاڻيءَ جي نهر مان اُهي، ٻئي ڄڻا کجور جي وڻن کي سيراب ڪندا هئا. انهيءَ مقدمي تي پاڻ ﷺ جن هي فيصلو ڏنائون "اي زبير رضہ پهرين تون وڻن کي سيراب ڪري پوءِ پاڻي پنهنجي پاڙي واري ڏانهن ڇڏي ڏيندو ڪر" انهي فيصلي تي اُهو ماڻهو ناراض ٿي چوڻ لڳو ته:

"رسول الله ﷺ جن پنهنجي ڦڦي جي پٽ جي حق ۾ فيصلو ڏنو آهي" انهيءَ تي الله پاڪ مٿئين آيت نازل ڪئي جنهن ۾ نبي ڪريم ﷺ جن سان ادب سان پيش اچڻ جا طريقا سيڪاريا ويا آهن يعني ظاهري ۽ باطني

اطاعت ۽ تسليم و رضا کي ايمان جو شرط قرار ڏنو ويو آهي.

## خرقہ پوشيءَ جي اهميت

اهي ئي شرط مرشد کي حاڪم بڻائڻ ڪانپوءِ مريد جي لاءِ به ضروري آهن. خرقہ پوشي مشائخن تي تهمتن لڳائڻ ۽ اعتراض ڪرڻ کان روڪي ٿي ڇوته اهو مريدن جي لاءِ قاتل زهر آهي ۽ اُهو مريد جيڪو مرشد جي باطني تصرفن تي اعتراض ڪري ٿو ڪامياب نٿو ٿي سگهي. لهذا تنهنڪري هڪڙو سچو مريد جڏهن مرشد جي باطني تصرفن کي نٿو سمجهي سگهي، تڏهن اهو حضرت موسيٰ ع ۽ حضرت خضر ع جي قصي کي ياد ڪندو آهي ته ڪهڙي طرح حضرت موسيٰ ع حضرت خضر ع جي باطني تصرفن تي اعتراض ڪيا هئا. مگر جڏهن اصلي حقيقت ظاهر ٿي، تڏهن ان وقت حضرت موسيٰ ع کي صحيح معاملن جو علم ٿيو. تنهن ڪري مريد کي يقين رکڻ گهرجي ته هر اُهو معاملو جنهن جي باري ۾ هن کي صحيح حالتن جو علم ڪونهي، ان جو صحيح ثبوت (سندس) مرشد وٽ موجود آهي. خرقہ پوشيءَ ۾ مرشد جو هٿ نبي ڪريم ﷺ جن جي دست مبارڪ جي قائم مقامي ڪندو آهي. انهيءَ لاءِ مرشد کي بزرگ مڃي ڪري نبي ڪريم ﷺ جن جي اڳواڻيءَ کي تسليم ڪندو آهي. جيئن ته الله تعاليٰ بيعت رضوان جي موقعي تي ارشاد فرمايو هو ته "اي محبوب ﷺ، اُهي ماڻهو جيڪي اوهان سان بيعت ڪري رهيا آهن، دراصل خدا جي هٿ تي بيعت ڪري رهيا آهن" خدا جو هٿ انهن جي هٿن مٿان آهي تنهنڪري جيڪو به انهيءَ بيعت کي ٽوڙيندو، ته اُهو پنهنجي نقصان جي لاءِ بيعت کي ٽوڙيندو. مرشد مريد کان خرقہ پوشيءَ جي شرطن بجاءِ آڻڻ جو واعدو وٺندو آهي ۽ ان کي خرقہ (گودڙي) جي حقوق کان واقف ڪندو آهي. لهذا ان ڪري مرشد مريد جي لاءِ هڪ اهڙي تصوير جي مِثال آهي، جنهن جي پوئين طرف مريد کي الاهي مطالبن ۽ نبوي مقصدن جو عڪس نظر ايندو آهي ۽ مريد جو اهو اعتقاد پڪو ٿي ويندو آهي. مرشد جي ڪري ئي ان جون سيئي وارداتون ۽ سيئي ديني ۽ دنياوي ڪم مڪمل ٿين ٿا ۽ ان کي اهو يقين ٿي ويندو آهي ته ان تي خدا جو جيڪو فضل و ڪرم نازل ٿيو

آهي اهو مرشد جي ڪري ئي آهي ۽ اهوئي ان جي باري ۾ خدا جي طرف اهڙي طرح رجوع ڪندو آهي، جهڙيءَ طرح جو هو خود مرشد جي طرف متوجه آهي، سمهندي ۽ جاڳندي مرشد سان ڳالهه ٻولهه جو دروازو کليل آهي، مرشد پنهنجي مريد سان جيڪو سلوڪ ڪندو آهي، اهو پنهنجي نفساني خواهش جي مطابق نه ڪندو آهي، بلڪه مريد ان وٽ خدا جي امانت آهي، انهيءَ لاءِ هو مريد جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ جي لاءِ خدا وٽ اهڙي طرح فرياد ڪٺي ويندو آهي، جهڙيءَ طرح اهو پنهنجون ديني ۽ دنياوي ضرورتون ان جي اڳيان پيش ڪندو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته "ڪنهن انسان جي اها طاقت نه آهي ته اهو الله سان ڳالهائي سگهي، سواءِ ان جي ته هو ڪلام وحي هجي يا پردي جي پٺيان هجي يا اهو ڪوبه قاصد موڪلي. لهذا ان ڪري قاصد (ملائڪ) موڪلڻ ۽ وحي پيغمبرن ۽ رسولن سان مخصوص آهي. البت پردي جي پويان الهام ۽ هاتف غيبي ۽ خوابن جي ذريعي گفتگو ٿي سگهي ٿي، جنهن جا مستحق مشائخ ۽ جليل القدر اهلِ علم آهن.

## صحبت جو دور

مريدن جي صحبت جو دؤر ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. هڪڙو کير پيئڻ جو دؤر آهي، ٻيو دؤر کير پيئڻ کي ڇڏي ڏيڻ جو آهي. ان کان پهرين اسين روحاني ۽ معنوي ولادت جي تشريح ڪري چڪا آهيون. کير پيئڻ جو دؤر اهو آهي، جڏهن اهو هر وقت مرشد جي صحبت ۾ رهندو آهي ۽ مرشد کي انهيءَ دؤر جي خبر هوندي آهي، ان ڪري مريد کي انهيءَ دؤر ۾ مرشد جي اجازت کانسواءِ ڪيڏانهن به نه وڃڻ گهرجي. جيئن ته الله تعاليٰ امت کي ادب سيکارڻ جي لاءِ هي ارشاد فرمايو آهي "سچا مؤمن اُهي آهن، جيڪي الله پاڪ ۽ ان جي رسول ﷺ جن تي ايمان آڻين ٿا ۽ جڏهن اُهي انهن سان ڪنهن ڪم ۾ شريڪ ٿيندا آهن ته اتان کان ان وقت تائين نه ويندا آهن، جيستائين جو انهن کان اجازت نه وٺن. لهذا ان ڪري جڏهن اُهي اوهان کان ڪنهن ڪم جي لاءِ اجازت وٺن ته اوهان انهن مان جنهن کي چاهيو، ان کي اجازت ڏيئي ڇڏيو. بهرحال دين جي ڪمن کان وڌيڪ ٻيو

کھڙو گڏيل ڪم ٿي سگھي ٿو. ان ڪري مرشد مريد ڪي پاڻ ڪان جدا تيئن جي اُن وقت اجازت ڏيندو آهي، جڏهن اهو ڏسندو آهي ته ان جي ڪير ڇڏڻ جو زمانو اچي ويو آهي ۽ اُهو خودمختيار ٿي ڪري ڪم ڪري سگھي ٿو ۽ ان جي ارادي جي پختگي ۽ خودمختياري جي صورت اها ٿي آهي ته ان جي لاءِ سڌوسنئون خدا جي ڳالهين ڪي سمجھڻ جو دروازو کلي وڃي، ان ڪري جڏهن مريد انهيءَ درجي تي پهچي وڃي جو پنهنجون ضرورتون ۽ اهم ڪم خدا جي سامهون پيش ڪري سگھي ۽ خدا پنهنجي سائل ۽ محتاج ٻانهي ڪي جيڪا هدايت ۽ تنبيهه ڪندو آهي، ان ڪي سمجھي سگھي ته سمجھو ته ان جو ڪير پيئڻ ڪي ڇڏڻ جو زمانو اچي ويو. پر جيڪڏهن اهو ڪير ڪي پيئڻ ترڪ ڪري ڇڏڻ جي زماني ڪان اڳ مرشد ڪان جدا ٿي ويو ته انهيءَ ڪي رستي ۾ ڪيترين ئي تڪليفون درپيش اينديون. اهو دنيا جي طرف متوجه ٿي ڪري نفساني خواهشن ۾ مبتلا ٿي ويندو، ان ڪي اهڙيون ئي تڪليفون پيش اينديون، جيڪي ان ٻار ڪي اينديون آهن، جنهن جو وقت ڪان اڳي ڪير ڇڏايو وڃي. بهرحال مشائخن جي صحبت ۾ اهو حقيقي مريد هميشه رهندو آهي، جيڪو خرقه ارادت پائيندو آهي.

## خرقه (گودڙي) جا ٻه قسم

(۱) خرقه ارادت (۲) خرقه تبرڪ.

مشائخ (مرشد) جيڪو خرقو پنهنجن مريدن ڪي پارائيندا آهن، اهو خرقه ارادت ئي هوندو آهي، مگر خرقه تبرڪ انهن ماڻهن لاءِ هوندو آهي، جيڪي حقيقي مريد نه هوندا آهن، مگر انهن جهڙا (مشابه) بنجڻ چاهيندا آهن. بهرحال جيڪو ڪنهن جماعت جي مشابه ٿي وڃي ته ان جو ڳاڻيٽو به انهن مان ٿيندو آهي.

## تربيت ڏيڻ

خرقه پوشيءَ جو لڪيل راز هي آهي ته سچو طالب جڏهن مرشد (شيخ جي صحبت اختيار ڪندو آهي) ۽ پنهنجو پاڻ ڪي ان جي سپرد ڪندو آهي،

تڏهن اهو ان جي اڳيان هڪ ننڍڙي ٻار جي مِثل هوندو آهي، جيڪو پنهنجي پيءُ سان گڏ هوندو آهي. مرشد (شيخ) الله تعاليٰ کان صحيح نيازمندي ۽ حسنِ استقامت ڪانپوءِ جيڪو باطن جو علم حاصل ڪندو آهي. ان جي ذريعي هو پنهنجي مريد ڪي تربيت ڏيندو آهي ۽ پنهنجي زبردست بصيرت جي مطابق ان جي باطن (اندر) جي نگراني ڪندو آهي. جيڪڏهن مريد زاهدن وانگر تلهو ڪاڏي وارو ڪپڙو (لباس) پائيندو آهي ۽ انهيءَ وضع قطع ۾ اُهو پنهنجو پاڻ ڪي زاهد سمجهڻ لڳندو آهي، تڏهن مرشد (شيخ) ان ڪي نرم ڪپڙا (لباس) پارائيندو آهي. جيڪڏهن ان جو نفس نندي يا ڏکهي آستين ۽ پهراڻ جو مخصوص ڪپڙو يا نرم ۽ سخت ڪپڙي مان ڪنهن مخصوص ڪپڙي (لباس) ڪي پسند ڪندو آهي ته مرشد (شيخ) ان جي نفساني خواهشن ڪي ٽوڙڻ لاءِ ان جي برخلاف لباس جو حڪم ڏيندو آهي. جيڪڏهن مريد ڪي نرم ڪپڙي يا خاص نموني جي ڪپڙن جي خواهش هوندي آهي ته مرشد ان جي عادت ۽ خواهش ڪي مٽائڻ جي لاءِ اجا ڪو ٻيو لباس استعمال ڪرائيندو آهي. مرشد جهڙيءَ طرح ڪاڏي پيتي، روزي رکڻ، ڪولڻ يا ٻين مذهبي ڪمن ۾ ٻه اهڙو طريقو اختيار ڪندو آهي، جنهن ۾ مريد جي ڀلائي هجي. جيئن ته ڪڏهن هن ڪي هميشه ذڪر ۾ مشغول رکيو ويندو آهي ۽ ڪڏهن وري اُن کان خدمت جو ڪم ورتو وڃي ٿو ۽ ڪڏهن اٿين ٻه ٿيندو آهي، جو اُن ڪي روزي ڪمائڻ تي لڳايو وڃي ٿو، يا ڪڏهن نذراني وغيره تي ان جو گذران ٿيندو آهي. جنهن جو سبب هي آهي ته مرشد ان جي باطني حالتن ڪي سمجهي وٺندو آهي ۽ ان ڪي ماڻهن جي انيڪ صلاحيتن جي پوري خبر هوندي آهي. انهيءَ لاءِ اهو هرهڪ مريد ڪي ان جي روزي ۽ آخرت جي ڪمن جي باري ۾ انهيءَ شيءِ جو حڪم ڏيندو آهي، جيڪا ان جي حال جي مناسب هوندي آهي. جيئن ته صلاحيتون مختلف هونديون آهن، انهيءَ لاءِ دعوت ڏيڻ ۽ هدايت جا درجا ٻه مختلف ٿي ويا آهن، جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"اوهين الله جي واٽ ڏانهن (ماڻهن ڪي) حڪمت ۽ عمدي نصيحت سان سڏيو ۽ انهن سان بهترين طريقي سان بحث ڪريو."

## دعوت ڏيڻ جا نمونا

هن آيت شريف جي مطابق دعوت ڏيڻ جا ٽي نمونا آهن. حڪمت (دانائي)، موعظت (واعظ سان) ۽ مجادله (بحث سان). جنهن کي حڪمت جي ذريعي سان دعوت ڏني ويندي، ان کي موعظت (واعظ) ۽ مجادله (بحث) جي ذريعي دعوت نه ڏني ويندي. هرهڪ جا الڳ طريقا آهن ۽ مرشد کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته ڪهڙو ابرار (نيڪ ٻانهو) جي مرتبي تي آهي ۽ ڪهڙو مقربين جي رتبي تي آهي ۽ ڪهڙي جي لاءِ هميشه ذڪر ڪرڻ مناسب آهي ۽ ڪهڙي جي لاءِ هميشه نمازون پڙهڻ درست آهن ۽ ڪهڙو تلهو ڪپڙو يا نرم ڪپڙو پائڻ چاهي ٿو. اهڙيءَ طرح اهو مريد جون عادتون ڇڏائي، ان کي نفساني خواهشن جي تنگ دائري مان ٻاهر آڻيندو آهي. اهو پنهنجي پسند جي مطابق ان کي ڪارائيندو آهي ۽ پنهنجي پسند جي مطابق ان جو لباس ۽ وضع ۽ هيئت (حالت) مقرر ڪندو آهي، جيڪا ان جي حال جي مناسب هجي. بلڪ مخصوص خرقه (گودڙي) ۽ مخصوص هيئت (حالت) جي ذريعي ان جي نفساني بيمارين جو علاج ڪندو آهي ۽ ان کي مولا جي رضامنديءَ جي ويجهو آڻي بيهاريندو آهي. اُهو سچو (صادق) مريد جنهن جو باطن عقيدت جي باهه جي ڪري شعلا هڻندڙ هوندو آهي، پنهنجي ابتدائي مرحلي ۾ ان جي عقيدتمندي ايتري قدر شديد هوندي آهي، جو ان جي ڪيفيت نانگ جي ڏنگيل ماڻهوءَ جهڙي ٿي ويندي آهي، جيڪو اهڙي دوا دارون ۽ جهاڙ ڦوڪ ڪرڻ واري معالج جي لاءِ تڙپندو آهي، جيڪو اُن کي هميشه جي لاءِ شفا بخشي سگهي. ان ڪري جڏهن اهو ڪنهن ڪامل مرشد (شيخ) جي اڳيان ايندو آهي، تڏهن مرشد جي باطن مان انهيءَ جي لاءِ توجهه سچي صادق ٿيندي آهي ۽ مريد جو باطن به ان جي سچي محبت سان معمور ٿي ويندو آهي. انهن جا قلب ۽ انهن جا روح پهرين هڪ ٻئي ڏانهن مائل هوندا آهن، بلڪ انهن جي ملاقات ۽ انهن جو گڏجڻ صرف خدا جي لاءِ هوندو آهي. انهيءَ لاءِ اها قميص جيڪا مريد صادق خرقه جي طور تي زيب تن ڪندو آهي، ان کي مرشد جي حسن عنايت جي بشارت ڏيندي آهي. جيئن ته اهو پهراڻ مريد تي اهڙو اثر ڪندو آهي، جيئن حضرت يوسف

ع جي پهراڻ حضرت يعقوب ع تي اثر ڪيو هو.

## يوسف ع جو پهراڻ

روايت بيان ڪئي ويئي آهي ته جڏهن حضرت ابراهيم ع کي باهه ۾ وڌو ويو، تڏهن سندن ڪپڙا لاٿا ويا هيا. پر انهيءَ وقت حضرت جبرئيل ع بهشت جو هڪڙو ريشمي حله کڻي آيو ۽ کيس پارايائين. ان بهشتي حله جو حضرت ابراهيم ع وارث ٿيو. اُن جي وصال ڪرڻ تي حضرت يعقوب ع وٽ اها قميص آئي. پاڻ ان جو تعويذ ٺاهي حضرت يوسف ع جي ڪنڌ ۾ وجهي ڇڏيو هو. اهو تعويذ سندن ڳچيءَ ۾ اُن وقت تائين رهيو، جڏهن کين کوهه ۾ وڌو ويو هو. ان وقت حضرت جبرئيل ع آيو ۽ ان جي ڳچي مان تعويذ ڪڍي کيس اُها قميص پارائي.

حضرت مجاهد رحه کان روايت آهي ته "حضرت يوسف ع تمام وڏو عالم هو، پر کيس اها خبر نه هئي ته ڪو سندس قميص حضرت يعقوب ع جي بينائي کي واپس ورائيندي. اصل سبب هي هو ته اها حضرت ابراهيم ع جي قميص هئي. مجاهد رحه ان ڪانپوءِ مٿين روايت بيان ڪري وڌيڪ ٻڌايو ته حضرت جبرئيل ع کيس حڪم ڏنو "تون پنهنجي قميص موڪلي ڏي ڇوته اُن ۾ جنت جي خوشبو آهي." جڏهن ان کي ڪنهن مصيبت جي ماريل يا بيمار تي وڌِي ويندي ته اهو تندرست ۽ شفاياب ٿي ويندو. انهيءَ لاءِ مريد صادق جي لاءِ خرقه جنت جي خوشبوءِ جو حامل آهي ڇوته ان جي ذريعي خدا جي صحبت جي لاءِ تياري ڪئي وڃي ٿي. انهيءَ لاءِ هو خرقه پوشيءَ کي خدا جي عين عنايت سمجهندو آهي.

## خرقه تبرڪ

خرقه تبرڪ کان صرف صوفين جي ڪپڙن (لباس) مان تبرڪ حاصل ڪرڻ مقصد هوندو آهي، انهيءَ ۾ سيني شرطن جو لحاظ نه رکيو ويندو آهي، بلڪ انهيءَ قسم جي خرقه پوشيءَ جي موقعي تي صرف هيءَ هدايت ڪئي ويندي آهي ته شرعي حدن جي پابندي ڪئي وڃي ۽ انهيءَ جماعت وارن سان ميل ميلاپ رکيو وڃي. جيئن ته انهن کان برڪتون حاصل ٿين ۽

انهن کان آداب سکيا وڃن. پوءِ بہ هيءَ خرقہ تبرڪ سچي طالب کي خرقہ ارادت جي قابل بنائي سگهي ٿو. انهيءَ جي ڪري تبرڪ وارو خرقو هر ڪنهن حقيقت جي طالب کي پارائي سگهجي ٿو. پر خرقهءِ ارادت مخلص طالب کان علاوه ڪنهن ٻئي کي پارائڻ منع آهي.

## نيري رنگ جي گودڙي

نيري رنگ جي (گودڙي) خرقہ پوشي مرشدن (مشائخن) وٽ پسنديده آهي، پوءِ بہ جيڪڏهن مرشد پنهنجي ڪنهن مريد کي ٻي رنگ جو خرقو پارائي تہ ڪنهن کي بہ ان تي اعتراض نہ ڪرڻ گهرجي، ڇوتہ مرشدن (مشائخن) جون واٽون موقعي جي لحاظ کان الڳ هونديون آهن. منهنجو مرشد فرمائيندو هو تہ "هڪڙو درويش ننڍين ٻانهن (آستين) جو لباس پائيندو هو، جيئن اُن کي خدمت ڪرڻ ۾ انهي ڪپڙي کان گهٽي مدد ملي سگهي، مرشد جي لاءِ اهو جائز آهي تہ اُهو مريد کي ڪيترائي ڀيرا ڪيترن ئي قسمن جون گودڙيون پارائي انهيءَ ۾ جيئن تہ اسين پهريان بيان ڪري چڪا آهيون، هيءَ مصلحت آهي تہ اهو مختلف قسمن جي سادن ۽ رنگ وارن ڪپڙن جي ذريعي اُن جي نفساني خواهشن جو علاج ڪرڻ چاهيندو آهي. نيرو رنگ صرف انهيءَ لاءِ پسند ڪيو ويندو آهي تہ اُهو ميل خور آهي ۽ ان کي وڏيڪ ڌوئڻ جي ضرورت کانہ پوندي آهي، جنهن ڪري اهو رنگ درويش جي لاءِ زياده مناسب آهي. ڪن تصوف وارن هن رنگ جي باري ۾ جيڪي ٻيا سبب بيان ڪيا آهن، اُهي سيئي جڙتو ۽ مڃائڻ جي لاءِ آهن. دين ۾ اصل حقيقت سان انهن جو ڪوبہ تعلق ڪونهي. مون شيخ سديد الدين ابوالفخر الهمداني رحہ کان هيءَ روايت ٻڌي پاڻ. فرمائي ٿو تہ "آئون شيخ ابوبڪر الشروطي رحہ وٽ بغداد شريف ۾ هئس، ايتري ۾ هڪڙو درويش پنهنجي گوشہ (اڪيلائي) کان ٻاهر نڪتو. اُن کي تمام مر سان ڀريل ڪپڙا پاتل هئا. ڪنهن درويش اُن کي چيو تہ "تون پنهنجا ڪپڙا ڇو نٿو ڌوئين؟" هن چيو "مون کي ان جي فرصت ڪانهي" شيخ ابوالفخر رحہ فرمائي ٿو "آئون انهيءَ وقت کان درويش جي هن قول جي مٺاس (حلاوت) کان لطف اندوز ٿيندو رهندو آهيان. هن اها ڳالهہ صحيح چئي هئي، مان ان

ڳالهه کي ياد ڪري هڪ خاص قسم جي لذت ۽ برڪت محسوس ڪندو آهيان". تصوف وارن رڱيل لباس ان جي ڪري پسند ڪيو آهي، جو اُهي ذڪر الاهيءَ ۾ ايتري قدر مشغول رهندا آهن، جو اُنهن وٽ ٻين ڪمن جي فرصت ڪانه هوندي آهي، ورنه جيڪڏهن مرشد (شيخ) پنهنجي مريد جي لاءِ سفيد يا ڪنهن ٻئي قسم جو ڪوبه ڪپڙو تجويز ڪري ته اُن کي هن ڳالهه جو حق حاصل آهي، ڇوته اُن جو مقصد صحيح ۽ ان جو علم بي انتها اڻ کٽ آهي.

مون ڪن اهڙن بزرگن (مشائخن) کي به ڏٺو آهي، جيڪي خرقه پوش نه آهن، اُهي خرقه پوشيءَ ڪانسواءِ پنهنجي جماعت (مريدن) کي تعليم ۽ تلقين ڪندا رهندا آهن ۽ ڪيترائي ماڻهو اُنهن کان اُنهيءَ (گودڙي) جي بغير ئي علمن ۽ آدابن کي حاصل ڪندا آهن. اڳيان بزرگ ته خرقه جي مفهوم کان (ئي) نا آشناس هئا ۽ اُهي پنهنجي مريدن کي (گودڙي) خرقه نه پارائيندا هئا، پوءِ به جيڪو خرقه پوش آهي ان جو به مقصد نيڪ آهي، ڇوته ان جي اصليت سنت ۾ موجود آهي ۽ شريعت کان ثابت آهي، پر جيڪو خرقه پوش نه آهي ان جي راءِ به درست آهي ۽ ان جو مقصد به صحيح آهي، سبب هي آهي ته مرشدن (مشائخن) جا تصرف صحيح ۽ هدايت تي مبني هوندا آهن. هر ڪنهن ڪم ۾ اُنهن جي نيت نيڪ هوندي آهي، ۽ خدا انهن جي واسطي سان ڪيترائي فائدا پهچائيندو آهي.

باب تيرهون

# خانقاه وارن جي فضيلت

الله تعاليٰ فرمائي ٿو، ته "هي اُهي گهر آهن، جن جي باري ۾ خدا حڪم ڏنو آهي ته اُتي خدا جو ذڪر بلند ڪيو وڃي، اُتي اهڙا ماڻهو صبح ۽ شام اُن جي تسبيح ڪن ٿا ۽ ان جو نالو ڪڻن ٿا، جن کي خدا جو ذڪر نماز قائم ڪرڻ ۽ زڪوات ڏيڻ کان واپار ۽ خريد و فروخت غافل نٿي ڪري. اُهي انهي ڏينهن کان ڊڄندڙ آهن، جنهن ڏينهن قلب ۽ نگاهون درهم برهم (اُلٽ پلٽ) ٿي وينديون". انهن آيتن جي تشريح ۾ هي چيو ويو آهي ته اُنهن گهرن مان مراد مسجدون آهن ۽ هڪڙي قول جي مطابق اِهي مديني منوره جا گهر يا نبي ڪريم ﷺ جن جا گهر مراد آهن. انهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي، تڏهن حضرت ابوبڪر رضه بيهي عرض ڪيو "يارسول الله ﷺ! انهن گهرن ۾ علي رضه ۽ فاطمه رضه جو گهر به شامل آهي؟" "پاڻ ﷺ فرمايائون "هائو اهو گهر انهن سڀني ۾ افضل آهي" حضرت حسن رضه جو ارشاد آهي ته "سڄي روءِ زمين جون جايون رسول ڪريم ﷺ جن جي لاءِ سجده گاهه قرار ڏنيون ويون هيون" ان خيال جي مطابق هن آيت ۾ اصل اهميت اهل ذڪر وارن کي حاصل آهي نه ڪه زمين ۽ جاين کي. چنانچه جن جڳهن يا جاين ۾ اهڙي قسم جا ماڻهو گڏ ٿيندا، اهي ئي جايون اُن قسم جا گهر مراد ٿيندا، جن ۾ خدا جي حڪم سان ان جو ذڪر بلند ٿئي ٿو.

## ذڪر وارن جي فضيلت

حضرت انس بن مالڪ رضه جو ارشاد آهي ته "صبح ۽ شام زمين جا مختلف ٽڪرا هڪ ٻئي کي پُڪاري پڇندا آهن "ڇا اوهان وٽان ڪو اهڙو شخص لنگهيو آهي، جنهن اوهان جي مٿان نماز پڙهي هجي، يا اُتي خدا جو

ذڪر ڪيو هجي؟" ڪي جايون هائوڪار ۽ ڪي ناڪار ۾ جواب ڏينديون آهن. مگر جيڪو زمين جو ٽڪرو "هائو" چوندو آهي، اُن ڪي ٻين ٽڪرن تي ترجيح حاصل هوندي آهي. بهرحال جيڪو ٻه ٻانهو ڪنهن زمين جي ٽڪري تي خدا جو ذڪر ڪندو، يا اُتي نماز پڙهندو آهي ته اهو ٽڪرو خدا جي سامهون ان جي شاهدي ڏيندو ۽ اُن جي مرڻ ڪانپوءِ اُن تي روئندو آهي. هيءَ بيان ڪيو ويو آهي ته قرآن شريف ۾ (ڪافرن جي باري ۾) ذڪر ٿيل آهي ته "آسمان ۽ زمين انهن تي نه رُنان." انهي ۾ هي تنبيهه ڪئي ويئي آهي ته خدا جي فرمانبردار ٻانهن کي هي فضيلت حاصل آهي، جو زمين انهن تي روح راڙو ڪندي آهي، پر جن جو دنيا جي طرف لاڙو آهي ۽ نفساني خواهش جي پيروي ڪندا آهن. انهن تي زمين اشڪباري ڪانه ڪندي آهي.

حقيقت ۾ خانقاه (درگاهه) جي اهميت خانقاهه وارن جي ڪري آهي، ڇوته انهن پنهنجو پاڻ کي خدا جي اطاعت لاءِ وقف ڪري ڇڏيو آهي ۽ خدا ڏانهن پوريءَ طرح مشغول آهن. انهيءَ لاءِ الله پاڪ دنيا کي پنهنجو خدمتگار بنائي ڇڏيو آهي. حضرت عمران بن مُعين رضہ جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ فرمايو ته "جيڪو الله جو ٿي وڃي ته خدا اُن کي محنت ۽ مشقت کان بچائيندو آهي ۽ ان کي اتان کان روزي موڪليندو آهي، جتان کان هن جو خيال ۽ گمان به نه هوندو. پر جيڪو دنيا جي طرف لاڙو ڪندو آهي، خدا ان کي دنيا جي حوالي ڪري ڇڏيندو آهي."

رباط (خانقاهه) جي اصلي معنيٰ اهو اصطبل آهي، جتي گهوڙا ٻَڌل هوندا آهن. جنهن بعد انهيءَ لفظ کي انهن سرحدن جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو، جن جي قوم حفاظت ڪندي آهي (۽ فوج رکي ويندي آهي) سرحد جو محافظ مجاهد سپاهي پنهنجي وطن جي حفاظت ڪندو آهي. اهڙيءَ طرح اهو شخص جيڪو خانقاهه ۾ عبادت ۽ اطاعت ۾ مشغول هوندو آهي، اهو به پنهنجي عبادت ۽ دعا جي ذريعي ملڪ ۽ قوم کي آفتن کان پري رکندو آهي.

## مصيبتن کي ٽارڻ جا وسيلا

حضرت ابن عمر رضہ جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "خدا نيڪ مسلمانن جي ذريعي انهن جي گهروارن ۽ پاڙيسرين جي هڪ سؤ

ماڻهن جي مصيبتن (۽ ڏکن) کي دور ڪندو آهي" ٻي روايت آهي ته پاڻ ﷺ فرمايائون "جيڪڏهن نماز پڙهڻ وارا خدا جا نيڪ ٻانها، ڪير پيئندڙ ٻار ۽ چرندڙ جانور نه هجن ها ته خدا اوهان تي اهڙو عذاب نازل ڪري ها، جيڪو اوهان سڀنين کي پيهي ڇڏي ها." حضرت جابر بن عبدالله رضه کان روايت آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو "الله تعاليٰ هڪڙي ماڻهوءَ جي نيڪيءَ جي ڪري ان جي اولاد، پوٽن، ان جي گهروارن ۽ پاڙيسرين جا ڪم دُرست ڪري ڇڏيندو آهي، جيستائين اهو نيڪ ٻانهو انهن سان گڏ رهندو آهي. اُهي سڀئي خدا جي حفظ ۽ امان ۾ رهندا آهن" حضرت دائود بن صالح رحه کان روايت آهي ۽ اُهو چوي ٿو ته مون کي ابوسلمه بن عبدالرحمان رحه ارشاد فرمايو ته "اي منهنجا ڀائٽيا! ڇا توکي خبر آهي ته هي آيت ڪهڙي شيءِ جي حق ۾ نازل ٿي؟"

"صبر ڪريو ۽ مقابلي ۾ صبر ڪريو ۽ ثابت قدم رهو!"

مون چيو "نه" پاڻ فرمايائين "اي منهنجا ڀائٽيا! رسول الله ﷺ جن جي زماني (مبارڪ) ۾ اهڙيون جايون نه هيون، جن ۾ گهوڙا ٻڌا وڃن. بلڪ اُن مان مراد هڪڙي نماز کانپوءِ ٻئي نماز جو انتظار ڪرڻ آهي" لهذا ان ڪري هتي رباط مان مراد نفس سان جهاد ڪرڻ آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪو خانقاهه ۾ رهندو آهي، اهو نفس جو مجاهد آهي. جيئن ته خدا تعاليٰ فرمائي ٿو "الله جي واٽ ۾ اهڙو جهاد ڪريو، جيئن ته ان جي جهاد ڪرڻ جو حق آهي" (انهيءَ جي تفسير ۾) حضرت عبدالله بن مبارڪ رحه فرمايو آهي ته "اها نفس ۽ خواهش جو جهاد آهي" انهي جي ڪري جهاد جو حق ادا ٿئي ٿو. ڇوته اها جهاد اڪبر آهي." جيئن حديث شريف ۾ آيو آهي ته رسول الله ﷺ جن، جڏهن ڪنهن غزوه کان واپس ايندا هئا ته پاڻ ﷺ جن فرمائيندا هئا ته "اسان جهاد اصغر کان واپس ٿي، وري جهاد اڪبر جي طرف واپس آيا آهيون".

## نفس سان جهاد

بيان ڪيو وڃي ٿو ته "هڪڙي نيڪ ٻانهي جي ڀاءُ پنهنجي ڀاءُ کي جنگ جي ترغيب (شوق) ڏيارڻ جي باري ۾ خط لکيو، جنهن جي جواب ۾ اُن لکيس ته "اي منهنجا ڀاءُ سڀئي سرحدون منهنجي هڪڙي گهر ۾ گڏ ٿي

ويون آهن ۽ مون تي گهر جو دروازو بند ٿي ويو آهي،" وري ٻيهر ڪيس لکيائينس ته "جيڪڏهن سيئي ماڻهو اهوئي طريقو اختيار ڪن، جيڪو اوهان اختيار ڪيو آهي ته مسلمانن جي سيني ڪمن ۾ رخنو پئجي ويندو ۽ ڪافر غالب اچي پوندا. تنهنڪري جنگ ۽ جهاد تمام ضروري آهي. ٻئي ڀاءُ جواب ڏنس ته "اي منهنجا ڀاءُ! جيڪڏهن سيئي ماڻهو اهو ڪم ڪرڻ لڳي وڃن، جنهن ۾ آئون مصروف آهيان. پنهنجن گهرن ۾، پنهنجن گوشن ۾، پنهنجن بسترن تي ويهي ڪري الله اڪبر چوڻ شروع ڪن ته قسطنطنيه (استنبول) جون ديوارون ٻه ڪري پون" ڪنهن عقلمند جو قول آهي ته "عبادتگاهن ۾ نيڪ نيتي ۽ قلب جي سچائيءَ سان ذڪر الاهي جو آواز بلند ڪرڻ سان اُهي ٻڌيون ڪلي وڃن ٿيون جن ڪي گردش افلاڪ مضبوطيءَ سان ٻڌندي آهي. لهذا ان ڪري خانقاهه وارا جيڪڏهن صحيح معنيٰ ۾ پنهنجن مقصدن تي عمل پيرا هجن، چڱن ڪمن ۾ وقت گذارين ۽ بُڇڙن ڪمن کان پاسو ڪري صحيح روحاني ڪيفيتون پيدا ڪن ته اُهي ملڪ ۽ قوم جي لاءِ خير ۽ برڪت ٿي سگهن ٿا." حضرت سري سقطي رحه مٿين ذڪر ڪيل آيت شريف جو تفسير بيان ڪندي فرمايو ته: "سلامتيءَ جي اميد رکندي دنيا جي تڪليفن تي صبر اختيار ڪريو ۽ جنگ جي وقت ثابت قدمي ۽ استقلال کي برقرار رکو. ضمير جي خواهشن جي بندش ڪريو ۽ جنهن ڳالهه کان اوهان کي ندامت ۽ شرمندگي حاصل ٿئي، اُن کان بچو، شايد بساطِ شرافت (شرافت جي سرمائي) تي رهي ڪري ڪامياب ٿي سگهو". ٻيو تفسير هيءُ بيان ڪيو ويو آهي "اوهين منهنجي مصيبتن تي صبر ڪريو، منهنجي نعمتن ملڻ تي پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ رکو، منهنجي دشمن جي گهر اچي ساڻس جهاد ڪريو ۽ غيرن ڄي محبت کان پرهيز ڪريو ته شايد سڀاڻي اوهين منهنجي زيارت ۾، ڪامياب ٿي سگهو".

## خانقاهه وارن جا فرض

خانقاهه وارن جا فرض هي آهن ته: اهي مخلوق کان قطع تعلق ٿين ۽ الله تعاليٰ سان پنهنجو ناتو ڳنڍين "خدا سائين مُسبب السباب جي ڪفالت ۾ رهي ڪري ڪسبِ معاش کي ترڪ ڪن ۽ ماڻهن سان ميل ميلاپ نه

رڪن. ٻـُچڙن ڪمن کان پرهيز ڪن، بلڪ پنهنجين پراڻين عادتن کي ڇڏي، اُنهن جي بجاءِ ڏينهن رات عبادت ۾ مشغول رهن ۽ وقت جي پابندي ڪن، هر وقت درود ۽ وظيفن ۾ لڳل رهن ۽ غفلتن کان بچي هر وقت نمازن جو انتظار ڪندا رهن ته اهڙيءَ طرح اُهي زبردست مجاهد بنجي ويندا. حضرت علي بن ابي طالب رضہ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "تڪليف ۾ وضوءَ کي مڪمل ڪرڻ مسجدن جي طرف قدم وڌائڻ ۽ هڪڙيءَ نماز کانپوءِ ٻيءَ نماز جو انتظار ڪرڻ، گناهن کي بلڪل ڌوئي ڇڏيندو آهي." هڪڙي ٻي روايت ۾ آيو آهي ته پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو "ڇا آئون توهان کي اها ڳالهه نه ٻڌايان، جنهن جي ڪري خدا گناهن کي ميٽي ڇڏيندو آهي ۽ درجن کي بلند ڪندو آهي؟" اصحابن (سڳورن) عرض ڪيو "ڇونه يارسول الله! (اوهان ضرور ٻڌايو)" پاڻ سردار ﷺ جن فرمايو ته "تڪليف جي زماني ۾ وضوءَ کي مڪمل ڪرڻ، مسجدن جي طرف گهڻو قدم وڌائڻ ۽ هڪڙي نماز کان پوءِ ٻي نماز جو انتظار ڪرڻ اهو رباط جهاد ڪرڻ آهي" پاڻ اهي لفظ ٽي دفعا ورجايائون.

باب چوڏهون

# صُفي وارن سان خانقاهه وارن جي مشابهت

الله پاڪ فرمائي ٿو "حقيقت ۾ اُها مسجد جنهن جو بنياد پهرين ڏينهن کان تقويٰ تي رکيو ويو آهي، سا ان ڳالهه جي وڌيڪ حقدار آهي جو اوهان اُنهيءَ ۾ قيام فرمايو. اُتي اهڙا ماڻهو آهن، جيڪي خوب پاڪيزه بنجڻ چاهين ٿا ۽ خدا به پاڪائي وارن کي پسند فرمائي ٿو"، هي رسول الله ﷺ جن جي اصحابن سڳورن جي تعريف آهي، جڏهن اُنهن کان پڇيو ويو ته "اوهين ڪهڙا ڪم ڪندا هئا، جنهن جي ڪري خدا پاڪ ايتري قدر تعريف ڪئي" تڏهن اُنهن جواب ڏنو ته "اسان مٽيءَ جو ڪڙو استعمال ڪرڻ کانپوءِ پاڻي هٿ ۾ ڪٺندا هئاسون". ان قسمن جي ادبن جو خانقاهه جي صوفين جو روزاني جو معمول آهي. اُهي هر وقت پنهنجي خانقاهن ۾ رهندا ۽ اُن جي خبر گيري ڪندا آهن، ڇوته خانقاهه انهن جو گهر ۽ خيمو آهي ۽ هر ڪنهن جماعت جو ڪو نه ڪو گهر هوندو آهي. انهيءَ لاءِ صوفين جو گهر انهن جي خانقاهه آهي، انهيءَ جي ڪري هو صفي وارن جي مشابه آهن. هن مشابهت (هڪجهڙائي) جو ثبوت اها حديث آهي، جيڪا حضرت طلحه رضه کان منقول آهي جنهن ۾ هو فرمائي ٿو ته "جڏهن ڪوبه مسلمان مديني منوره ايندو هو ۽ انَ جو مديني ۾ ڪو شخص واقف هوندو هو ته اهو پنهنجي واقف وٽ رهندو هو ۽ جيڪڏهن ڪوبه اُن جي ڄاڻ سڃاڻ وارو نه هوندو ته اُهو صفي وارن وٽ قيام ڪندو هو. مون به صفي وارن وٽ قيام ڪيو هو".

## سندن گڏيل ارادن ۾ هڪجهڙائي

خانقاهه وارن ۾ گهڻو ربط و ضبط (ميل ميلاپ) هوندو آهي، اُهي صرف هڪڙي مقصد هڪڙي ئي ارادي ۽ گڏيل (مشترڪ) حالتن جي ماتحت متفق

تي ڪري ڪم ڪندا آهن. انهن جو پاڻ ۾ ربط اهڙو هوندو آهي، جيئن ته قرآن شريف ۾ هن آيت ۾ جنت وارن جي باري ۾ ارشاد فرمايو ويو آهي ته "اسان انهن جي سينن مان رنجش ۽ ڪيني کي پري ڪري ڇڏيو آهي، اُهي هڪ ٻئي جا ڀاءُ بنجي آمهون سامهون تخت تي ويٺا آهن" هي مقابلو انهيءَ ڪري آهي، جو انهن جو ظاهر ۽ باطن هڪجهڙو (يڪسان) آهي. جيڪڏهن ڪو پنهنجي ڀاءُ جي برخلاف ڪينو رکي ته خواه ان جو منهن ان جي سامهون هجي، پر حقيقي معنيٰ ۾ اُن کي مقابل نه چئبو. صُفي وارا انهيءَ آيت جي مصداق هئا، ڇوته اهو ڪينو ۽ حسد دنيا واري کان پيدا ٿيندو آهي، دنيا جي محبت هر گناه جو بنياد بنجي ويندي آهي پر صُفي وارن دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو ۽ هو نه ٻني ٻارو ڪندا هئا، نه جانور پاليندا هئا. انهيءَ لاءِ اُنهن جي دلين مان حسد ۽ ڪينو ويندو رهيو هو. اهوئي حال خانقاه وارن جو آهي، انهن جو ظاهر ۽ باطن يڪسان آهي، انهيءَ لاءِ اُهي الفت ۽ محبت سان گڏجي زندگي گذارين ٿا. يعني گڏجي گفتگو ڪندا آهن، گڏجي کائيندا آهن ۽ اجتماع ۽ اتحاد (ٻڌي) جي برڪت کان واقف آهي. وحشي بن حرب پنهنجي پيءُ کان اُنهي پنهنجي ڏاڏي کان روايت بيان ڪئي آهي ته اصحابن سڳورن چيو "يارسول الله ﷺ، اسين کائون ٿا، پر پيٽ نٿو ڀرجي" پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو: شايد اوهين الڳ الڳ کاڌو کائو ٿا. گڏجي خدا جو نالو وٺي پوءِ کائو خدا اوهان کي ان ۾ برڪت ڏيندو".

## اڪيلائپ (گوشه نشيني)

عابدن ۽ زاهدن اڪيلائي انهيءَ لاءِ پسند ڪئي، جو عام ماڻهن سان رهڻ جي ڪري، اُنهن تي مصيبتون نازل ٿينديون هيون ۽ انهن جون طبيعتون نفساني خواهشن ۾ مبتلا تي ڪري بيڪار ڳالهين ۾ غور ۽ فڪر ڪنديون هيون. انهيءَ لاءِ انهن اڪيلائپ ۾ سلامتي ۽ عافيت (ڀلائي) ڏٺي. جڏهن صوفين پنهنجي عملن جي طاقت ۽ روحاني طاقت جي زور سان سندن برائيون دور ڪيون، تڏهن انهن پنهنجن جماعت خانن (درگاهن) ۾ پنهنجن مُصلن تي گڏ ٿيڻ ئي بهتر سمجهيو. جيئن ته هرهڪ جو مصلو ان جو گوشه عافيت بڻجي ويو ۽ هرهڪ پنهنجي مقصد جي لاءِ ڪوشش

ڪرڻ لڳو. پر ڪنهن جو بہ قدم پنهنجي مصلي ڪان ٻاهر نہ ويو. اُنهن جي "سجاده نشيني" جو هڪ حديث مان ثبوت ملي ٿو. اهو هي آهي تہ حضرت ابوسلمہ بن عبدالرحمان رضہ ام المؤمنين. حضرت عائشہ رضي الله عنها کان روايت ڪري ٿو تہ اُهي فرمائين ٿيون تہ "مون رسول الله ﷺ جن لاءِ ڪجور جو هڪ تڏو ناهيو هو. جنهن تي پاڻ سڳورا نماز پڙهندا هئا. ام المؤمنين حضرت ميمونہ رضہ بيان فرمائي ٿي تہ "رسول الله ﷺ، جي لاءِ مسجد ۾ هڪڙو تڏو وڇايو ويندو هو، جنهن تي پاڻ ﷺ نماز پڙهندا هئا".

## خانقاهي زندگي

خانقاهہ ۾ جوان، پوڙها، خدمتگار ۽ خـلوت نشين سيئي هوندا آهن انهن مان پوڙها گوشہ نشينيءَ کي وڌيڪ پسند ڪندا آهن ڇوتہ انهن جي طبيعت ننڊ آرام حرڪات و سڪنات جي آزاديءَ جي زياده طالب هوندي آهي، انهيءَ جي ڪري اُهي اڪيلائي ۽ آرام چاهيندا آهن، پر نوجوان جي طبيعت جماعت خاني ۾ ويهڻ سان گهٽبي آهي، ڇوتہ اهو ٻين جي نظرن جي اڳيان هوندو آهي، اُن تي ڪيتريون نگاهون پونديون آهن. اهڙيءَ طرح اهو مقيد ٿي ڪري باادب بنجي ويندو آهي. اها تربيت ان وقت تائين مڪمل نٿي ٿي سگهي، جيستائين جو خانقاهہ وارا پنهنجي وقت جي حفاظت نہ ڪن تربيت ۽ ضبط نفس جو خاص اهتمام نہ ڪن جيئن رسول الله ﷺ جن جا اصحابي سڳورا ڪندا هئا. انهن مان هرهڪ جو هڪ نرالو شان هوندو هو. جيڪو انهن جي لاءِ ڪافي هوندو هو. يعني انهن کي آخرت جو فڪر ايتري قدر دامنگير هوندو هو، جو هڪڙي کي ٻئي جي خبر نہ هوندي هئي. حق وارن ۽ صوفين جي اجتماعي زندگيءَ کي انهن جي وقتن ۾ خلل انداز نہ ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن نوجوانن جي وقتن ۾ بيهودا ڪم ۽ شور و غل ۽ خلل ٿئي تہ پوءِ حقيقت جي طالب لاءِ اڪيلائي ۽ گوشہ نشيني تمام ضروري ٿي ويندي آهي. انهيءَ صورت ۾ مرشد، نوجوان کي هڪڙي ڪُنڊ ۾ اڪيلائي عطا ڪندو آهي، جيئن تہ نوجوان هتي رهي ڪري نفساني خواهشن ۽ بيڪار ڳالهين ڪان محفوظ رهي سگهي، پر مرشد جماعت خانہ ۾ رهي سگهي ٿو ڇوتہ ان جي روحانيت طاقتور هوندي آهي.

اهو ماڻهوءَ جي سلوڪ ۽ رويي کي برداشت ڪري سگهي ٿو ۽ محفل ۾ رهي ڪري زندگيءَ جي براين کان بچي پنهنجي وقار کي قائم رکي سگهي ٿو. اهڙيءَ حالت ۾ ٻيا ان کان ضبط نفس جو سبق سکي خراب نہ ٿيندا.

## خدمت خلق

جيڪو شخص خانقاه ۾ پهريون دفعو اچي داخل ٿئي ۽ ان علم جو مزو بہ نہ چکيو هجي ۽ نہ وري اعليٰ روحانيت تي بہ فائز هجي. پوءِ اُن کي اهو حڪم ڏنو ويندو آهي تہ اُهو خانقاه وارن جي خدمت ڪري، اها خدمت ان جي عبادت سمجهي ويندي آهي" اهڙيءَ طرح اهو پنهنجي نيڪين جي سهڻائيءَ جي ڪري الله وارن جي دلين کي پنهنجي طرف مائل ڪري سگهندو ۽ انهن جي برڪتن جو حقدار بنجندو ۽ عبادتگذار ڀائرن جي مدد ڪندو رهندو. حضرت رسول الله ﷺ جن جو ارشاد آهي:

"مؤمن هڪ ٻئي جا ڀائر آهن، هرهڪ ٻئي کان پنهنجون ڪي ضرورتون پوريون ڪرڻ چاهيندو آهي، ان ڪري جيڪو بہ ڪنهن جي ضرورت جي پورائي ڪندو تہ خدا بہ قيامت جي ڏينهن ان جي ضرورتن کي پورو ڪندو". اهڙو شخص انهن خدمتن جي ڪري بيڪاريءَ کان محفوظ رهندو جيڪا مرده دلي پيدا ڪندي آهي. بهرحال خدمت ڪرڻ بہ نيڪ ڪمن ۾ شامل آهي ۽ روحانيت حاصل ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. جنهن جي ڪري انسان ۾ سٺيون خصلتون پيدا ٿينديون آهن. پر اهو شخص جيڪو انهن جو هم جنس نہ هجي ۽ انهن کان هدايت جو طالب نہ هجي تہ پوءِ ان کان خدمت وٺڻ مناسب ڪونهي. جيئن تہ وثيق الروميءَ کان روايت آهي. هو چوي ٿو تہ "آئون حضرت عمر بن الخطاب رضہ جو غلام هوس، حضرت عمر رضہ مون کي فرمائيندو هو تہ "تون اسلام قبول ڪر، ڇوتہ تون جيڪڏهن مسلمان ٿيندين تہ آئون توکي مسلمانن جي زميندارين تي مقرر ڪري سگهان ٿو. پر جيڪو مسلمان نہ آهي، ان کي آئون مسلمان جي امانت حوالي نٿو ڪري سگهان" جڏهن مون اسلام آڻڻ کان انڪار ڪيو. تڏهن حضرت عمر رضہ چيو تہ مذهب جي معاملي ۾ ڪا بہ زبردستي ڪانهي، جڏهن سندن وفات جو وقت ويجهو آيو، تڏهن پاڻ مون کي آزاد

ڪري پوءِ چيائون "هاڻي جيڏانهن تنهنجي مرضي هجي هليو وڃ".

## نااهلن کان پرهيز

تصوف وارا نہ صرف نااهلن کان خدمت وٺڻ کي ناپسند ڪندا آهن، بلڪ اُهي انهن سان ملڻ جلڻ کي بہ پسند نہ ڪندا آهن. ڇوتہ جيڪو انهن جي طريقي کي پسند نٿو ڪري، اُهو انهن کي ڏسي ڪڏهن ڪڏهن فائدي کان وڌيڪ نقصان پرائيندو آهي. ڇوتہ اهي ماڻهو بہ آخر انسان آهن ۽ تقاضائي بشريت جي مطابق انهن کان ڪي ڪم اهڙا ٿي ويندا آهن، جن کي ٻيا (نااهل) اُنهن جي مقصدن کان ناواقف هئڻ ڪري ناپسند ڪندا آهن. اهڙيءَ صورت ۾ نااهلن کان دوري ۽ پرهيز ڪرڻ خدا جي مخلوق سان رحم ۽ شفقت ڪرڻ جي ڪري آهي ۽ اهو نہ سمجهيو وڃي تہ اُهي بزرگ ٻين مسلمان جي سامهون اهڙيءَ طرح پنهنجي وڏائي ۽ سربلنديءَ جو اظهار ڪن ٿا.

## خدمت ۾ اجر عظيم

جڏهن ڪو بہ نوجوان حقيقت جو طالب، انهن الله وارن جي خدمت ڪندو آهي، جيڪي خدا جي عبادت ۽ اطاعت ۾ مشغول آهن تہ اهو بہ انهن جي ثواب ۾ شريڪ ٿي ويندو آهي، جيئن تہ اُهو اڃان بلند روحاني مرتبن حاصل ڪرڻ جو اهل نہ ٿيو آهي، انهيءَ لاءِ اهو انهن مرتبي وارن جي خدمت ڪندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح خدا جي پيارن جي خدمت ڪرڻ خدا سان محبت جي نشاني آهي. حضرت انس بن مالڪ رضہ چوي ٿو:

"جڏهن رسول الله ﷺ جن غزوه تبوڪ کان واپس آيا، تڏهن مديني منوره کي ويجهو پهچي فرمايائون "مديني ۾ ڪي اهڙا ماڻهو آهنءَ جيڪي اوهان جي سفر جي هرهڪ مقام تي اوهان سان گڏ هئا، جڏهن اوهان ڪنهن واديءَ کي طئي ڪري رهيا هئا تہ ان وقت اهي اوهان سان گڏ هئا" اصحابن سڳورن عرض ڪيو "اهي تہ مديني منوره ۾ رهجي ويا هئا، پاڻ ﷺ فرمايائون "هائو ڪنهن عذر جي ڪري روڪجي پيا هئا. ان ڪري اُهو شخص جيڪو بزرگن جي خدمت ڪري ٿو، پنهنجي ڪنهن خامي يا نااهليءَ جي ڪري انهن جي روحاني درجن تائين نہ پهچي سگهيو. تاهم اُهو انهن

جي بارگاهہ (مجلس) جي چئني طرفن چڪر لڳائي ٿو ۽ انهن جي خدمت ڪرڻ ۾ انتهائي ڪوشش ڪري ٿو. جيئن تہ جيڪڏهن اهو نگاهہ ڪرم کان محروم رهيو آهي تہ خدمت جي اثرن جي ڪري ان جو پورائو ڪري سگهي ٿو. ان ڪري الله تعاليٰ بہ ان کي بهترين بدلو عطا فرمائي ٿو ۽ اهو ان جي زبردست فضل جو مستحق ٿي وڃي ٿو. صفي وارا بہ نيڪي ۽ تقويٰ جي ڪري تعاون ڪندا هئا ۽ مذهبي مفادن ۾ پنهنجن ڀائرن جي جان ۽ مال سان مدد ڪرڻ جي لاءِ ڳڻجي ڪم ڪندا هئا.

باب پندرهون

# خانقاه وارن جون خاصيتون

انهيءَ قسم جي خانقاهن جي بنياد هدايت يافته مسلم قوم جي زيب ۽ زينت آهي. خانقاه وارن جون اهڙيون خاصيتون آهن، جيڪي ٻين جماعتن ۾ نه ڏٺيون وينديون آهن. حقيقت ۾ خدا جي طرف کان اهي ئي ماڻهو هدايت يافته آهن. جيئن ته الله سائين جو ارشاد آهي".

"اهي ئي اُهي ماڻهو آهن، جن کي خدا هدايت ڏني آهي. ان ڪري اوهين انهن جي هدايت جي پيروي ڪريو".

اسان جي•زماني (ڇهين صدي هجري) ۾ ماڻهو ڪوتاهي ڪرڻ لڳا آهن ۽ اُهي بزرگن ۽ صالحن جي طريقي کان پوئتي رهجي ويا آهن. تاهم ان کان اصل معاملو ۽ ان جي طريقي جي درستيءَ تي ڪوبه اعتراض دور نٿو ٿئي. جيڪي ڪجهه روحاني اثر باقي آهي ۽ خانقاهن ۾ تصوف وارن جي اجتماع جي جيڪا رونق نظر اچي ٿي، اُها سڀ ڪجهه مشائخ سلف جي روحاني فيض جي برڪت آهي ۽ انهن تي خدا جي فضل ۽ ڪرم جو اثر آهي. اڄڪلهه خانقاهن ۾ اطاعت خداوندي ۽ ظاهري ادبن جي رسم جي جيڪا اجتماعي حيثيت نظر اچي ٿي، سا سڀ انهن بزرگن (سلف صالحين) جي فيض باطن جو عڪس ۽ سندن مسلڪ جي پيرويءَ جو نتيجو آهي.

خانقاه وارا سيئي هڪ جسم جيان آهن انهن جي قلبن ۾ يگانگت (هڪجهڙائي) ۽ انهن جي ارادن ۾ اتحاد ۽ اتفاق آهي، ٻين جماعتن ۾ اها ڳالهه ڪانه ٿي ڏسجي. جيئن ته الله تعاليٰ مؤمنن جي تعريف ۾ ارشاد فرمايو آهي ته:

"اهي شيهي پلٽايل ديوار جي مثل آهن".

انهيءَ جي برخلاف انهن جي دشمنن جي باري ۾ فرمايو آهي".

"اوهين انهن کي (پاڻ ۾) متحد خيال ڪريو ٿا، پر انهن جا قلب ٽڙيل پکڙيل آهن".

حضرت نعمان بن بشير رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ نبي ڪريم ﷺ جن کان هيئن فرمائيندي ٻڌو تہ "سيئي مؤمن هڪ جسم جي مثل آهن، جنهن جو ڪوبہ عضوو جيڪڏهن درد ۾ مبتلا ٿئي تہ سڄي جسم ۾ تڪليف محسوس ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن هڪ مؤمن کي ڪابہ تڪليف پهچي ٿي تہ سيئي مؤمن تڪليف محسوس ڪن ٿا".

## دلجمعي يا يڪسوئي (دلين جي گڏ ٿيڻ جا فائدا)

انهيءَ ڪري سيني صوفين تي هي لازمي فرض آهي تہ اهي دلجمعيءَ کي برقرار رکن ۽ دل جي پريشانين کي دور ڪن، ڇوتہ انهن ۾ روحاني اتحاد هوندو آهي ۽ سيئي خدائي ناتي جي ذريعي ڳنڍيل ۽ دلين جي مشاهدي سان وابستہ آهن. بلڪ اُهي نفس جي پاڪائي ۽ قلب جي صفائيءَ جي لاءِ ئي خانقاهن ۾ هڪ ٻئي سان ربط ۽ ضبط قائم ڪندا آهن. اِن سبب ڪري پاڻ ۾ الفت و محبت ۽ خيرخواهي تمام ضروري آهي.

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو "مؤمن پاڻ ۾ الفت ۽ محبت سان پيش اچن ٿا ۽ جن ۾ الفت ۽ محبت نہ هوندي، اُنهن ۾ ڪابہ ڀلائي ڪانہ هوندي". حضرت ابوهريره رضہ جي هڪ ٻي مستند روايت آهي تہ پاڻ ﷺ (سونهارن) جن فرمايو:

"روح هڪ لشڪر جي مثل آهي، جيڪي هڪ جڳهہ تي گڏ ٿي ويا آهن. جن ۾ ڄاڻ سُڃاڻ پيدا ٿي ويندي آهي، اُهي هڪ ٻئي سان مانوس ٿي وڃن ٿا ۽ جن ۾ ناموافقت هوندي آهي، اُهي هڪ ٻئي کان الڳ رهندا آهن".

ان ڪري اُهي ماڻهو جڏهن گڏ ٿي ويندا آهن، تڏهن انهن جا قلب ۽ باطن يڪسان ٿي ويندا آهن. اهڙيءَ طرح انهن جا قلب قيد ٿي ويندا آهن ۽ اُهي هڪ ٻئي جي نگراني ڪندا آهن. جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ:

"مؤمن ٻئي مؤمن (ياءُ) جو آئينو هوندو آهي". چنانچہ جڏهن انهن ۾ جدائي ۽ تفرقو ظاهر ٿيندو آهي، تڏهن اُهي ان کان نفرت ڪندا آهن، ڇوتہ

جدائي (تفرقو) نفساني خواهشن جو نتيجو هوندي آهي ۽ نفس جي غلبي جي ڪري وقت ضايع ٿي ويندو آهي. جڏهن ڪنهن درويش جي طرف کان نفسانيت ظاهر ٿيڻ لڳندي آهي ته اهي سمجهي ويندا آهن ته اِهو دلجمعيءَ جي دائري کان نڪري ويو آهي. جنهن لاءِ اُهي فيصلو ڪندا آهن ته ان وقت ضايع ڪيو. ڇوجو هن ضبط نفس ۽ حسن اخلاق کي ڇڏي ڏنو آهي. ان ڪري پاڻ ۾ عزت ڪرڻ ۽ محبت هئڻ جي ڪري هُن کي دلجمعيءَ واري دائري جي طرف گهيلي وٺي ايندا آهن.

## محاسبو ڪرڻ

شيخ محمد بن عبدالله رحه بيان ٿو ڪري ته "مون شيخ رويم رحه کي هيئن فرمائيندي ٻڌو ته "صوفي ان وقت تائين ڪامياب آهن، جيستائين اُهي محاسبي کي برقرار رکندا. ليڪن جڏهن اُهي نفس سان صلح (مصالحت) ڪندا ته تباهه ٿي ويندا".

هن قول ۾ حضرت رويم رحه جو اشارو ان طرف آهي ته اُهي هڪ ٻئي جي حالتن جي نگراني ڪندا رهن. ائين نه ٿئي جو نفس غالب اچي وڃي، ان مانِ انهن جي مراد هي آهي ته جڏهن اُهي مصالحت ڪري وٺندا ۽ محاسبي کي ڇڏي ڏيندا ته انديشو آهي ته انهن جي باطن ۾ غفلت ۽ چشم پوشيءَ جو جذبو سرايت ڪري ويندو. اهڙيءَ طرح اُهي دقيق ۽ پوشيده براين کان غافل رهجي ويندا ۽ انهن جو نفس انهن تي غالب اچي ويندو.

حضرت عمر بن الخطاب رضه چوندو هو ته "خدا اُن ماڻهوءَ تي رحم ڪري، جنهن مونکي منهنجي عيبن تي مطلع (آگاهه) ڪيو".

محمد نعمان جي روايت آهي ته "حضرت عمر فاروق رضه هڪ دفعي هڪ مجلس ۾ جنهن ۾ مهاجر ۽ انصار موجود هئا، هيئن چيائون ته "جيڪڏهن آئون ڪِن ڪمن ۾ اوهانکي سهوليت ڏيئي ڇڏيان ته اوهان ڇا ڪندؤ؟" انهي تي اسان خاموش رهياسون پاڻ اهي الفاظ ٽي دفعا ورجايائون. انهيءَ تي بشر بن سعد رضه چيو.

"جيڪڏهن اوهان ائين ڪندؤ ته اسين اوهانکي سِڌو ڪنداسون".

انهي تي پاڻ چيائون "هاڻي اوهين ٺيڪ آهيو".

## سهڻو سلوڪ

جڏهن ڪنهن صوفيءَ جو نفس ڪاوڙ يا جهڳڙي جي ڪري ڪنهن ڀاءُ سان پيش اچي ته ان جي ڀاءُ لاءِ اِهو ضروري آهي ته اُهو ان جي نفس جو مقابلو پنهنجي قلب سان ڪري، ڇوته جڏهن نفس جو قلب سان مقابلو ٿيندو آهي، تڏهن ان جي برائيءَ جو مادو ختم ٿي ويندو آهي، پر جڏهن نفس جو نفس سان مقابلو ٿيندو آهي، تڏهن فتنو پڙڪندو آهي ۽ پارسائي (عصمت) جو خاتمو ٿي ويندو آهي.

الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "اوهين بهترين طريقي سان دشمنيءَ کي دفع ڪريو، جيئن ته اُهو شخص جنهن سان اوهان جو وير هُجي، اهڙو ٿي وڃي جيئن هو توهان جو گهرو دوست آهي. اهو طريقو اُهي ئي ماڻهو اختيار ڪري سگهن ٿا، جيڪي صبر ڪن ٿا".

جيڪڏهن مرشد يا خادم وٽ ڪو درويش پنهنجي ڀاءُ جي شڪايت کڻي وڃي ته اُن کي اختيار آهي، ته اُهو جنهن تي چاهي اُن تي عتاب (ڏمر) جو اظهار ڪري، جنهن زيادتي ڪئي هجي، انکي اُهو چوي. "تو ڇو زيادتي ڪئي آهي؟" ۽ جنهن تي زيادتي ڪئي وئي هجي. انکي چوي "تو ڪهڙو گناهه ڪيو هو، جو هُن توتي زيادتي ڪئي ۽ اهو توتي مُسلط ٿيو. تو ڇونه ان جي نفس جو پنهنجي قلب سان مقابلو ڪيو ۽ پنهنجي ڀاءُ سان نرمي اختيار ڪري جوانمردي جو ثبوت ڇونه ڏنو ۽ صحبت جو حق ڇونه ادا ڪئي"؟ اهڙي طرح ٻئي قصور وارا آهيو ۽ جميعت جي دائري کان خارج آهيو. اهڙي نموني ملامت ڪري انهن کي انهي دائري جي طرف موڙيو ويندو آهي، تان جو اُهي، توبہ (استغفار) ڪندا ۽ پنهنجي فعل تي ضِد ۽ اصرار نہ ڪندا.

حضرت بيبي عائشہ رضي الله عنها کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمائيندا هئا.

"اي خدا! تون مونکي اُنهن ماڻهن ۾ شامل ڪر، جيڪي چڱو ڪم ڪري خوش ٿين ٿا ۽ برو ڪم ڪري استغفار ڪن ٿا".

اهڙيءَ طرح استغفار ظاهريءَ طرح ڀائرن سان گڏ هوندي ۽ باطن ۾ ان جو الله تعاليٰ سان تعلق هوندو ۽ استغفار ڪندي وقت اُهي خدا جو مشاهدو ڪندا آهن. انهي نموني آهي نوڙت، انڪساري ۽ مصالحت جي طريقي تي هلندي انهيءَ آخري مقام تي وڃي بيهندا آهن، جتي جُتيون رکيون وينديون آهن".

## مصالحت جو طريقو

منهنجي مرشد جي هي عادت هئي ته جڏهن ڪنهن درويش جي پنهنجي ياڻرن سان رنجش ٿي پوندي هئي ته پاڻ فرمائيندا هئا ته "اُٿ ۽ استغفار پڙهه." جيڪڏهن اُهو درويش چوندو هو ته "آئون پنهنجو باطن صاف نٿو ڏسان"، ان ڪري آئون باطن جي صفائي ڪرڻ ڪانسواءِ استغفار جي لاءِ اُٿڻ پسند نٿو ڪريان".

ان تي پاڻ رحه چوندا هئا ته "تون اُٿي، تنهنجي ڪوشش ۽ قيام جي برڪت جي ڪري توکي باطني صفائي عطا ٿي ويندي. جڏهن هو ان تي عمل ڪندو هو ته ان جو باطن صاف ٿي ويندو هو ۽ ان جي دل نرم ٿي ويندي هئي ۽ سندس وحشت ۽ رنجش دور ٿي ويندي هئي."

هن جماعت جي اهائي خصوصيت آهي ته اُها باطني قدورت سان رات نه گذاريندا آهن ۽ نه اهڙي حالت ۾ ڪاڏي جي لاءِ گڏ ٿيندا آهن، بلڪ جيستائين پاڻ ۾ ناراضگي ختم نه ٿئي ۽ سيني جي دلجمعي نه ٿئي. اُن وقت تائين اُهي ڪنهن به ڪم لاءِ گڏ نه ٿيندا هئا. اِن ڪري جڏهن ڪو معافي گهرڻ لاءِ اُٿي بيهي ته اُن جي معافي ڪي رد نه ڪيو وڃي.

حضرت عبدالله بن عمر رضه جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو:

"ماڻهن تي رحم ڪريو، اوهان تي رحم ڪيو ويندو. ماڻهن کي معاف ڪريو، اوهانکي به معاف ڪيو ويندو".

## هٿ چُمڻ

استغفار کان پوءِ مرشد جي هٿن کي چُمڻ جي سلسلي ۾ صوفين سڳورن وٽ هڪ حديث نبوي مان ثبوت ملي ٿو. حضرت عبدالله بن عمر رضه چوي ٿو: "آئون رسول الله ﷺ جي موڪليل هڪ مهم (سريه) ۾ شامل هئس. ماڻهو انهيءَ جنگ ۾ پٺي ويا ۽ آئون انهن پٺي ويندڙن ۾ هئس. آخر اسان خيال ڪيو ته هاڻي اسين ڇا ڪريون. اسين جنگ کان پٺي ڪري خدا جي غضب جا مستحق ٿي ويا آهيون. پوءِ اسان ارادو ڪيو ته مديني اچي توبه ڪريون ۽ رسول الله ﷺ جن جي سامهون پنهنجو پاڻ کي پيش ڪريون،

جيڪڏهن اسان جي توبہ قبول ٿي ويئي تہ بهتر آهي ورنہ ٻيو پيرو ويندا سون. ان ڪري اسين فجر نماز کان اڳ پاڻ سردارن ﷺ جن وٽ آياسون. پاڻ ﷺ جن نڪري ڪري پڇيائون "اوهين ڪير آهيو". اسان چيو "اسين ڀڳل آهيون" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ نہ بلڪ اوهين ٻيهر واپس اچي حملو ڪرڻ وارا آهيو. اوهين مسلمانن جي جماعت ۾ آهيو". انهي تي اسان پاڻ ﷺ (سونهارن) وٽ اچي سندن هٿ مبارڪ چُميا".

هيءَ روايت آيل آهي تہ "جڏهن حضرت ابوعبيده ابن الجراح رضہ آيو تڏهن هن حضرت عمر رضہ جي دست بوسي ڪئي." حضرت ابومرشد الغنوي رضہ جي روايت آهي ۽ هو چوي ٿو تہ "اسين رسول الله ﷺ جن وٽ آياسون تڏهن مون لهي سندن دست بوسي ڪئي. هي حديثون دست بوسيءَ جي اجازت کي ثابت ڪن ٿيون. پر هڪڙي ڪامل صوفيءَ جي ادب جي تقاضا هيءَ آهي تہ "جيڪڏهن اهڙيءَ طرح ان جو نفس پنهنجي پاڻ کي معزز سمجهي ڪري غالب ٿيندو وڃي تہ اُهو انهيءَ طريقي کي روڪي ڇڏي. ليڪن جيڪڏهن انهيءَ قسم جي نفسانيت کان محفوظ هجي تہ معافي گهرڻ کان پوءِ دست بوسي ۽ معانقہ (ياڪر پائي ملڻ) ۾ ڪوبہ حرج ڪونهي. اهڙيءَ طرح باهمي رنجش ڪانپوءِ الفت ۽ محبت پيدا ٿيندي آهي. انهن جي اهِا نااتفاقي هڪ فراق جو سفر آهي، جتان کان واپس اچي اُهي دلجمعيءَ جي وطن ۾ پهچن ٿا. اُهي نفس جي غلبي جي ڪري مسافر بنجي هڪ ٻئي کان پري ٿي ويا هئا پر هاڻي نفس کي ملامت ڪري ۽ معافي گهري اصل مقام تي واپس آيا آهن."

## عذر پيش ڪرڻ

جيڪڏهن هڪ ڀاءُ پنهنجي ٻئي ڀاءُ کان معافي گهري پر اُهو ٻيو ڀاءُ ان جي معافي قبول نہ ڪري تہ اهو سخت غلطي ڪري ٿو، ڇوتہ ان جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن جي طرف کان سخت وعيد آئي آهي. روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:

"جيڪڏهن ڪنهن جو ڀاءُ ان جي سامهون معذرت پيش ڪري ۽ اُهو ان جي معذرت قبول نہ ڪري تہ اهو اهڙي غلطيءَ جو ڏوهاري (مرتڪب) ٿئي ٿو، جيئن تہ ڪو شخص چـُنگي يا ٽيڪس وٺڻ يا بيع (خريداري) جي

معاملي ۾ بديانتي ڪري".

حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو:

"جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ڪنهن کان معافي گهري ۽ انهي قبول نہ ڪئي، تہ اُهو حوض ڪوثر تي نہ اچي سگهندو".

## خطاڪار جو ڏنڊ

هيءُ بہ مسنون آهي تہ معافي گهرڻ کان پوءِ اُهو شخص پنهنجي پاڻ کي ڪجهہ پيش ڪري جيئن تہ هي روايت آهي تہ حضرت ڪعب بن مالڪ رضہ جيڪو هڪ غزوہ ۾ پوئتي رهجي ويو هو. حضرت نبي ڪريم ﷺ جن کي عرض ڪيائين "منهنجي توبہ هي آهي تہ آءٌ پنهنجي سڄي مال (ملڪيت) کان دستبردار ٿي وڃان ۽ پنهنجي قوم جي انهن گهرن کي ڇڏي ڏيان، جتي ويهي مون گناهہ جو ڪم ڪيو آهي". ان تي پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو:

"ان جو ٽيون حصو ڏيڻ تنهنجي لاءِ ڪافي آهي".

ان ڪري هاڻي صوفين سڳورن ۾ هي طريقو مروج ٿي ويو آهي تہ اُهي استغفار ۽ محاسبي کانپوءِ ڏنڊ (تاوان) جو مطالبو ڪندا آهن، جنهن سان انهن جو مقصد هي آهي تہ "باهمي اُلفت برقرار رهي. جهڙي طرح انهن جي ظاهري عمل جو نمونو اتحاد ۽ اتفاق تي آهي." اهڙيءَ طرح اُنهن جي باطن ۾ بہ ربط ۽ ضبط قائم رهي. هي اُها خصوصيت آهي. جيڪا مسلمانن جي ڪنهن ٻئي جماعت ۾ ڪانہ ڏٺي ويندي آهي.

## خانقاهن جا خادم

انهيءَ مخلص درويش کي جيڪو درگاهہ (خانقاهہ) جي مال مان يا اُن جي وقف ڪيل مال مان يا انهي مال مان جيڪو خانقاہ وارن جي لاءِ گداگريءَ جي ذريعي حاصل ڪيو ويندو آهي. کائڻ گهرجيّ تہ پوءِ ان صورت ۾ اِن مخلص درويش لاءِ ضروري ٿي وڃي ٿو تہ اُهو خدا جي ذڪر ۾ اهڙي طرح مشغول ٿي وڃي، جو ان لاءِ روزي ڪمائڻ جي صورت ممڪن نہ هجي، نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ جيڪڏهن ان کي بيڪار رهڻ ۽ بيهودين ڳالهين ۾ مصروف ٿيڻ جو موقعو ملي رهيو آهي ۽ اهو باطن وارن جي محنت ۽

رياضت جي شرطن کي بجا نہ آڻي رهيو آهي تہ اُن کي خانقاهہ جي مال مان کائڻ جو ڪوبہ حق حاصل ڪونهي. بلڪ ان کي خود روزي ڪمائي کائڻ گهرجي ڇوتہ خانقاهہ جو کاڌو صرف انهن ماڻهن لاءِ مخصوص آهي، جيڪي الله پاڪ جي يادگيريءَ ۾ بلڪل مشغول هجن. جيئن تہ اُهي پنهنجي مولیٰ پاڪ جي خدمت ۾ رُڌل آهن. انهيءَ لاءِ دنيا وارا انهن جي خدمت ڪندا آهن. ليڪن جيڪڏهن ڪوبہ شخص شيخ طريقت جي صحبت مان فيض پرائي رهيو آهي ۽ ان جي طريقي تي گامزن آهي تہ اهڙي صورت ۾ مصلحتاً مرشد کي اختيار حاصل آهي تہ اهو ان کي خانقاهہ جي آمدنيءَ مان کاڌو کارائي پر مرشد جو اِهو تصرف صحيح بصيرت تي مبني هئڻ گهرجي. ان صورت ۾ مرشد ان کي درويشن (مريدن) جي خدمت تي مقرر ڪري ڇڏي، جيئن تہ جيڪي اهو کائي اِهو ان جي خدمت جو معاوضو سمجهيو وڃي.

شيخ ابو عمرو الزجاجي رحہ بيان ڪري ٿو تہ "آئون گهڻو وقت حضرت جُنيد بغدادي رحہ وٽ مقيم رهيس. جڏهن بہ انهن مون کي ڏٺو تہ آئون ڪنهن نہ ڪنهن عبادت ۾ مشغول هئس، مگر انهيءَ عرصي ۾ پاڻ مون سان ڪابہ ڳالهہ ڪانہ ڪندا هئا. ايستائين جو هڪڙي ڏينهن جڏهن سندن گهر جماعت جي ماڻهن کان خالي هو، مون پنهنجا ڪپڙا لاهي انهي جڳهہ کي ٻُهاري ڏيئي صاف ڪيم، اُتي ڇَڻڪار ڪيم ۽ پاڪ جڳهہ کي ڌوتم، ايتري ۾ شيخ جنيد رحہ واپس موٽيا. پاڻ مون تي گَرد ۽ غُبار جا آثار ڏٺائون، تڏهن منهنجي لاءِ دعا گهريائون ۽ منهنجو آڌرڀاءُ ڪيائون ۽ چيائون تہ:

"تو تمام چڱو ڪم ڪيو آهي". اهي الفاظ پاڻ ٽي ڀيرا ورجايائون، انهيءَ ڪري مشائخ سڀَورا هميشہ نوجوانن کي مختلف خدمتن تي مقرر فرمائيندا آهن. جيئن تہ اُهي بيڪار رهڻ کان بچيل رهن ۽ هرهڪ نہ رڳو روحاني مرتبن کان واقف هجي، بلڪ خدمت چاڪري بہ ڪري. حضرت ابومخدوره کان منقول آهي تہ "حضرت رسول الله ﷺ جن اسان جي لاءِ بانگ ڏيڻ جو ڪم مقرر فرمايو. بنوهاشم جي لاءِ پاڻي پيارڻ جو ۽ بنوعبدالدار جي لاءِ دربانيءَ جا فرائض مقرر فرمايا هئا".

اهڙيءَ طرح مشائخ سڀَورا درويشن جي خدمت جي لاءِ ڪمن کي ورهائيندا هئا ۽ صرف اُنهيءَ کي خدمت جي هر قسم کان معذور سمجهيو

ويندو هو، جيڪو هر وقت ذڪر ۽ فڪر ۾ چڱيءَ طرح مشغول هجي، چڱيءَ طرح مشغول تيڻ مان اسان جي مراد هٿن پيرن (جوارح) سان مشغول ٿيڻ نہ آهي، بلڪ انهي مان اسان جي مراد هي آهي تہ اِهو هميشہ محاسبي ۽ خدائي يادگيريءَ ۾ مشغول هجي. ڪنهن وقت اهو دل ۽ جسم، ساڻ مشغول هجي ۽ ڪڏهن جسم جي بغير صرف قلبي طور تي مشغول رهي ۽ ڪمي پيشيءَ ڪان بلڪل غافل تي وجي. چوتہ درويش جو مڪمل مشغلو اهوئي آهي تہ اِهو وقت جا صحيح حق ادا ڪري ۽ اهڙيءَ طرح اُهو واندڪائي ۽ صحت ٻنهي نعمتن جي ناشڪري تئي تي.

حضرت سِري سقطي رحہ فرمايو آهي تہ:

"جيڪو نعمت جو قدر نتو ڪري، ان ڪان اُها نعمت نامعلوم طريقي سان کسي ويندي آهي".

بهرحال هڪڙو پوڙهو ماڻهو جيڪو روزي ڪمائي نتو سگهي، سو درگاهہ جو ڪاڏو ڪائڻ ۾ معذور آهي. پر هڪ نوجوان معذور ڪونهي، اهوئي عام طور تي تصوف وارن جو طريقو آهي. پر شريعت جي فتويٰ هي آهي تہ خانقاهہ جي وقت جو هي شرط آهي تہ هرهڪ تصوف وارو ۽ انهيءَ طريقي جو لباس پائڻ وارو ۽ خرقي پوش ان مان فائدو وٺي سگهي ٿو تہ اُنهيءَ صورت ۾ هرهڪ (جوان ۽ پوڙهي) جي لاءِ هتي جو ڪاڏو فتويٰ جي روءِ سان جائز آهي. پر اها صرف جواز جي صورت آهي، جيڪڏهن وقف ڪرڻ واري اهو شرط رکيو آهي تہ انهيءَ مان اهو ئي فائدو وٺي سگهي ٿو، جيڪو عملي ۽ روحاني طريقي سان تصوف جي واٽ تي هلندڙ هجي تہ بيڪار ماڻهن ۽ وقت ضايع ڪرڻ وارن جي لاءِ ان جو ڪاڏو جائز ڪونهي ۽ ان سلسلي ۾ صوفين جا طريقا مشهور آهن.

حضرت ابوسعيد الخذري رضہ جي روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو: "مؤمن جو مثال ڪُڙهہ (اصطبل) جي گهوڙي جهڙو آهي، جيڪو ڪُڙهہ (اصطبل) ۾ ئي گهمندو آهي ۽ اُتي ئي ڦري واپس ايندو آهي. اهڙي طرح مؤمن بہ غلطي ڪندو آهي، پر آخرڪار ايمان جي مرڪز جي طرف واپس اچي ويندو آهي. تنهنڪري پنهنجو ڪاڏو پرهيزگارن ۽ نيڪ (ماڻهن) مؤمنن کي ڪارايو".

باب سورهون

# صوفين جا سفر ۽ رهائش جا مقصد

## سفر جو مقصد

مشائخ ۽ صوفي سفر ۽ ٽڪاءَ جي سلسلي ۾ مختلف آهن. ڪي شروعات ۾ ئي سفر ڪندا آهن ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڪنهن هڪڙي جڳهه تي ويهي رهندا آهن، ڪي شروع ۾ هڪ جڳهه تي مقيم رهندا آهن ۽ پڇاڙيءَ ۾ سفر ڪندا آهن. ڪي مشائخ سڄورا هميشه سفر ڪندا رهندا آهن ۽ ڪنهن هڪ جڳهه تي مقيم ٿيڻ پسند نه ڪندا آهن. لهذا اسين هرهڪ جو حال ۽ مقصد بيان ڪريون ٿا.

اُهي ماڻهو جيڪي شروعات ۾ سفر ڪندا آهن ۽ پڇاڙيءَ ۾ ڪنهن هڪ جڳهه تي قيام اختيار ڪندا آهن، تن جو سفر ڪرڻ جو مقصد فيض حاصل ڪرڻ آهي، يعني اُهي علم سکڻ چاهيندا آهن. جيئن ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: "علم حاصل ڪريو، خواهه اُهو چين ۾ ئي ڇو نه هجي". ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته "جيڪڏهن ڪو شخص هدايت جو هڪ ڪلمو سکڻ جي لاءِ شام ڪان يمن جي آخري ڇيڙي تائين سفر ڪري ٿو ته انهي جو سفر بيڪار نه ويندو".

بيان ڪيو ويو آهي ته "حضرت جابر بن عبدالله رضه مديني مان هڪ مهيني جي مسافري طئي ڪري مصر پهتو. جيئن ته هو حضرت انس رضه ڪان رسول الله ﷺ جن جي هڪڙي حديث ٻڌي سگهي. پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو آهي: "جيڪو شخص پنهنجي گهر ڪان علم جي ڳولا جي لاءِ نڪري ٿو، ته اهو واپس اچڻ تائين خدا جي راهه تي گامزن آهي." خدا پاڪ جي هن قول السائحون (سياحت ڪرڻ وارا) جي تفسير ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي ته "انهي مان مراد طالب علم آهن".

## علم جي طلب

حضرت ابوهارون کان روايت آهي ۽ هو چوي ٿو ته "اسين ابوسعيد وٽ آياسون، تڏهن اُهو چوڻ لڳو "رسول الله ﷺ جن جي وصيت کهڙي نه ڀلي آهي، جو پاڻ فرمائين ٿا ته "ماڻهو اوهان جي تابع آهن ۽ اُهي ماڻهو روءِ زمين جي چئني طرفن کان مذهبي بصيرت حاصل ڪرڻ جي لاءِ اوهان وٽ ايندا ته ان وقت اوهان انهن کي نيڪيءَ جي تعليم ڏجو." پاڻ وڌيڪ فرمايائون: "علم حاصل ڪرڻ هرهڪ مسلمان تي فرض آهي". حضرت عائشه رضہ کان روايت آهي ته "مون رسول ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو: "الله تعاليٰ مون تي وحي نازل ڪئي آهي ته جيڪو شخص علم حاصل ڪرڻ جي لاءِ سفر اختيار ڪندو، آئون ان جي لاءِ جنت جو رستو آسان ڪندس".

## بزرگن جي زيارت

مشائخن جي شروعاتي سفر جو هڪ اهم مقصد مشائخن سڳورن ۽ مخلص ڀائرن جي زيارت ڪرڻ آهي. جيئن ته هرهڪ باطن وارو مخلص ڀاءُ جي زيارت ڪري وڌيڪ فائدو حاصل ڪندو آهي. جهڙي طرح ماڻهن جي گفتگو مفيد هوندي آهي، اهڙيءَ طرح ڪنهن وقت بزرگن جو ديدار به فيض پهچائيندو آهي. انهيءَ ڪري هيءُ چوڻي آهي ته "جيڪڏهن اوهان جي لاءِ ڪنهن جو ديدار مفيد نه آهي ته ان جو ڪم به مفيد نه ٿيندو". انهيءَ قول جا به حصا آهن.

پهرين ڳالهه هي آهي ته هڪڙو مخلص ۽ سچو انسان پنهنجن قولن ۽ ٻولن کان وڌيڪ پنهنجي ڪردار جي ذريعي مخلص انسانن کي متاثر ڪندو آهي. جڏهن ٻيو مخلص اٿندي ويهندي خلوت ۽ جلوت، ڪلام ۽ سڪوت ۽ هر معاملي ۾ ان کي ڏسندو ۽ پرکندو آهي، تڏهن ان قسم جو مشاهدو ان جي لاءِ تمام گهڻو ڪارگر ثابت ٿيندو آهي. پر جنهن جا احوال ۽ ڪم ان قسم جا نه آهن ته پوءِ ان جي گفتگو به اُن کي ڪوبه فائدو نٿي پهچائي سگهي، ڇوته اُن جي گفتگو ان جي نفساني خواهش جي مطابق هوندي آهي، هي قاعدو آهي ته دل جيتري قدر نوراني هوندي آهي، ايتري قدر ان جو ڪلام به نوراني هوندو آهي. دل اُن وقت نوراني ٿي سگهي ٿي،

جڏهن اُنهيءَ ۾ استقامت (هميشگي) پيدا ٿئي ۽ اُها بندگيءَ جا حق ۽ فرض چڱيءَ طرح ادا ڪري سگهي.

## نظر ڪيميا

مٿئين قول جو ٻيو رخ (پاسو) هي آهي تہ باطن وارا ۽ اهل نظر زبردست ترياق جو ڪم ڏيندا آهن. جڏهن اُهي ڪنهن مُخلص انسان جي طرف نگاهہ ڪندا آهن، تڏهن پنهنجي صحيح بصيرت جي ڪري اُنهيءَ سچي انسان جي سُهڻي صلاحيت ۽ خداداد مخصوص قابليت جو جلدي ۾ انڪشاف ڪري وٺندا آهن. اهڙيءَ طرح ان جي سچي عقيدت ڪري ان ڪي محبت جي نظر سان ڏسڻ لڳندا آهن. جيئن تہ اُهي خدا جي لشڪر ۾ شامل آهن، تنهنڪري اُنهن بزرگن جي نگاهہ جي ڪري روحاني درجا حاصل ٿيڻ ڪري سندن زندگي بدلجي ويندي آهي.

بهرحال منڪر خدا جي قدرت جو ڪيئن انڪار ڪري سگهي ٿو، جو ان ڪيترن ئي هڪ مخصوص قسم جي نانگن ۾ اها خاصيت رکي آهي، جو اُهي جڏهن ڪنهن انسان ڪي ڏسندا آهن، تڏهن هڪڙي ئي نگاهہ ۾ اُن ڪي هلاڪ ڪري ڇڏيندا آهن. اهڙيءَ طرح ان پنهنجن خاص ٻانهن ۾ بہ اها خاصيت پيدا ڪري ڇڏي آهي، جو اُهي جڏهن ڪنهن سچي عقيدتمند جي طرف نظر ڪري ڏسندا آهن، تڏهن هڪ ئي نگاهہ ۾ ان ڪي روحاني زندگي عطا ڪري ڇڏيندا آهن.

اسان جو محترم شيخ مڪي شريف ۽ منيٰ جي مسجد ۾ چڪر لڳائي ماڻهن جي چهرن ڪي گهوري ڏسندو هو. جڏهن ان ڪان پڇيو ويو تڏهن فرمايائون تہ "خدا جا اهڙا ٻانها بہ هوندا آهن، جڏهن اُهي ڪنهن جي طرف ڏسندا آهن تہ ان ڪي سعادت ۽ خوش نصيبي عطا ڪندا آهن ۽ آئون بہ اهڙي نظر ڪي ڳوليان ٿو."

## مُجاهدو

انهن جي سفر جو هڪ مقصد هي بہ هوندو آهي تہ مانوس ۽ آرام طلب زندگيءَ جو خاتمو ڪري نفس ڪي ماريو وڃي، جيئن تہ نفس

دوستن، عزيزن ۽ وطن جي جدائي جا ڪوڙا (ڪارا) ڏُک پيئڻ جو عادي بنجي وڃي. تنهنڪري جنهن انهن تڪليفن تي خدا کان ثواب حاصل ڪرڻ جي نيت سان صبر اختيار ڪيو ته سمجهو ته ان تمام وڏي فضيلت حاصل ڪئي.

حضرت عبدالله بن عمر رضہ فرمائي ٿو "هڪڙو شخص جيڪو مديني ۾ ئي پيدا ٿيو هو، سو فوت ٿي ويو. رسول الله ﷺ جن اُن جي جنازي نماز پڙهائي. اُن کانپوءِ پاڻ فرمايائون: "ڪاش اُهو پنهنجي پيدائش جي جڳهه کان علاوه ٻئي مقام تي فوت ٿئي ها. "اصحابن عرض ڪيو ته "يارسول الله! ان جو ڪهڙو سبب آهي"؟ پاڻ فرمايائون "جڏهن ڪو به شخص پنهنجي پيدائشي مقام کان پري فوت ٿيندو آهي ته اُن جي پيدائش (مولد) کان وٺي ان مقام تائين جتي اُن جا آثار ختم ٿيندا آهن، سڄو ئي حصو جنت ۾ شمار ٿيندو آهي".

## روحاني بيماري جو علاج

سفر جو هڪ مقصد نفس جي دقيق ۽ پوشيده ڳالهين کي معلوم ڪرڻ ۽ اُن جي غرور (رُعونت) ۽ گهمنڊ کي ختم ڪرڻ به آهي ڇوته انهن حقيقتن جو علم سفر کانسواءِ نٿو ٿي سگهي. سفر کي سفر انهيءَ لاءِ چيو ويندو آهي، جو اُهو انسان جي اخلاقن کي اجاگر ڪندو آهي ۽ جڏهن ان جي روحاني بيماري ظاهر ٿيندي آهي ته ان جو علاج به سفر آهي. تنهنڪري هڪڙي سيڪڙات تي سفر اُهوئي اثر ڪندو آهي، جيڪو نماز، روزا ۽ تهجد جا نفل اثر ڪندا آهن. جهڙيءَ طرح نفلي عمل ادا ڪرڻ وارو غفلت جي جاين کي ڇڏي الله تعاليٰ سان قرب الاهيءَ جي مقام جي طرف روانو ٿيندو آهي. اهڙيءَ طرح هڪڙو مسافر صرف خدا جي لاءِ نيڪ نيتيءَ سان جڏهن سفر طئي ڪندو آهي ۽ جهرجهنگ ۽ بيابانن ۾ گهمندو آهي، تڏهن اُهو پنهنجي نفساني خواهشن ۽ دنياوي لذتن کي ڇڏڻ ڪري صرف الله تعاليٰ جي منزل جو ارادو ڪندو آهي. شيخ نودي رحہ فرمائي ٿو ته تصوف نفس جي لذتن کي ترڪ ڪرڻ جو نالو آهي، انهيءَ ڪري جڏهن مُبتدي نفس جي لذتن کي ترڪ ڪري سفر اختيار ڪندو آهي، تڏهن اُن جو نفس مطمئن

تي ڪري نرم بنجي ويندو آهي. جيئن اُهو دائمي نقلن جي عمل سان ملائم تي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح سفر جي ذريعي اُهو اهڙو صاف ۽ درست تي ويندو آهي، جهڙيءَ طرح چمڙو رڱڻ ڪانپوءِ صاف ۽ شفاف تي پوندو آهي ۽ اُن ڪان ان جي قدرتي کهراڻپ، خشڪي ۽ بدبوءِ دور تي ويندي آهي. جهڙيءَ طرح چمڙو ڪل جي شڪل مان تبديل تي لباس جي صورت اختيار ڪندو آهي، اهڙيءَ طرح انهيءَ مسافر جي نفساني سرڪشي سفر ڪري دور تي اُن ۾ حرارت ايماني پيدا ڪندي آهي.

## مشاهدو

سفر جو هڪ مقصد پراڻن ماڳن جي زيارت ۽ عبرت انگيزي بہ آهي، جڏهن انسان جو فڪر و نظر مختلف ميدانن جي طرف گردش ڪندو آهي ۽ انسان روءِ زمين جي مختلف حصن، جبلن ۽ بزرگن جي قدمگاهن جي زيارت ڪندو آهي ۽ جمادات جي ذرڙن جون تسبيحون ٻڌندو آهي ۽ چوگرد مختلف خطن جون ٻوليون سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. تڏهن نين نين عبرت گاهن ۽ پوشيده نشانين کي ڏسي ڪري اُن جو روح بيدار ٿيندو آهي، ڇوتہ مختلف نظارن ۽ مقامن جي مشاهدي ڪان اُنکي قدرت جا ڪيترائي دلائل ۽ آثار نظر ايندا آهن. جيئن تہ خدا تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "عنقريب اسين انهن کي آفاق عالم ۽ خود انهن جي ذات ۾ پنهنجون نشانيون ڏيکاريندا سون، جيئن تہ اُنهن تي اسان جو حق ظاهر تي وڃي".

حضرت سري سقطي رحہ صوفين سڳورن کي مخاطب تي فرمائيندو هو. "جڏهن سرديءَ جي موسم ختم تي وڃي بهار جي موسم اچي وڃي ۽ وڻن جا پن نڪري اچن تہ کهڙي نہ خوب بهار هوندي آهي؟"

## شهرت ڪان بيزاري

سفر جو هڪ مقصد اڪيلائي گمنامي اختيار ڪرڻ ۽ شهرت ڪان پري ڀڄڻ بہ آهي. ڇوتہ جڏهن ڪنهن سچي جي صداقت چڱيءَ طرح ظاهر ٿيندي آهي، تڏهن اُهو خدا جي مخلوق ۾ تمام گهڻو مقبول تي ويندو آهي. هر اُهو شخص جيڪو خلوص جي دامن کي جهلي ۽ اُن جي دل بيدار هجي، تہ

اهو تمام جلدي مقبول ٿي ويندو آهي. هڪڙي بزرگ کي پنهنجي شيخ جو هيءُ قول نقل ڪندي ٻڌو ويو آهي ته "آئون عام مشهور ٿيڻ کي نفساني خواهش جي ڪري پسند نٿو ڪريان، ڇوته مون کي انهيءَ ڳالهه جي ڪابه پرواهه ڪانهي ته ماڻهو مون وٽ اچن يا نه اچن. بلڪ منهنجيءَ پسند جو سبب هي آهي ته عام مشهور ٿيڻ روحاني صحت جي نشاني آهي تنهنڪري جڏهن ڪوبه حقيقت جو طالب انهيءَ ۾ مبتلا هجي ته انديشو آهي ته عام مشهور ٿيڻ جي ڪري اُهو مخلوق جي طرف مائل نه ٿي وڃي. اهڙي صورت ۾ نفس مداخلت ڪري اُن ۾ نيڪي ۽ خدمت خلق جي جذبي کي اُپاري ان کي سبز باغ ڏيکاريندو. بلڪ نفس ۽ شيطان ٻئي گڏجي ان کي اهڙي طرح گهيلي ڪٽي ايندا ۽ ماڻهن جي راضي ٿيڻ کي چڱو قرار ڏيندا. ڪنهن ڪنهن وقت اهي ٻئي ايتير قدر طاقتور ٿي ويندا، جو اُن کي ڏيکاءُ ۽ بناوٽ تي مجبور ڪندا ۽ اهڙي طرح حقيقت جي طالب جي روحانيت ۾ رُخنو پوندو."

هڪڙي خدا واري بزرگ پنهنجي مريد کي چيو "هاڻي تون اهڙي مقام تي پهچي ويو آهين، جتي شيطان برائيءَ جي رستي کان داخل ٿي نه سگهندو، البته اُهو ڀلائيءَ جي رستي سان داخل ٿي سگهي ٿو" اهڙي نازڪ مقام تي قدم ترڪندا آهن لهذا جڏهن ڪوبه سچار انهيءَ قسم جي ڪنهن فتني ۾ ڦاسجي ويندو آهي، تڏهن خدا تعاليٰ پنهنجي گذريل مهرباني ۽ عنايت ۽ آئينده غيبي مدد جي ذريعي سان اُن کي سفر جي لاءِ تيار ڪندو آهي. ان وقت اُهو پنهنجن دوستن، آشنائن ۽ اُنهيءَ مقام کي ڇڏي ڏيندو آهي، جتي اُن تي ماڻهن جي راضي ٿيڻ جو دروازو کليو هو. هاڻي اُهو صرف خدا جو ٿي ڪري سفر جي لاءِ روانو ٿيندو آهي ۽ انهيءَ قسم جو سفر سچارن لاءِ بهترين مقصد جو اظهار هوندو آهي."

حج، جهاد ۽ بيت المقدس جي زيارت ڪانسواءِ شروعاتي مرحلن ۾ مشائخن سڳورن جي سفر ڪرڻ جا چند مقصد آهن "جيڪي بيان ڪيا ويا آهن. نقل آهي ته حضرت عبدالله بن عمر رضه مديني منوره کان بيت المقدس جي زيارت جي لاءِ روانو ٿيو. تڏهن پاڻ رضه اتي پنج نمازون پڙهيون ۽ پوءِ جلدي ٻئي ڏينهن مديني منوره ڏانهن روانو ٿيو.

## سفر ڪانپوءِ قيام

جڏهن الله تعاليٰ سچي انسان جي دل کي سفر ۾ مستحڪم رکي ۽ ان جي قسمت ان کي عبرت انگيزي عطا ڪري ته اهو ضرورت جي مطابق علم مان فائديمند ٿي وڃي ٿو. بلڪ نيڪ ٻانهن جي صحبت مان به فيض حاصل ڪري ٿو. گڏوگڏ پرهيزگارن جي عملي زندگيءَ جي مشاهدي مان ان جي دل تي چٽو نقش تحرير ٿي وڃي ٿو. ايستائين جو ان جو باطن مقرب بارگاهه جي معرفت مان خوشبو جي هُٻڪار سان معطر ٿي وڃي ٿو ۽ اهڙيءَ طرح اهو الله وارن جي ڪيميائي نظر ۽ اُنهن جي روحاني فيض جي پهري ۾ قلعي نشين ٿي ويندو آهي. سفر ان جي لڪيل جوهرن کي نمايان ڪندو ۽ ان جون مخفي تمنائون به ظاهر ٿي وينديون آهن. ليڪن ان جي نگاهه ۾ ماڻهن ۾ مشهور ٿيڻ جي ڪا به وقعت حاصل نه ٿيندي ۽ هرهڪ مقام تي اُهو مغلوب نه ٿيندو. بلڪه هر ڪنهن شيءِ تي غالب ايندو رهندو. جيئن ته الله تعاليٰ حضرت موسيٰ ع جي زبان مان هي ٻڌايو آهي ته "جڏهن مونکي توهان کان ڊپ پيدا ٿيو. تڏهن آئون توهان وٽان ڀڄي ويس. انهيءَ ڪري خدا مونکي حڪومت عطا ڪئي ۽ مونکي پيغمبر بنايائين".

اهڙا سيئي مرحلا طئي ڪرڻ ڪانپوءِ خدا اُن کي پنهنجي مقام تي واپس موڪليندو آهي ۽ ان کي تمام گهڻي انعام ۽ اڪرام سان نوازيندو آهي ۽ پرهيزگارن جو اڳواڻ مقرر ڪندو آهي ۽ اُهي ان جي پيروي ڪندا آهن ۽ مؤمن ان کان هدايت حاصل ڪندا آهن.

## قيام ڪرڻ جا فائدا

ڪي مشائخ سڄورا شروع ۾ ڪنهن جڳهه تي بودو باش (سڪونت) اختيار ڪندا آهن، پر پڇاڙيءَ ۾ سفر اختيار ڪندا آهن. هي اهي ماڻهو آهن، جن کي شروعات کان ئي صحيح صحبت ملندي آهي ۽ انهن کي اهڙو ڪامل مرشد ميسر ايندو آهي، جيڪو انهن کي صحيح طريقي تي هلائي درجي بدرجي روحانيت جي اعليٰ منزلن تائين پهچائيندو آهي. انهيءَ لاءِ اهو هڪ ئي مقام تي پنهنجي شيخ طريقت سان گڏ رهندو

آهي، جيڪو ان جي عادتن جي اصلاح ڪندو آهي، جيئن ته حضرت ابوبڪر شبلي رحه پنهنجي مريد حصريءَ کي اڳواڻ ٿي چئي ڇڏيو هو ته "جيستائين تنهنجي دل ۾ خدا کانسواءِ ڪنهن ٻئي جو خيال اچي ته توکي مون وٽ اچڻ حرام آهي".

لهذا جنهن کي اهڙي صحبت ميسر هجي، ان جي لاءِ سفر ڪرڻ حرام آهي، چوٿه انهيءَ قسم جي صحبت انهيءَ جي لاءِ هر سفر ۽ هر نيڪيءَ کان وڏيڪ آهي. حضرت ابوبڪر الدقاق رحه جو قول آهي "ڪوبه مريد صحيح معنيٰ ۾ ان وقت تائين مريد نٿو بنجي سگهي، جيستائين ڪاٻو (ملائڪ) ان جي باري ۾ ويهن سالن تائين ان جو عمل نامون نه لکي". لهذا جنهن کي اهڙي شخصيت جي صحبت حاصل هجي، جيڪا ان کي اعليٰ روحانيت ۽ پڪي ارادي جي تعليم ڏي ته ان جي لاءِ پنهنجي مرشد کي ڇڏي سفر اختيار ڪرڻ ناجائز آهي.

## قيام ڪانپوءِ سفر ڪرڻ

جڏهن ان جي روحاني بنياد مضبوط ٿي وڃي ۽ مرشد جي صحبت ۾ رهي ڪري، ان جي هدايتن تي عمل ڪري ۽ انهي روحاني چشمي مان چڱي طرح سيراب ٿي وڃي. ايستائين جو اِهو به اهڙو ڪامل مرد بنجي وڃي، جو ان جي قلب مان آب حيات جا چشماَ وهڻ لڳن. ان جو نفس نيڪي ۽ سعادت جو اهل بنجي وڃي ۽ اهو روءِ زمين جي پري پري رهندڙ ٻائرن کان روحاني فيض حاصل ڪري سگهي ۽ اهو انهن سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ سڄي جهان ۾ گهمي ڦري سگهي. تڏهن الله تعاليٰ به ان کي پنهنجي ٻانهن جي فيض جي لاءِ ملڪن جو سفر ڪرڻ جي لاءِ حڪم ڏيندو آهي. ان وقت اهو پنهنجن مقناطيسي ڪشش جي ذريعي لڪيل سچائيءَ کي ڪڍي ايندو آهي. اهڙيءَ طرح ان جي صحبت جي فيض کان ڪيترائي نيڪ بندا تيار ٿيندا. جيئن ته هدايت يافته مسلم قوم جي لاءِ انجيل ۾ هيءُ مثال بيان ڪيو ويو آهي. "اهي اهڙي ٻوٽي جي مثل آهن، جنهن جون مکڙيون ظاهر ٿيون، ان ڪانپوءِ اُهي وڏيون ۽ ٿلهيون ٿينديون ويون، ايستائين جو پنهنجن ٽڙن تي قائم ٿي ويون". انهن جون برڪتون هڪ ڪان ٻئي جي

طرف وڌنديون آهن ۽ انهن جو اهو روحاني فيض سيني ۾ سمائبو آهي ۽ اهڙيءَ طرح علم تصوف برقرار رهي سيني کي فيض پهچائيندو آهي.

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: "جنهن ماڻهن کي هدايت جي دعوت ڏني، ان کي اوترو ئي ثواب ملندو، جيترو انهن ماڻهن کي ملندو، جن اُن جي پيروي ڪئي. پر انهن جي فائدي مان ڪوبہ حصو گهٽ نہ ڪيل هوندو. جنهن گمراهيءَ جي دعوت ڏني، اهو انهن ماڻهن جي گناهن ۾ شريڪ هوندو، جن ان جي پيروي ڪئي، مگر انهن ماڻهن جي گناهن مان اهو گناهہ گهٽ نہ ڪيو ويندو".

## حق جو جذبو

اهو شخص جيڪو ڪنهن هڪ مقام تي برقرار رهيو ۽ سفر نہ ڪري سگهيو، تہ اُهو ماڻهو اهڙي شخصيت آهي، جنهن کي خدا تعاليٰ خاص پنهنجي تربيت ۽ نگرانيءَ ۾ رکيو هجي ۽ اُنهيءَ تي خير ۽ ڀلائيءَ جا سيئي دروازا کولي لطف ۽ ٻاجهہ سان ان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو هجي. ڪڏهن حق جو اهڙو جذبو ظاهر ٿيندو آهي، .جيڪو ٻنهي جهانن جي عمل جي برابر هوندو آهي. بهرحال جڏهن ان جي سچائيءَ جي خبر پئجي ويندي آهي تہ ان کي صديقن مان ڪنهن هڪ وٽ پهچايو ويندو آهي. جيڪو پنهنجي لطف ۽ ٻاجهہ ۽ پنهنجي ڪلام سان ان جي تربيت ڪندو آهي ۽ پنهنجي نظر ۽ روحاني طاقت سان ان جي اصلاح ڪندو آهي. جيئن تہ طالب ۽ مطلوب ٻنهي جي روحاني قابليت ڪمال درجي تي هوندي آهي انهيءَ لاءِ ٿورڙي صحبت بہ ان جي لاءِ ڪافي هوندي آهي. ۽ اهڙيءَ طرح خدا تعاليٰ جي عالم اسباب جي قانون جي منشا بہ پوري ٿي ويندي آهي.

## ٿورڙي صحبت

ڪنهن اهڙي جڳهہ تي رهڻ حڪمت جي نشاني آهي، جتي مختصر صحبت، تمام گهڻي صحبت ۽ تمام گهڻي مشاهدي کان بي نياز ڪري ڇڏيندي آهي ۽ سالڪ کي سفر جي ذريعي معلومات ۽ عبرت حاصل ڪرڻ جي حاجت ڪانہ رهندي آهي. ڇوتہ ڪڏهن صحبت جي نور جون شعائون

ٻين شين جي مطالعي ۽ آثار قديمه جي ڏسڻ جو نعم البدل ثابت ٿينديون آهن. جيئن ته ڪنهن بزرگ چيو آهي:

"پنهنجون اکيون کوليو ۽ ڏسو" آئون چوان ٿو "پنهنجون اکيون بند ڪريو ۽ ڏسو".

## خلوت ۾ جلوت

ڪن نيڪ ٻانهن جو ارشاد آهي: "خدا جا ڪيترائي ٻانها اهڙا آهن، جيڪي پنهنجن گوڏن تي ئي طورسينا جو جلوو ڏسندا آهن. يعني جڏهن اُهي پنهنجن گوڏن تي پنهنجو مٿو رکندا آهن ته قرب الاهيءَ جي درگاهه ۾ پهچي ويندا آهن. لهذا جڏهن اڪيلائي (خلوت) جي اونداهي ۾ ئي آب حيات جو چشمون ڦٽي نڪري ته پوءِ دنيا جي اونداهين ۾ گهڙڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي ۽ جڏهن ڪنهن کي حق جي مشاهدي جي جهلڪ ۾ آسمانن جا چوڏهن طبقا روشن نظر اچن، ته اُن کي آسمانن جي طرف نظر ڊوڙائڻ جي ڪهڙي حاجت آهي؟ جڏهن ڪنهن جي نگاهه بصيرت ۾ سڄي ٽڙيل پکڙيل ڪائنات سميٽجي اچي ته ان کي جهنگلن ۽ بيابانن جي ڌوڙ چاٽڻ مان ڪهڙو فائدو حاصل ٿيندو؟ لهذا جڏهن ڪو پنهنجي فطري خاصيت جي ڪري عالم ارواح ۾ پهچي وڃي ته ان کي هلندڙ ڦرندڙ پاڇن جي ڏسڻ جي ضرورت نه آهي." چيو وڃي ٿو ته حضرت ذوالنون مصريؒ رح حضرت بايزيد رح وٽ هڪڙي شخص جي ذريعي پيغام موڪليو "ان کي چئو ته ڪيستائين غفلت جي خواب ۾ آرام ڪندين، حالانڪ قافلو روانو ٿي ويو آهي". بايزيد رح جواب ۾ چورائي موڪليو "منهنجي ڀاءُ کي چئو "مرد اهو آهي، جيڪو سڄي رات سمهي، پر صبح جو سوير قافلي کان پهرين منزل مقصود تي پهچي وڃي". حضرت ذوالنون رح اهو ٻڌي چيو "ان کي مبارڪ هجي، هي اهو ڪلام آهي، جتي اسان جي روحانيت نٿي پهچي سگهي" شيخ بشر حاني رح چوندو هو ته "اي قاريو! سياحت ڪريو، ڇوته پاڻي جڏهن ڪنهن هڪ جڳهه تي بيهي رهندو آهي، ته ان جو ذائقو بدلجي ويندو آهي" اهو ڪلام ٻڌي ڪنهن بزرگ چيو "سمنڊ بنجو، جيئن ته ڪاٻه تبديلي نه اچي سگهي."

# سفر جون تڪليفون

حقيقت جو طالب پنھنجو باطني ۽ روحاني سفر جاري رکندو آهي، تڏهن اهو نفس اماره جون منزلون جلدي طئي ڪندو آهي. ايستائين جو اُهو نفس جي آفتن جي منزلن کي بہ طئي ڪري وٺندو آهي. ان ڪان پوءِ ان جا گندا اخلاق سھڻن اخلاقن ۾ بدلجي ويندا آهن. جڏهن اهو سچائي (صدق) ۽ اخلاق سان خدا ڏانهن موٽندو آهي، تڏهن ان کي پريشانيءَ جي بجاءِ يڪسوئي حاصل ٿيندي آهي ۽ سفر ڪان وڌيڪ وطن (حضر) ان جي لاءِ فائديمند ثابت ٿيندو آهي. ان جو سبب هي آهي تہ سفر ۾ ڪيتريون ئي تڪليفون ۽ مصيبتون ۽ حادثا پيش اچن ٿا. جن تي علم جي ڪري سفر جي نَيـُن نَيـُن مشڪلاتن تي قابو پائڻ تمام وڏين طاقتور ماڻهن جو ڪم آهي. حضرت عمر بن الخطاب رضہ سان ڪنهن ماڻهوءَ هڪ ٻئي شخص جي تزڪيہ نفس جي تعريف ڪئي تہ پاڻ رضہ ان ڪان پڇيائون "ڇا تون ڪنهن اهڙي مسافريءَ ۾ ان سان گڏ رهيو آهين، جنهن جي ڪري اُن جي سٺن اخلاقن جي خبر پئجي سگهي؟" ان چيو "نہ" پاڻ رضہ چيائون "منهنجي خيال ۾ تون ان کي چڱي طرح ڪونہ ٿو سڃاڻين" جيڪڏهن خدا ڪنهن بندي کي پهرين پريشانين ڪان حفاظت ۾ رکي ۽ پنھنجي وطن (حضر) ۾ ئي ان کي دلجمعي (يڪسوئي) ۽ خوش نصيبي عطا ڪري، اهڙين شخصيتن جي صحبت ان کي عطا ڪري، جن جي ڪري ان جي روحاني زندگي سڌري سگهي تہ اهو سمجهو تہ اهو ان تي خدا جو تمام وڏو احسان آهي. الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي تہ، "جيڪو الله ڪان ڊڄندو، اهو ان جي لاءِ مصيبتن ڪان ڇوٽڪاري جي واٽ ڪڍندو ۽ ان جي لاءِ ان جڳهہ ڪان رزق موڪليندو. جتان ڪان ان جو وهم ۽ گمان بہ نہ هوندو آهي" ان جي تفسير ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي تہ هي اهڙي ماڻهوءَ جي باري ۾ آهي، جيڪو خدا ڏانهن لنئون لڳايو ويٺو هجي. جڏهن ان کي ڪنهن مذهبي معاملي ۾ مشڪلات پيدا ٿيندي، تہ خدا ان وٽ اهڙو ماڻهو موڪليندو، جيڪو ان جي مشڪل مسئلي کي حل ڪري ڏيندو. لهذا جيڪڏهن اهو ابتدائي شرطن تي ثابت قدم رهيو تہ سفر ڪرڻ ڪانسواءِ وطن ۾ ئي ان جا ڪيترائي مقصد حاصل ٿيندا.

اهڙيءَ طرح اهو شروع کان وٺي پڇاڙيءَ (انتها) تائين هڪڙي ئي مقام تي رهي سگهندو ۽ اهڙو مرتبو خدا جي ڪن نيڪ ٻانهن کي حاصل ٿيندو آهي.

## سفر جي فضيلت

ڪي مشائخ سڄورا هميشه مسافر رهندا آهن. اُهي پنهنجي نفس کي پاڪ ڪرڻ (تزڪيہ نفس) ۽ روحاني اصلاح سفر جي ڪري ڪندا آهن. جيئن انهن بزرگن مان هڪڙي جو قول آهي "اوهان ڪوشش ڪريو، جو هر رات اوهين هڪ نئين مسجد ۾ رهو ۽ اوهان جو موت ان وقت اچي، جڏهن اوهين ٻن منزلن جي وچ ۾ هجو" شيخ ابراهيم الخواص رحہ جو اهڙو ئي هڪ مسافر طبقي سان تعلق هو. اُهو ڪنهن بہ شهر ۾ چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ نہ ترسندو هو. هن جو خيال هو تہ جيڪڏهن اهو چاليهن ڏينهن کان وڌيڪ رهيو تہ سندس توڪل ۾ خلل اچي ويندو ڇوتہ انهيءَ عرصي ۾ ماڻهو ان کي چڱيءَ طرح سڃاڻي وٺندا. اهڙيءَ طرح هن جي واقفيت هڪڙو دنياوي سبب (توڪل جي برخلاف) بڻجي ويندي. اهو چوي ٿو "آئون هڪ جهنگ ۾ ترسيس ۽ ٻارهن ڏينهن تائين ڪجهہ بہ نہ کاڌم. آخر منهنجي نفس گهريو تہ آئون جهنگ جو گاهہ کاوان، مون ڏٺو تہ ساوڪ منهنجي طرف وڌندي پيئي اچي، آئون اتان کان ڀڄس ۽ پوءِ مون پوئتي نهاري ڏٺو تہ اها واپس هلي ويئي" ڪانئڻ پڇيو ويو "اوهان ان کان ڇو ڀڳا هئا؟" "ڇاڪاڻ منهنجي نفس کي ان کان مدد وٺڻ جو خيال ٿيو هو". هي اُهي ماڻهو آهن، جيڪي دينداريءَ کي محفوظ رکڻ جي لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا رهندا آهن. حضرت عبدالله رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ حن فرمايو "خدا جا سڀ کان وڌيڪ محبوب ٻانها مسافر آهن "پاڻ سڳورن ﷺ جن کان پڇيو ويو "اهي مسافر (غريب) ڪير آهن؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو "هي اهي ماڻهو آهن، جيڪي پنهنجي مذهب کي بچائڻ جي لاءِ ڀڄندا رهندا آهن. اُهي سڀئي قيامت جي ڏينهن حضرت عيسيٰ بن مريم عہ وٽ گڏ ٿيندا. بهرحال (سفر ۽ قيام جي لحاظ کان) اهي مختلف روحاني درجا آهن. پر سڀني ماڻهن جي نيت نيڪ هوندي آهي، نيڪ نيتيءَ جي تقاضا اها آهي تہ "سچائي (صداقت) اختيار ڪئي وڃي، جيتوڻيڪ روحاني درجن ۾ ڪيتري ئي تبديلي اچي وڃي، بهرحال سچائي

(صداقت) جو جذبو تعريف جوڳو آهي." لهذا جيڪو به سفر اختيار ڪري ته اُن کي گهرجي ته اهو پنهنجي روحاني حالت جي نگهباني ڪري ۽ نيت درست رکي، پوءِ به پنهنجي نيت کي نفساني خواهشن کان اهوئي صاف رکي سگهي ٿو، جيڪو تمام وڏو عالم ۽ پرهيزگار هجي ۽ دنيا ڏانهن ان جو قطعي لاڙو نه هجي. پر جنهن ۾ ڪابه لڪيل نفسانيت هوندي ۽ ان کي پورو زهد حاصل نه هوندو ته اهو پنهنجي نيت درست رکي نه سگهندو، اهڙي صورت ۾ اهو ممڪن آهي ته اهو دلي لاڙي ۽ نفساني جذبي کان سفر جي لاءِ تيار هجي ۽ سمجهي ته اهو جذبه حق آهي ۽ هو جذبه حق ۽ جذبه نفسانيءَ ۾ فرق نه ڪري سگهي. ان جو سبب هي آهي ته نيت جو ٺيڪ هجڻ ان وقت مُعلوم ٿي سگهي ٿو، جڏهن ته نفساني وسوسن جو علم هجي، پر اهو علم ايتري قدر وسيع آهي، جو ان جي لاءِ هڪ الڳ باب جي ضرورت آهي. بهرحال اسين هتي انهن ماڻهن جي لاءِ ڪجهه اشارا ڪريون، تا جيڪي انهن ۾ قاتل هجن، ڇوته ڪيترائي درويش ان کان اڻ واقف آهن.

## نفس جا لاڙا

جيستائين طبعي لاڙن جو تعلق آهي ته درويش به انهن ۾ قاتل هوندو آهي، ڇوته هو به چاهي ٿو ته جهنگ ۽ باغن ۾ گهمڻ جي لاءِ نڪري، ان وقت ظاهر ۾ اها خواهش دل کي چڱي لڳندي آهي، پر اصل ۾ اها ان جي لاءِ نقصانڪار آهي. ان جو سبب هي آهي ته جڏهن ڪا نفساني خواهش پوري ٿي ويندي آهي، تڏهن نفس وسيع ۽ ڪشادو ٿي ويندو آهي ۽ جهنگل جو سير ڪري ان جو مقصد پورو ٿي ويندو آهي. جيئن نفس وسيع ٿيندو، تيئن اهو قلب کان پري ٿيندو ويندو ۽ ان کان ڪناره ڪشي ڪري پنهنجين خواهشن ۾ رذل رهندو. لهذا اهڙيءَ صورت ۾ قلب کي سڪون جهنگل جي ذريعي نه مليو، بلڪ ان جي سڪون جو سبب هي آهي ته نفس ان کان پري ٿي ويو، جهڙيءَ طرح ڪنهن انسان کان اهڙو ساٿي جدا ٿي وڃي، جيڪو ان جي لاءِ ناپسند هجي (تڏهن اهو سک جو ساهه کڻندو آهي) ان کان پوءِ جڏهن درويش جهنگل کان واپس اچي گوشه نشين ٿيندو ۽ پنهنجن معاملن جو دفتر کوليندو ته اهو ڏسندو ته نفس ان جي قلب ساڻ آهي، پر نفس جو بار

وڏيڪ ٿيڻ ڪري قلب نفس کان بيزار آهي ۽ جيتري قدر ان جو وزن وڌندو ويندو، ايتري قدر دل تي ميراڻ وڌندي ويندي. ان جو سبب هيءَ آهي ته قلب ان جي نفساني خواهشن تي پابندي لڳائي ڇڏي آهي. ان صورت ۾ جهنگ برپٽ ڏانهن وڃڻ هڪڙي روحاني بيماري آهي، جنهن کي هڪ درويش باعثِ سڪون ۽ دوا سمجهيو ويٺو آهي. جيڪڏهن اهو اڪيلائي ۽ گوشي نشيني اختيار ڪندو رهي، ته سرڪش نفس مطيع تي لطيف ۽ نازڪ بنجي قلب جو چڱو ساٿي ٿي ويندو ۽ ان تي وزن نه رهندو. انهيءَ مثال مان سفر جي خواهش کي قياس ڪري سگهجي ٿو، ڇوته ڪيترا اهڙا نفساني جذبات هوندا آهن، جن ۾ راحت ۽ آرام ملندو آهي. پر جيڪو انهيءَ نڪتي کي سمجهي وٺي، اهو انهيءَ عارضي آرام ۽ سڪون جي دوکي ۾ نٿو اچي سگهي. جنهن جو انجام خيريت سان نه هجي، ان جي خطرن کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. جڏهن سفر جو ارادو دل ۾ پيدا ٿئي، اهڙيءَ صورت ۾ انهيءَ قسم جي وسوسن ۽ تصورن کي نظرانداز ڪرڻ گهرجي، بلڪ نفس ۽ ان جي تصورن کان بدگماني به رکڻ گهرجي. غالبا رسول الله ﷺ جن جي هيءَ حديث به انهيءَ اصول تي بيان ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته "سج شيطان جي ٻنهي سڱن جي وچان اڀرندو آهي" ڇوته سج اڀرڻ جي موقعي تي نفس جون اُمنگون ۽ جذبا سجاڳ ٿيندا آهن، جن کي ماڻهو مزاج ۽ طبيعت تي گمان ڪندا آهن. ليڪن جيڪڏهن ان جي وضاحت (تشريح) ڪئي وڃي ته اها تمام ڏکي ۽ اونهي آهي. تاهم ان جي نشاني هي آهي ته بيماري صبح جي وقت هلڪي ٿي ويندي آهي ۽ شام جي وقت معاملو ان جي ابتڙ هوندو آهي. انهيءَ جي ڪري نفساني حرڪتن ۽ قلبي حرڪتن جي وچ ۾ فرق ڪرڻ ۾ دشواري پيدا ٿي ويندي آهي، جنهن کان هڪڙي درويش تي تمام گهڻيون آفتون نازل ٿينديون آهن. اهڙو درويش ڪيترين ئي نفساني حرڪتن ۾ ڦاسي اهو سمجهڻ لڳندو آهي ته اهي دل جون حرڪتون آهن. ڪڏهن ڪڏهن اهو هي به خيال ڪرڻ لڳندو آهي ته اهو خدا جي طرف کان سيئي حرڪتون ۽ ڪلام ڪري رهيو آهي، پر انهيءَ قسم جا شڪ (شبهات) صاحب دل ۽ اهلِ باطن کي پيش ايندا آهن. ٻين ماڻهن جو انهن سان ڪوبه تعلق ڪونهي، انهي لاءِ عوام جا نه بلڪ خواص جا

قدم اهڙن مقامن تي ترڪندا آهن. لهذا انهيءَ نڪتي کي خوب چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي، ڇوته اهو ناياب علم آهي. درويشن کي گهرجي ته سفر جي لاءِ رواني ٿيڻ کان پهرين صحيح صورتحال معلوم ڪرڻ جي لاءِ نماز استخاره پڙهي ۽ نماز کي ڪنهن به حالت ۾ نظرانداز نه ڪرڻ گهرجي. خواه ان درويش کي پنهنجي صحيح صورتحال واضح طور تي ٿي وڃي، ڇوته نيڪ نيتيءَ جي لحاظ کان ماڻهن جا مختلف درجا ٿي ويندا آهن ۽ ڪن ماڻهن تي حقيقت جلد واضح ٿي ويندي آهي، تاهم سنت جي پابندي ڪرڻ جي لاءِ نماز استخاره ڇڏڻ نه گهرجي. ان ۾ برڪت آهي ۽ رسولِ اڪرم ﷺ جن انهيءَ جي تعليم ڏني آهي.

## استخاري جي دعا

حضرت جابر بن عبدالله رضه جي روايت آهي رسول الله ﷺ جن استخاري جي اهڙيءَ طرح تعليم ڏيندا هئا جهڙيءَ طرح پاڻ ڪريم ﷺ جن اسانکي قرآن جي ڪا سورة سيکاريندا هئا ۽ فرمائيندا هئا جڏهن اوهان مان ڪوبه ڪنهن ڪم جو ارادو ڪري ته اهو ٻه رڪعتون پڙهي. پوءِ هي دعا پڙهي. ترجمو: ـ اي خدا! آئون تنهنجي علم سان استخارو ڪريان ٿو ۽ تنهنجي قدرت جي توفيق جو طالب آهيان ۽ تنهنجي عظيم بخشش جو طلبگار آهيان، ڇوته تون قدرت وارو آهين ۽ آئون لاچار آهيان، تون علم وارو آهين ۽ آئون اڻ واقف آهيان، تون ئي لڪيل ڳالهين کي خوب ڄاڻين ٿو. اي خدا! جيڪڏهن توکي معلوم آهي ته هي ڪم (ان جڳهه تي مخصوص ڪم جو نالو وٺي) منهنجي دين، منهنجي روزي، منهنجي آخرت ۽ انجام ڪار ۾ منهنجي لاءِ بهتر آهي، يا منهنجي لاءِ موجوده ۽ آئينده فائدي جي لاءِ بهتر آهي، تون مونکي اُن (سرانجام ڏيڻ) جي طاقت عطا فرماءِ، پوءِ اُن ۾ برڪت عطا فرماءِ ۽ جيڪڏهن توکي معلوم آهي ته منهنجو هي ڪم مذڪوره حيثيتن کان منهنجي لاءِ برو آهي ته اُن کي مون کان پري رک، ۽ مونکي ان کان باز رک جتي ڪٿي ڀلائي هجي، مونکي اُن جي توفيق عطا فرماءِ."

باب سترهون

# سفر جا فرض ۽ فضيلتون

صوفيءَ کي سفر ۾ جن فرضن ۽ نيڪ ڪمن کي سرانجام ڏيڻ جي ضرورت پوندي آهي، انهن مان ڪجهه مسئلا فقه جي ڪتابن ۾ درج ٿيل آهن. جيتوڻيڪ هيءُ ڪتاب فقه جي موضوع تي نه آهي، تڏهن به برڪت لاءِ هتي ڪجهه شرعي حڪم مختصر طور تي بيان ڪيا وڃن ٿا. ڇوته تصوف جو بنياد شرعي حڪمن تي آهي.

## تيمم

هڪڙي صوفي مسافر لاءِ تيمم، موزن تي مک (مسح) ڪرڻ، نماز قصر ڪرڻ ۽ نماز جمع ڪرڻ جي مسئلن جو علم ضروري آهي. تيمم ڪرڻ، بيمار ۽ مسافر جي لاءِ پاڻي نه ملڻ جي صورت ۾ يا جڏهن ته پاڻيءَ جي استعمال ۾ جان جي هلاڪت (مرڻ) جو خوف هجي جائز آهي.

جڏهن ته مال جي ضايع ٿيڻ يا مرض جي وڌي وڃڻ جو خوف هجي يا پنهنجي ۽ سندس ساٿي يا جانور جي اُڄ اجهائڻ جي لاءِ پاڻيءَ جي ضرورت هجي، (پر پاڪائي جي لاءِ وڌيڪ پاڻي نه هجي) انهن سڀني صورتن ۾ تيمم سان نماز پڙهي سگهجي ٿي ۽ جيڪا پوءِ موٽائي نه ويندي. البته جنهن کي سرديءَ جو خوف هجي، اهو تيمم سان نماز پڙهي سگهي ٿو، پر پوءِ نماز کي ٻيهر پڙهندو.

تيمم انهيءَ صورت ۾ جائز آهي، جڏهن ته پاڻيءَ جي مناسب جڳهن تي ڳولا ڪئي وئي هجي. پاڻيءَ جي ڳولا جون جڳهيون اهي آهن، جتي مسافر ڪنهن منزل تي پهچي ڪاٺين ۽ گاهه وغيره جي ڳولا ڪندو آهي. پاڻيءَ جي ڳولا نماز جي وقت ٿيڻ تي ڪرڻ گهرجي، انهيءَ معاملي ۾ مختصر ۽ ڊگهو سفر ٻئي برابر آهن.

جيڪڏهن ڪنهن کي نماز جي آخري وقت ۾ پاڻيءَ جي ملڻ جو يقين هجي، پر اُن جي باوجود ان نماز پڙهي ورتي ته فقيهن جي صحيح قول جي مطابق ان جي نماز جائز ٿيندي ۽ جيتري نماز ان تيمم سان پڙهي آهي، اها ورجائي نه ويندي، ڪٿي وقت باقي هجي. جيڪڏهن پاڻيءَ جي موجود هجڻ جي اميد هجي ته پوءِ تيمم باطل ٿي ويندو. جيئن ته ڪو قافلو اچي وڃي، جيڪڏهن انهن مان ڪنهن نماز پڙهندي پاڻي ڏسي ورتو ته ان جي نماز باطل نه ٿيندي ۽ ان تي ان جو دهرائڻ ضروري نه آهي، پوءِ به مستحب هي آهي ته اهو نماز ٽوڙي ۽ پاڻيءَ سان وضو ڪري اهوئي قول وڌيڪ صحيح آهي.

فرض نماز جي لاءِ مقرر وقت کان پهرين تيمم نه ڪرڻ گهرجي، وقت شروع ٿيڻ کان پوءِ فرض نماز ۽ نفل هڪ تيمم سان پڙهي سگهجن ٿا. پر نفلن پڙهڻ جي لاءِ جيڪو تيمم ڪيو وڃي، ان سان فرض نمازون نٿيون پڙهي سگهجن.

جيڪڏهن ڪنهن کي پاڻي ۽ مٽي نه ملي سگهي ته اهو نماز پڙهي سگهي ٿو. جڏهن انهن ٻنهي مان ڪابه شيءِ ملي وڃي ته نماز دهرائي. ليڪن بنا وضو هجڻ جي صورت ۾ قرآن شريف کي نه ڇُهي (هٿ نه لڳائي) جيڪڏهن ناپاڪ آهي ته نماز ۾ قرآن شريف جون آيتون به تلاوت نه ڪري، بلڪ قرئت جي بجاءِ الله جو ذڪر ڪري.

## تيمم جو طريقو

تيمم پاڪ مٽيءَ سان ڪرڻ گهرجي، ان ۾ ريتي ۽ چن مليل نه هجي. جيڪڏهن ڪنهن جانور جي پٺيءَ تي يا ڪپڙي تي گرد و غبار هجي، ته ان سان تيمم ڪري سگهجي ٿي. تيمم ڪرڻ جي وقت خدا جو نالو وٺي نماز جي جائز هجڻ جي نيت ڪرڻ گهرجي، ان کان پوءِ مٽيءَ تي هٿ هڻڻ گهرجن، منهن تي مک (مسح) ڪندي وقت هٿن جي آڱرين کي ملائي سڄي منهن تي مک ڪيو وڃي. جيڪڏهن ڪا فرضي جاءِ مسح کان سواءِ رهجي ويئي ته تيمم جائز نه ٿيندي. ٻنهي هٿن جون آڱريون کولي مٽيءَ تي ٻيو ڀيرو هڻي. تمام ضروري ڏوئڻ جي جاين تي مسح ڪيو وڃي. جيڪڏهن پوري مسح ڪرڻ جي لاءِ ٻيو ڀيرو مٽيءَ تي هٿ هڻڻ جي ضروري هجي ته ائين ڪري سگهجي ٿو جيئن ته مٽيءَ سان تمام ضروري جاين جو مسح ٿي وڃي جيڪڏهن هڪڙي

تري خالي ٿي وڃي ته ٻي ٽريءَ سان مسح ڪيو وڃي" جيئن ته ٻنهي ٽرين جو مسح مڪمل ٿي سگهي. مسح ڪندي وقت ڏاڙهيءَ تي هٿ مسح جي لاءِ گهمايو وڃي، البته (وارن جي) پاڙن تائين مٽي پهچائڻ جي ضرورت ڪانهي.

## جورابن تي مڪ

مسافر جي لاءِ جورابن تي مسح ٽي ڏينهن ۽ ٽن راتين تائين ڪم ڏيئي سگهي ٿو. پر مقيم جي لاءِ صرف هڪ ڏينهن هڪ رات تائين مسح باقي رهندو. انهيءَ عرصي جي شروعات جورابن پائڻ کان پوءِ ان وقت تائين ٿيندي، جڏهن اهو بنا وضو ٿي وڃي. جورابن پائڻ جي وقت نيت جي ضرورت نه آهي، بلڪ مڪمل پاڪائيءَ جي ضرورت آهي. لهذا جيڪڏهن ڪنهن ٻيو پير ڌوئڻ کان پهرين جورابن تي مسح ڪري ورتو ته ان جو مسح درست نه آهي. موزن تي مسح ڪرڻ جي لاءِ شرط هي آهي ته انهن جورابن سان هلي ڦري سگهي ۽ فرضي جاءِ لڪيل هجي. جورابن جي ٿورو مٿئين حصي جو مسح ڪرڻ ڪافي ٿيندو. پر هي بهتر آهي ته وري وري (ڪرڻ جي بجاءِ) جورابن جي مٿين ۽ هيٺين حصي جو پورو مسح ڪيو وڃي. جڏهن مسح جو حڪم ختم ٿي وڃي يعني عرصو پورو ٿي وڃي يا ان جي فرضي جاءِ جو ڪجهه حصو ظاهر ٿي وڃي، ڪٽي ان تي پاڪائيءَ کان پوءِ جوراب پاتا وڃن ته صحيح قول هي آهي ته وضو کان سواءِ ٻنهي پيرن کي ڌوئڻ گهرجي. جيڪڏهن مسح ڪرڻ وارو مسافر وطن ۾ مقيم ٿئي ته اهو مقيم وانگر جورابن تي مسح ڪري ۽ اهڙيءَ طرح مقيم سفر اختيار ڪري ته اهو مسافر وانگر مسح ڪري. جيڪڏهن جورابن تي سخت ڪپڙو ويڙهيو وڃي يا چمڙو ويڙهيل هجي ته ان تي مسح جائز آهي، بشرطيڪ ان کان ڌوئڻ جي فرضي جاءِ لڪي وڃي. پر اٽيل جورابن تي جنهن کان پيرن جو ڪجهه حصو لڪيل هجي ۽ باقي کي غلاف سان ڍڪيو ويو هجي، مسح جائز ڪونهي.

## نماز جي قصر ۽ جمع

سفر جي حالت ۾ جيستائين قصر ۽ جمع جو تعلق آهي، اڳين ۽ وچين کي هڪ ئي وقت ۾ گڏ (جمع) ڪري سگهجي ٿو.

شافعي مذهب جي طريقي جي مطابق ٻنهي نمازن کي هڪ ئي وقت ۾ پڙهڻ جي سفر ۾ اجازت ڏني آهي.

پر حنفين جي نزديڪ سواءِ حج جي ۽ ٻي ڪنهن بہ صورت ۾ هڪ ئي وقت ۾ ٻن نمازن کي گڏ نہ ڪيو ويندو آهي، البتہ هڪ نماز کي ان جي آخري وقت ۾ ۽ ٻي نماز کي ان جي شروعاتي وقت ۾ ملائي سفر جي حالت ۾ پڙهي سگهجي ٿو.

پر هرهڪ نماز جي لاءِ الڳ الڳ تيمم ڪرڻي پوندي ۽ انهن ٻنهي نمازن جي درميان گفتگوءَ جي ذريعي يا ڪنهن ٻئي طرح سان وقفو نہ ڪرڻ گهرجي. اهڙيءَ طرح سانجهي (مغرب) ۽ فجر جي نمازن کي مختصر ڪري (قصر جي صورت ۾) پڙهي نٿو سگهجي. بلڪ انهن کي سواءِ قصر ۽ جمع ڪرڻ جي اصلي شڪل ۾ پڙهيو وڃي.

## سواريءَ تي نماز پڙهڻ

سواريءَ تي فرض نماز انهي وقت ادا ڪري سگهجي ٿي، جڏهن غازي جنگ ۾ رُڌل هجي. ان کان علاوه ڪنهن ٻئي صورت ۾ سواريءَ تي نماز کي ادا ڪرڻ جائز نہ آهي، پر سنت مؤڪده ۽ نفلن کي سواريءَ تي پڙهڻ جائز آهي. ان صورت ۾ رڪوع ۽ سجدي جي لاءِ اشارو ڪرڻ ڪافي آهي، پر سجدي جي لاءِ رڪوع کان وڌيڪ جهڪڻ گهرجي، ليڪن جيڪڏهن اهو قادر آهي تہ صحيح طريقي جي مطابق عمل ڪري سگهجي ٿو. اهڙيءَ صورت ۾ رستي جي طرف سواريءَ جو رخ قبلي ڏانهن هجڻ جي قائم هوندو. لهذا سواريءَ کي قبلي جي رخ کان علاوه ڪنهن ٻئي طرف نہ موڙڻ گهرجي، جيڪڏهن ان انهيءَ حالت ۾ قبلي کانسواءِ ڪنهن ٻئي طرف سواريءَ جو منهن ڪيو تہ ان جي نماز باطل ٿي ويندي.

پيادل هلڻ وارو بہ سفر ۾ نماز پڙهي سگهي ٿو ۽ احرام نہ ٻڌڻ جي صورت ۾ رستي جي رخ جي طرف نماز پڙهي سگهي ٿو. (بشرطيڪ مسافر طرفن جو واقف نہ هجي) پر احرام جي حالت ۾ ان جي لاءِ قبلي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ ضروري آهي. جيڪڏهن ڪو مسافر مقيم هو، پوءِ ان سفر اختيار ڪيو تہ ان جي لاءِ ضروري آهي تہ اهو ڏينهن هو روزو رکي پورو

ڪري. اها صورت ان وقت بہ هوندي، جڏهن مسافر هجڻ ڪان پوءِ اقامت اختيار ڪندو. چوٿو تہ سفر ۾ روزو رکڻ افطار (ڇڏڻ) ڪرڻ ڪان بهتر آهي. اهڙيءَ طرح سفر ۾ مڪمل نماز جي بجاءِ مختصر نماز پڙهڻ (قصر ڪرڻ) افضل آهي. منهنجي خيال ۾ ايتري قدر شرعي احڪامن جو ،سفر ۾ ڄاڻڻ هڪ صوفيءَ جي لاءِ ڪافي آهي.

## مسافريءَ ۾ ساٿي جي ضرورت

سفر جي مستحبن مان هي بہ آهي تہ صوفي مسافر پنهنجي لاءِ واٽ جو ساٿي ڳولي، جيڪو ان ڪي ديني معاملن ۾ مدد ڏيئي سگهي. جيئن تہ چيو ويو آهي "پهرين ساٿيءَ جي ڳولا ڪريو پوءِ سفر اختيار ڪريو" انهي جي ڪري رسول الله ﷺ جن اڪيلي سفر ڪرڻ جي منع فرمائي آهي. البتہ جيڪڏهن ڪو صوفي پنهنجي نفس جي آفتن ڪان باخبر هجي ۽ صحيح بصيرت ڪان پوءِ اڪيلائي ڪي اختيار ڪري ٿو تہ ان جي لاءِ اڪيلو سفر ڪرڻ ۾ ڪو بہ حرج ڪونهي.

جيڪڏهن جماعت سان گڏ سفر ڪيو وڃي تہ انهن مان ڪو بهتر ماڻهو امير بنجي جيئن تہ رسول الله ﷺ جن جو فرمان آهي تہ "جيڪڏهن سفر ۾ اوهين ٽي ماڻهو هجو تہ پنهنجو پاڻ ۾ ڪنهن هڪ ڪي امير بنايو." هي امير اهو آهي جنهن ڪي صوفي بشير جي نالي سان سڏيندا آهن. امير زاهد ترين ماڻهو هجي ۽ اهو سڀ ڪان وڌيڪ پرهيزگار ۽ سڀ ڪان وڌيڪ با مروت سخي ۽ شفيق انسان هجي. جيئن تہ حضرت ابن عمر رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺجن فرمايو آهي تہ "خدا جي نزديڪ بهترين ساٿي اهو آهي جيڪو پنهنجي ساٿين جي لاءِ بهترين هجي". شيخ عبدالله المروزي ڪان نقل آهي تہ ابو علي الرباطي هڪ دفعي سفر ۾ ان جو ساٿي بنيو تڏهن شيخ عبدالله فرمايو "آئون امير ٿيان يا اوهان". ابو علي فرمايو تہ اوهان امير بنجو. امير بنجڻ ڪانپوءِ شيخ عبدالله ابو علي جو سامان پنهنجي چيلهہ تي کڻي هلندو رهيو. هڪ رات برسات وسي تڏهن شيخ عبدالله رحہ سڄي رات پنهنجي ساٿي جي سيراندي بيٺو رهيو ۽ برسات ڪان بچائڻ جي لاءِ ان ڪي ڪمبل سان ڍڪيندو رهيو. جڏهن هو منع ڪندو هو تہ چوندو هو تہ "ڇا آئون امير نہ آهيان! توتي منهنجي اطاعت فرض نہ آهي ڇا؟

## دنيادار صوفي

جيڪڏهن ڪو امير بنجي درويشن کان صرف اطاعت ڪرائڻ جي لاءِ رهي ۽ ان جي لاءِ حڪومت ۽ عزت جو طلبگار هجي جيئن خانقاهم جي خادمن تي حاوي ٿئي ۽ انهن جو راضپو حاصل ڪري ته اهو جاهل حوس وارن جو طريقو آهي جيڪو صوفين سڳورن جي طريقي جي بلڪل برخلاف آهي. بلڪ اها انهن ماڻهن جي روش آهي جيڪي دنيادار ساٿين کي ڳوليندا آهن. جيئن ته اهي سيئي گڏجي دنياوي مقصدن کي پورو ڪن. اهي دنيا کي ترڪ ڪرڻ وارن ۾ گڏجي (گهسجي) پنهنجو ذاتي فائدو حاصل ڪرڻ چاهين ٿا. بهرحال انهن جي اها گڏجاڻي گلا ڪرڻ ۽ ناپسنديده جاين ۾ داخل ٿيڻ ۽ سير و تفريح کان خالي نه هوندي ۽ جيستائين درگاهه ۾ انهن جو فائدو وابسته هوندو ان وقت تائين اهي اتي گڏ رهندا. ڪٿي ديني فائدو اُتي مفقود (ختم) ٿي وڃي. جڏهن انهن جو مفاد گهٽجي ويندو ته اُتان کان ڪوچ ڪندا ڪٿي ديني فائدن جي اتي گهٽائي هجي، پر اهو صوفين سڳورن جو طريقو نه آهي.

## سفر جا آداب

مستحب هي آهي ته جڏهن درويش سفر جو ارادو ڪري ته پنهنجن يائرن کي الوداع چئي ۽ رسول الله ﷺ جن جي دعا جي مطابق انهن جي لاءِ دعا گهري. ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته آئون حضرت عبدالله بن عمر رضه سان مڪي پاڪ کان مديني منوره جي سفر ۾ گڏ رهيس. جڏهن مون ڪانئڻ رخصت جو ارادو ڪيو ته پاڻ اڳتي هلي الوداع ڪيائين ۽ چيائين، "مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته پاڻ فرمايائون ته لقمان ع پنهنجي پٽ کي چيو، "اي منهنجا فرزند! جڏهن الله تعاليٰ جي حوالي ڪا شيءِ ڪئي ويندي آهي ته اهو ان جي حفاظت ڪندو آهي. لهذا آئون تنهنجو دين تنهنجي امانت ۽ تنهنجو انجام ڪار الله جي حوالي ڪريان ٿو."

حضرت زيد بن ارقم رضه جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "جڏهن اوهان مان ڪو سفر جو ارادو ڪري ته پنهنجن يائرن کان

الوداع ڪري، ڇوته الله تعاليٰ انهن جي دعا ۾ برڪت عطا فرمائيندو". هي روايت پاڻ ﷺ کان نقل آهي ته "پاڻ ڪنهن کي الوداع چوندا هئا ته فرمائيندا هئا: خدا اوهان کي تقويٰ جو سامان عنايت ڪري اوهان جا گناهه معاف ڪري ۽ جيڏاهن به روانا ٿيو ته اوهان کي ڀلائي جي توفيق ڏي."

## خدا جي حوالي ڪرڻ

ان جي ساٿين کي به گهرجي ته جڏهن هو خدا حافظ چئي دعا ڪن ته اُهي يقين رکن ته خدا هن جي دعا قبول ڪندو. روايت آهي ته حضرت عمر رضہ چند ماڻهن کي انهن جا وظيفا ڏيئي رهيو هو ته هڪڙو ماڻهو پنهنجي پٽ کي وٺي آيو. حضرت عمر رضہ ان کي چيو "مون ڪنهن کي به هن کان وڌيڪ تو جهڙو هم شڪل نه ڏٺو آهي. ان چيو "اي امير المؤمنين آئون هن جي باري ۾ هڪ واقعو بيان ڪريان ٿو ته هڪڙي دفعي مون سفر جي لاءِ روانو ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ ان وقت هي ڇوڪرو پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ هو. جنهن لاءِ ان چيو تو مون کي هن حالت ۾ ڇڏي وڃي رهيو آهين؟ "مون چيو "جيڪي تنهنجي پيٽ ۾ آهي آئون ان کي خدا جي حوالي (سپرد) ڪري وڃي رهيو آهيان." اهو چئي آءُ روانو ٿي ويس. جڏهن آءُ واپس موٽي آيس ته معلوم ٿيو ته اها (منهنجي زال) مري ويئي هئي. جيئن اسين پاڻ ۾ گڏجي ڳالهيون ڪري رهيا هئاسون ته اوچتو قبرستان مان هڪ قبر مان باهه ظاهر ٿي مون پڇيو هيءَ باهه ڪهڙي آهي؟ ماڻهن چيو "هي باهه تنهنجي زال جي قبر مان ظاهر ٿئي ٿي ۽ هر رات اسين ان کي ڏسندا آهيون" مون چيو خدا جو قسم اها عورت تمام گهڻا روزا رکندي هئي ۽ راتين جو اٿي عبادت ڪندي هئي" اهو چئي مون ڪوڏر هٿ ۾ ڪنئي ۽ ان جي قبر کي کوٽڻ شروع ڪيو ته اتي هڪڙو ڏيئو ظاهر ٿيو ۽ ڏٺم ته هي ڇوڪرو اتي حرڪت ڪري رهيو آهي. انهي ڇوڪري جي نروار ٿيڻ تي آواز آيو ته "هي تنهنجي امانت آهي جيڪڏهن تون ان جي والده کي به خدا جي حوالي ڪرين ها ته ان کي به زنده ۽ موجود ڏسين ها." انهيءَ تي حضرت عمر رضہ فرمايو "واقعي اهو اهڙو ئي تنهنجي هم شڪل آهي جهڙو هڪڙو ڪانگ ٻئي ڪانگ جي هم شڪل هوندو آهي."

## سفر جي دعا

مناسب ائين آهي ته جڏهن ڪو درويش ڪنهن منزل کان روانو ٿئي ته ٻه رڪعتون نفل پڙهي هيءَ دعا پڙهي.

اي خدا: تون مون کي تقويٰ جو توشو عطا فرماءِ ۽ منهنجن گناهن کي معاف ڪر ۽ آئون جيڏانهن ٻه وڃان مون کي ڀلائي ڏانهن متوجه ڪر.

حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن ڪنهن منزل تي لهندا هئا ته اُتي ٻه رڪعتون نماز پڙهي اُتان کان روانا ٿيندا هئا. انهيءَ لاءِ جڏهن ڪوبه ڪنهن منزل يا درگاهه کان روانو ٿئي ته ٻه رڪعتون پڙهي اُن کي الوداع چئي ۽ جڏهن ڪنهن جانور تي سوار ٿئي ته هي پڙهي:

پاڪ آهي اُها ذات جنهن ان کي اسان جو فرمانبردار بنايو. حالانڪ اسين ان کي تابع نه بنائي سگهون ها. خدا جي نالي شروع ڪريان ٿو ۽ الله تمام وڏو آهي. مون الله تي ڀروسو ڪيو. طاقت ۽ قدرت صرف مٿاهين ۽ عظمت واري خدا جي ئي ذريعي (حاصل ٿي سگهي) آهي. اي خدا: تون ئي (انهن جانورن جي) پٺ تي سوار ڪرڻ وارو آهين ۽ سيني ڪمن ۾ توکان مدد گهري وڃي ٿي.

مسنون هي آهي ته منزل کان صبح سوير ڪوچ ڪيو وڃي ۽ خميس جي ڏينهن ان جي ابتدا هجي. حضرت ڪعب بن مالڪ رضہ چوي ٿو: رسول الله ﷺ جن عام طور تي خميس جي ڏينهن سفر تي روانا ٿيندا هئا ۽ جڏهن پاڻ ڪو لشڪر موڪلڻ چاهيندا هئا ته ان کي ڏينهن جي شروعات ۾ روانو ڪرڻ فرمائيندا هئا.

## منزل جي دعا

مستحب هي آهي ته جڏهن اهو ڪنهن منزل جي ويجهو پهچي ته هيءَ دعا پڙهي.

اي منهنجا پالڻهار! جيڪو سيني آسمانن ۽ ان جي ڇانوَ ڪرڻ وارين شين جو، سيني زمينن ۽ اُن ۾ موجود شين جو پروردگار آهي. اهو سيني شيطانن ۽ ان جي گمراهه ڪيل ماڻهن جو، هوائن جو ۽ انهن ۾ اڏرڻ وارين شين جو، سمنڊن جو ۽ انهن ۾ ترڻ وارين شين جو پروردگار آهي (اي خدا)

آءُ تو ڪان هن منزل ۾ هن جي رهڻ وارن جي ڀلائي جو طالب آهيان ۽ هن منزل ۾ ان جي رهڻ وارن جي برائي ڪان پناهه گهران ٿو ۽ جڏهن منزل تي لهي ته ٻه رڪعتون نماز پڙهي.

## سفر جو ضروري سامان

مسافر ڪي گهرجي ته ان وٽ پاڪائي جو سامان موجود هجي. جيئو وجي ٿو ته شيخ ابراهيم الخواص سان گڏ سفر ۽ حضر ۾ چار شيون ضرور هونديون هيون (۱) بدنو (۲) سوئي ڌاڳو (۳) قينچي (۴) رسو.

حضرت عائشه رضي الله عنها ڪان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جڏهن سفر ڪندا هئا ته پاڻ سان پنج شيون ڪٺي ويندا هئا (۱) آرسي (۲) سرمي داڻي (۳) استرو (۴) ڏندڻ (۵) ڦڻي. هڪ روايت ۾ قينچي جو ذڪر به آيو آهي. انهن ڪان علاوه لٺ (عصا) به صوفين سڳورن سان گڏ رهندي هئي ۽ اها به سنت آهي.

حضرت معاذ بن جبل رضه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن مون منبر ڪي استعمال ڪيو آهي ته حضرت ابراهيم عليه السلام به ان جو استعمال ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن مان عصا ڪي استعمال ڪريان ٿو ته ان ڪي حضرت ابراهيم ۽ حضرت موسيٰ عليهم الصلواة والسلام استعمال ڪري چڪا آهن.

حضرت عبدالله بن عباس رضه ڪان روايت آهي ته ان چيو ته عصا جو سهارو وٺڻ پيغمبرن جي عادت آهي خود رسول الله ﷺ جن وٽ هڪ عصا هوندي هئي جنهن تي پاڻ خود به سهارو وٺندا هئا ۽ ٻين ڪي به سهارو وٺڻ جو حڪم فرمائيندا هئا. بدنو (لوٽو) گڏ ڪڻڻ به سنت آهي جيئن ته حضرت جابر بن عبدالله رضه ڪان روايت آهي ته اهو چوي ٿو ته جيئن ئي نبي ڪريم ﷺ جن لوٽي مان وضو ڪري فارغ ٿيندا هئا، ماڻهو (اصحاب سڳورا) حضور ﷺ جن ڏانهن ٻي تابي سان ڊوڙي ويندا هئا، هڪ دفعي رسول الله ﷺ جن فرمايو اوهين ائين ڇو ٿا ڪريو؟" اُهي چوڻ لڳا يا رسول الله! اسان ڪي پيئڻ ۽ وضو ڪرڻ جي لاءِ صرف اهوئي پاڻي ملندو آهي جيڪو اوهان وٽ هوندو آهي" انهيءَ تي پاڻ ﷺ پنهنجو دست مبارڪ لوٽي تي رکيائون ته آءٌ ڇاتو ڏسان ته سندن ﷺ آڱرين مان چشمي وانگر پاڻي

وهڻ لڳو. انهيءَ وقت اُن پاڻيءَ مان ماڻهو وضو ڪرڻ لڳا". حضرت جابر رضہ کان پڇيو ويو تہ اوهين ماڻهو ڪيترا هئا؟ چيائين: "جيڪڏهن اسين هڪ لک هجون ها تہ بہ اهو پاڻي اسان جي لاءِ ڪافي هو. اسين غزوه حديبيہ ۾ صرف پندرهن سؤ (١٥٠٠) هئاسون.

چيلهہ ٻڌڻ بہ صوفين سڳورن جو طريقو آهي ۽ اهو بہ سنت آهي. حضرت ابوسعيد رضہ جي روايت آهي تہ "رسول الله ﷺ ۽ سندن اصحابن مديني منوره کان مڪي معظم تائين حج جي لاءِ پيادل سفر ڪيو! ان وقت پاڻ ﷺ فرمايو "اوهين پنهنجي ڪمر بندن سان چيلهون ٻڌي وٺو."

"جيئن تہ اسان ڪمربستہ ٿياسون ۽ سندن پويان ڊوڙندا وياسين."

## سفر جون رسمون

جڏهن ڪو درويش درگاهہ کان روانو ٿئي تہ صوفين جا آداب هي آهن. سفر ڪرڻ جي ڏينهن صبح جو سوير بہ رڪعتون نماز پڙهجن جيئن تہ اسان هينئر ذڪر ڪيو تہ بہ رڪعتون پڙهي ان جاءِ کي الوداع چيو وڃي پوءِ جورابن کي صاف ڪجي. پهرين ساڄي ٻانهن ۽ ان کان پوءِ کاٻي ٻانهن (آستين) صاف ڪئي وڃي ان کانپوءِ ڪمربند سان چيلهہ ٻڌي وڃي ۽ ان کانپوءِ جتين جي ڳوٿري ڪڍي اُن کي ڇنڊجي ۽ جتي جورابن کي پائڻ جو مطلب (مقصود) هجي اتي اچي نماز جي مصلي کي وڇائجي ۽ هڪڙي جتي کي ٻي جتي تي هڻي صاف ڪجي. ساڄي هٿ ۾ جتي ۽ کٻي هٿ ۾ ڳوٿري هجي، ڳوٿري ۾ جتيءَ جي ڪُڙي هيٺ هجي ۽ ڳوٿري جو منهن ٻڌل هجي. ساڄي طرف کان جتي اندر رکي ان کي چيلهہ جي هيٺيان رکيو وڃي. ان کانپوءِ نماز جي مصلي تي ويهي ساڄي هٿ سان جورابن کي اڳيان ڇنڊجي ۽ کاٻي سان پائڻ شروع ڪجي. ان وقت جتي يا ڪمربند جي ڪنهن حصي کي زمين تي نہ ڪرڻ ڏجي. ان کان پوءِ هٿن کي ڌوئجي ۽ ان جاءِ ڏانهن مهاڙ ڪري جتان کان اهو نڪري رهيو هجي ۽ حاضرين کي الوداع چئي.

جيڪڏهن ڪو ڀاءُ سانداري (مشڪيز) لوٽو يا لٽ ڪڍي درگاهہ کان ٻاهر تائين هلڻ گهري تہ ان کي منع نہ ڪري ۽ ساڄي هٿ کي پنهنجي کاٻي بغل مان ڪڍي وٺي ۽ ساڄي طرف سانداري (مشڪيز) کي ٻڌي، کاٻو

ڪلهو خالي هجڻ گهرجي ۽ سانداري جي ڳنڍ ڪاٻي طرف هجي. جيڪڏهن رستي ۾ ڪنهن چڱي جاءِ تي پهچي يا درويش پائرن (صوفين) جي هڪ جماعت يا انهن جي ٽولي جو شيخ ان جي آجيان ڪري ته سانداري کي ڪولي هيٺ رکي انهن جو استقبال ڪري ۽ انهن کي سلام ڪري. جڏهن اهي هليا وڃن ته سانداري کي ٻڌي وٺي ۽ جڏهن ڪنهن منزل جي ويجهو پهچي، ڪٿي اُتي خانقاه هجي يا نه هجي سانداري کي ڪولي ۽ ان کي پنهنجي ساڄي بغل جي هيٺيان رکي. اهڙي طرح لٺ ۽ لوٽي (بدني) کي به ساڄي هٿ سان جهلڻ گهرجي.

سفر جي انهن رسمن کي خراسان ۽ ڪوهستاني ايران جي درويشن پسند ڪيو آهي پر عراق، شام ۽ عرب جا اڪثر درويش انهن رسمن جا پابند نه آهن. انهي پابندي ڪرڻ جي باري ۾ درويشن ۾ اختلاف آهي. ڪي ان جي پابندي نٿا ڪن ۽ چون ٿا ته رسمون ضروري نه آهن ۽ انهي پابندي جي ڪري ظاهري رسمن جي پابندي ۽ اصل حقيقت کان غفلت لازمي ٿيندي. پر جيڪي انهن جا پابند آهن اُهي چون ٿا ته هي اُهي آداب آهن جن کي اڳاٽن بزرگن اختيار ڪيو هو. جيئن ته اهي ماڻهو جڏهن ڪنهن ۾ هن باري ۾ ڪا خامي ڏسندا آهن ته ان کي حقارت جي نظر سان ڏسڻ لڳندا آهن ۽ چوندا آهن ته هيءُ صوفي ڪونهي پر ٻئي ٽولا ان معاملي ۾ حد اعتدال کان ٻاهر آهن. اصل حقيقت هي آهي ته جيڪي انهن رسمن جا پابند آهن اُهي مذمت جي قابل نه آهن ڇوته اهي رسمون شريعت جي خلاف نه آهن بلڪ شايان ادب آهن ۽ جيڪي انهن رسمن جا پابند نه آهن انهن لاءِ به ڪو حرج نه آهي ڇوته اهي شيون شريعتؐ ۾ نه واجب آهن نه مستحب. بهرحال خراساني ۽ ايراني درويش انهن جي پابندي ۾ افراطؔ تائين پهچي ويا آهن انهن جي برخلاف عراق ۽ شام جا درويش انهي معاملي ۾ گهٽي حد (تفريط) تائين هليا ويا آهن. انهن ڪانسواءِ اصل ڳالهه هيءَ آهي ته جيڪا شيءِ شريعت ۾ ناپسنديده آهي اها بري هوندي آهي ۽ جيڪا شريعت جي خلاف نه هجي اُها بري ڪانهي. اهڙي صورت ۾ انهن درويش پائرن جي تصرفن کي قابل معذرت سمجهڻ گهرجي جيستائين جو اُهي بري ڪم ۾ مبتلا نه ٿين يا مستحب ڪم ۾ ڪوتاهي نه ڪن.

باب ارڙهون

# سفر کان واپسي ۽ خانقاهہ نشيني

درويش کي گهرجي تہ جڏهن سفر کان واپس اچي تڏهن رهائش جي مشڪلاتن کان خدا جي پناهہ گهري، جهڙي طرح هو سفر جي تڪليفن کان پناهہ جو ڳولائو ٿيو هو. ان باري ۾ مسنون دعا هيءَ آهي:

اي الله! آءُ سفر جي تڪليفن، مسافر جي ڏک ۽ اهل و عيال ۽ مال جي بري کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو. جڏهن ان شهر جي ويجهو پهچي جتي رهڻ (قيام) جو ارادو هجي اتي جي جيئرن ۽ مري ويلن کي اشاري سان سلام ڪري ۽ جيتري قدر ٿي سگهي قرآن شريف پڙهي جيئرن ۽ مري ويلن کي تحفي طور پيش ڪري ۽ تڪبير پڙهي. ڇوتہ اها روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن جنگ يا حج کان واپس ايندا هئا تہ زمين جي مٿاهين جاين تي ٽي ڀيرا تڪبير چوندا هئا ۽ هيءُ پڙهندا هئا:

هڪ الله کان سواءِ ٻيو ڪوبہ معبود ڪونهي. سندس ڪوبہ شريڪ نہ آهي. ان جي بادشاهي آهي ۽ انهي جي ئي تعريف ڪئي وڃي ٿي ۽ اهو هر شيءِ تي قادر آهي. اسين واپس اچي رهيا آهيون توبہ ۽ عبادت ڪندي. اسين پنهنجي پروردگار کي سجدو ڪريون ٿا ۽ انهي جي ئي تعريف ڪريون ٿا. الله پنهنجو واعدو سچو ڪيو ۽ پنهنجي ٻانهي جي مدد ڪئي ۽ اڪيلي ئي لشڪرن کي شڪست ڏني. ۽ جڏهن پاڻ ﷺ شهر کي ڏسندا هئا تہ هيئن فرمائيندا هئا:

اي الله! اسان جو هتي ٽڪاڻو بناءِ ۽ چڱو رزق عطا فرماءِ.

سفر کان واپس اچڻ تي غسل ڪرڻ بهتر آهي. اهڙي طرح رسول الله ﷺ جن جي فعل جي پيروي (اتباع) ٿئي ٿي. حضور ﷺ جن بہ مڪي شريف ۾ داخل ٿيڻ وقت غسل فرمايو هو.

# ملاقات ڪرڻ جون فضيلتون

روايت آهي تہ "جڏهن رسول الله ﷺ جن غزوه احزاب کان واپس آيا ۽ مديني منوره ۾ قيام فرمايائون تڏهن پاڻ ﷺ زره کي لاهي غسل فرمائڻ لاءِ حمام ۾ تشريف کڻي ويا. جيڪڏهن ڪو غسل نہ ڪري سگهي تہ پيهر وضو ڪري پاڪ ۽ صاف ٿئي، خوشبوءِ لڳائي ۽ درويش ڀائرن جي ملاقات جي لاءِ تيار ٿئي. اُتي زنده ۽ مري ويلن ماڻهن جي حصول برڪت جي لاءِ زيارت ڪري. حضرت ابوهريره رضہ چوي ٿو تہ "رسول الله ﷺ جن فرمايو هڪڙو ماڻهو پنهنجي ديني ڀاءُ جي ملاقات جي لاءِ روانو ٿيو تڏهن الله پاڪ ان جي رستي تي ملائڪ ويهاري ڇڏيو. ان ملائڪ ان کان پڇيو "ڪيڏانهن جو ارادو آهي." جواب ۾ ان چيو "فلاڻي ماڻهو سان ملاقات ڪرڻ جي لاءِ وڃي رهيو آهيان" ان چيو "ڇا ان سان ڪا رشتيداري آهي؟" هن چيو. "نہ" پوءِ وري پڇيائين "ڇا هن جي احسان جو شڪريو ادا ڪرڻ جي لاءِ وڃي رهيو آهين؟" چيائين "نہ" وري پڇيائين پوءِ ڪهڙي مقصد جي لاءِ ان جي ملاقات ڪري رهيو آهين؟" چيائين "نہ" وري پڇيائين "پوءِ ڪهڙي مقصد جي لاءِ ان جي ملاقات ڪري رهيو آهين؟" هن چيو "آئون ان سان خدا جي لاءِ محبت ڪريان ٿو" انهي تي ملائڪ چيو "آئون خدا جي طرف کان توکي هي پيغام ڏيان ٿو تہ خدا بہ اوهان ٻنهي جي پاڻ ۾ محبت جي ڪري اوهان سان محبت ڪري ٿو".

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو "جڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڀاءُ کي سڏيندو آهي يا الله جي واسطي ان جي زيارت ڪندو آهي تڏهن خدا تعاليٰ ان کي فرمائيندو آهي "تون گهڻو خوش هجين ۽ تنهنجو سفر تمام سٺو آهي" اهو اهڙي طرح جنت ۾ پنهنجو ٺڪاڻو بنائيندو آهي."

روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو "مان اوهان کي قبرن جي زيارت کان منع ڪئي هئي پر هاڻي انهن جي زيارت ڪريو ڇوتہ اهي اوهان کي آخرت جي ياد ڏيارين ٿيون." اهڙي طرح درويش کي زنده ۽ مري ويلن ٻنهي جو فيض حاصل ٿيندو. جڏهن اهو ڪنهن شهر ۾ داخل ٿئي تہ سڀ کان پهرين ڪنهن مسجد ۾ وڃي ٻہ رڪعتون نماز پڙهي. جيڪڏهن

جامع مسجد جو ارادو ڪري ته اهو افضل ٿيندو. ڇو ته حضرت رسول الله ﷺ جن جڏهن تشريف فرما ٿيندا هئا ته پهرين مسجد ۾ وڃي ٻه رڪعتون نماز پڙهندا ۽ پوءِ گهر مبارڪ ۾ داخل ٿيندا هئا. درويش جي لاءِ درگاهه (خانقاهه) گهر جي مثل آهي انهيءَ لاءِ خانقاهه جو ارادو ڪرڻ سنت آهي. جيئن ته حضرت طلحه رضه جي روايت آهي ته هو فرمائي ٿو ته جڏهن ڪو ماڻهو مديني منوره ايندو هو ته جيڪڏهن ان جو ڪو واقف هوندو هو ته اهو انهي وٽ رهندو هو ۽ جيڪڏهن ان جو ڪوبه واقف نه هوندو هو ته اهو صفي وارن اصحابن وٽ رهندو هو. آءٌ به صفي وارن مان هوس.

## درگاهه (خانقاهه) جا آداب

جڏهن درويش درگاهه (خانقاهه) ۾ داخل ٿئي ته اهو انهي جاءِ تي وڃي جتي جورابن کي لاٿو ويندو آهي. اتي وڃي اهو ويٺي ويٺي قمربند کولي پوءِ پنهنجي ڳوٺري ساڄي ٻانهن مان ڪڍي ۽ کابي هٿ سان ڳوٺري جو منهن کولي ۽ ساڄي هٿ سان جتي لاهي زمين تي رکي ۽ پٽڪو ۽ قمربند ڳوٺري ۾ وجهي ان کان پوءِ پهرين ساڄي جوراب کي لاهي. جيڪڏهن اهو وضو سان هجي ته جوراب کي لاهي رستي جي مٽي ۽ پگهر دور ڪرڻ جي لاءِ پنهنجا پير ڌوئي ۽ جڏهن نماز جي مصلي تي اچي تڏهن مصلي جي ساڄي ڪنڊ کي اٿلائي ان جي پٺ سان پيرن کي صاف ڪري، پوءِ ڪعبي ڏانهن منهن ڪري ٻه رڪعتون نماز پڙهي سلام ورائي ۽ اهو خيال رکي ته نماز جي مصلي جي سجدي ڏيڻ واري جاءِ کي پيرن سان نه لتاڙي.

هي اُهي ظاهري رسمون آهن جن کي ڪن صوفين سڳورن پسند ڪيو آهي. جيڪو انهن جو پابند هجي ان تي اعتراض نٿو ڪري سگهجي ڇو ته مشائخن انهن کي پسند ڪيو آهي. ان پابندي مان انهن جو مقصد ظاهر ۾ آهي ته مريد مخصوص حالت ۽ مخصوص انداز جو پابند ٿئي ۽ هميشه پنهنجي حرڪتن جو خيال رکي. پنهنجي هر حرڪت ۾ ادب ۽ خصوصي مقصد ۽ عزيمت ان جي پيش نظر رهي ليڪن جيڪڏهن ڪو درويش انهن رسمن ۾ ڪنهن شيءِ جي ڪوتاهي ڪري ته اهو ان وقت تائين قابل اعتراض ڪونهي جيستائين جو اهو ڪنهن واجب يا مستحب معاملي ۾

خلل انداز نہ ٿئي. ان جو سبب هي آهي تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جا اصحابي صوفين جي ڪيترين ئي رسمن جا پابند ڪونہ هئا تنهنڪري درگاهہ (خانقاهہ) جي نوجوانن جو ڪنهن نئين آيل کان ان جي نيڪ نيتي جي لحاظ ڪرڻ ڪانسواءِ انهن رسمن جي پابندي جو مطالبو ڪرڻ درست نہ آهي. ڇوتہ اهو ممڪن آهي درويش پنهنجي ٻانهن کي (آستين) مٿي ڪرڻ کان سواءِ درگاهہ ۾ داخل ٿئي. جڏهن تہ انهي سڄي سفر ۾ ٻانهون مٿي نہ ڪيون هجن تہ اهڙي موقعي تي ان کي ٻڌايو وڃي تہ اهو صرف ڏيکاءُ نہ آهي، اهو ڪم نہ ڪري ڇوتہ ان ڪنهن مستحب ڪم جي خلاف ورزي ڪانہ ڪئي آهي. ٻانهن ڪنچڻ وانگر پٽڪي ٻڌڻ جو بہ طريقو آهي ۽ پڳ ٻڌڻ سنت آهي. جيئن تہ اسان بيان ڪيو آهي تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جا اصحابي سڀڳورا مديني منوره، مڪي معظمه جي سفر جي درميان (ڪمربستہ) چليهہ ٻڌل هوندا هئا. ٻانهون چاڙهڻ جو فائدو هي آهي تہ اهڙي طرح مسافر هلڪو رهندو آهي ۽ هلڻ ۾ بہ آساني ٿيندي آهي لهذا جنهن کي سفر دوران پٽڪو ٻڌل هجي ۽ ٻانهن مٿي ڪنچيل هجي تہ اهو انهي حالت ۾ داخل ٿئي پر ڏيکاءُ جي لاءِ نہ ٻانهن ڪنچي ۽ نہ پٽڪو ٻڌي انهي لاءِ تہ اهو ڏيکاءُ ۽ رياڪاري ٿيندي. حالانڪہ تصوف جو بنياد صداقت تي آهي ۽ رياڪاري جي مخالفت تي آهي.

## سلام نہ ڪرڻ جا سبب

تصوف وارن جي هن عادت تي بہ نقطہ چيني ڪئي وڃي ٿي تہ جڏهن اهي خانقاهہ ۾ داخل ٿيندا آهن تہ سلام ورائڻ ۾ پيش قدمي نہ ڪندا آهن انهي موقعي تي هڪ اعتراض وارو چئي سگهي ٿو تہ هي طريقو غير مستحب آهي. پوءِ بہ ان کي انهن مقصدن ۽ ارادن کي معلوم ڪرڻ ڪانسواءِ نڪتہ چيني ۾ جلدي نہ ڪرڻ گهرجي ڇوتہ انهن جي سلام نہ ڪرڻ جا هيٺيان سبب ٿي سگهن ٿا.

(١) سلام الله تعاليٰ جو هڪ اسم مبارڪ آهي، جيئن تہ حضرت عبدالله بن عمرؓ رضہ کان روايت آهي تہ هڪڙو ماڻهو نبي ڪريم ﷺ جن وٽان لنگهيو ان وقت پاڻ ﷺ

پيشاب ڪري رهيا هئا. ان ماڻهو حضرت ﷺ جن کي سلام ڪيو پر پاڻ ﷺ سلام جو جواب نہ ڏنائون ايستائين جو اهو ماڻهو نظرن کان غائب ٿيڻ لڳو. ان وقت پاڻ ﷺ ديوار تي هٿ هڻي مسح ڪيو ان کان پوءِ پاڻ ﷺ ان ماڻهو جي سلام جو جواب ڏنو ۽ فرمايائون "مان سلام جو جواب انهي ڪري نہ ڏئي سگهيس جو مان وضو سان نہ هئس".

ٻي روايت ۾ هي الفاظ آيل آهن.

پاڻ ﷺ ان وقت سلام جو جواب نہ ڏنو جيستائين پاڻ ﷺ وضو نہ ڪيو ان کان پوءِ پاڻ سڳورن ﷺ معذرت ڪئي ۽ فرمايائون مون نٿي چاهيو تہ بنا وضو واري حالت ۾ خدا کي ياد ڪريان".

اهڙي طرح اهو عام اتفاق هوندو آهي جو سفر ۾ درويشن جي جماعت مان ڪو بي وضو هجي تنهنڪري جيڪڏهن ڪو باوضو شخص سلام ڪري ۽ بي وضو سلام نہ ڪري تہ ان جي حالت ظاهر ٿي ويندي. انهي لاءِ سلام ڪرڻ ان وقت ملتوي هئڻ گهرجي جيستائين ڪو بنا وضو وارو وضو ڪري وٺي ۽ جيڪو پير ڌوئڻ چاهي اهو پير ڌوئي وٺي. جيئن تہ بي وضو جو حال لڪيل رهي ۽ اهي نبي ڪريم ﷺ جن جي پيروي ڪندي پاڪائي (طهارت) کان پوءِ سلام ڪن. ڪڏهن مقيم حضراتن مان بہ ڪو پاڪ نہ هوندو آهي تہ اهو طهارت (پاڪائي) کان پوءِ سلام جو جواب ڏيڻ جي قابل بنجي سگهي ٿو. ڇوتہ سلام خدا جو اسم مبارڪ آهي انهي باري ۾ هي بهترين دليل آهي جيڪو بيان ڪيو ويو آهي.

(٢) ٻيو سبب هي بہ آهي تہ درويش واپس ايندو آهي تڏهن انهن جا درويش پيائر بغل گير ٿيندا آهن. ان وقت سفر جا آثار ۽ رستي جي گرد ۽ غبار جي ڪري پاڪر پائڻ کي ناپسند ڪندو آهي. جيئن تہ اهو وضو ڪري ۽ پاڪ و صاف ٿيڻ

ڪانپوءِ سلام ڪندو ۽ بغل گير ٿيندو آهي.

(٣) هڪڙو سبب هي به آهي ته خانقاهه وارا صاحب مراقبي ۾ هوندا آهن. جيڪڏهن ڪو اوچتو اچي سلام ڪري ته مراقبي وارا گهبرائجي ويندا ۽ ان کي پريشاني لاحق ٿيندي. انهيءَ لاءِ سلام ڪرڻ کان پهرين انهن کي مانوس ڪرڻ جي لاءِ درويش درگاهه ۾ داخل ٿي پنهنجا پير ڌوئي ۽ وضو ڪري ٻه رڪعتون نماز پڙهي. ان وقت اها جماعت خبردار ٿي ڪري ان جي ملاقات جي لاءِ تيار ٿيندي جيئن ته اهو پاڻ به ان وقت انهن جي ملاقات جي قابل هوندو. الله تعاليٰ حڪم ڏنو آهي. "ايستائين جو اوهين هڪ ٻئي سان مانوس ٿي وڃو". هر جماعت جو مانوس هجڻ انهن جي حال جي مطابق هوندو آهي.

(٤) پهرين سلام نه ڪرڻ جو هڪ سبب هي به آهي ته جڏهن اهو درگاهه ۾ داخل ٿيو ته ڄڻڪ اهو پنهنجي گهر ۾ آيو. هي جاءِ ان جي لاءِ اجنبي ڪانهي بلڪ هتي ان جا ياٿر رهن ٿا ۽ روحاني محبت انهن کي هڪڙي ئي رشتي ۾ پرويو آهي. جيئن ته هي ان جو پنهنجو گهر آهي انهي لاءِ اهو هن گهر ۾ مخلوق سان تعلق پيدا ڪرڻ کان پهرين خدا سان رشتو جوڙڻ چاهي ٿو.

## روحاني ادبن جا ٻه قسم

جهڙي طرح درويش سلام ڪرڻ جي ابتدا نه ڪرڻ کان معذور آهن اهڙي طرح درويش کي به گهرجي ته اهي انهن ماڻهن تي اعتراض نه ڪن جيڪي درگاهه ۾ داخل ٿي سلام جي ابتدا ڪن ڇوته جهڙي طرح سلام نه ڪرڻ جا سبب آهن اهڙي طرح سلام ڪرڻ جا انهن وٽ بنياد موجود آهن.

ڳالهه دراصل هي آهي ته صوفين جا آداب ٻن طرحن تي آهن. هڪ قسم اُهو آهي جيڪو شريعت کان ثابت آهي. ٻئي قسم جا اُهي آداب آهن جن کي مشائخن پسند فرمايو آهي. ڪي شرعي آداب اُهي آهن جن جو

اسان هينئر ذڪر ڪيو آهي يعني پٽڪو ٻڌڻ، لٺ (عصا) ۾ لوڻي جو استعمال ڪرڻ. ان ڪان به وڌيڪ ڪاٻي پير ڪان جوراب پاتا وڃن ۽ ساڄي پير مان لاتا وڃن. انهيءَ باري ۾ حضرت ابوهريره رض جي حديث آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته جڏهن اوهين جتي پايو ته ڪاٻي طرف ڪان ابتدا ڪريو ۽ جڏهن جتي لاهيو ته ساڄي طرف ڪان ابتدا ڪريو يا ٻئي گڏ پايو ۽ گڏ لاهيو".

حضرت جابر رض ڪان روايت آهي "رسول الله ﷺ جن ساڄي جتي ڪاٻي ڪان پهرين لاهيندا هئا ۽ ساڄي ڪان پهرين ڪاٻي جتي پهريندا هئا".

جيئن ته اسان ٻڌايو ته نماز جو مصلو وڇائڻ به مسنون آهي ۽ اهو به شريعت ۽ سنت ڪان ثابت آهي. ڪوبه ماڻهو ٻئي جي نماز جي مصلي تي نه ويهي جيئن ته هڪ طويل حديث ۾ مذڪور آهي، "ڪوبه شخص ڪنهن ٻئي جي اختيار جي جاءِ تي امامت نه ڪرائي ۽ اُن جي اجازت ڪانسواءِ ان جي عزت جي جاءِ (مسند) تي نه ويهي. جڏهن ڪو پنهنجي ڀائرن کي سلام ڪري ته انهن سان بغل گير ٿئي ۽ اُهو به انهن سان بغل گير ٿئي، جيئن ته حضرت جابر بن عبدالله رض جي روايت آهي ته جڏهن حضرت جعفر رض حبش جي سرزمين ڪان واپس آيو تڏهن حضرت نبي ڪريم ﷺ جن سان بغل گير ٿيو" ۽ جيڪڏهن چمي (بوسو) ڏي ته انهي ۾ ڪو حرج ڪونهي ڇوته ان باري ۾ حديث مذڪور آهي. "جڏهن حضرت جعفر رض واپس آيو ته پاڻ ﷺ ڪيس اکين جي درميان چمي (بوسو) ڏني ۽ فرمايائون آئون خيبر جي فتح ڪان ايترو خوش نه آهيان جيتري قدر جعفر رض جي آمد تي خوش آهيان.

## مصافحو (هٿ ملائڻ)

پنهنجن ڀائرن سان مصافحو (هٿ ملائڻ) به ڪرڻ گهرجي جيئن ته پاڻ سڳورن جو فرمان آهي ته "هڪڙي مسلمان جو پنهنجي ڀاءُ سان مصافحو ڪرڻ چمي ڏيڻ جي برابر آهي". حضرت انس رض ڪان روايت آهي ته پاڻ ﷺ ڪان دريافت ڪيو ويو يارسول الله! جيڪڏهن ڪو شخص پنهنجي ڪنهن دوست يا ڀاءُ سان ملاقات ڪري ته ڇا اهو ان جي سامهون جهڪي؟ فرمايائون "نه" وري پڇيو ويو "ڇا ان سان چنبڙي وڃي ۽ اُن کي

چمي (بوس) ڏي؟" فرمايائون "نه" پوءِ چيو ويو: "ڇا اهو ان سان مصافحو ڪري؟" فرمايائون "هائو".

## آجيان ڪرڻ

خانقاهه نشين درويشن کي هيئن ڪرڻ گهرجي ته اُهي اچڻ وارن درويشن کي ڀليڪار ڪن. جيئن ته حضرت عڪرمه رضه جي روايت آهي اهو چوي ٿو جڏهن آئون پاڻ سردارن ﷺ وٽ آيس تڏهن پاڻ ﷺ فرمايائون "آئون مهاجر سوار جو خير مقدم ڪريان ٿو" پاڻ ﷺ اهي الفاظ ٻه ڀيرا ارشاد فرمايا".

جيڪڏهن اُهي (ان جي ڀليڪار جي لاءِ) بيٺا هجن ته ڪوبه حرج ڪونهي بلڪ سنت آهي. پاڻ ﷺ کان هي روايت منقول آهي ته جڏهن حضرت جعفر رضه آيو. هو تڏهن پاڻ ﷺ ان جي لاءِ اُٿي بيٺا هئا".

خادم جي لاءِ اهو مستحب آهي ته اهو مسافر کي کاڌو پيش ڪري حضرت لقيط بن صبرة چوي ٿو، "اسان جو وفد حضور نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيو تڏهن اسان ڪين ﷺ پنهنجي گهر ۾ موجود نه ڏٺو سون پر حضرت عائشه رضه گهر ۾ موجود هئي، ٻيٻي سڳوري حڪم ڏنو ته هنن لاءِ حريره تيار ڪيو وڃي جيئن ته اهو تيار ڪيو ويو پوءِ اسان وٽ هڪ طباق ٻه آندو ويو جنهن ۾ ڪارڪون هيون اسان اهي سڀ شيون کاڌيون ان کانپوءِ حضور ﷺ جن تشريف فرما ٿيا. تڏهن پاڻ فرمايائون "ڇا اوهان کي ڪجهه مليو؟" اسان عرض ڪيو جيءُ هائو يارسول الله.

اچڻ واري جي لاءِ هي ٻه مستحب آهي ته اهو ٻه درويشن کي ڪا ٻه شيءِ اچڻ تي پيش ڪري جيئن ته هي مذڪوره آهي ته حضور نبي ڪريم ﷺ جن جڏهن مديني منوره تشريف فرما ٿيا تڏهن هڪڙو اُٺ ذبح ڪيو هئائون.

## شام جو واپس اچڻ مڪروه آهي

صوفي وچين (عصر) کان پوءِ اچڻ کي ناپسند ڪندا آهن. ان جو ثبوت حديث شريف ۾ موجود آهي ته پاڻ ﷺ رات جي اچڻ کان منع فرمائي آهي. ان جو سبب هي آهي ته وچين کان پوءِ صوفي پاڪ صاف ٿي رات جو،

استقبال ڪندا آهن ۽ ان وقت اهي ذڪر و اذڪار ۽ استغفار ۾ مشغول ٿيندا آهن. حضرت جابر بن عبدالله کان روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو. "جڏهن اوهان مان ڪوبه واپس اچي ته اهو رات جي وقت پنهنجي گهروارن جو آرام نه ڦٽائي". حضرت ڪعب بن مالڪ رضه جي روايت آهي ته حضور ﷺ جن سفر کان ڏينهن جو چاشت جي وقت واپس آيا هئا.

اهوئي سبب آهي جو صوفي ڏينهن جي ابتدائي حصي ۾ واپس اچڻ کي مستحب سمجهندا آهن پوءِ به هي ممڪن آهي ته جن حضراتن کي پنهنجي ڪمزوري يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري پيادل هلڻ ۾ دير ٿئي ته ان قسم جي درويشن کي وچين (عصر) تائين معزور سمجهي سگهجي ٿو ڇوته ان وقت تائين دير سان پهچڻ جو احتمال آهي. پر جڏهن وچين جو وقت ٿي وڃي ته اهو سمجهيو ويندو ته انهن ڏينهن جي شروع ۾ اچڻ ۽ سنت جي پابندي ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي ڇوته اهي ماڻهو وچين ڪانپوءِ اچڻ کي ناپسند ڪندا آهن.

جڏهن وچين جو وقت ٿي وڃي ته ٻئي ڏينهن تي واپسي ملتوي ڪئي وڃي جيئن ته چاشت جي وقت اچڻ ۾ سنت جي پيروي ٿئي. هن طريقي ۾ هي مصلحت به آهي ته وچين کان پوءِ نماز پڙهڻ مڪروهه آهي. جيئن ته سفر جي ادبن جي تقاضا هي آهي ته ايندي شرط ٻه رڪعتون نماز پڙهي انهي ڪري اهي وچين کان پوءِ اچڻ کان مڪروه سمجهندا آهن.

ڪڏهن اهڙو اتفاق هوندو آهي جو اچڻ وارا درويش درگاهه (خانقاهه) ۾ داخل ٿيڻ جي ادبن کان ناواقف هوندا آهن. اهڙي موقعي تي اهي گهٻرائيندا آهن. انهي لاءِ مسنون طريقو هي آهي ته انهن ماڻهن سان محبت ۽ خنده پيشاني سان ملجي جيئن ته انهن جي وحشت ۽ مونجهارو دور ٿئي ان ۾ تمام وڏي فضيلت آهي. جيئن ته حضرت ابورفاعه رضه چوي ٿو ته آئون "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيس، ان وقت پاڻ خطبو ڏئي رهيا هئا". مون عرض ڪيو يارسول الله! هڪڙو پرديسي آيو آهي ۽ اهو سندس مذهب جي باري ۾ سوال ڪري رهيو آهي، اهو نٿو ڄاڻي ته ان جو مذهب ڪهڙو آهي؟ اهو ٻڌي پاڻ سڳورا ﷺ منهنجي طرف متوجه ٿيا ۽ خطبو ملتوي ڪري ڇڏيائون. ان کان پوءِ حضرت جن لاءِ لوه جي پيرن واري هڪ

ڪرسي آندي وئي، پاڻ ﷺ ان تي ويهي مون کي مذهبي تعليم ڏيڻ لڳا. ان کانپوءِ پاڻ ﷺ پنهنجي خطبي جي سلسلي کي جاري ڪري اُن کي تڪميل تائين پهچايو.

## بداخلاقي کان پرهيز ڪرڻ

جيئن ته درويشن جا بهترين اخلاق هئا آهن جو اهي مسلمانن سان نرمي اختيار ڪن ۽ ڏنل ۽ ٻڌل ناپسنديده ڳالهين کي برداشت ڪن. ڪڏهن ڪو درويش درگاهه (خانقاهه) ۾ اهڙو به اچي ويندو آهي جيڪو صوفين جي رسم رواج جي خلاف ورزي ڪندو آهي. ان کي ڏمڪيون ڏئي ڪڍيو ويندو آهي. پر اها سخت غلطي آهي ڇوته خدا جي نيڪ بندن ۽ اوليائن سڳورن جي هڪڙي جماعت اهڙي به آهي جيڪا ظاهري رسمن کان ناواقف هوندي آهي. اُها درگاهه (خانقاه) ۾ نيڪ نيتي ساڻ داخل ٿيندي آهي پر جڏهن ساڻن برو سلوڪ ٿيندو آهي تڏهن انهي بدسلوڪي کان انهن جي طبيعت پريشان ٿي ويندي آهي. انهن سان بدسلوڪي دين ۽ دنيا جي تباهي جو سبب بنجي سگهي ٿي. جيئن ته اهڙين ڳالهين کان پرهيز ڪئي وڃي بلڪ نبي پاڪ ﷺ جن جي اخلاق ۽ اسوة حسنه (پلاري طريقي) تي غور ڪرڻ گهرجي ڇوجو پاڻ ﷺ ٻين سان ڪيتري قدر نرمي ۽ خوش اخلاقي سان پيش ايندا هئا. هي صحيح روايت آهي ته هڪڙي اعرابي مسجد ۾ داخل ٿي پيشاب ڪيو. رسول الله ﷺ جي حڪم جي مطابق هڪ وڏي ڏول ۾ پاڻي آندو ويو ان سان اها جڳهه پاڪ ڪئي وئي". پاڻ ﷺ ان بدو کي نه ڇينڀيائون بلڪ خوش اخلاقي ۽ نرمي سان ان کي سندس فرض کان واقف ڪرايو ويو. سختي بدسلوڪي ۽ بدڪلامي، بدنيتي (خبث باطن) جي نشاني آهي جيڪا صوفين جي حالات جي قطعي منافي آهي".

جيڪڏهن خانقاه ۾ اهڙو شخص داخل ٿئي جيڪو اتي رهڻ جي قابل نه هجي ته ان کي ڪاڏو ڪارائڻ کان پوءِ خوش اسلوبي سان ٻاهر روانو ڪيو وڃي ۽ ان سان سهڻي گفتگو ڪئي وڃي ڇوته خانقاه ۾ رهڻ وارن جو اهوئي طريقو آهي.

## زور ڏيڻ

اچڻ واري مهمان جي جسم کي زور ڏيڻ سهڻو طريقو آهي ۽ سنت نبوي کان ثابت آهي جيئن ته حضرت عمر رضہ چوي ٿو آئون حضرت نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيس ان وقت هڪ غلام سندن ﷺ چيلهه مبارڪ کي زور ڏيئي رهيو هو. مون پڇيو، "اوهان جو ڪهڙو حال آهي؟" فرمايائون "ڏاچي مون کي ڪيرايو هو".

اهو طريقو ان وقت بهتر آهي جڏهن ته ٿڪاوٽ ۽ سفر کان واپس اچڻ تي جسم کي زور ڏنا وڃن پر اُهي ماڻهو جيڪي ان کي هميشہ جي عادت بنائين ۽ جسم کي زور ڏيڻ کي انهيءَ لاءِ پسند ڪن ته انهي ڪري ڪين ننڊ اچي ۽ ان ڪانسواءِ انهن کي آرام نہ ايندو هجي اهڙي عادت درويشن جي شان جي خلاف آهي ڪٿي شريعت ۾ جائز آهي. بهرحال هي حقيقت آهي ته ڪي درويش جيڪي لڱن کي زور ڏيارڻ جا عادي هئا ۽ ڪين ان ۾ لذت حاصل ٿيندي هئي انهن کي گهڻو ڪري احتلام پئجي ويندو هو ۽ ان وقت اُهي ان کي پنهنجي عادت جي سزا سمجهندا هئا ڇوته همت وارا انسان آسانين جي طرف لاڙو نہ رکندا آهن.

## سفر کانپوءِ آرام ڪرڻ

درويشن جو هي ٻہ طريقو آهي جو سفر کان واپس اچڻ کانپوءِ جڏهن اطمينان سان ويهي نہ رهن ته ان وقت تائين گفتگو جي شروعات نہ ڪن يا جيستائين انهن کان ڪا ڳالهه نہ پڇي وڃي پر مستحب طريقو هي آهي ته ٽن ڏينهن تائين آرام ڪن ۽ ڪيڏانهن بہ ملاقات يا زيارت يا ڪنهن ڪم جي لاءِ شهر نہ وڃن، جيستائين سفر جي ٿڪاوٽ چڱي طرح دور نہ ٿئي ۽ انهن جي طبيعت اصلي حالت تي واپس نہ اچي. ڇوته سفر جي تڪليفن جي ڪري مزاج ايتري قدر خراب ٿي ويندو آهي جو ٽن ڏينهن ۾ ان جي باطني حالت درست ٿيندي آهي. ان وقت اهو پنهنجي نوراني طبيعت سان گڏ مشائخن جي ملاقات ۽ زيارت جي قابل ٿيندو آهي ڇوته اهو مرشد (شيخ) يا درويش پائر سان ملاقات جي ڪري فيض انهي وقت حاصل ڪري

سگھي ٿو جڏهن ان جو باطن منور هجي.

اسان جو مانوارو مرشد حضرت ضياءُ الدين سهروردي رحہ هميشہ پنهنجن ساٿين کي هي هدايت فرمائيندو هو تہ اهي صرف نهايت خوشگوار وقتن ۾ ئي روحانيت جي باري ۾ پنهنجن ساٿين سان گفتگو ڪندا ڪن. هن صورت ۾ انهن کي زبردست فائدو حاصل ٿي سگهي ٿو. ان وقت انهن جي ڪلام جو نوراني فيض قلب جي نوراني فيض جي مطابق جاري ٿيندو ۽ انهي انداز جي مطابق نوراني ڪلام ٻڌڻ ۾ ايندو.

جڏهن ڪو پنهنجي مرشد ۽ پير ڀاءُ جي زيارت ڪري تہ موڪلائڻ کان پهرين ان کان اجازت وٺي. جيئن حضرت عبدالله بن عمر رضہ چوي ٿو تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "جڏهن اوهان مان ڪو پنهنجي ڀاءُ جي زيارت ڪري ۽ ان وٽ ويهي تہ ان جي اجازت وٺڻ کان سواءِ اٿي نہ بيهي، ڪٿي انهي کي گهڻي ڏينهن رهڻ جو ارادو هجي. جيڪڏهن ڪنهن کي ڪافي فرصت هجي ۽ خوف هجي تہ ان جو نفس بيڪار ۽ بي عمل رهڻ جو شڪار ٿي ويندو تہ اهو خدمت ڪرڻ جو ڪو ڪم پنهنجي ذمي ڪٿي وٺي. جيڪڏهن اهو هميشہ پنهنجي پروردگار جي ڪم ۾ مشغول رهي تہ عبادت جو شغل ان جي لاءِ ڪافي آهي يا عبادت ڪرڻ وارن جي خدمت ڪرڻ بہ عبادت جي قائمقام آهي.

هو درگاه (خانقاه) جي نگهبان (منتظم) جي اجازت کانسواءِ درگاه (خانقاه) کان ٻاهر نہ نڪري ۽ جيڪو بہ ڪم ڪري انهي ۾ ان جي راءِ وٺڻ ضروري آهي.

هي انهن ڪمن جو خلاصو آهي جيڪي صوفي سڳورا ۽ خانقاه نشين ضروري سمجهندا آهن. الله تعاليٰ انهن کي ادب ۽ هدايت جي وڏيڪ توفيق عطا فرمائي.

باب اوڻويهون

# متسبب صوفي جو حال

صوفين جون حالتون مختلف آهن ڪي ظاهري روزگار جي وسيلن مطابق زندگي بسر ڪندا آهن ۽ ڪي انهي ڪان منهن موڙيندا آهن. ڪي ماڻهو نذر ۽ نياز تي وقت گذاريندا آهن ۽ ڪي ظاهر ذريعي تي ڀروسو نہ ڪندا آهن. اُهي نہ ڪمائيندا آهن ۽ نہ گهرندا آهن. ڪي ماڻهو ڪمائي ڪائيندا آهن، ڪي انتهائي فاقہ ڪشي جي حالت ۾ سوال جو هٿ ڊگهو ڪندا آهن پر ڪنهن بہ حالت ۾ اهي پنهنجي مقرر ادب جي حدن ڪان نہ وڌندا آهن.

## سوال ڪرڻ تي منع

جيڪڏهن ڪو درويش پنهنجي نفس ڪي علم جي ذريعي ضابطي ۾ رکي تہ هر ڪنهن معاملي ۾ ان ڪي خدا تعاليٰ جي طرفان فهم ۽ بصيرت عطا ٿيندي آهي ڪٿي ظاهري سببن ڪي اختيار ڪري يا انهن ڪي ڇڏي ڏي. بهرحال جيستائين ٿي سگهي درويش ڪي سوال ڪرڻ ڪان پرهيز ڪرڻ گهرجي. ڇوتہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ترغيب ۽ تنبيہ جي ذريعي سوال ڪرڻ ڪان منع فرمائي آهي. ترغيب جي سلسلي جي اها روايت آهي جيڪا حضرت ثعبان رضہ ڪان منقول آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو، "ڪير آهي جيڪو هڪڙي شيءِ جي زمينواري ڪٽي تہ ان جي لاءِ بهشت جو ضامن بنجان". حضرت ثعبان رضہ چوڻ لڳو، "اهو آئون آهيان" پاڻ ﷺ فرماياٿون "اها شيءِ هي آهي تہ تون ماڻهن ڪان ڪجهہ بہ نہ گهر." ان جو نتيجو هي ٿيو جو جيڪڏهن حضرت ثعبان رضہ جي ڪوڙي (هنٽر) جو ڏورو (ڏاڱو) ڪري پوندو هو تہ اهي ڪنهن ڪي بہ ڪڻڻ جو حڪم نہ ڏيندا هئا بلڪ گهوڙي تان لهي ان ڪي پاڻ ڪڻندا هئا.

حضرت ابوهريره رضہ چوي ٿو تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "جيڪڏهن اوهان مان ڪو هڪڙي رسي سان ڪاٺين جي ڀري ٻڌي پنهنجي چيلهہ تي کڻي اچي ۽ انهي جي ذريعي روزي ڪمائي ۽ انهي مان صدقو ڪري تہ ان جي لاءِ هي ان ڪان بهتر آهي تہ اهو ڪنهن جي اڳيان سوال جي لاءِ هٿ ڊگهو ڪري. ان وقت اهو ان کي ڪجهہ بخشش ڏي يا نہ ڏي ان کي اختيار آهي. بهرحال مٿيون هٿ (ڏيڻ وارو) هيٺين هٿ (وٺڻ واري) کان بهتر هوندو آهي".

حضرت هلال بن حصين چوي ٿو تہ "آئون مديني پاڪ ۾ اچي حضرت ابوسعيد رضہ جي گهر لٿس، هڪڙي محفل ۾ جڏهن اسين ٻئي حاضر هئاسين تہ پاڻ هي واقعو بيان ڪيائون: "هڪڙي ڏينهن مون وٽ ڪاڏو ڪونہ هو، بک جي شدت جي ڪري منهنجي پيٽ تي پٿر ٻڌل هو ۽ منهنجي گهر واري مون کي چيو تون رسول الله ﷺ جن وٽ وڃ چوتہ فلاڻن فلاڻن ماڻهن حضرت ﷺ جن وٽ اچي ڪين تحفا پيش ڪيا آهن". جيئن تہ آءُ روانو ٿيس ۽ پنهنجي دل ۾ خيال ڪيم تہ آءُ پاڻ ﷺ ڪان ڪجهہ گهرندس. جڏهن آءُ حضور جن وٽ پهتس تڏهن پاڻ ﷺ خطبي ۾ هيئن فرمائي رهيا هئا: "جيڪو نہ گهرندو الله تعاليٰ ان کي حفاظت ۾ رکندو ۽ جيڪو بي نياز رهندو الله تعاليٰ ان کي خوشحال بڻائيندو ۽ جيڪو اسان کان ڪا شيءِ گهرندو جيڪي اسان وٽ هوندي اسان ان کي ڏيئي ڇڏينداسون ۽ ان ساڻ همدردي ڪنداسون. پر جيڪو گهرڻ ڪان پرهيز ڪندو ۽ بي نياز رهندو اهو اسان کي گهرڻ وارن ڪان زياده محبوب آهي". هو چوي ٿو، "اهو ٻڌي واپس آيس ۽ حضرت جن ڪان ڪجهہ بہ نہ گهريم. جنهن جو نتيجو اهو ٿيو جو خدا تعاليٰ مون کي ايترو رزق ڏنو جو مون کي هاڻي اها خبر ڪانہ آهي تہ انصارن جو ڪو گهراڻو مون ڪان وڌيڪ مالدار آهي".

تنبيهہ ۽ ديچارڻ لاءِ پاڻ ﷺ فرمايو: "اوهان مان جيڪو بہ سوال جو هٿ ڊگهو ڪندو رهندو اهو خدا جي سامهون اهڙي حالت ۾ ويندو جو ان جي منهن تي گوشت جو نشان نہ هوندو".

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "مسڪين (غريب) اهو نہ آهي جنهن کي هڪ يا ٻہ گرهہ يا هڪڙي

ڪارڪ يا ٻه ڪارڪون نه ملن پر مسڪين اهو آهي جيڪو ماڻهن جي اڳيان سوال جو هٿ ڊگهو ڪري ۽ ان کي انهي جڳهه جي خبر هجي جتي ان کي ڏنو وڃي".

## خدا کان شرم ڪرڻ

سچي درويش ۽ حقيقي صوفي جو اهوئي حال آهي جو اهو ماڻهن کان ڪجهه به نه گهرندو آهي بلڪ انهن مان ڪي اهڙا ادب وارا ماڻهو هوندا آهن جيڪي الله تعاليٰ کان به دنيا جي ڪابه شيءِ گهرندي شرمائيندا آهن ۽ جڏهن انهن جو نفس ڪجهه گهرڻ ۾ ارادو ڪندو آهي تڏهن خدائي ڊپ (هيبت) مانع هوندو آهي ۽ اهي گهرڻ جي لاءِ پيش قدمي کي گستاخي سمجهندا آهن. ان وقت خدا تعاليٰ انهن کي بنا گهرڻ جي سڀ ڪجهه ڏيئي ڇڏيندو آهي. جيئن ته حضرت ابراهيم خليل الله عليه الصلواة والسلام جي باري ۾ نقل آهي ته حضرت جبرئيل عليه السلام باهه ۾ اڇلائڻ کان اڳ وٽن آيو ته ان وقت اهي هوا ۾ هئا. حضرت جبرئيل عليه السلام کائن پڇيو. "ڇا اوهان کي ڪا ضرورت آهي؟" پاڻ فرمايائون "مون کي تنهنجي ڪا ضرورت ڪانهي. انهي تي حضرت جبرئيل چيو "اوهان پنهنجي پروردگار کي ڪجهه عرض ڪيو" پاڻ فرمايائون "ان کي منهنجي حال جي خبر آهي. (اهو واقعو باهه ۾ اڇلائڻ جي وقت جو آهي).

ڪڏهن ڪو درويش انهي درجي تي ڪمزور تر هوندو آهي، تڏهن اهو عام مخلوق جي برخلاف مخلص (سچي) بندگي سان گڏ الله کان ڪجهه گهرندو آهي ان وقت خدا مخلوق کان بنا گهرڻ جي ان جو حِصو ان کي موڪليندو آهي.

ڪنهن هڪ نيڪ بندي جو قول آهي جڏهن ڪنهن درويش کي ڪنهن شيءِ جي خواهش پيدا ٿيندي آهي ته ان جو اهو مطالبو يا ته رزق جي لاءِ هوندو جيڪو الله تعاليٰ ان کي مهيا ڪرڻ وارو هجي ۽ انهي کي ان جو علم ٿي ويو هجي. ڇوته درويش کي ڪيترائي دفعا مستقبل جي ڳالهين جو علم ٿي ويندو آهي. اهڙي صورت ۾ ڇڻ ته هو مستقبل جي ڳالهين جو اطلاع ڏي ٿو يا ٻي صورت هي آهي ته ان کي پنهنجي گناهه جي سزا جي

پريشاني (تشويش) هجي. بهرحال جڏهن درويش جي دل ۾ ڪُتڪو (خلش) پيدا ٿئي ۽ نفس پنهنجي طلب تي اصرار ڪري ته ان وقت اهو مڪمل وضو ڪري نماز پڙهي ۽ هي دعا گهري:

اي پالڻهار! جيڪڏهن هي طلب گناهہ جي سزا جي باري ۾ آهي ته آءُ توکان معافي جو طلبگار آهيان ۽ توبہ ڪريان ٿو ۽ جيڪڏهن اِها طلب ڪنهن رزق جي لاءِ آهي ته جيڪو تو منهنجي قسمت ۾ لکيو آهي اُهو رزق مون کي جلدي مهيا ڪر.

## خدا جي حڪمت ۽ قدرت

هن دعا ڪانپوءِ جيڪڏهن ان جي مقدر ۾ رزق هوندو ته خدا ان کي ان جو رزق مهيا ڪندو ورنہ ان جي دل مان ڪُتڪو (خلش) دور ٿي ويندو ڇوته درويش جو شان اهوئي آهي ته اهو پنهنجون ضرورتون خدا کان طلب ڪري ان وقت الله ان کي اها شيءِ مهيا ڪندو يا صبر عطا ڪندو. نہ تہ ٻئي حالت ۾ ان جي دل مان ان جي خواهش ويندي رهندي. خدا جي حڪمت واري واٽ ۽ ان جي قدرت جا ڪيترائي در ڪشادهہ آهن. انهي لاءِ اهو يا تہ راهہ حڪمت جو دروازو کوليندو يا راهہ قدرت جو در ڪشادو ٿيندو ۽ الله معجزاتي طور (خلاف عادت) ڪا شيءِ ان کي مهيا ڪندو. جيئن تہ حضرت مريم ع جو واقعو آهي تہ جڏهن بہ ذڪريا عليہ السلام وٽس ايندو هو تہ اتي رزق مهيا ڏسندو هو. جيئن تہ هڪڙي ڀيري پڇيائين "اي مريم! هي رزق تو وٽ ڪٿان کان پهتو؟" فرمايائين "هي خدا جي طرفان آهي".

هڪڙو درويش پنهنجو واقعو بيان فرمائي ٿو تہ آءُ هڪڙي ڏينهن تمام گهڻو بڪايل هئس ۽ منهنجي حالت جي تقاضا اها هئي تہ مان ڪنهن کان ڪجهہ بہ نہ گهران. جيئن تہ بغداد جي ڪن پاڙن کان انهي خيال سان لنگهيس تہ شايد الله تعاليٰ پنهنجي ڪنهن بندي جي ذريعي منهنجي دستگيري ڪري پر ڪاميابي ڪانہ ٿي. انهي لاءِ بک جي حالت ۾ سمهي رهيس. خواب ۾ ڪنهن اچي مون کي چيو "فلاڻي جاءِ تي وڃ، اها جاءِ انهيءَ مون کي ٻڌائي ڇڏي هئي. اتي هڪ نيري ٿـِڳڙي هوندي جنهن ۾ چند ٽڪريون هونديون، انهن کي پنهنجي ڪم ۾ آڻ". لهذا جيڪو بہ مخلوق کان الڳ

تي صرف خدا جو ٿي ويو ته اهڙي بي نياز ۽ صاحبِ قدرت ذات سان وابسته آهي جنهن کي ڪا به شيءِ هارائي نه ٿي سگهي. اهو جهڙي طرح چاهي ان بندي تي حڪمت ۽ قدرت جا دروازا کولي سگهي ٿو بهرحال جيڪو پنهنجي ذات ڳان ڪو مطالبو ڪرڻ چاهي ته اهو ان کان صرف صبر جميل جو مطالبو ڪري ڇوته سچي انسان جو نفس ان جي ڳالهه مڃيندو آهي.

## نفس کان قرض گهرڻ

منهنجي مرشد (شيخ ضياءُ الدين سهروردي رحہ) هڪ حڪايت بيان ڪئي ته سندن فرزند هڪڙي ڏينهن وٽن آيو ۽ چيائين ته مون کي هڪ حبه جي ضرورت آهي. "شيخ صاحب جن فرمائين ٿا "مون ان کان پڇيو تون انهي حبه کي ڇا ڪندين؟" ته ان سندس ضرورت جو ذڪر ڪيو جيڪا هن کي ان مان خريد ڪرڻي هئي "ان کان پوءِ هن چيو "اوهان جي اجازت سان آئون وڃي حبه قرض ڪڻان" مون چيو "هائو تون پنهنجي نفس کان وڃي قرض ڪڻ ڇوته اهو قرض ڏيڻ جو وڏيڪ حقدار آهي". ڪنهن انهي گفتگو کي هن طرح منظوم ڪيو آهي. جيڪڏهن اوهين چاهيو ٿا ته مال قرض وٺي تنگي جي زماني ۾ ان کي نفس جي ضرورتن تي خرچ ڪريو ته پوءِ پنهنجي نفس کان مطالبو ڪريو ته اهو پنهنجي صبر جي خزاني مان ان کي توهان تي خرچ ڪري ۽ خوشحالي جي زماني تائين نرمي اختيار ڪري. جيڪڏهن نفس انهي تي عمل ڪيو ته اوهين بي نياز ٿي ويندا ۽ جيڪڏهن ان انڪار ڪيو ته مجبور ماڻهو جي لاءِ معذرت ڪرڻ جي گهڻي گنجائش آهي".

## سوال ڪرڻ جي اجازت

جيڪڏهن درويش پنهنجي سچي ڪوشش ڪرڻ کانپوءِ به ڪمزور ٿيندو وڃي ۽ ان جي ضرورت انتها تائين پهچي چڪي هجي ۽ پنهنجي مولي کان سوال ڪرڻ کان پوءِ ان کي ڪجهه به نه ملي. اهو پنهنجي روحاني شغل ۾ ايتريقدر رڌل هجي جو روزي ڪمائڻ جي ان کي فرصت ئي نه هجي ته اهڙي موقعي تي هڪڙو درويش عالم اسباب جو دروازو ڪڙڪائي سگهي ٿو ۽ ان کي ٻين کان گهرڻ جي اجازت آهي. شيخ ابوسعيد انتهائي بک (فاقه

ڪشي) جي موقعي تي سوال ڪندو هو ۽ چوندو هو "الله جي واسطي ڪا شيءِ" اهڙي طرح شيخ ابوجعفر الحداد رحہ جي باري ۾ جيڪو حضرت جنيد بغدادي رحہ جو استاد هو ڪانئس هي نقل آهي تہ هو سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ڏاري نڪرندو هو ۽ هڪ يا ٻن ڏينهن کانپوءِ پنهنجي ضرورت جي مطابق هڪ يا ٻن دروازن تان ڪجهہ وٺندو هو. حضرت ابراهيم بن ادهم رحہ جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ هو بصري جي جامع مسجد ۾ ڪافي عرصي تائين اعتڪاف ۾ رهيو ۽ ٽن راتين کان پوءِ هڪڙي رات کاڌو کائيندو هو. ان رات جو کاڌو ڪجهہ گهرن مان ايندو هو. حضرت سفيان ثوري جو معمول هو تہ هو حجاز کان سناءِ (يمن) تائين سفر ۾ سڄي رستي ۾ ماڻهن جي مهمان نوازي تي گذارو ڪندو هو. پاڻ فرمائيندو هو "آئون ماڻهن سان مهمان نوازي جي حديث بيان ڪندو هوس تڏهن اهي مون کي کاڌو ڏيندا هئا. آئون پنهنجي ضرورت مطابق کائي باقي ڇڏي ڏيندو هوس." هي قول منقول آهي "جيڪو بکيو رهيو هجي ۽ هن ماڻهن کان نہ گهريو ۽ هو مري ويو تہ دوزخ ۾ داخل ٿيندو. جنهن علم حاصل ڪيو هجي ۽ ان جو خدا سان روحاني تعلق بہ هجي تہ هو اهڙين حالتن ۾ نہ گهبرائيندو بلڪ علم جي ڪري ان کي گهرڻ جي ضرورت پيش نہ ايندي.

## عجيب واقعو

اسان جي هڪ بزرگ هي بيان ڪيو آهي "هڪڙو شخص تمام گهڻو گنهگار هو جڏهن ان کي هوش آيو تڏهن هن سچي دل سان توبہ ڪئي ايستائين جو الله تعاليٰ سان سندس روحاني رشتو پختو ٿي ويو. اهو چوي ٿو هڪڙي دفعي مون قافلي سان گڏجي حج ڪرڻ جو ارادو ڪيو ۽ ان وقت مون پڪو ارادو ڪيو تہ ڪنهن کان ڪجهہ نہ طلب ڪندس ڇوتہ خدا منهنجو حال ڄاڻي ٿو. انهي لاءِ هن جي علم کي ئي ڪافي سمجهندس. رستي ۾ چند ڏينهن تائين اهوئي حال رهيو تہ خدا تعاليٰ ضرورت جي وقت زاد راهہ ۽ پاڻي مهيا ڪندو رهيو انهي کان پوءِ ڪم بيهي رهيو ۽ الله پاڪ ڪجهہ بہ مهيا نہ ڪيو نتيجو هي نڪتو تہ آئون بکيو ۽ اڃيو رهڻ لڳس. طاقت جواب ڏيڻ لڳي ۽ هلڻ ڦرڻ کان عاجز ٿي آهستي آهستي قافلي جي پٺيان هلڻ لڳس

ايستائين جو قافلو هليو ويو.

مون پنهنجي دل ۾ چيو هاڻي پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ وجهڻو پوندو جنهن کان الله تعاليٰ منع ڪري ٿو. جيئن ته هاڻي مجبوري ۽ بي اختياري (افطرار) جو معاملو اچي ويو آهي. انهي لاءِ مون کي سوال ڪرڻ گهرجي. جڏهن مون گهرڻ جو ارادو ڪيو تڏهن منهنجي دل اندر کان ان کي ناپسند ڪيو ۽ مون خيال ڪيو ته انهي اقرار کي جيڪو مون خدا سان ڪيو هرگز نه ٽوڙيندس. بلڪه ان وقت واعدي خلافي جي مقابلي ۾ موت مون کي آسان معلوم ٿيو. جيئن ته آئون وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي رهيس ۽ مرڻ جي لاءِ پنهنجو مٿو لڙڪايم ان وقت قافلو تمام پري وڃي چڪو هو اِن حالت ۾ اوچتو هڪڙو نوجوان تلوار لٽڪايل مون وٽ آيو. ان جي سڏڻ تي آئون اٿي ويٺس ان جي هٿ ۾ پاڻي جي سانداري (مشڪيزه) هئي، چوڻ لڳو "پاڻي پيءُ. مون پاڻي پيتو. ان ڪانپوءِ هن ڪاڌو پيش ڪيو ۽ چيائين کاءُ. جڏهن آئون کائي چڪس تڏهن هن چيو "ڇا تون قافلي سان شامل ٿيڻ چاهين ٿو؟" مون چيو قافلو وڃي چڪو آهي ۽ مون کي ڪير قافلي تائين پهچائيندو؟ چوڻ لڳو "اٿي بيهه" اهو چئي منهنجو هٿ جهلي چند قدم مون سان گڏ هليو پوءِ چوڻ لڳو "هتي ويهي رهه قافلو تو وٽ ايندو". آئون ٿوري ئي دير ويٺو هوس جو! اوچتو ڇا تو ڏسان ته قافلو مون کي ڳوليندو اچي رهيو آهي". هي انهن ماڻهن جو حال آهي جن جو پنهنجي موليٰ سان سچو تعلق آهي.

شيخ ابوطالب مڪي رحه بيان فرمائي ٿو ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي هي حديث آهي "مؤمن جي لاءِ پنهنجي هٿ جي ڪمائي حلال آهي." ان جو تاويل ڪندي هڪڙي بزرگ چيو آهي. "ان مان مراد فاقه ڪشي جي موقعي تي سوال ڪرڻو آهي پر شيخ ابوطالب رحه انهي تاويل کي ناپسند نه ڪيو آهي. ان جو بيان آهي شيخ جعفر الخلدي رحه انهي تاويل کي هڪ وڏي شيخ جي طرف منسوب ڪندا آهن. تاهم منهنجو خيال هي آهي ته شيخ صوف جي هٿ جي ڪمائي مان مراد اها ڪونهي، جنهن جو شيخ ابوطالب رحه انڪار ڪيو آهي. پر انهي مان مراد ضرورت جي موقعي تي خدا جي سامهون هٿ ڊگهو ڪرڻ آهي. جيڪڏهن خدا ان جو سوال پورو ڪري ۽ ان کي رزق پهچائي ته انهي قسم جو رزق کائڻ حلال آهي. هن

قسم جو سوال حضرت موسيٰ عليه السلام ۾ خدا کان ڪيو هو ۽ چيو هو "اي منهنجا پالڻهار! آءٌ ان رزق جو محتاج آهيان جيڪو تون نازل ڪندين".

## حضرت موسيٰ عليه السلام جو قول

حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمائي ٿو! "حضرت موسيٰ عليه السلام هي سوال ان وقت ڪيو جڏهن گهڻي هيڻائي جي ڪري سندس پيٽ جون اندريون شيون نظر اچي رهيون هيون". حضرت امام محمد باقر رحہ جو قول آهي "انهن اهي الفاظ ان وقت چيا هئا جڏهن ته اهي هڪ ڪجور جي گٺلي جا ۾ محتاج هئا". مطرف بيان ڪري ٿو "خدا جو قسم! جيڪڏهن خدا جي نبي وٽ ڪا شيءِ هجي ها ته اهو ان عورت جي پٺيان نه وڃي ها پر انتهائي تنگدستي ڪيس انهي ڳالهه تي مجبور ڪيو هو".

شيخ ابوعبدالرحمان السلمي رحہ شيخ نصر آبادي رحہ جو هي قول نقل ڪيو آهي ته "حضرت موسيٰ عليه السلام مذڪوره لفظن ۾ مخلوق ڪان سوال نه ڪيو هو پر خدا کان سوال ڪيو هو ۽ نفس جو ڪاڌو (غذا) طلب نه ڪيو هو پر قلب جو سڪون گهريو هو.

## ناز ۽ نياز

شيخ ابوسعيد الخراز رحہ چوي ٿو ته "مخلوق جو ٻن شين سان تعلق آهي. پهريون انهن جون ذاتي شيون آهن ۽ ٻي شيءِ اها آهي جيڪا انهن جو اصل مقصد (خدا) آهي ته جڏهن ڪو پنهنجي ذاتي شين جو خيال ڪندو ته فقر واري زبان سان گفتگو ڪندو ۽ جڏهن وري پنهنجي اصلي مقصد جو مشاهدو ڪندو تڏهن ناز ۽ انداز جي زبان استعمال ڪندو. ڇا اوهان حضرت موسيٰ ڪليم الله عليه السلام جو حال ملاحظہ نه ڪيو آهي ته جڏهن خدائي ڪلام جا خواص معلوم ڪيائين تڏهن ڪهڙي انداز سان چوڻ لڳو. "اي منهنجا پالڻهار! تون مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار جيئن ته آئون تنهنجو ديدار ڪري سگهان". ۽ جڏهن پنهنجو پاڻ تي نظر وڌائين، محتاجي (فقر) ۽ نيازمندي جو اظهار ڪندي چوڻ لڳو "اي الله! آءٌ ان ڀلائي جو محتاج آهيان جيڪا تون نازل ڪندين".

حضرت ابن عطا رحہ جو قول آهي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام بندگي جي نظر سان خدا ڏانهن ڏٺو تہ منجهس عاجزي (خشوع) ۽ انڪساري (خضوع) پيدا ٿي ۽ هو نيازمندي جي زبان سان گفتگو ڪرڻ لڳو ۽ ان وقت مٿس انوارِ الاهي نازل ٿيا. تنهن هوندي بہ بندو صرف سوال جي موقعي تي ان جو محتاج ڪونهي بلڪ اهو هر حالت ۾ پنهنجي مولا جو نيازمند آهي". شيخ حسين رحہ جو قول آهي "حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمائي ٿو تہ آئون هن ڳالهہ جو محتاج آهيان تہ جڏهن تو مون کي علم يقين جي مرتبي تائين پهچايو تہ هاڻي تون مون کي عين اليقين (پنهنجي اک سان ڏسڻ) ۽ حق اليقين جو درجو بہ عطا ڪر ڇوتہ مٿين گذريل قوم ۾ "نازل ڪرڻ" جو جيڪو لفظ آيو آهي انهي مان خبر پوي ٿي تہ سندس مرتبو قرب الاهي جي حقيقت کان پري هو. انهيءَ لاءِ نازل ڪرڻ هوبهو فقر (محتاجي) جي حالت آهي. ان جو سبب هي آهي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام منزل تي قناعت ڪانہ ڪئي هئي پر اصل منزل جي ويجهو پهچڻ جو ارادو ڪيو هو". بهرحال جنهن جو فقر صحيح حالت ۾ هوندو تہ آخرت ۽ دنيا ٻنهي جهانن جي ڪمن ۾ ان جي نيازمندي هڪ جهڙي (يڪسان) هوندي ۽ اهو ٻنهي جهانن جي ڪمن ۾ فقط انهي طرف لاڙو (رجوع) ڪندو ۽ ٻنهي منزلن جون ضرورتون فقط انهي کان طلب ڪندو. هن جي نزديڪ ٻنهي قسمن جون ضرورتون هڪ جهڙيون آهن. ڇوتہ ٻنهي جهانن ۾ خدا ڪانسواءِ ان جو ٻيو ڪوبہ شغل نہ آهي.

باب ويهون

# فتوح خور صوفي

جڏهن ڪنهن صوفي جو تعلق خدا سان پڪو ٿي وڃي ۽ اهو پنهنجي انتهائي تقويٰ جي ڪري پورو زاهد بنجي وڃي تڏهن زمانو ان کي سندس روزي جي ڪمائڻ کي ترڪ ڪرڻ جو حڪم ڏيندو. ان وقت مٿس اصل توحيد جو انڪشاف ٿيندو. الله تعاليٰ پوري طرح سان سندس ڪفيل ٿيندو ۽ اهڙي طرح ان جي دل مان روزي جو فڪر ختم ٿي ويندو. هن درجي جي شروعات هي آهي ته خدا جي لطف ۽ عنايت سان اُن کي پنهنجي هر ڪم جي "سزا ۽ جزا" جو علم ٿيندو رهندو. ايستائين جو جيڪڏهن ان کان ڪا اهڙي معمولي غلطي به ٿي وڃي جنهن جي شريعت ۾ منع هجي ته فوراً انهي وقت يا انهي ڏينهن ڪيس اهو محسوس ٿيندو. جيئن ڪو چئي رهيو هجي "مون کي پنهنجي گناهه جو علم آهي ڇوته مون پنهنجي غلام سان بدسلوڪي ڪئي هئي". چيو ويو آهي ته ڪنهن صوفي جي جوراب کي هڪ ماڻهو ڇڏيو. ڪيس ڪتريل جوراب ڏسڻ سان ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ هي شعر پڙهڻ لڳو.

"جيڪڏهن آءٌ قبيلي مازن مان هجان ها، ته ذيل بن شيبان قبيلي جي خاندان (شاخ) بنو لقيظ جا ماڻهو منهنجا اٺ نه ڪاهي وڃن ها".

هن شعر ۾ ان طرف اشارو آهي ته جيڪي ڪجهه ٿيو آهي اهو هن جي ڪرتوتن جي سزا آهي.

## بي نيازي

اهڙي طرح هر ڪم جو بدلو حاصل ڪرڻ سان ان ۾ خدا کي سڃاڻڻ جون ڪيفيتون پيدا ٿينديون وينديون ايستائين جو هو صحيح محاسبي (پاڻ کان حساب وٺڻ) ۽ مراقبي جي قلعي ۾ قيد ٿي بندگي جي حقن کي ضايع

ڪرڻ کان محفوظ رهندو. ان وقت مٿس صرف خدائي ڪمن جو حڪم جاري ٿيندو ۽ غيرالله جا اثرات ميٽجي ويندا. اهو هي ڏسندو (مشاهدو) ته فقط الله تعاليٰ ئي رزق ڏي ٿو ۽ اهوئي ان کي روڪي به ٿو. ان کي اهو ڏسڻ (مشاهدو) ان جي روحاني جذبي ۽ ذوق و شوق کان حاصل ٿيندو. جنهن جي لاءِ هو علم ۽ ايمان تي قناعت نه ڪندو. ان ڪانپوءِ الله تعاليٰ جي مدد ان سان شامل حال رهندي. الله ان کي اصل توحيد کان واقف ڪرائيندو ۽ ان کي هر جڳهه فقط الله جو ئي فعل نظر ايندو.

هڪڙي بزرگ جو واقعو بيان ڪيو ويو آهي ته هن کي هڪ ڀيري سندس رزق حاصل ڪرڻ جو فڪر دامنگير ٿيو ۽ پاڻ جهنگ ڏانهن روانو ٿيو. اتي هن هڪ ڪمزور انڌو ۽ منبو پکي ڏسي عجب ڪرڻ لڳو ته اهڙو پکي جيڪو هلڻ، اڏرڻ ۽ ڏسڻ کان عاجز آهي سو روزي ڪهڙي طرح حاصل ڪندو هوندو؟ هو اڃا انهي معاملي تي غور ئي ڪري رهيو هو ته اوچتو زمين ڦاٽي ۽ اتان کان به مٽي جا پيالا ظاهر ٿيا هڪڙي ۾ صاف تر هئا ۽ ٻئي ۾ صاف پاڻي هو. انهي پکي تر کاڌا ۽ پاڻي پيتو. ان کان پوءِ اهي ٻئي غائب ٿي ويا". اهو بزرگ چوي ٿو جڏهن مون اهو حال ڏٺو تڏهن منهنجي دل مان روزي جو فڪر ختم ٿي ويو.

## تجلي

خدا جڏهن پنهنجي بندي کي هن مقام تي سرفراز ڪندو آهي تڏهن هن جي دل مان روزي جو فڪر ختم ٿي ويندو آهي. تنهنڪري هو اسبابن تي اعتماد ڪرڻ ۽ پني ماني ڪائڻ کي عوام جو شغل سمجهندو آهي. هن جا پنهنجا اختيارات ڪسجي ويندا آهن ۽ هو ٻين جي طرف نه جهڪندو بلڪ سندس نظر الله جي حڪمن تي هوندي آهي ۽ هر وقت ان جي حڪم جو منتظر رهندو آهي. اهڙي طرح قسمت هن ڏانهن ڇڪجي ايندي ۽ هن تي انعام ۽ اڪرام جو دروازو ڪشادو ٿي ويندو آهي. جيئن ته هو هميشه خداوندي فعل جو اثر ملاحظه ڪندو آهي ۽ خدا جي احڪامن جو منتظر رهندو آهي، تنهنڪري هن تي خدا جي تجلي جو نزول ٿيندو آهي. اهڙن ڪمن (افعال) جي ڪري تجلي جو نازل ٿيڻ قرب الاهي جي نشاني آهي.

تنهنڪري هو انهي درجي کان ترقي ڪري صفات جي ذريعي تجلي جو مشاهدو ڪندو آهي. اُتان کان اڳتي وڌي تجلي ذات کي ڏسڻ جي درجي تائين پهچندو آهي انهن سيني تجلين ۾ يقين جي درجن ڏانهن اشارو هوندو آهي ۽ توحيد جي حقيقت جا مقام سيني شين کان اعليٰ ۽ صاف مقام آهن. ڪمن (افعال) جي ڪري تجلين جو نزول رضا ۽ تسليم جو مٿانهون جذبو پيدا ڪندو آهي ۽ صفاتي تجليات کان هيبت و انس ۽ محبت پيدا ٿيندي آهي ۽ تجلي بالذات فنا ۽ بقا جي ڪيفيت پيدا ڪندي آهي.

## فنا

ڪڏهن اختيار کي ڇڏڻ (ترڪ) ۽ الله جي ڪمن (افعال) جي علم کي فنا چيو ويندو آهي ۽ انهي مان انهن جي مراد هي آهي ته پنهنجي ارادي ۽ خواهش کي ختم (فنا) ڪيو وڃي. ارادو خواهش جي لطيف ترين قسم کي چوندا آهن. اها فنا ظاهري فنا آهي جو جڏهن جلوه الاهي جو نور چمڪندڙ هجي ته وجود جا آثار بلڪل ميٽجي (محو) ويندا آهن. اها حالت تجلي ۽ ذات جي صورت ۾ پيدا ٿيندي آهي. جيستائين حڪم ذات جي تجلي جو تعلق آهي، ان جو ظاهر ٿيڻ آخرت ۾ ٿيندو. هي اهو مقام آهي جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن معراج جي رات حاصل ڪيو هو ۽ حضرت موسيٰ عليه السلام کي "لن تراني" (تون مون کي نه ڏسي سگهندين) چئي منع ڪيو ويو هو. اها خبر هجي ته تجلي مان اسان جو اشارو يقين جي درجن ۽ بصيرت جي طرف آهي. جڏهن آدمي تجلي جي ابتدائي قسمن تي پهچندو يعني ٻين جي ڪمن کان منهن موڙي فقط فعل الاهي جو مطالعو ڪندو رهندو ته ان کي هر قسم جون فتوحات حاصل ٿينديون. حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي:

"جڏهن ڪنهن کي بنا گهرڻ ۽ اُميد (توقع) کان سواءِ رزق مهيا ٿي وڃي ته ان کي گهرجي ته اهو ان کي قبول ڪري ۽ ان کان پنهنجي رزق ۾ واڌارو ڪري. جيڪڏهن هن کي ان جي ضرورت نه هجي ته اهو انهي ماڻهوءَ کي ڏيئي ڇڏي جيڪو انهيءَ کان وڌيڪ ضرورت مند هجي".

هن حديث شريف ۾ هن ڳالهه جي صاف وضاحت آهي ته انسان پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ وٺي سگهي ٿو هن شرط سان ته ان جي نيت

ٻين کي ڏيڻ جي هجي. اهو انهي رزق کي ڪيئن قبول نہ ڪندو جڏهن تہ اهو ڏسي رهيو آهي تہ اهو خدا جو فعل آهي. ڪا شيءِ وٺڻ کان پوءِ ڪي حضرات ان کي محتاجن تي خرچ ڪندا آهن ۽ ڪي ان کي خرچ ڪرڻ ۾ ان وقت تائين انتظار ڪندا آهن جيستائين انهن کي خدا جي طرفان خاص چاڻ حاصل نہ ٿئي جيئن تہ انهن جو ڏيڻ وٺڻ ٻئي حق جي مطابق ٿين.

## نذرانو قبول ڪرڻ

حضرت عمر بن الخطاب رضہ فرمائي ٿو: مون کي حضور ﷺ جن ڪجهہ ڏيندا هئا تہ آءُ ڪين ﷺ عرض ڪندو هوس "يارسول الله ﷺ اوهان هي مون کان وڌيڪ ڪنهن ضرورتمند ماڻهو کي ڏيئي ڇڏيو. ان تي پاڻ ﷺ فرمائيندا هئا تہ ان کي قبول ڪري جمع ڪري رک يا ان کي خيرات ڪري ڇڏ. اوهان وٽ جڏهن ڪو اهڙو مال اچي جنهن جي اوهان کي نہ طمع هجي ۽ نہ گهر تہ ان کي قبول ڪندا ڪريو ۽ جيڪو نہ اچي ان جي طمع نہ ڪريو.

حضرت سالم بن عبدالله چوي ٿو "اهڙي حديث جي ڪري حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنهم نہ ڪنهن کان ڪا شيءِ وٺندو هو ۽ نہ ڪنهن عطا ڪيل شيءِ کي واپس ڪندو هو. بهرحال نبي ڪريم ﷺ جن پنهنجن احڪامن جي ذريعي اصحابن سڳورن کي ان جو عادي بنائي ڇڏيو هو تہ اهي الله تعاليٰ جي ڪمن کي غور سان ڏسن، پنهنجون اٽڪلون ڇڏي خدا جي حسن تدبير جو مشاهدو ڪن.

شيخ سهل بن عبدالله التستري رحہ کان علم روحانيت جي باري ۾ پڇيو ويو تہ اهو ڇا آهي؟" چيائين "اهو تدبير کي ڇڏڻ آهي. جيڪڏهن اها ڳالهہ ڪنهن هڪڙي ۾ ڏٺي وڃي تہ اهو روءِ زمين جو قطب بنجي ويندو.

زيد بن خالد رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو، "جيڪڏهن ڪنهن تي ان جو ڀاءُ بنا گهرڻ جي ۽ بغير طمع جي احسان ڪري تہ اهو هن کي قبول ڪري ڇوتہ خدا پنهنجي طرفان رزق ان وٽ موڪليو آهي.

جيڪو شخص خدا جو رزق قبول ڪري ان جو دوست بنجي وڃي تہ اهو خطرن کان محفوظ آهي. بلڪ خطرو ان جي لاءِ آهي جيڪو رزق کي رد ڪري ٿو ڇوتہ جيڪو شخص آيل روزي کي واپس ڪري ٿو تہ ان جي

باري ۾ هيءُ انديشو ٿئي ٿو تہ اهو نفساني جذبي جي ڪري اُن کي واپس ڪري ٿو. جيئن تہ ماڻهو ان کي سمجهڻ لڳن پر قبول ڪرڻ ۾ نہ فقط رياڪاري جو خطرو دور ٿيندو بلڪ ان جي سچائي ۽ اخلاص بہ ظاهر ٿيندو ۽ جڏهن اهو وٺي ٻين کي ڏيندو تہ ان جي حقيقت بلڪل واضح ٿي ويندي. بهرحال ٻنهي حالتن ۾ اهو زاهد آهي. پيا اُن کي پسنديدگي جي نگاهہ سان ڏسندا ۽ انهن کي ان جي حالت جي خبر نہ هوندي. اهڙي ئي مقام تي زهد جو ثبوت ملي ٿو.

اهل فتوح مان ڪي اهڙا ماڻهو آهن جن کي انهن فتوحات جو علم هوندو آهي. پر ڪي انهن فتوحات ڪان ناواقف هوندا آهن. انهن مان بہ ڪي اهڙا آهن جيڪي پنهنجن نذرانن کي ان وقت تائين استعمال نہ ڪندا آهن جيستائين انهن کي خدا جي طرفان خبر نہ پوي. پر ڪي خدا جي خبر (علم) جو انتظار ڪرڻ ڪان سواءِ انهن کي استعمال ڪندا آهن. ڇوتہ انهن جو هر فعل خدا جي طرفان هوندو آهي. تنهنڪري جيڪي علم جي حصول جو انتظار نٿا ڪن انهن کي انهن تي فوقيت حاصل آهي جيڪي علم خداوندي جا منتظر رهندا آهن، ڇوتہ اهي هر وقت خدا جي صحبت ۾ رهندا آهن انهن پنهنجي ذاتي ارادن ۽ علم کي فنا ڪري پنهنجي اختيار کي بلڪل ختم ڪري ڇڏيو آهي.

ڪن بزرگن کي فتوحات، اڳواٽ علم ۽ خالص فعل خداوندي جو مشاهدو ڪرڻ ڪان سواءِ حاصل ٿينديون آهن. اُهي محبت جي شراب مان ڍؤ ڪري محض مشاهده نعمت جي ئي ڪري رزق حاصل ڪندا آهن. پر ڪڏهن خاص نعمت جي بدلجڻ (تغير) سان اها محبت جي شراب گدلي بہ ٿي ويندي آهي. انهي ڪري هي حالت مٿئين گذريل حالتن ڪان ڪمزور تر آهي ڇوتہ صديقن جي نزديڪ هن ۾ محبت ۽ صداقت جي ڪمزوري ڏٺو وڃي ٿي.

ڪڏهن صاحب فتوحات خرچ ڪرڻ ۾ بہ اهڙي طرح علم خداوندي جو انتظار ڪري ٿو جهڙي طرح هو قبول ڪرڻ ۾ منتظر هو. ڇوتہ خرچ ڪرڻ ۾ بہ اهڙي طرح نفسيات جو انديشو آهي جهڙي طرح قبول ڪرڻ ۾ آهي. بهرحال ڪامل صوفي اهوئي آهي جيڪو ڏيڻ وٺڻ ٻنهي ۾ خودمختيار

هجي. پر شرط هن ساڻ ته اهو صحيح طريقي سان خرچ ڪرڻ جي قابل هجي. ان جو سبب هي آهي ته علم جو انتظار انهي جي ڪري ڪيو وڃي ٿو جو نفسانيت جو انديشو هوندو آهي. يعني ان ۾ اڃا به نفساني خواهش باقي رهي ني جيئن ته جڏهن نفسانيت جو الزام دور ٿي وڃي ۽ صريح علم حاصل ٿئي ته وري وري علم جي ضرورت ڪانه هوندي آهي. بلڪه انهي وقت ان جي حالت اهڙي شخص جي مثل ٿي ويندي آهي جنهن جي باري ۾ حديث قدسي ۾ ارشاد فرمايو ويو آهي ته الله فرمائي ٿو: جڏهن مان اُن سان محبت ڪندو آهيان تڏهن مان ئي ان جي قوت سماعت (ٻڌڻ) ۽ بصارت (ڏسڻ) ٿي ويندو آهيان. اهو منهنجي ذريعي سان ٻڌندو آهي ۽ منهنجي ذريعي ڏسندو ۽ ڳالهائيندو آهي".

جڏهن ان کي صحيح ڄاڻ (معرفت) حاصل ٿينديس تڏهن اهو صحيح تصرف به ڪري سگهي ٿو پر اها شيءِ عام طور تي گهٽ هوندي آهي. منهنجي شيخ ضياءُ الدين ابو النجيب سهروردي رحه جن حماد الباس رحه جو هي قول نقل بيان ڪيو ته پاڻ فرمائيندا هئا ته "آءٌ هميشه خدائي رزق کائيندو هوس. ان جي صورت هيءَ هوندي هئي ته خواب ۾ ڪنهن کي ٻڌايو ويندو هو ته مون ڏانهن ڪا شيءِ موڪلي وڃي بلڪه انهي خواب ۾ صاف طور تي هي به ٻڌايو ويندو هو ته حماد وٽ هيتري مقدار ۾ هي شيون موڪليون وڃن. چيو وڃي ٿو ته هڪ ڊگهي عرصي تائين شيخ حماد پنهنجي خواب ۾ اهو مشاهدو ڪندو رهيو ته سندس لاءِ فلاڻن ماڻهن تي اُهي شيون لاٿيون ويون آهن. هو فرمائيندو هو ته اهو جسم جيڪو خدائي رزق سان پرورش وٺي اهو بلائن کان حفاظت ۾ رهندو آهي". خدائي رزق مان مراد اُهي فتوحات آهن جيڪي باطن وارن کي حاصل ٿين. بهرحال جنهن جي اها حالت هجي اهو الله جي طرفان دولتمند رهندو آهي.

شيخ واسطي رحه جو هي ارشاد آهي "خدا جي لاءِ نيازمندي مريدن جو اعليٰ مرتبو آهي ۽ الله جي لاءِ بي نياز ٿيڻ صديقن جو اعليٰ درجو آهي".

شيخ ابوسعيد الخراز جو قول آهي "عارف جي تدبير خدا جي تدبير ۾ ختم (فنا) ٿي ويندي آهي ان ڪري فتوح حاصل ڪرڻ وارو الله جو واقف آهي ۽ اهو هر وقت هن کي ڏسندو آهي".

# فتوح جون حڪايتون

ان سلسلي ۾ ڪيتريون ئي حڪايتون بيان ڪيون ويون آهن جن ۾ بهترين حڪايت هي آهي ته ڪنهن شخص شيخ نوري کي سوال ڪندي ڏٺو. ته اها ڳالهه ڪيس تمام بري لڳي. هو حضرت جنيد بغدادي رحه وٽ آيو ۽ ان سان سڄو حال بيان ڪيائين. حضرت ڪيس چيو ته توکي هي ڳالهه تڪليف واري نه لڳي ڇوته شيخ نوري ماڻهن کان ڪجهه ڪونه ٿو گهري، بلڪ اهو ته آخرت ۾ ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪري رهيو آهي. هن کي ڪوبه نقصان ڪونه ٿو پهچي البت ماڻهن کي ثواب ملي رهيو آهي.

شيخ جنيد رحه جو اهو اهڙو ئي آهي جيئن ڪنهن هيئن چيو آهي:

"وٺڻ واري جو سر بلند هوندو آهي ڇوته اهو قبول ڪري ماڻهن کي ثواب ڏياري ٿو".

انهي کان پوءِ شيخ جنيد رحه فرمايو "ساهمي وٺي اچو".

اهو ڇٽي پاڻ سؤ درهم توريائين، ان کانپوءِ هڪ مٺ ڀري انهن سؤ درهمن تي وڌائين. پوءِ چيائين "هنن کي کڻي وڃي حضرت نوري کي ڏيئي اچو".

راوي چوي ٿو مون پنهنجي دل ۾ چيو حضرت جنيد انهن جي مقدار معلوم ڪرڻ جي لاءِ توريو هو ته توريل درهمن سان بنا توريل درهمن کي ڇو ملايائين. حالانڪ هو عقلمند انسان آهي". ان خيال جي باوجود مون کي اصل ڳالهه پڇڻ ۾ شرم محسوس ٿيو ان ڪري آئون ڳوٿري کڻي شيخ نوري وٽ ويس پاڻ ساهمي گهرائي سؤ درهم توريائين ۽ چوڻ لڳو "انهن کي واپس ڪر ۽ چئو ته آئون تنهنجي ڪابه شيءِ قبول نه ٿو ڪريان". پر سؤ کان وڌيڪ جيتري قدر درهم هئا اهي کڻي ورتائين اهو ڏسي ڪري اڃا به مون کي وڌيڪ عجب ٿيو. تڏهن مون ان کان اصل ڳالهه بابت پڇيو تڏهن فرمائڻ لڳا ته شيخ جنيد تمام گهڻو عقلمند انسان آهي اهو چاهي ٿو ته ٻنهي طرفن کان رسي کي جهليان. ان پنهنجو ثواب حاصل ڪرڻ جي لاءِ سؤ درهمن کي توريو، ان کان پوءِ فقط خدا جي لاءِ هڪ مٺ جيترا درهم بغير تورڻ جي رکيائين. لهذا جيڪي خدا واسطي درهم هئا سي مون کڻي

ورتا ۽ جيڪي هن پنهنجي ثواب لاءِ رکيا هئا اهي مون واپس ڪري ڇڏيا.
جڏهن آئون انهن کي کڻي شيخ جنيد رحہ وٽ واپس پهتس تڏهن روئڻ لڳو
۽ چيائين "انهن پنهنجو مال کڻي ورتو ۽ اسان جو مال واپس ڪيو".

## ٽيهہ دائرا

مون پنهنجي شيخ جي هڪ ساٿي کان هي عجيب و غريب واقعو ٻڌو
تہ هڪڙي ڏينهن شيخ محترم پنهنجن ساٿين کي فرمايو تہ اسين هڪڙي
شيءِ جا ضرورتمند آهيون اوهين پنهنجي خلوت گاهن ۾ وڃو ۽ الله کان
سوال ڪريو اهو اوهان تي جنهن شيءِ جو انڪشاف ڪري اهو مون کي اچي
ٻڌايو". هنن ائين ئي ڪيو ان کان پوءِ هڪ شخص جنهن جو نالو اسماعيل
البطائحي هو هڪڙو ڪاغذ کڻي آيو جنهن تي ٽيهہ دائرا هئا. ان چيو "خدا
تعاليٰ مون تي هن شيءِ جو انڪشاف ڪيو آهي". انهي ڳالهہ کي هڪ
ڪلاڪ بہ نہ گذريو هو تہ هڪڙو شخص ڪا شيءِ پني ۾ ويڙهي کڻي اندر
آيو ۽ ان کي شيخ موصوف جي سامهون رکيائين، جڏهن کوليائين تہ ان ۾
ٽيهہ اشرفيون هيون. تنهنڪري شيخ موصوف هرهڪ اشرفي کي هڪ دائري
تي رکي انهي مڪاشفي جو مفهوم سمجهايائين ۽ فرمايائين تہ هي شيخ
اسماعيل جي فتح آهي.

## پيران پير حضرت عبدالقادر رحہ جو واقعو

مون (عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي) ٻڌو آهي تہ حضرت شيخ
عبدالقادر رحہ هڪڙي ماڻهو کي نياپو موڪليو تہ، "تو وٽ فلاڻي ماڻهو جو
اناج ۽ سون آهي جنهن مان هيتري قدر سون ۽ اناج مون کي موڪلي ڏي".
انهي شخص چيو، "آئون ڪنهن جي امانت ۾ ڪيئن تصرف ڪري سگهان
ٿو. جيڪڏهن اوهان کان فتويٰ وٺان تہ توهان بہ ان جي استعمال جي باري
۾ فتويٰ نہ ڏيندا". ايتري قدر چوڻ جي باوجود حضرت جن هن کي ضروري
قرار ڏنو. تڏهن ان حضرت موصوف کي نيڪ خيال (حسن ظن) جي بناءَ تي
گهربل شيون پيش ڪيون. انهيءَ دؤران جنهن جي امانت هئي ان کان ڪيس
خط مليو ۽ پاڻ عراق جي ٻهراڙي ۾ ويل هو انهي لکيو هو تہ حضرت شيخ

عبدالقادر رحہ ڏانهن هيترو مقدار موڪلي ڇڏ. هي اُهوئي مقدار هو جيڪو پيران پير شيخ عبدالقادر رحہ جن مقرر ڪيو هو. انهي تي پاڻ ان جي خاموش ٿيڻ تي جُٺ (ملامت) ڪئي ۽ فرمايائين "ڇا تون درويشن جي باري ۾ هي خيال ڪرين ٿو تہ انهن جا اشارا غلط ۽ ناواقفيت تي مبني هوندا آهن؟ جيڪڏهن الله تعاليٰ سان ٻانهي جا معاملات درست هجن ۽ اهو پنهنجي نفساني خواهشن کي ختم (فنا) ڪري ڇڏي ۽ هر وقت رضاءِ الاهي جو طالب هجي تہ الله تعاليٰ ان جي دل مان دنيا جي فڪرن کي پري ڪري ڇڏيندو آهي. دل جي تونگري عطا ڪندو ۽ سهولت جا دروازا کولي ڇڏيندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن درويش تي فڪر مسلط ٿيندا آهن تہ ان جو سبب هي آهي تہ الله تبارڪ و تعاليٰ جي ياد ۾ مشغول ٿيڻ ۽ بندگي جي حقن کي ادا ڪرڻ جي تڪميل نہ ڪئي هوندائين لهذا جيتري قدر انهن جو خدا سان تعلق گهٽ هوندو ايتري قدر اهي دنيا جي فڪرن ۾ مبتلا ٿيندا. جيڪڏهن اهي خدا ڏانهن پوري طرح ڌيان ڏين تہ دنيا جي تڪليفن ۾ مبتلا نہ ٿين. بلڪ قناعت ڪري روحاني ترقي حاصل ڪن. روايت آهي تہ عوف بن عبدالله المسعودي رحہ جا ٽي سؤ سٺ ٣٦٠ دوست هئا، اهو سال ۾ هڪڙو ڀيرو هر ڪنهن دوست وٽ رهندو هو. هڪڙي ٻئي بزرگ جا ٽيهہ دوست هئا هو مهيني ۾ هڪ ڀيرو هر دوست وٽ رهندو هو. جيئن انهن جا اهي دوست ۽ ڀائر ان جا ڇاتل سڃاتل ميزبان هئا. جيڪڏهن ڪنهن کي الله تعاليٰ ڪنهن خدا واري ۽ مڪمل توحيد پرست جي خدمت لاءِ مقرر ڪري تہ اها ان لاءِ هڪ نعمت ثابت ٿئي ٿي.

هڪڙو ماڻهو شيخ ابوالمسعود رحہ وٽ آيو جيڪو اعليٰ روحانيت جو مالڪ ۽ وڏو خدا وارو هو پنهنجي ارادي ۽ اختيار کي ڇڏڻ (ترڪ) ۾ ڪيترين ئي اڳين (متقدمين) مشائخن کان وڌيل هو. ان جي روحانيت جو اعليٰ نمونو مون خود (عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي) بہ مشاهدو ڪيو هو. انهي ماڻهو چيو "آئون چاهيان ٿو تہ روزاني اوهان جي لاءِ مانين جو تعداد مقرر ڪريان جيڪي اوهان وٽ خود کڻي ايندو ڪريان. مگر مون کي معلوم ٿيو آهي تہ "صوفي چون ٿا تہ ڄاتل سڃاتل شيءِ منحوس هوندي آهي". انهي بزرگ فرمايو "اسان معلوم شيءِ کي منحوس نٿا چئون ڇو تہ

الله تعاليٰ خود اسان جي لاءِ حصو مقرر ڪري ٿو. جنهن جو اسين مشاهدو ڪريون ٿا ۽ جيڪي اسان جي قسمت ۾ مقرر ڪري ان کي اسين مبارڪ سمجهندا آهيون نه ڪي ان کي منحوس خيال ڪريون ٿا.

## فاقي جي زندگي

ابوبڪر الڪتاني رحہ چوي ٿو تہ "آئون، عمر المڪي رحہ ۽ عياش بن المهدي رحہ هڪ ٻئي سان گڏجي ٽيهہ سال رهياسون. اسين وچين جي وضو سان فجر جي نماز پڙهندا هئاسون ۽ دنيا ڇڏي مڪي شريف ۾ ويٺا هئاسون. روءِ زمين تي اسان وٽ هڪ پيسو بہ نہ هو ڪيترن ئي ڏينهن تائين فاقو ڪندا هئاسون مگر ڪنهن کان ڪجهہ بہ نہ گهرندا هئاسون. جڏهن اسان جي حالت وڌيڪ خراب ٿي ويندي هئي ۽ اسان کي پنهنجن فرضن کي ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي جو انديشو ٿيندو هو تڏهن حضرت شيخ ابوالسعيد الخراز جو ارادو ڪندا هئاسون. اُهو اسان جي لاءِ ڪيترن ئي نمونن جا کاڌا تيار ڪندو هو. هن کان سواءِ ڪنهن وٽ بہ نہ ويندا هئاسون ڇوتہ اسان کي هن جي زهد ۽ تقويٰ تي ڀروسو هو.

حضرت ابويزيد کان پڇيو ويو تہ "اسين اوهان کي روزي ڪمائيندي ڪونہ ٿا ڏسون اوهان جي روزي (معاش) جو ڪهڙو بندوبست آهي؟ هن چيو "منهنجو موليٰ ڪُتي ۽ سوئر کي رزق پهچائي سگهي ٿو تہ ڇا اوهان جي خيال ۾ ابويزيد کي رزق مهيا نہ ڪندو؟

شيخ مظفر القرميني رحہ جو قول آهي تہ "فقير اُهو آهي جيڪو خدا جي اڳيان ڪابہ ضرورت پيش نہ ڪري". ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو تہ "فقر ڇا آهي؟" هن چيو "ضرورت جو خدا کانسواءِ ڪنهن ٻئي سان اظهار نہ ڪيو وڃي ۽ ان کي دل ۾ ئي پوشيده رکيو وڃي".

ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ درويش اصل مالڪ کان صدقو وٺندو آهي ۽ وچئين واسطي کان نہ وٺندو آهي ۽ جنهن وچيان واسطا قبول ڪيا اهو نالي ماتر درويش آهي ڇوتہ ان جي همت پست آهي.

شيخ ابوسليمان الداراني رحہ فرمائي ٿو "زاهدن جو آخري قدم توڪل ڪرڻ وارن جو پهريون قدم آهي.

## دنيا کي ترڪ ڪرڻ جي منع

روايت آهي تہ هڪڙي عارف دنيا کان ايتري قدر ڪناره ڪشي اختيار ڪئي جو اهو ماڻهن کي ڇڏي شهر کان ٻاهر نڪري ويو. هن واعدو ڪيو هو تہ هو ڪنهن کان ڪجهہ بہ نہ گهرندو بلڪہ سندس رزق خود هن وٽ ايندو. ڪيتري عرصي تائين اهو سياحت ڪندو رهيو ايستائين جو هڪڙي دفعي اهو جبل جي هنج ۾ ست ڏينهن مقيم رهيو ۽ اتي هن کي ڪجهہ بہ نہ مليو ايستائين جو هو هلاڪت جي ويجهو پهچي ويو. ان وقت هن هي دعا گهري:

"اي الله! جيڪڏهن تون مون کي زندهہ رکڻ چاهين ٿو تہ منهنجي قسمت جو رزق عطا ڪر ورنہ مون کي پاڻ ڏانهن گهرائي وٺ".

انهي وقت خدا جي طرفان هن کي الهام ٿيو منهنجي عزت ۽ جلال جو قسم مان توکي ان وقت تائين رزق نہ ڏيندس جيستائين تون شهرن ۾ وڃي ماڻهن سان گڏ نہ رهندين. جيئن ئي هو شهر ۾ داخل ٿيو ۽ ماڻهن سان گڏجي رهڻ لڳو تہ ان وقت ڪو هن کي کاڌو کارائي رهيو هو تہ ڪو هن کي پاڻي پياري رهيو هو. کاڌي پيتي کان پوءِ جڏهن هو تڏهن هن هڪڙي غيبي ملائڪ جو هي آواز ٻڌو: "ڇا! تون چاهيندو هئين تہ دنيا کي ترڪ ڪري خدا جي حڪمت کي دنيا ۾ باطل ڪريان. ڇا توکي اهو معلوم ڪونهي تہ خدا کي قدرت جي هٿن سان رزق ڏيڻ جي بجاءِ ٻانهن کي ٻانهن جي هٿان رزق ڏيڻ وڌيڪ پسند آهي".

بهرحال جيڪو فتوحات سان مضبوط هجي ان جي لاءِ ماڻهو جا هٿ ۽ ملائڪن جا هٿ هڪ جهڙا آهن. بلڪہ ان جي اڳيان قدرت ۽ حڪمت هڪ جهڙيون آهن. ان جي لاءِ جهنگن ۾ وڃڻ ۽ تعلقات ختم ڪرڻ يا دنياوي اسبابن کي ڏسي انهن جو عاشق ٿيڻ يڪسان آهي جڏهن توحيد صحيح هوندي تڏهن انسان جي نظر کان دنوي اسباب ناپيد (معدوم) ٿي ويندا.

شيخ يحيٰ بن معاذ الرازي رحہ جو قول آهي "جيڪو قدرت جي ڪنجي (ڪليد) ڪانسواءِ روزي (معاش) جو دروازو کولي ٿو ان کي مخلوق جي حوالي ڪيو ويندو آهي. هڪڙو زاهد بزرگ پنهنجو واقعو هن طرح بيان ڪري ٿو "آئون هڪ وڏو صنعت ڪار هئس، مون کي پنهنجي صنعت کي

ڇڏڻ جو حڪم مليو تڏهن منهنجي دل ۾ وسوسو پيدا ٿيو ته پوءِ وري منهنجو ذريعه معاش (الائجي) ڪهڙو هوندو؟ اوچتو هڪڙي غيبي ملائڪ آواز ڏنو "تون دنيا کي ڇڏي مون ڏانهن متوجه ٿيو آهين پر پنهنجي رزق جي باري ۾ مون کي ملزم قرار ڏين ٿو. حالانڪ منهنجو ذمو آهي ته مان تنهنجو خادم ڪنهن دوست (ولي) کي مقرر ڪريان يا پنهنجن دشمنن مان ڪنهن منافق کي تنهنجي تابع ڪريان؟

## نفسانيت ڪان پرهيز

جڏهن صوفي جي روحاني حالت صحيح هوندي ۽ ان جي دنوي طمع باقي نه رهندي ۽ سيئي خواهشون ميٽجي وينديون تڏهن دنيا ان جي خدمت ڪندي ۽ اُها ان جي نوڪرياڻي (خادم) بنجڻ جي قابل ٿي ويندي، پر اهو ان کي مخدوم بنائڻ پسند نه ڪندو. بلڪ صاحب فتوح نفس جي هر ڪنهن شوق واري جنبش کي گناهه ۽ جرم قرار ڏيندو آهي. روايت آهي ته امام احمد بن حنبل هڪ ڏينهن باب الشام واري رستي ڏانهن روانو ٿيو ۽ اُتي پاڻ اٽو ورتائين، ان وقت اتي ڪو مزدور نه هو آخرڪار ايوب حمال مليو ۽ هو اٽي کي حضرت جي گهر پهچائي آيو، حضرت احمد بن حنبل کيس مزدوري ڏني. جڏهن اهو گهر مان ڪانئڻ موڪلائي نڪتو ته حضرت امام احمد بن حنبل ڏٺو گهروارن اڳئين بچيل اٽي جون مانيون پچايون هيون ۽ تختي تي سڪڻ لاءِ انهن مانين کي رکي ڇڏيو هئائون. ايوب انهن کي ڏسي ورتو ۽ هو هميشه روازئتو (صائم الدهر) هوندو هو. انهيءَ لاءِ امام احمد رحه پنهنجي پٽ صالح کي چيو "تون ايوب کي ڪجهه مانيون ڏيئي اچ". صالح هن کي ٻه مانيون ڏنيون پر هن واپس ڪيون. امام احمد بن حنبل پنهنجي پٽ کي فرمايو ته "انهن کي رکي ڇڏ" ٿوري دير ترسڻ ڪان پوءِ وري فرمايائون "هي مانيون ايوب کي ڏيئي ڇڏيو" جيئن ته ٻئي دفعي ڪٽي وجڻ تي هن اُهي مانيون ڪٽي ورتيون. انهي تي صالح عجب ڪندو واپس آيو. امام احمد فرمايو "ڇا تون هن جي واپس ڪرڻ ۽ ٻيهر وٺڻ تي حيران آهين؟ هن چيو، "هائو" پاڻ رحه فرمايائون "هي نيڪ ماڻهو آهن جڏهن ان ماني ڏني تڏهن منجهس نفساني خواهش پيدا ٿي، انهي لاءِ جڏهن

اسان ان کي سندس نفساني خواهش جي مطابق مانيون ڏنيون تڏهن هن انهن کي واپس ڪيو. ان ڪان پوءِ جڏهن هو مايوس ٿي ويو ۽ اسان مايوسي ڪان پوءِ ٻيو ڀيرو مانيون موڪليون تڏهن ڪين قبول ڪيائين.

## صحيح علم

هي سچ وارن جو حال آهي جيڪڏهن اهي سوال ڪندا آهن ته صحيح علم ڪان پوءِ سوال ڪندا آهن ۽ جيڪڏهن سوال ڪان بچندا آهن ته انهيءَ ۾ ٻه روحاني جذبو پوشيده هوندو آهي. جيڪڏهن اهي ڪنهن شيءِ کي قبول ڪندا آهن ته علم ڪان پوءِ قبول ڪندا آهن. بهرحال جن کي فتوح جو مرتبو عطا نه ٿيو آهي اهي صحيح علم جي شرط جي مطابق سوال ۽ ڪسب حلال ڪري سگهن ٿا پر جيڪي ضرورت ڪان وڌيڪ گڏ ٿا ڪن انهن جو صوفين سان ڪوبه تعلق ڪونهي. حضرت عمر رضہ هڪڙي سائل کي گهرندو ڏٺو پاڻ پنهنجي ساٿي کي چيائين، "چا مون توکي نه چيو هو ته سائل کي کاڌو کاراءِ" هن غور سان ڏٺو ته ان جي بغل جي هيٺيان ان جي جهولي مانين سان ڀريل نظر آئي. جضرت عمر رضہ هن ڪان پڇيو چا تنهنجو اهل و عيال آهي؟" هن چيو نه، انهي تي حضرت عمر رضہ فرمايو تون سائل نه پر واپاري آهين اهو چئي ان جي جهولي خيرات وٺڻ وارن جي سامهون وکيريائون ۽ ان کي درا هنيائون.

حضرت علي بن ابي طالب فرمايو آهي، الله تعاليٰ ان مخلوق جي لاءِ فقر ۾ ثواب ٻه رکيو آهي ۽ سزا ٻه رکي آهي. هڪ درويش کي ثواب ان وقت ملندو جڏهن ته ان جا اخلاق چڱا هوندا ۽ پنهنجي رب جي اطاعت ڪري ۽ پنهنجي حالت جي شڪايت نه ڪري بلڪ پنهنجي فقر تي خدا جو شڪر ادا ڪري.

درويش کي انهي وقت سزا ملندي جڏهن ته ان جا اخلاق خراب هوندا، پنهنجي رب جي نافرماني ڪري ۽ پنهنجي حالت جي تمام گهٽي شڪايت ڪري ۽ قضا و قدر تي ناراض ٿئي. انهي لاءِ صوفين جو طريقو هي آهي ته ڪٿي سوال هجي يا فتوح حاصل هجي هرهڪ موقعي تي حسن ادب جو لحاظ رکيو وڃي ۽ هر بدلجندڙ حالت ۾ خدا سان سچائي جو ثبوت ڏنو وڃي.

باب ايڪيهون

# پرڻجڻ ۽ ڇڙو رهڻ

صوفي درويش ڪٿي ڪنوارو (ڇڙو) هجي يا شادي شده هر حالت ۾ هو خدا جو طالب رهندو آهي. هو ٿوري وقت تائين ڪنوارو رهندو آهي ۽ ان وقت خاص مقصد سندس اڳيان هوندا آهن. اهڙي طرح هن جي ازدواجي زندگيءَ جو به خاص وقت ۽ خاص مقصد هوندو آهي. هڪ حقيقت پسند صوفي ڪنوارو رهڻ ۽ شادي ڪرڻ جي مناسب وقت کي خوب سمجهندو آهي، ڇوته ان جي سرڪش طبيعت جلدي شادي ڪرڻ جي تقاضا ڪانه ڪندي آهي، بلڪ هو شادي ڪرڻ جي لاءِ قدم ان وقت کڻندو آهي، جڏهن ان جي نفس ۾ صلاحيت پيدا ٿي وڃي ۽ هو نرم ٿي ان جو مطيع ۽ فرمانبردار ٿي وڃي ۽ هن کي جيڪي چيو وڃي تنهن کي قبول ڪري. نفس هڪ ڇوڪري جي مثل آهي جيڪو خوشنما ڪمن کي شوق سان ڪندو آهي ۽ ڏکين ڳالهين کان بچندو آهي. تنهنڪري جڏهن نفس محڪوم ۽ فرمانبردار ٿي وڃي ته اهو خدا جي حڪم ڏانهن رجوع ڪندو آهي ۽ قلب سان جنگ ڪرڻ بند ڪندو آهي. جڏهن انصاف سان ٻنهي ۾ صلح ڪرايو ويندو آهي ته ٻنهي جي معاملن کي به انصاف جي نظر سان ڏٺو ويندو آهي.

صوفي سڳورا هڪ مقرر وقت تائين ڪنوارپ واري زندگي برداشت ڪندا آهن، جنهن کان پوءِ انهن جي لاءِ زندگي جي ساٿي جي چونڊ ڪئي ويندي آهي. ان وقت خدا انهن جي لاءِ اهڙا ظاهري اسباب ۽ مددگار مهيا ڪندو آهي جن جي ڪري هو زندگي جي ساٿياڻي مان لطف اندوز ٿيندا آهن ۽ انهن جي لاءِ رزق به مهيا ٿي ويندو آهي. پر جڏهن مريد جلد بازي کان ڪم وٺي ۽ طبيعت هن کي اهڙي طرح ڀڙڪائي جو هن ۾ جهالت شامل ٿي وڃي ۽ شهوت جو دونهون اُٿي علم جي شعاعن کي وسائي ته هو مٿاهين

مقام کان جنهن تي هن جي روحانيت قائم آهي اتان ڪري پوندو. ان صورت ۾ هو صداقت ۽ عقيدت جا شرط ته ادا ڪري نه سگهندو پر هو رخصت ۽ سهولت جي هيٺاهين ڪڏ ۾ ڪري پوندو. جيڪا خدا تعاليٰ عام مخلوق جي لاءِ ازراهِ لطف و عنايت مقرر ڪئي آهي. اِها حالت درويش جي روحاني زندگي جي لاءِ زبردست نقصان ۽ خساري واري آهي. هن قسم جي جلد بازي ڪم وارن مردن جي لاءِ پستي جو باعث هوندي آهي.

شيخ سهل بن عبدالله التستري رحہ جو قول آهي، "جڏهن مريد هن حالت ۾ هجي جو ڪيس ترقي ۽ زيادتي جي اميد هجي ۽ انهي حالت ۾ هو آزمائش جي دؤر ۾ داخل ٿي وڃي ۽ انهي آزمائش ۾ پست حالي جي طرف واپس وڃي ته ان جي لاءِ زبردست نقصان ۽ وڏو حادثو آهي.

هڪڙي درويش کي چيو ويو ته "تون شادي ڇو نٿو ڪرين؟ جواب ڏنائين: "عورت صرف مردن جي قابل هوندي آهي ليڪن آئون اڃا تائين مردن جي مقام تائين نه پهتو آهيان. ان ڪري ڪيئن شادي ڪري سگهان ٿو."

ان جو مطلب هي آهي ته سچن دوستن جي بالغ ٿيڻ جو خاص وقت هوندو آهي ۽ انهي وقت اهي نڪاح ڪندا آهن. بهرحال ڪنواري رهڻ ۽ نڪاح ڪرڻ جي فضيلت جي باري ۾ مختلف حديثون آهن ۽ مختلف حالتن جي مطابق نبي ڪريم ﷺ جن جو ڪلام گهڻن قسمن تي آهي. ان جو سبب هي آهي ته ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جن جي لاءِ ڪنوارو رهڻ بهتر آهي ۽ ڪي ماڻهو ازدواجي زندگي ۾ ئي فضيلت حاصل ڪري سگهن ٿا. اهو اختلاف صرف انهن ماڻهن جي لاءِ آهي جن پنهنجي انتهائي تقويٰ ۽ نفس کي قابو ڪري شهوت جي باهه کي ٿڌو ڪيو هجي، نه ته اهو مرد جنهن کي فتني جو ڊپ هجي ۽ انهي تي حد درجي جي شهوت غالب هجي ته پوءِ هن جي لاءِ نڪاح ڪرڻ تمام ضروري آهي. البته جنهن تي شهوت غالب نه هجي ته انهيءَ جي باري ۾ بزرگن سڳورن جو اختلاف آهي.

جڏهن صوفي جي شادي ٿي وڃي تڏهن هن جي روحاني پائرن تي لازم آهي ته جيڪڏهن هن جو حال ڪمزور ٿيڻ ڪري هو ڪامل مردن جي مرتبي کان قاصر رهي ته اُهي ايثار سان سندس مدد ڪن ۽ ان جي گهٽي طلب تي چشم پوشي ڪن. جيئن ته مون اُن شخص جي صبر جو حال بيان ڪيو آهي

جنهن صبر اختيار ڪري ان وقت ڪاميابي حاصل ڪئي جڏهن ان جو مقرر وقت آيو.

حضرت عوف بن مالڪ رضہ چوي ٿو تہ "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن وٽ جڏهن مال غنيمت ايندو هو، تہ انهي ڏينهن ـن مال کي ورهائي ڇڏيندا هئا. شادي واري کي ٻہ حصا ۽ ڪنواري کي هڪ حصو ڏيندا هئا". هڪڙي دفعي مون کي عمار بن ياسر رضہ کان اڳ ۾ سڏيو ويو ۽ پاڻ ﷺ مون کي ٻہ حصا ڏنائون ۽ هن کي هڪ حصو ڏنائون تڏهن عمار بن ياسر رضہ ايتري قدر ناراض ٿيو جو حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ۽ حاضر ماڻهن ان جي منهن مان ڪاوڙ سمجهي ورتي. ان وقت پاڻ سردارن ﷺ وٽ هڪ سون جي زنجير باقي رهجي ويئي هئي جنهن کي پاڻ ﷺ عصا مبارڪ جي ڇيهہ سان ڪنيائون ٿي پر اُها ڪري پيئي ٿي. تڏهن پاڻ ﷺ فرمايائون تہ جڏهن اوهان وٽ هي سون وڌي ويندو تہ اوهان جو ڇا حال هوندو؟" اِن سوال جو ڪنهن ٻہ جواب ڪونہ ڏنو. حضرت عمار رضہ چيو: يارسول اللہ ﷺ! اسين چاهيون ٿا تہ اسان کي ان کان ٻہ وڌيڪ مال حاصل ٿئي".

## ازدواجي زندگي جا نقصان

ڪنوارو رهڻ درويش جي لاءِ مفيد هوندو آهي ۽ جنهن جي ڪري هن جي خيالن ۾ يڪسوئي ۽ هڪجهڙائي آهي ۽ سندس زندگي خوشگوار رهندي آهي. جيئن تہ ابتدائي زماني ۾ درويش جي لاءِ اهو ئي مناسب آهي تہ سيني لاڳاپن کي ڇڏي ڏي هر قسم جي رڪاوٽن کي پري هٽائي سفر اختيار ڪري ۽ خطرن کي برداشت ڪري. ان جي برخلاف ازدواجي زندگي مان روحاني عزم ۽ ارادي جي بجاءِ پستي ايندي آهي ۽ بي فڪري جي زندگي جي بجاءِ پريشاني گهيريندي آهي، بلڪ انسان اهل و عيال ۾ قيد ٿي رهجي ويندو آهي. غلط رستن ۽ شڪ وارين جاين جي اردگرد چڪر لڳائيندو آهي ۽ دنيا کي ڇڏڻ جي باوجود ٻہ دنيا ڏانهن مائل هوندو آهي ۽ پنهنجي مزاج ۽ عادت جي مطابق نفساني خواهشن ڏانهن راغب ٿيندو آهي.

شيخ ابوسليمان الداراني رحہ فرمايو آهي تہ "جنهن ٽن شين کي طلب ڪيو اهو دنيا ڏانهن مائل ٿي ويو (١) روزي جي ڳولا (٢) عورت سان

نڪاح ڪرڻ (٣) حديثون لکڻ" وڏيڪ چيائين تہ "مون پنهنجن ساٿين مان ڪنهن کي نہ ڏٺو تہ اُهو شادي ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي بلند مرتبي تي قائم رهيو هجي.

حضرت اسامہ بن زيد رضہ جي روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ فرمايو تہ "مون کان پوءِ مردن جي لاءِ عورت کان وڌيڪ نقصانڪار ڪوبہ فتنو نہ هوندو".

## خطرناڪ فتنو

حضرت معاذ بن جبل رضہ جو قول آهي تہ "اسان سختي ۽ تنگدستي ۾ مبتلا ٿياسون تڏهن اسان صبر ڪيو پر جڏهن اسان کي خوشحالي ۾ آزمايو ويو تڏهن اسان صبر نہ ڪري سگهياسون. مونکي جن فتنن جو ڊپ آهي انهن ۾ سيني کان وڌيڪ خطرناڪ فتنو عورتن جو آهي. ڇاڪاڻ تہ جڏهن اُهي سون جا ڪنگڻ ۽ شام ولايت جون ريشمي چادرون ۽ يمن جي ڳاڙهي سنجاب جو لباس پائي دولتمندن کي عاجز ڪنديون ۽ فقيرن کي اها شيءِ مهيا ڪرڻ تي مجبور ڪنديون جيڪا هو حاصل نٿا ڪري سگهن.

ڪنهن حڪيم جو قول آهي تہ "ڪنواري رهڻ جو علاج عورت سان نڪاح ڪرڻ جي علاج کان بهتر آهي". شيخ سهل بن عبدالله رحہ کان عورتن جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن پاڻ فرمايائون تہ "عورتن جي نہ هجڻ تي صبر ڪرڻ سندن ڳالهين تي صبر ڪرڻ کان بهتر آهي ۽ انهن جي معاملن تي صبر ڪرڻ باهہ جي عذاب کان بهتر آهي".

ارشاد خداوندي آهي:

انسان کي ڪمزور پيدا ڪيو ويو آهي. (سيپارو ٥)

ان جي تفسير ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ: "انسان انهي سبب جي ڪري ڪمزور آهي تہ هو عورتن کان سواءِ نٿو رهي سگهي". اهڙي طرح هي آيت آهي تہ:

"اي پالڻهار! اسان تي اسان جي طاقت کان وڌيڪ بوجهہ نہ رک". (آخري آيت سورة بقره)

هن ۾ طاقت کان وڌيڪ بوجهہ رکڻ مان مراد شهوت جو غلبو آهي.

## چڙو رهڻ

جيڪڏهن ڪو درويش پنهنجي نفس جو مقابلو ڪري سگهي ۽ انهي ڪي ايتري ئدر وڏيڪ علم هجي جو اُهو خوش اسلوبي سان نفس جو علاج ڪري سگهي ۽ عورتن ڪان سواءِ رهي سگهي ته سمجهو ته انهيءَ تمام وڏي فضيلت حاصل ڪري ورتي ۽ هن عقل جو صحيح استعمال ڪيو. بلڪ هن ڪي آسان رستو ملي ويو جيئن حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو:

"ٻن سؤ (٢٠٠) سالن ڪانپوءِ اوهان ۾ بهترين انسان اُهو هوندو. جيڪو سبڪدوش هجي". اصحابين سڳورن پڇيو: "سبڪدوش ڪهڙو آهي؟" پاڻ ﷺ فرمايائون "هي اُهو آهي جيڪو اهل و عيال وارو نه هجي".

جڏهن هڪڙي درويش ڪي چيو ويو ته "توهان نڪاح ڪريو" تڏهن هن فرمايو "مون ڪي نڪاح ڪان وڌيڪ نفس مارڻ (نفس ڪُشي) جي ضرورت آهي".

شيخ بشر بن حارث رحه ڪي چيو ويو ته "ماڻهو توهان تي اعتراض ڪن ٿا". چيائين: "اهي ڇاٿا چون" تڏهن ماڻهن چيو: "اُهي چون ٿا ته اوهان نڪاح جي سنت ڪي ڇڏي ڏنو آهي". تڏهن حضرت بشر بن حارث چيو ته "انهن ڪي چئو ته آئون اجا تائين فرض ادا ڪرڻ ۾ مشغول آهيان پوءِ ڪيئن آءٌ سنت جي طرف اچان".

پاڻ رحه چوندو هو ته "آئون جيڪڏهن هڪڙي ڪڪڙ به پاليان ته مون ڪي ڊپ ٿو ٿئي ته آئون هڪ اهڙو جلاد آهيان جيڪو پُل تي بيٺل هجي". حقيقت هي آهي ته صوفي نفس ۽ ان جي مطالبن ۾ مبتلا هوندو آهي ۽ هن ڪي نفس ڪشي جو ڪم سرانجام ڏيٺو پوندو آهي. ان لاءِ جيڪڏهن نفس جي مطالبن سان گڏوگڏ پنهنجي زال جي مطالبن جو به واڌارو ڪري وٺي ته انهي جي جدوجهد ڪمزور ٿي پوندي ۽ هن جي عزم ۽ ارادي ۾ ڏڦيڙ اچي ويندو. ڇوته نفس جو حال هي آهي ته جيڪڏهن اُن ڪي طمع ۾ وڌو وجي ته انهي جو عادي بنجي ويندو ۽ جيڪڏهن قناعت جي رستي تي هلايو وجي ته اُهو قانع بنجي پوندو.

# روزن جا فائدا

نوجوان طالب نڪاح جي خواهش کي گهٽ ڪرڻ جي لاءِ هميشہ روزا رکندو آهي ڇوتہ روزا نفس کي مات ڏيڻ ۽ سندس سَتُن کي ختم ڪرڻ جي لاءِ ڏاڍا ڪارائتا آهن. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن نوجوانن جي هڪڙي جماعت وٽان لنگهيا، جيڪي پٿر کڻي رهيا هئا. پاڻ ﷺ فرمايائون "اي نوجوانو اوهان مان جيڪو نڪاح ڪري سگهي ٿو، تہ اهو نڪاح ڪري وٺي ۽ جيڪو نڪاح نہ ڪري سگهي اُهو روزا رکي، ڇوتہ روزا شهوت کي ختم ڪن ٿا." حديث ۾ وجاءَ جو لفظ آيو آهي جنهن جو مطلب خصي ڪرڻ آهي، عربن جو اصول هو تہ اُهي ٻڪر کي خصي ڪندا هئا، جيئن تہ انهن جي نر واري (نرينہ) طاقت ختم ٿي وڃي ۽ اُهو ٿلهو ٿئي. جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ٻہ خصي ڪيل ٿلها ڏُنبا قرباني ڪيا."

ڇيو وڃي ٿو تہ جيڪڏهن نفس کي ڪنهن ڪم ۾ مشغول رکيو وڃي تہ اهو اوهان کي مشغول رکندو. جيڪڏهن نوجوان هميشہ وڏيڪ ڪم ۾ لڳو رهي ۽ عبادت ۾ رهي ڪري نفس ڪشي ڪري تہ نہ صرف نفس جا خطرا گهٽجي ويندا. بلڪ عبادت جي ڪري معاملن ۾ بہ مثاس وارو ڦل برآمد ٿيندو ۽ گهٽڻ چڱن ڪمن جو شوق پيدا ٿيندو ۽ هن جي عملي زندگي ۾ سهولت جا دروازا کلي پوندا. اهڙي طرح هو زال جي فڪرن کان پنهنجي حالت کي گدلو (مُڪدر) ٿيڻ کان بچائي وٺندو.

ڪنوارو هجڻ واري حالت ۾ مريد جي لاءِ بهترين طريقو هي آهي تہ هو پنهنجي دل کي شهوت ۽ عورتن جي خيالن کان خالي رکي ۽ جڏهن بہ عورتن جي باري ۾ شهواني خيالات هن کي تنگ ڪن تڏهن هو خدا کان توبہ ڪري. الله پاڪ هن جي قوت ارادي کي مستحڪم ڪري ضبط نفس جي توفيق عطا فرمائيندو ۽ انهي جي سچي توبہ جي ڪري هن جي قلب جو نور نفس تي ظاهر ٿيندو. جنهن ڪان هن جي نفس کي سڪون ملندو ۽ هو پنهنجي مطالبي ڪان دستبردار ٿي ويندو. ان ڪان پوءِ هو نفس جي اڳيان نڪاح جي نتيجن ۽ ان جي ذلت ۽ خواري جو نقشو پيش ڪري تہ ڪهڙي

طرح هو ناجائز ڪمن تي مجبور ٿي پوندو آهي ۽ عورت جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ڪهڙين ڪهڙين شين کان ڪيس منهن موڙڻو پوندو آهي ۽ بيشمار تڪليفون برداشت ڪرڻيون پونديون آهن.

## عيالداري جا نقصان

حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان پڇيو ويو تہ "سخت مصيبت ڪهڙي آهي؟" چيائين: اهل و عيال جي گهڻائي ۽ مال جي ڪثرت". چيو وڃي ٿو تہ "ٻارن جي گهڻائي ٻيڻي مفلسي جو هڪڙو قسم آهي ۽ عيالداري جي گهٽتائي ٻيڻي دولتمندي جو هڪ قسم آهي".

حضرت ابراهيم بن ادهم رحہ فرمائي ٿو "جيڪو عورتن جي محبت جو عادي هجي، اُهو ڪاميابي (فلاح) نہ لهندو. انهي ۾ ڪوبہ شڪ ۽ شبهو ڪونهي تہ عورت آرام طلبي ۽ تن آساني جو باعث آهي ۽ گهڻو ذڪر ڪرڻ، رات جو جاڳڻ ۽ ڏينهن ۾ روزا رکڻ جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻجي ٿي. انهي جي ڪري طبيعت تي مفلسي جو خوف ۽ سرمايہ داري جي محبت چنبڙجي وڃي ٿي. مجرد (ڪنوارو) انسان انهن سڀني ڳالهين کان پري رهندو آهي. هيءَ روايت ذڪر ٿيل آهي تہ "ٻہ سوءِ سالن کان پوءِ منهنجي اُمت جي لاءِ مجرد رهڻ مباح (جائز) آهي."

## خدا ڏي موٽڻ

جيڪڏهن درويش جي دل ۾ نڪاح جا خيالات لڳاتار اچن ۽ اُهي هن جي باطني حالت ۾ رڪاوٽ پيدا ڪن، خاص ڪري نماز، ذڪر ۽ تلاوت ۾ وسوسا پيدا ڪن تہ سڀ کان پهرين اهو خدا کان مدد طلب ڪري، پنهنجن مشائخن ۽ روحاني ڀائرن جو تعاون طلب ڪري انهن کي پنهنجو سچو احوال بيان ڪري، انهي ڪانپوءِ انهن کان دعا جو طلبگار ٿئي. بلڪ حياتي وارن ۽ مماتي وارن جي بہ زيارت ڪري، مسجد ۽ مزارن (قبرن) ڏانهن وڃي ۽ هن معاملي کي اهم نازڪ سمجهي ۽ انهي کي معمولي ڳالهہ نہ سمجهي. ڇوتہ هي هڪ وڏي فتني ۽ زبردست خطري جو دروازو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي: "حقيقت ۾ اوهان جي زالن ۽ اولاد

مان ڪي اوهان جا دشمن به آهن ۽ انهن کان پرهيز ڪريو".

اهڙي صورت ۾ اُهو خدا کان تمام گهڻو گڙگڙائي ڪثرت سان دعا گهري ۽ اڪيلائي ۾ تمام گهڻا لڙڪ هاري ۽ باربار استخارو ڪري. ان ڪانپوءِ جيڪڏهن ڪيس طاقت ۽ صبر عطا ٿئي ۽ خدا جي فضل ۽ عنايت سان بهتر صورت ظاهر ٿئي ته تمام سٺو آهي. تاهم الله تعاليٰ هڪ طالب صادق (سچي) کي خواب يا سجاڳي جي حالت ۾ يا ڪنهن بزرگ ۽ صاحب حال جي بيان سان اصل حقيقت جي پڌرائي (انڪشاف) ڪرائي ٿو. اهڙي صورت ۾ جيڪڏهن ڪنهن درويش نڪاح ڪيو ته اهو نڪاح سندس روحاني زندگي ۾ مددگار ۽ ساٿي ثابت ٿيندو.

مون (عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي رحه) ٻڌو آهي ته ڪنهن بزرگ حضرت عبدالقادر جيلاني رحه کان پڇيو: "اوهان شادي ڇو ڪئي"؟ فرمايائون: "مون ان وقت شادي ڪئي جڏهن رسول الله ﷺ جن فرمايو "تون شادي ڪري وٺ". انهي تي هن بزرگ چيو: "حضرت نبي ڪريم ﷺ جن ته آسان ڪمن جو حڪم ڏيندا هئا. پر مشائخ سڳورا عزم ۽ همت جي ڪمن کي ضروري قرار ڏين ٿا". مون کي معلوم نه ٿي سگهيو ته حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني رحه ان جو ڪهڙو جواب ڏنو پوءِ به آئون پنهنجي پاران چوان ٿو ته بيشڪ حضرت رسول الله ﷺ جن سهولت ۽ اجازت ڏني آهي ۽ شريعت ۾ انهي جو حڪم به فرمايو آهي. پر جيڪو الله تعاليٰ ڏانهن متوجه ٿئي ۽ ان جو نيازمند بنجي ۽ استخارو ڪندو رهي ته خدا خواب ۾ ڪشف جي ذريعي هن کي خبردار ڪندو آهي ته ان وقت اهو سندس حڪم اجازت تي نه هوندو آهي پر اهو حڪم اهڙو هوندو جو جنهن کي صرف ارباب همت ئي بجا آڻي سگهن ٿا ڇوته اهو ظاهري حڪم نه آهي پر ان حڪم جو تعلق باطني حالت سان آهي.

منهنجي انهن خيالن جي تائيد حضرت شيخ عبدالقادر رحه جي هن قول مان ٿئي ٿي ته پاڻ هڪڙي ڀيري فرمايائون ته. "آئون گهڻي وقت کان شادي جو خواهشمند هئس پر وقت جي خراب هئڻ جي ڪري شادي ڪرڻ جي جرئت نه ٿي سگهي. تنهنڪري آئون صبر ڪندو رهيس ايستائين جو ان جو مقرر وقت آيو. تڏهن خدا مون کي چار گهرواريون عطا ڪيون. جن مان

هرهڪ منهنجي مرضي ۽ منشا جي مطابق نڪتي ۽ اهو سچو ئي صبر جميل جو نتيجو آهي".

جڏهن درويش صبر ڪري ۽ الله کان ڪشادگي جو طالب ٿئي ته هن کي ڪشادگي ۽ نجات حاصل ٿيندي. جيڪو به خدا کان ڊڄندو، ته اُهو هن جي لاءِ نڪرڻ جو رستو ڪيندو ۽ اهڙي جڳهه کان روزي مهيا ڪندو جنهن جو ڪيس وهم ۽ گمان به نه هوندو.

## نڪاح ڪرڻ جي اجازت

جيڪڏهن ڪنهن درويش تمام گهڻي ڪوشش ڪئي ۽ روئي ٻاڏائي دعا گهرڻ کانپوءِ نڪاح ڪيائين ۽ خدا جي طرفان اُن کي اجازت ملي ويئي ته ان جي مراد پوري ٿي ويئي ۽ جيڪڏهن اجازت اچڻ تائين هن جو پيمانو لبريز ٿي ويو ۽ انهي دعائن گهرڻ تي پوري ڪوشش صرف ڪيائين ته ٿي سگهي ٿو ان جي نيڪ نيتي ۽ سچي مقصد ۽ توڪل جي ڪري خدائي مدد اُن سان شامل ٿئي. جيئن ته حضرت عبدالله بن عباس رضه کان منقول آهي پاڻ فرمايائين: "نوجوانن جي زهد ۽ عبادت جي ان وقت تڪميل ٿئي ٿي جڏهن هو شادي ڪري".

خراسان جي هڪڙي مشهور روحاني شيخ جي باري ۾ مذڪور آهي ته هو تمام گهڻيون شاديون ڪندو هو، ايستائين جو هميشه سندس به يا ٽي زالون هونديون هيون. جڏهن ان تي ڪيس برو ڀلو چيو ويو تڏهن جواب ڏنائين: "ڇا اوهان مان ڪو به چئي سگهي ٿو ته اوهان مان ڪو خدا جي سامهون ويٺو هجي يا روحاني مراقبي ۾ مشغول هجي ته سندس دل ۾ ڪڏهن شهوت جو وسوسو پيدا نه ٿيو هجي؟ انهن چيو ڪڏهن ڪڏهن اسان جي دل ۾ اهڙو خيال اچي ٿو. ڪين چيائين: "جيڪڏهن آئون اوهان جهڙي حالت تي مطمئن ٿيان ها ته ڪڏهن به نڪاح نه ڪريان ها. پر منهنجي حالت هيءَ آهي جو جڏهن به منهنجي دل ۾ ڪو به شهوت جو وسوسو پيدا ٿيو ۽ جنهن منهنجي روحاني حالت ۾ رڪاوٽ پيدا ڪئي تڏهن مون هن کي پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان کان پوءِ وري آئون پنهنجي روحاني شغل ۾ مصروف ٿي ويس". اهو بزرگ فرمائي ٿو ته "چاليهه سالن کان

منهنجي دل ۾ ڪنهن بہ گناهہ جو وسوسو بہ پيدا نہ ٿيو".

## نڪاح جي روحاني حڪمت

حقاني بزرگ قدس ۽ بصيرت ڪان پوءِ نڪاح ڪندا آهن. جيئن تہ اُهي نفساني خواهش کي ختم ڪن. ان ڪان علاوه زبردست اهل باطن ۽ اهل علم حضرات انهن حالتن جي بناءَ تي بہ نڪاح ڪندا آهن جيڪي صرف انهن سان ئي مخصوص آهن. ان جي صورت هيءَ آهي تہ ڊگهي عرصي تائين مجاهدي، مراقبي ۽ محنت (رياضت) ڪرڻ ڪان پوءِ انهن جا نفس مطمئن ٿي ويندا آهن ۽ قلب متوجہ ٿيندا آهن. ڇوتہ قلب ڪڏهن متوجہ ٿيندا آهن ۽ ڪڏهن بي رخي ڪندا آهن. ڪي صوفي چون ٿا تہ جڏهن متوجہ ٿين ٿا، تڏهن انهن کي "ميثاق" ڏانهن موٽايو ويندو آهي. انهي ڪانپوءِ قلب ٿوري عرصي ڪان علاوه هميشہ متوجہ رهندا آهن ۽ سندن اها دائمي توجہ ان لاءِ رهندي آهي، جو نفس مطمئن هئڻ ڪري قلب سان جهيڙو نہ ڪندو آهي ۽ هن جي ڪمن ۾ مداخلت ڪرڻ بہ ڇڏي ڏيندو آهي، تنهنڪري جيڪڏهن نفس مطمئن ٿي وڃي ۽ ان جي ڪاوڙ، نفرت ۽ سرڪشي ويندي رهي تہ ان جا ڪيترائي حق قلب تي عائد ٿين ٿا ۽ تنهنڪري حقن جا ڪيترائي حصا گڏ ٿي ويندا آهن. انهيءَ لاءِ ان جو حق ادا ڪرڻ سان هو قانع ٿي پوندو آهي ۽ ڪيس ڪشادگي ۽ وسعت عطا ٿيندي آهي.

اهو صوفين سڳورن جو دقيق علم آهي ڇوتہ انهن کي مباح نڪاح جي ڪري سندن نفس کي ان جا حق ادا ڪرڻ جي گنجائش ملندي آهي. ان ڪان پهرين هو پنهنجي خواهشن جي مخالفت ڪندو رهيو آهي. ايستائين جو هن جي بيماري هاڻي خود دوا بنجي ويئي آهي ۽ جائز خواهش ۽ لذتون هن جي لاءِ نہ مضر آهن ۽ نہ هن جي پڪن ارادن ۽ مقصدن جي واٽ ۾ رڪاوٽ، بلڪ هاڻي هيءَ حالت ٿي ويئي آهي تہ پاڪيزه طبيعتون جڏهن خط نفسياني ڪان لطف اندوز ٿين ٿيون، تڏهن سندن دل وسيع ۽ ڪشادي ٿي پوندي آهي ۽ قلب ۽ نفس ۾ اهڙي طرح موافقت ٿي ويندي آهي جو هر هڪ ٻئي جو همدرد ٿي ويندو آهي ۽ سندس تعاون جو جذبو قوي ٿي ويندو آهي. جڏهن قلب خدا جي لطف ۽ عنايت سان بهره ور ٿئي ٿو، تڏهن اهو

نفس کي بہ سکون ۽ اطمينان جي پوشاڪ پارائيندو آهي ۽ هن کي بہ وڏيڪ نفس جي سکون ۽ اطمينان کان تسڪين حاصل ٿيندي آهي ۽ هي شعر پڙهندو آهي:

آسمان پوشاک جب بدلے تو پھر بدلے زمین
خوب پوشاکیں جو خود اربھاری نی سنیں

اهڙي طرح جڏهن نفس محفوظ هوندو آهي، تڏهن قلب کي اهڙي خوشي ٿيندي آهي، جهڙي طرح هڪڙي شفيق پاڙيسري کي پنهنجي ٻي پاڙيسري جي آرام کان خوشي ٿيندي آهي.

مون کنهن درويش جو هيءُ قول ٻڌو آهي تہ "نفس قلب کي چوندو آهي تون ڪاڏي ۾ منهنجو ساٿ ڏي تہ آئون نماز ۾ تنهنجو شريڪ بنجان". پر اهڙا روحاني تصورات اُٽليي آهن. عالم رباني کان سواءِ ٻيو ڪوبہ انهن جي صلاحيت نٿو رکي، تنهن هوندي بہ ڪيترائي حقيقت جا مدعي انهي قسم جي دعويٰ ڪري تباهہ ۽ برباد ٿي وڃن ٿا.

## نڪاح جا فائدا

بهرحال خدا جي ڪامل بزرگن جي روحانيت نڪاح جي ڪري ترقي پذير ٿئي ٿي ۽ انهن کي ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿو ٿئي ڇوتہ اُهيَ علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مختلف شين جا فائدا اخذ ڪندا آهن. پر انهن جي برائي متن اثرانداز نٿي ٿئي. حضرت جنيد بغدادي رحہ فرمائيندو هو: "مون کي زال جي ايتري ضرورت آهي جيتري ڪاڏي جي ضرورت آهي". ڪنهن عالم رباني ڪنهن کي صوفين جي برائي ڪندي ٻڌو، تڏهن هن کان پڇيائين "تنهنجي نزديڪ انهن ۾ ڪهڙي برائي آهي"؟ هن چيو "هي ماڻهو تمام گهڻو ڪائين ٿا". عالم سڳوري فرمايو: "جيڪڏهن اوهين بہ اهڙائي بکيا رهو، جيئن هو بکيا رهن ٿا، تہ اوهين بہ اوترو ئي ڪائيندؤ جيترو هو ڪائين ٿا". تڏهن ان چيو "اهي گهڻا نڪاح ڪن ٿا". ان ڪانپوءِ انهي عالم سڳوري وڏيڪ اعتراض واريا. تڏهن هو چوڻ لڳو. "اهي ڳائڻ ٻڌن ٿا" انهي جو جواب هي ڏنائين تہ "جيڪڏهن اوهان جي نظر بہ اهڙي هجي ها جهڙي انهن جي آهي تہ اوهين بہ انهن وانگر سماع مان لطف اندوز ٿيو ها".

حضرت سفيان بن عينيہ رحہ فرمائيندو هو. "گهڻيون عورتون رکڻ دنياداري ڪانهي ڇوتہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ سيني اصحابن رضہ ۾ وڏو زاهد انسان هو پر سندس چار گهرواريون ۽ سترهن ٻانهيون هيون". حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمائيندو هو. هن امت جو بهترين انسان اُهو آهي جنهن جون گهڻيون عورتون هجن".

## سنت نڪاح

نبين سڳورن جي قصن ۾ مذڪور آهي تہ هڪڙو عابد دنيا کي ڇڏي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو ايستائين جو پنهنجي زماني جي انسانن ڪان فوقيت کڻي ويو. اُنهيءَ زماني جي هڪڙي پيغمبر عليه السلام جي اڳيان جڏهن هن جو ذڪر آيو تڏهن فرمايائين: "اهو تمام ڀلارو انسان آهي پر هن هڪڙي مسنون شيءِ کي ڇڏي ڏنو آهي". جڏهن هن عابد کي انهي جي خبر پيئي تہ ڪيس تمام پريشاني ٿي. هن پنهنجي دل ۾ چيو "منهنجي عبادت بيڪار آهي. جيڪڏهن آئون تارڪ سنت آهيان". اهو فوراً نبي عليه السلام وٽ آيو ۽ ڪانئس اصل حقيقت دريافت ڪيائين. هن فرمايو: "تو سنت نڪاح کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي". ان چيو: "مون انهي جي ڪري ترڪ ڪونہ ڪيو آهي تہ ڪو آئون ان کي حرام سمجهان ٿو. بلڪ آئون ان سنت تي انهي لاءِ عمل نہ ڪري سگهيو آهيان جو آئون تمام غريب انسان آهيان. مون وٽ ڪابہ شيءِ نہ آهي بلڪ آئون خود ماڻهن جو محتاج آهيان. ڪڏهن ڪو هڪڙو ڪاڏو ڪارائيندو آهي ۽ ڪڏهن ٻيو ڪاڏو ڪارائيندو آهي. انهي لاءِ آئون نہ ٿو گهران تہ ڪنهن عورت سان نڪاح ڪري پوءِ ان کي سختي ۽ مصيبت ۾ وجهان". انهي زماني جي پيغمبر سڳوري فرمايو: "انهيءَ راهہ ۾ ڇا اِهوئي امر مانع آهي؟" هن چيو: "هائو". جنهن تي نبي سڳوري ان سان پنهنجي نياڻيءَ جو نڪاح ڪري ڇڏيو".

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ فرمائيندو هو تہ "جيڪڏهن منهنجي زندگي جا ڏهہ ڏينهن باقي رهجن تہ ان وقت بہ آئون نڪاح ڪرڻ پسند ڪندس ۽ خدا جي اڳيان ڪنوارپ جي حالت ۾ وڃڻ پسند نہ ڪندس.

قرآن ڪريم ۾ فقط انهن ئي پيغمبرن جو ذڪر آهي جيڪي شادي

شده هئا. ٻيو وجهه ٿو تہ حضرت يحيٰ بن ذڪريا عليہ السلام صرف سنت انبياءِ جي پيروي جي لاءِ نڪاح ڪيو. هي بہ بيان ڪيو وڃي ٿو تہ جڏهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام زمين تي لهندا تہ اُهي نڪاح ڪندا ۽ سندس اولاد ٿيندي ۽ هي بہ چيو ويو آهي تہ شادي شده انسان جي هڪڙي رڪعت مجرد انسان جي ستر رڪعتن کان بهتر آهي.

حضرت عائشہ رضي الله عنها کان سَنَدن سان مروي آهي تہ "نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "نڪاح منهنجي سنت آهي ۽ جنهن منهنجي سنت تي عمل نہ ڪيو اُهو منهنجي اُمت مان ڪونهي. اوهين نڪاح ڪريو ڇوتہ اوهان جي ڪري ٻين قومن جي مقابلي ۾ منهنجي قوم جو گهڻو تعداد ٿيندو. جيڪو صاحب حيثيت هجي اُهو شادي ڪري جنهن وٽ ڪجهہ نہ هجي تہ اهو روزا رکي ڇوتہ روزا شهوت کي پري هٽائين ٿا".

## نڪاح جو فتنو

شادي شده مڙس زال سان ايتري قدر وڌيڪ ميل ميلاپ اختيار نہ ڪري جنهن جي ڪري اُن جي ذڪر ۽ وردن جي وقتن ۾ خلل پوي ڇوتہ انهي شيءِ جي گهٽائي کان نفس ۽ ان جي لشڪر کي تقويت پهچي ٿي ۽ ان جي عالي همت ۾ ڦيرو اچي ٿو. سبب هي آهي تہ شادي شده پنهنجي زال جي ڪري ٻن فتنن ۾ ڦاسندو آهي هڪڙو فتنو عام آهي جيڪو سڀني جي لاءِ آهي يعني شادي کان پوءِ روزي جي ذريعن ملڻ جي تمام گهڻي ڊُڪ ڊوڙ ڪرڻي پوندي آهي. ٻيو فتنو اُهو آهي جيڪو خاص سندس روحاني شغلن جي واٽ ۾ حائل ٿيندو آهي.

حضرت امام حسن بصري رحہ فرمائيند هو. "جنهن پنهنجي زال جي ناجائز خواهشن ۽ فرمائشن جي پيروي ڪئي خدا تعاليٰ ان کي اونڌي منهن ڀر دوزخ ۾ ڪيرائيندو.

حديث شريف ۾ آيو آهي: "ماڻهن تي اهڙو زمانو بہ ايندو. جڏهن تہ مرد جي تباهي سندس زال، والدين ۽ اولاد جي هٿان ٿيندي. اُهي هن کي مسڪيني جي ڇڙ ڏياريندا ۽ هن تي ناقابل برداشت بوجهہ وجهندا جنهن ڪري هو انهن نڪاڻن ۾ داخل ٿيندو جتي سندس ديانتداري ختم ٿي

ويندي ۽ هو هلاڪ ٿي ويندو".

روايت آهي تہ هڪڙي جماعت حضرت يونس عليه السلام وٽ آئي. پاڻ عليه السلام انهن جي مهمان نوازي ڪئي پر جڏهن اهي گهر کان ٻاهر نڪرندا يا اندر ايندا هئا تہ سندن گهر واري انهن کي تمام گهڻي تڪليف ڏيندي هئي ۽ مٿن ظلم ۽ زيادتي ڪندي هئي. پاڻ عليه السلام انهي تي خاموش هئا. ماڻهن کي ان تي ڏاڍو عجب لڳو پر پڇندي ڊنا ٿي. پاڻ فرمايائون انهي ڳالهہ تي تعجب نہ ڪريو. ڇوتہ مون الله تعاليٰ کان دعا گهري هئي:

"اي پالڻهار! آخرت ۾ جيڪو عذاب مون کي ڏيڻ چاهين، اهو دنيا ۾ ئي مون تي نازل ڪر".

جنهن تي الله پاڪ فرمايو: "تنهنجي عذاب جو ذريعو فلاڻي شخص جي ڌيءَ آهي، ان سان تون شادي ڪري وٺ". جيئن تہ مون هن سان نڪاح ڪيو آهي ۽ جيڪي تڪليفون اوهان ڏٺيون انهن تي صابر آهيان".

جيڪڏهن ڪو دنياوي معاملن ۽ مهمانوازي ۾ گهٽائي کان ڪم وٺندو تہ زال جي راضپي حاصل ڪرڻ جي لاءِ اُهو روزي (ڳولڻ) جي فائدي ۾ اعتدال جي حد کان لنگهي ويندو ۽ اهو انهي جو عام فتنو آهي. انهي جي مخصوص حالتن جو فتنو هيءُ آهي تہ هو زال سان هم بستري ۽ ميلاپ ۾ افراط کان ڪم وٺندو جنهن ڪري نفس اعتدال جي قيد کان آزاد ٿي ڍڳهو رسو هئڻ جي ڪري بنده غرض ٿي ويندو ۽ قلب تي غفلت غالب ٿي ويندي ۽ هو پنهنجن ڪمن ۾ سستي ۽ دير ڪرڻ جو عادي بنجي ويندو. پوءِ ذڪر اذڪار ۽ وردن جي ڪمي جي ڪري روحاني وارداتون بہ گهٽجي وينديون. بلڪ اعمالن جي شرطن بجا آڻڻ ۾ غفلت ڪرڻ جي ڪري روحاني فضا (مڪدر) ميراڻ واري ٿي ويندي.

انهن ٻنهي فتنن کان گهٽ اهو فتنو آهي جيڪو صرف مقربين بارگاهہ الــهي سان تعلق رکي ٿو جو سندن نفسن جو پاڻ ۾ اهڙو تعلق پيدا ٿئي ٿو. جنهن تعلق جي ڪري انهن جو نفس طاقتور ۽ مستحڪم ٿي ويندو آهي. انهن جي افسرده طبيعت ترو تازه ۽ سندن ستل باهہ شعلہ زن ٿي ويندي آهي. هن صورت ۾ انهي فتني جو علاج هي آهي تہ شادي شده شخص جي هم نشيني جي موقعي تي بہ اڪيون باطني هجن جن جي ڪري هن جي نظر

پنهنجي موليٰ ڏانهن رهي ۽ پنهنجي ظاهري اکين کي بدستور پنهنجي خواهش جي رستي ۾ استعمال ڪندو رهي. حضرت بيبي رابعه بصري رح ان مفهوم ۾ ڪهڙا نه خوب شعر چيا آهن. (ترجمو)

توکي مون دل ۾ جڳهه ڏني
جسم ۾ چاهي جيڪو يار هجي
منهنجو جسم آهي يار جو غمخوار
اهو دل ۾ آهي جنهن سان دلي پيار آهي.

## حسن ۽ جمال جون رڪاوٽون

ان کان به وڏيڪ باريڪ فتنو جنهن جي خطري سان هڪڙو شادي شده شخص جو واسطو پوي ٿو هي آهي ته روح حسن ۽ جمال جي رعنائي تي ايتري قدر فريفته ٿي ويندو آهي ۽ اهو ذوق ۽ شوق، روح تي ايتري قدر اثرانداز ٿي ويندو آهي جو هو روح خاص جي محبت ۾ به مداخلت ڪندو آهي جنهن جو بارگاهه الاهي سان خاص تعلق آهي. اهڙي طرح ان جو باطني روح مرجهائجي (افسرده) ويندو آهي ۽ وڏيڪ فتوحات جو دروازو بند ٿي ويندو آهي. روح جي افسردگي ۽ جمود کي محسوس ڪرڻ تمام مشڪل آهي. ڇو جو اهو پوشيده پرهيز جي قابل آهي.

اهڙي طرح جو فتنو انهن ماڻهن ۾ به پيدا ٿي ويو آهي جيڪي مجازي عشق کان مشاهده حق جا قائل آهن. جڏهن حلال ذريعي جي ڪري عشق حقيقي ۾ مداخلت ٿئي ٿي ۽ انهي کان روح ناڪاره ٿي ڪري بارگاه الاهي جي محبت جا فرائض ادا ڪرڻ جي لائق نه رهي ته اوهان جي انهي باري ۾ ڪهڙي راءِ آهي. جيڪو غير شرعي ذريعي کان ان جي دعويٰ ڪري ۽ سڪون نفس جي ڏوکي ۾ اچي ويو هجي. اهڙو شخص هي خيال ڪري ٿو ته جيڪڏهن ان جي محبت نفساني قسم جي هجي ها ته نفس کي سڪون حاصل نه ٿئي ها. حقيقت هي آهي ته اهڙي موقعي تي نفس کي هميشه سڪون حاصل نه ٿيندو آهي بلڪ اهو روح جي سڪون کي سلب ڪري انهي تي خود قبضو ڄمائيندو آهي.

مون (عمر بن شهاب الدين) "مشاهدي" جي فريب ۾ مبتلا هئڻ وارن جي

باري ۾ تمام گهڻي تحقيقات ڪئي تڏهن معلوم ٿيو ته اهو فسق و فجور جي صورت جو اثر آهي ۽ اها شهوت جي شراب جي ڦيڻ آهي. جيڪڏهن انهي شراب (شهوت جي مزي) جو اثر دور ٿي وڃي ها ته اها ڦيڻ به باقي نه رهي ها. تنهنڪري ان ڳالهه کان پرهيز ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪو به هن شيءِ ۾ صحيح روحانيت جي دعوي ڪري اُهو ڪوڙو مدعي آهي. هن مفهوم ۾ طبيبن چيو آهي: "جماع عشق جي خواهش کي سڪون بخشيندو آهي، ڪٿي اهو محبوب کان علاوه ڪنهن ٻئي سان هجي". تنهنڪري هي سمجهڻ گهرجي ته هن دعوي جو بنياد شهوت تي آهي ۽ جيڪو روحانيت جي دعوي ڪري سو ڪوڙو آهي.

اهو شادي شده جي فتنن ۽ انهن جي مشڪلاتن جو بيان آهي، ڪنواري جو فتنو هي آهي ته هر وقت ان جي دل و دماغ ۾ عورتن جا خيالات ايندا رهن ٿا، پر جنهن جو باطن پاڪ ۽ صاف هوندو سو شهوتي خيالن کان پنهنجي باطن کي آلوده نه ڪندو آهي ۽ جيڪڏهن ڪو ڪڏهن وسوسو پيدا ٿي پئي ته اهو توبه ڪرڻ ۽ مرشدن (مشائخن) جي فيض توجه جي ڪري انهي کي ميٽائي ڇڏيندو آهي. جڏهن انهي جي قوت فڪر اهڙي وسوسي کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي تڏهن اهو قلب مان نڪري سيني ڏانهن هليو ويندو آهي. ان وقت هن جي حساس عضون کي ان جو انديشو رهندو آهي ۽ اهو پوشيده عمل بنجي ويندو آهي. پر اهڙو معمولي خطرو به هن مخلص ۽ حق پرست انسان جي لاءِ برو آهي جيڪو هر وقت بيدار ٿي بارگاه خداوندي جي حضور ۾ پهچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هجي. بهرحال ان جي روحاني حال کي اها شيءِ خراب ڪري ڇڏيندي آهي. چوته هيئن چيو ويو آهي ته فحش خيالن جو ڪامل ۽ عارفن جي قلبن ۾ اچڻ اهڙو ئي آهي جيئن ته عام آدمي ان جو ارتڪاب ڪن.

باب ٻاويهون

# سماع جي فضيلت

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

(اي محبوب ﷺ) منهنجن انهن ٻانهن کي خوشخبري ڏي جيڪي ڳالهه ڪي سُڻي انهي جي بهترين ڪلام جي پيروي ڪن ٿا، هي اُهي ماڻهو آهن جن کي الله هدايت ڏني آهي ۽ اهي ئي ماڻهو عقل وارا آهن. (٣٩: ١٦: ١٧)

هن آيت ۾ بهترين ڪلام مان اهو ڪلام مراد آهي جيڪو سڀ کان وڌيڪ رشد هدايت پهچائڻ وارو هجي. الله تعاليٰ جل شانه جو وڌيڪ ارشاد آهي:

جڏهن اُهي ڪلام ٻڌن ٿا، جيڪو رسول الله ﷺ تي نازل ڪيو ويو هجي ته اوهين انهن جي اکين کي اشڪبار ڏسندؤ، ڇوته انهن کي حق ڳالهه معلوم ٿي آهي. (پاره ٧: ١)

اهو سماع حق جو سماع آهي. جنهن جي باري ۾ ايمانَ وارن جو ڪوبه اختلاف ڪونهي. بلڪ هيءُ فيصلو ڪيو ويو آهي ته حق ڳالهه ٻڌڻ وارو صاحبِ هدايت ۽ هوشمند هوندو آهي. هي اُهو راڳ (سماع) آهي جنهن جي حرارت يقين جي ٿڌاڻ (برودت) سان لڳي ڪري اکين مان اشڪباري جو باعث بنجندي آهي. ڪڏهن اهي غم جا لُڙڪ هوندا آهن ڇوته رنج ۽ ملال ۾ حرارت هوندي آهي ۽ ڪڏهن اهي شوق ۽ ذوق يا ندامت جا لڙڪ هوندا آهن ڇوجو اهي ٻئي شيون به گرم هونديون آهن ان ڪريَ جڏهن پاڻ ۾ ٽڪراءُ ٿيندو آهي تڏهن پاڻي وهڻ لڳندو آهي. بهرحال ڪڏهن سماع جو اثر هلڪو هوندو آهي ته ڪڏهن ان جي اثر کان وار ڪڙا ٿي ويندا آهن.

## سماع جو اثر

ڪڏهن سماع جو اثر زبردست هوندو آهي ۽ اُنهي جا اثرات دماغ تائين پهچندا آهن. جيئن عقل سان ڪا ڳالهه ٻڌائي وڃي ته ان صورت ۾ نئين واقعي جو اثر تمام گهڻو ٿيندو آهي جنهن جي نتيجي ۾ اکين مان لڙڪ وهڻ لڳندا آهن. ڪڏهن انهي جو اثر روح تائين پهچندو آهي. ان وقت روح ۾ اهڙي هلچل برپا ٿيندي آهي جو جسماني قالب جو دائرو هن لاءِ تنگ ٿي ويندو آهي. ۽ چيخ ۽ پڪار نڪري ويندي آهي، اضطراب ۽ بيچيني پيدا ٿيندي آهي. هي اُهي سيئي ڪيفيتون آهن جن کي صاحبِ حال محسوس ڪندا آهن ۽ ڪوڙا مدعي ٻه انهن جي نقل ڪندا آهن.

روايت آهي حضرت عمر رضہ اڪثر ڪري ڪنهن آيت جو ايترو ورد ڪندو هو جو لڙڪن جي گهٽائي جي ڪري سندن نِڙي گهٽجڻ لڳندي هئي ۽ پاڻ ڪري پوندا هئا. اهو اثر مٿن ايترو ٿيندو هو جو هڪ ٻن ڏينهن لاءِ گهر ۾ رهندا هئا ايستائين جو ماڻهو کين بيمار سمجهي سندن عيادت جي لاءِ ويندا هئا. اهڙي صورت ۾ سماع خدا جي رحمت اَچڻ جو باعث بنبو آهي.

حضرت زيد بن اسلم جي روايت آهي ته حضرت ابي بن ڪعب رضہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي اڳيان قرآن مجيد پڙهيو تڏهن سيني تي رقت طاري ٿي ويئي. ان وقت پاڻ ﷺ فرمايائون: "رقت جي موقعي تي دعا گهرڻ کي غنيمت سمجهو! ڇوته اُهو خدا جي رحمت جو وقت آهي.

حضرت ام ڪلثوم رضي الله عنها جي روايت آهي ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "جڏهن خدا جي خوف کان بندي جا وار ڪڙا ٿين ته سندس گناهہ ائين ڇڻندا آهن جيئن سڪل وڻ مان ان جا پن ڇڻي پون". وڌيڪ فرمايائون: "جڏهن خدا جي خوف کان بدن جا وارَ ڪڙا ٿي وڃن ته خدا مٿس دوزخ جي باهہ کي حرام ڪري ڇڏيندو آهي".

## سماع جو حڪم

بهرحال اهي سيئي ڳالهيون اهڙيون آهن جيڪي غور ڪرڻ جي قابل ڪونهن، نه وري انهن ۾ اختلاف آهي. اصلي اختلاف ان معاملي ۾ آهي ته

ڳائي شعر ٻڌايا وڃن ته انهي باري ۾ ڪهڙو حڪم آهي؟ هن باري ۾ مختلف رايا آهن. ڪي ماڻهو ان جا قطعي انڪاري آهن ۽ انهي کي فسق و فجور سمجهن ٿا. ڪي ماڻهو ان جا ايتري قدر شيدائي آهن جو اُهي هن کي حقانيت قرار ڏين ٿا. اهڙي طرح ٻئي ٽولا افراط ۽ تفريط ۾ مبتلا آهن.

شيخ ابوالحسن بن سالم رحہ کان پڇيو ويو "اوهين سماع جا ڇو منڪر آهيو؟ جڏهن ته حضرت شيخ جنيد بغدادي رحہ سري سقطي رحہ ۽ ذوالنون مصري رحہ سماع ٻڌندا هئا". چيائين: آئون سماع جو ڪيئن منڪر ٿي سگهان ٿو جڏهن ته مون کان بهترين ماڻهن هن کي ٻڌو هجي ۽ ان جي اجازت ڏني هجي، بلڪ حضرت جعفر الطيار رضہ خود ٻڌندو هو. آئون لهو و لعب جو منڪر آهيان".

حضرت عائشہ رضي الله عنها جي روايت آهي ته هڪڙي دفعي حضرت ابوبڪر رضہ سندن گهر آيو ان وقت ٻہ ڇوڪريون ڳائي رهيون هيون ۽ دف وڄائي رهيون هيون.

نبي ڪريم ﷺ جن جو چادر سان منهن (مبارڪ) ڍڪيل هو. حضرت ابوبڪر رضہ انهن ڇوڪرين کي ڇيڙڻ لڳو. تڏهن پاڻ ﷺ "پنهنجو چهرو مبارڪ کولي فرمايائون: "اي ابوبڪر رضہ! انهن ٻنهي کي ڳائڻ ڏي ڇوته هيءَ عيد جو ڏينهن آهي".

حضرت بيبي عائشہ رضي الله عنها هڪڙي ٻي روايت ۾ فرمائي ٿي: "مون رسول الله ﷺ کي ڏٺو جو مون کي سندن چادر ۾ لڪايائون ۽ مان انهن حبشين کي ڏسندي رهيس جيڪي مسجد ۾ ڪيڏي رهيا هئا ايستائين جو مان خود ٿڪجي پيس".

شيخ ابوطالب مڪي رحہ سماعت (راڳ ٻڌڻ) جو ذڪر ڪندي اهڙيون ڳالهيون چيون آهن، جن مان سماع جي جواز جو پتو پئي ٿو. هُن انهيءَ باري ۾ ڪيترن ئي اصحابن، تابعين ۽ بزرگان سلف جا قول نقل ڪيا آهن. جيئن ته شيخ ابوطالب مڪي رحہ تمام وڏو عالم، اهل باطن، متقي ۽ بزرگان سلف جي حالات کان زياده واقف هو. ان ڪري سندس قول زياده معتبر آهي. پاڻ فرمائي ٿو: "سماع حرام بہ آهي ۽ حلال بہ ۽ ڪن حالتن ۾ انهي جو معاملو شڪ وارو (مشتبہ) بہ آهي. ان ڪري جنهن هن کي

نفسانيت ۽ شهوت پرستي جي نقطہ نگاہ کان ٻڌو انهي جي لاءِ حرام آهي ۽ جنهن ان کي معقول ۽ جائز طريقي سان پنهنجي ٻانهي يا زال کان ٻڌو تہ ان جو معاملو مشتبہ آهي ڇوتہ انهي ۾ لهو لعب جو دخل ٿي ويو آهي پر جيڪو ان کي دل سان ٻڌي ۽ ان جي معنائن تي غور ڪري ۽ سندس غور و فڪر کيس اصلي رهبر جي رستن ڏانهن پهچائي تہ اهو مباح آهي.

شيخ ابوطالب رحہ جو اهو قول صحيح آهي ان ڪري هاڻي نہ ان جي سٽڻ واري جي خلاف حرام، منع ۽ انڪار جو مطلق قول هلي سگهي ٿو، جيئن تہ ڪن اهل قرات ۽ سخت ترين انڪاري زاهد عالمن جو قول آهي ۽ نہ وري انهن ماڻهن جي حق ۾ ڪا گنجائش نڪري سگهي ٿي. جيڪي سماع جي شرطن ۽ آدابن کان غافل ٿي ڪري هر صورت ۾ سماع کي جائز قرار ڏيڻ تي اصرار ڪن ٿا.

ان ڪري اسين هن مسئلي تي تفصيل سان گفتگو ڪريون ٿا ۽ حلال و حرام ٻنهي حيثيتن کان انهي جي اصل حقيقت جي وضاحت ڪريون ٿا.

## سماع جي حقيقت

جيستائين دف ۽ شبابہ (سازن) جو تعلق آهي تہ شافعي مذهب ۾ هن جي ڪافي گنجائش آهي پر احتياطاً انهن کان پرهيز ڪرڻ بهتر آهي جيئن اختلافي مسئلن کان گريز ٿي سگهي. انهن کان سواءِ جيڪڏهن جنت، دوزخ ۽ آخري آرامگاهہ جي شوق و ذوق ۽ خدائي نعمتن جي باري ۾ نظم پڙهيا وڃن ۽ انهن ۾ عبادت ۽ نيڪ ڪمن جي ترغيب جو بيان هجي تہ اهڙي نظم خواني جو انڪار نٿو ڪري سگهجي. انهي سلسلي ۾ اُهي نظم بہ شامل آهن جيڪي مجاهد ۽ حجاج، جهاد ۽ حج جي موقعي تي پڙهندا آهن ۽ انهن جي ذريعي مجاهدن جا پوشيده عزائم ۽ حاجين جو ذوق و شوق ابرندو آهي.

جن شعرن ۾ محبوب جي قد ۽ ڳلن (رخسارن) جو ذڪر ۽ عورتن جي وصف نگاري هجي تہ اهڙين محفلن ۾ ديانتدار حضرات کي اتان ڪان لنگهڻ بہ نہ گهرجي. پر ڪن شعرن ۾ "هجرو وصال" جدائي ۽ اعراض (منهن مٽڻ) جو اهڙي طرح ذڪر ٿيندو آهي جو انهن شعرن کي خدا تعاليٰ تي محمول

ڪري سگهجي ٿو ۽ انهن ڪان طالبان حقيقت ۽ مريدن ڪي گونا گون ڪيفيتن، احوالن ۽ مصائبن ڏانهن اشارو ٿي سگهي ٿو ته جيڪڏهن صوفي حضرات اهي شعر ٻڌن ته اُهي پنهنجين گذريل غلطين تي پشيمان ٿيندا ۽ آئيندي جي عمل جي لاءِ نئين سر انهن ۾ مصمم (پڪو) عزم پيدا ٿي سگهي ٿو. ان ڪري اهڙي قسم جي سماع (راڳ) ڪان ڪيئن انڪار ڪري سگهجي ٿو. جڏهن ته هي بيان ڪيو وڃي ٿو ته ڪن اهل وجد ۽ حال وارن جي روحاني غذا صرف سماع آهي. تنهنڪري اُهي نه صرف روحاني درجا طئي ڪن ٿا بلڪ انهن ۾ اهڙو روحاني ذوق و شوق پيدا ٿيندو آهي جو انهي ڪان فقر ۽ فاقي جي سوزش ويندي رهندي آهي.

اهڙن جا قلب جيڪڏهن حاضر هجن ته اُهي انهي قسم جا عشقيه شعر ٻڌي مسرور ٿيندا آهن. مثلا انهن کي عرب حدي خوانن جا هي شعر ڏاڍا پسند ايندا آهن. (هي انهن جو منظوم ترجمو آهي).

الاهي توبه ڪريان ٿو
مون خطا ڪئي ۽ ٿيا گهڻا گناهه،
پر ليليٰ جو آهيان اجا تائين آءٌ شيدائي
۽ ملاقات جو آهي هر وقت انتظار

اهڙا شعر ٻڌي انهن جي دل ڏاڍي خوش ٿيندي آهي اهڙي طرح آخر وقت تائين خدائي حڪم تي ثابت قدمي جي لاءِ انهن جي قوت ارادي مستحڪم ٿي ويندي آهي ۽ انهي سماع جي اثر ڪان اُهي خدا جو ذڪر ڪندا آهن.

منهنجي هڪڙي دوست جو قول آهي "اسين پنهنجن ساٿين جون وجداني ڪيفيتون ٽن شين ۾ سڃاڻي وٺندا هئاسون. (۱) مسئلن (سوالن) جي موقعي تي (۲) غيظ و غضب جي موقعي تي (۳) سماع جي وقت.

حضرت جنيد بغدادي رحه فرمائي ٿو: انهي جماعت تي خدا جي رحمت ٽن جاين تي نازل ٿيندي آهي:

(۱) کاڌي جي وقت، ڇوته اهي فاقه ڪشي ڪانپوءِ کاڌو کائيندا آهن.

(۲) مذاڪري جي وقت، ڇوته اهي صديقن جي مقامن ۽ پيغمبرن جي احوالن جي قريب رهندا آهن.

(٣) سماع جي وقت، ڇوته اُهي وجداني ڪيفيتن سان ٻڌندا آهن ۽ حق جي اڳيان حاضر هوندا آهن.

## حال ۽ وجد

شيخ رويم رحه ڪان سماع جي وقت صوفين جي وجد جي باري ۾ پڇيو ويو. تڏهن چيائين: "اهي ماڻهو انهن معنائن ڪان واقف هوندا آهن جيڪي ٻين ڪان پوشيده هونديون آهن. اهي معنائن اشاري سان پاڻ ڏانهن سڏيندا آهن ۽ خوشيءَ سان انهن ڪان لطف اندوز ٿيڻ لڳندا آهن تڏهن اوچتو پردو ڪرندو آهي ۽ اها خوشي گريه. زاري ۾ بدلجي ويندي آهي. انهن مان ڪو ڪپڙا ڦاڙيندو آهي ته ڪو روئندو ۽ رڙندو آهي.

محمد بن سليمان رحه (نيشاپوري صوفي سنه ٣٢٢ ه) جو قول آهي "ٻڌڻ وارو (سامع) حجاب ۽ تجلي جي درميان هوندو آهي.

حجاب سوز پيدا ڪندو آهي ۽ تجلي وڏيڪ نور بخشيندي آهي. حجاب سان مريدن ۾ خاص حرڪتون رونما ٿينديون آهن ۽ اهو ضعف ۽ عجز جو مقام آهي. پر تجلي ڪان خدا رسيده بزرگن ۽ مشائخن ڪي سڪون حاصل ٿيندو آهي ۽ اهو استقامت، تمڪين ۽ هوش جو مقام آهي. اهڙي طرح اهو حضوري جو مقام آهي جتي هيبت جي مقامات جي ڪري ڪمزوري ئي ڪمزوري آهي.

شيخ عبدالرحمان السلمي رحه چوي ٿو: مون پنهنجي پڙڏاڏي ڪي فرمائيندي ٻڌو ته "سامع ڪي گهرجي ته اُهو زنده دل ۽ مئل نفس سان سماع ڪي ٻڌي. جنهن جي دل مئل ۽ نفس زنده هوندو ان ڪي سماع ٻڌڻ جائز ڪونهي".

الله تعاليٰ فرمايو آهي: "اهو مخلوق ۾ جيڪي چاهي سو واڌارو ڪري ٿو هن جي تفسير ۾ چيو ويو آهي ته "انهي ۾ سهڻو آواز به شامل آهي".

حضرت نبي عليه السلام جن فرمايو: "الله تعاليٰ خوش الحان آدمي جي تلاوت قرآن ڪي انهي ماڻهو ڪان وڏيڪ متوجه ٿي ڪري ٻڌندو آهي جيڪو پنهنجي ڳائڻ واري ٻانهي جي ڳائڻ ڪي ڪن لڳائي ٻڌندو هجي".

حضرت جنيد بغدادي رحه ڪان نقل آهي ته پاڻ فرمايائون: "مون خواب ۾ ابليس ڪي ڏٺو تڏهن هن ڪي چيم، "ڇا تون اسان جي دوستن تي به غالب

تيندو آهين، يا انهن کان ڪو فائدو حاصل ڪندو آهين؟" ابليس چيو "منهنجي لاءِ انهن تي قابو ڪرڻ تمام ڏکيو آهي ۽ پڻ موقعن ڪانسواءِ منهنجي لاءِ انهن کان ڪجهه حاصل ڪرڻ تمام مشڪل آهي". مون چيو "اُهي ڪهڙا موقعا آهن؟ "هن چيو سماع جي وقت ۽ نظر جي وقت. اهڙي موقعي تي آءٌ بلند تي ڪري انهن ۾ داخل تي ويندو آهيان".

مون پنهنجو اهو خواب مرشد (شيخ) سان بيان ڪيو تڏهن هن فرمايو: "جيڪڏهن آءٌ اهو خواب ڏسان ها ته ان کي چوان ها "اي احمق! ڇا تون انهن جي حقيقي سماع ۽ حقيقي نظر مان ڪو فائدو وٺي سگهين ٿو يا ڪي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهين ٿو؟"

مون چيو "اوهان سچ فرمايو ٿا".

حضرت عائشه رضه جي روايت آهي پاڻ فرمائي ٿي، "مون وٽ هڪ ٻانهي هئي جيڪا مون کي ڪجهه ٻڌائي رهي هئي ايتري ۾ حضرت رسول الله ﷺ جن تشريف فرما ٿيا ته اُها پنهنجي حالت تي قائم رهي، ان ڪانپوءِ حضرت عمر رضه داخل ٿيو، تڏهن اها ڀڄي ويئي. انهي تي پاڻ ﷺ کلڻ لڳا. حضرت عمر رضه عرض ڪيو. "يارسول الله ﷺ اوهان ڪهڙي ڳالهه تي کلي رهيا آهيو". پاڻ ﷺ پنهنجي ٻانهي جو واقعو ٻڌايائون. حضرت عمر رضه چيو "آئون ان وقت تائين ڪونه هٽندس جيستائين جو آءٌ به اها چيز نه ٻڌي وٺان جيڪا رسول الله ﷺ جن ٻڌي آهي". "انهي تي پاڻ ﷺ ان کي حڪم ڏنو تڏهن هن ڪيس ٻڌايو".

شيخ ابوطالب مڪي رحه بيان ڪيو آهي ته شيخ عطا رحه جون به ٻانهيون هيون، جيڪي ڳائينديون هيون ۽ سندن پيائر به وٽن گڏ ٿيندا هئا". هن وڌيڪ بيان ڪيو ته مون قاضي ابومروان سان ملاقات ڪئي ان وٽ ڪيتريون ئي ٻانهيون هيون جن کي صوفين جي لاءِ تربيت ڏني ويئي هئي ۽ اُهي ڪين سماع ٻڌائينديون هيون.

هيءُ قول اسان شيخ ابوطالب مڪي رحه جي روايت ڪان نقل ڪيو آهي. هو چوي ٿو. "منهنجي نزديڪ ان کان پرهيز ڪرڻ بهتر آهي. ان صورت ۾ اُهوئي محفوظ رهي سگهي ٿو جنهن جي دل پاڪ هجي ۽ اکيون بند هجن ۽ الله تعاليٰ جي هن شرط کي پورو ڪيو وڃي. "هو اکين جي

خيانت ۽ سينن ۾ لڪيل ڳالهين کان چڱي طرح واقف آهي".

بهرحال شيخ ابوطالب مڪي رحہ جو هيءُ قول عجيب ۽ غريب آهي ۽ اهڙين ڳالهين کان بچڻ ئي صحيح رستو آهي. حديث شريف ۾ مذڪور آهي تہ دائود عليہ السلام جڏهن زبور جي تلاوت خوش الحانيءَ سان ڪندا هئا، تڏهن ڪيترائي انسان، جن ۽ پکي اچي گڏ ٿيندا هئا ۽ ان جو اثر ايترو هوندو هو جو هزارين جنازا مجلس مان کنيا ويندا هئا.

پاڻ ﷺ جن حضرت ابوموسيٰ اشعري رضہ جي عمدي آواز جي تعريف ۾ فرمايو آهي. "کين حضرت دائود عليہ السلام جي سازن مان هڪ ساز عطا ڪيو ويو آهي".

## شعر خواني

بي جڳهہ تي پاڻ ﷺ ارشاد فرمايو اٿن:

"درحقيقت شعر ۾ بہ حڪمت جون ڳالهيون هونديون آهن". پاڻ ﷺ وٽ هڪڙو ماڻهو آيو. ان وقت ڪي ماڻهو (اصحابي) قرآن جي تلاوت ڪري رهيا هئا ۽ ڪي شعر پڙهي رهيا هئا، انهي شخص عرض ڪيو "يارسول الله! قرآن بہ ۽ شعر بہ؟" پاڻ ﷺ فرمايائون ڪڏهن هيءَ شيءِ هوندي آهي ۽ ڪڏهن هوءَ". ان وقت نابعہ الجعدي (هڪ شاعر) رسول الله ﷺ جي اڳيان هي شعر پڙهيا پئي:

ترجمو: (١) اُهو عقل ڪهڙي ڪم جو جنهن وٽ اهڙا اصول نہ هجن جنهن سان هو عمدين ۽ صاف ڳالهين کي خراب ٿيڻ کان بچائي نہ سگهي.

(٢) اُهو ماڻهو بہ ڪامياب نٿو ٿي سگهي، جنهن جو اهڙو ڪو عقلمند رهبر نہ هجي جيڪو سٺو حڪم ڏيئي ۽ ان کي نافذ بہ ڪري".

آهي شعر ٻڌي رسول الله ﷺ جن فرمايو. "اي ابوليليٰ! تو چڱو چيو. خدا تنهنجو منهن بند نہ ڪري".

پاڻ ﷺ جي دعا جو هيءُ اثر ٿيو جو، نابعہ جعدي جي ڄمار سؤ سال کان وڌيڪ ٿي ۽ سندس ڏند سيني کان وڌيڪ سٺا رهيا.

حضرت رسول الله ﷺ جن حضرت حسان رضہ جي لاءِ مسجد ۾ منبر رکايو ۽ هو منبر تي ويهي انهن ڪافرن جي مذمت هجو ڪندو هو جن

پاڻ ﷺ جي هجو ڪئي هئي. پاڻ ﷺ فرمائيندا هئا: "روح القدس (حضرت جبرئيل) حسان رضہ ساڻ گڏ ان وقت تائين رهندو جيستائين هو خدا جي رسول ﷺ جي حمايت ڪندو رهندو".

ڪنهن نيڪ انسان شيخ ابوالعباس الخضر ساڻ ملاقات ڪئي ۽ ڪانئن پڇيو: "سماع جي باري ۾ اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟ جنهن ۾ اسان جا دوست اختلاف ڪري رهيا آهن؟ جواب ڏنائين. "اهو صاف پاڻي وانگر آهي جنهن تي حقيقي عالم ئي ثابت قدم رهي سگهن ٿا".

## تلاوت ۽ سماع

حضرت ممشاد دينوري رحہ (متوفي سنہ ٢٧٩ ھ) فرمائي ٿو. "مون رسول الله ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو تڏهن عرض ڪيم "يارسول الله ﷺ! ڇا اوهان ﷺ هن سماع جو انڪار ڪريو ٿا؟ پاڻ ﷺ فرمايائون. "مان انهي جو منڪر نہ آهيان پر انهن کي چئو تہ اُهي سماع کان پهرين قرآن ڪريم جي تلاوت سان انهي جو افتتاح ڪندا رهن ۽ ان جي آخر ۾ بہ قرآن پاڪ پڙهن". مون چيو. "يارسول الله ﷺ! اُهي مون کي تڪليف ڏيئي ڪري خوش ٿين ٿا. پاڻ فرمايائون. "اي ابوعلي! تون انهن ڳالهين کي برداشت ڪر، ڇوتہ اُهي تنهنجا دوست آهن". ان ڪانپوءِ شيخ ممشاد فخر سان چوندو هو تہ پاڻ رسول الله ﷺ جن مونکي ڪنيت (ابوعلي) عطا فرمائي آهي.

سماع مريدن جي انهن جماعتن جي لاءِ ناپسند ڪيو ويجي ٿو جيڪي باطني طريقت جا مبتدي هجن ۽ جن پرخلوص مجاهدن جي چڱي طرح مشق نہ ڪئي هجي. جنهن ڪان انهن کي نفس جي صفتن ۽ قلب جي احوالن جو چڱي طرح علم ٿي سگهي. ڇوتہ باطني علم جي قاعدن جي ذريعي ئي انهن حرڪتن کي قابو ۾ آڻي سگهجي ٿو ۽ انهي وقت ئي انهن کي پنهنجن مشغلن ۾ اهو معلوم ٿي سگهي ٿو تہ ڪهڙين ڳالهين ۾ انهن جو نفعو ۽ نقصان آهي.

## شيخ ذوالنون جي ڳالھ

حڪايت آهي تہ جڏهن شيخ ذوالنون مصري بغداد تشريف فرما ٿيو.

تدهن وٽس هڪڙي جماعت آئي جن سان گڏ هڪڙو قوال بہ هو. انهن اجازت گهري تہ اهو قوال ڪجھ ٻڌائي. پاڻ رحہ اجازت ڏنائون، تڏهن انهي هي شعر پڙهيا.

(۱) تنهنجي ٿورڙي محبت منهنجي لاءِ عذاب آهي. جيڪڏهن اها وڌي وڃي تہ ڪهڙو حال ٿيندو.

(۲) تو منهنجي دل ۾ وڪريل محبت ڪي ڪٺي گڏ ڪري ڇڏيو آهي.

(۳) تون هڪ غم جي ماريل انسان تي ترس نٿو کائين، جيڪو دوست جي کلڻ تي بہ روئندو هجي.

اهي شعر ٻڌي شيخ ذوالنون مصري رحہ ايتري قدر مسرور ٿيو جو بيهي وجد ڪرڻ لڳو ۽ وجد دوران سندس پيشاني مان رت وهڻ لڳو پر ان جا ڦڙا زمين تي نہ ڪريا ايتري ۾ انهي جماعت جو هڪڙو ماڻهو اٿي بيٺو. تڏهن شيخ ذوالنون انهي ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين: "ان ڪان ڊڄو جيڪو توهان کي ان وقت ڏسي ٿو، جڏهن اوهان وجد لاءِ اٿو ٿا" اهو ٻڌي اُهو ماڻهو ويهي رهيو ڇوتہ هن ۾ سچائي نہ هئي ۽ اهو هي ڄاڻندو هو تہ سندس روحانيت ڪامل نہ آهي نہ وري هو وجد ڪرڻ جي قابل ۽ ان جو اهل آهي.

## مصنوعي وجد

ڪي شخص روحانيت جي ڄاڻ نٿا رکن سي بہ بيهي رهندا آهن. ان جي صورت هيءَ هوندي آهي جو جڏهن ڪو شخص موزون راڳ ٻڌندو آهي تڏهن ان جي طبيعت موزون ٿي ويندي آهي ۽ اُهو موزون راڳ ۽ نغمن جي هم آهنگ ٿي ڪري بيهي رهندو آهي ۽ موزونيت ساڻ رقص شروع ڪندو آهي تاهم اُن ۾ ڏيکاءَ جي آميزش هوندي آهي. پر اهو طريقو اهل حق جي نزديڪ حرام آهي ڪٺي اهو شخص ان کي قلبي خوشي سمجهندو آهي. پر هن جو اهو انبساط قلب الله جي لاءِ نہ آهي بلڪہ هن جو قلب نفس جي رنگ ۾ رڱيل آهي. اهو نہ صرف نفساني خواهش ڏانهن مائل آهي بلڪ هلاڪت ڏانهن بہ وڃي رهيو آهي. ان جي انهن حرڪتن ۾ نيڪ نيتي ڪانهي ۽ نہ وري اهو علم طريقت جي شرطن کان واقف آهي. اهڙي رقص جي لاءِ هي چيو ويو آهي تہ اهو رقص تڪليف پهچائڻ وارو (مضر) آهي

ڇوته اهو رقص نفسانيت تي مبني آهي ۽ انهي ۾ نيڪ نيتي جو دخل ڪونهي خاص ڪري جڏهن ته هن جي حرڪتن ۾ حاضرين ڪي وندرائڻ جي لاءِ نفاق جو شائبو به هجي، اهو نيڪ نيتي ڪانسواءِ طبعي جذبي ڪان متاثر ٿي ڪري معانقه. دست بوسي ۽ پيرن ڪي چمڻ جهڙيون حرڪتون اختيار ڪندو آهي جنهن ڪي تصوف وارا قابل اعتبار نه سمجهندا آهن. ان جو تصوف سان محض لباس ۽ صورت ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه تعلق نه هوندو آهي.

## ناجائز حرڪتون

جيڪڏهن قوال نوعمر ۽ بنا ڏاڙهي جي هجي ته اهو نفس جي لاءِ جاذبِ نظر بنجي ويندو آهي ۽ هو (نفس) ان جي ڏسڻ ۾ لذت محسوس ڪندو آهي جنهن جي ڪري برا تصور پيدا ٿيندا آهن. يا جيڪڏهن مجمع ڏانهن عورتن جي توجه هجي ته اهڙي موقعي تي اُهي ماڻهو جن جو باطن نفساني خواهش سان پر آهي سي رقص جي حرڪتن ذريعي نياپي بازي به ڪندا آهن اهو قطعي طور تي فسق ۽ فجور آهي. جنهن جي حرام هجڻ تي سڀني ماڻهن جو اتفاق آهي بلڪ چڪلي وارا انهن ماڻهن ڪان زياده بهتر آهن جيڪي انهي قسم جون حرڪتون ڪري پنهنجو ضمير گندو ڪن ٿا ڇوته چڪلي وارن جو فسق ۽ فجور ته سڀني تي عيان آهي پر اهڙا ماڻهو پنهنجين بدڪارين ڪي اٽواقف ماڻهن جي سامهون عبادت جي شڪل ۾ نمايان ڪرڻ جي سبب ڪري وڌيڪ گنهگار آهن.

اهي حرڪتون اهڙيون آهن جن ڪي ڪوبه ايماندار انسان پسند ڪونه ٿو ڪري انهن حرڪتن جي ڪري سماع جي منڪرن ڪي انڪار جو موقعو مليو. جنهن ۾ اُهي معذور به آهن ڇوته اهڙيون حرڪتون قابلِ نفرت به آهن جيڪي وقت ضايع ڪن ٿيون. تنهنڪري جيڪڏهن ڪو منڪر ڪنهن سيڪڙاٽ سالڪ جي اڳيان انهن حرڪتن جي برائي ڪري ته اهو انهن ڪان باز اچي ويندو ۽ اهڙي قسم جي مجلسن ۾ شريڪ ٿيڻ ڪان پرهيز ڪندو. هن لحاظ ڪان اهڙو انڪار بلڪل صحيح آهي.

## درويشن جو رقص ڪرڻ

ڪڏهن ڪي بزرگ وجد ۽ حال جو اظهار ڪرڻ ڪانسواءِ موزون طريقي سان رقص ڪندا آهن. هن سلسلي ۾ انهن جي نيت هيءَ هوندي آهي ته اُهي ڪن درويشن جي حرڪتن جي موافقت ڪن تنهن لاءِ اُهي موزون حرڪتن جو اظهار ڪندا آهن پر حال ۽ وجد جي دعويٰ ڪانه ڪندا آهن. انهن جون حرڪتون ڪٿي شرعي نقطہ نگاهہ کان حرام نٿيون چئي سگهجن تاهم اهي لغو (واهيات) حرڪتون آهن ۽ روحانيت جي لحاظ سان جائز نہ آهن، ڇوته انهن ۾ راند روند جو انداز آهي. انهن کي مباح ڪمن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو جيئن اهل و عيال سان ڪل خوشي ۽ دل لڳي ڪرڻ، اها هڪ قسم جي ظرافت آهي ۽ جيڪڏهن نيت نيڪ هوندي تہ ان کي عبادت بہ چئي سگهجي ٿو. هن شرط سان تہ ان سان نفساني صدمي (ڪوفت) کي دور ڪيو وڃي. جيئن تہ حضرت ابوالدرداءؓ رضہ فرمائي ٿو:

"آئون پنهنجي نفس کي ڪنهن بيڪار شيءِ سان وندرائيندو آهيان، جيئن تہ اهو حق ڪم جي لاءِ منهنجو مددگار بڻجي سگهي".

انهيءَ لاءِ آرام جي خاطر ڪن مخصوص وقتن ۾ نماز پڙهڻ مڪروهہ قرار ڏني ويئي آهي، جيئن تہ خدائي ڪارڪن آرام ڪري سگهن ۽ عمل کي ڇڏي ڏيڻ سان نفس جون کي ضرورتون پوريون ٿين ۽ هو انهي ڇُٽي جي وقت کان خوش ٿئي. جيئن تہ انسان مختلف اجزاءَ مان مرڪب آهي ۽ انهي جي خلقت جي ترتيب گوناگون قسمن جي آهي (جيئن تہ ان جي تشريح ڪنهن باب ۾ ٿي چڪي آهي). ان جا جسماني جزا خالص حق جي ڳالهين تي اڪتفاءَ نٿا ڪري سگهن تنهنڪري انهن کي اهڙن جائز ڪمن ۾ مشغول رکڻو پوندو آهي جن جي طرف انهن جو رجحان هوندو آهي جو اُهي خدائي ڪمن کي بخوبي سرانجام ڏيئي سگهن.

## مباح جي حيثيت

مباح ڪم شرعي نقطہِ نگاهہ کان ناجائز ڪونهي ڇوتہ مباح جي شرعي تعريف هي آهي تہ جنهن جا ٻئي طرف هڪجهڙا ۽ معتدل هجن

(يعني نہ حرام هجي نہ ثواب) پر روحاني نقط نگاھ کان ان کي باطل چيو ويندو آهي. جيئن تہ مون سهل بن عبدالله رحہ جو هيءُ قول پڙهيو آهي. جيکو پاڻ مرد صادق جي تعريف ۾ بيان کيو آهي. پاڻ چيو اٿس تہ مرد صادق اُهو آهي جنهن جي جهالت ان جي علم ۾ واڌارو کري ۽ هن جو باطل کم حق جي کمن جي زيادتي جو باعث ٿئي ۽ اهو دنيا ۾ آخرت جي لاءِ زياده کم کري سگهي".

هن اصول جي مطابق حضرت رسول الله ﷺ جن کي عورتون پسند هيون ڇوتہ سندن ذات مبارڪ مقدس ۽ پاڪيزه هئي، انهي کري سندن ذاتي حق وڏيڪ تي ويا هئا ۽ انهن ۾ نفس جو حق بہ شامل هو. انهي جي کري اُهي مباح کم جيکي ٻين لاءِ شرعاً جائز هئا پر اهل باطن جي لاءِ انهن جي عزم ۽ همت جي معيار کان باطل هئا. پڻ ازروءِ قياس انهي ۾ کيترين ئي ديني ۽ دنيوي مصلحتون بہ آهن. جن جو تفصيل فقيهن نفلي عبادت کي ڇڏڻ جي مسئلي ۾ بيان کيو آهي.

هن اصول هيٺ رقص کرڻ وارو درويش جيکو روحاني وجد ۽ حال جي دعويٰ نہ کري اُهو منکر جي انکار کان محفوظ آهي. ان جي رقص کان ان کي نہ کو فائدو ٿيندو نہ نقصان ۽ جيکڏهن انهي تفريحي کم ۾ هن جي نيت نيڪ هوندي تہ اهو عبادت ۾ شامل ٿي ويندو خاص کري ان وقت جڏهن تہ اهو پنهنجي پالڻهار کان خوش ٿي ان جي لطف عنايت تي نظر رکي.

پر مشائخن سڀورن ۽ روحاني پيشوائن جي لاءِ رقص کرڻ مناسب کونهي، ڇوتہ انهي ۾ راند روند جي مشابهت آهي جيکا انهن جي منصب ۽ سنجيدگي جي شايان شان کونهي.

## سماع جو انکار کرڻ

سماع جو مطلقاً انکار کرڻ منع آهي ڇوتہ کنهن تفصيل کانسواءِ سماع جي منکر ۾ ٽن ڳالهين مان کا هکڙي ڳالھ هوندي.

(۱) يا تہ اهو حديثن ۽ آثار صحابہ رضہ کان بلکل اڻواقف آهي.

(۲) يا هن کي پنهنجي نيڪ کمن تي غرور آهي.

(۳) يا اُهو کند ذهن آهي ۽ بدذوق ۽ پنهنجي بدمزاقي جي کري

انڪار تي اڙيو بيٺو آهي. هاڻي اسين ٿنهي ڳالهين جو جواب ڏيون ٿا.

(۱) جيڪڏهن اهو حديثن ۽ اقوال صحابہ رضہ کان اڻواقف آهي تہ انهي جي تفصيل ۾ اسين حضرت عائشہ رضہ جون حديثون ۽ ٻين اصحابن رضہ جا آثار ۽ اقوال بيان ڪري چڪا آهيون. جن مان خبر پوي ٿي تہ ڪن ماڻهن کي حضور ﷺ جن اجازت ڏني هئي، جيئن حبشي (مسجد نبوي ۾) رقص ڪري رهيا هئا ۽ حضرت عائشہ رضہ پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ انهن ڏانهن نهاري رهي هئي. اها اجازت انهي لاءِ هئي جو سندن جون اهي حرڪتون انهن براين کان محفوظ آهن جن جو اسان هينئر ذڪر ڪيو آهي.

روايت آهي تہ پاڻ ﷺ حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي فرمايو: "تون منهنجو آهين ۽ مان تنهنجو آهيان". انهي تي حضرت علي رضہ شرمائجي ويا. پاڻ ﷺ حضرت جعفر رضہ کي فرمايائون: "تون منهنجي صورت ۽ سيرت ۾ مشابہ آهين". هو بہ اهو ٻڌي شرمائڻ لڳو. پڻ پاڻ ﷺ حضرت زيد رضہ کي چيائون: "تون اسان جو ڀاءُ ۽ موليٰ (آزاد غلام) آهين". هو بہ شرم جي ڪري بي چين ٿي ويو. حضرت جعفر رضہ جي شرمندگي (خجالت) جو ثبوت حضرت حمزه رضہ جي ڌيءَ جي قصي ۾ بہ ملي ٿو. جڏهن ان جي باري ۾ حضرت علي رضہ، حضرت جعفر رضہ ۽ زيد رضہ ۾ اختلاف ٿيو هو.

## نيت جو قدر

(۲) اهو منڪر جيڪو پنهنجي نيڪ ڪمن تي مغرور ٿئي ان کي هيئن چيو ويندو تہ توکي عبادت جي ڪري قرب الاهي نصيب ٿيو آهي تہ اهو درجو توکي انهي لاءِ حاصل ٿيو جو تنهنجا عضوا عبادت ۾ مشغول هئا، جيڪڏهن تنهنجي قلب جي نيت نيڪ نہ هجي ها تہ تنهنجي عضون جي ڪمن جي ڪابہ قدر ۽ قيمت نہ هجي ها. ڇوتہ عمل جو دارومدار نيت تي آهي. تنهنڪري نيڪ نيتي جي ڪري تون اميدوار ٿي ڪري خدا ڏانهن ڏسين ٿو. اهڙي طرح جيڪو بہ درويش شعر ٻڌي ٿو، تڏهن هو انهي مفهوم تي غور ڪري پنهنجي پالڻهار کي خوشي يا غم، عاجزي يا نيازمندي سان ياد ڪندو آهي. انهي وقت اهڙي قسم جي ڪيفيتن ۾ هن جو قلب خدا جي

ذڪر ڪان بي چين ٿي ويندو آهي.

اهڙي طرح جيڪڏهن هو ڪنهن پکيءَ جو نغمو ٻڌندو آهي ته اهو به ڪيس دلڪش معلوم ٿيندو آهي ۽ هو خدا جي قدرت تي اهڙي طرح غور ڪندو آهي ته انهي پکيءَ جي نـڙي ڪهڙي عمدي بنائي اٿس. ڪهڙي طرح هن جي نـڙي (حلق) سندس وس ۾ آهي ۽ ڪهڙي.نموني انهي مان آواز نڪرندو ۽ ڪنن تائين پهچندو آهي. هن فڪر و نظر سان گڏوگڏ اهو خدا جي تسبيح ۽ عبادت ۾ مشغول رهندو آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو جي آواز کي ٻڌي ۽ انهي وقت هن جي دل ۾ اهڙا روحاني تصورات پيدا ٿين ۽ هن جو قلب ذڪر ۽ فڪر سان معمور ٿي وڃي ته ان جي خوبين جو ڪيئن انڪار ٿي سگهندو؟"

. هڪڙو نيڪ بزرگ پنهنجو واقعو هن طرح بيان ڪري ٿو ته "آئون سمنڊ جي ڪناري تي جدي جي جامع مسجد ۾ اعتڪاف ۾ هوس. هڪڙي ڏينهن مون مسجد جي هڪڙي ڪنڊ ۾ ماڻهن کي شعر پڙهندي ٻڌو" مونکي اها ڳالهه ناپسند لڳي ۽ پنهنجي دل ۾ چيم ته خدا جي گهر ۾ هو شعر پڙهي رهيا آهن. ان ڪانپوءِ مون رسول الله ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو. جو پاڻ ﷺ اُنهي ڪنڊ ۾ ويٺا هئا ۽ سندن ڀر ۾ حضرت ابوبڪر رضه هو. ڪي شعر پڙهي رهيو هو. پاڻ ﷺ انهن کي غور سان ٻڌي رهيا هئا ۽ پنهنجو ساڄو هٿ مبارڪ پنهنجي سيني مبارڪ تي رکيل هون. مون پنهنجي دل ۾ چيو مون کي مناسب ڪونه هو جو آئون انهن ماڻهن کي برو سمجهان جيڪي شعر سڻي رهيا هئا، جڏهن ته رسول الله ﷺ جن به شعر ٻڌي رهيا هجن ۽ حضرت ابوبڪر رضه سندن ﷺ جي ڀر ۾ ويهي پڙهي رهيا هجن". مون ڏٺو ته، رسول الله ﷺ جن فرمائي رهيا هئا. "هي حق بحق يا حق از حق آهي". (ترجمو)

## سماع جو حرام هجڻ

جيڪڏهن اهو آواز ڪنهن بنا ڏاڙهي (ڇوڪري) جو هجي، جنهن ڏانهن ڏسڻ ۾ فتني جو خوف هجي يا اهو نامحرم عورت جو آواز هجي ۽ انهي ڪان ان ذڪر ۽ فڪر جي ڪيفيت پيدا ٿئي جيڪا اسان بيان ڪئي آهي ته

انهي صورت ۾ بہ فتني جي خوف جي ڪري ان تي اهو سماع حرام ٿيندو، هن جي حرام هجڻ ۾ آواز جو دخل ڪونهي ليڪن آواز ٻڌڻ ڪي بہ فتني جي خوف ڪان حرام چيو ويندو آهي. هر ڪنهن حرام شيءِ جي هڪ حد مقرر هوندي آهي جتانءَ ڪان ماڻهن ڪي روڪيو ويندو آهي، جيئن تہ نوجوان روزيدار ڪي چمي ڏيڻ ڪان منع ڪئي ويندي آهي ڇوتہ اها حرام مباشرت جي چار ديواري آهي.

اهڙي طرح اجنبي عورت سان اڪيلائپ ۾ ملڻ منع آهي. ان ڪان سواءِ ڪن خاص مصلحتن جي بنا تي بہ سماع ڪان روڪيو وڃي ٿو. جڏهن تہ "سامع" جي باري ۾ هي خبر هجي تہ هن تي سماع برو اثر ڪندو تہ اهڙي صورت ۾ ان ڪي سماع ڪان روڪڻ گويا فعل حرام ڪان منع ڪرڻ آهي.

## بي چين روح جو علاج

جيڪڏهن ڪو مرده دل ۽ بدذوق سماع ڪان انڪار ڪري تہ ان ڪي چيو ويندو "نامرد مباشرت (هم بستري) جي لذت ڪان ناآشنا آهي ۽ انڌو حسن و جمال جي ناز ڪي ڇا ڄاڻي ۽ جيڪو رنج ۽ غم ڪان ناآشنا هجي اهو رنج ۽ غم جون ڳالهيون نٿو ڪري سگهي. تہ اهڙي صورت ۾ اهو ان عاشق صادق جي محبت جو ڇو منڪر آهي. جنهن جو قلب شوق ۽ محبت ۾ پليو هجي ۽ هن جو روح نفس اماره جي قفص عنصري جي تنگ دائري ۾ ڦڙڪندي جڏهن وطن جي باد نسيم ٿڌن ٿڌن لهرن ڪان لطف اندوز ٿي رهي هجي. ان ڪي عرفان ۽ محبت الاهي جي لشڪر جي جهلڪ نظر اچي رهي هجي ۽ هن جو روح نفس جي پرديس ۾ جام هجر جي ڪڙوَن سرڪين ڪي پيي مجاهدي جي ناقابل برداشت بوجهہ جي هيٺيان ڏچڪيون ڪائي رهيو هجي. بلڪ هن ڪي مشاهدي ۽ حق جي جلوي جي ڪا جهلڪ ڏسڻ ۾ نہ اچي، اهو نفس جون بيشمار منزلون گهٽين نيڪين جي ڪري طئي ڪري رهيو هجي. پر ڪعبہ وصال ويجهو نظر نہ اچي ۽ ميلاپ جا پردا پري نہ ٿين تہ انهي صورت ۾ اهو هڪ ڏگهو ساهہ ڪڍي ۽ هڪڙي جهلڪ جي ذريعي سوزش غم جي شدت ڪي گهٽ ڪري نفس ۽ شيطان ڪي جيڪي ان جي راهہ محبت ۾ رڪاوٽ آهن تن ڪي هن طرح مخاطب ڪندو آهي:

(۱) نعمان کے وو صیل، واللہ چھوڑ دو
باد صبا کو مجھ تلک آنے دو جھوم جھوم
(۲) باد صبا عجب ہے ہوا، جب کہ وہ چلے
میر دل حزین پے تو جاتے رہے ہموم
(۳) ٹھنڈک مجھے ملے کہ تشفی جگر کو ہو
گرمی سے جس میں مغز رکھا میں نے تھام تھام
(۴) میرا مرض قدیم ہے لیلیٰ کے عشق کا
ہو جو مرض قدیم مچاتا وہی ہے دھوم

غالباً منکر هيئن چوندو ته "محبت" جڪم کي مجڻ جو هيو نالو آهي ان ڪانسواءِ هيو ڪو ڪينهي. محبت ۾ صرف خدا جو خوف هئڻ گهرجي". اهو چئي اهو هن خاص محبت جو منڪر آهي جيڪا اهل ماڻهن جي آهي، ان کي اها خبر ڪانهي ته اهي ماڻهو ايماني مرتبن ۾ عالم محسوسات کان به مٿي پهچي ويا آهن ۽ ڪشف ۽ مشاهدي جي گهٽائي جي ڪري انهن پنهنجي روح ۽ نفس کي قربان ڪري ڇڏيو آهي.

حضرت ابوهريره رضه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن بني اسرائيل جي هڪڙي ڇوڪر جو بيان ڪيو جيڪو هڪڙي جبل تي رهندو هو، هن پنهنجي ماءُ کان پڇيو: "آسمان کي ڪنهن پيدا ڪيو؟" ماءُ چيو "الله پاڪ" انهي تي ڇوڪري چيو "آئون خدا جو وڏو شان ۽ شوڪت ٻڌان ٿو" اهو چئي هن پنهنجو پاڻ کي جبل تان ڪيرايو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو.

خدا جو حسنِ ازل پاڪيزه روحن تي جلوه گر ٿيندو آهي، جيڪو عقل ۽ ادراڪ جي فهم ۽ تشريح کان بالاتر آهي ڇوته عقل جو تعلق ظاهري دنيا سان آهي، ان کي صرف خدا جي وجود جي خبر پيئي آهي. اُن جي "حريم شهود" تائين رسائي ڪانهي، جيڪو صرف غيبي دنيا جي تجليات ۾ پوشيده آهي، پر پاڪ روح (قدسيه ارواح) ان جو انڪشاف ڪري وٺندا آهن.

## ڪمال ۽ جمال جو مشاهدو

جمال خداوندي جو مطالعو هڪ مخصوص ترين درجو آهي پر انهي کان به وڏيڪ عام پر مخصوص محبت جو درجو اُهو آهي جڏهن ته ڪمال

جلال و ڪبريائي ۽ مستقل عطا و بخشش جي جمال جو مشاهدو ڪيو وڃي جنهن ۾ اُهي صفتون بہ شامل آهن جيڪي عالم دوام ۾ آشڪارا ٿيون ۽ اُهيَ بہ آهن جيڪي ازل ۾ لوازم ذات رهيون. انهن ڪمالاتن جو جمال (حسن) بہ ظاهري حواسن سان معلوم نٿو ٿي سگهي ۽ نہ وري عقل ۽ قياس سان انهن جي خبر پئجي سگهي ٿي. ان ڪري جمال جي مشاهدي جي سلسلي ۾ خدا جي عاشقن جي هڪڙي جماعت صفائي تجليات جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي مخصوص ڪيو آهي ۽ ان جي مطابق انهن ۾ ذوق ۽ شوق ۽ وجد ۽ سماع جو جذبو ڏنو وڃي ٿو. ٻھرين جماعت کي ذاتي تجليات جو هڪ حصو عطا ٿيو آهي. انهي لاءِ انهن جو وجد بقدر وجود آهي ۽ انهن جو سماع بہ "ساڻ حد شهود" جي آهي.

## سماع جون ڪرامتون

هڪڙي طريقت جي مرشد بيان ڪيو "اسان اهڙي جماعت ڏٺي آهي جيڪا پاڻي ۽ هوا تي هلندي هئي ۽ انهي حالت ۾ اُها سماع تي والهانہ انداز ۾ وجد ڪندي هئي.

ڪنهن ٻئي بزرگ جو قول آهي. "اسين دريا جي ڪناري تي هئاسون جو اسان جي ڪنهن روحاني ياءُ سماع ٻڌو. تڏهن اهو پاڻي مٿي نچڻ لڳو ۽ پاڻي مٿي هلڻ لڳو ايستائين جو آخرڪار اهو پنهنجي جاءِ تي واپس اچي ويو. هيءُ بہ نقل آهي تہ "هڪڙو درويش سماع ڪرڻ جي وقت باھ تي نچڻ لڳو ۽ ڪيس باھ جو احساس بہ نہ ٿيو.

هي بہ بيان ڪيو وڃي ٿو تہ سماع جي وقت هڪ صوفي درويش تي وجد طاري ٿيو. تڏهن هن ڏيئو ڪڍي سندس اک ۾ رکيو. راوي جو بيان آهي. "آئون هن جو اثر ڏسڻ لاءِ هن جي اک جي ويجهو آيس تڏهن ڏٺم تہ ڪا باھ يا نور هن جي اک مان نڪري ڏيئي جي باھ کي روڪيندو رهيو".

هڪڙي ٻي درويش جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ جڏهن هو سماع جي وقت وجد ۾ ايندو هو تڏهن زمين کان ٽپو لڳائي ڪيترائي گز هوا ۾ بلند ٿي ويندو هو ۽ هوا ۾ هلڻ لڳندو هو".

شيخ ابوطالب مڪي رحہ پنهنجي ڪتاب ۾ تحرير ڪيو آهي تہ:

"جيڪڏهن اسين سماع جو ڪنهن تفصيل ۽ قيد ڪانسواءِ مطلق انڪار ڪريون تہ اهو ستر صديقن جو انڪار ٿيندو. ڪٿي اسين ڇاڻون ٿا تہ سماع جو انڪار اسان کي قارين ۽ عابد عالمن جي دلين جي قريب ڪندو ليڪن اسين ائين نہ ڪنداسون. ڇوتہ اسين انهن ماڻهن کان وڌيڪ علم رکون ٿا ۽ اسان پنهنجي اسلاف يعني اصحابن رضہ ۽ تابعين رحہ کان جيڪي ڪجهہ ٻڌو آهي اهو انهن کي معلوم ڪونهي".

متيون گذريل قول شيخ ابوطالب مڪي رحہ جو آهي. جنهن کي حديثن ۽ آثار صحابہ رضہ جو تمام گهڻو علم حاصل هو. ان جي باوجود هن انهي مسئلي ۾ اجتهاد ڪري صحيح حقيقت معلوم ڪئي. ان جي باوجود اسان منڪرين طرف کان بہ معذرت ڪندي، پسنديده سماع جي فرق جي وضاحت ڪئي آهي.

شيخ شبلي رحہ ڪنهن کي هيءُ شعر پڙهندي ٻڌو: (ترجمو)

سلما، کي پڇان ٿو، آهي مخبر ڪو هتي،
جنهن کي اها خبر هجي تہ لهي ٿي اُها ڪٿي.

اهو شعر ٻڌي شيخ شبلي رحہ هڪڙو نعرو هنيو ۽ چيائين تہ خدا جو قسم! ٻنهي جهانن ۾ ان جي خبر ڏيڻ وارو ڪوبہ ڪونهي". چون ٿا تہ وجد باطني صفات جو راز آهي. جهڙي طرح اطاعت ظاهري صفات جو راز آهي. ظاهري سنتن ۾ حرڪت ۽ سڪون آهي ۽ باطني صفتن ۾ احوال ۽ اخلاق آهن.

## سماع وارن جا درجا

شيخ ابوالنصر السراج رحہ جو قول آهي "سماع وارن جا ٽي درجا آهن:

(١) هڪ جماعت جا اُهي ماڻهو آهن جيڪي سماع جي وقت جيڪي ڪجهہ اُهي سڻن ٿا انهي جي باري ۾ مخاطبات حق ڏانهن رجوع ڪندا آهن.

(٢) ٻي جماعت جا اُهي ماڻهو آهن جيڪي سماع ۾ پنهنجن احوالن، مقامات ۽ وقتن جي مخاطبات ڏانهن رجوع ڪندا آهن. اهي ماڻهو علم سان وابستہ هوندا آهن ۽ پنهنجن اشارن ۾ صدق ۽ حقيقت جو مطالبو ڪندا آهن.

(٣) ٽئين جماعت مجرد (ڇڙن) درويشن جي آهي، جن دنيا کان قطع

تعلقات ڪري ڇڏيو ۽ سندن دل، دنيا ۽ مال ميڙڻ ۽ بچائڻ جي محبت کان آلوده نہ ٿيا. اهي ماڻهو خوشدلي سان سماع ۾ شريڪ ٿيندا آهن ۽ سماع ٻڌڻ انهن جي مناسب حال بہ آهي. ڇوتہ اُهي سيني ماڻهن کان زياده فتنن کان محفوظ آهن. پر جيڪي ماڻهو، جن جا قلب دنيا جي محبت کان آلوده آهن انهن جو سماع (ٻڌڻ) تڪلف ۽ تصنع (بناوت) تي مبني آهي.

ڪنهن بزرگ کان سماع ۾ ڏيکاءُ ڪرڻ جي باري ۾ پڇيو ويو. تڏهن هن فرمايو سماع ۾ تڪلف جا ٻہ قسم آهن.

(١) سامع (ٻڌڻ وارو) مرتبي جي ملڻ ۽ دنيوي فائدي جي لاءِ ڏيکاءُ ڪري. اهو فريب ۽ خيانت آهي.

(٢) حقيقت کي ڳولڻ لاءِ ڏيکاءُ (تڪلف) ڪيو وڃي. جيئن ڪو ڇاڻي واڻي وجد جي حالت پيدا ڪري، جيئن تہ هن تي وجد طاري ٿئي. ان جي صورت هوبهو اهڙي آهي جيئن ڪو جائز حالت ۾ ڇاڻي واڻي روئڻ جي ڪوشش ڪري.

## بدعت جي تعريف

ڪن ماڻهن چيو آهي تہ "سماع جي هن اجتماع جي شڪل بدعت آهي" ان جي جواب ۾ چئي سگهجي ٿو تہ اُها بدعت منع آهي، جيڪا ڪنهن اهڙي سنت جي مخالف هجي، جنهن جو حڪم ڏنو ويو هو ۽ جيڪڏهن اهڙي صورت نہ آهي تہ انهي ۾ ڪوبہ حرج ڪونهي. هن جي صورت اهڙي آهي جيئن ڪو اچڻ واري جي استقبال جي لاءِ اُٿي بيهي. عربن ۾ اها رسم ڪانہ هئي. چيو وڃي ٿو تہ حضرت رسول الله ﷺ جن بہ جيڪڏهن ڪٿي ويندا هئا تہ پاڻ ﷺ جي لاءِ بہ ماڻهو اُٿي نہ بيهندا هئا پر ڪن ملڪن ۾ هي رسم جاري آهي. انهي لاءِ جيڪڏهن ڪنهن جي استقبال ڪرڻ ۽ خاطر مدارت جي لاءِ ڪو اُٿي بيهي تہ ڪوبہ حرج ڪونهي انهي لاءِ تہ جيڪڏهن ڪونہ اٿبو تہ ماڻهن کي رنج ٿيندو ۽ سندن سينن ۾ ڏنجهہ پيدا ٿيندو. انهي لاءِ اها رسم آداب مجلس ۾ شامل ٿي ويئي آهي ۽ هڪ اهڙي بدعت آهي. جيڪا جائز آهي انهي جي ڪري جو اها ڪنهن مجيل (تسليم شده) سنت جي خلاف ڪونهي.

## باب ٽيويهون

# سماع جي ترديد ۽ انڪار

اسان سماع جي جواز جو سبب بيان ڪيو آهي ۽ اهل صدق وارن جا آداب به بيان ڪيا آهن. پر جيئن ته ان جي ڪري ڪيترائي فتنا وڌي ويا آهن ۽ انهي جي معصوميت باقي ڪانه رهي آهي. بلڪ ماڻهن ۾ ان جو شوق ايتري قدر وڌي ويو آهي جو نيڪ ڪمن کي گهٽائي ڇڏيو اٿئون ۽ سندن حالتون ايتري قدر بگڙجي ويون آهن جو اُهي سماع (ٻڌڻ) لاءِ گهٽي تعداد ۾ گڏ ٿيڻ لڳا آهن. ايستائين جو اهڙن اجتماعن جي موقعن تي ڪاڏو به تيار ڪيو وڃي ٿو. هاڻي مخلص درويشن وانگر صرف سماع سان دلي لڳاءَ جي ڪري اهي اجتماع منعقد نٿا ٿين بلڪ نفساني خواهشن ۽ سير تماشي جي لاءِ ماڻهو گڏ ٿين ٿا. نتيجو اهو نڪتو جو مريدن جي روحاني ترقي ڪٽجي ويئي. اهڙي طرح نه صرف انهن جو وقت ضايع ٿئي ٿو بلڪ عبادت جو لطف به حاصل نٿو ٿئي.

موجوده زماني ۾ اهڙن قسم جي اجتماعن جو مقصد صرف نفساني خواهش جي پڄاڻي ۽ عيش و عشرت مان لطف اندوزي رهجي ويو آهي. اهڙو اجتماع اهل باطن وارن جي نزديڪ ناجائز آهي. انهن وٽ سماع صرف خدا رسيده درويش جي لاءِ جائز آهي، مبتدي (سيکڙاٽ) مريد جي لاءِ جائز ڪونهي.

## سماع جا آداب

حضرت جنيد بغدادي رحہ جو قول آهي ته "جڏهن اوهين ڪنهن مريد کي ڏسو ته اُهو سماع جو شوقين آهي ته سمجهو ته اُنهي ۾ نڪمي جا آثار باقي آهن". حضرت جنيد بغدادي رحہ سماع ٻڌڻ ڇڏي ڏنو هو. ماڻهن چيو "اوهان پهرين سماع ٻڌندا هئا". چيائين: "ڪنهن سان گڏ" اُهي چوڻ لڳا:

اوهان پنهنجو پاڻ لاءِ ٻڌندا هئا، پاڻ رحہ چيائين: ڪهڙن ماڻهن سان "(پاڻ اهي سوالات انهي لاءِ ڪيا) جو مشائخ پنهنجن هڪجهڙن ماڻهن سان گڏجي پاڻ جهڙن ماڻهن کان سماع ٻڌن ٿا. ان ڪري جڏهن اهڙي روحاني صحبت ختم ٿي وڃي، تڏهن سماع کي بہ ڇڏيو ويندو آهي.

مشائخن سماع کي چند شرطن، قيدن ۽ آداب سان اختيار ڪيو هو. جنهن مان انهن جو مقصد هو، تہ اُهي آخرت کي ياد ڪري جنت ڏانهن شوق ڪن ۽ دوزخ کان محفوظ رهن. ان کانسواءِ، انهي مان هنن جي طلب شوق ۾ واڌارو ۽ روحاني حالت جي اصلاح ٿيندي هئي. انهي جي باوجود سماع جون اهي محفلون اتفاقيہ يعني ڪڏهن ڪڏهن ٿينديون هيون. انهن هن کي عادت ڪونہ بنايو هو، جو ان جي ڪري وردن ۽ وظيفن کي ڇڏيو وڃي.

## ڳائڻ حرام آهي

حضرت امام شافعي رحہ ڪتاب القضاءَ ۾ تحرير فرمايو آهي "ڳائڻ مڪروھ ۽ باطل شيءِ آهي ۽ جيڪو گهڻو ٻڌي اُهو بيوقوف آهي، ان جي شاهدي قبول ڪانهي. امام شافعي رحہ جي سيني ساٿين جو اتفاق آهي تہ نامحرم عورت جو سماع ٻڌڻ جائز ڪونهي. ڪٿي اها آزاد هجي يا ٻانهي، ڪليل منهن هجي يا پردي جي پٺيان هجي".

امام شافعي رحہ کان منقول آهي تہ پاڻ رحہ بانسري وڄائڻ کي مڪروھ سمجهندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ "ان کي بي دينن ايجاد ڪيو آهي. جيئن تہ اُهي قرآن شريف کان ماڻهن جو توجہ هٽائي سگهن". پاڻ رحہ فرمايائون خوش الحاني ۽ سهڻي آواز سان قُرآن ڪريم پڙهڻ ۾ ڪوبہ حرج ڪونهي، خواه ڪهڙي طريقي سان پڙهيو وڃي".

امام مالڪ رحہ جو مسلڪ هي آهي تہ "جيڪڏهن ڪنهن ڪا ٻانهي خريد ڪئي ۽ معلوم ٿيو تہ اُها ڳائڻ واري آهي تہ انهي کي اختيار آهي تہ ڪيس عيب جي ڪري هن کي واپس ورائي ڏي". اهوئي سيني مديني جي عالمن ۽ امام ابوحنيفہ رحہ جو مسلڪ آهي.

گانو ٻڌڻ هڪ گناھ آهي. ان کي سواءِ چند فقيهن جي ڪنهن بہ جائز قرار نہ ڏنو آهي. جن عالمن هن کي جائز چيو آهي اُهي بہ مسجدن ۽

متبرڪ جاين تي هن کي اعلانيه سڻڻ کي جائز ڪو نتا قرار ڏين.
قرآن شريف ۾ آهي:
**ترجمو:** ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي راند روند جون ڳالهيون خريد ڪن ٿا. (سورة لقمان: ٥)
حضرت عبدالله بن مسعود رضه هن جي تفسير ۾ فرمايو آهي: هن مان مراد راڳ ۽ ان جو سڻڻ آهي. هڪ ٻي جڳهه تي ساندون جو لفظ آهي ان جي تفسير ۾ حضرت عڪرمه رضه، حضرت عبدالله بن عباس رضه کان روايت ڪري ٿو ته "ان جي معنيٰ حُميري ٻولي ۾ ڳائڻ جي آهي" يمن وارا چون ٿا متمذ فلان (فلاڻي ڳايو) ٻي آيت ۾ آهي.
**ترجمو:** (اي شيطان) تون انسانن مان جنهن کي گهرين پنهنجي آواز سان پريشان ڪر.
حضرت مجاهد رحه جو قول آهي ته هن ۾ (شيطان جي آواز مان) مراد راڳ ۽ ساز آهن. حديث ۾ آهي ته پاڻ ﷺ فرمايو: "سڀ کان پهرين ابليس نوحه ڪيو ۽ انهي سڀ کان پهرين گانو ڳايو".

## ڳاني ڳائڻ جي مذمت

حضرت عبدالرحمان بن عوف رضه کان روايت آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو "مان ٻن بيحڙن (بدڪار) آوازن کان منع ڪئي آهي. هڪڙو آواز ڳاني جو ۽ ٻيو آواز (نوحه جو) مصيبت جي وقت جو آهي".
حضرت عثمان رضه کان روايت آهي ته پاڻ فرمايائون ته "جڏهن مون رسول الله ﷺ جن سان بيعت ڪئي ان وقت کان نه مون گانو ڳايو ۽ نه وري ان جي تمنا ڪيم ۽ نه وري مون عضوِ مخصوص کي ساڄي هٿ سان ڇهيو".
حضرت عبدالله بن مسعود رضه فرمايو. "گانو قلب ۾ نفاق پيدا ڪندو آهي" روايت آهي ته حضرت عبدالله بن عمر رضه اهڙن ماڻهن وٽان لنگهيو جن ڪي حج جو احرام ٻڌل هو. انهن مان هڪڙو شخص ڳائي رهيو هو". پاڻ رضه فرمايائون "خبردار ٿيو ته خدا اوهان جي ڪانه ٻڌندو" (پاڻ اهي الفاظ ٻه ٽيرا ورجايائون).
هڪڙي شخص قاسم بن محمد کان. ڳاني جي باري ۾ پڇيو تڏهن پاڻ

چيائين: "آئون توکي هن کان منع ڪريان ٿو ۽ تنهنجي لاءِ هن کي مڪروهه سمجهان ٿو". هن چيو "ڇا حرام آهي؟ چيائين "جڏهن الله سچ ۽ ڪوڙ کي الڳ الڳ ڪري ڇڏيو آهي ته سمجهي وٺ ته گانو ڪنهن ۾ شامل هوندو." حضرت فُضيل بن عياض رحه (متوفي سن ١٨٧هه) فرمايو آهي ته "راڳ زنا جو منتر آهي".

حضرت خماڪ جو قول آهي ته "راڳ قلب کي بگاڙڻ وارو ۽ پالڻهار کي ناراض ڪرڻ وارو آهي".

ڪنهن بزرگ جو ارشاد آهي ته "گاني (ڳائڻ) کان ٻچو ڇوته اهو شهوت کي وڌائي ٿو ۽ مروت انسانيت کي تباهه ڪري ٿو. شراب جو قائم مقام ۽ نشي وانگر اثر ڪري ٿو."

انهي بزرگ جو هي قول صحيح آهي ڇوته موزون طبع وارو انسان راڳ ۽ بيتن جي ڪري هوش ۾ ايندو آهي. پر نفساني طبيعت وارو انسان، سماع جي وقت اهي حرڪتون ڪندو آهي جنهن کي اهو خود به پسند ڪونه ڪندو آهي. جيئن آڱرين کي هلائڻ، تاڙيون وڄائڻ ۽ رقص ڪرڻ، انهي موقعي تي اهڙا ڪم وٺانئس ٿيندا آهن جن کان ان جي بيوقوفي جو اظهار ٿئي ٿو. خواجه حسن بصري رحه کان نقل آهي ته "دف وڄائڻ مسلمانن جو شيوو ڪونهي". حضرت نبي ڪريم ﷺ جن کان جيڪو منقول آهي ته پاڻ ﷺ شعر ٻڌائون، انهي مان گاني (ڳائڻ) جو جواز ثابت نٿو ٿئي. ڇوته شعر ڪلام جو هڪ حصو آهي. جيڪو منظوم به هوندو آهي ۽ منشور به، عمدو ڪلام سٺو آهي ۽ برو ڪلام بڇڙو آهي، پر راڳ سرن کي ملائڻ سان پيدا ٿيندو آهي.

## خلاف سنت

جيڪڏهن ڪو انصاف پسند شخص انصاف کان ڪم وٺي ۽ موجوده زماني جي اجتماعن تي گهري نظر وجهي مثال طور هڪ گويو (ڳائڻو) پنهنجا دف ڪٽيو وينو هجي يا ڪنهن مجري واري وٽ ان جو ساز هجي. ان وقت انهي قسم جي مجلس (نشست) ۽ هيئت جو رسول الله ﷺ جن جي اڳيان تصور ڪري ۽ سوچي ته ڇا حضرت ﷺ جن جي اڳيان به ماڻهو ڪنهن قوال کي آڻي ان کي ٻڌڻ جي لاءِ گڏ ٿيندا هئا.

انهي ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته هرڪو ماڻهو اهوئي چوندو ته سندن

ﷺ ۽ اصحابن جي زماني ۾ اها ڳالهه ڪانه هئي. جيڪڏهن ان ۾ ڪا فضيلت هجي ها، ته پاڻ ﷺ ۽ سندن اصحاب انهي ۾ غفلت نه ڪن ها. تنهن ڪري جيڪو شخص هئين چوندو هو ته هيءُ فضيلت جو ڪم آهي ۽ انهيءَ جي لاءِ گڏ ٿيڻ ضروري آهي، اهو نبي ڪريم ﷺ، سندن اصحابن ۽ تابعين جي روحاني معرفت ۽ انهن جي اعليٰ ذوق ۽ شوق کان واقف ڪونهي. بلڪ اُهو ڪن متاخرين جي تائيد ڪرڻ کان مطمئن آهي. انهي باري ۾ به اهي ماڻهو غلطيون ڪن ٿا، ڇوته جڏهن انهن جي خلاف گذريل بزرگن (اسلاف) جون روايتون ثابت هجن ٿيون، تڏهن اهي متاخرين جون روايتون پيش ڪن ٿا. حالانڪ اسان جا اسلاف صالحين حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني مبارڪ کي وڌيڪ ويجها هئا ۽ انهن جو طريقو حضرت ﷺ جن جي مسنون طريقي جي بلڪل هوبهو هو.

## تلاوت تي وجد ڪرڻ

ڪيترائي درويش قرآن شريف جي تلاوت جي وقت به وجد ۽ جذبي جي غلبي ڪانسواءِ ڪي حرڪتون ڪندا آهن. حضرت عبدالله بن زبير رضہ فرمائي ٿو: "مون پنهنجي ڏاڏي بيبي اسماءَ بنت ابوبڪر رضي الله عنها کان پڇيو ته جڏهن قرآن شريف جي تلاوت ٿيندي هئي، ان وقت اصحاب رضہ ڇا ڪندا هئا"، فرمايائون ۽ جهڙي قرآن شريف انهن جي وصف بيان ڪئي آهي، انهن جي اکين مان لڙڪ وهندا هئا ۽ بدن جا وار ڪڙا ٿي ويندا هئا".

مون چيو: "اڄڪلهه جڏهن قرآن شريف جي تلاوت ٿئي ٿي، تڏهن ماڻهو غش ٿي ڪري پون ٿا".

انهي تي حضرت اسماءَ رضہ چيو "آءُ شيطان تڙيل کان خدا جي پناهه ۾ آئي آهيان".

روايت آهي ته حضرت عبدالله بن عمر رضہ عراق جي هڪڙي ماڻهو وٽان لنگهيو جيڪو زوري وجد ۾ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. پاڻ رضہ پڇيائين "هو اها حرڪت ڇو ڪري رهيو آهي؟" ماڻهن چيو جڏهن انهي جي اڳيان قرآن شريف جي تلاوت ٿيندي آهي ۽ اهو الله جي ذڪر کي ٻڌندو آهي تڏهن ڪري پوندو آهي". حضرت ابن عمر رضہ فرمايو: "اسين به الله

ڪان ڊچون ٿا، پر اسين ڪونہ ڪرندا هئاسون. هن وقت هن ۾ شيطان موجود آهي. چوتہ حضرت ﷺ جن جا اصحاب رضہ ائين ڪونہ ڪندا هئا".

حضرت ابن سيرين جي اڳيان انهن ماڻهن جي ڳالهہ نڪتي جيڪي قرآن شريف جي تلاوت جي وقت ڪرندا هئا، تڏهن چيائين "اسان جي ۽ انهن جي وچ ۾ اهو فيصلو هن طرح ٿي سگهي ٿو تہ انهن جو ڪو ماڻهو گهر جي ڇت تي پير لڙڪائي ويهي ۽ شروع ڪان آخر تائين قرآن شريف جي تلاوت ڪئي وڃي. جيڪڏهن اُهو تلاوت جي اثر جي ڪري ڇت تان ڪري پوي تہ سمجهو تہ اهو سچو آهي سندس قول مطلق انڪار تي ٻڌل ڪونهي، چوتہ ڪڏهن سچن درويشن ڪان بہ اهڙيون حرڪتون ٿينديون آهن. البتہ پاڻ اها ڳالهہ انهن ماڻهن جي خلاف چئي آهي جيڪي ڄاڻي واڻي ڏيکاءُ طور اهڙيون حرڪتون ڪندا آهن ۽ انهن ماڻهن جي گهٽائي آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪن ماڻهن جون اهڙيون حرڪتون بناوٽ ۽ رياڪاري تي مبني هجن ۽ ڪي ماڻهو علم جي گهٽتائي ۽ جهالت جي ڪري اهڙيون حرڪتون ڪندا هجن. جن ۾ نفساني خواهش جي ملاوٽ بہ هجي. ٿي سگهي ٿو تہ انهن جو اهو فعل وجد تي مبني هجي، پر پنهنجي اڻڄاڻائي (لاعلمي) جي ڪري واڏارو ڪندا هجن ۽ انهن ڪي اها خبر بہ نہ هجي اهڙيون حرڪتون مذهبي حيثيت ڪان نقصانڪار هجن. اهو بہ ممڪن آهي تہ اُهي ڄاڻندا هجن تہ اهي نفساني حرڪتون آهن، پر نفس جي اها عادت آهي جو اُهو پوشيده ۽ چوري سان ڪي ڳالهيون سٺي وڻندو آهي ۽ انهي جي ڪري وجد جي مقرر ڪيل حدن ڪان خارج ٿي ويندو آهي. بهرحال اها ڳالهہ سچائي (صداقت) ۽ حقيقت پسندي جي خلاف آهي.

روايت آهي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام سندس قوم ڪي وعظ ڪري رهيو هو جو ايتري ۾ هڪڙي شخص متاثر ٿي قميص ڦاڙي ڇڏي. ان وقت حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي هدايت ڪئي ويئي تہ پاڻ قميص واري ڪي چون تہ پنهنجي قميص ڪي نہ ڦاڙ ۽ پنهنجي دل ڪي مطمئن رک.

## نظر جو فتنو

جيڪڏهن سماع هڪڙي بنا ڏاڙهي نوجوان ڪان ٻڌو وڃي تہ فتني جو

امڪان زياده قوي اهي. تنهنڪري حق وارن ان کي ناپسند ڪيو آهي. بقيہ بن وليد رضہ جو قول آهي تہ "اهلِ حق وارا هڪڙي خوبصورت بنا ڏاڙهي ڇوڪري ڏانهن ڏسڻ کي مڪروهہ سمجهن ٿا".

شيخ عطا فرمائي ٿو "هر اُها نظر جنهن ڪان دل ۾ خواهش پيدا ٿئي فلاح ۽ خير ڪان خالي آهي. هڪڙي تابعي رضہ بزرگ جو قول آهي تہ "آئون هڪ پرهيزگار نوجوان جي لاءِ هڪڙي وحشي درندي کي ايترو خطرناڪ نٿو سمجهان، جيترو خطرناڪ انهي بنا ڏاڙهي واري ڇوڪري کي سمجهان ٿو. جيڪو انهي وٽ ويهي ٿو".

هڪڙي ٻي تابعي بزرگ جو قول آهي تہ "لواطت پسند شخص ٽن قسمن جا آهن:

(۱) هڪڙا اُهي جيڪي صرف ڏسن ٿا.

(۲) اُهي جيڪي هٿ ملائين ٿا.

(۳) اُهي ماڻهو جيڪي هن بڇڙي ڪم کي ڪن ٿا.

بهرحال صوفين سڀُورن کي انهن سيني ڳالهين ڪان پرهيز ڪرڻ گهرجي بلڪہ اُهي شڪ وارين جاين ڪان بہ بچن. ڇوتہ تصوف سراپا صدق (سچائي) و حقيقت ۽ سراپا ڪوشش ۽ عمل جو نالو آهي. ڪنهن بزرگ جو قول آهي: "تصوف سراپا جدوجهد آهي. انهي ۾ غير معقول شيءِ جي ملاوٽ نہ ڪريو" بهرحال هي اُهي روايتون آهن جن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سماع ڪان پرهيز ڪرڻ گهرجي. ان ڪان اڳ واري باب ۾ مشروط طريقي سان سماع جي جواز کي ثابت ڪيو ويو هو ۽ هنن مٿين گذريل براين ڪان پاڪ ۽ صاف رکڻ جون هدايتون بيان ڪيون ويون هيون. اسان هر ڪنهن ڳالهہ جو پورو تفصيل بيان ڪري ڇڏيو آهي. ان سان گڏوگڏ اسان بيتن ۽ نظمن ۽ گاني وغيره جي فرق کي بہ واضح ڪري ڇڏيو آهي، بهرحال هڪڙي حقيقت آهي تہ نيڪ ٻانهن جي هڪڙي جماعت سماع ڪانہ ٻڌندي هئي. پر اُهي انهن ماڻهن کي جيڪي نيڪ نيتي، ادب ۽ تميز سان سماع ٻڌندا هئا، ناپسند بہ نہ ڪندا هئا.

باب چوويهون

# وجد ۽ سماع جي حقيقت

هي ڏيان رهي ته وجد جي ڪري وڃايل شيءِ جو احساس ٿيندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن گمشدگي جي ڪيفيت نه هوندي ته وجد جي ڪيفيت به پيدا نه ٿيندي. گمشدگي (پنهنجو پاڻ کي وڃائڻ) جي ڪيفيت ان وقت پيدا ٿيندي آهي، جڏهن ٻانهي جو وجود پنهنجي صفات ۽ ان جي باقي ٻين شين سان ٽڪرائبو. ان ڪري جيڪو خالص بندگي اختيار ڪري اُهو هر شيءِ کان آزاد ٿي ڪري وجد ۽ حال جي ڦنڌي مان نڪري ويندو آهي. ڇوته وجد ۽ حال جو ڦنڌو هن جي باقي صفتن جو شڪار ڪندو آهي، جيڪي عنايات ازلي جي پويان رهڻ جي ڪري موجود هونديون آهن.

## وجد جو اثر

شيخ حصري رحه جو قول آهي "ان شخص جي حالت ڪيتري ڪريل آهي جيڪو حرڪتن جو محتاج هجي". انهي لحاظ کان سماع جو وجد هڪ خدا واري (حق پرست) تي به اهڙو ئي اثر ڪندو آهي، جهڙو باطل پرست تي. ٻنهي قسمن جا ماڻهو باطني طور تي وجد کان متاثر ٿين ٿا بلڪ انهن جي ظاهري حالت تي به انهي جو اثر نمايان ٿئي ٿو. جنهن جي ڪري انهن جا جذبات ۽ ڪيفيتون به تبديل ٿين ٿيون. البته حق پرست ۽ اهلِ باطل (دنيا وارن) جي ڪيفيتن ۾ فرق اهو آهي ته اهلِ باطل (دنيا وارو) نفساني خواهش جي ڪري وجد ۾ ايندو آهي ۽ حق پرست قلبي ارادي جي ڪري متاثر ٿيندو آهي. انهي جي ڪري چيو ويو آهي ته "سماع خاص قلب تي ڪوبه اثر نه ڪندو آهي اُهو ته صرف انهيءَ شيءِ کي جنبش ڏيندو آهي جيڪا دل ۾ هوندي. ان ڪري جنهن جو باطن (اندر) غير الله سان وابسته هوندو سماع اُن

ڪي بہ متاثر ڪندو آهي ۽ اهو نفساني خواهش جي ڪري وجد ۾ ايندو آهي ۽ جنهن جو باطن خدا سان ڳنڍيل هوندو اهو بہ قلب جي ارادي سان وجد ڪري ٿو. باطل پرست نفس جي حجابن ۾ محدود آهي ۽ حق پرست قلب جي حجابن ۾ قاتل (مقيد) هوندو آهي. نفس جو پردو (حجاب) خاڪي ۽ اونداهي وارو هوندو آهي. ۽ قلب جو حجاب نوراني ۽ آسماني. پر جيڪو شخص حق جي مشاهدي جي دائمي تجلين جي ڪري وڃائجڻ کان محفوظ رهي ۽ وجود جي دامن کان ٿـِڙ (لغزش) نہ ڪائي اهو نہ سماع ٻڌندو آهي ۽ نہ وري وجد ۾ ايندو آهي.

## وجد جو روحاني تعلق

حضرت ممشاد دينوري (متوفي سنہ ٢٩٩ ھ) هڪ اهڙي جماعت وٽان لنگهيو جن وٽ قوال ويٺل هو، جڏهن ڪيس ڏٺائون تڏهن ماٺ ٿي ويا. پاڻ چيائون "جيڪي ڪري رهيا آهيو اهو (پلين) ڪندا رهو. خدا جو قسم! جيڪڏهن دنيا جا سيئي تماشا منهنجي ڪن ۾ پريا وڃن تڏهن بہ اهي منهنجي ڪم ۾ رخني اندازي نٿا ڪري سگهن ۽ نہ وري اهي منهنجي بيماري کي دور ڪري سگهن ٿا". وجد روح جي پڪار آهي. جيڪڏهن اها باطل پرست آهي تہ نفس ۾ قاتل آهي ۽ جيڪڏهن حق پرست آهي تہ قلب ۾ گرفتار آهي. بهر صورت ٻنهي جي وجد ۽ حال جو سرچشمو روحاني روح آهي.

وجد ڪڏهن معنيٰ جي سمجهڻ جي ڪري ظاهر ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن صرف نغمن ۽ سرن کان پيدا ٿيندو آهي. جيڪڏهن معنيٰ جي ذريعي پيدا ٿئي تہ باطل پرست جو نفس روح ساڻ سماع ۾ شريڪ ٿيندو آهي ۽ حق پرست جي دل روح ساڻ گڏجي شريڪ ٿيندي. پر اهو سماع جيڪو صرف نغمن تي مشتمل هوندو انهي ۾ صرف روح سماع ۾ شريڪ ٿيندو آهي. البتہ باطل پرست جو نفس ۽ حق پرست جي دل چوري چوري سان انهي کي ٻڌندي آهي.

## روح ۽ نغما

روح نغمن کان انهي جي لاءِ لطف اندوز ٿئي ٿو جو عالم روحاني حسن و جمال جو مجموعو آهي ۽ ڪائنات ۾ تناسب جي وجود کي زباني

۽ عملي طور تي پسنديده سمجھيو ويو آهي. پڻ شڪل ۽ صورت جي هڪجهڙائي بہ روحانيت جي (پونجي) ميراث آهي. انهي لاءِ جڏهن روح عمدا نغما ۽ متناسب آواز ٻڌندو آهي تڏهن هم جنس ۽ متوازن هئڻ جي ڪري انهي جو اثر قبول ڪندو آهي. انهي ڪانپوءِ هن عالم حڪمت جي مصلحتن جي پيش نظر ان ڪي شرعي پابندين ۾ قاسايو ويندو آهي. جيئن تہ انهن پابندين تي عمل ڪرڻ سان انسان جي موجوده ۽ آئيندي ڀلائي ٻڌل (موقوف) آهي.

نغمن ڪان لطف وٺڻ جو سبب هي بہ آهي تہ نغمن جي ذريعي رمزن ۽ اشارن ۾ نفس روح سان لڪي لڪي ڳالهيون ڪندو آهي ۽ جهڙي طرح ٻن عاشقن جي درميان رمزون ۽ اشارا هوندا آهن اهڙي طرح نفس ۽ روح جي وچ ۾ حقيقي عشق ۽ محبت جا تعلقات آهن. اهوئي سبب آهي جو نفس ڪي موئنث (مادي) ۽ روح ڪي مذڪر (نر) چوندا آهن ۽ مذڪر و موئنث جي درميان عشق ۽ محبت جو هجڻ قدرتي امر آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي "اسان ان جو جوڙو بنايو آهي جيئن تہ اهو آرام ۽ سڪون حاصل ڪري". خدا جي هن قول ۾ انهن باهمي تعلقاتن جو اظهار ڪيو ويو آهي جيڪي عشق ۽ محبت جو سبب آهن. ان ڪري روح نغمن ڪي انهي لاءِ پسند ڪندو آهي تہ اهو ٻن عاشقن جي درميان راز ۽ نياز جو ذريعو آهن.

جهڙي طرح هن ظاهري عالم ۾ حضرت حوا عليہ السلام ۽ حضرت آدم عليہ السلام ڪي مٽيءَ مان پيدا ڪيو ويو هو، اهڙي طرح عالم قدرت ۾ نفس ڪي روحاني روح مان پيدا ڪيو ويو آهي ۽ انهي جي ڪري انهن ۾ باهمي تعلق آهي. ڇو جو نفس روحاني روح جي ويجھڙائي (قرب) جي ڪري انهي جو هم جنس ٿي ويو آهي ۽ سيني حيواني ارواحن ۾ صرف انهي ڪي اهو شرف حاصل آهي جو اهو روحاني روح ڪي وڌيڪ ويجھو آهي. ان ڪري ظاهري عالم جي آدم عليہ السلام ۽ حوا عليہ السلام وانگر نفس جي روحاني روح مان پيدا ٿيڻ جي ڪري انهن جي وچ ۾ بہ عشق ۽ محبت جا تعلقات آهن. انهي جي ڪري هڪڙو مذڪر آهي ۽ ٻيو موئنث آهي. تنهنڪري روح ڪي نغما انهي ڪري پسند آهن جو اُهي عاشق ۽ محبوب جي وچ ۾ پيغامن (مراسلات) ۽ گفتگو (مڪالمات) جو ڪم ڏيندا آهن. جيئن تہ هڪڙو شاعر چوي ٿو:

اکيون ٻڌائي رهيون آهن جيڪو حال آهي اسان جو
چپن تي خاموشي، الفت آهي ظاهر اسان جي.

جڏهن روح نغمن مان لطف وٺندو آهي. تڏهن ان نفس تي جيڪو محبت ۾ جڪڙيل آهي وجد طاري ٿي ويندو آهي ۽ انهي جي هر شيءِ جهومڻ لڳندي آهي. اهڙي طرح قلب جيڪو ارادي جو منتظر هو اهو به پنهنجي اندرئين ڪشمڪش جي ڪري جهومڻ لڳندو آهي. جيئن ته شاعر چوي ٿو:

باطل پرست جو نفس هن جي آسمان جي زمين ۽ حق پرست جي دل هن جي آسمان روح جي زمين آهي.

## ڪامل مرد جو مقام

اهو شخص جيڪو ڪامل مردن جي اعليٰ مقام تي فائز آهي ۽ مختلف عارضي ڪيفيتن کان آزاد، هڪڙو ڪامل جوهر آهي، اهو حضرت موسيٰ عليه السلام وانگر پنهنجي نفس ۽ پنهنجي قلب جي جتي ڪي مقدس وادي ۾ ڇڏي سلطان يا جبروت جي حقيقت واري مقام ۾ مڪين ٿي ويندو آهي ۽ انوار و تجليات الاهي جي ذريعي انهي فاني آوازن کي جلائي ڇڏيندو آهي. ان جو روح پنهنجي عاشق جي راز و نياز ڏانهن متوجه ڪونهي. ڇوته اهو آثار محبوب جي مشاهدي ۾ مشغول آهي ۽ اهو عاشق جيڪو خود پنهنجي عشق ۽ محبت ۾ ڀٽڪي رهيو هجي سو ٻين عاشقن جي فرياد رسي نٿو ڪري سگهي. تنهنڪري ان شخص تي جيڪو اهڙي مقام تي فائز هجي سماع جو به اثر نٿو ٿي سگهي ۽ جڏهن نغما پنهنجي لطافت ۽ روحاني دلڪش جي باوجود انهي جي روح تي اثرانداز نه آهن ته پوءِ هي معنائون جيڪي انهن کان وڌيڪ ميرانجهڙا (ڪثيف) آهن انهي تي ڪيئن تا اثر ڪري سگهن؟ اهو جيڪو لطيف اشارن جي تاب نه جهلي سگهندو هجي سو عبادتن جي ڳري بار جو ڪيئن متحمل ٿي سگهي ٿو؟

## وجد کان بي نياز رهڻ

وجد هڪڙي وارداتي ڪيفيت آهي جيڪا خدا تعاليٰ جي طرفان وارد ٿيندي آهي. پر جنهن بندي جو مقصد خود ذات باري تعاليٰ هجي، اهو صرف

خدا جي ڏنل واردات تي قناعت نٿو ڪري سگهي ۽ جيڪو قرب الاهي جي مقام تي موجود هجي ان کي خدا جي طرفان وارداتون پاڻ ڏي مائل نٿيون ڪري سگهن. ڇوته اهي وارداتون خدا کان دوري (بُعد) کي ظاهر ڪن ٿيون ۽ جيڪو خدا جي ويجهو آهي ان کي سڀ ڪجهه حاصل ٿي ويو آهي، انهي لاءِ اُهو انهن "وارداتن" کي وٺي ڇا ڪري؟ انهي ڪانسواءِ وجد هڪڙي قسم جي باهه آهي ۽ خدا واري انسان جو قلب سراپا نور آهي. ڇوته نور نار (باهه) کان لطيف تر آهي. انهي لاءِ ڪثيف شيءِ لطيف شيءِ تي حاوي نٿي ٿي سگهي.

جيستائين هڪڙو ڪامل مرد استقامت واري واٽ تي گامزن رهندو ۽ پنهنجي ذاتي رجحانات جي ڪري پنهنجي مقرر ڪيل رستي کان منحرف نه ٿيندو، ان وقت تائين سماع جي ڪري انهي تي وجد طاري ڪونه ٿيندو.

## روحاني گهٽتائي

جيڪڏهن خدا محسن جي طرفان اهو ڪنهن آزمائش ۾ مبتلا ٿي وڃي ۽ انهي ۾ ڪا ڪمزوري يا ڪوتاهي اچي وڃي ته ڏکي وقت جي مختلف صورتن ۾ اهو انهن تڪليفن کي برداشت ڪندو. ان وقت اهو پنهنجي وجود ۾ هوندو ۽ پوءِ وري قلب جو حجاب واپس اچي سگهي ٿو. ان ڪري جيڪڏهن انهي وقت ڪنهن خدا رسيده جا قدم لغزش کائن ته اهو مقام قلب ڏانهن ڪري پوندو ۽ جيڪو شخص مقام قلب تي ڪريو اهو نفس واري مقام ڏانهن واپس ويندو.

هڪڙي وڏي بزرگ جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته هن تي سماع کان وجد طاري ٿيو. انهي تي هن کان پڇيو ويو "اوهان جو اهڙو حال ڇو ٿيو؟" هن چيو "مون اندر ڪا شيءِ گهٽجي ويئي هئي جنهن مون کي هن مقام تائين پهچايو آهي".

شيخ سهل رحه جي هڪڙي ساٿيءَ بيان ڪيو "آءٌ شيخ سهل رحه سان گڏ سٺ سالن تائين رهيس ليڪن مون ڪڏهن نه ڏٺو ته ذڪر، تلاوت قرآن يا ڪنهن ٻي شيءِ جي ٻڌڻ کان سندس مزاج ۾ تبديلي آئي هجي. جڏهن سندس عمر جو آخري حصو هو تڏهن هڪ ڀيرو سندن سامهون قرآن شريف جي هيءَ آيت پڙهي ويئي:

**ترجمو:** اڄ اوهان کان ڪوبہ فديو نہ ورتو ويندو. اهو ٻڌي هو لرزجي ويو ۽ ڪرڻ جي قريب هو، جڏهن مون انهي جو سبب پڇيو تڏهن فرمايائين، هائو مون کي ڪمزوري وٺي ويئي آهي.

هڪڙي دفعي هي آيت ٻڌائون: "انهي ڏينهن حڪومت ۽ بادشاهي مهربان خدا جي هوندي." اهو ٻڌندي ئي هو بي چين ٿي ويو. جڏهن سندس دوست ابن سالم رحہ (متوفي سنہ ٢٩٣ ھ) کانئس پڇيو تڏهن چيائين آئون ڪمزور ٿي ويو آهيان. انهي تي ماڻهن چيو تہ جيڪڏهن اهائي ڪمزوري آهي تہ پوءِ طاقت ڪهڙي آهي؟ چيائين "روحاني طاقت هي آهي تہ شيخ ڪامل تيٰ ڪوبہ جذبو طاري ٿئي تہ اهو ان کي روحاني طاقت سان برداشت ڪري ۽ انهي جو عارضي جذبو ان ۾ ڪابہ تبديلي نہ پيدا ڪري سگهي".

حضرت ابوبڪر رضہ جو قول بہ اهڙي قسم جو آهي "اسين بہ اهڙا هئاسون، ايستائين جو هاڻي تلاوت قرآن جي سوقعي تي ڪنهن کي روئندو ڏسي بہ اسان جون دليون سخت ۽ مضبوط ٿي ويون آهن". سندن هن قول جو مطلب هي آهي تہ قرآن شريف جي ٻڌڻ سان دليون مانوس ٿي ويون هيون ۽ ان جي انوار و تجليات کان ايتري قدر آشنا ٿي ويون هيون، جو اُها ڪا نئين يا عجيب شيءِ معلوم نہ ٿيندي هئي، جنهن جي ڪري طبيعت ڦري (متغير) سگهي. تنهنڪري جي ڪري هڪڙي بزرگ فرمايو. هو "منهنجي روحاني ڪيفيت نماز کان پهرين بہ اهڙي هوندي آهي جهڙي نماز کانپوءِ هوندي آهي". هن قول ۾ ان طرف اشارو آهي تہ حق جي مشاهدي جي ڪيفيت هميشہ باقي رهندي آهي تنهنڪري ڪٺي سماع هجي يا نہ هجي ٻنهي صورتن ۾ (انهن بزرگن جي) يڪسان حالت هوندي آهي.

حضرت جنيد رحہ جو قول آهي "علم جي واذاري سان گڏ وجد ۽ حال جي گهٽتائي ڏکي (مُضر) ڪانهي، بلڪ علم جو اضافو وجد ۽ حال جي واذاري کان بهتر آهي".

شيخ حماد فرمائيندو هو "گريہ ۽ زاري وجود جو باقي بچيل حصو آهي".

بهرحال اشارن کي سمجهڻ وارن جي لاءِ اهي سيئي اقوال مفهوم ۾ هڪجهڙي جي ويجهو آهن پر اهڙا ماڻهو گهٽ آهن.

## روئڻ جا قسم

سماع جي وقت روئڻ وارن تي مختلف ڪيفيتون طاري ٿينديون آهن. ڪي ماڻهو خوف کان روئن ٿا، ڪي شوق ۽ محبت ۾ اشڪباري ڪندا آهن ڪي وري خوشي جا لڙڪ وهائيندا آهن.

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحہ جو قول آهي: "عوام جو سماع (ٻڌڻ) قدرتي جذبي جو نتيجو آهي، مريدن جو سماع شوق ۽ خوف تي مبني آهي ۽ اولياءَ الله جي سماع جو بنياد خدا جي نعمتن ۽ احسانن تي آهي. عارف ڪامل جو سماع حق جي مشاهدي تي مبني آهي ۽ اهل حقيقت جو سماع ڪشف ۽ مشاهدو آهي. انهن مان هرهڪ جو خاص مقام آهي". وڌيڪ چيائين "جڏهن اهي وارداتون رونما ٿينديون آهن. تڏهن اُهي ڪنهن شڪل ۽ صورت يا ڪنهن همنوا کان دوچار ٿينديون آهن. ان وقت اُهي انهي شڪل ۽ صورت جي موافق ٿي وينديون آهن ۽ جيڪڏهن ڪو موافق يا همنوا ملندو آهي تہ ان ساڻ گڏجي وينديون آهن".

هي سماع وارن جا روحاني تصور ۽ ڪيفيتون آهن. پر جيڪي اسان بيان ڪيو آهي اهو انهن ماڻهن جو حال آهي جيڪي سماع کان بالاتر آهن. گريہ زاري جو اختلاف مختلف قسمن تي مبني آهي. جن جو اسان هيئنر ذڪر ڪيو آهي. يعني خوف، شوق ۽ سرور ۽ انهن کان اعليٰ درجو گريہ سرور آهي. ان جو مثال اهڙو آهي جيئن ڪو شخص ڏکيي سفر ڪانپوءِ پنهنجي اهل و عيال وٽ اچي تہ اهو بي انتها خوشي کان پنهنجي اهل و عيال کي ڏسي خوشيءَ جا ڳوڙها ڳاڙهي.

## گريہ وجدان

گريہ ۽ زاري جو هڪڙو ٻيو درجو بہ آهي جيڪو نادرالبيان آهي. ڇوتہ اهو آساني سان نٿو سمجهي سگهجي. گهڻو ڪري ان جي ڳالهہ انڪار جي مقابلي ۾ ٿيندي آهي ۽ غرور و تڪبر سان انهي کي پوشيده رکيو ويندو آهي. ان کي اهوئي معلوم ڪري سگهي ٿو جيڪو ان مقام تائين پهچي يا انهي تي تمام گهڻو غور ۽ فڪر ڪري اهو "گريہ وجدان" آهي. جيڪو گريہ

سرور کان الڳ آهي ۽ حق اليقين جي بعض مقامات تي ظاهر ٿيندو آهي. دنيا ۾ حق اليقين جون چند منزلون اهڙيون آهن جتي هي گريہ وجدان ڏنو ويندو آهي. ڇوتہ حادث (فاني) ۽ قديم (هميشہ باقي) جي اختلاف ۽ پاڻ ۾ ٽڪرجڻ (تصادم) جي ڪري حادث جي طرفان الله ٻاجهاري جي سطوت و عظمت جي رعب ۽ جلال کان لڙڪن جي بوندا باندي ٿيندي آهي. انهي جو مثال ائين آهي جيئن تہ مختلف ستارن (اجرام) جي ٽڪرائجڻ (تصادم) جي ڪري بادلن کان ڦڙن جي بوند وسي.

## اهل بقاءَ وارن جو سماع

هي قسم جيتوڻيڪ نادرالوجود آهي. تڏهن بہ اهو فنا جو احساس ڏياريندو آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي جو بندو پنهنجي هستي کي فنا ڪري آثار هستي کان آزاد ٿي انوار و تجليات ۾ مستغرق ٿي ويندو آهي، پوءِ ترقي ڪري مقام بقاءَ تائين پهچندو آهي. جيڪڏهن انهي جي هستي واپس وجي تہ انهي سان گڏوگڏ گريہ و زاري جا قسم بہ واپس ايندا آهن. يعني جهڙي صورتحال هوندي ان جي مطابق خوف، شوق، سرور ۽ وجدان ٿيندو آهي. انهن جون صورتون ملندڙ جلندڙ هونديون آهن. پر اصل حقيقت جي لحاظ کان انهن ۾ اختلاف ۽ لطيف فرق آهي. جنهن کي ارباب حقيقت ئي معلوم ڪري سگهن ٿا.

بهرحال سماع جي ڪانہ ڪا قسم واپس ايندي آهي. پر اهو سماع ان جي تابع ۽ مغلوب هوندو آهي. يعني جڏهن اهو چاهي ان کي اختيار ڪري ۽ جڏهن چاهي ان کي ڇڏي ڏي.

ان وقت سماع جي حالت ۾ هن جو نفس مطمئنَ ۽ روشن، پر سندس طبيعت کان مختلف هوندو ڇوتہ انهي سڪون ۽ اطمينان حاصل ڪري ورتو آهي ۽ هن کي روحاني فيض پهچي چڪو آهي. اهڙي صورت ۾ اهو نفس، سماع کان اهڙي طرح لطف اندوز ٿيندو جهڙي طرح اهو مباح ۽ جائز لذتن کان لطف وٺندو هو. ان کي اختيار آهي تہ خواه سماع سٽي يا انهي ۾ ڌارو ڪري يا انهي کان اثر قبول ڪري يا نہ ڪري. ان وقت اهو نفس هڪڙي اهڙي ٻار جي مثل هوندو جيڪو پنهنجي پيءُ جي هنج ۾ هجي ۽

اهو هن جون کي خواهشون پوريون ڪري ان کي خوش ڪري ڇڏي.

ڇون ته ابومحمد الراشي رحه جو اهوئي حال هو، جو پنهنجن دوستن کي سماع ۾ مشغول ڪندو ۽ پاڻ هڪڙي ڪنڊ ۾ وڃي نماز پڙهندو هو. تڏهن به سماع، جا اهي نغما، نمازي جي نماز جي طرح باطن ۾ سرايت ڪري ويندا آهن ۽ جڏهن نفس انهي ڪان لطف اندوز ٿيندو آهي. تڏهن ان وقت مقام روح، انس ۽ محبت جي ڪري وڏيڪ صاف ٿي ويندو آهي ۽ نفس روح ڪان پري ٿي ويندو آهي. ڪٿي نفس کي ان صورت ۾ اطمينان حاصل ٿئي پر اُهو پنهنجي خلقت ۽ جبلت جي لحاظ ڪان اجنبي رهندو ۽ ان جي دوري جي ڪري روح جي لاءِ فتوح (فتح) جي گهٽائي ٿي ويندي آهي ان ڪري جيڪڏهن نماز جي وقت اهي نغما ڪنن ۾ پهچن ته اهي نمازي جي حقيقي مناجات ۽ هن جي ڪلمات سمجهڻ ۾ حائل نه ٿيندا. بلڪ اهو ڪم ڪنهن مزاحمت ۽ خلل ڪانسواءِ پايه تڪميل تائين پهچي ويندو. ان جو سبب هي آهي ته ايمان جي ڪري سيني کي کولي ان کي تمام وسيع ڪيو ويو آهي ۽ اهو خدا جو ٻانهن تي وڏو احسان آهي.

## سماع جا مختلف اثر

انهي ڪري چيو ويو آهي ته سماع هڪڙي جماعت جي لاءِ دوا آهي ۽ ٻئي جماعت لاءِ اها روحاني غذا آهي. پر ڪن ماڻهن کي اها صرف پڪي جو ڪم ڏيندي آهي. بهرحال گريه ۽ زاري جي سلسلي ۾ نبي اڪرم ﷺ جن جي هڪڙي حديث آهي، پاڻ ﷺ حضرت ابي بن ڪعب رضه کي فرمايائون: "قرآن شريف جي تلاوت ٻڌاءِ." عرض ڪيائين آءُ اوهان جي اڳيان قرآن شريف پڙهان، حالانڪ اوهان ﷺ تي قرآن پاڪ نازل ٿيو آهي؟" فرمايائون مان چاهيان ٿو ته ڪنهن ٻئي ڪان قرآن ڪريم کي ٻڌان. جيئڻ ته سورة النساءَ جي تلاوت شروع ڪيائين، جڏهن هو هن آيت تي پهتو:

**ترجمو:** ڇا حال هوندو، جڏهن اسان هر ڪنهن قوم مان هڪڙو شاهد سڏيندا سون ۽ اوهان کي انهن ماڻهن تي شاهد مقرر ڪنداسون.

تڏهن هي آيت ٻڌي پاڻ ڪريمن ﷺ جون ٻئي اکيون اشڪبار ٿي

ويون. روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن هڪڙي پيري حجر اسود جي سامهون آيا، ان کي چُميائون ۽ دير تائين پنهنجا چپ مبارڪ متس رکي روئندا رهيا ۽ فرمايائون "اي عمر رضہ! هي اُها جڳهہ آهي جتي ڳوڙها ڳاڙيا وڃن ٿا".

هڪ هوشمند انسان بہ مختلف قسمن جي اشڪباري ڪندو آهي ۽ انهي ۾ هن جي فضيلت آهي. ڇوتہ خود نبي ڪريم ﷺ جن ان کي طلب فرمايو آهي. پاڻ ڪريمن ﷺ جي دعا هئي "اي خدا! مون کي خوب روئڻ واريون اکيون عطا فرماءِ!"

اها اشڪباري خدا جي واٽ ۾ آهي ۽ اُنهي جي لاءِ آهي. انهي لاءِ اها مڪمل آهي جو اسين سندس شان ڪريمي جي عطا ڪيل وجود سان مقام بقا ڏانهن موٽون ٿا.

## باب پنجويهون

# محفل سماع جا آداب

هن باب ۾ سماع جا آداب ۽ محفل ۾ خرقه ڦاڙڻ جا احڪام ۽ انهيءَ وچ ۾ مشائخن جي هدايتن جو بيان ڪيو ويندو ۽ ٻڌايو ويندو ته ڪهڙيون ڳالهيون قابل تسليم آهن ۽ ڪهرين شين کان پرهيز ڪرڻ گهرجي.

تصوف جو بنياد سيني حالتن ۾ سچائي (صداقت) تي رکيو ويو آهي ۽ اهو سراسر معقوليت تي مبني آهي. انهي ۾ هڪ طالب صادق کي خلوص نيت ساڻ محفل سماع ۾ حاضر ٿيڻ گهرجي ۽ انهي محفل ۾ نفساني خواهش کان پرهيز ڪري بلڪ هتي وڏيڪ روحانيت حاصل ڪرڻ جي اميد رکي ۽ جڏهن هن محفل مان برڪت حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪري، تڏهن حاضر ٿيڻ کان اڳ ۾ استخارو ڪري. خدا کان خير ۽ فلاح طلب ڪري ۽ جڏهن شريڪ محفل ٿئي، تڏهن صداقت، وقار ۽ سنجيدگي جو دامن هٿ مان نه ڇڏي.

## وجد کان پرهيز ڪرڻ

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحه فرمائي ٿو "ٻڌندڙ (سامع) جي لاءِ ضروري آهي ته سماع ۾ اهڙي لطف اندوزي جي اميد نه رکي جنهن کان هو وجد ۽ شوق ۾ اچي مست ٿئي ۽ انهي تي جذبات ۽ ڪيفيتن جو ايتري قدر اثر ٿئي جو حرڪت ۽ سڪون کي وڃائي ويهي رهي. ان ڪري هڪ طالب صادق کي وجد ۾ آٽڻ وارين حرڪتن کان جيستائين ٿي سگهي بچڻ گهرجي ۽ خاص ڪري اهو مشائخن سڳورن جي اڳيان اهڙيون حرڪتون نه ڪري.

هڪڙو نوجوان حضرت جنيد بغدادي رحه ساڻ گڏ رهندو هو ۽ جڏهن به سماع ٻڌندو هو ته رڙيون ڪندو هو ۽ سندس حالت تبديل (متغير) ٿي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن حضرت جنيد رحه هن کي چيو "جيڪڏهن هن ڪانپوءِ

تنهنجي طرفان ڪا اهڙي حرڪت ظاهر ٿي، ته مون سان گڏ نه رهجانءِ".
انهي هدايت ڪانپوءِ هو پنهنجو پاڻ کي پابند (ضبط) ڪرڻ لڳو. انهي ضبط
جي نتيجي ۾ سندس هرهڪ وار مان پگهر جا ڦڙا ڪرندا هئا. آخرڪار هن
هڪڙي ڏينهن اهڙي دانهن ڪئي جو انهي ڪانپوءِ سندس روح قفس عنصري
مان پرواز ڪري ويو.

بهرحال اها سچائي (صداقت) ڪانهي جو وجد جي ڪيفيت ڪانسواءِ
وجد جو اظهار ڪيو وڃي يا روحاني ڪيفيت ڪانسواءِ وجد ۽ حال جي
دعويٰ ڪئي وڃي. اها ته ڪلم ڪلي منافقت آهي.

## سماع ۾ خطا ڪرڻ

چيو وڃي ٿو ته نصر آبادي رحہ (متوفي سنہ ٣٦٧ هہ) سماع جو ڏاڍو
شوقين هو جڏهن متس ماڻهن اعتراض ڪيو تڏهن چيائين "هي انهي ڪان
بهتر آهي جو اسين ويهي هڪٻئي جي گلا ڪريون". سندس روحاني ياءُ
شيخ ابوعمرو بن بجيد وغيره چوڻ لڳا ته "اي ابوالقاسم! سماع جي خطا
(لغزش) ڪيترن ئي سالن تائين غيبت ڪرڻ ڪان به بري آهي". ان ۾ سماع
جي خطا جو اشارو هن طرف آهي ته انهي سلسلي ۾ ڪيترائي گناهہ سرزد
ٿيندا آهن.

(١) هڪ گناهہ هي آهي ته انهي جي ذريعي خدا تي ڪوڙ ڳالهايو وڃي ٿو ته
هن روحانيت بخشي آهي، حالانڪ ان ڪجهہ به عطا نہ فرمايو آهي.

(٢) انهي جي ڪري حاضرين کي ڌوڪو ڏنو وڃي ٿو ۽ ماڻهو نيڪ گمان
ڪن ٿا حالانڪ فريب ڏيڻ خيانت آهي جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن
فرمايو "جيڪو اسان کي فريب ڏي اهو اسانجي جماعت مان ڪونهي".

(٣) جيڪڏهن اهو باطل پرست آهي پر ماڻهو هن کي سٺي نظر سان ڏسن
ٿا ته ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ ان ڪان اهڙا ڪم سرزد ٿيندا جنهن جي
ڪري عقيدتمندن جي عقيدتمندي ۾ خلل ايندو ۽ اهي انهي قسم جي
بزرگن ڪان بدعقيده ٿي ويندا ۽ انهن ماڻهن کي نقصان پهچندو
جيڪي بزرگن سان حسن ظن (نيڪ خيال) رکن ٿا ۽ اهي بدعقيدگي
جي ڪري نيڪ بندن جي مدد ڪان محروم ٿي ويندا. ان ڪانسواءِ انهي

مان ڪيترين ئي خرابين پيدا ٿيڻ جو امڪان آهي جيڪي غور ڪرڻ سان معلوم ٿي سگهن ٿيون.

(۴) هڪڙي خرابي هي به آهي ته اهڙو ڪوڙو مدعي حاضرين کي مجبور ڪندو ته اهي اُٿڻ ويهڻ ۾ هن جي موافقت ڪن. اهڙي طرح اهو پاڻ به ڏيکاءُ ڪري ٿو ۽ ماڻهن کي به پنهنجي باطل پرستي تي مجبور ڪري ٿو. بهرحال مجمع ۾ ڪي اهڙا ماڻهو به هوندا آهن، جيڪي پنهنجي نور فراست سان اهو معلوم ڪري وٺندا آهن ته اهو باطل پرست آهي پر اُهي به آداب محفل جي پابندي ۾ اهڙي قسم جي بناوٽن تي مجبور ٿي ويندا آهن.

## حرڪتن کي ضبط ڪرڻ

اهڙي قسم جي گناهن جي تفصيل تمام ڊگهي آهي ۽ اهڙن معاملن ۾ خدا کان ڊڄڻ گهرجي ۽ وجد ۽ سماع جون حرڪتون نه ڪرڻ گهرجن. جيستائين رعشه زده جي حرڪتن وانگر اُهي ضبط ڪرڻ کان مجبور ٿي پون يا انهن جي حالت ڇڪ ڏيڻ واري جي طرح ٿي وڃي. جيڪو پنهنجي ڇڪ کي روڪي نٿو سگهي يا هن جي حرڪت ساهه ڪٽڻ واري جهڙي ٿي پوي جو قدرتي تقاضا جي ڪري اهو حرڪت ڪرڻ تي مجبور ٿئي ٿو.

شيخ سري سقطي رحه فرمائي ٿو "وجد ڪرڻ وارو ان وقت نعرو هڻي سگهي ٿو، جو سندس حالت هن حد تائين پهچي جو جيڪڏهن سندس منهن تي تلوار هنئي وڃي تڏهن اُن کي درد ۽ تڪليف جو احساس به نه ٿئي. پر اهل وجد وارن ۾ اها حالت شاذ و نادر (تمام گهٽ) ئي هوندي آهي.

ڪڏهن اهلِ وجد انهي مدهوشي ۽ بيهوشي جي حالت تائين ڪونه پهچندو آهي، پر هن جي اندران اهڙو آواز نڪرندو آهي جيئن ساهه ڪٽڻ جو آواز هوندو آهي ۽ اهو نيم اضطراري (اڌ مجبوري) جي حالت ۾ هوندو آهي.

جڏهن ته حرڪتن ۽ نعرن کي ضبط ڪرڻ تمام ضروري آهي ته پوءِ ڪپڙن ڦاڙڻ کان پرهيز ڪرڻ بدرجه اوليٰ لازم آهي ڇوته انهي جي ڪري مال ضائع ٿيندو آهي ۽ فضول خرچي ٿيندي آهي. اهڙي طرح ڳاڍڻ ڏانهن چادر (خرقه) اڇلائڻ به غير مناسب آهي. البته جيڪڏهن رياڪاري ۽ ڏيکاءَ

جو شڪ نہ هجي ۽ نيت هجي تہ پوءِ ڳائڻي ڏانهن چادر (خرقي) اڇلائڻ ۾ حرج ڪونهي.

ڪعب بن زبير رضہ کي پاڻ ڪريمن ﷺ چادر عطا فرمائي:

حضرت ڪعب بن زبير رضہ جي باري ۾ مذڪور آهي تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيو ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ جي اڳيان اُهي شعر پڙهيائين جن جي پهرين مصرع هي آهي: (ترجمو) "منهنجي محبوبہ سعاد جدا ٿي ويئي، ان ڪري منهنجي دل هوش ۾ نہ آهي".

جڏهن هيءُ شعر پڙهيائين "رسول الله ﷺ خدا جي هڪ اگهاڙي تلوار آهن ۽ جنهن ڪان روشني حاصل ڪئي وڃي ٿي". تڏهن پاڻ ﷺ پڇيائون "تون ڪير آهين؟" انهي تي هن ڪلمو شهادت پڙهي عرض ڪيو "آئون ڪعب بن زبير آهيان. ان وقت پاڻ ڪريمن ﷺ اها چادر جيڪا ڪين ﷺ کي اوڍيل هئي سا هن جي طرف اڇلايائون. جڏهن حضرت معاويہ رضہ جو زمانو آيو تڏهن پاڻ ﷺ ڪعب بن زبير کي هي پيغام موڪليو "منهنجي هٿ تي رسول الله ﷺ جن جي چادر ڏهن هزارن ۾ فروخت ڪر. انهي جي جواب ۾ چيائين "آئون رسول الله ﷺ جن جي پوشاڪ کي ڪنهن شيءِ تي ترجيح نٿو ڏيئي سگهان. جڏهن حضرت ڪعب رضہ جو لاڏاڻو ٿي ويو تڏهن حضرت معاويہ رضہ سندس اولاد ڏانهن ويهہ هزار درهم موڪليا ۽ اها چادر حاصل ڪئي. هي اهائي چادر آهي جيڪا عباسي خليفي الناصر الدين بالله وٽ (جيڪو حضرت شهاب الدين سهروردي رحہ جي زماني ۾ بغداد جو خليفو هو) اڄا تائين موجود آهي ۽ انهي جي برڪتن جي ڪري سندس دوُر زرين فيضياب ٿي رهيو آهي.

## صوفيانہ آداب

صوفين سڳورن جون خاص رسمون ۽ آداب آهن. جن تي اهي پنهنجي صحبتن ۾ پابندي ڪرڻ آداب معاشرت سمجهندا آهن. ڪٿي اڳين بزرگن ان جي پابندي ڪانہ ڪئي. پوين مشائخن انهن شين کي پسنديده سمجهيو آهي ۽ انهي تي متفقہ طور تي عمل ڪندا آيا آهن ۽ شريعت بہ انهن شين جو انڪار ڪونہ ٿي ڪري. تنهنڪري انهن کي ناپسند ڪرڻ جو ڪوبہ سبب ڪونهي.

صوفين جي انهن آدابن مان هڪڙو معاملو هي به آهي ته جيڪڏهن انهن بزرگن مان ڪو جهومڻ لڳي ۽ سندس خرقه (چادر) ڪري پوي يا مٽس وجد طاري ٿي پوي ۽ اهو ٻڳائي ڏانهن پٽڪو اڇلائي ڏي ته صوفين جي ادب جي ڪري سيئي حاضرين مٿي اگهاڙا ٿين. شرط اهو آهي ته اهو فعل مير محفل يا شيخ صحبت ڪان سرزد ٿئي. جيڪڏهن انهي قسم جو فعل مشائخن جي موجودگي ۾ نوجوانن ڪان سرزد ٿيو هجي ته پوءِ مشائخن جي لاءِ نوجوانن جي موافقت ڪرڻ ضروري ڪانهي، پوءِ ٻيا حاضرين محفل به مشائخن جي پيروي ڪندا. نوجوانن جي موافقت ڪانه ڪندا.

## خرقه جي ورهاست ڪرڻ

جڏهن اهي سماع ڪانپوءِ خاموش ٿي ويندا تڏهن صاحب وجد و حال پنهنجو خرقه واپس وٺندو. ان وقت حاضرين محفل سندس اتباع ۾ پنهنجا پٽڪا ڪٽندا ۽ فوراً شيخ جي موافقت ڪندي مٿي تي رکندا. جڏهن خرقه قوال ڏانهن اڇليو وڃي تڏهن اهو قوالي واري جو ٿي وڃي ٿو. بشرطيڪ هن ڪي ڏيڻ جو ارادو هجي. ليڪن هن ڪي ڏيڻ جو ارادو ڪونهي ته انهي صورت ۾ به رايا آهن. ڪي چون ٿا ته اهو قوال ڪي ئي ملندو ڇوته اهوئي وجد ۽ حال جو اصل محرڪ آهي ۽ انهي جي ڪري خرقي اڇلائڻ جي اها ڪيفيت طاري ٿي. پر ڪن بزرگن جي اها راءِ آهي ته انهي ۾ سيني اهل محفل وارن جو حصو آهي جن ۾ قوال به ساڻن شامل آهي. ڪٿي اصل محرڪ قوال جو قول آهي پر انهي ۾ سيني محفل وارن جون برڪتون به شامل هيون. انهن سيني جي اجتماع ساڻ وجد رونما ٿيو آهي. صرف قوال جي قول سان وجد ڪونه پيدا ٿيو. البت قوال کي به انهن ماڻهن ۾ شامل ڪري سگهجي ٿو.

انهي سلسلي ۾ هيءَ حديث آيل آهي ته حضرت نبي ڪريم ﷺ جن بدر واري جنگ جي موقعي تي فرمايائون "جيڪو شخص جهڙي جڳهه تي بيهي ته انهي جي لاءِ هيترو درجو آهي ۽ جيڪو شهيد ٿيو انهي لاءِ هيترو اجر آهي ۽ جيڪو قيد ٿيو انهي جي لاءِ هيترو ثواب آهي". اهو ٻڌي نوجوان جلدي اڳتي وڌيا ۽ پوڙها ۽ سردار جهنڊن جي ويجهو رهيا. جڏهن الله

تعاليٰ مسلمانن کي فتح ڏني، تڏهن نوجوانن مطالبو ڪيو ته اها فتح انهن جي نالي ٿي. انهي تي پوڙهن چيو "اسين اوهان جو ڏڍ هئاسون. لهذا مال غنيمت کي اسان کان الڳ نه رکو. انهي تي هيءَ آيت نازل ٿي:

**ترجمو:** اُهي اوهان کان مال غنيمت جي باري ۾ سوال ڪن ٿا. چئو ته مال غنيمت الله ۽ ان جي رسول الله ﷺ جو آهي. (پارو ۹ سورة انفال)

ان ڪانپوءِ پاڻ ڪريم ﷺ مال غنيمت هڪ جيترو حصو انهن ۾ ورهايو. ڪن ماڻهن جي راءِ آهي ته جيڪڏهن قوال انهن صوفين جي جماعت ۾ شامل ٿيو ته انهي جي حيثيت انهن مان هڪڙي ماڻهو جي هوندي ۽ جيڪڏهن اهو انهن جي جماعت مان ڪونهي ته پوءِ انهي حصي مان ان جي ڪابه قدر و قيمت ڪانهي. بلڪه انهي چادر کي درويشن ۾ ورهايو ويندو.

ڪن ماڻهن هيئن چيو آهي ته جيڪڏهن قوال ڪرائي تي آيل هجي ته ان کي انهن تبرڪات خرقه مان ڪوبه حصو نه ملندو ۽ جيڪڏهن اهو بنا اجوري خوشي ساڻ مفت اهو ڪم سرانجام ڏيئي رهيو هجي ته ان کي حصو ملندو.

ورهاست جا اهي سيئي احڪام هن صورت ۾ هوندا، جڏهن اُتي فيصلو ڪرڻ وارو شيخ موجود نه هوندو. جيڪڏهن اُتي ڪو شيخ هجي، جنهن جو سيني تي رعب هجي ۽ سندس حڪم مڃيو وڃي ته انهي صورت ۾ شيخ محترم پنهنجي راءِ جي مطابق فيصلو ڏيندو. ڇوته انهي معاملي ۾ حالات مختلف هوندا آهن. انهي لاءِ شيخ صحبت سندس حڪمت عملي جي مطابق ڪم ڪندو ۽ ڪوبه مٿس اعتراض ڪري نه سگهندو.

جيڪڏهن ڪنهن دوست يا محفل واري ان جو فديو ۽ معاوضو ڏيئي ڇڏيو ۽ قوال ۽ حاضرين محفل انهي تي رضامند ٿي ويا ۽ هرهڪ پنهنجو خرقو واپس ورتو ته ان ۾ به ڪو حرج ڪونهي. ليڪن جيڪڏهن ڪنهن ڏيڻ جي نيت سان نه ونڻ تي اصرار ڪيو ته انهي جو خرقو قوال کي ئي ڏنو ويندو.

## ڦاٽل گوڏڙي جي ورهاست

ڪنهن وقت هڪ مخلص وجد وارو درويش روحاني جذبي جي غلبي کان بي اختيار ٿي گوڏڙي يا خرقي کي ڦاڙي وجهندو آهي. اهڙي ڦاٽل گوڏڙي کي جيڪڏهن ڪو ونڻ چاهي ته صوفي سڀ‌گورا انهي کي ڦاڙي ٽڪرا

ٽڪرا ڪري تبرڪ جي طور تي ورهائي ڇڏيندا آهن. ڇوته وجد خدا جي فضل ۽ عنايت جي علامت آهي ۽ گودڙي ڪي ڦاڙڻ وجد جي نشاني آهي، انهيَ لاءِ اهڙي گودڙي زباني اثر کان متاثر آهي. تنهنڪري اهو سڀني ماڻهن جو حق آهي ۽ جڏهن ان ڦاٽل خرقي جو ڪو حصو ملي ته ان کي اعزاز ۽ اڪرام سان مٿي تي رکجي شاعر چوي ٿو:

هوا ساڻ گڏ خوشبوءِ اچي رهي آهي

انهن جي اچڻ جي خبر آڻي رهي آهي.

حضرت رسول الله ﷺ جن بادلن جو استقبال ڪندا هئا ۽ انهن کان تبرڪ حاصل ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته اُهي پنهنجي رب سان هينئر ملاقات ڪري اچي رهيا آهن. اهڙي طرح ڦاٽل گودڙي به تقرب الاهي جو درجو رکي ٿي ۽ انهي جي باري ۾ اهوئي فيصلو آهي ته هن کي حاضرين ۾ ورهايو وڃي ۽ ان جي تابع ثابت گودڙي جي باري ۾ شيخ صحبت فيصلو ڪندو. جيڪڏهن چاهي ته اهو انهي مان ڪجهه درويشن جي لاءِ مخصوص ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن چاهي ته انهي کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي. انهي تي اهو اعتراض نٿو ٿي سگهي ته هيءُ اسراف ۽ فضول خرچي آهي. ڇوته ننڍڙي گودڙي به ضرورت جي وقت وڏي گودڙي جي جيئن ڪم ڏيئي سگهي ٿي.

## حديث مان ثبوت

حضرت علي بن ابيٰ طالب ڪرم الله وجهه فرمائي ٿو ته "رسول الله ﷺ جن کي ريشم جي پوشاڪ تحفي ۾ موڪلي ويئي. تڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ انهي کي مون ڏانهن موڪليائون. جڏهن آئون انهي کي پائي ٻاهر نڪتس، تڏهن پاڻ مون کي فرمايائون "جيڪي شيون مان پنهنجي لاءِ ناپسند ڪندو آهيان انهن کي تنهنجي لاءِ پسند نٿو ڪري سگهان". ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ ان کي ڦاڙي عورتن جي لاءِ چُنيون ناهيون". ٻي روايت ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه فرمائي ٿو "آئون پاڻ سونهارن ﷺ وٽ آيس ۽ چيم" هن جو ڇا ناهيان؟ ڇا انهي کي پهريان؟" پاڻ ﷺ فرمايو "نه بلڪ فاطمه نالي عورتن لاءِ چُنيون ناهي ڇڏ". انهي مان سندن ﷺ جي مراد فاطمه رضه بنت اسد، فاطمة الزهرا رضه بنت رسول ﷺ ۽ فاطمه بنت حمزه

رضہ هيون. هن روايت ۾ اهو مذڪور آهي تہ اهو هديو ريشم جي ٻيٽي سبيل پوشاڪ هئي. بهرحال انهي سنت نبوي ﷺ مان ڪپڙي ڪي ڦاڙي ورهائڻ جو ثبوت ملي ٿو.

## فضول خرچي جو اعتراض

چون ٿا تہ نيشاپور جا فقيهہ ۽ صوفي سڳورا هڪڙي دعوت ۾ گڏ ٿيا. فقيهن جي جماعت جو سردار شيخ ابومحمد الجويني رحہ ۽ شيخ الصوفيہ شيخ ابوالقاسم القشيري رحہ (داتا گنج بخش لاهوري رحہ جو اُستاد) هو. اُتي ڪو خرقہ ڪري پيو، جنهن ڪي صوفين جي رسم جي مطابق ان ڪي ورهايو ويو. ان وقت جناب ابومحمد رحہ ڪن فقيهن ڏانهن نهاري آهستي چيو "هيءُ اسراف آهي ۽ اهڙي طرح مال ضايع ڪيو ويو". شيخ ابوالقاسم القشيري اها ڳالهہ ٻڌي ورتي پر ان وقت ڪونہ ڪڇيو، جڏهن ورهاست ٿي چڪي تڏهن خادم ڪي سڏيائين ۽ چيائين تہ محفل ۾ ڏس جنهن وٽ ڦاٽل پراڻو مصلو هجي اهو مون وٽ کڻي اچ. جڏهن اهڙو مصلو کڻي آيو، ان ڪانپوءِ هڪ واقف ماڻهو ڪي سڏيائين ۽ ان ڪان معلوم ڪيائون تہ هي مصلو وڏ ۾ وڏ ڪيتري ۾ خريد ڪندا تہ هن ماڻهو چيو تہ هڪ دينار ۾ ۽ وري فرمايائون تہ جيڪڏهن ان جو ڪو ٽڪرو هجي تہ ڪيتري ۾ خريد ڪندين تہ ان ماڻهو چيو تہ اڌ دينار ۾. انهي ڳالهہ ٻولهہ ڪانپوءِ پاڻ شيخ ابومحمد سان مخاطب ٿيا ۽ فرمائڻ لڳا تہ هن تقسيم ڪي مال ضايع ڪرڻ ڪونہ چئبو چوتہ ڦاٽل خرقو سيني حاضرين ۾ تقسيم ڪيو ويندو بشرطيڪ اُهي صوفين جي طرف نيڪ گمان رکندڙ هجن ۽ خرقي جي ذريعي تبرڪ حاصل ڪرڻ جا معتقد هجن.

باب چويهون

# صوفين جا چاليهہ ڏينهن

صوفي سڳورا چاليهن ڏينهن جو جيڪو پروگرام مقرر ڪندا آهن اهو اهڙو خاص پروگرام ڪونهي جيڪو پوءِ نہ ڪري سگهجي بلڪ انهن جي خاص ڪرڻ جو سبب هي آهي تہ جيئن تہ ماڻهو وقت جي پابندي ڪانہ ٿا ڪن، انهي لاءِ اُهي چاليهن ڏينهن جي پابندي ڪرائيندا آهن. جيئن تہ اُهي هميشہ انهن شين جا عادي ٿي پون ۽ جهڙي طرح چاليهہ ڏينهن پنهنجو وقت گذارين ٿا اهڙي طرح هميشہ پنهنجو وقت گذارين. چاليهہ ڏينهن ڪي مقرر انهي لاءِ ڪيو آهي جو رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ:

"جيڪو بہ چاليهن صبوحن تائين الله ڏانهن دل جي سچائي (خلوص) سان متوجہ رهي تہ حڪمت جا چشما سندس دل مان ڦٽي ان جي زبان تي اچن ٿا".

ان ڪانسواءِ الله تعاليٰ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي قصي ۾ چاليهن راتين تائين عبادت جو خصوصيت سان ذڪر ڪيو آهي. جيئن تہ خداوند پاڪ فرمائي ٿو:

"اسان موسيٰ (عليہ السلام) سان ٽيهن راتين جو واعدو ڪيو ۽ اسان ڏهہ راتيون ٻيون پوريون ڪيون سون. اهڙيءَ طرح هو پنهنجي پالڻهار وٽ چاليهہ راتيون رهيو".

## حضرت موسيٰ عليہ السلام جو چلو

انهي واقعي جي تشريح هينئن آهي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام بني اسرائيل وارن سان مصر ۾ هي واعدو ڪيو هو تہ جڏهن خدا سندن دشمن کي هلاڪ ڪندو ۽ کين انهن جي غلامي کان نجات ڏيندو تڏهن هو خدا

وٺان هنن وٽ هڪڙو ڪتاب ڪٺي ايندو جنهن ۾ حلال ۽ حرام جي قانونن ۽ حڪمن جو ذڪر هوندو. چنانچه جڏهن فرعون کي خدا پاڪ هلاڪ ڪيو تڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام پنهنجي پالڻهار کان ڪتاب نازل ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. الله تعاليٰ کيس حڪم ڏنو ته هو ٽيهه ڏينهن جا روزا رکي، اهو ذوالقعد جو مهينو هو. جڏهن ٽيهه راتيون پوريون ٿيون، تڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام کي پنهنجي منهن جي بوءِ اڻ وڻندڙ معلوم ٿي، انهي لاءِ پاڻ ڏندڻ ڏنائون. ملائڪن چيو ته: "اسان تنهنجي منهن مان مشڪ جي خوشبوءِ سنگهيندا هئاسون پر توهان ڏندڻ ڏيڻ ڪري انهي کي خراب ڪري ڇڏيو. جنهن تي الله تعاليٰ کيس حڪم ڏنو ته ٻئي مهيني ذوالحج جا ڏهه ڏينهن پڻ وڌيڪ روزا رک ۽ فرمايائين "ڇا توکي معلوم نه آهي ته روزيدار جي وات جي بوءِ منهنجي نزديڪ مشڪ جي خوشبوءِ کان زياده عمدي آهي".

حضرت موسيٰ عليه السلام جا روزا اهڙي طرح نه هوندا هئا، جو ڏينهن جي وقت کاڌو ڇڏيو وڃي ۽ رات جو کاڌو کائجي بلڪ پاڻ بنا کائڻ جي چاليهه ڏينهن تائين لڳاتار روزا رکيائون.

انهيءَ مان خبر پوي ٿي ته کاڌي کان معدي جو خالي هجڻ اصل بنياد آهي ايستائين جو حضرت موسيٰ عليه السلام به خدا سان همڪلام ٿيڻ جي قابل انهي صورت ۾ ٿيو. جيئن ته الله وارن ماڻهن کي جيڪي روحاني علم خدا جي طرفان حاصل ٿيندا آهن، سي به مڪالمه (گفتگو) جي هڪڙا قسم آهن. تنهنڪري جيڪو خدا ڏانهن خالي معدي (پيٽ) سان چاليهن ڏينهن تائين متوجه رهي ته خدا اُن تي پنهنجي طرفان روحاني علمن جا دروازا کولي ڇڏيندو آهي. جيئن ته رسول الله ﷺ جن ان جي خبر ڏني آهي ۽ پاڻ سونهارن انهي ڪم جي لاءِ چاليهن ڏينهن جي مدت مقرر ڪئي آهي ۽ خدا به حضرت موسيٰ عليه السلام کي هن ڳالهه جو حڪم ڏنو هو. انهي سلسلي ۾ خاص حڪمت جي بناءَ تي چاليهن ڏينهن جي قيد لڳائي ويئي آهي. انهي حڪمت مان يا ته نبين سڳورن کي خدا پاڪ واقف ڪيو هو يا پيغمبرن کانسواءِ ٻيا به مخصوص ٻانها آهن جن کي خداوند پاڪ انهي راز کان واقف ڪيو هو.

## چاليهن ڏينهن جي حڪمت

منهنجي (عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي) خيال ۾ ان جو راز هي آهي تہ جڏهن الله تعاليٰ حضرت آدم عليہ السلام کي مٽي مان بنائڻ چاهيو تڏهن ان مٽيءَ کي ڳوهڻ (خمير) جو ايتري تعداد ۾ اندازو لڳايو ويو هو. جيئن تہ روايت ۾ آيو آهي الله پاڪ حضرت آدم عليہ السلام جي مٽيءَ کي چاليهن ڏينهن تائين ڳوهايو. جيئن حضرت آدم عليہ السلام ٻنهي جهانن جي تعمير جو معمار هو ۽ ان وقت خدا گهريو ٿي تہ هو دنيا جي تعمير ۽ آبادڪاري جو سبب بنجي ۽ انهي ساڻ جنت کي بہ آباد ڪري سگهجي. انهي لاءِ کين مٽيءَ سان اهڙي طرح مرڪب ڪيو جيئن تہ هو هن ظاهري دنيا جو معمار بنجي سگهي ۽ هو دنيا کي ان قوت تائين آباد نٿي ڪري سگهيو. جيستائين جو کين قانون حڪمت جي مطابق زمين جي سفلي جزن مان نہ پيدا ڪيو وڃي.

ان ڪري حضرت آدم عليہ السلام کي مٽي مان پيدا ڪيو ويو ۽ چاليهن صبوحن تائين سندن مٽي پئي ڳوهائي. جيئن هو چاليهن ڏينهن جي خميرڄڻ ڪري بارگاه الاهي کان چاليهن پردن جي دوري تائين پهچي وڃن. اهي سيئي حجاب انهي لاءِ رکيا ويا هئا جو اُهي جهان جي تعمير ڪري سگهن ۽ بارگاه الاهي ۽ قرب جي مقامن کان کين روڪيو وڃي ڇوتہ انهن حجابن جي ڪري کين نہ روڪجي ها تہ، جهان جي تعمير نہ ٿي سگهي ها. ان ڪري هن عالم رنگ و بو جي تعمير ۽ هن سرزمين ۾ خلافت الاهي کي سنڀالڻ جي لاءِ کين مقام قرب کان پري رکيو ويو.

## حجابن جو ازالو

انسان الله جي اطاعت جي لاءِ متوجہ ٿي ڪري ۽ ذريعي معاش کان منهن موڙي روزاني هڪ هڪ حجاب دور ڪندو آهي ۽ جيتري قدر سندس حجابات هٽندا ويندا، ايتري قدر اهو بارگاه الاهي جي قريب پنهنجو نڪاڻو بنائيندو ويندو جيڪو سيني علمن جو سرچشمو ۽ مرڪز آهي. جڏهن چاليهہ ڏينهن پورا ٿي ويندا تڏهن سيئي حجاب دور ٿي ويندا بلڪ علم ۽

معرفت جو سيلاب اُتلي پوندو ۽ اهي علم ۽ معارف عظمت الاهي جي نوراني اڪسير جي اثر ڪان انوار و تجليات ۾ بدلجي ويندا ۽ نفس جون ڳالهيون الهامي علم بنجي عظمت الاهي جي انوار ۽ تجليات کي قبول ڪرڻ جي لاءِ آماده ٿيندا. جيڪڏهن نفس جو وجود ۽ هن جو ڪلام هجي ته پوءِ علم رباني جو ظهور نه ٿئي ها ڇوته نفس جو ڪلام انوار الاهي کي قبول ڪرڻ جو "جسماني ٿانو" آهي ۽ قلب جو بذات خود حصول علم سان ڪوبه واسطو ڪونهي.

حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته "حڪمت جا چشما هن جي قلب مان سندس زبان تي ڦٽي نڪرندا" انهيءَ ۾ هن طرف اشارو آهي ته قلب جا به رخ آهن. ان جو هڪڙو رخ نفس ڏانهن آهي، جنهن جي ڪري هن جو ڌيان ظاهري جهان ڏانهن آهي. ان ڪري اهي علم جيڪي نفس ۾ پيدا ٿين ٿا، قلب انهن کي حاصل ڪري زبان جي حوالي ڪندو آهي جيڪا هن جي ترجمان آهي. اهڙي طرح علمن جو ظهور قلب مان ٿيندو آهي ڇوته انهن جو بنياد اتي ئي آهي.

قلب ۽ روح ملهم حقيقي (خدا تعاليٰ) جي قريب ٿي الهامي درجن ڪان بالاتر مرتبا حاصل ڪندا آهن. خدا جو ٻانهو پنهنجي پروردگار سان لنئون لڳائي ۽ دنيا ڪان ڪناره ڪشي ڪري پنهنجي هستي جي ڊگهين مسافتن کي جلد طئي ڪري وٺندو آهي ۽ پنهنجي نفس مان علمن جا جواهر ڪڍي ايندو آهي. جيئن ته حديث شريف ۾ آيو آهي:

"انسان جو سون ۽ چاندي جي کاڻين وانگر مختلف کاڻين (معادن) سان تعلق آهي ان ڪري جيڪي ماڻهو جاهليت واري زماني ۾ بهترين آهن اُهي ئي عهد اسلام ۾ به افضل آهن. پر شرط هي آهي ته اُهي سمجهدار هجن". ان ڪري روزاني اخلاص ساڻ ڪم ڪرڻ سان خاڪي ۽ ارضي طبقن مان هڪ اهڙو طبقو ختم ٿيندو ويندو آهي جيڪو الله ڪان پري رکندو آهي. ايستائين جو چاليهه ڏينهن پورا ڪرڻ ڪانپوءِ چاليهه طبقا هٽي ويندا آهن. يعني هر روزق حجابن جي طبقن مان هڪڙو طبقو دور ٿي ويندو آهي. انهي چلي جو صحيح اثر صحيح بندگي ۽ اخلاص جي شرطن جي پابندي ان وقت ظاهر ٿيندي آهي جڏهن هن چلي ڪانپوءِ طالب حق جي دلچسپي دنيا ڪان گهٽجي وڃي ۽ اهو هن فريب جي دنيا ڪان ڪناره

ڪش ٿي غير فاني جهان ڏانهن متوجہ ٿئي. ڇوتہ حڪمت جي ظاهر ٿيڻ لاءِ زهد ۽ تقويٰ ضروري آهي ۽ جنهن دنيا کان ڪناره ڪشي نہ ڪئي اهو حڪمت حاصل نٿو ڪري سگهي.

## اخلاص جي اهميت

جيڪڏهن ڪو شخص چلي ڪانپوءِ بہ حڪمت جي ملڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهي تہ سمجهو تہ هن فرضن کي صحيح طور تي ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاهي ڪئي آهي ۽ اخلاص سان خدا ڏانهن متوجہ ڪونہ ٿيو آهي. جنهن ۾ بہ اخلاص ڪونهي اهو خدا تعاليٰ جي صحيح عبادت نٿو ڪري سگهي. ڇوتہ الله تعاليٰ جهڙي طرح اسان کي عمل جو حڪم ڏنو آهي، اهڙي طرح هن اسان کي اخلاص جو بہ حڪم ڏنو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "انهن کي هيءُ حڪم ڏنو ويو آهي تہ اهي الله جي خلوص سان عبادت ڪن".

حضرت صفوان بن عسال جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "قيامت جي ڏينهن اخلاص ۽ شرڪ گوڏن ڀر گسڪي (باادب) باري تعاليٰ جي سامهون حاضر ٿيندا. ان وقت رب ڪريم اخلاص کي حڪم ڏيندو "تون ۽ اهلِ اخلاص جنت ۾ وڃو" ۽ شرڪ کي چوندو "تون ۽ اهلِ شرڪ دوزخ ۾ وڃو".

مٿين گذريل سند جي حوالي سان حضرت حذيفہ رضہ جي روايت آهي هو فرمائي ٿو تہ "مون رسول الله ﷺ جن کان پڇيو تہ "اخلاص ڪهڙي شيءِ آهي؟" پاڻ سونهارن ﷺ حضرت جبرئيل عليہ السلام کان پڇيو ۽ هن رب ڪريم کان اخلاص جي باري ۾ سوال ڪيو تڏهن الله تعاليٰ فرمايو "اخلاص منهنجو هڪڙو راز آهي جنهن کي مون پنهنجن محبوب ٻانهن جي دلين ۾ وديعت (امانت) ڪري رکيو آهي.

ڪي ماڻهو نفس جي مخالفت ڪري خلوت نشين ٿيندا آهن ڇوتہ نفس قدرتي طور تي خلوت کي ناپسند ڪندو آهي ۽ ماڻهن سان ميل ميلاپ رکڻ جي طرف مائل آهي. ان ڪري جڏهن هن کي سندس مانوس جڳہ کان ڪڍيو وڃي ۽ الله تعاليٰ جي اطاعت جو عادي بنايو وڃي تہ هر ڪنهن ڪڙاڻ (تلخي) ڪانپوءِ قلب کي حلاوت حاصل ٿيندي آهي.

## خلوت نشيني

حضرت ذوالنون مصري رحہ جو قول آهي تہ "مون خلوت کان وڌيڪ اخلاص پيدا ڪرڻ واري ڪابہ شيءِ نہ ڏٺي، ان ڪري جنهن خلوت کي اختيار ڪيو انهي اخلاص جي ٿنڀ کي جهلي ورتو ۽ صدق و حقيقت جي هڪڙي وڏي رڪن کي حاصل ڪري ورتو.

حضرت شبلي رحہ هڪڙي ماڻهوءَ کي جيڪو هدايت جو طالب هو هن طرح نصيحت ڪئي تہ، خلوت نشيني کي لازم ڪري وٺ، جماعت مان پنهنجو نالو مٽائي ڇڏ ۽ هر وقت چار ديواري (ڪنڊ) ۾ رهہ ايستائين جو تنهنجو آخري وقت اچي وڃي.

شيخ يحيٰ بن معاذ رضہ فرمائي ٿو تہ خلوت نشيني صديقن جو دلي مقصد آهي. ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جن جو اندر (باطن) خلوت نشيني کي پسند ڪندو آهي ۽ انهن جي نفس جي ڪشش انهي طرف هوندي آهي ۽ هي انهن جي روحانيت جو مڪمل ترين ثبوت آهي.

## غار حرا جي خلوت

خود رسول الله ﷺ جن جو خلوت نشيني ۾ اهوئي حال هو. حضرت عائشہ رضہ فرمايو تہ رسول الله ﷺ جن تي وحي جي ابتدا اهڙي طرح ٿي جو پاڻ ڪريم ﷺ ننڊ ۾ سچا خواب ڏسندا هئا اهي صبح جي روشنيءَ جي جيئن صحيح ٿيندا هئا، پوءِ پاڻ سونهارن ﷺ کي اڪيلائي پسند اچي ويئي. جيئن تہ پاڻ سونهارا ﷺ غار حرا ۾ اڪيلا مسلسل ڪيترائي ڏينهن ۽ ڪيتريون ئي راتيون عبادت ۾ مشغول رهندا هئا. پاڻ پنهنجو ڪاڌو خود گڏ کڻي ويندا هئا، جڏهن اهو ختم ٿي ويندو هو تڏهن حضرت خديجہ رضہ وٽ واپس اچي ٻيهر ڪاڌو کڻي ويندا هئا، ايستائين جو غار حرا ۾ حق مٿن نازل ٿيو. يعني هڪڙو ملائڪ آيو ۽ چوڻ لڳو "پڙهہ" پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو "آئون پڙهيل ڪونہ آهيان". پاڻ سڳورن جو بيان آهي تہ ملائڪ مون کي زور سان جهليو (پڪڙيو) ايستائين جو آئون ٿڪجي پيس پوءِ ڇڏي چوڻ لڳو اقرا (پڙهہ) مون چيو تہ "آئون پڙهڻ ڪونہ ٿو ڄاڻان". انهي تي هن مون

ڪي ٽيون ڀيرو وٺي زور سان پڪڙيو ۽ پوءِ مون کي الڳ ڪري ڇوڙ لڳو ته:

ترجمو: پنهنجي ان پالڻهار جي نالي سان پڙهه، جنهن پيدا ڪيو آهي. جنهن انسان کي ڄميل رت مان پيدا ڪيو آهي. تون پڙهه، تنهنجو پالڻهار تمام گهڻو ڪرم وارو آهي.

## وحي جي شروعات

پاڻ ڪريم ﷺ انهيءَ واقعي کانپوءِ ڏڪندڙ دل سان حضرت خديجه رضه وٽ آيا ۽ فرمايائون: "مون کي ڪمبل اوڍاءِ ڪمبل اوڍاءِ". ڪين ﷺ کي ڪمبل اوڍايو ويو. جڏهن سندن ﷺ جن جي دهشت دور ٿي. تڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ حضرت خديجه رضه کي سمورو واقعو ٻڌايو ۽ فرمايائون، مون کي پنهنجي عقل جي باري ۾ خوف وٺي ويو آهي" حضرت خديجه رضه فرمايو هرگز نه، خدا اوهان کي ڪڏهن به رسوا نه ڪندو. ڇوته اوهان صله رحمي ڪريو ٿا، بيڪسن جو بار کڻو ٿا، لاچارن جي مدد ڪريو ٿا، مهمان نواز آهيو ۽ ماڻهن جي مصيبتن ۾ ڪم اچو ٿا".

ان کانپوءِ حضرت خديجه رضه پاڻ سونهارن ﷺ کي ورقه بن نوفل بن اسد بن عبدالعزيٰ وٽ وٺي ويئي. (جيڪو حضرت خديجه رضه جو سوٽ هو) هو جاهليت ۾ عيسائي ٿي ويو هو ۽ انجيل عبراني ۾ لکندو هو ۽ وقت هو تمام پيرسن ۽ نابين ٿي ويو هو. حضرت خديجه رضه هن کي چيو ته "اي منهنجا سوٽ ذرا پنهنجي ڀائٽي جو قصو ٻڌ".

ورقه پاڻ سونهارن ﷺ کي چيو ته "اي منهنجا ڀائٽيا! ڪهڙي ڳالهه آهي؟ رسول الله ﷺ جن جيڪي ڏٺو هو اُهو ٻڌايو. ورقه چيو ته: هيءُ اهوئي ناموس (وحي جو ملائڪ خود جبرئيل عليه السلام) آهي جنهن کي حضرت موسيٰ عليه السلام وٽ الله تعاليٰ موڪليندو هو. ڪاش! آئون ان وقت تائين زنده رهان ها جڏهن تنهنجي قوم توکي ڪڍي ڇڏيندي". رسول الله ﷺ جن فرمايو، ڇا اهي مون کي ڪڍي ڇڏيندا؟" هن چيو ته "هائو جيڪو اهو پيغام کڻي آيو، جهڙي طرح اوهان ﷺ پيغام آندو آهي، ان سان دشمني ڪئي ويئي. جيڪڏهن آئون تنهنجي زماني تائين زنده رهيس ته اوهان ﷺ جي پوري پوري مدد ڪندس".

جابر بن عبدالله رضہ انصاريءَ فرمايو تہ "وحي جي سلسلي رڪجڻ جي واقعي کي بيان ڪندي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "هڪڙي ڀيري آئون وڃي رهيو هوس تہ اوچتوئي آسمان مان هڪڙو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، مون اک کڻي ڏٺو تہ اهوئي ملائڪ جيڪو غار حرا ۾ مون وٽ ايندو هو آسمان ۽ زمين جي وچ تي هڪ ڪرسي تي ويٺو آهي. آئون هن کان ڊڄي ويس ۽ گهر اچي مون چيو تہ، مون کي ڪمبل اوڍايو. ان وقت خدا پاڪ هيءَ وحي نازل ڪئي.

**ترجمو:** اي ڪمبل اوڍڻ وارا! اُٿي (ماڻهن کي) ڊيڄار ۽ پنهنجي رب جي وڏائي بيان ڪر. (سورة المدثر پاره ٢٩)

هي بہ آيو آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن ڪيترائي دفعا ارادو ڪيو تہ پنهنجو پاڻ کي جبلن جي چوٽين تان ڪيرائي هلاڪ ڪريان. چنانچہ جڏهن بہ پاڻ ﷺ جبلن جي چوٽين تي ويندا هئا تہ جيئن سندن ﷺ ذات مبارڪ کي اتان کان ڪيرائي خاتمون ڪن تڏهن حضرت جبرئيل عليہ السلام ظاهر ٿي چوندو هو:

"اي محمد ﷺ! اوهان درحقيقت الله جا رسول آهيو". اهو ٻڌي پاڻ ڪريمن ﷺ جي دل کي سڪون حاصل ٿيندو هو ۽ جڏهن وحي نہ اچڻ جي مدت طويل ٿي ويندي هئي تڏهن انهي قسم جو جذبو وري بہ اُڀري ايندو هو، ان وقت بہ حضرت جبرئيل عليہ السلام ظاهر ٿي اهڙي قسم جا الفاظ چوندو هو.

بهرحال رسول ڪريم ﷺ جن جي ابتدائي روحاني زندگيءَ جا اهي حالات خلوت نشيني جو اهو بنياد آهن، جنهن جي باري ۾ مشائخ سڳورا پنهنجن مريدن ۽ حق جي طالبن کي تلقين ڪندا رهندا آهن. ڇوتہ جڏهن اهي خلوت نشين ٿي خلوص ساڻ خدا جي عبادت ڪندا تہ خدا دنيوي مفاد ڇڏڻ جي بدلي ۾ انهن کي اهو روحاني فيض عطا ڪندو جنهن کان هو پنهنجي خلوت نشيني ۾ مانوس ٿيندا. انهي ڪانسواءِ اها خلوت نشيني هميشہ جو عمل آهي. ڇلو پورڻ ڪرڻ سان تہ روحاني فيض ۽ برڪتن جا ابتدائي اثر ظاهر ٿيندا آهن.

باب ستاويهون

# چلي ۾ رهڻ واري جون ڪرامتون

صوفين جي هڪڙي جماعت گوشي نشيني ۽ چلہ ڪشي ۾ غلط روش اختيار ڪئي آهي ۽ انهن لفظن جو بہ غلط مفهوم سمجهيو آهي. بلڪ ڪين شيطان گمراهہ ڪري متين فريب جو دروازو کولي ڇڏيو آهي ۽ اُهي ڏنگي رستي کان گوشي نشين ٿيا آهن. خلوص ۽ صداقت ساڻ گوشي نشيني جي موقعي تي عادت جي خلاف عجيب و غريب واقعات رونما ٿيندا آهن. تنهنڪري اُهي انهي شيءِ کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ گوشي نشين ٿيندا آهن، پر اها روحاني بيماري ۽ سراسر گمراهي آهي.

## گوشہ نشيني جون فضيلتون

صوفين گوشي نشيني ۽ اڪيلائي کي محض پنهنجي دين جي حفاظت، نفس جون حالتون معلوم ڪرڻ ۽ خلوص ساڻ عبادت ڪرڻ جي لاءِ اختيار ڪيو آهي.

شيخ ابوعمر والانماطي فرمائي ٿو تہ "عقلمند کي آخري ڳالهين جو سمجهڻ آسان معلوم نٿو ٿي سگهي. جيستائين جو هو پنهنجي ابتدائي حالتن جي اصلاح نہ ڪندو ۽ اهڙيون منزلون نہ طئي ڪري، جن کان اها خبر پئجي سگهي تہ اهو ترقي ڪري رهيو آهي يا تنزلي تي آهي". ان ڪري هڪڙي روحانيت جي طالب جي لاءِ ضروري آهي تہ اهو خلوت جي جاين جي ڳولا ڪري، جيئن تہ ٻيا مشغلا رڪاوٽ بنجي هن جي مقصدن کي خراب نہ ڪن.

شيخ ابوتميم المغربي رحہ جو قول آهي تہ "جنهن صحبت تي گوشي نشيني کي ترجيح ڏني هجي انهي جي لاءِ ضروري آهي تہ خدا جي ذڪر ڪانسواءِ سندس خيالات ڪنهن بي شيءِ ڏانهن مائل نہ ٿين ۽ خدا ڪانسواءِ

ڪا بہ شيءِ هن جو مطلب ۽ مقصد نہ هجي. اهو ظاهري اسبابن سان ڪو بہ تعلق نہ رکي. جيڪڏهن هن جي اها حالت نہ آهي تہ ان جي گوشہ نشيني ان کي ڪنهن فتني ۾ ڦاسائي وجهندي".

محمد بن حامد رحہ چوي ٿو تہ هڪڙو ماڻهو شيخ ابوبڪر الوراق جي زيارت لاءِ ويو ۽ کيس چيائين تہ "مون کي نصيحت ڪر". فرمايائين "مون دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي خلوت ۽ قلت ۾ ڏٺي ۽ ٻنهي جهانن جي بُرائي ڪثرت ۽ ميل ميلاپ ۾ ڏٺي آهي".

جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن مقصد جي لاءِ گوشہ نشين آهي تہ شيطان هن جي اندر گهڙي هن جي سامهون گوناگون خرابيون آراستہ ڪري پيش ڪندو ۽ هو ان جي ڌوکي ۽ فريب ۾ مبتلا ٿي ھيءُ سمجهڻ لڳندو تہ هو ڄڱي روحاني حالت ۾ آهي. ڇوتہ جيڪي ماڻهو مناسب آداب ۽ شرطن جي پابندي ڪان سواءِ گوشہ نشين ٿيا ۽ انهي حالت ۾ ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول يا تہ اُهي هڪ وڏي فتني ۾ مبتلا ٿيا. اهي تنهائي ۾ الڳ رهي عيسائي راهبن ۽ برهمڻن وانگر زندگي گذاريندا آهن.

## نيڪ ۽ بد اثر

بهرحال اڪيلائي ۽ خيالن جي يڪسوئي جي ڪري اندر (باطن) صاف ي ويندو آهي. جيڪڏهن باطن جي صفائي مذهبي رهنمائي ۽ رسول الله ﷺ جن جي سچي پيروي جو نتيجو آهي تہ انهي ڪان روشن ضميري، دنيا ڪان بي تعلقي، ذڪر الاهي جي مٺاس (حلاوت) ۽ مخلصانہ عبادت جو ظهور ٿيندو. جيڪڏهن اها مذهبي هدايت ۽ نبي ڪريم ﷺ جي پيروي (اتباع) جو نتيجو نہ آهي تہ انهي ڪان صرف نفس جي صفائي ٿيندي. جنهن ڪري رياضي جا علم حاصل ڪري سگهجن ٿا ۽ جنهن سان فلسفين ۽ دهرين کي دلچسپي آهي. ان ڪري انهن کي جيتري قدر انهن شين سان دلچسپي هوندي، ايتري قدر انهن جي خدا ڪان دوري وڌندي ويندي ۽ جيڪي انهن شين ڏانهن متوجہ ٿيندا، انهن کي شيطان ورغلائيندو رهندو. ڪٿي اهي خانقاه جا علم حاصل ڪن. بلڪ انهن کي اهو گمان ٿيندو تہ هو پنهنجن خيالن ۽ تصورن ۾ سچا آهن ۽ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن.

حالانڪ اهي اهو نٿا چاهن ته انهي گوشہ نشيني مان عيسائي ۽ برهمڻ بہ فائدو وٺن ٿا، پر اهو گوشہ نشيني جو اصل مقصد ڪونهي. ڪنهن بزرگ فرمايو آهي تہ "الله تعاليٰ اوهان ڪان استقامت (هميشگي) جو طلبگار آهي، مگر اوهين هن ڪان ڪرامت جو مطالبو ٿا ڪريو".

ڪڏهن مخلص ٻانهن کي عادت جي خلاف ڪشف ۽ ڪرامتون ۽ سچي فراست عطا ٿيندي آهي ۽ اهي مستقبل جون ڳالهيون ٻڌائي ڇڏيندا آهن. ليڪن ڪڏهن ائين نہ ٿيندو آهي. پوءِ ڪشف ۽ ڪرامتن جو نہ هجڻ انهن جي شان جي خلاف ڪونهي بلڪ جيڪا شيءِ اعتراض جوڳي آهي اُها هيءَ آهي تہ اهي استقامت واري واٽ ڪان منحرف نہ ٿي وڃن. بهرحال جيڪڏهن انهن کي ڪشف عطا ٿئي تہ انهي ڪان هنن جو ايمان ۽ يقين وڌيڪ پختو ٿي ويندو آهي ۽ اهي خلوص دل ساڻ رياضت، مجاهدي، زهد ۽ تقويٰ ۽ چڱن ڪمن ۾ مصروف ٿي ويندا آهن.

جيڪڏهن ڪشف انهن ماڻهن کي حاصل ٿئي جيڪي شريعت جي نگراني ۾ نہ هجن، تہ اُهي راه حق ڪان پري ٿي گمراهي ۽ حماقت ۾ مبتلا رهندا آهن. ايستائين جو اهي اسلام جي دائري ڪان نڪري شرعي قانونن ۽ حلال و حرام جا منڪر ٿي ويندا آهن. انهن ماڻهن جو هيءُ خيال آهي تہ عبادت مان مقصد صرف ذڪر الاهي آهي. اهڙي طرح اهي نبي ڪريم ﷺ جن جي اتباع کي ترڪ ڪري ڇڏيندا آهن ۽ آهستي آهستي الحاد ۽ بي ديني ڏانهن مائل ٿي ويندا آهن. خدا اسان کي انهي گمراهي ڪان بچائي.

## حق جو مشاهدو

ڪنهن وقت ڪن ماڻهن جي دلين ۾ اهڙا خيالات پيدا ٿيندا آهن، جن کي اُهي روحاني واقعا سمجهندا آهن. هن معاملي ۾ جيڪڏهن ڪو تحقيق ڪرڻ چاهي تہ اصل حقيقت هيءَ آهي تہ جيڪڏهن ڪو خدا جو مخلص ٻانهو هجي، هن جي نيت نيڪ هجي ۽ چاليهن ڏينهن تائين گوشہ نشين رهي، تہ انهي صورت ۾ مختلف ماڻهن ۾ مختلف ڪيفيتون پيدا ٿين ٿيون. بعض حضراتن جو باطن يقين ڪامل سان بلڪل صاف ٿي ويندو آهي ۽ انهن جي دل تان حجاب کڄي ويندو آهي. بلڪ انهن جي اهڙي

جالت تي ويندي آهي جيئن تہ هڪڙي بزرگ چيو آهي: "منهنجي قلب منهنجي پالڻهار جو مشاهدو ڪيو".

ڪي حضرات نيڪ ڪم ڪري ۽ پنهنجن عضون کي برن ڪمن کان روڪي نماز ۽ تلاوت ۽ مقرر وقت تي ذڪر ۽ وردن جي ذريعي ان مقام تائين پهچندا آهن. ڪن ماڻهن کي حق جو مشاهدو هڪڙي ئي ذڪر جي ڪري حاصل ٿيندو آهي. ڪڏهن ڪو ان جو ذڪر باربار ڪندو رهندو آهي. پنج وقت نماز ۽ سنت مؤڪده پڙهڻ ڪانپوءِ پوري وقت تائين ذڪر ۾ مشغول رهندو آهي. انهي ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي ۽ سستي ڪونہ ڪندو آهي. ايستائين جو وضو ۽ ڪاڌي کائڻ وقت بہ ان جو ذڪر جاري رهندو آهي.

## ڪلمي جو ذڪر

اڪثر مشائخن ذڪر جي لاءِ لا الـہ الا الله کي پسند ڪيو آهي. هيءُ ڪلمو باطن کي منور ڪرڻ ۽ خيالن ۾ يڪسوئي پيدا ڪرڻ جي زبردست خاصيت رکي ٿو. شرط هيءُ آهي تہ هڪ مخلص ۽ حق پرست ان جو ذڪر هميشہ ڪندو رهي. اهو هن جي لاءِ عطيہ الاهي آهي. جيئن تہ حضرت عبدالرحمان بن زيد رضہ پنهنجي والد جي روايت سان بيان ڪيو آهي تہ "حضرت عيسيٰ عليہ السلام هڪڙي ڀيري عرض ڪيو تہ "اي پالڻهار! مون تي هن اُمت مرحومہ (مسلم قوم) جو حال بيان ڪر" الله پاڪ فرمايو محمد ﷺ جن جي اُمت ۾ اهڙا پوشيده پرهيزگار، حليم الطبع، برگزيده علماءَ موجود آهن جيڪي پيغمبرن جي مثل آهن. اُهي منهنجي ٿورڙي بخشش تي خوش ٿيندا آهن ۽ مان بہ انهن جي قليل عمل تي مطمئن آهيان، ڇوتہ آئون لاالـہ الا الله چوڻ تي انهن کي جنت ۾ داخل ڪندس، اي عسيٰ ع! جنت ۾ انهن ئي ماڻهن جي اڪثريت هوندي، ڇوتہ ڪنهن بہ قوم جي زبانن تي لاالـہ الا الله جو ورد ايترو جاري ڪونہ ٿيو آهي جيترو انهن جي زبانن تي آهي ۽ ڪنهن بہ قوم جا ڪنڌ ايتري قدر نہ جهڪيا آهن جيتري قدر انهن جا ڪنڌ جهڪيل آهن.

حضرت عبدالله بن عمرو بن العاص فرمائي ٿو تہ "هيءَ آيت تورات ۾ لکيل آهي:

"اي پيغمبر! اسان توکي شاهد ۽ پنهنجو بشارت ڏيڻ وارو ۽ ڊيڄارڻ

وارو رسول الله ﷺ بنائي موڪليو آهي جيڪو مؤمنن جي پناهہ گاهہ ۽ اُمي عرب جي لاءِ خزانو آهي. اهو منهنجو بندو ۽ رسول ﷺ آهي. مون ان جو نالو متوڪل رکيو آهي. اهو نہ بداخلاق آهي نہ سنگدل ۽ نہ بازارن ۾ شور و غل ڪرڻ وارو آهي ۽ نہ برائي جو بدلو برائي سان ڏين وارو آهي. بلڪ صاف ۽ درگذر ڪرڻ وارو آهي. مان ان کي ان وقت تائين پاڻ ڏانهن ڪونہ ڪٺندس جيستائين جو هيءَ ڏنگي اُمت سڌي نہ ٿي وڃي. يعني اها هيئن چوڻ لڳي لاالـہ الا الله ان وقت ان جون نابينا اکيون، ٻوڙا ڪن، غلاف ۾ ويڙهيل دل کلي پوندا".

## ذڪر ذات

جيڪڏهن بندو خلوت ۾ پنهنجي دل جي هم آهنگي سان هن ڪلمي جو ورد ڪندو رهي تہ اهو قلب ۾ راسخ ٿي نفساني ڳالهين جو ازالو ڪندو ۽ قلب ۾ انهيءَ جو مفهوم ڪلمہ نفس جي قائمقام ٿي ويندو. جڏهن اهو ڪلمو دل تي ڇانئجي وڃي ۽ زبان ان جي عادي ٿي وڃي تہ قلب ان کي پاڻ اندر اهڙو جذب ڪري وٺندو آهي جو جيڪڏهن ڪلمي جي صورت زبان ۽ قلب مان دور ٿي وڃي تہ انهي صورت ۾ بہ ان جو نور قائم رهندو ۽ اهو ذڪر مشاهده حق ساڻ قائم ٿي ذڪر ذات بنجي ويندو ۽ اهوئي ذڪر ذات نور ذڪر جو جوهر بنجڻ ڪانپوءِ مڪاشفہ، مشاهدو ۽ معائنو چئبو آهي، جيڪو گوشي نشيني جو انتهائي مقصد آهي.

## تلاوت جو اثر

ڪنهن کي اهو مقام ڪلمي جي ذڪر سان نہ بلڪ قرآن شريف جي تلاوت کان حاصل ٿيندو آهي پر شرط اهو آهي تہ اهو ڪثرت سان قرآن ڪريم جي تلاوت ڪندو رهي ۽ انهي سلسلي ۾ قلب جي هم آهنگي سان گڏ زبان سان پڻ جدوجهد ڪندو رهي جيئن تہ تلاوت زبان تي جاري ٿي پئي ۽ ڪلام جو مفهوم نفساني ڳالهين جي قائمقام ٿي وڃي. اهڙي طرح بندي کي تلاوت ۽ نماز ۾ سهولت حاصل ٿي ويندي آهي ۽ انهي سهولت جي ڪري باطن منور ۽ ڪلام جو نور قلب ۾ جوهر بنجي ويندو آهي ۽

انهي کان ذڪر ذات بہ ٿيندو آهي. بلڪ اهو نور ڪلام عظمت الاهي جي مشاهدي ساڻ گڏجي جمع ٿي ويندو آهي.

## خواب جي تعبير

بهرحال ذڪر ۽ تلاوت جي انهي حقيقت تائين پهچڻ کان پهرين ڪڏهن ڪڏهن بنده حق تي ڪمالِ اُنس و محبت ۽ ذڪر جي ميٺاس کان خود فراموشي جي ڪيفيت طاري ٿي پوندي آهي ۽ انهي عالم ۾ ان کي خوابيده انسان جي طرح جامہ تخيل ۾ حقائق جون تجليون نظر ايندیون آهن. جيئن ڪو خواب ۾ ڏسي تہ هن نانگ کي ماريو آهي تہ خواب جي تعبير ۾ چيو ويندو تہ اهو دشمن تي غالب ايندو، تہ دشمن تي غالب اچڻ هڪڙي قسم جو مڪاشفو آهي ۽ جنهن جي پڌرائي (انڪشاف) الله تعاليٰ ڪرائي آهي ۽ اهو غلبو هڪ روح مجرد آهي جنهن کي خواب جي ملائڪ نانگ جي تخيل ۾ مجسم ڪيو آهي. ان ڪري روح جيڪو غلبي جي صورت ۾ منڪشف آهي خبر حق آهي ۽ جامع تخيل جيڪو بدن جي مثل آهي هڪڙو مثال آهي جيڪو ڏسڻ واري جي نفس مان ظاهر ٿيو آهي. جيئن تہ سجاڳي جي حالت ۾ قوت واهمہ ۽ قوت خياليہ هڪ ٻئي سان مليل آهن، انهي لاءِ روح غلبہ جو انڪشاف مثالي نانگ جي جسم ساڻ مرڪب آهي ۽ انهي جي ڪري ان جو تفسير بيان ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي. ڇوتہ جيڪڏهن بغير مثال جي حقيقت منڪشف ٿي وڃي ها تہ تعبير جي ضرورت ڪانہ هجي ها ۽ جيڪي ڏسجي ها اهوئي اصل حقيقت ۾ رونما ٿئي ها.

## پريشان ڪندڙ خواب

ڪڏهن اهڙي صورت بہ هوندي آهي جو حقيقت ڪانسواءِ سجاڳي ۾ وهم ۽ خيال جي ملڻ کان صرف خيالي تصوير نظر ايندي آهي ان کي "خواب پريشان" چوندا آهن. ان جي تعبير بيان نٿي ڪري سگهجي.
ڪڏهن هڪڙي گوشہ نشين کي تصور ۾ پنهنجي ذات کان خيال ئي خيال نظر ايندو آهي. جيڪو ڪنهن حقيقت جو ٽانءُ (ظرف) نٿو بڻجي

سگهي انهي لاءِ هن تي ڪنهن به واقعي جي بنياد قائم نٿي ٿي سگهي ۽ اهو ڏسڻ جوڳو نه هوندو آهي. ان ڪي واقعو نٿو چئي سگهجي بلڪ اهو صرف هڪ خيال آهي.

## واقعو

جيڪڏهن ڪو حق پرست خدا جي ذڪر ۾ اهڙو محو ٿي وڃي جو هن کي عالم محسوسات جي بلڪل خبر نه پوي، ايستائين جو جيڪڏهن ونس ڪو اچي ته ذڪر جي ڪري هن ڪي ان جي به خبر نه پوي ته اهڙي صورت ۾ ابتداءَ ۾ هن جي نفس مان هڪڙو مثال ۽ خيال رونما ٿيندو آهي جنهن ۾ ڪشف جو روح ڦوڪيو ويندو آهي. ان ڪري جڏهن هو عالم مدهوشي کان هوش ۾ ايندو آهي تڏهن فيض الاهي ڪان هن جو باطن هن جي تشريح ڪندو آهي يا جهڙي طرح تعبير بيان ڪرڻ وارو خواب جو تعبير بيان ڪندو آهي، بلڪل اهڙي طرح ان جو روحاني مرشد ان جي تشريح ڪندو آهي. انهي صورت ۾ اهو واقعو چئبو آهي. ڇوته اها مثالي لباس ۾ ڪشف جي حقيقت آهي. واقعي جي صحيح هجڻ جو پهريون شرط هي آهي ته ذڪر ۾ اخلاص هجي. ٻيو شرط هي آهي ته ذڪر ۾ استغراق هجي. ان جي علامت زهد ۽ تقويٰ آهي ڇوته واقعي جي ڪشف جو سبب حڪمت آهي ۽ حڪمت زهد ۽ تقويٰ سان مستحڪم ٿيندي آهي.

## ڪشف

ڪڏهن ذڪر ڪرڻ واري ڪي حقائق مثالي لباس ڪانسواءِ ئي معلوم ٿي ويندا آهن. ان ڪي ڪشف ۽ خبر الاهي چوندا آهن. اهو ڪڏهن مشاهدي جي صورت ۾ هوندو آهي ۽ ڪڏهن سماع جي صورت ۾، ڪڏهن هن جي باطن (اندر) مان آواز ايندو آهي ۽ ڪڏهن هوا ۾ حرڪت محسوس ٿيندي آهي. جيئن ڪو هاتف (غيبي فرشتو) هجي. انهن سيني صورتن ۾ اهو پنهنجي يا ڪنهن ٻي جي اهڙي ڳالهه معلوم ڪندو آهي جنهن ڪي خدا ٻڌائڻ گهرندو هجي جيئن ته هن جي ايمان ۽ يقين ۾ واڌارو ٿئي. ڪشف جي هڪڙي صورت هي به آهي ته خواب ۾ ڪنهن شيءِ جي حقيقت جو مشاهدو ڪري.

# ڪشف جا واقعات

ڪنهن بزرگ جي باري ۾ نقل آهي ته ڪيس هڪڙي پيالي ۾ شربت ڏنو ويو ته ان کي پنهنجي هٿ سان رکيائين ۽ چيائين "دنيا ۾ هڪڙو وڏو حادثو رونما ٿي ويو. تنهنڪري انهي جي خبر ونڻ ڪانسواءِ نه پيئندس". آخرڪار ڪيس ڪشف ٿيس ته هڪڙي جماعت مڪي شريف ۾ داخل ٿي هئي ۽ اُتي ئي مارجي ويئي.

حضرت ابوسليمان الخواص رحه فرمائي ٿو ته "آئون پنهنجي گڏه تي سوار هوس، هن کي مکيون تنگ ڪري رهيون هيون. جنهن جي ڪري سندس مٿو هيٺ هو. مون سندس مٿي تي لٺ هنئي تڏهن گڏه پنهنجو مٿو مٿي ڪري چوڻ لڳو "جيڪڏهن تون هٽندين ته سمجھ ته پنهنجي مٿي تي ڪاني هٽي رهيو آهين".

ماڻهن چيو ته "ڇا حقيقت ۾ اهڙو ئي واقعو هو جيئن اوهان ٻڌو آهي. چوڻ لڳو هائو بلڪل اهڙي طرح مون گڏه کان اهي ڳالهيون ٻڌيون جيئن اوهان ٻڌيون آهن".

شيخ احمد بن عطا اودباري رحه فرمائي ٿو ته "طهارت جي باري ۾ آئون احتياط ڪندو هوس، هڪڙي رات آئون استنجا ڪري رهيو هوس، ايستائين جو رات جو ٽيون حصو گذري ويو پر منهنجي دل مطمئن نه ٿي. پريشان ٿي روئڻ لڳس ته "اي پروردگار! معاف ڪر". ان وقت مون هڪڙو آواز ٻڌو، پر ڪنهن کي ڪونه ڏٺم جيڪو هيئن چئي رهيو هو ته "اي ابوعبدالله! علم ۾ معافي آهي".

ڪڏهن الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي کي تربيت ڏيڻ ۽ هن جي ايمان ۽ يقين کي تقويت پهچائڻ جي لاءِ چند نشانين ۽ ڪرامتن جو انڪشاف ڪرائيندو آهي. جيئن ته حضرت جعفر الخلدي رحه سان واقعو پيش آيو. چون ٿا ته وٽس هڪڙو نگينو (موتي) هو. هڪڙي ڏينهن هو درياءَ دجله مٿان ٻيڙي ۾ وڃي رهيو هو، جڏهن پاڻ ملاح کي ڪجھ ڏيڻ ٿي چاهيائين ته سندس گودڙي (خرقه) مبارڪ کلي ويئي ۽ نگينو (موتي) دجله درياءَ ۾ ڪري پيو. ڪيس وڃايل شيءِ کي حاصل ڪرڻ جي هڪ مجرب دعا ياد

هئي، جڏهن اها دعا پڙهيائين تڏهن نگينو انهن ڪاغذن ۾ جن ڪي هو اُٿلائي پٿلائي رهيو هو ملي ويو. اها دعا براءِ گمشدگي هي آهي:

ترجمو: اي ماڻهن کي انهي ڏينهن جمع ڪرڻ وارا جنهن ۾ ڪوبہ شڪ ۽ شبهو ڪونهي منهنجي وڃايل شيءِ مون کي ورائي ڏي.

هن جو هڪ مرشد جيڪو همدان ۾ هو ڪيس ڪنهن شخص ٻڌايو تہ هن کي هڪڙي پيري گوشہ نشيني جي موقعي تي سندس پٽ جي باري ۾ هيءُ ڪشف حاصل ٿيو تہ هو ٻيڙيءَ مان درياءَ جيجون ۾ ڪرڻ وارو آهي. اهو معلوم ٿيڻ تي هن ڪيس بچائي ورتو. اهو شخص همدان جي پسگردائي ۾ هو ۽ سندس پٽ درياءِ جيجون ۾ هو. بهرحال جڏهن ڇوڪرو آيو تڏهن هن ٻڌايو تہ آئون پاڻي ۾ ڪرڻ وارو ئي هوس جو مون پنهنجي والد جو آواز ٻڌو ۽ انهي آواز جي ڪري آئون ڪرڻ ڪان بچي ويس.

حضرت عمر رضہ جو بہ انهي قسم جو واقعو آهي تہ پاڻ رضہ مديني شريف ۾ منبر تي ويٺل چيائون تہ "اي ساريہ رضہ! جبل ڏانهن وڃو". ان وقت حضرت ساريہ رضہ نهاوند ۾ هو (بهرحال پاڻ اهو آواز ٻڌي) جبل جو رخ ڪيائون ۽ دشمن تي غالب اچي ويو. هن ڪان پڇيو ويو تہ "توکي اها ڳالهہ ڪيئن معلوم ٿي؟ چيائين تہ "مون حضرت عمر رضہ جو آواز ٻڌو تہ پاڻ فرمائي رهيا هئا تہ "اي ساريہ رضہ! جبل ڏانهن وڃو".

شيخ ابن سالم رحہ چيو آهي تہ ايمان جا چار ارڪان آهن. انهن مان هڪڙو رڪن قدرت تي ايمان آهي. ٻيو رڪن حڪمت تي ايمان آهي. ٽيون رڪن هيءُ آهي تہ پنهنجي طاقت ۽ اختيار ڪان بَـري هجڻ جو اظهار ڪيو وڃي. چوٿون رڪن هي آهي تہ صرف خدا پاڪ ڪان مدد گهري وڃي. جڏهن هيءُ پڇيو ويو تہ قدرت تي ايمان آڻڻ جو ڪهڙو مطلب آهي، تڏهن چيائين تہ اوهين ايمان آڻيو ۽ انڪار نہ ڪريو تہ خدا جو هڪڙو ٻانهو اوير ۾ ساڄي پاسي تي ستل آهي. پر الله پاڪ ازراه عنايت انهي کي ايتري قوت عطا فرمائي آهي جو جڏهن هو ساڄي ڪان کاٻي طرف پنهنجو پاسو بدلائي تہ هو اولهہ ڏانهن تي وڃي. چوتہ اسين هن جي امڪان وجود تي يقين رکون ٿا".

مون کي هڪڙي درويش ٻڌايو تہ هو مڪي شريف ۾ هو ۽ بغداد جي هڪڙي شخص جي باري ۾ پيشن گوئي ڪئي ويئي هئي تہ هو مري ويو

آهي تہ اللہ تعاليٰ کيس ڪشف ۾ ٻڌايو تہ اهو ماڻهو بغداد جي بازار ۾ هلي ڦري رهيو آهي. ان ڪري هن پنهنجن روحاني ڀائرن کي خبر ڏني تہ اهو ماڻهو مئو نہ آهي ۽ واقعي بہ ائين ئي هو. اهو درويش مون کي ٻڌائي ٿو تہ "مون ان ماڻهو کي بازار ۾ ڏٺو هو ۽ مون پنهنجي ڪنن سان بغداد جي بازار ۾ لوهار جي هٿوڙي جو آواز ٻڌو هو".

بهرحال اهي سڀئي خداداد ڳالهيون آهن. ڪڏهن اللہ تعاليٰ ڪنهن جماعت کي ڪشف عطا فرمائيندو آهي مگر جن جا روحاني مرتبا بلند هوندا آهن انهن کي انهي ڪشف مان ڪوبہ حصو ڪونہ ملندو آهي. جنهن جو سبب هي آهي تہ اهي سڀئي شيون ايمان ۽ يقين جي تقويت جي لاءِ آهن. مگر جنهن کي يقين ڪامل عطا ٿي چڪو هجي ان کي ڪنهن شيءِ جي بہ ضرورت ڪانہ هوندي آهي. اهي سڀئي ڪرامتون قلب ۾ ذڪر جي جاءِ وٺڻ ۽ ذڪر ذات هجڻ کان گهٽ درجي جون آهن. حڪمت ۾ مريدن جي لاءِ تقويت ۽ سائلن جي لاءِ تربيت آهي. جيئن تہ انهن جي يقين ۾ واڌارو ٿئي ۽ اهي نفس ڪشي ڏانهن مائل ٿي دنيا جي لذتن کي ڇڏي ڏين. انهن جي پرسڪون عزم ۽ محبت ۾ هلچل پيدا ٿئي. اهي پنهنجو وقت انهن ڪمن ۾ گذارين، جن کان خدا جو قرب حاصل ٿئي ۽ انهن ماڻهن جي طريقي کي پسند ڪن جن کي پڪي يقين سان ڪشف حاصل ٿيو هجي. ڇوتہ انهن ۾ ڪامل استعداد موجود آهي. انهن لاءِ پيچيده مقامات نرم ۽ آسان ڪيا ويا آهن ۽ پوشيده ڳالهيون ظاهر ڪيون ويون آهن.

## گمراهہ فقير

عيسائي راهب ۽ هندو برهمڻ بہ (گوشي نشيني جي) اهائي صورت اختيار ڪندا آهن، پر اُهي هدايت جي راهہ تي گامزن نہ آهن بلڪ هلاڪت واري واٽ تي هلي رهيا آهن. انهي لاءِ انهن جا اهي ڪم مڪر ۽ استدراج جي حيثيت رکن ٿا ۽ اُهي پنهنجي انهي حالت کي بهتر سمجهن ٿا. اهڙي طرح بارگاه الاهي کان پري رهي درگاه الاهي کان تڙجي ويندا آهن. ڇوتہ اها مشيت ايزدي آهي تہ اُهي انڌيري گمراهي ۽ هلاڪت ۾ ڀٽڪندا رهن. جيئن تہ سالڪ راهہ طريقت کان انهن جي ٿورڙي ڪشف کان ڏوڪو نہ کائي ۽ ان

کي اھو معلوم ٿي وڃي تہ پاڻي ۽ ھوا تي ھلڻ کان ان وقت تائين ڪوبہ فائدو ڪونھي جيستائين جو اُھو زھد ۽ تقويٰ جو پورو پورو حق ادا نہ ڪري.

اُھو درويش جيڪو "خيال محض" ۾ ڦاسجي ويو ھجي ۽ انھي محال ڳالھين تي قناعت ڪري ويٺي ھجي ۽ پنھنجي گوشہ نشيني جي بنياد کي اخلاص جي ذريعي مستحڪم نہ ڪيو ھجي. اھو باطل جي بنياد تي گوشہ نشين آھي ۽ جڏھن ذوڪي ۽ فريب سان اُتان ڪان نڪرندو آھي تہ ان وقت اھو عبادت کي ترڪ ڪري اُنکي حقير سمجھڻ لڳندو آھي. اھڙي طرح خدا ھن ڪان روحاني لذت ڪسي وٺندو ۽ ھن جي دل مان شريعت جي ھيبت نڪري ويندي ۽ اھو دنيا ۽ آخرت ۾ خوار ٿيندو.

ان ڪري ھڪ طالب صادق کي ھي ذھن نشين ڪرڻ گھرجي تہ گوشي نشيني جو مقصد سڻن ڪمن ۾ وقت گذاري خدا جو قرب حاصل ڪرڻ آھي ۽ عضون کي برين ڳالھين ڪان بچائڻو آھي. ڪن گوشہ نشينن جي لاءِ وردن وظيفن جو ھميشہ ورد مناسب ھوندو آھي ۽ ڪن صاحبن جي لاءِ صرف ھڪڙي ذڪر جو ورد مناسب ھوندو آھي. ڪن ماڻھن جي حسبِ حال ھر وقت مراقبو ڪرڻ آھي ۽ ڪي ماڻھو ذڪر کان وردن ڏانھن منتقل ٿيندا آھن ۽ ڪي حضرات وردن ڪانپوءِ ذڪر کي اختيار ڪندا آھن. اھي سيئي حالتون ھڪڙي ڪامل مرشد (شيخ) کي معلوم ھونديون آھن. ھو ھرھڪ جي مختلف حالتن ۽ عادتن کان چڱي طرح واقف ھوندو آھي ۽ بلاعموم اھو سڄي امت لاءِ خيرخواھي ۽ ھمدرديءَ جو جذبو رکندو آھي. اھو ماڻھن کي پنھنجو نہ خدا جو مريد بنائڻ چاھيندو آھي. اھو نفساني خواھش ۾ مبتلا ڪونہ ھوندو آھي، بلڪ پيروي (اتباع) کي پسند ڪندو آھي ۽ جيڪو شخص اتباع کي پسند ڪري اھو بگڙندو نہ آھي بلڪ اصلاح پذير ھوندو آھي.

باب اٺاويهون

# چلي جا آداب

روايت آهي ته جڏهن حضرت دائود عليه السلام هڪڙي غلطي ۾ مبتلا ٿيو تڏهن چاليهه ڏينهن ۽ چاليهه راتيون سجدي ۾ پيو رهيو، ان کانپوءِ کيس خدا کان معافي ملي.

بهرحال هيءَ حقيقت آهي ته (اڪيلائي) گوشه نشيني حق وارن جو اصل طريقو آهي ۽ جيڪو هميشه اهوئي طريقو اختيار ڪري ان جي سڄي عمر خلوت نشيني ۾ گذري ٿي. اهوئي دينداري جو محفوظ رستو آهي. تنهن هوندي به جيڪڏهن ڪو هن راهه تي نه هلي سگهي ۽ اهو پنهنجي نفس ۽ اهل و عيال ۾ ڦاٿل هجي ته ان کي به هڪ حد تائين انهي طريقي تي هلڻ گهرجي.

حضرت سفيان ثوري رحه فرمايو ته "جيو وجي ٿو ته جيڪو الله جو ٻانهو چاليهن ڏينهن تائين خلوص دل سان خدا جي عبادت ڪري خدا هن جي قلب ۾ نه صرف حڪمت جي نشونما ڪندو آهي بلڪه دنيا کان بي رغبتي ۽ آخرت جو شوق به پيدا ڪندو آهي ۽ دنيا جي مرضن ۽ ان جي علاجن کان به آگاهه ڪندو آهي. اهڙي طرح اهو ٻانهو سال ۾ هڪ ڀيرو پنهنجو پاڻ تي قابو پائيندو آهي".

## چلي ڪڍڻ جي شروعات

جيڪو طالب حقيقت ۾ گوشه نشيني جو ارادو ڪري ان جي لاءِ سڀ کان مڪمل اصول هي آهي ته هو دنيا کان بي تعلق ٿي وڃي ۽ پنهنجي هر خريد ڪيل شيءِ کي ڇڏي ڏي. ان کانپوءِ اهو لباس ۽ مصلي (جاءِ نماز) جي طهارت ۽ پاڪيزگيءَ ۾ چڱي طرح احتياط ڪرڻ کانپوءِ مڪمل غسل

ڪري ۽ رڪعتون نماز پڙهي ۽ گريہ و زاري ۽ خشوع و خضوع سان الله تعاليٰ اڳيان پنهنجي گناهن جي توبہ ڪري. پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي هڪ جهڙو رکي. يعني پنهنجي دل مان دغا، فريب، ڪينو، حسد ۽ خيانت جي برائين کي ڪڍي ڇڏي، ان ڪانپوءِ پنهنجي خلوت گاهہ ۾ ويهي رهي.

## نماز باجماعت پڙهڻ

اُتان ڪان صرف جمعي نماز ۽ جماعت جي لاءِ نڪري، ڇوتہ جماعت سان نماز جي پابندي کي ڇڏڻ ناروا آهي. جيڪڏهن نماز باجماعت جي لاءِ نڪرڻ ۾ ڪا خرابي محسوس ڪري تہ پاڻ سان گڏ هڪ اهڙو ماڻهو رکي، جنهن سان گڏجي خلوت گاهہ ۾ باجماعت نماز پڙهي سگهي. بهرحال اهو بلڪل نامناسب آهي جو هو اڪيلو نماز پڙهي، ڇوتہ جماعت ساڻ نماز کي ترڪ ڪرڻ مان ڪيترين ئي خرابين جو انديشو آهي، جيئن تہ اسان ڏٺو آهي تہ خلوت نشيني ۾ ڪن بزرگن جي عقل ۾ فتور اچي ويندو آهي. غالبا اها ترڪ جماعت جي نحوست آهي. انهي لاءِ نماز باجماعت پڙهڻ جي لاءِ پنهنجي خلوت گاهہ ڪان ٻاهر اچڻ گهرجي. هي بہ اهڙو ذڪر الاهي آهي جنهن سان معمولات جي ذڪر ۾ فتور نٿو پوي.

جيڪڏهن رستي ۾ ڪا شيءِ ڏسي تہ ڪثرت سان نگاهہ نہ ڊوڙائي ۽ جيڪي ٻڌي ان جي طرف گهٽو ڌيان نہ ڏي ڇوتہ ان صورت ۾ وسوسا ۽ نفساني تصور ۽ خيال وڌيڪ پيدا ٿيندا. ڪوشش ڪري جو جماعت ۾ وقت تي پهچي وڃي. جيئن تہ امام سان ان جي تڪبير تحريمہ فوت نہ ٿئي. جڏهن امام سلام ورائي هليو وڃي تہ اهو بہ خلوت گاهہ ڏانهن هليو وڃي ۽ هن ڳالهہ جو خيال رکي تہ مخلوق خدا جون نظرون هن ڏانهن نہ پون ۽ ڪين ان جي خلوت نشيني جي خبر نہ پوي ڇوتہ ائين چيو ويو آهي تہ "جيڪڏهن اوهين ماڻهن ڪان پنهنجي عزت ڪرائڻ چاهيو ٿا، تہ الله ڪان قدر ۽ منزلت جي اُميد نہ رکو". خرابي جي هيءَ اُها جَڙ آهي ۽ جنهن جي ڪري ڪيترائي نيڪ عمل ضايع ٿي ويندا آهن جيڪڏهن انهي ڪان پرهيز نہ ڪئي ويئي ۽ ڪيترائي ڪم آسان ٿي ويندا آهن جيڪڏهن انهي جو خيال رکيو وڃي.

## ذڪر ۽ عبادت

گوشي نشيني ۾ سالڪ طريقت پنهنجو سڄو وقت صرف هڪڙي ڪم جي لاءِ وقف ڪري ڇڏي، يعني هر وقت خدا جي هن طرح رضامندي طلب ڪري يا ته قرآن شريف جي تلاوت ڪري يا ذڪر ۽ نماز يا مراقبي ۾ مشغول رهي. جڏهن انهن شين کان ٿڪجي پوي تڏهن سمهي رهي، جيڪڏهن هن جو ارادو هجي ته نماز جون رڪعتون ۽ تلاوت ۽ ذڪر جي مقرره تعداد پوري ڪري ته ان کي اهو ڪم درجيوار ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن وقت سان هلڻ گهري ته مٿي ذڪر ڪيل قسمن مان جيڪو هن کي وڌيڪ آسان لڳي ان کي اختيار ڪري ۽ جڏهن ٿڪجي پوي ته سمهي رهي.

جيڪڏهن چاهي ته هڪ يا ٻه ڪلاڪ سجدي يا رڪوع ۾ رهي ته هن کي اختيار آهي ۽ هميشه وضو سان رهڻ گهرجي. ان وقت تائين نه سمهي جيستائين ننڊ غالب نه اچي بلڪه ان کان پهرين ننڊ کي ڪيترائي ڀيرا ٽارڻ جي ڪوشش ڪري. الغرض ته رات ڏينهن ان جو اهوئي مشغلو هجي ۽ جيڪڏهن اهو ڪلمه لا الـه الا الله جو ذاڪر هجي ۽ هن جي طبيعت زبان سان ذڪر ڪندي ٿڪجي پوي ته زبان کي حرڪت ڏيڻ جي بغير دل سان ئي ان جو ذڪر ڪري.

شيخ سهل بن عبدالله رحه فرمايو آهي ته "جڏهن اوهين لا الـه الا الله چئو ته ڪلمي کي زور سان ڇڪيو ۽ قدم حق ڏانهن نگاهه رکي ان کي قائم ڪريو ۽ هن ڪانسواءِ کي باطل ڪري ڇڏيو ۽ اهو به معلوم رهي ته اهو ڪم زنجير وانگر مختلف ڪڙين سان ملي ٺهندو آهي. انهي لاءِ رضاءِ الاهي جي فعل کي هر وقت ضروري سمجهيو وڃي.

## چلي جي خوراڪ

چلي ۽ گوشه نشيني جي بهترين غذا هيءَ آهي ته لوڻ ۽ ماني تي قناعت ڪئي وڃي، جيڪا هر رات هڪ بغدادي رطل (اڌ سير)[1] جي

---

(۱) رطل بغدادي جو وزن اڌ سير جي قريب آهي يعني هڪڙو انگريزي پونڊ آهي. اهو ٻارنهن اوقيه جو ٿيندو آهي ۽ هر اوقيه چاليهه درهمن جو هوندو آهي. اهڙي طرح هڪڙو رطل ۴۸۰ درهم جو ٿيو. هڪڙي درهم جو وزن اناويهه جون جي برابر آهي. (مترجم)

حساب سان سومهڻيءَ کانپوءِ ڪاڍي وڃي، جيڪڏهن ماني جا ٻه حصا ڪيا وڃن يعني اڌ شروعات رات ۾ کائجي ۽ ٻيو اڌ آخر رات کائجي ته اهو طريقو معدي جي لاءِ هلڪو رهندو ۽ انهي ڪان شب بيدار ٿي ذڪر ۽ نماز پڙهڻ ۾ وڏيڪ مدد ملندي. جيڪڏهن هو صرف رات جي آخري پهر وقت سحري کائي ته ان جو اختيار اٿس. جيڪڏهن خلوت نشين ٻوڙ کانسواءِ نٿو رهي سگهي ته اهو ٻوڙ ٻه استعمال ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن اهو ٻوڙ ماني جي جاءِ تي آهي ته ايتري مقدار ۾ ماني گهٽ ڪئي وڃي. مذڪوره مقدار چلي جي آخري ڏهن ڏينهن ۾ اڌ رطل (پاءُ) رهجي ويندي. جيڪڏهن اهو طاقتور هجي ته چلي ڪشي واري پهرين رات ۾ ئي ماني جو مقدار اڌ رطل ڪري وٺي ۽ هر رات ٿوري ٿوري گهٽ ڪندو وڃي. ايستائين جو آخري ڏهن ڏينهن ۾ ان جو مقدار چوٿائي رطل رهجي وڃي.

## لڳاتار روزا رکڻ

مشائخن سڳورن جو هن ڳالهه تي اتفاق آهي ته انهن جي روحانيت جي بنياد هيٺين چئن شين تي آهي.

(١) گهٽ کائڻ (٢) گهٽ سمهڻ (٣) گهٽ ڳالهائڻ (٤) ماڻهن کان الڳ ٿلڳ رهڻ. انتهائي بک جا هي ٻه وقت قرار ڏنا ويا آهن. پهريون وقت چوويهه ڪلاڪن جي آخر ۾ هوندو آهي. اهڙي طرح هر ٻن ڪلاڪن جي خوراڪ جو سراسري مذڪوره رطل جي لحاظ کان ٻه اوقيه آهي. ان وقت کاڌو سومهڻي کانپوءِ کائجي يا مذڪوره طريقي جي مطابق ٻن حصن ۾ ٻه ورهائي سگهجي ٿي. بک جو ٻيو انتهائي وقت ٻاهتر ڪلاڪن جي شروعات ۾ آهي. هن صورت ۾ ٻه ڏينهن ۽ ٻه راتيون لڳاتار روزا رکيا وڃن ۽ ٽئين رات ۾ افطار ٿيندي.

انهن جي مطابق پوري ڏينهن ۽ رات جي مقدار ٽيون حصو رطل خوراڪ آهي. انهن ٻنهي وقتن کانسواءِ هڪڙو درمياني درجو ٻه آهي. اُهو هي آهي ته ٻن ڏينهن ۽ ٻن راتين کانپوءِ ٽئين رات افطار ڪئي وڃي. اهڙي طرح روزانو جي خوراڪ سراسري اڌ رطل ٿيندي.

هيءُ طريقو (لڳاتار روزا رکڻ) انهي وقت مناسب آهي، جڏهن کا

قبضي، ٿڪاوٽ ۽ ذڪر ۽ وردن ۾ ڪنهن قسم جي افسردگي ۽ فتور نہ اچي. جيڪڏهن ذرو بہ خلل پيدا ٿئي تہ هر رات روزو کوليو وڃي ۽ هڪ وقت يا ٻن وقتن ۾ هڪ رطل خوراڪ کائجي.

## نفس ڪشي

شروعات ۾ نفس کي هر ٻن راتين ۾ هڪ رات جو افطار ڪرڻ جو عادي بنايو وڃي ان ڪانپوءِ هر رات روزو کوليو وڃي تہ اهو قناعت پسند بنجي سگهي ٿو. جيڪڏهن هن کي هر رات افطار ڪرڻ جي شروع کان ئي رعايت ڏني ويئي تہ هڪ رطل خوراڪ تي قناعت ڪونہ ڪندو بلڪ ٻوڙ ۽ ٻين خواهشن جي تقاضا ڪندو انهي تي ٻين ڳالهين جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

نفس جو طريقو هي آهي تہ جيڪڏهن ان کي طمع جو عادي بنايو وڃي تہ اهو لالچي بنجي ويندو آهي ۽ جيڪڏهن قناعت جو عادي بنايو وڃي تہ قانع ٿي ويندو آهي.

ڪن بزرگن جو هيءُ طريقو رهيو آهي تہ اُهي هر رات غذا گهٽ ڪندا رهندا آهن ايستائين جو نفس کي ڪمترين خوراڪ جو عادي بنائيندا آهن. ڪي نيڪ ٻانها خوراڪ جو ڇوهارن جي ڳنڻين مان اندازو لڳائيندا هئا ۽ هر رات خوراڪ مان هڪڙي ڳنڀلي گهٽ ڪندا هئا. ڪي تروتازه ڪاٺي مان اندازو لڳائيندا هئا ۽ هر رات ڪاٺي جي سُڪي وڃڻ جي مطابق خوراڪ ۾ گهٽتائي ڪندا هئا.

## فاقہ ڪشي

ڪي درويش مانيءَ جو اناويهون حصو گهٽ ڪندا هئا ايستائين جو هڪ مهيني ۾ هڪڙي ماني گهٽجي ويندي. ڪي ماڻهو خوراڪ ۾ تہ گهٽتائي ڪانہ ڪندا هئا، مگر کاڌي کائڻ جي مدت ۾ تاخير ڪندا هئا، يعني ڪيترِيون راتيون کاڌو نہ کائيندا هئا. جيئن تہ هڪڙي جماعت جو اهوئي طرز عمل رهيو آهي جو اُهي ست ست ڏينهن، ڏهہ ڏهہ ڏينهن، پندرهن پندرهن ڏينهن ايستائين جو چاليهن ڏينهن تائين کاڌو ڪونہ کائيندا هئا.

## نور سان بک جو بچاءُ ڪرڻ

شيخ سهل بن عبدالله رحہ کي چيو ويو تہ "هيءُ شخص چاليهہ ۽ ان کان وڌيڪ ڏينهن تائين بکيو رهڻ کانپوءِ هڪڙو پيرو ڪائي ٿو. ان جي بک جو شعلو ڪيڏانهن ويندو آهي؟

چيائين "خدا جو نور" هن کي وسائي ڇڏيندو آهي". جڏهن مون (شهاب الدين) هڪڙي بزرگ کان انهي جي باري ۾ پڇيو تڏهن هن ان جو اهڙي عبارت ۾ جواب ڏنو جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اُهي جلوہ حق کان اهڙي فرحت محسوس ڪندا آهن جنهن کان انهن جي بک جو شعلو وسامي ويندو آهي. اهڙا واقعا مخلوق ۾ بہ ظاهر ٿيندا آهن جو جيڪڏهن ڪو بکيو هجي ۽ انهي حالت ۾ اهو اچانڪ ڪا خوشخبري ٻڌي تہ انهيءَ جي بک ويندي رهندي آهي ۽ اهڙي حالت خوف جي صورت ۾ بہ ٿي ويندي آهي.

بهرحال جيڪو بہ مذڪوره قسمن مان ڪنهن طريقي تي صدق ۽ اخلاص سان عمل ڪري انهي کان نہ اُن جي عقل ۾ فتور ايندو آهي ۽ نہ ڪوبہ جسماني اضطراب پيدا ٿيندو آهي. انهن ڳالهين جو ڊپ صرف انهي کي لاحق ٿيندو آهي، جيڪو خلوصِ قلب سان الله تعاليٰ جي عبادت نہ ڪري.

چون ٿا تہ بک جي حد هي آهي تہ ماني ۽ ڪاڏي جي ٻين شين ۾ تميز نہ ٿي سگهي ۽ جڏهن ڪو ماني کي مقرر ڪري تہ سمجهو تہ اهو بکيو ڪونهي، بک جي اهڙي ڪيفيت ٽن ڏينهن کانپوءِ ٿي ويندي آهي ۽ اها صديقن جي بک آهي. ان وقت غذا حاصل ڪرڻ ضروري آهي جيئن تہ جسم باقي رهي ۽ ٻانهپ جا فرائض ادا ڪري سگهجن. اها ضرورت بہ انهن ماڻهن جي لاءِ آهي جيڪي غذا کي درجيوار گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪن، پر اُهي بزرگ جيڪي درجيوار غذا کي گهٽ ڪندا آهن. ٽن ڏينهن کان وڌيڪ چاليهن ڏينهن تائين صبر ڪري سگهن ٿا. جيئن اسان بيان ڪيو. ڪن بزرگن هيئن چيو آهي تہ بک جي حد هي آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن جي ٿڪ تي مکيون نہ ويهن تہ اها سٽ کان معدي جي خالي هجڻ جو دليل آهي. صاف ٿڪ پاڻي جيئن هوندي آهي جنهن جو مکيون قصد ڪونہ ڪنديون آهن.

## فاقہ ڪش مشائخ سڳورا

روايت آهي تہ حضرت سفيان ثوري رحہ ۽ ابراهيم ادهم ٽي، ٽي ڏينهن بکيا رهندا هئا. حضرت ابوبکر صديق رضہ ڇهہ ڏينهن بکيا رهندا هئا ۽ حضرت عبدالله بن الزبير رضہ ست ڏينهن بکيو رهندو هو. خود منهنجو جد امجد شيخ محمد بن عبدالله رحہ جيڪو عمويہ جي نالي سان مشهور هو ۽ شيخ احمد الاسود الدينوري رحہ جو ساٿي هو، چاليهن ڏينهن تائين بکيو رهندو هو. بکيو رهڻ جو انتهائي درجو اسانجي زماني جي هڪڙي شخص حاصل ڪيو آهي. ڪيس اسان ڏٺو ڪونہ آهي. اُهو ابهر جو باشندو آهي، اُنکي زاهد خليفو چيو وڃي ٿو. اُهو هر مهيني هڪڙو بادام کائي ٿو. اسان کنهن جي بہ باري ۾ نہ ٻڌو آهي تہ اهو فاقہ ڪشي ۾ بتدريج ان حد تائين پهتو هجي. چون ٿا تہ شروعات ۾ اهو کاڌي جي سگهہ جي اندازي جي مطابق خوراڪ کي گهٽائيندو رهيو، پوءِ اهو بکيو رهڻ لڳو ايستائين جو اهو هڪڙي چلي ۾ هڪ بادام جي حد تائين پهچي ويو.

## رياڪاري وارو فاقو

مٿي ڏسيل اهو طريقو آهي جنهن تي حق پرستن جي جماعت گامزن آهي، تاهم ڪڏهن ڪڏهن غير مخلص ماڻهو بہ اهڙو طريقو اختيار ڪندا آهن. انهن جي اندر هڪڙو مخصوص نفساني جذبو ڪارفرما هوندو آهي، جنهن جي ڪري کاڌو، پيتو ڇڏڻ اُنهن کي آسان معلوم ٿيندو آهي. انهن جي اڳيان صرف مخلوق کي پاڻ ڏانهن ڌيان ڇڪائڻو هوندو اٿن ۽ اها ڪلم کلي منافقت آهي. خدا ان کان اسان کي پناهہ ۾ رکي. پر جيڪو صحيح معنيٰ ۾ مخلص انسان آهي اهو فاقہ ڪشي کي هن صورت ۾ برداشت ڪندو آهي جڏهن تہ ڪوبہ شخص انهي جي حالت کان واقف نہ هجي. جيڪڏهن هن جي بک ۽ فاقہ ڪشي جي حالت جي ماڻهن کي خبر پئجي وڃي تہ ان وقت هن جي عزم ۽ همت ۾ ڪمي اچي ويندي آهي ڇوتہ هن کي فاقہ ڪشي جون تڪليفون انهي لاءِ آسان معلوم ٿين ٿيون، جو هن ۾ سچائي (خلوص) هوندي آهي ۽ هن جون نگاهون اُنهي ذات ڏانهن لڳل هونديون آهن. جنهن جي لاءِ

هو فاقہ ڪشي ڪري رهيو آهي. پر جڏهن ڪو ان جي حالت کي معلوم ڪري وٺندو آهي تہ پوءِ سندس ارادا متزلزل ٿي ويندا آهن. اهائي هڪ سچي انسان جي نشاني آهي. ان ڪري جڏهن ڪو پنهنجي اندر اهو محسوس ڪري تہ هو انهي ڳالهہ کي پسند ڪري ٿو اُن کي گهٽ نگاهہ سان ڏٺو وڃي، تہ پنهنجو پاڻ کي ملزم سمجهي، ڇوتہ انهي ۾ نفاق جو شائبو آهي.

## روح ۽ نفس جي ڪشش

جيڪو شخص صرف خدا جي لاءِ بکيو رهي ٿو الله تعاليٰ ان جي بدلي ۾ هن کي اهڙي باطني مسرت عطا ڪندو آهي جو اُهو ڪاڏي کي وساري ڇڏيندو آهي. جيڪڏهن نہ پلجي تہ بهرحال هن جو قلب انوار ۽ تجليات سان لبريز ٿي ويندو آهي ۽ سندس روحاني جذبو قوي ٿي هن کي روحاني عالم جي مرڪزي مقام ڏانهن ڇڪي ويندو آهي ۽ شهوت نفساني جي سرزمين کان نفرت ڪندو آهي.

جيڪڏهن نفس بلڪل مطمئن هجي ۽ روشن قلب جي ذريعي ان تي روح جي تجلين جو عڪس پوڻ لڳي ۽ روحاني جذبي کان نفساني جذبو الڳ ٿي وڃي تہ اها روحاني ڪشش لوهہ سان گڏ مقناطيسي ڪشش کان وڌيڪ آهي، ڇوتہ مقناطيس لوهہ کي انهي لاءِ جذب ڪندو آهي جو لوهہ ۾ اهڙو مادو ڏٺو ويو آهي، جيڪو مقناطيس جو هم جنس آهي، تنهنڪري انهي مخصوص جنسيت جي ڳانڍاپي جي ڪري اهو هن کي پاڻ ڏانهن جذب ڪندو آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن قلب جي ذريعي روح جو نوراني اولڙو (عڪس) نفس تي پوي تہ نفس بہ ان جو هم جنس ٿي ويندو آهي ۽ انهي ۾ بواسطہ قلب اهڙو روح پيدا ٿي ويندو آهي، جيڪو اصلي روح جو هم جنس ٿي هن جي ڪشش کي قبول ڪندو آهي، جنهن جو نتيجو هيءُ هوندو آهي تہ نفس دنياوي ڪاڏن ۽ حيواني خواهشن کي حقير سمجهندو آهي ۽ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جو هيءُ قول ان جي لاءِ حقيقت بنجي ويندو آهي:

**ترجمو:** آئون پنهنجي پالڻهار وٽ رات گذاريندو آهيان اهوئي مون کي کارائيندو پيئاريندو آهي.

منهنجي بيان جي مطابق اهوئي پورو لهي سگهي ٿو جنهن جا قول ۽ عمل ۽ ان جي سچي زندگي ضروري ۽ اهم بنجي وڃي. انهي لاءِ ان جو ڪاڏو

ٻہ ضرورت تي مبني آهي. مثال طور جيڪڏهن اهو هڪڙو ڪلمو ٻہ ضرورت ڪانسواءِ ڳالهائيندو تہ ان جي ٻڪ جي ٻاهہ اهڙي ڀڙڪندي آهي، جيئن ڪاٺيون ٻاهہ ۾ ٻرنديون آهن. ڇوتہ ستل نفس هر انهي شيءِ سان جاڳندو آهي جيڪو ان کي جاڳائي ۽ جڏهن نفس سجاڳ ٿيندو آهي تہ پنهنجي خواهشن ڏانهن ان جي ڪشش هوندي آهي. بهرحال اهو خدا جو ٻندو جيڪو ضبط نفس کان واقف هجي ۽ علم بہ حاصل ڪري چڪو هجي. ان جي لاءِ فاقہ ڪشي جي واٽ آسان ٿي ويندي آهي ۽ الله جي مدد اُن سان شامل حال هوندي آهي. جڏهن تہ خدا جي فضل ۽ عنايتن سان ان کي ڪشف حاصل هجي.

هڪڙي درويش مون کي پنهنجو واقعو ٻڌايو تہ ڪيس سخت ٻڪ لڳي، ان وقت نہ تہ اهو ڪنهن کان گهرندو هو ۽ نہ ان جو ڪو پيشو هو. اهو درويش بيان ٿو ڪري تہ ڪيترائي ڏينهن ٻکيو رهڻ ڪانپوءِ جڏهن منهنجي ٻڪ انتهائي درجي تائين پهتي تڏهن خدا مون کي هڪڙو صوف عنايت فرمايو. جڏهن مون صوف کائڻ جو ارادو ڪيو ۽ هن کي ڪٽيو تہ انهي مان هڪڙي حور نڪتي. جڏهن مون اُن کي ڏٺو تہ مون کي ايتري قدر سرور حاصل ٿيو جو ڪيترن ئي ڏينهن تائين مون کي کاڌي جي حاجت نہ رهي. اهو بيان ٿو ڪري تہ اها حور صوف جي اندريان نڪتي هئي. جيئن تہ خدا جي قدرت تي ايمان آڻڻ، ايمان جو هڪڙو رڪن آهي. انهي لاءِ هن واقعي کي مڃيو ويو ۽ انڪار نہ ڪيو ويو.

شيخ سهل بن عبدالله رحہ جو قول آهي تہ "جنهن چاليهہ ڏينهن فاقہ ڪشي ڪئي اُن جي لاءِ عالم ملڪوت جي قدرت نمودار ٿيندي". هيئن بہ چيو ويو آهي تہ: ڪوبہ خدا جو ٻانهو ان وقت تائين اهڙو حقيقي زهد جنهن ۾ ڪنهن قسم جو شائبو نہ هجي، اختيار نٿو ڪري سگهي، جيستائين جو عالم ملڪوت جي قدرت جو مشاهدو نہ ڪري.

شيخ ابوطالب مڪي رحہ فرمائي ٿو تہ "آئون اهڙي شخص کي سڃاڻان ٿو، جنهن غذا کي ملتوي ڪري پنهنجي نفس کي چاليهن ڏينهن تائين ٻکيو رهڻ جو عادي ٻڻايو. اهو هر رات افطار کي ان جي آخري حصي تائين مؤخر ڪندو هو. ايستائين جو هر اڌ مهيني ۾ هڪ رات ٻکيو رهندو هو. اهڙي طرح اهو هڪ سال ۾ ٽن مهينن ۾ چاليهہ ڏينهن فاقہ ڪشي ڪندو

هو. ان کانپوءِ درجيوار ڏينهن رات اهوئي عمل ڪندو رهيو. ايستائين جو چاليهہ ڏينهن ان جي لاءِ هڪڙي ڏينهن جي مثل ٿي ويا، مون کي هي ٻڌايو ويو تہ جيڪو شخص اهڙو ڪم ڪري ٿو ان تي عالمِ ملڪوت جون نشانيون ظاهر ٿين ٿيون ۽ عالمِ جبروت جي قدرت جو مفهوم منڪشف ٿئي ٿو، جوتہ الله تعاليٰ سندس تجليات کي جهڙي طرح چاهي ظاهر ڪندو آهي.

هيءُ ذهن نشين رهي تہ جيڪڏهن فاقہ ڪشي ۽ گهٽ کائڻ ئي مڪمل فضيلت هجي ها تہ پوءِ سيئي پيغمبر سڳورا انهي ڪم کي ضرور ڪن ها ۽ نبي پاڪ ﷺ جن هن فعل کي انتهائي درجي تائين پهچائين ها. حالانڪ انهي ۾ ڪوبہ شڪ ۽ شبهو ڪونهي تہ هيءُ شيءِ بہ فضيلت ۾ داخل آهي. ليڪن خدا جي فضل ۽ عنايتن جو هي واحد طريقو ڪونهي جوتہ اهو ممڪن آهي تہ جيڪو روزانہ ڪاڏو ڪائيندو هجي اهو انهي (فاقہ ڪش) کان افضل هجي جيڪو چاليهن ڏينهن تائين فاقہ ڪشي ڪندو هجي. اهو بہ ممڪن آهي تہ جنهن کي قدرت جي ڪنهن مفهوم جو ڪشف نہ هجي اُهو هن کان افضل هجي جنهن کي قدرت جو ڪشف حاصل هجي جوتہ قدرت خداءِ قادر جو هڪ اثر آهي. لهذا جيڪو خداءِ قادر جي قربت جو مستحق بنجي ويو هجي اهو هن جي قدرت تي نہ تہ تعجب ڪري ٿو ۽ نہ وري انڪار ڪري ٿو. بلڪ اهو هيءُ مشاهدو ڪندو آهي تہ اُن جي قدرت علم حڪمت جي جزئن جي پردن مان نمودار ٿي رهي آهي.

بهرحال جيڪو ٻانهو چاليهہ ڏينهن تائين خلوص قلب سان خدا جي عبادت ڪندو رهي ۽ مذڪوره بالا قسمن جي مطابق ذڪر عمل ۽ خوراڪ جي ڪمي جي ذريعي پنهنجي روحانيت کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪندو رهي، انهي چلي جون برڪتون هن جي سيني وقتن تي نازل ٿينديون رهنديون. هيءُ هڪ اهڙو عمدو طريقو آهي جنهن تي سلف صالحين (سڳورن) اعتماد ڪيو آهي. بزرگن جي هڪڙي جماعت چلي ڪشي جي لاءِ ماه ذوالقعد ۽ ماه ذوالحج جا ڏهہ ڏينهن انتخاب ڪندي هئي. اهوئي حضرت موسيٰ عليہ السلام جو چلو آهي. حضرت مڪحول رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ: "جنهن چاليهن ڏينهن تائين خلوص قلب سان الله جي عبادت ڪئي، هن جي قلب مان حڪمت جا چشما ان جي زبان تي ظاهر ٿيندا آهن".

## باب اوڻٽيهون

# صوفين جا اخلاق

صوفين کي حضرت رسول الله ﷺ جن جي پيروي ۽ سندن سنت کي زنده ڪرڻ جو وڏيڪ موقعو مليو آهي ۽ اهي ئي نهايت عمده طريقي سان متصف آهن. حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ پاڻ سونهارن ﷺ جن مون کي فرمايو "اي منهنجا پٽ! جيڪڏهن توکان ٿي سگهي تہ تون صبح و شام اهڙي زندگي گذار جو تنهنجي دل ۾ ڪنهن جي خلاف ڪدورت نہ هجي". ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ فرمايائون "اهائي منهنجي سنت آهي ۽ جنهن منهنجي سنت کي زنده ڪيو حقيقت ۾ اُن مون کي زنده ڪيو ۽ اهو مون سان گڏ جنت ۾ هوندو".

اهي صوفي سڳورا آهن جن رسول اڪرم ﷺ جن جي سُنت کي زنده ڪيو، انهن پنهنجي شروعاتي زماني ۾ پاڻ ڪريمن ﷺ جي اقوالن تي عمل ڪيو ۽ پنهنجي روحاني زندگي جي وچين زماني ۾ سندن اعمالن جي پيروي ڪئي جنهن جو نتيجو هيءُ ٿيو جو آخرڪار انهن ۾ اخلاق نبوي چڱي طرح راسخ ٿي ويا، ان ڪري اخلاق جي اصلاح ان وقت ٿي سگهي ٿي، جڏهن تزڪيہ نفس ٿئي ۽ نفس جو تزڪيہ (پاڪائي) ان وقت ٿيندو آهي جڏهن شريعت جي اڳواڻي (قيادت) تسليم ڪئي وڃي.

## اخلاق نبوي

حضور ﷺ جن جي باري ۾ خود قرآن شريف ۾ ارشاد آهي تہ حقيقت ۾ اوهان اعليٰ اخلاق سان متصف آهيو (يا اوهان اعليٰ اخلاق جي درجي تي آهيو).

جيئن تہ پاڻ ﷺ مخلوق خدا ۾ افضل ۽ پاڪيزه ترين انسان هئا، تنهنڪري پاڻ سونهارن ﷺ جن جا اخلاق بہ مٿانهان هئا. حضرت مجاهد

رحه خُلق جي تفسير ۾ فرمايو آهي ته پاڻ ڪريمن ﷺ ۾ اعليٰ دينداري هئي ۽ دين نيڪ ڪمن ۽ اخلاق حسنه جو مجموعو آهي.

حضرت عائشه رضه کان پاڻ سونهارن ﷺ جي اخلاق جي باري ۾ پڇيو ويو ته فرمايائين ته "پاڻ سڳورن جو اخلاق قرآن ڪريم آهي". حضرت قتادة رضه فرمايو ته (انهي مان مراد هي آهي) "ته پاڻ سڳورا ﷺ قرآن شريف جي احڪامن تي عمل ڪندا هئا، جنهن ڪم کان کين خدا روڪيندو هو ان کي ڪونه ڪندا هئا." بهرحال حضرت عائشه رضه جي هن قول ۾ تمام وڏو راز پوشيده آهي ۽ هڪ تمام گهري علم جي ڳالهه آهي، ڇوته آسماني وحي جي برڪت ۽ حضرت ﷺ جن جي صحبت جي ڪري الله تعاليٰ کيس هڪڙو خاص علم عطا فرمايو هو، جيئن ته پاڻ ڪريمن ﷺ به فرمايو هو: "هن ڳوري عورت (حضرت عائشه رضه) کان اوهين دين جو هڪ حصو سکو".

ان قول جي تشريح هي آهي ته نفسن جي سرشت ۾ مختلف قسمن جا مزاج ۽ طبيعتون رکيون ويون آهن جيڪي انهن جو ضروري حصو آهن. ڪي نفس مٽيءَ مان خلقيل آهن ۽ اُهي ان جون طبيعتون آهن (انهن جون طبيعتون ان جهڙيون آهن). ڪي پاڻيءَ مان پيدا ٿين ٿا. انهن جي به مخصوص طبيعت آهي، اهڙي طرح ڪي ڪاري گاري ۽ ڪي ٺڪري جهڙي مٽيءَ مان پيدا ٿيا آهن، چنانچه انهن جي ئي مطابق انهن جي پيدائش جي ابتدائي حصي ۾ انهن ۾ حيوانيت درندگي (چت ڪُتائي) ۽ شيطانيت جون وصفون پيدا ٿيون آهن. انسان ۾ انهي شيطاني صفت ڏانهن اشارو ڪندي قرآن پاڪ ۾ هينئن فرمايو ويو آهي:

"انهي انسان کي ان مٽيءَ مان جيڪا ٺڪري جيئن وڄي ٿي پيدا ڪيو ۽ جنن کي باهه جي صاف شعلي مان پيدا ڪيو. (الرحمٰن - پارو ٢٧).

## شق صدر جو واقعو

جيئن ته ٺڪريءَ ۾ باهه جو دخل آهي (انهي لاءِ شيطان جي باهه جو اثر اُن ۾ به موجود آهي) مگر خدا تعاليٰ پنهنجي لڪيل لطف ۽ عنايت سان حضور ﷺ جن کان شيطاني اثر زائل ڪري ڇڏيو هو. جيئن ته حضرت حليمه رضه بنت حارث جي روايت ۾ بيان ڪيو ويو آهي، هوءَ پنهنجي طويل حديث ۾

فرمائي ٿي، اسين گهرن کان پٺيان هٽاسون ۽ حضرت رسول الله ﷺ جن پنهنجي رضائي ڀاءُ سان گڏ اسانجن رڍن ۽ ٻڪرين ۾ موجود هئا جو اوچتو سندن ڀاءُ ڊوڙندو آيو ۽ چوڻ لڳو ته "منهنجي قريشي ڀاءُ وٽ ٻه مرد سفيد لباس پاتل آيا، انهن کين ليٽائي هن جو پيٽ چيريو. جڏهن آئون ۽ منهنجو پيءُ ڊوڙندا وٽن وياسون تڏهن اسان کين بيٺل ڏٺوسون، مگر سندن رنگ متغير (بدليل) هو. منهنجي پيءُ کين ڀَلي لڳائي چيو ته "اي منهنجا پٽ! توکي ڇا ٿيو؟ ان وقت پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو "مون وٽ ٻه ماڻهو آيا، جن کي سفيد لباس پاتل هو، انهن مون کي ليٽائي منهنجو پيٽ چيريو ۽ انهي مان ڪا شيءِ ڪڍي اڇلايائون پوءِ واپس اهڙي نموني ڪيائون، جيئن اُهو اڳي هو". ان ڪانپوءِ اسان کين پاڻ سان گڏ وٺي آياسون. منهنجي پيءُ چيو ته اي حليمه رضه! مون کي انديشو آهي ته منهنجي هن پٽ کي ڪو آسيب نه ٿي پوي. اسان کي گهرجي ته انهي کان پهرين جو اها شيءِ ظاهر ٿئي، جنهن جو اسان کي انديشو آهي اسين هن کي ڪٺي سندس گهروارن کي واپس ڪريون. حضرت حليمه رضه فرمائي ٿي ته "اسين پاڻ سونهارن ﷺ کي وٺي وياسون، جڏهن اسين سندن والده وٽ وٺي آياسون تڏهن هن گهٻرائجي چيو ته "اوهين ڇو هن کي واپس وٺي آيا آهيو. اوهان کي ته هن کي پاڻ وٽ رکڻ جو ڏاڍو شوق هو." اسان چيو ته اسان کي ڪابه تڪليف ڪانهي تاهم الله تعاليٰ اسان کان هن جو حق ادا ڪرايو ۽ اسان پنهنجي ذميواري کي پورو ڪيوسون، جيئن ته اسان کي هن جي هلاڪت جو ڊپ هو انهي لاءِ اسان چاهيو ته هن کي سندس گهروارن کي واپس ڏيون. پاڻ ڪريمن ﷺ جي والده رضه فرمايو: "اصل ڳالهه ڪهڙي آهي، مون کي اوهين صحيح ڳالهه ٻڌايو. ان ڪري سندس گهڻي چوڻ تي اسان اصل واقعو بيان ڪيوسون."

هوءَ فرمائڻ لڳي "اوهان کي هن جي باري ۾ شيطان جو انديشو آهي؟ خدا جو قسم! شيطان هن وٽ نٿو اچي سگهي. واقعو هي آهي ته منهنجي پٽ ﷺ جو شان جلدي ظاهر ٿيڻ وارو آهي. ڇا اوهان کي هن جو حال ٻڌايان؟" اسان چيو ته "هائو ضرور." هوءَ چوڻ لڳي "جڏهن آئون حمل سان هيس ته هن کان وڌيڪ ڪوبه حمل هلڪو نه هو. جڏهن مون کي حمل ٿيو

تڏهن مون خواب ڏٺو گويا منهنجي اندريان هڪڙو نور برآمد ٿيو جنهن کان شام جون ماڙيون روشن ٿي ويون. ان کان پوءِ جڏهن هيءُ پيدا ٿيو تڏهن پنهنجن هٿن جي سهاري تي پنهنجو سر آسمان ڏانهن کنيل هوس، بهرحال اوهين هن کي اِتي ڇڏي وڃو".

## قرآن ۽ اخلاق نبوي ﷺ

جڏهن خدا پنهنجي رسول ﷺ کي شيطان جي اثر کان پاڪ ۽ صاف ڪري ڇڏيو، تڏهن سندن ﷺ پاڪيزه نفس، بشري نفسن کان جن جي صفت جي بنياد ظلمت ۽ تاريڪي تي هئي پاڪ ٿي ويو. انهي جي ڪري حضرت جن ﷺ جي حال ۽ اُمت جي حال ۾ تمام وڏو فرق ٿي ويو. اهي صفتون جيڪي پاڻ سڳورن ۾ باقي هيون، جڏهن انهن جو ظهور ٿيو تڏهن ڪين ﷺ وحي ۽ قرآني آيتن جي مدد ملي جيئن تاريڪ صفتن کي ڊاهي سگهجي. اها پاڻ سونهارن ﷺ لاءِ خاص رحمت ۽ سڄي امت لاءِ عام رحمت الاهي هئي، جو مختلف صفتن جي ظهور تي مختلف وقتن تي آيتون نازل ٿيون. جيئن ته الله پاڪ فرمائي ٿو:

"اهي هيئن چون ٿا ته قرآن شريف مڪمل طور تي يڪدم ڇونه نازل ڪيو ويو؟ اسان هن کي انهي لاءِ نازل ڪيو، جو اسين اوهان جي دل کي مضبوط رکون ۽ ان کي آهستي آهستي خوش الحاني سان پڙهايون".

جيئن ته قلب ۽ نفس جي پاڻ ۾ ڳانڍاپي جي ڪري بشري صفتن جي ظاهر ٿيڻ تي نفس جي حرڪت کان اضطراب پيدا ٿيندو آهي. انهي لاءِ انهي اضطراب کي دور ڪرڻ جي لاءِ دل کي مضبوط ڪيو ويندو آهي. چنانچه هرهڪ اضطراب جي موقعي تي اعليٰ اخلاقن جو سبق ڏيڻ لاءِ هڪڙي آيت نازل ٿيندي هئي. جنهن ۾ ان جو ذڪر صراحت يا اشاري سان هوندو هو. (جنگ احد ۾) جڏهن پاڻ سونهارن ﷺ جا ڏند مبارڪ شهيد ٿيا ۽ سندن ﷺ چهري مبارڪ تي رت وهڻ لڳي تڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ جي نفس مبارڪ ۾ حرڪت پيدا ٿي ۽ پاڻ ﷺ رت اگهندي فرمايائون: اها قوم ڪيئن فلاح پائي سگهي ٿي جنهن پنهنجي پيغمبر جي چهري کي خون آلود ڪري ڇڏيو. حالانڪ هو انهن کي پنهنجي پالڻهار ڏانهن سڏي رهيو

هو. جنهن تي هيءَ آيت نازل ٿي. (پ ۴) "اوهان جو انهي معاملي سان ڪوبہ تعلق ڪونهي."

ان ڳالهہ کان پوءِ قلب نبوي ﷺ صبر جو لباس ڍڪي ورتو ۽ اضطراب ڪانپوءِ ان کي قرار آيو جيئن تہ قرآني آيتون انهن صفتن جي ظاهر ٿيڻ تي مختلف وقتن ۾ نازل ٿيون. انهي جي ڪري اخلاقِ نبويہ جو تعلق قرآن ڪريم سان قائم ڪيو ويو. جيئن تہ سندن اخلاقن سڳورن جو قرآن شريف مان پتو پئجي سگهي. اهي صفتون پاڻ سونهارن ﷺ ۾ ان لاءِ رکيون ويون جو حضرت جن ﷺ جي هن قول مبارڪ جي تشريح ٿي سگهي: "آئون انهي جي لاءِ وساريندو آهيان جيئن تہ آئون پنهنجي سنت کي قائم ڪريان". ان ڪري قرآني آيتن جي نزول وقت سندن ﷺ جي صفات نفس جو ظهور انهي لاءِ ٿئي ٿو جو امت جي اصلاح ٿي سگهي ۽ انهن جو تزڪيہ نفس ٿي وڃي ۽ انهن جا اعليٰ اخلاق بنجي سگهن. جيئن تہ پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ "خدا وٽ اخلاق جو خزانو جمع آهي. جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن بندي سان ڀلائي ڪندو آهي تہ ان کي هي عنايت فرمائيندو آهي." پاڻ سردارن ﷺ وڌيڪ فرمايو تہ: "آئون ان ڪري موڪليو ويو آهيان تہ اعليٰ اخلاقن جي تڪميل ڪريان". پاڻ سونهارن ﷺ هيئن بہ فرمايو آهي تہ الله تعاليٰ جا هڪ سؤ کان وڌيڪ اخلاق آهن. اگر هو انهن مان ڪنهن کي هڪڙو بہ عطا فرمائي تہ اهو جنت ۾ داخل ٿيندو. انهي جو ڳاٽيتو ۽ اندازو آسماني وحي جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿو.

خدا پاڪ پنهنجا صفاتي نالا پنهنجي مخلوق تي انهي لاءِ ظاهر ڪيا آهن، جو هو انهن کي انهي طرف دعوت ڏي ٿو ۽ جيڪڏهن اهو قواءَ انساني ۾ اخلاق خداوندي ساڻ متصف هجڻ جي صلاحيت و امانت (وديعت) نہ رکي ها تہ انهن کي ان جي دعوت نہ ڏني وڃي ها. ڇوتہ اها دعوت خداوندي آهي، جيڪا هو پنهنجن مخصوص بندن کي عنايت ڪندو آهي.

بهرحال (هن وضاحت ڪانپوءِ) اهو معلوم ٿي ٿو وڃي تہ حضرت عائشہ رضہ جيڪو هيئن فرمايو آهي تہ "پاڻ سڳورن ﷺ جي اخلاق جو آئينو قرآن ڪريم آهي" انهي ۾ تمام گهڻا راز لڪيل آهن ۽ اخلاق ربانيہ جي طرف مخفي اشارو آهي. ڪيس بارگاهہ الاهي کان شرم محسوس ٿيو، جو هوءَ

چوي ته پاڻ سڳورن ﷺ خدا جي اخلاق سان متصف آهن. ان ڪري انهن هي فرمايو ته "حضور اڪرم ﷺ جن جي اخلاق جو آئينو قرآن ڪريم آهي". ڪين انوار و جلال ڪان شرم محسوس ٿيو. انهي لاءِ پاڻ لطافت بياني ڪان حقيقت حال کي پوشيدو رهيائين. اها انهي جي وسعت علم ۽ ادب جو ثبوت آهي. بهرحال حضرت عائشه رضه جي مٿئين گذريل قول ۽ ان جي تشريح جي روشني ۾ قرآن پاڪ جي هيٺين ٻنهي آيتن جو پاڻ ۾ ربط واضح ٿي وڃي ٿو.

(پ ١٤) بيشڪ اسان اوهان کي پڙهيل ست آيتون (سورة فاتحه) ۽ قرآن عظيم عطا ڪيوسون.(پ ٢٩) درحقيقت اوهان ﷺ اعليٰ اخلاق سان متصف آهيو.

## خلق عظيم جو مفهوم

حضرت جنيد بغدادي رحه فرمائي ٿو ته "حضرت جن ﷺ جا اخلاق نهايت اعليٰ هئا ڇوته پاڻ هر وقت الله ڏانهن متوجه رهيا". حضرت شيخ واسطي رحه فرمائي ٿو ته "پاڻ سردارن ﷺ ٻنهي جهانن کي خدا جي بدلي ۾ قربان ڪري ڇڏيو هو." هيءُ به چيو ويو آهي ته "پاڻ ڪريمن ﷺ جو مخلوق سان خوش اخلاقي جو رويو هو ۽ سندن خالق سان قلبي تعلق هو".

ڪن تصوف جو به اهوئي مفهوم ٻڌايو آهي ته "ماڻهن سان خوش اخلاقي جو رويو هجي ۽ الله تعاليٰ سان صداقت جو تعلق هجي. حضرت جن ﷺ جا ايترا اعليٰ اخلاق هئا جو سڄي ڪائنات خالق ڪائنات جي مشاهدي جي مقابلي ۾ هيچ نظر اچڻ لڳي هئي ۽ حضور ﷺ جن جي اخلاق کي عظيم انهي جي لاءِ فرمايو ويو جو سڀ سهڻا ۽ سٺا اخلاق ان ۾ گڏ ٿي ويا هئا".

پاڻ سونهارن ﷺ پنهنجي امت کي به خوش اخلاقي جي تعليم ڏني آهي جيئن ته حضرت جابر رضه جي روايت آهي ته پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايو ته "اوهان مان مون کي اهوئي شخص محبوب آهي ۽ قيامت جي ڏينهن اهوئي منهنجي مجلس جي ويجهو هوندو، جنهن جا اخلاق بهترين هوندا ۽ اوهان مان اُهي شخص مون کي ناپسند آهن ۽ اهي ئي قيامت جي ڏينهن منهنجي محفل ڪان زياده دور هوندا جيڪي تمام گهڻيون ڳالهيون بنائين ٿا، ٻڪلو ڦاڙي ڦاڙي

ڏکي گفتگو ڪندا آهن ۽ انهي سان گڏوگڏ متڪبر به آهن".

شيخ واسطي رحہ فرمائي ٿو ته "خلق عظيم جو هيءُ مفهوم آهي ته نه ڪنهن سان جهيڙو ڪيو وڃي ۽ نه ان سان ڪو ٻيو جهيڙو ڪري. حضور ﷺ جن جي لاءِ جيڪو خلق عظيم جو لفظ قرآن ۾ آيو آهي ان جو سبب هي آهي ته پاڻ ﷺ پنهنجي باطن ۾ مشاهده حق جي حلاوت محسوس ڪندا هئا ۽ پاڻ ﷺ ٻين پيغمبرن عليهم السلام ڪان خدا جي نعمتن کي قبول ڪري انهن مان فائدو ورتو".

شيخ حسين رحہ جو قول آهي ته "پاڻ ڪريمن ﷺ جا اخلاق ان ڪري عظيم هئا جو مشاهده حق جي ڪري مخلوق جي بدسلوڪي حضرت ﷺ جن تي ڪوبه اثر نه ڪيو".

ڪن بزرگن بيان ڪيو آهي ته خلق عظيم تقويٰ جو لباس پائڻ ۽ خدا جي اخلاق کي اختيار ڪرڻ آهي. انهي لاءِ ته ڪين ﷺ کي ڪنهن بدلي جو خطرو ڪونه رهيو هو.

## ٻن آيتن جو مقابلو

هڪڙي بزرگ چيو آهي ته قرآن شريف جي هيءَ آيت وڌيڪ مڪمل آهي:

ترجمو: اگر اُهو (رسولِ اڪرم ﷺ) اسان تي ڳالهيون بنائي ها ته اسين ان جو ساڄو هٿ جهلي وٺون ها. (پ ٢٧)

ان جو سبب هي آهي ته (خلق عظيم واري آيت ۾) پاڻ سڳورن ﷺ کي حاضر ذڪر ڪري ڪين غافل ڪري ڇڏيو ۽ وجود جو پردو وڌو ويو آهي ۽ مذڪوره آيت انهي لاءِ مڪمل آهي جو ان ۾ فنا آهي".

ليڪن اهو قول غور طلب آهي ڇوته انهن کي هيئن چوڻ کپندو هو ته اگر مذڪوره بالا آيت ۾ فنا آهي ته خلق عظيم واري آيت ۾ بقا آهي ۽ فنا ڪانپوءِ بقا، فنا ڪان زياده مڪمل ۽ منصب رسالت جي زياده شايان شان آهي ڇوته فنا کي مذموم وجود جي مزاحمت جي ڪري اعزاز حاصل آهي. جڏهن وجود مان مذموم شيون ڪڍيون وڃن ۽ صفتن ۾ انقلاب اچي وڃي ته پوءِ فنا ۾ ڪابه فضيلت باقي ڪانه ٿي رهي، ان وقت صرف الله تعاليٰ سان حضوري هوندي آهي ۽ پنهنجي ذات سان ڪانه هوندي آهي. تنهنڪري

اهڙي موقعي تي ڪوبہ پردو (حجاب) باقي نہ رهندو آهي.

بزرگن چيو آهي تہ جنهن کي خلق عظيم عطا ٿيو ان کي اعليٰ مقامات ملندا آهن، ڇوتہ مقامات جو تعلق عام آهي ۽ اخلاق جو صفتن ۽ عادتن سان واسطو هوندو آهي.

حضرت جنيد بغدادي رحہ فرمائي ٿو تہ خلق عظيم ۾ چار وصفون جمع هونديون آهن (١) سخاوت (٢) الفت (٣) نصيحت ۽ (۴) شفقت.

شيخ ابن عطا رحہ فرمايو آهي تہ خلق عظيم جو مطلب هي آهي تہ ڪين ﷺ کي ڪوبہ اختيار حاصل نہ هو يعني پاڻ ڪريمن ﷺ پنهنجي نفس ۽ خواهشن کي فنا ڪري ڇڏيو هو ۽ پاڻ ﷺ خدا جي حڪم جي ماتحت هئا.

## خدائي اخلاق

شيخ ابوسعيد القرشي رحہ جو قول آهي تہ عظيم خدا جي ذات ۽ ان جي اخلاقن ۾ سخاوت، ڪرم، درگذر، معافي ۽ احسان جون وصفون شامل آهن، جيئن تہ پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو آهي تہ، "خدا جا هڪ سؤ کان وڌيڪ اخلاق آهن. جنهن ان جي ڪنهن هڪڙي اخلاق تي عمل ڪيو، اهو جنت ۾ داخل ٿيندو". ان ڪري جڏهن پاڻ خدائي اخلاقن سان متصف ٿي ويا. تڏهن خدا پاڪ سندن ﷺ جي عظيم اخلاقن جي قرآن ڪريم ۾ تعريف ڪئي. هي بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ پاڻ سونهارن ﷺ صرف اخلاق ۽ اخلاقي صفتن کي ڪافي نہ سمجهيو. بلڪ پاڻ ﷺ روحاني منزلون طئي ڪندا رهيا ايستائين جو ذات حق تائين پهچي ويا.

جڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ کي حجاز ۾ موڪليو (مبعوث) ويو تڏهن ڪين ﷺ دنياوي لذتن ۽ خواهشن کان روڪيو ويو بلڪ ڪين مسڪيني ۽ تڪليفن ۾ مبتلا ڪيو ويو ۽ جڏهن حضرت ﷺ جن اخلاق جي آلائشن کان پاڪ ۽ صاف ٿي ويا، تڏهن ان وقت سندن ﷺ خلق عظيم جو اعتراف ڪيو ويو.

## بنيادي اخلاق

حضرت عائشہ رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "شريفاڻا اخلاق ڏهہ آهن، ٿي سگهي ٿو تہ اهي اخلاق پيءُ ۾ موجود هجن ۽

پٽ ۾ نہ ھجن. پٽ ۾ ھجن ۽ پيءُ ۾ نہ ھجن، غلام ۾ ھجن ۽ آقا ۾ نہ ھجن. ڇوتہ جنھن کي خدا گھرندو آھي ان کي ھيءَ سعادت عطا فرمائيندو آھي. اھي ڏھہ اخلاق ھي آھن:

(۱) سچ ڳالھائڻ (۲) دنيا کان قطعي نااُميدي (۳) اگر ڪنھن جو پاڙيسري ۽ ان جو دوست بکيو ھجي تہ اھو پيٽ پري نہ ڪائي (۴) سائل تي بخشش ڪرڻ (۵) احسانن جو بدلو ڏيڻ (۶) امانتداري (۷) صلہ رحمي (۸) دوست جي حقن کي ادا ڪرڻ (۹) مھمان نوازي (۱۰) انھن سڀني اخلاقن جي جڙ حيا آھي.

## سھڻا اخلاق

حضور ﷺ جن کان پڇيو ويو تہ "اھي ڪھڙيون وصفون آھن، جن جي ڪري اڪثر ماڻھو جنت ۾ داخل ٿيندا؟" تڏھن پاڻ ﷺ فرمايائون تہ "تقويٰ ۽ سھڻا اخلاق". وري پڇيو ويو ڪھڙين شين جي ڪري گھڻا ماڻھو دوزخ ۾ داخل ٿيندا؟ فرمايائون "خوشي ۽ غم" انھي مان مراد چڱن موقعن جي ضايع ٿيڻ جو غم آھي، جنھن جي ڪري انسان پريشان ۽ ناراض ٿيندو آھي. اللہ تي اعتراض ڪندو آھي ۽ قسمت تي شاڪر نہ رھندو آھي. خوشيءَ مان مراد دنياوي ڪاميابين جي خوشي آھي، جنھن جي قرآن پاڪ ۾ ھن طرح منع آئي آھي:

"اوھين ڪنھن بہ شيءِ جي ضايع ٿيڻ جو غم نہ ڪريو ۽ جيڪي اوھان کي حاصل ٿئي اُن تي خوش نہ ٿيو". اھا اھڙي قسم جي خوشي آھي (جيڪا قارون جي خوشي ھئي) جنھن جي باري ۾ قرآن ڪريم ۾ ھن طرح مذڪور آھي: "جڏھن ان جي قوم ان کي چيو تہ تون خوش نہ ٿي (نہ آڪڙج) ڇوتہ اللہ تعاليٰ آڪڙجڻ وارن کي پسند نہ فرمائيندو آھي". اھا ڳالھہ ان موقعي تي چئي ويئي ھئي، جڏھن ھن ڏنو تہ ان جي خزاني جي چابين کي ھڪ طاقتور ٽولو بہ مشڪل سان کڻي سگھي ٿو.

ليڪن آخرت جي ڳالھين تي خوش ٿيڻ پسنديده فعل آھي. انھي جي لاءِ ڪوشش ڪري سگھجي ٿي جيئن تہ اللہ تعاليٰ فرمائي ٿو: "اي محبوب ﷺ! چئو تہ اھو خدا جو فضل ۽ ان جي مھرباني آھي. انھي تي انھن کي

خوش ٿيڻ گھرجي".

حضرت عبدالله بن المبارڪ حسن خلق جي تشريح ۾ هيئن فرمايو آهي: "حسن خلق جو مفهوم هي آهي ته خنده پيشاني سان نيڪ ڪم ڪيو وڃي ۽ ماڻهن کي تڪليف نه پهچائي وڃي".

## صوفين جو اخلاق کي سڌارڻ

صوفي سڳورا مجاهدن ۽ رياضتن جي ذريعي پنهنجي نفسن کي اهڙي طرح سڌاريندا آهن، جو هنن جا اخلاق بهتر ٿي ويندا آهن. مگر ڪي ماڻهو اهڙا آهن، جيڪي عمل ڪن ٿا، مگر اخلاقن کي ڪونه ٿا سڌارين ۽ ڪي زاهد انسان ڪن اخلاقن جا پابند آهن، مگر ڪن اخلاقن کي ڇڏي ڏيندا آهن. پر صوفين جي جماعت سڀني شريفاڻن اخلاقن جي پابندي ڪندي آهي.

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحه جو قول آهي ته "تصوف سراپا اخلاق آهي، جڏهن ڪنهن اخلاق جو واڌارو ڪيو اُنهي تصوف ۾ اضافو ڪيو".

بهرحال عام مسلمان نيڪ ڪم ڪن ٿا، ڇوته اهي اسلام جي سوجهري ۾ هلن ٿا. زاهدن جي جماعت کي اخلاق اختيار ڪندي آهي ڇوته اهي ايمان جي روشني ۾ گامزن آهن. مگر صوفي مقربين بارگاهه آهن، اهي احسان جي نور جي مطابق عمل پيرا آهن. ان ڪري جڏهن اهل قرب ۽ صوفين جي باطن ۾ يقين وارو نور سرايت ڪندو آهي ۽ سندن قلب ۾ چڱي طرح راسخ ٿي ويندو آهي، تڏهن قلب جو گوشو گوشو (هر حصو) جڳمڳائجي ويندو آهي. اهڙي طرح قلب جو ڪو گوشو (حصو) اسلام جي نور سان ۽ ڪو گوشو (حصو) ايمان جي نور سان منور ٿي ويندو آهي. بلڪه نور احسان ۽ ايمان سان قلب جا سڀئي گوشا روشن ٿي ويندا آهن.

## نفس جو سڌارو

جڏهن قلب سراپا نور بنجي ويندو آهي، تڏهن هن جي نور جو پرتو (عڪس) نفس تي پوندو آهي. ان جي صورت هيءَ آهي ته قلب جو هڪڙو منهن نفس ڏانهن ۽ ٻيو منهن روح ڏانهن هوندو آهي. اهڙي طرح نفس جا به ٻه منهن هوندا آهن. ان جو هڪڙو منهن قلب ڏانهن ۽ ٻيو منهن طبيعت ۽

جبلت ڏانهن آهي، جيستائين قلب بلڪل روشن نہ ٿيندو آهي، ان وقت تائين اهو مڪمل طور تي روح ڏانهن متوجہ ڪونہ ٿيندو آهي. بلڪ ان جي بہ رخي پاليسي هوندي آهي. هڪڙو منهن روح ڏانهن ۽ ٻيو منهن نفس ڏانهن هوندو اٿس، مگر جڏهن اهو سراپا نور بنجي ويندو آهي تڏهن ان وقت هن جو پوري توجہ روح ڏانهن ٿي ويندو آهي ۽ روحاني امداد سان هن جي اشراق (صفائي) ۽ نور ۾ واڌارو ٿي ويندو آهي. جنهن جو نتيجو هيءُ هوندو آهي جو جيتري قدر قلب جي ڪشش روح ڏانهن ٿيندي رهندي آهي، ايتري قدر نفس جي ڪشش بہ قلب ڏانهن وڌندي رهندي آهي ۽ انهي جي ڪشش جي ڪري قلب جي توجہ سان هن جو اهو منهن نوراني بنجي ويندو آهي جيڪو قلب جي ويجهو هوندو آهي. ان جي نوراني هجڻ جي نشاني هيءَ آهي تہ ان وقت نفس کي سڪون ۽ اطمينان ٿيندو آهي جيئن تہ قرآن پاڪ ۾ آهي:

ترجمو: اي مطمئن نفس تون خوش ٿي پنهنجي پالڻهار ڏانهن وڃ، اهو بہ توکان خوش آهي.

قلب جي ويجهڙي منهن جي نوراني هجڻ جو مثال اهڙو آهي، جيئن سپ (صدف) جو هڪڙو رخ موتي جي چمڪ کان روشن ٿي ويندو آهي. مگر انهي منهن جي ڪري جيڪو طبيعت ۽ جبلت جي ويجهو آهي نفس تي ڪجھ تاريڪي ڇانيل رهندي آهي. جهڙي طرح صدف جي ظاهري سطح تي (ٻاهرئين پاسي) انهي جي اندرئين چمڪ جي برخلاف ڪجھ ڪدورت باقي رهندي آهي.

جڏهن نفس جو ڪوبہ منهن نوراني هوندو آهي تہ اهو اخلاق کي بهتر بنائڻ ۽ صفتن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

انهي جي ڪري ابدال کي ابدال چوندا آهن. انهي ۾ هيءُ راز لڪيل آهي تہ صوفي هميشہ هر وقت الله ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي ۽ هميشہ قلب ۽ زبان سان ذڪر ڪري "ذڪر ذات" جي درجي ڏانهن ترقي ڪندو آهي. ان وقت اهو عرش جي مثال تي ويندو آهي. جهڙي طرح عرش هن عالم تخليق ۽ حڪمت جو قلب آهي اهڙي طرح قلب عالم امر ۽ قدرت جو عرش آهي. جيئن تہ حضرت سهل بن عبدالله التستري رحہ فرمايو آهي: "قلب عرش جي مثل آهي ۽ سينو ڪرسي جي مثال آهي. حديث قدسي ۾ خدا فرمائي

ٿو: "زمين ۽ آسمان مون کي نٿا سمائي سگهن، ليڪن منهنجي مؤمن بندي جي دل ۾ منهنجي گنجائش آهي[1]".

## سهڻي سردار ﷺ جا اخلاق

حضور ﷺ جن حضرت معاذ رضہ کي نهايت مڪمل اخلاقي هدايتون ڏنيون آهن. پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو "اي معاذ! آئون توکي هدايت ٿو ڪريان تہ:

الله کان ڊڄو، واعدن کي پاڙيو، امانت ادا ڪريو، خيانت ڇڏي ڏيو، پاڙيسرين جي حفاظت ڪريو، يتيم تي رحم ڪريو، نرم گفتگو ڪريو، اسلام ڦهلايو، نيڪ ڪم ڪريو، اميدون گهٽ ڪريو، ايمان کي ضروري سمجهو، قرآن ڪريم کي چڱي طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو، آخرت سان محبت رکو ۽ حساب کان ڊڄو، تواضع ڪريو، ڪنهن شريف ۽ بردبار ماڻهو کي گار ڏيڻ يا سچي انسان کي ڪوڙو ڪرڻ کان پرهيز ڪريو، ڪنهن گنهگار کان ڪا اميد نہ رکو، انصاف پسند حاڪم جي نافرماني نہ ڪريو، زمين ۾ فتنو ۽ فساد نہ پکيڙيو.

آئون اوهان کي وصيت ڪريان ٿو تہ هر پٿر، وڻ يا مٽيءَ کان لنگهندي الله کان ڊڄو، هر گناهہ تي توبہ ڪريو اگر اهو ڳجهو هجي تہ ڳجهي ۽ اعلانيہ هجي تہ ظاهر توبہ ڪريو".

اهڙي طرح الله پنهنجن ٻانهن کي ادب سيکاريو آهي ۽ انهن کي شريفانہ اخلاقن ۽ آداب جي دعوت ڏني آهي.

انهي معاذ رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون: "اسلام شريفانہ اخلاق ۽ عمده آداب سان ڀريل آهي".

حضرت ابوالدرداءَ رضہ فرمائي ٿو تہ "مون حضور ﷺ جن کي هيئن فرمائيندي ٻڌو تہ جيڪا شيءِ حساب جي پلڙي ۾ رکي ويندي. حسن اخلاق کان وڌيڪ وزني نہ آهي ۽ هڪڙو خوش اخلاق انسان خوش اخلاقي جي ڪري، روزي ۽ نماز واري انسان جي درجي تائين پهچي ويندو آهي".

---

(۱) هوبهو انهي مفهوم کي اردو جو هڪ شاعر هيئن بيان ٿو ڪري:

ارض و سما کہاں تیری وسعت کو پا سکے
میرا ہی دل ہے وہ کہ جہاں تو سما سکے (مترجم)

# اخلاق رسول ﷺ

سندن ﷺ جي اخلاق جو هي حال هو جو پاڻ ﷺ سڀ کان وڌيڪ سخي هئا. پاڻ ڪريمن ﷺ وٽ ڪوبہ درهم ۽ دينار باقي نہ رهندو هو. اگر ڪا رقم بچي ويندي هئي ۽ حضرت جن ﷺ کي ڪو اهڙو ماڻهو نہ ملندو هو، جنهن کي پاڻ ﷺ اها رقم ڏيئي سگهن ۽ رات ٿي ويندي هئي تہ پاڻ سڳورا ان وقت تائين گهر وڃي آرام نہ فرمائيندا هئا، جيستائين جو ان کي خرچ نہ ڪندا هئا. پاڻ ﷺ دنيا کي ڪونہ حاصل ڪندا هئا، بلڪ سندن ﷺ عام غذا اها هئي جيڪا آساني سان ميسر ٿي سگهندي هئي يعني ڇوهارا ۽ جـوَ حضرت جن ﷺ جي عام غذا هئي. انهي کان سواءِ ٻيو ڪجهہ هوندو هو تہ ان کي خدا جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏيندا هئا، جيڪڏهن پاڻ سردارن ﷺ کان ڪو گهرندو هو تہ فوراً ان جو سوال پورو ڪندا هئا. ان ڪانپوءِ پنهنجي عام غذا تي قناعت ڪندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ جتيون سبندا هئا، ڪپڙن تي چتيون ڏيندا هئا، گهر وارن جي ڪم ۾ انهن جو هٿ ونڊائيندا هئا ۽ انهن سان گوشت وڍيندا هئا، سيني کان وڌيڪ حيادار ۽ سيني کان زياده تواضع ڪندڙ هئا.

باب ٽيھون

# صوفين جي اخلاق جو تفصيل

## تواضع

صوفين جو بهترين اخلاق تواضع آهي. تواضع کان افضل بندگيءَ جو ٻيو ڪوبہ لباس ڪونهي. جيڪو تواضع جو خزانو حاصل ڪري ٿو اُهو هر شخص جي اڳيان پنهنجي اصل حيثيت کي قائم رکي ٿو ۽ پاڻ بہ هرهڪ کي ان جي صحيح رتبي تي برقرار رکي ٿو.

جنهن کي اها شيءِ حاصل ٿي اهو پاڻ بہ آرام سان رهي ٿو ۽ ٻين کي بہ آرام پهچائي ٿو. هن نڪتي کي علم وارا ئي سمجهي سگهن ٿا.

حضرت انس رضہ جي روايت آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ "الله تعاليٰ مون ڏانهن هيءَ وحي نازل فرمائي. "اوهين تواضع ڪريو ۽ ڪوبہ شخص هڪ ٻئي تي زيادتي نہ ڪري".

جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي "چئو اگر اوهين الله سان محبت ڪريو ٿا تہ منهنجي پيروي ڪريو". ان وقت پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايو "اهو اتباع نيڪي، تقويٰ، خوف ۽ تواضع سان هجي".

سندن تواضع هي هئي جو آزاد ۽ غلام جي دعوت ۽ انهن جو تحفو قبول فرمائيندا هئا. ڪٿي اهو کير جو ڍُڪ ۽ سهي جي ران ئي ڇو نہ هجي. پاڻ ﷺ ان جو صلو بہ ڏيندا هئا ۽ پاڻ ﷺ بہ کائيندا هئا. پاڻ ﷺ ڪنهن ٻانهي (ڪنيز) يا غريب کي جواب ڏيڻ ۾ غرور ڪونہ ڪندا هئا.

حضرت شعيب رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "تواضع جو بنياد هي آهي تہ جنهن سان ملو ان کي پهرين سلام ڪريو ۽ جيڪو اوهان کي سلام ڪري ان جو جواب ڏيو. محفل ۾ گهٽ درجي واري

جڳھ کي پسند ڪريو ۽ ائين نہ چاھيو تہ ڪو اوھان جي تعريف ۽ واکاڻ ڪري يا اوھان تي احسان ڪري".

"اھو ماڻھو ڪيڏو نہ ڀلو آھي جيڪو پنھنجي ڪوتاھي يا برائي ڪانسواءِ تواضع اختيار ڪري ۽ محتاجي ڪانسواءِ پنھنجو پاڻ کي عاجز سمجھي".

حضرت جنيد رحہ کان تواضع جي باري ۾ پڇيو ويو تڏھن پاڻ چيائين "تواضع، عاجزي ۽ نرمي آھي". حضرت فضيل رحہ کان تواضع جي باري ۾ پڇيو ويو تڏھن چيائين "اوھين حق جي اڳيان ڪنڌ جھڪايو ۽ جيڪا حق ڳالھ ٻڌو ان کي قبول ڪريو. جنھن پنھنجي قدر و قيمت کي محسوس ڪيو تہ ان جو تواضع سان ڪوبہ تعلق ڪونھي".

حضرت وھب بن منبہ رحہ چيو تہ "الله جي ڪتابن ۾ لکيل آھي تہ "مون حضرت آدم عليہ السلام جي پٺي مان ذرن کي پيدا ڪيو تہ ان وقت مون موسيٰ عليہ السلام جي قلب کان وڌيڪ ڪوبہ متواضع نہ ڏٺو انھي لاءِ مون ان جو انتخاب ڪري ھن سان گفتگو ڪئي".

چون ٿا تہ "جيڪو پنھنجي نفس جي لکيل ڳالھين کي سڃاڻندو آھي اھو غرور ۽ وڏائي نہ ڪندو آھي، بلڪ تواضع جي راھ تي ھلندو آھي ۽ جيڪو ان جي مذمت ڪري تہ اھو ان سان نہ وڙھندو آھي مگر جڏھن ڪو ھن جي تعريف ڪندو آھي تڏھن ھو خدا جو شڪر ادا ڪندو آھي".

شيخ ابوحفص رحہ جو قول آھي تہ "جيڪو ھيئن چاھيندو ھجي تہ ھن جي دل تواضع ڪري اھو نيڪ ٻانھن جي صحبت اختيار ڪري ۽ انھن جي عزت ڪري، اھڙي طرح انھن جي بيحد تواضع جي ڪري اھو انھن جي اتباع ڪري ۽ تڪبر نہ ڪري".

حضرت لقمان عليہ السلام جو قول آھي تہ "ھر شيءِ جي سواري ھوندي آھي ۽ عمل جي سواري تواضع آھي".

شيخ نوري چوي ٿو تہ: "دنيا ۾ معزز ترين انسان پنجن قسمن جا آھن (١) زاھد عالم (٢) فقيھ صوفي (٣) تواضع وارو دولتمند (۴) شڪرگذار درويش (۵) روشن ضمير شريف.

شيخ جلاءَ جو قول آھي "اگر تواضع جي قدر نہ ھجي ھا تہ اسين آڪڙجي ھلون". شيخ يوسف بن اسباط رحہ کان پڇيو ويو "تواضع جي

ڪهڙي حد آهي؟" چيائين "جڏهن پنهنجي گهر کان نڪرو ۽ ڪنهن سان ملاقات ڪريو تہ ان کي پاڻ کان بهتر سمجهو.

## فرنگي قيدين سان سلوڪ

هڪڙو پيرو آئون پنهنجي مرشد ابوالنجيب ضياءُ الدين سهروردي رحہ سان گڏ شام جي سفر ۾ هئس، ڪن دنيا وارن فرنگي قيدين کي (جيڪي صليبي جنگ ۾ قيدي ٿي آيا هئا) بيڙين ۾ ٻڌي انهن جي مٿن تي کاڌو رکائي اسان ڏانهن موڪليو. جڏهن دسترخوان وڇايو ويو تڏهن قيدي ٿانون جي خالي ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. ان وقت شيخ محترم خادم کي حڪم ڏنو تہ قيدين کي آندو وڃي، جيئن اهي بہ درويشن سان گڏ دسترخوان تي ويهن، جڏهن انهن کي آڻي هڪڙي ئي صف ۾ دسترخوان تي ويهاريو ويو، تڏهن اسان جو شيخ محترم پنهنجي جڳهہ کان اُٿي انهن جي هڪڙي فرد وانگر انهن جي وچ ويهي رهيو ۽ انهن سان کاڌو کاڌائين، ان وقت اسان کي سندس چهري تي انهن جي باطني پرخلوص تواضع، عاجزي ۽ انڪساري جي اها جهلڪ نظر آئي جنهن مان سندس ايمان ۽ وسيع علم و عمل جي خبر پئي ٿي.

شيخ جرير رحہ جو قول آهي "معرفت وارن جو هي صحيح خيال آهي تہ دين اسلام جو سرمايو پنج ظاهري اصول ۽ پنج باطني اصول آهن. ظاهري اصول هي آهن: (١) سچ ڳالهائڻ (٢) سخاوت (٣) جسماني طور تي تواضع ڪرڻ (٤) ٻين کي تڪليف ۽ ڏک کان بچائڻ (٥) ڪنهن انڪار ڪانسواءِ خود تڪليفون برداشت ڪرڻ.

باطني اصول هي آهن: (١) پنهنجي مالڪ (آقا) جي وجود سان محبت ڪرڻ (٢) آقا کان جدائي جو خوف (٣) پنهنجي آقا جي ملڻ (وصالن) جي اُميد (٤) پنهنجي فعل تي افسوس (٥) پنهنجي پالڻهار کان حيا ڪرڻ.

حضرت يحيٰ بن معاذ رحہ جو قول آهي تہ "تواضع هرهڪ جي لاءِ ڀلي آهي، مگر دولتمندن جي لاءِ زياده ڀلي آهي. تڪبر هرهڪ جي لاءِ بڇڙو آهي، پر درويشن جي لاءِ تڪبر ڪرڻ بدترين آهي".

حضرت ذوالنون رحہ فرمائي ٿو "تواضع جون ٽي نشانيون آهن. (١)

عيب کي معلوم ڪرڻ جي لاءِ نفس کي ڪمتر سمجهڻ (٢) توحيد جي حرمت جي لاءِ ماڻهن جي تعظيم ڪرڻ (٣) حق ڳالهه ۽ نصيحت کي هرهڪ کان قبول ڪرڻ.

شيخ ابويزيد رحه کان پڇيو ويو ته "انسان متواضع ڪڏهن ٿيندو آهي؟" چيائين "جڏهن پنهنجي نفس جو حق نه سمجهي ڇوته اهو هن جي شرارت ۽ عيب کان واقف آهي ۽ اهو هي خيال نه ڪري ته مخلوق ۾ ان کان بدتر ڪم آهي".

هڪڙي عقلمند جو قول آهي ته "اسين جهالت ۽ ڪنجوسي سان گڏ تواضع کي ادب ۽ سخاوت سان گڏ تڪبر ڪرڻ کان بهتر سمجهون ٿا". ڪنهن دانشمند کان پڇيو ويو ته "ڇا تون ڪنهن اهڙي نعمت کان واقف آهين، جنهن تي حسد نه ڪيو وڃي ۽ اهڙو مصيبت زده هجي جنهن تي رحم نه ڪيو وڃي؟" انهي چيو "هائو اها نعمت تواضع آهي ۽ اها مصيبت تڪبر آهي".

تواضع جي اصل حقيقت هي آهي ته تواضع تڪبر ۽ ذلت ۾ اعتدال کي قائم ڪندي آهي. تڪبر هي آهي ته انسان پنهنجو پاڻ کي پنهنجي مرتبي کان بلند سمجهي ۽ ذلت هي آهي ته انسان پنهنجو پاڻ کي ايترو ڪيرائي جو هن کي حقير سمجهيو وڃي ۽ هن جي حق تلفي ڪئي وڃي. مگر مشائخن تواضع جي تشريح ۾ اهڙا ڪيترائي اشارا ڪيا آهن جن مان هيءَ خبر پوي ٿي ته انهن تواضع کي ذلت جي قائمقام قرار ڏنو آهي ۽ خواهش نفساني اوج افراط کان تفريط جي پستي ۾ معلوم ٿئي ٿي، جنهن مان هي گمان ٿئي ٿو ته اعتدال واري حد کان پاسو (انحراف) ڪيو ويو آهي. انهي ۾ انهن جي منشا هي معلوم ٿئي ٿي ته جيئن ته انهن کي سندن مريدن مان غرور ۽ تڪبر جو انديشو آهي. انهي لاءِ اهي انهن جي نفسانيت کي ڊاهڻ جي لاءِ مبالغي کان ڪم وٺن ٿا، ڇوته روحاني حالت جي غلبي جي ظاهر ٿيڻ جي ابتدائي دؤر ۾ شاذ و نادر ئي ڪو مريد خود پسندي کان خالي هجي، ايستائين جو وڏن صوفين کان خودپسندي جا ڪيترائي اقوال نقل ڪيا ويا آهن، جيڪي غالبا سُڪر واري حالت ۽ جذبه جا باقيمانده آثار آهن. ان وقت اهي حالت سُڪر (مستي) جي تنگ دائري ۾ هئا ۽ پنهنجي ابتدائي زماني ۾ هوش (صحو) جي وسيع فضا ۾ ڪونه نڪتا هئا.

جيڪڏهن ڪو صاحب بصيرت دقيق نظر سان ڏسي ته ان کي معلوم ٿي ويندو ته هي روحاني واردات جي نزول جي وقت نفس جون چوري سان ٻڌل ڳالهيون آهن، ڇوته جڏهن نفس قلبي واردات جي ظهور جي وقت چوري سان ڪجهه ٻڌندو آهي ته ان وقت اهو روحاني سربلندي جي بنا تي گران نه لڳندو آهي. ان وقت هن ڪان اهڙا ڪلما صادر ٿيندا آهن جيڪي خودپسندي جو اظهار ڪندا آهن. جيئن ته هڪڙي بزرگ چيو آهي. "هن نيلگون آسمان جي هيٺيان منهنجي برابر ڪير آهي؟" هڪڙي ٻئي بزرگ جو قول آهي. "مون زين ڪسي ۽ لغام چڪيم ۽ روءِ زمين جي چئني طرفن گهميس ۽ چيلنج ڏنم ته ڪو آهي جيڪو مقابلي جي لاءِ اچي؟ مگر منهنجي مقابلي جي لاءِ ڪوبه نه آيو". هن قول ۾ هن طرف اشارو آهي ته اهو پنهنجي زماني ۾ يڪتا هو.

جيڪڏهن ڪنهن کي دشواري پيش اچي ۽ هن کي اهو علم نه هجي ته نفس ان کي چوري سان ٻڌو آهي ته اهو انهي قسم جي اقوالن کي رسول الله ﷺ جن جي اصحابن جي سامهي (ترازو) ۾ توري ۽ انهن جي تواضع جو خيال ڪري ته اهي انهي قسم جي الفاظن ڪان پرهيز ڪندا هئا ۽ ڪنهن به خدا جي بندي جي لاءِ اهو هي مناسب نه سمجهندا هئا ته اهو اهڙا الفاظ ڪڍي، تاهم اهڙن مخلص بزرگن جي ڪلام کي قابل عذر سمجهڻ جو هڪ پهلو هي آهي يعني هيئن چئي سگهجي ٿو ته انهن جو اهو جوش ڪلام مستي جي حالت ۾ آهي ۽ متوالن جو ڪلام برداشت ڪيو ويندو آهي.

## سرڪشي جو علاج

جيئن ته هوشمند مشائخن کي خبر آهي ته اها لڪيل بيماري نفوس ايماني ۾ لڌي وڃي ٿي، تنهنڪري انهن تواضع جي تشريح ۾ ايتري قدر مبالغو ڪيو جو هن کي ذلت جي حد تائين پهچايائون جيئن اهي مريدن جو اهڙي طرح علاج ڪري سگهن جو ڪين تواضع جي اعتدال واري حد تائين آڻي سگهن ۽ اُهي پنهنجي انهي اصل مقام ڪان ذرو گهٽ درجي تي رهن، جنهن جا اُهي مستحق آهن. جيئن ته اگر ڪو نفس سرڪشي ڪان محفوظ رهي ته اهو ڪمي پيشي ڪانسواءِ پنهنجي اصل مقام تي رهي سگهي ٿو، مگر جيئن ته نفس ۾ باهه جو اثر آهي ۽ اهو نڪري وانگر وڃنڊڙ مٿيءَ مان

پيدا ٿيو آهي، انهي لاءِ هن جو علاج ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪيس اصل مقام کان گهٽ درجي تي ڪيرايو وڃي ٿو جيئن ته هن تي ڪبر ۽ غرور اثر نه ڪري. ڪبر ۽ غرور جو مفهوم هي آهي ته انسان پنهنجو پاڻ کي ٻين کان وڏو سمجهي، ۽ انهي برائي جي اظهر ر کي تڪبر چوندا آهن. هي اهڙي صفت آهي جنهن جو مستحق صرف الله آهي. اگر مخلوق جو ڪوبه فرد ان جي دعويٰ ڪري ته اهو ڪوڙو آهي.

## تڪبر جي مذمت

ڪبر ۽ غرور خودپسندي مان پيدا ٿيندو آهي ۽ خودپسندي خوبين کان اڻواقفيت جو ٻيو نالو آهي، اهڙي قسم جي جهالت انسانيت جي مخالفت آهي. ان ڪري الله تعاليٰ مڪتبرن جي برائي ڪئي آهي ۽ چيو آهي "الله تڪبر ڪرڻ وارن کي پسند نٿو ڪري، ڇا دوزخ متڪبرن جو ٺڪاڻو ڪونهي؟" پڻ حديث قدسي ۾ آهي الله تعاليٰ فرمائي ٿو "ڪبريائي منهنجي چادر آهي ۽ عظمت منهنجو لباس آهي، جنهن انهن ٻنهي مان مون کان ڪا شيءِ ونڻ جي ڪوشش ڪئي. آئون هن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪندس".

هڪڙي ٻي روايت ۾ آهي "آئون هن کي جهنم ۾ اڇلائيندس".

الله پاڪ انسان جي سرڪشي جي رد ۾ هيءُ ارشاد فرمايو آهي "زمين تي آڪڙجي نه هلو ڇوته نه اوهين زمين کي چيري سگهندؤ ۽ نه جبلن وانگر بلند ٿي سگهندؤ". انسان غور ڪري ته هو ڪهڙي شيءِ مان پيدا ڪيو ويو آهي. اهو هڪ اڇلجڻ واري پاڻي مان پيدا ڪيو ويو آهي. هي ارشاد به ڪيتري قدر بليغ ۽ موٴثر آهي "انسان تباهه ٿئي! اهو ڪيتري قدر ناشڪرو آهي. خدا هن کي ڪهڙي شيءِ مان پيدا ڪيو؟ ان کي هڪڙي نطفي مان پيدا ڪيو آهي ۽ ان کان پوءِ هن جو اندازو لڳايو آهي".

هڪڙي بزرگ هڪ متڪبر کي چيو "تنهنجي ابتدا ناپاڪ نطفي مان آهي ۽ تنهنجو انجام هڪڙو گندو لاش آهي ۽ تون انهن ٻنهي حالتن جي درميان گندگي کنيو پيو هلين، انهي مفهوم کي هڪ شاعر هن طرح ادا ڪيو آهي: ڇو گهمنڊ ان کي گندگي تي آهي. اهڙي حالت ۾ سمهندو رات ڏينهن.

جڏهن تواضع قلب کان موڪلائي وڃي ۽ ڪبر ۽ غرور انهي ۾ قائم

ٿئي ته عضوا به انهي کان متاثر ٿيندا آهن ۽ جيڪي دل ۾ هوندو آهي اهوئي ٿانو (ظرف) ۾ ٽپڪندو آهي، ڪڏهن انهي جي اثر کان ڪنڌ مڙي ويندو آهي ۽ ڪڏهن منهن بگڙي ويندو آهي. جيئن ته الله پاڪ فرمائي ٿو "اوهين ماڻهن جي اڳيان پنهنجو منهن نه بگاڙيو". ڪڏهن نفس جي نافرماني جي موقعي تي مٿي تي انهي جو اثر ٿيندو آهي جيئن ته ارشاد باري تعاليٰ آهي". اهي پنهنجي سرن کي موڙين ٿا ۽ اوهين انهن کي غرور ۽ تڪبر سان منهن موڙيندي ڏسندؤ."

## غرور ۽ خودداري

عضون تي تڪبر جي اثرن جي ڪري مختلف قسم پيدا ٿيندا آهن، جن مان ڪي هڪ ٻئي کان وڌيڪ ميراڻ (ڪثيف) وارا هوندا آهن، جيئن شيخي، گهمنڊ، عزت ۽ خودداري. عزت ۽ خودداري صورت جي لحاظ کان تڪبر ۽ غرور جي مشابه آهن، مگر حقيقت جي لحاظ کان مختلف آهن. جهڙي طرح تواضع ذلت سان مشتبه ٿي ويندي آهي. حالانڪ تواضع پسنديده فعل آهي ۽ ذلت برو فعل آهي. اهڙي طرح تڪبر ۽ غرور ناپسنديده آهي ۽ عزت ڀلي صفت آهي جيئن ته الله پاڪ فرمائي ٿو "عزت الله، ان جي رسول ﷺ ۽ مؤمنن کي حاصل آهي". ان ڪري عزت، تڪبر ۽ غرور کان بلڪل مختلف آهي. انهي ڪري ڪنهن مؤمن جي لاءِ جائز ڪونهي ته هو پنهنجو پاڻ کي ذليل سمجهي. عزت جي تعريف هي آهي ته انسان پنهنجي خودي کي سڃاڻي ۽ هن جو احترام هي آهي ته ان کي دنيا جي عارضي مفاد جي لاءِ استعمال نه ڪري. ڪبر ۽ غرور جي تعريف هي آهي ته انسان پنهنجي نفس کان اڻواقف هجي ۽ ان کي هن جي مرتبي کان مٿانهون تصور ڪري.

حضرت حسن رضه کي چيو ويو "اوهان جو نفس ڪيڏو عظيم آهي". پاڻ جواب ڏنائون "آئون عظيم ڪونه آهيان". جيئن ته عزت بيجڙي نه آهي ۽ ان جي ڪبر سان مشابهت به آهي، تنهنڪري الله تعاليٰ فرمايو آهي "اوهين زمين ۾ ناحق تڪبر ڪريو ٿا". انهي ۾ هي اشارو لڪيل آهي ته عزت حق جي اصولن تي مبني آهي.

جيڪو شخص ذلت ڏانهن ڦرڻ ڪانسواءِ تواضع جي حد تي رهي ٿو اهو عزت جي راهه تي آهي، جيڪا ڪبر واري باهه جي پٽيءَ تي قائم آهي. لهذا اهڙي موقعي تي صرف راسخ علماءَ، مقرب، ابدال ۽ صديق ئي ثابت قدم رهندا آهن. چون ٿا ته جيڪو تڪبر ڪندو آهي اهو پنهنجي نَسُ جي پستي جو ثبوت ڏيندو آهي ۽ جيڪو تواضع ڪندو آهي اهو پنهنجي شريفاڻي طبيعت جو اظهار ڪندو آهي.

حضرت ترمذي رحه جو قول آهي ته "تواضع جا ٻه قسم آهن. (١) انسان خدا جي اوامر ۽ نواهي ۾ تواضع ڪري. ڇوته نفس آرام طلبي جي ڪري ان جي حڪم ڪان غافل هوندو آهي ۽ منع ڪيل شيءِ جي خواهش ڪندو آهي، تنهنڪري جيڪڏهن اهو ان جي حڪم ۽ ممانعت جي مطابق عمل ڪندو آهي ته اها ٻه تواضع آهي. (٢) پنهنجي نفس کي الله جي وڏائي جي تابع ڪري جيئن ته ان جو نفس ڪنهن جائز شيءِ جي خواهش ڪري ته اهو ان کي روڪي ڇڏي يعني اهو پنهنجي ارادي کي مشيت ايزدي جي تابع ڪري ڇڏي." اهو ذهن نشين رهي ته بندو تواضع جي حقيقت ان وقت معلوم ڪري سگهندو آهي جڏهن مشاهده حق جي نور جو جلوو هن جي دل ۾ نظر اچي، انهي موقعي تي هن جو نفس پگهرجي خودپسنديءَ جي ڪوٽ ڪان صاف ٿي ويندو آهي ۽ نرم ٿي حق ۽ مخلوق جي اطاعت ڪندو آهي ڇوته انهي وقت هن جا آثار محو ٿي ويندا آهن ۽ هن جي سوزش ۽ غبار ختم ٿي ويندا آهن.

## تواضع رسول ﷺ

اسان جي نبي سڳوري ﷺ کي تواضع جو سڀ ڪانءَ وڏو حصو مليو هو، پاڻ ﷺ ان کي مقاماتِ قرب ۾ ٻه اختيار ڪندا هئا. جيئن ته حضرت عائشه رضه پنهنجي طويل حديث ۾ هن طرح بيان فرمائي ٿي: "هڪڙي رات مون نبي ڪريم ﷺ جن کي نه ڏٺو ته مون کي نسواني جذبي جي ڪري هيءُ خيال ٿيو ته پنهنجي ڪنهن زوجه محترمه وٽ هوندا. انهي لاءِ مون سڀني ازواج مطهرات جي حجرن ۾ کين تلاش ڪيو، مگر اتي پاڻ ﷺ نه مليا. انهي ڪانپوءِ مون حضرت ﷺ جن کي مسجد ۾ ڏٺو ته اتي بوسيده

ڪپڙي وانگر سربسجود هئا ۽ سجدي جي حالت ۾ هي لفظ چئي رهيا هئا. "(اي خدا) منهنجي دل ۽ خيال بہ تنهنجي اڳيان سربسجود آهن. منهنجي دل توتي ايمان آندو آهي ۽ منهنجي زبان ان جو اقرار ڪري رهي آهي. اي عظمت وارا خدا! وڏن وڏن گناهن کي معاف ڪرڻ وارا! آئون تنهنجي اڳيان آهيان".

پاڻ ڪريمن ﷺ جيڪو هيئن فرمايو آهي تہ "منهنجي دل ۽ خيال تنهنجي اڳيان سربسجود آهن". تہ اهو قول تواضع جي انتها آهي. اهو چئي وجود جا آثار اهڙي طرح محو ڪيا ويا آهن جو ظاهر ۽ باطن ۾ هڪڙو ذرو بہ سجدي کان الڳ ڪونهي.

جڏهن ڪنهن صوفي کي بساطِ قرب تي خاص تواضع جو موقعو نہ ملي تہ ان کي مخلوق سان تواضع ڪرڻ جو موقعو بہ نٿو ملي سگهي، هي اها سعادت آهي جيڪا اگر ڪنهن کي حاصل ٿئي تہ پوري طريقي سان حاصل ٿيندي آهي. مطلب تہ تواضع صوفين جي اخلاق جو اهم حصو آهي.

## تحمل ۽ بردباري

صوفين جو ٻيو اهم اخلاقي فعل تحمل ۽ بردباري آهي، اهي مخلوق جي تڪليف ڏيڻ کي خوشيءَ سان برداشت ڪندا آهن. حضور ﷺ جن جي نرمي ۽ بردباري جو اهم مثال هي آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ يهودين جي وچ ۾ ڪنهن اصحابي کي قتل ٿيل ڏٺو تڏهن انهن تي زيادتي ڪا نہ ڪئي، بلڪ پنهنجي طرفان سؤ اٺن جي (خون بها) ادا ڪئي. حالانڪ سندن اصحابن کي پنهنجي طاقت وڌائڻ جي لاءِ ان وقت هڪڙي اٺ جي بہ ضرورت هئي. سندن ﷺ جي نرمي ۽ بردباري جو هي حال هو جو پاڻ ﷺ ڪنهن ڪاڌي جي برائي نہ ڪندا هئا ۽ نہ ڪنهن خادم کي جهڻڪيندا هئا.

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ "مون حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي ڏهن سالن تائين خدمت ڪئي، انهي عرصي ۾ پاڻ ﷺ مون کي اُف بہ نہ چيائون ۽ جيڪڏهن مون ڪو ڪم ڪيو تہ پاڻ ﷺ اهو نہ پڇيائون تہ تو هيءُ ڪم ڇو ڪيو. اگر مون ڪو ڪم ڇڏي ڏنو تہ پاڻ ﷺ اهو نہ پڇيائون تہ تو هيءُ ڪم ڇو ڇڏي ڏنو آهي. پاڻ ﷺ سڀ کان وڌيڪ خوش اخلاق

هنا، مون حضرت ﷺ جن جي هٿ کان وڌيڪ ريشم يا ڪنهن ٻئي شيءِ کي نرم نه ڏٺو ۽ سندن ﷺ جي پگهر کان وڌيڪ ڪو مشڪ يا عطر خوشبودار نه هو."

جيئن ته اهل و عيال ۽ اولاد، پاڙيسرين، دوستن ۽ عام ماڻهن سان نرمي ۽ بردباري ڪرڻ، صوفين جي اخلاقي خصوصيت آهي. تڪليفن کي برداشت ڪرڻ کان نفس جو جوهر ظاهر ٿئي ٿو، ڇون ته هر شيءِ جو هڪ جوهر آهي. ان ڪري انسان جو جوهر عقل آهي ۽ عقل جو جوهر صبر آهي.

حضرت ابن عمر رضه جي روايت آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو "اهو مؤمن جيڪو ماڻهن سان گڏ رهندو هجي ۽ انهن جي تڪليفن تي صبر ڪندو هجي، انهن ماڻهن کان بهتر آهي جيڪي ماڻهن سان ميل جول نه رکندا هجن، ڇوته اهو انهن جي اذيت تي صبر ڪري ٿو.

حديث ۾ هيئن به آيو آهي ته "ڇا اوهان مان ڪو ابوضمضم جهڙو نٿو ٿي سگهي؟" ماڻهن چيو ته "ابوضمضم ڇا ڪندو هو؟" فرمايائون اهو روزانو صبح جي وقت هيئن چوندو هو "اي الله مون اڄ پنهنجي آبرو انهي تي قربان ڪري ڇڏي آهي جيڪو مون تي ظلم ڪري، اگر ڪو مون کي ماريندو ته آئون هن کي نه ماريندس ۽ جيڪو مون کي گار ڏيندو ته آئون انهي کي گار نه ڏيندس ۽ جيڪو مون تي ظلم ڪندو ته آئون هن تي ظلم ڪونه ڪندس".

حضرت عائشه رضه جي روايت آهي ته "هڪڙي ماڻهو رسول الله ﷺ جن کان اجازت گهري ان وقت آئون ساڻن گڏ هيس، تڏهن پاڻ ڦهرين هيئن فرمايائون ته "اهو قبيلي جو بڇڙو فرزند يا ڀاءُ آهي". ان کان پوءِ پاڻ هن کي اجازت ڏنائون ۽ ساڻس نرم گفتگو ڪئي. جڏهن هو هليو ويو تڏهن مون چيو "يارسول الله ﷺ اوهان اها ڳالهه چوڻ کانپوءِ هن سان نرمي سان ڳالهه ٻولهه ڪئي." پاڻ فرمايائون: اي عائشه رضه! بدترين انسان اهو آهي جنهن کي ماڻهو هن جي فحش ڪلامي جي ڊپ کان ڇڏي ڏين."

حضرت ابوذر رضه کي پاڻ ﷺ فرمايائون "جتي به تون رهين، الله کان ڊڄ ۽ برائي جو بدلو نيڪي سان ڏي. اها نيڪي ان برائي جو خاتمو ڪري ڇڏيندي. بلڪ ماڻهن سان خوش اخلاقي سان پيش اچ".

حسن سلوڪ مان انسان جي انتهائي عقلمندي، وسعت علم ۽

بردباري جو ثبوت ملي ٿو ڇوته نفس جي هيءَ عادت آهي ته اهو ان ڪي ناپسند ڪندو آهي جيڪو ان جي مرضي جي خلاف ڪم ڪري ان وقت هن ۾ غيظ و غضب جي باهه ڀڙڪندي آهي، لهذا حسن مدارات ۽ نرمي سان نفس جي گرمي (حدت) ڪاوڙ ۽ نفرت جو ازالو ٿي ويندو آهي.

روايت آهي ته "جيڪو غصي کي اهڙي حالت ۾ ضبط ڪندو جڏهن ته اهو هن کي نافذ ڪري سگهندو هجي ته خدا پاڪ قيامت جي ڏينهن ان کي سيني ماڻهن جي اڳيان سڏيندو ۽ هن کي اختيار ڏيندو ته اهو جنهن حور کي چاهي پسند ڪري".

حضرت جابر رضه جي روايت آهي ته آنحضرت ﷺ جن فرمايو "ڇا آئون اوهان کي نه ٻڌايان ته دوزخ جي باهه ڪنهن تي حرام آهي؟ (باهه) نرم ۽ خوش اخلاق انسان تي حرام آهي."

حضرت ابومسعود انصاري رضه جي روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن وٽ هڪڙو ماڻهو آيو، جڏهن پاڻ ﷺ هن سان گفتگو ڪيائون تڏهن اهو ڪنبڻ لڳو. پاڻ ﷺ فرمايو "گهٻراءِ نه، آئون بادشاهه ڪونه آهيان، آئون ته قريش جي اهڙي عورت جو فرزند آهيان جيڪا سڪل گوشت کائيندي هئي".

حضرت ابوالدرداءَ رضه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "جنهن کي نرم روي عطا ڪئي ويئي، سمجهو ته هن کي ڀلائي ملي ويئي ۽ جنهن کي نرم مزاجي جو ڪوبه ڀاڱو نه مليو سمجهو ته اهو ڀلائي کان محروم ٿي ويو". حضرت عبدالله بن ابوبڪر رضه سان هڪڙي عرب هن طرح بيان ڪيو: "مون کان رسول الله ﷺ جن کي جنگ حنين ۾ هن طرح زحمت پهتي جو منهنجي پيرن ۾ ڳريون جتيون هيون، جن سان سندن ﷺ جو پير مبارڪ ڏڀجي ويو. حضرت ﷺ جن جي هٿ ۾ هڪڙو ڪوڙو (ڇهبڪ) هو جيڪو مون کي پاڻ ﷺ هنيائون ۽ فرمايائون "تو مون ﷺ کي ڏاڍي تڪليف ڏني" ان جو نتيجو هيءُ ٿيو جو آئون سڄي رات پنهنجي نفس کي ملامت ڪندو رهيس ته مون رسول الله ﷺ کي تڪليف ڏني، مون جهڙي طرح رات گذاري انهي کي خدا خوب ڄاڻي ٿو. صبح ٿيندي ئي هڪڙو ماڻهو اچي پڇڻ لڳو ته "فلاڻو ماڻهو ڪٿي آهي؟ مون چيو اهو آئون آهيان، مون کان ڪاله هيءُ ڳالهه سرزد ٿي هئي". آئون ڏڄندو پهتس

تڏهن پاڻ فرمايائون "تون ئي اهو ماڻهو آهين، جنهن پنهنجي جتي سان منهنجو پير دٻائي مون کي تڪليف ڏني هئي ۽ مون توکي هڪڙو چهبڪ هنيو هو مون عرض ڪيو جي سائين اهو آئون آهيان ته پاڻ ﷺ فرمايائون ته انهي جي بدلي ۾ هي اسي رڍون آهن انهن کي وٺي وڃ".

## ايثار ۽ همدردي

صوفين جي هڪڙي اخلاقي وصف ايثار ۽ همدردي به آهي. انهي ڪم تي انهن کي قدرتي رحم ۽ شفقت ۽ ايماني قوت اُڀاريندي آهي ۽ اهي موجوده شين کي قربان ڪندا آهن ۽ گمشده شيءِ تي صبر ڪندا آهن.

شيخ ابويزيد بسطامي رحہ فرمائي ٿو ته "بلخ جي هڪڙي نوجوان ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ مون کي نه هارائي سگهيو. اهو اسان وٽ حج جي سفر دوران پهتو هو. هن پڇيو ته "زهد جي ڪهڙي تعريف آهي؟ مون چيو اسان کي جيڪي ڪجهہ ملندو آهي کائيندا آهيون ۽ اگر نه ملي ته صبر ڪندا آهيون". انهي چيو اسان وٽ بلخ جا ڪتا بہ ائين ڪندا آهن. انهي تي مون پڇيو "تنهنجي نزديڪ زهد جي ڪهڙي تعريف آهي؟" هن چيو ته جڏهن اسان کي نه ملندو آهي ته شڪر ڪندا آهيون ۽ جڏهن اسان کي ملندو آهي تڏهن ايثار ڪندا آهيون".

شيخ ذوالنون مصري رحہ جو ارشاد آهي ته فراخدل زاهد جون ٽي نشانيون آهن:

(١) گڏ ڪيل شيءِ کي گهڻ خرچ ڪرڻ (٢) گمشده شيءِ جي ڳولها نه ڪرڻ (٣) پنهنجي خوراڪ ٻين کي ڏيڻ.

حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن جنگ نضير ۾ انصارن کي چيو جيڪڏهن اوهين چاهيو ته پنهنجي مال ۽ گهرن ۾ مهاجرن کي شريڪ ڪري وٺو ۽ هن مال غنيمت ۾ بہ انهن جا شريڪ ٿيو ۽ اگر اوهين چاهيو ته اوهان جو مال ۽ اوهان جا گهر اوهان وٽ ئي رهن، پر اسان اوهان کي هن مال غنيمت مان ڪجهہ بہ ڪونہ ڏينداسون". انصارن چيو "اسين انهن کي پنهنجي مال ۽ گهرن ۾ شريڪ ڪنداسون ۽ انهي ڪانسواءِ مال غنيمت جو بہ انهن جي حق ۾ ايثار ڪريون ٿا يعني انهي

۽ اسين انهن سان شريڪ ڪونہ ٿينداسون." انهي تي هيءَ آيت نازل ٿي.

ترجمو: اُهي ايثار ڪن ٿا، ڪٿي انهن کي ڪيتري قدر تنگي هجي! (الحشر، پ ۲۸)

## انتهائي ايثار جو واقعو

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ هڪڙو ماڻهو رسول الله ﷺ جن وٽ آيو، اهو تمام بري حالت کان مجبور ٿي چوڻ لڳو تہ "يارسول الله! آئون بکيو آهيان مون کي کاڌو کارايو" پاڻ ڪريمن ﷺ ازواج مطهرات ڏانهن پيغام ڏيئي پڇا ڪرايائون "انهن سيني اهو چوائي موڪليو تہ "انهي ذات جو قسم! جنهن اوهان کي پيغمبر ڪري موڪليو، اسان وٽ پاڻي کانسواءِ ٻي ڪابہ شيءِ ڪانهي". جنهن تي پاڻ فرمايائون: "اسان وٽ اهڙي شيءِ ڪانهي جيڪا توکي اسين اڄ رات کارائي سگهون". ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ (اصحابن رضہ کي) فرمايائون "ڪير آهي جيڪو هن کي اڄ رات مهمان رکي؟ ان تي الله رحم ڪندو". انصارن جي هڪڙي ماڻهو اٿي چيو "يارسول الله! اهو آئون آهيان". اهو چئي هو ڪيس پنهنجي گهر وٺي ويو ۽ پنهنجي گهرواري کي چيائين "هيءُ رسول الله ﷺ جو مهمان آهي. هن جو خوب اعزاز ۽ اڪرام ڪر ۽ هن کان ڪابہ شيءِ بچائي نہ رکجانءِ." هن جي گهرواري چيو "اسان وٽ صرف ٻارڙن جي خوراڪ آهي". هن چيو تہ "تون انهن کي وندرائي سمهاري ڇڏ جيئن تہ اهي ڪجهہ نہ کائين ۽ ان کان پوءِ ڏيئو ٻار جانءِ، جڏهن مهمان کائڻ لڳي تڏهن تون اُٿي وڃجانءِ ۽ ڏيئي کي ٺاهڻ جي بهاني سان وسائي ڇڏجانءِ. پوءِ اسان ٻئي هن وٽ ويهي (بنا کائڻ جي) منهن هلائيندا رهنداسون جيئن رسول الله ﷺ جي مهمان جو پيٽ ڀرجي وڃي". هن جي گهرواري (اهي ڳالهيون ٻڌي) اُٿي ويئي ۽ ٻارن کي ٿپڪيون ڏيندي رهي ايستائين جو اهي بنا کائڻ جي سمهي پيا، ان ڪانپوءِ هن مهنئيو (ثريد) ۽ ڏيئو ٻاريائين. جڏهن مهمان کائڻ شروع ڪيو تڏهن هن ڏيئي کي ٺاهڻ جي بهاني سان وسائي ڇڏيو ۽ اهي ٻئي رسول الله ﷺ جي مهمان جي لاءِ خالي منهن هلائيندا رهيا، مهمان اهوئي خيال ڪندو رهيو تہ اهي ٻئي هن سان کاڌو کائي رهيا آهن. آخرڪار مهمان جو پيٽ ڀرجي ويو

۽ انهن ٻنهي بکيو رهي رات گذاري.
صبح ٿيڻ ڪانپوءِ اُهي رسول الله ﷺ جن وٽ آيا. تڏهن انهن کي ڏسي پاڻ ﷺ مرڪڻ لڳا پوءِ فرمايائون "الله فلاڻي مرد ۽ فلاڻي عورت کي اڄ رات تمام گهڻو پسند ڪيو آهي ۽ هيءَ آيت نازل فرمائي آهي. "اهي ايثار ڪن ٿا، ڀلي انهن کي ڪيتري نه تنگي ۽ محتاجي هجي".
حضرت انس رضہ فرمايو تہ "هڪڙي اصحابي رضہ کي تحفي ۾ ٻڪرَ ٻڪري جي سري موڪلي ويئي هو تمام تنگ حال هو، تاهم هن اهو تحفو پنهنجي پاڙيسري کي پيش ڪيو. اهڙي طرح اهو تحفو ستن ماڻهن ۾ گردش ڪندو، وري پهرئين ماڻهو وٽ آيو. انهي تي مذڪوره بالا آيت نازل ٿي.
روايت آهي شيخ ابوالحسن انطاڪي وٽ شهر ري جي هڪڙي ديهہ ۾ ٽيهن کان وڌيڪ ماڻهو گڏ ٿيا، ان وقت هن وٽ صرف ڳاڻيٽي جون چند مانيون هيون. جن مان پنجن ماڻهن جو پيٽ بہ نٿي ڀرجي سگهيو. لهذا هن مانين کي ڀڃي ڏيئي کي وسائي ڇڏيو ۽ کائڻ جي لاءِ ويهي رهيا جڏهن کاڌو ختم ڪيو ويو تڏهن معلوم ٿيو تہ کاڌو اهڙي ئي طرح رکيل رهيو. هرهڪ ايثار جي ڪري کاڌو ڪونہ کاڌو.
حضرت حذيفة الصدوري رضہ چوي ٿو "آءُ جنگ يرموڪ ۾ پنهنجي سوٽ جي تلاش ۾ نڪتس ان وقت مون وٽ ٿورو پاڻي هو. منهنجو خيال هو تہ اگر هن ۾ زندگي جي ڪجهہ رمق باقي هوندي تہ آئون هن کي پاڻي پياريندس ۽ هن جو منهن صاف ڪندس. جڏهن آئون وٽس پهتس تڏهن پڇيم ڇا توکي پاڻي پياريان؟" انهي اشارن سان چيو "هائو" ايتري ۾ ويجهي واري ماڻهو جي منهن مان آهہ نڪتي تڏهن مون کي منهنجي سوٽ چيو "اهو پاڻي هن کي پيار". اهو هشام بن عاص هو، جڏهن آئون وٽس آيس ۽ پڇيم تہ ڇا توکي پاڻي پياريان؟" انهن لفظن کي ٻڌي ٻئي هشام نالي شخص آهہ ڀري تڏهن انهي چيو تہ "اهو پاڻي هن کي پيار." جڏهن آئون پاڻي کڻي ان وٽ آيس، تہ اهو موڪلائي چڪو هو. هاڻي آئون هشام بن العاص وٽ آيس تہ اهو بہ فوت ٿي چڪو هو. ان ڪانپوءِ آئون پنهنجي سوٽ وٽ آيس تہ اهو بہ وفات ڪري چڪو هو.
شيخ ابوالحسن بوشيخي رحہ کان جوان مردي جي باري ۾ پڇيو ويو

تڏهن پاڻ چيائين "جوانمردي اها آهي جنهن جو اظهار الله پاڪ انصارن رضہ جي باري ۾ هن طرح فرمايو آهي:

هي اُهي ماڻهو آهن جيڪي (مديني جي) گهر ۾ رهن ٿا ۽ ايمان آڻي چڪا آهن. (الحشر ـ پ ٢٨)

شيخ ابن عطا رحہ فرمايو آهي "هي اُهي ماڻهو آهن جيڪي سخاوت ۽ ڪرم جي ڪري ايثار ڪن ٿا ڪٽي اُهي بک ۽ فقر و فاقہ ۾ مبتلا هجن".

## ايثار جي حقيقت

شيخ ابوحفص رحہ چوي ٿو "ايثار هي آهي تہ پنهنجي روحاني ڀائرن جي حصن کي دنيا ۽ آخرت جي ڪمن ۾ پنهنجي حصن تي مقدم رکي". ڪنهن ٻئي بزرگ فرمايو آهي "ايثار ۾ ڪنهن کي ترجيح حاصل ڪانهي بلڪ انهي ۾ سڀني مخلوق جا حقوق ذاتي حقن تي مقدم هوندا آهن. يعني انهي سلسلي ۾ ڪنهن ڀاءُ، دوست ۽ شناسا جو فرق روا نہ رکيو ويندو آهي".

شيخ يوسف ابن الحسن رحہ جو قول آهي "جيڪو شخص پنهنجو پاڻ کي ڪنهن شيءِ جو مالڪ سمجهي اهو صحيح طريقي سان ايثار نٿو ڪري سگهي، ڇوتہ اهو پنهنجي ملڪيت کي ڏسي پنهنجو پاڻ کي زياده حقدار سمجهندو بلڪ اهوئي شخص ايثار ڪري سگهي ٿو جيڪو هيئن سمجهي تہ سڀ شيون خدا جي ملڪيت آهن ۽ جنهن جيڪي حاصل ڪيو اهوئي ان جو حقدار آهي. لهذا اگر ڪنهن کي ڪا شيءِ ملي وڃي تہ اها هن جي هٿ ۾ امانت آهي جنهن کي اهو ان جي ضرورتمند وٽ پهچائي".

هڪڙي بزرگ جو ارشاد آهي "حقيقي ايثار هي آهي تہ اوهين پنهنجي آخرت جي حصي کي بہ پنهنجن ڀائرن تي قربان ڪري ڇڏيو ڇوتہ دنيا ايتري قدر معمولي شيءِ آهي جو اها نہ تہ ايثار جو مقام بنجي سگهي ٿي ۽ نہ ايثار جي لفظ جو ذڪر انهي سان مناسب آهي." انهي خيال جي ماتحت هڪڙي بزرگ پنهنجي روحاني ڀاءُ سان ملاقات ڪئي تڏهن انهي جي اڳيان گهڻي ڪل مک جو اظهار نہ ڪيائين. جڏهن ان جي ڀاءُ سندس اها حرڪت ناپسند ڪئي تڏهن چوڻ لڳو "اي برادر! رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي "جڏهن ٻہ مسلمان ملاقات ڪندا آهن تہ انهن تي رحمت جا هڪ

سؤ حصا نازل ٿين ٿا. جن مان نوي حصا انهي جي لاءِ هوندا آهن جيڪو زياده شگفته رو هوندو ۽ ڏهه حصا انهي لاءِ هوندا آهن جيڪو گهٽ هنس مک هوندو آهي". لهذا مون گهريو ته توڪان گهٽ شگفته رو بنجان، جيئن نه توکي وڏيڪ ثواب ملي".

شيخ ابوبڪر بن سعدان رحه چوي ٿو "جيڪو صوفين جي صحبت ۾ رهي ته اهو بي نفس، بي دل ۽ بغير ملڪيت جي انهن سان رهي، ڇوته جيڪڏهن اهو دنياوي اسبابن ڏانهن نظر رکندو ته هو پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب نه ٿيندو".

سهل بن عبدالله رحه چوي ٿو "صوفي اهو آهي جيڪو پنهنجي خون کي حلال ۽ پنهنجي ملڪيت کي مباح تصور ڪري".

شيخ رويم رحه فرمائي ٿو "تصوف جو بنياد ٽن خصلتن تي آهي: (۱) فقر اختيار ڪرڻ (۲) سخاوت ۽ ايثار ڪرڻ (۳) پنهنجي ڪوشش ۽ پسند کي ترڪ ڪرڻ.

جڏهن حڪومت وٽ صوفين جي چغل خوري ڪئي ويئي ۽ حضرت جنيد رحه فقيهه هجڻ جي ڪري بچي ويو، مگر ٻين مشائخن مان شمام، رقام ۽ نوري کي گرفتار ڪيو ويو ۽ انهن جي گردن اُڏائڻ جي لاءِ چمڙو وڇايو ويو ته سيني کان پهرين شيخ نوري رحه اڳتي وڌيو. جڏهن ڪانئس پڇيو ويو ته "تون ڇو اڳرائي (سبقت) ڪري رهيو آهين؟ تڏهن فرمايائين "پنهنجي يائرن جي لاءِ هڪڙي گهڙي زندگي جو ايثار ڪريان ٿو".

هڪڙي ڀيري شيخ رودباري رحه پنهنجي ڪنهن ساٿي جي گهر ۾ آيو ته ڪيس غائب ڏٺائين ۽ هن جي گهر جو دروازو بند هو. پاڻ چيائين "صوفي ٿي ڪري هن جو دروازو بند آهي؟ حڪم ڪيائين ته هن جو دروازو ڀڃي ڇڏيو". چنانچه ان جو دروازو ڀڳو ويو. ان ڪانپوءِ حڪم ڏنائين ته گهر جون سيئي شيون وڪرو ڪيون وڃن. لهذا هن جي سيني شين کي بازار ۾ کڻي وڃي وڪرو ڪيو ويو ۽ سيئي هن جي گهر ۾ ويهي رهيا. جڏهن گهر وارو آيو تڏهن هن ڪابه ڳالهه نه ڪئي پر هن جي گهرواري جنهن کي هڪڙي چادر اوڍيل هئي، جڏهن گهر ۾ آئي تڏهن هن اها چادر به اڇلائي ڇڏي ۽ چوڻ لڳي "هي به انهي سامان جو باقي حصو آهي، ان کي به

فروخت ڪري ڇڏيو". هن جي مڙس هن کي چيو "تو پنهنجي خوشيءَ سان اها تڪليف ڇو ڪئي؟" چوڻ لڳي "خاموش ٿي وڃ. جڏهن حضرت شيخ جهڙو بزرگ اهڙو حڪم ڏيئي رهيو آهي ته اهو مناسب ڪونهي ته باقي ڪا شيءِ رهجي وڃي".

## اسلامي ڀائيچاري

هڪڙو ڀيرو قيس بن سعد بيمار ٿيو. تڏهن ان جي ڀائرن هن جي پڇڻ (عيادت) ۾ دير ڪئي. جڏهن هن ان باري ۾ پڇيو تڏهن ماڻهن چيو ته "جيئن ته اوهان جو قرض انهن کي ادا ڪرڻو آهي جنهن لاءِ اُهي اچڻ ڪان شرمائين ٿا" چيائين "خدا انهي مال کي غارت ڪري جيڪو ڀائرن کي پاڻ جي ملاقات ڪان روڪي". انهي ڪان پوءِ هن اعلان ڪرايو ته "جيڪو قيس جو مقروض هجي ان جو قرض معاف ڪيو وڃي ٿو". اهو اعلان ٻڌي ايتري ڪثرت سان شام جو عيادت ڪرڻ وارا آيا جو سندس گهر جو اڳڻ ٽٽي پيو".

هڪڙي ماڻهو پنهنجي دوست وٽ اچي دروازو ڪڙڪايو. جڏهن هو نڪتو تڏهن پڇيائين ته "ڪيئن آهين؟" انهي چيو "آئون چار سؤ درهمن جو مقروض آهيان". اهو ٻڌي گهروارو ماڻهو گهر اندر ويو ۽ چار سؤ درهمن جو وزن ڪري هن کي ڏنائين ۽ ان ڪانپوءِ هو روئندو گهر آيو. تڏهن هن جي گهرواريءَ چيو "اگر توکي ايتري رقم ڏيڻ ڏکي هئي ته تو هن کي ٿاري ڇو نه ڇڏيو؟" هن چيو "آئون انهي لاءِ روئي رهيو آهيان جو مون هن جو حال پهرين ڪان ئي ڇو نه معلوم ڪيو جو هن کي خود پنهنجو حال بيان ڪرڻ جي ضرورت پيش آئي".

حضرت ابوموسيٰ الاشعري رضہ جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "اشعر قبيلي جا ماڻهو جڏهن جنگ ۾ تنگ دست ٿي ويندا آهن ۽ انهن جي اهل و عيال جي لاءِ کاڌو گهٽجي ويندو آهي ته اُهي پنهنجو سڄو ثمر هڪڙي ڪپڙي تي گڏ ڪندا آهن. ان ڪانپوءِ هو هڪڙي ئي ٿانوَ ۾ توشي کي سيني ۾ برابر ورهائيندا آهن. اهي ماڻهو مون سان وابسته آهن ۽ آئون انهن سان وابسته آهيان".

حضرت جابر رضہ فرمائي ٿو "رسول الله ﷺ جن جڏهن جهاد جو

ارادو ڪندا هئا تہ فرمائيندا هئا "اي مهاجرو" ۽ انصارؤ! اوهان جا ڪي پائر اهڙا آهن، جن وٽ نہ مال آهي نہ سامان آهي، لهذا اوهان مان هرهڪ پاڻ سان گڏ ٻہ يا ٽي ماڻهو شامل ڪري، جيئن تہ اوهان ڪي ٻہ اُٺ جي سواري وارِي واري سان اهڙي طرح ملي جهڙي طرح انهن ڪي پنهنجي واري ۾ سواري ملي ٿي". حضرت جابر رضہ چوي ٿو. مون پاڻ سان گڏ ٻہ يا ٽي ماڻهو شامل ڪيا ۽ اسين مساوي حيثيت سان واري واري سان سوار ٿيندا هئاسون".

حضرت انس رضہ بيان ٿو ڪري تہ "جڏهن حضرت عبدالرحمان رضہ بن عوف مديني تشريف فرما ٿيو تڏهن پاڻ ﷺ انهي ۽ سعد رضہ بن الربيع انصاري جي وچ ۾ ڀائيچارو قائم ڪيو. سعد رضہ چيو "آئون پنهنجو اڌ مال توکي ٿو ڏيان ۽ منهنجون ٻہ گهرواريون آهن انهن مان هڪڙي ڪي طلاق ٿو ڏيان، جڏهن هن جي عدت پوري ٿي وڃي تہ تون هن سان نڪاح ڪري وٺ". حضرت عبدالرحمان رضہ ان ڪي چيو "الله تعاليٰ تنهنجي اهل و عيال ۽ مال ۾ برڪت ڏي".

صوفي جي پاڪ عادت (طينت) ۽ هن جي شريف فطرت هن ڪي ايثار ڏانهن آماده ڪندي آهي، بلڪہ خدا هن ڪي ان وقت صوفي بنائيندو آهي، جڏهن هن جي فطرت ان جي قابل ٿي ويندي آهي. چنانچہ جنهن جي فطرت ۾ سخاوت هجي اهو صوفي بنجي سگهي ٿو، ڇوتہ سخاوت هڪ فطري صفت آهي ۽ بخل ان جي متضاد (مخالف) صفت آهي، جيڪا نفساني صفتن جي اسبابن مان آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "جيڪي ڪنجوسي ۽ خود غرضي کان محفوظ ٿي وڃن اُهي فلاح پائيندا". هتي فلاح جو حڪم ان جي باري ۾ ڏنو ويو آهي جيڪو بخل کان محفوظ هجي. اهڙي طرح صاحبِ فلاح ان ڪي فرمايو ويو آهي جيڪو خرچ ڪري. جيئن تہ ارشاد باري تعاليٰ آهي:

اسان جيڪي ڪجهہ انهن ڪي عطا ڪيو آهي. انهي مان اهي خرچ ڪن ٿا. اهي ئي اهي ماڻهو آهن جيڪي خدا جي هدايت تي آهن ۽ اهي ئي فلاح (ڪاميابي) پائڻ وارا آهن.

فلاح ٻنهي جهانن جي سعادت جي لاءِ جامع ترين لفظ آهي ۽ خود رسولِ اڪرم ﷺ جن پنهنجي هڪ قول ۾ ٽن شين ڪي مهلڪ ۽ ٽن شين

ڪي نجات ڏيندڙ قرار ڏنو آهي. مهلڪ شين ۾ انهي بخل ڪي بہ شمار ڪيو آهي جيڪو عادت ۾ شامل ٿي وڃي، تنهن هوندي بہ انهي ڪان انڪار نتو ڪري سگهجي جو لوازمِ نفس انساني ۾ اهڙي خود غرضي ۽ بخل جو وجود آهي، جنهن جو نفس تابع ڪونهي، ڇوتہ نفس جي اصل سرشت مٽيءَ ڪان آهي، جنهن جي خاصيت قبض و امساڪ (بند ٿيڻ ۽ روڪڻ) آهي. انهي لاءِ اگر اها خاصيت آدمي ۾ ڏٺي وڃي تہ تعجب خيز ڪانهي ڇوتہ اها ان جي فطرت ۾ داخل آهي. مگر ڪنهن جي فطرت ۾ سخاوت جو شامل هجڻ تعجب انگيز ضرور آهي.

## جود و سخاوت جو فرق

صوفين سڳورن جي فطرت ۾ ايثار ۽ سخاوت جون اُهي مڪمل صفتون موجود آهن، جيڪي جود ڪان ڪامل تر هونديون آهن، ڇوتہ جود جو متضاد بخل آهي ۽ سخاوت جو متضاد شح (بخل ۽ خود غرضي) آهي. جود ۽ بخل جون صفتون انساني فعل جي باربار سرزد هجڻ ۽ انهن جو عادي بنجڻ ڪان پيدا ٿينديون آهن. انهن جي برخلاف سخاوت ۽ شح (بخل ۽ خود غرضي) فطري هونديون آهن. لهذا هر سخي جواد آهي مگر هر جواد سخي ڪونهي. انهي جي ڪري سخاوت ڪي خدا جي صفت نتو قرار ڏيئي سگهجي ڇوتہ سخاوت فطري طبيعت ۽ سرشت جو نتيجو آهي ۽ خدا طبيعت ۽ سرشت ڪان پاڪ ۽ صاف آهي. جود ۾ رياڪاري جو دخل آهي ۽ انهي جي ذريعي انسان، مخلوق ڪان معاوضو يا ڪنهن حق جي توقع رکندو آهي يا مخلوق جي تعريف ۽ خدا ڪان ثواب جو اميدوار ٿيندو آهي مگر سخاوت ۾ رياڪاري جو دخل ڪونهي، ڇوتہ اها پاڪ طينت ۽ بلند همت انسانن جي سرشت مان خودبخود نمودار ٿيندي آهي. اهي اُن جي لاءِ دنيا ۽ آخرت جو معاوضو طلب ڪونہ ڪندا آهن. ڇوتہ معاوضي طلبي بخل جو احساس ڏياري ٿي. جنهن جي بنياد معاوضي جي طلب تي آهي ۽ جيڪا انهي صفت ڪان پاڪ هجي اها سخاوت آهي، لهذا سخاوت اهلِ صفا جي خاصيت آهي ۽ ايثار اهلِ انوار جي خصوصيت آهي. جيئن تہ قرآن ڪريم ۾ آيو آهي:

"حقيقت ۾ اسين اوهان کي خدا جي واسطي کاڌو کارايون ٿا، اسين اوهان کان بدلي ۽ شڪرگذاري جا طلبگار نہ آهيون".

هن آيت ۾ معاوضي طلبي جي لاءِ کاڌو کارائڻ جي ترديد ڪئي ويئي آهي، لهذا جيڪو ڪم خدا جي واسطي هوندو آهي انهي ۾ بدلي جي خواهش کانہ هوندي آهي بلڪہ اهڙي فطرت پنهنجي پاڪ عادت جي ڪري مقصد حق ڏانهن ڪشش رکندي آهي ۽ ان جو ڪوبہ معاوضو طلب نہ ڪندا آهن. اهو مڪمل ترين سخاوت آهي جيڪا پاڪ فطرت انسانن جو شيوو آهي.

حضرت اسماءَ بنت ابي بڪر رضہ هڪڙي ڀيري پاڻ ﷺ کي عرض ڪيائين تہ "يارسول الله ﷺ! مون وٽ اهوئي هوندو آهي جيڪو حضرت زبير رضہ مون کي ڏيندو ۽ جنهن مان مان خيرات (بخشش) ڪندي آهيان". پاڻ ﷺ فرمايائون "اهو درست آهي، اوهين دنيا بند نہ ڪريو ورنہ اوهان جو رزق بند ڪيو ويندو".

## عفو ۽ درگذر

صوفين سڳورن جي هڪڙي نمايان خصوصيت عفو ۽ درگذر آهي. اهي برائي جو بدلو ڀلائي سان ڏيندا آهن. حضرت سفيان جو چوڻ آهي: "احسان هي آهي تہ جيڪو اوهان سان برائي ڪري ان جو بدلو ڀلائي سان ڏيو چوتہ ڀلائي جو بدلو ڀلائي سان ڏيڻ، واپاري مقابلو ۽ بازار جو ڏيڻ وٺڻ آهي جو هڪڙي هٿ سان وٺو ۽ ٻئي هٿ سان ڏيو. ان کان سواءِ هي بہ ضروري آهي تہ احسان کي محدود نہ رکيو وڃي بلڪہ سج ۽ مينهن وانگر اهو سڀني کي فائدو پهچائي.

حضرت انس رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون "جڏهن مون جنت ۾ اونچيون ماڙيون ڏٺيون تڏهن پڇيم اي جبرئيل ع! هي ڪنهن جي لاءِ آهن". انهن چيو "هي انهن ماڻهن جي لاءِ آهن جيڪي ڪاوڙ کي برداشت ڪن ٿا ۽ ماڻهن کي درگذر ڪن ٿا".

حضرت ابوهريرة رضہ فرمائي ٿو تہ "رسول الله ﷺ جن هڪڙي محفل ۾ ويٺا هئا جو هڪڙو ماڻهو آيو ۽ حضرت ابوبڪر رضہ کي برو ڀلو چوڻ لڳو. هو خاموش رهيو ۽ پاڻ ﷺ مسڪرائيندا رهيا. ان کانپوءِ حضرت

ابوبڪر رضہ ان ماڻهو جي ڪن ڳالهين جي ترديد ڪئي. جنهن تي پاڻ ڪريم ﷺ ناراض ٿيا ۽ اُٿي روانا ٿي ويا. ان ڪانپوءِ حضرت ابوبڪر حضرت ﷺ جن وٽ وڃي عرض ڪيو "يارسول الله ﷺ! هن مونکي گار ڏني ۽ اوهان مرڪندا رهيا، ان ڪانپوءِ مون هن جي ڪن ڳالهين جي ترديد ڪئي تڏهن اوهان ناراض ٿي هليا آيا". پاڻ ﷺ فرمايائون جڏهن تون ماٺ ۾ هئين تڏهن تو سان جيڪو ملائڪ آهي اهو ان جو جواب ڏيندو رهيو. جڏهن تون ڳالهائڻ لڳين تڏهن شيطان اچي ويو. لهذا آئون انهي محفل ۾ نٿي ويهي سگهيس جتي شيطان موجود هجي. اي ابوبڪر! ٽي شيون برحق آهن. (۱) اگر ڪنهن بندي تي ظلم ڪيو وڃي ۽ هو ان کي معاف ڪري ته الله ان جي مدد فرمائيندو آهي (۲) اگر ڪو مال جي گهڻائي حاصل ڪرڻ جي لاءِ دست سوال دراز ڪري ته خدا هن جي تنگي ۾ اضافو ڪندو آهي (۳) اگر ڪو خدا جي خوشنودي جي لاءِ بخشش ۽ انعام جو دروازو کولي ٿو ته خدا انهي ۾ اجا به واڌارو ڪندو آهي".

حضرت حذيفه رضہ جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "اوهين هرجائي نه ٿيو ۽ وڏيڪ چوڻ لڳا ته اگر ماڻهو احسان ڪن ته اسين احسان ڪنداسون ۽ اگر اهي ظلم ڪندا ته اسين به ظلم ڪنداسون. بلڪ اوهين پنهنجو پاڻ کي عادي بنايو ته جيڪڏهن ماڻهو احسان ڪن ته اوهين احسان ڪريو ۽ اگر اهي برائي ڪن ته اوهين ظلم نه ڪريو".

ڪنهن اصحابي رضہ عرض ڪيو "يارسول الله! آئون هڪڙي ماڻهو وٽان لنگهندو آهيان، ته اهو مون کي نه ڪاڏو ڪارائيندو آهي نه مهمان بنائيندو آهي، اگر اهو مون وٽان لنگهي ته ڇا آءٌ انهي سان اهڙو ئي سلوڪ ڪريان؟" پاڻ ﷺ فرمايائون "نه بلڪ ان کي ڪاڏو ڪاراءِ".

شيخ فضيل رحہ جو قول آهي "جوان مردي هي آهي ته ڀائرن جي خطائن کي معاف ڪيو وڃي". رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته "صلهءِ رحمي ڪرڻ وارو اهو نه آهي جيڪو ڪنهن جو بدلو ڏي، بلڪ اهو آهي جو اوهان هن ڪان قطع تعلقي ڪريو ته هو صلهءِ رحمي کي برقرار رکي".

شريفاڻن اخلاقن جي نشاني هي آهي ته اوهين هن کي معاف ڪريو جيڪو اوهان تي ظلم ڪري ۽ جيڪو اوهان ڪان قطع تعلق ٿئي هن سان

ميل جول رکو ۽ جيڪو اوهان کي محروم ڪري هن سان بخشش ڪريو".

## خنده پيشاني ۽ ترو تازگي

صوفين جي اخلاق جي هڪڙي نمايان خاصيت خدھ پيشاني ۽ ٻهڪندڙ چهرو آهي. صوفي، اڪيلائي (خلوت) ۾ روئندو آهي مگر اهو ماڻهن جي اڳيان شگفته رو ۽ خوش باش نظر ايندو آهي. هن جي دل جي تجليات جي ڪري هن جي چهري تي مسرت جي جهلڪ هوندي آهي. ڇوته هن جو باطن روحاني منزلون طئي ڪندو آهي ۽ خدا جي طرفان هن تي اهڙا انعامات نازل ٿيندا آهن جن سان هن جو قلب سيراب ٿي سرور ۽ انبساط ڪان لبريز ٿي ويندو آهي. جيئن ته الله پاڪ فرمائي ٿو "هيءُ الله جو فضل ۽ رحمت آهي انهي تي انهن کي خوش ٿيڻ گهرجي". جڏهن دل تي سرور ڇانئجي وڃي ته چهري تي ان جو اثر ضرور ٿيندو آهي. جيئن ته خدا پاڪ فرمائي ٿو.

"انهي ڏينهن چهرا روشن ڪلندا ۽ خوش ٿيندا". (قيامة - پ ٢٩)

ڇون ٿا ته اهي چهرا انهيءَ لاءِ روشن ٿيندا جو اهي الله جي راھ ۾ ڪيتري ئي عرصي تائين غبار آلود رهي چڪا هئا. دل جي نور جو چهري تي اهڙو ۽ ڪس پوندو آهي، جيئن ته ڏيئي (چراغ) ڪان شيشا ۽ چراغ دان روشن ٿي ويندا آهن. هن مثال ۾ چهرو چراغ دان آهي، دل شيشو آهي ۽ روح چراغ آهي. لهذا جڏهن قلب روحاني مڪالمي جي لذت ڪان بهره ياب ٿيندو آهي تڏهن چهري تي خوشي اچي ويندي آهي. جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

"اوهين انهن جي چهرن تي تروتازگي کي سڃاڻي وٺندؤ". (تطفيف - پ ٣٠)

"انهيءَ ڏينهن چهرا تروتازه ٿي پنهنجي پالڻهار ڏانهن نهاري رهيا هوندا". (قيامة - پ ٢٩)

يعني جڏهن نظرون خدا ڏانهن کڃنديون ته چهرا تروتازه ٿي ويندا، جيئن ته صوفين جي اکڙين جون بصيرت واريون نگاهون مشاهدي جي نور ڪان منور ٿي چڪيون آهن ۽ انهن جو قلب وارو آئينو صيقل ٿي حسن ازل جي نور ڪان منعڪس ٿي ويو آهي. تنهنڪري اگر ان صيقل شده آئيني تي

سج جو عڪس پوندو ته سيئي ديوارون روشن ٿي وينديون. جيئن الله پاڪ فرمائي ٿو "انهن جي چهري جي پيشاني تي سجدي جا آثار آهن". لهذا جڏهن چهرو پاڇولن جي سجدي کان جيڪي جسماني قالب آهن متاثر ٿي سگهي ٿو ته اهو مشاهده جمال الاهي کان ڇو متاثر نه ٿيندو؟

حضرت جابر بن عبدالله رضه جي روايت آهي ته پاڻ ﷺ فرمايائون "هر نيڪي صدقو آهي ۽ هي به نيڪي آهي ته اوهين پنهنجي ڀاءُ سان خنده پيشانيءَ سان ملاقات ڪريو ۽ هي به نيڪي آهي ته اوهين ڏول (ٻوڪي) مان پنهنجي ڀاءُ جي ٿانوَ ۾ پاڻي وجهو".

شيخ سعد بن عبدالرحمان الزبيدي رحه جو قول آهي ته "قرآن خوانن (قارين) مان مون کي هر شگفته ۽ هنس مک پسند اچي ٿو. ڪي اهڙا به آهن جو اگر اوهين انهن سان شگفته روئي (خوش ڪلامي) سان ملندؤ ته اهي اوهان سان اهڙي رکائي (ترش روئي) سان پيش ايندا، ڄڻ ته اهي اوهان تي احسان پيا ڪندا. خدا اهڙن قارين جو اضافو نه ڪري".

## نرمي ۽ خوش اخلاقي

صوفين جي هڪڙي اخلاقي خصوصيت نرمي، سادگي، ملنساري ۽ بيتڪلفي به آهي. انهي باري ۾ حضرت رسول الله ﷺ جن جي خوش اخلاقي جا ڪيترائي واقعا هتي بيان ڪيا ويا آهن ۽ صوفي سڳورا حضرت ﷺ جن جي اخلاق جي پيروي ڪندا آهن. پاڻ ﷺ فرمائين ٿا: "آئون مذاق ڪندو آهيان پر حق ڳالهه چوندو آهيان".

روايت آهي ته هڪڙو بدوي جنهن جو نالو زاهر بن حرام هو، رسول الله ﷺ جن وٽ هميشه نئين شيءِ تحفي طور آڻيندو هو. هڪڙي ڏينهن پاڻ ﷺ هن کي مديني جي بازار ۾ پنهنجو سامان وڪڻندي ڏٺو. پاڻ ﷺ پٺيان کان هٿ وجهي بغلگير ٿيا، هن پوئتي ڏٺو ته خبر پيئي ته پاڻ رسول الله ﷺ آهن لهذا هن حضرت ﷺ جن جي دست بوسي ڪئي. ان وقت پاڻ فرمايائون: "هن غلام کي ڪير وٺي ٿو؟" هن عرض ڪيو: "اهڙي صورت ۾ اوهان مون کي کوٽو ڏسندؤ؟" پاڻ ﷺ فرمايائون "مگر الله جي نزديڪ تون تمام نفع بخش آهين" ان کانپوءِ فرمايائون "هر شهري جو هڪڙو

ڀرڙي وارو هوندو آهي. لهذا اهلِ محمد ﷺ جو ڀرڙي وارو زاهر بن حرام آهي".

## ظرافت نبوي ﷺ

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو "هڪڙو ماڻهو حضرت ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين: يارسول الله ﷺ! مون کي اٺ تي سوار ڪرايو "پاڻ ﷺ فرمايائون آئون توکي اُٺ جي ٻچي تي سوار ڪرائيندس". هن چيو "آئون اوهان ﷺ کي چوان ٿو تہ اوهان ﷺ مون کي اُٺ تي سوار ڪرايو ۽ اوهان ﷺ فرمايو ٿا تہ آئون انڙي جي ٻچي تي سوار ڪرائيندس". پاڻ ﷺ فرمايائون "اٺ بہ تہ انڙي جو ٻچو آهي".

حضرت صهيب رضہ فرمائي ٿو "اسين رسول الله ﷺ جن وٽ آياسون، سندن اڳيان ڪجور هيون جيڪي پاڻ واپرائي رهيا هئا. پاڻ ﷺ فرمايائون: "هن مان کائو" لهذا آئون بہ کائڻ لڳس تڏهن پاڻ ﷺ فرمايائون "تون کائي رهيو آهين، حالانڪ تنهنجون اکيون ڏکي رهيون آهن. "مون چيو" آءٌ ٻئي طرف کان چٻاڙيندس". اهو ٻڌي رسول الله ﷺ جن کلي پيا.

حضرت انس رضہ جو چوڻ آهي تہ: "هڪڙي ڏينهن پاڻ ﷺ مون کي فرمايائون "اي ٻن ڪنن وارا".

حضرت عائشہ رضہ کان پڇيو ويو "جڏهن پاڻ ﷺ گهر ۾ اڪيلا هوندا هئا تہ ڇا ڪندا هئا. فرمايائين: "پاڻ ﷺ سيني ماڻهن کان وڌيڪ نرم مزاج هوندا هئا. هر وقت مسڪرائيندا ۽ کلندا رهندا هئا." حضرت عائشہ رضہ ٻئي موقعي تي فرمايو تہ "رسول الله ﷺ جن مون سان هڪڙو پيرو ڊوڙ لڳائي، تہ آئون اڳتي وڌي ويس، ٻيو پيرو ڊوڙ ۾ پاڻ ﷺ اڳتي وڌي ويا تڏهن پاڻ ﷺ فرمايو تہ هي پهرين ڊوڙ جو بدلو آهي".

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ "پاڻ سونهارا ﷺ اسان سان ڳالهيون ڪندا هئا. ايستائين جو پاڻ ﷺ منهنجي ننڍڙي ڀاءُ کي فرمائيندا هئا "اي ابوعمير! ننڍڙي جهرڪيءَ ڇا ڪيو؟ روايت آهي تہ حضرت عمر رضہ حضرت زبير رضہ سان ڊوڙ لڳائي تہ زبير رضہ اڳتي وڌي ويو ۽ هن چيو "ڪعبي جي رب جو قسم! آئون توکان اڳتي وڌي ويس". ان ڪانپوءِ جڏهن

ٻيو پيرو مقابلو ٿيو تڏهن حضرت عمر رضہ اڳتي وڌي ويو ۽ فرمايائين "ڪعبي جي رب جو قسم! آئون توکان اڳتي وڌي ويس". حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما فرمائي ٿو "حضرت عمر رضہ مون کي هڪڙي پيري چيو "هاڻي اسين ٻئي پاڻي ۾ مقابلو ڪريون جيئن معلوم ٿئي تہ اسان مان ڪنهن جو ساهہ ڊگهو آهي. ان وقت اسانکي احرام ٻڌل هو".

حضرت بڪر بن عبدالله فرمائي ٿو "حضور ﷺ جن جا اصحاب پاڻ ۾ مذاق ڪندا هئا، ايستائين جو هنداڻا (خربوزا) بہ هڪ ٻئي تي اڇلائيندا هئا، جنهن وقت حقائق جون ڳالهيون ٿينديون هيون تہ مرد ميدان بنجي ويندا هئا".

حضرت عائشہ رضہ فرمائي ٿي "آئون رسول الله ﷺ جن جي لاءِ حريره پچائي ڪٺي آيس ان وقت منهنجي ۽ حضرت سوده رضہ جي وچ ۾ پاڻ ﷺ ويٺا هئا، مون حضرت سوده رضہ کي چيو کائو". انهن انڪار ڪيو، ٻيو دفعو چوڻ تي بہ انڪار ڪيائين، (ٽيون پيرو) مون چيو اوهان کي کائڻو پوندو نہ تہ اوهان جي چهري تي حريره کي هڻنديس. اهو چئي مون حريره ۾ پنهنجو هٿ وجهي انهن جي چهري کي آلوده ڪيم. پاڻ ﷺ کلي پيا ۽ پاڻ ﷺ اشاري سان سوده رضہ کي چيائون تہ اها منهنجي چهري کي بہ آلوده ڪري. ۽ انهي منهنجو چهرو بہ آلوده ڪري ڇڏيو. ايتري ۾ حضرت عمر رضہ دروازي وٽان لنگهيو ۽ آواز ڏنائين. "اي عبدالله! پاڻ ﷺ خيال ڪيائون تہ هو اندر ايندا انهي لاءِ پاڻ ﷺ فرمايائون "اوهين ٻئي اُٿي پنهنجو منهن ڌوئي وٺو". حضرت عائشہ رضہ فرمائي ٿي "آئون ان وقت حضرت عمر رضہ کان ڊڄڻ لڳيس، ڇوتہ پاڻ ﷺ بہ انهن جو لحاظ رکندا هئا".

ڪنهن حضرت ابن طاؤس جي باري ۾ بيان ڪيو تہ اهو ٻارن سان گڏ ٻار ۽ ٻڍڙن سان گڏ ٻڍو بنجي ويندو هو ۽ جڏهن اڪيلو هوندو هو تہ منجهس خوش طبعي هوندي هئي. جناب معاويہ بن عبدالڪريم فرمائي ٿو "اسين محمد بن سيرين وٽ شاعري جو چرچو ڪندا هئاسون ۽ هن سان مذاق ڪندا هئاسون ۽ هو بہ اسان سان مذاق فرمائيندو هو ۽ اسين سندس مجلس مان ڪلندي نڪرندا هئاسون، مگر جڏهن اسين حسن بصري رحہ جي محفل ۾ ويندا هئاسون تہ تقريباً روئندا نڪرندا هئاسون".

بهرحال اهي خبرون ۽ حديثون صوفين جي نرم مزاجي ۽ خوش اخلاقي

ڪي ثابت ڪن ٿيون اهي خانقاهه ۾ ڪل يوڳ بہ ڪندا هئا ۽ ماڻهن جي طبيعتن جي مطابق انهن سان برتاءُ بہ ڪندا هئا ڇوتہ هو سمجهندا هئا تہ خدا جي رحمت تمام وسيع آهي، پر جڏهن اڪيلائي (خلوت) ۾ هوندا هئا تڏهن بهادر انسان جو مؤقف اختيار ڪندا هئا ۽ اهم اعمالن ۽ افعالن جو جامو زيب تن ڪندا هئا. اهڙي طرح اعتدال واري حد ۾ هڪ صوفي ئي رهي سگهي ٿو. جيڪو پنهنجي نفس تي قابو رکي ٿو ۽ هن جي اخلاقن ۽ رجحانن ڪان چڱي طرح واقف آهي. بلڪ پنهنجي علم جي گهڻائي جي ڪري ان جي رکوالي ڪندو آهي. ايستائين جو اهو افراط ۽ تفريط ڪان بچندي راهه اعتدال اختيار ڪندو آهي.

مبتدي مريدن جي لاءِ ڪيترائي اهڙا ڪم ڪرڻ مناسب نہ آهن ڇوتہ انهن ۾ علم جي اٿاٿ آهي ۽ اهي پنهنجي نفس ڪان چڱي طرح واقف ڪونہ آهن. انهي لاءِ ڏپ آهي تہ اهي اعتدال واري حد کي اورانگهي نہ وڃن. سبب هي آهي تہ نفس اهڙن موقعن تي تمام گهڻو ٽپندو ڪڏندو رهندو آهي جنهن ڪري انهي ۾ خرابي ۽ سرڪشي پيدا ٿي ويندي آهي. تنهنڪري ماڻهن جي مزاج جي موافقت ڪرڻ صرف انهن ماڻهن جي لاءِ مناسب آهي جيڪي پنهنجي روحانيت جي اونچي مقام تائين پهچي ويا هجن. لهذا اهڙي موقعي تي جڏهن هو عوام جي مزاج جي موافقت ڪرڻ جي لاءِ مٿانهين مقام ڪان لهندا آهن تہ انهن جو لهڻ (نزول) علم سان هوندو آهي. پر جن جو روحاني حال صاف نہ هجي ۽ انهن ۾ سرڪش نفس ۽ هن جي انهن طبعي رجحانن جي باقيمانده حصي جي ملاوٽ هجي جيڪو براين ڏي آماده ڪندو هجي، اهي اگر عوام جي انهن محفلن ۾ شريڪ ٿيندا تہ نفس پنهنجو حظ (حاصل ڪندو) ڪڻندو ۽ پنهنجي مقصد برآري کي غنيمت سمجهندو ۽ جائز ڪمن جي سهوليت ڪان تسڪين حاصل ڪندو، حالانڪ انهي قسم جي سهوليت کي اختيار ڪرڻ انهي کي زيبا آهي، جنهن پنهنجي وقت جو تمام وڏو حصو زبردست ڪمن کي سرانجام ڏيڻ ۾ صرف ڪيو هجي، مگر مبتدي جو اهو حال نہ آهي.

اهل علم صوفي سڀ ڳورا مذڪوره بالا اخلاقي صفتن جي ذريعي پنهنجي دل وندرائيندا آهن. ڇوتہ اهي دل جي ضرورتن کي چڱي طرح

ڇاڻندا آهن. جڏهن ڪنهن شيءِ کي پنهنجي ضرورت کي رفع ڪرڻ جي لاءِ استعمال ڪيو وڃي تہ انهي جي ضرورت جو صحيح اندازو لڳائڻ گهرجي ۽ انهي اندازي جو صحيح معيار هڪڙي دقيق علم جي ئي ذريعي مقرر ڪري سگهجي ٿو. جيڪو هرهڪ جو ڪم ڪونهي.

## ظرافت ۾ اعتدال

حضرت سعد بن العاص پنهنجي پٽ کي فرمايو "ظرافت ۽ مزاح ۾ اعتدال رکو ڇوتہ ان جي گهٽائي کان رعب هليو ويندو آهي ۽ بيوقوف ماڻهو اوهان تي دلير ٿي ويندا آهن. اگر بلڪل ترڪ ڪيو وڃي تہ دوست ناراض ٿين ٿا ۽ گهٽگهرن (صحبت وارن) کي وحشت ٿيڻ لڳي ٿي".

ڇون ٿا تہ "مزاح سان رعب باقي ڪونہ رهندو آهي ۽ ڀائيچارو ختم ٿي ويندو آهي ۽ جهڙي طرح مزاح جي اعتدال کي قائم رکڻ مشڪل آهي اهڙي طرح کلڻ جي اعتدال کي قائم رکڻ بہ دشوار آهي. کلڻ انساني خصوصيت آهي جيڪا هن کي حيوانن کان ممتاز ڪندي آهي. کل ڪنهن عجيب شيءِ تي ايندي آهي ۽ تعجب غور ۽ فڪر جو نتيجو آهي جيڪو انسان جي لاءِ باعثِ شرافت ۽ هن جي ممتاز خاصيت آهي. لهذا انهي جي اعتدال کان چڱي طَرح واقف ٿيڻ انهن ماڻهن جو ڪم آهي جيڪي علم ۾ ثابت قدم هجن. انهي ڪري چيو ويو آهي تہ "تمام گهڻي کلڻ کان بچو، ڇوتہ اهو دل کي مرده ڪندو آهي". هي بہ چيو ويو آهي تہ کل غرور جي گهٽائي جي بہ نشاني آهي".

حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمائين ٿا "الله تعاليٰ خودپسندي ڪانسواءِ کلڻ واري ۽ بنا سبب چغل خوري ڪرڻ وارن کان نفرت ڪندو آهي".

ظرافت (يوگ) ۽ مزاح ۾ هيءُ فرق بيان ڪيو ويو آهي تہ ظرافت ۽ لطيفہ گوئي اگر سنجيدگي سان اختيار ڪئي وڃي تہ ان ۾ ڪاوڙ نہ ايندي آهي. مزاح کي جيڪڏهن سنجيدگي جي لهجي ۾ بيان ڪيو وڃي تہ هن کان ڪاوڙ اچي وڃي. انهي ڪري امام ابوحنيفہ رحہ نماز ۾ ٺهڪ ڏيڻ کي گناهہ قرار ڏنو آهي. ان کان وضو جي باطل هجڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ فرمايو آهي تہ گناهہ ڪنهن شيءِ جي خارج هجڻ جي قائم مقام آهي.

مزاح ۽ کلڻ ۾ اعتدال انهي وقت رهي سگهي ٿو، جڏهن ته اهو خوف، تنگدلي ۽ هيبت جي تنگ مقام کان نکري نمودار ٿئي. انهي قسم جي تنگ مقاماتن تي انهن جو توازن قائم رهندو آهي ۽ انهن ۾ اعتدال اچي ويندو آهي. ڇوته خوشي ۽ اميد، مزاح ۽ کلڻ پيدا ڪندا آهن ۽ خوف ۽ انقباض انهن کي معتدل رکندا آهن.

## سادگي ۽ بي تکلفي

صوفين جي اخلاق جي هڪ نمايان خصوصيت سادگي ۽ بي تکلفي آهي، انهي جو سبب هي آهي ته تکلف، تصنع ۽ بناوٽ ماڻهن جي خاطر نفس تي بيجا دٻاءَ جو نتيجو آهي. جيڪو صوفين جي حالت جي بلڪل منافي آهي. بلڪ ڪن صورتن ۾ تقدير کان پوشيده نزاع ۽ قسام ازل (الله پاڪ) کان ناراضگي جو اظهار ٿئي ٿو. حالانڪ تصوف جو اصل مفهوم هي آهي ته تکلف کي ڇڏيو وڃي ڇوته تکلف (بناوٽ) ئي تباهي آهي جنهن جي ڪري انسان مخلص ٻانهن جي راهه کان پوئتي رهجي ويندو آهي.

## دؤر نبوي ﷺ جي سادگي

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو "آئون رسول الله ﷺ جي وليمي ۾ شريڪ ٿيس جنهن ۾ نه ماني هئي نه گوشت هو". حضرت جابر رضہ وٽ ڪي سندس دوست آيا ته هو انهن جي لاءِ ماني ۽ سرڪو ڪڍي آيو ۽ چوڻ لڳو "کائو ڇوته مون رسول الله ﷺ جن کان ٻڌو آهي: "سرڪو تمام عمدو ٻوڙ آهي". حضرت سفيان بن سلمه فرمائي ٿو "آئون سلمان فارسي وٽ آيس ته هن ماني ۽ لوڻ ڪڍي منهنجي اڳيان رکيو ۽ چيائين "اگر رسول الله ﷺ اسان کي ان ڳالهه کان منع نه فرمائين ها ته ڪوبہ ڪنهن سان تکلف نه ڪري ته آئون اوهان جي لاءِ ضرور تکلف ڪريان ها".

تکلف ڪرڻ هر شيءِ ۾ برو آهي. جيئن بنا قصد ۽ ارادي جي ماڻهن جي سامهون لباس ۾ تکلف ڪرڻ، گفتگو ۾ تکلف ڪرڻ ۽ تمام گهٽي خوشامد ڪرڻ جيڪو موجوده زماني جي ماڻهن جو طريقو بنجي ويو آهي. چنانچه هاڻي چند ماڻهن کان علاوه ڪوبہ خوشامد کان محفوظ ڪونهي. ڪيترن ئي

خوشامدين کي اها خبر ٻه ڪانه پوندي آهي تہ اُهي خوشامد ڪري رهيا آهن. حالانڪہ ڪي شخص ان حد تائين خوشامد ڪندا آهن جو اها سراسر منافقت بڻجي ويندي آهي جيڪا صوفي جي حال جي بلڪل خلاف آهي.

حضرت ابو امامہ رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو "حيا ۽ گفتگو ۾ نماڻائي ايمان جي نشاني آهي ۽ فحش ڪلامي ۽ ڪثرت بيان نفاق جي علامت آهي". هتي هن بيان مان مراد گهڻو ڳالهائڻ ۽ ماڻهن جي بيجا خوشامد، بيجا تعريف ۽ اظهار و فصاحت آهي جيڪو اهلِ حق جو شيوو ڪونهي.

حضرت ابو وائل رضہ فرمائي ٿو "آئون پنهنجي دوست سان گڏجي حضرت سلمان فارسي رضہ جي ملاقات جي لاءِ ويس تڏهن هن اسان کي جوَ جي ماني ۽ لوڻ پيش ڪيو. منهنجي دوست چيو "اگر هن لوڻ ۾ ڦودنو هجي ها تہ اهو وڌيڪ خوشبودار ٿئي ها. اهو ٻڌي حضرت سلمان گهر مان نڪتو ۽ پنهنجو لوٽو گروي رکي ڦودنو خريد ڪيو. جڏهن اسان کائي چڪاسون تڏهن منهنجي دوست چيو "خدا جو شڪر آهي جو هن پنهنجي رزق تي قانع رکيو". انهي تي حضرت سلمان فارسي رضہ فرمايو: "اگر اوهين پنهنجي رزق تي قانع هجو ها تہ منهنجو لوٽو (بدنو) گروي نہ رکيو وڃي ها.

هن واقعي ۾ حضرت سلمان جي طرفان قول ۽ فعل ٻنهي ۾ بي تڪلفي ظاهر ٿي.

حضرت يونس عليہ السلام جو هڪڙو واقعو بيان ڪيو ويو آهي تہ هڪڙي پيري سندس ياءُ ان جي ملاقات جي لاءِ آيا تڏهن پاڻ عليہ السلام انهن جي اڳيان جوَ جي ماني جو ٽڪرو پيش ڪيو ۽ اهو ساڳ جنهن جي پاڻ عليہ السلام پوک ڪئي هئي، پٽي آيو. ان کان پوءِ فرمايائين "اگر خدا تڪلف ڪرڻ وارن تي لعنت نہ ڪري ها تہ آئون اوهان جي لاءِ ضرور تڪلف ڪريان ها".

هڪڙي بزرگ چيو آهي "جڏهن اوهان وٽ ڪو ملاقات جي لاءِ اچي تڏهن جيڪي ڪجهہ موجود هجي پيش ڪريو ۽ جڏهن اوهين ڪنهن سان ملاقات ڪريو تہ ڪجهہ باقي نہ ڇڏيو.

حضرت زبير بن العوام رضہ فرمائي ٿو "رسول الله ﷺ جن هڪڙي ڏينهن هي پڙهو ڦيرايو "اي خدا! تون انهن ماڻهن جي مغفرت فرماءِ، جيڪي

منهنجي امت جي مردن جي لاءِ دعاءِ خير ڪن ٿا ۽ تڪلف ڪون ٿا ڪن چوته آئون ۽ منهنجي امت جا نيڪ بندا تڪلف کان بيزار آهيون".

روايت آهي ته حضرت عمر رضه هڪڙي ڀيري هي آيتون تلاوت فرمايون:

**ترجمو:** "اسان هن ۾ ان، انگور، ڀاڄيون، زيتون، کجور جا وڻ، ڍڪاٽا باغ، ميوا ۽ چارو پيدا ڪيو آهي". (عبس - پ ٣٠)

هيءَ آيت پڙهي پاڻ رضه فرمايائون، اسانکي انهي جا سيئي الفاظ معلوم آهن مگر "اَبا" جي ڪهڙي معنيٰ آهي؟ سندن هٿ ۾ لٺ هئي، ان کي زمين تي هڻندي فرمايائون: "خدا جو قسم! اهو تڪلف آهي. لهذا اي ماڻهو! جيڪو اوهان کي بيان ڪيو وڃي ان کي قبول ڪريو جيڪو اوهان کي معلوم هجي ان تي عمل ڪريو ۽ جيڪي اوهان کي معلوم نه هجي انهي جو علم خدا جي حوالي ڪريو".

## سخاوت ڪرڻ

صوفين جي هڪڙي اخلاقي خصوصيت هي آهي ته ڪليو خرچ ڪيو وڃي ۽ ذخيرو نه ڪجي. ان جو سبب هي آهي ته صوفي خدا جي بخشش جي خزانن جو مشاهدو ڪندو آهي، ان جو مثال هي آهي ته جيئن ڪو سمنڊ جي ساحل تي مقيم هجي انهي جي لاءِ پنهنجي سانداري (مشڪ) ۽ پکال ۾ پاڻي جمع نه رکي.

حضرت ابوهريرة رضه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو "ڪوبه ڏينهن ڪونه گذرندو آهي جو ٻه ملائڪ نه پڪاري رهيا هجن. انهن مان هڪڙو ملائڪ هينئن چوندو آهي "اي الله! تون سخاوت ڪرڻ واري کي بدلو عطا فرماءِ "ٻيو هينئن چوندو آهي "اي الله! تون بخيل کي هلاڪت عطا ڪر".

حضرت انس رضه جي روايت آهي "رسول الله ﷺ جن سڀاڻي جي لاءِ ذخيرو جمع ڪري نه رکندا هئا". ٻي روايت آهي "نبي ڪريم ﷺ جن کي ٽي پکي تحفي طور موڪليا ويا تڏهن پاڻ ﷺ پنهنجي خادم کي هڪڙو پکي ڏنائون، جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو تڏهن اهو هن کي کڻي آيو، تڏهن پاڻ ﷺ فرمايائون "جا مون توکي منع ڪانه ڪئي هئي ته سڀاڻي جي لاءِ ڪابه شيءِ بچائي نه رکجانءِ، چوته الله تعاليٰ هر اچڻ واري ڏينهن جو رزق ڏيندو آهي".

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ "رسول اڪرم ﷺ جن حضرت بلال رضہ وٽ آيا، وٽس ڪجور جي هڪڙي ڍڳلي هئي، پاڻ ﷺ پڇيائون هي ڇا آهي؟ انهن عرض ڪيو "آئون هنن کي گڏ ڪري رهيو آهيان". پاڻ ﷺ فرمايائون "توکي خوف ڪونهي اي بلال! ان کي خرچ ڪري ڇڏ ۽ عرش واري خدا کان قلت جو انديشو نہ رک".

ڇيو وجي ٿو تہ حضرت عيسيٰ بن مريم عليہ السلام وڻ جا پن کائيندا هئا ۽ وارن جو لباس پائيندا هئا، جتي شام ٿيندي هئي اُتي ئي رات گذاريندا هئا. نہ تہ انهن جو ڪو پٽ هو جنهن جي موت جو انديشو هجي، نہ ڪوبہ گهر هو جيڪو ويران ٿي وڃي، نہ اُهي آئينده جي لاءِ ڪا شيءِ بچائي رکندا هئا. اهڙي طرح صوفي جو تمام تر سرمايو الله تعاليٰ جا خزانا آهن. ڇوتہ هن کي الله تي صحيح توڪل آهي ۽ پنهنجي پالڻهار تي هن کي ڀروسو آهي. صوفي جي لاءِ دنيا هڪ مسافر خاني جي مثل آهي جتي هو ڪوبہ ذخيرو نٿو رکي ۽ نہ زياده طلب ڪندو آهي.

رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ "اگر اوهين الله تي اهڙو ئي ڀروسو ڪريو ها جيئن ان جي توڪل جو حق آهي، تہ اهو اوهان کي اهڙو رزق ڏي ها جهڙو انهن پکين کي ملندو آهي جيڪي صبح جي وقت بکيا نڪرندا آهن ۽ شام جي وقت سير ٿي ايندا آهن".

حضرت جابر رضہ جي روايت آهي "جڏهن بہ رسول الله ﷺ جن کان ڪجهہ طلب ڪيو ويو تہ پاڻ هن جو جواب ناڪار (نفي) ۾ ڪونہ ڏنو". حضرت ابن عينيہ فرمائي ٿو. "اگر پاڻ ﷺ وٽ ڪجهہ نہ هوندو هو تہ ڏيڻ جو واعدو فرمائيندا هئا." امام زهري رحہ جو پاڻئيو روايت ٿو ڪري تہ جبرئيل عليہ السلام فرمايو "روءِ زمين تي ڪوبہ گهراڻو اهڙو ڪونهي جن جي گهرن جي مون تلاشي نہ ورتي هجي مگر مون رسول الله ﷺ کان وڌيڪ مال جي بخشش ڪرڻ وارو نہ ڏٺو".

## قناعت ڪرڻ

صوفين سڳورن جي وڌيڪ اخلاقي خصوصيت هي آهي تہ اهي دنيا جي ٿوري شيءِ تي قناعت ڪندا آهن. حضرت ذوالنون مصري رحہ فرمائي

تو "جيڪو قناعت اختيار ڪندو آهي اهو پنهنجي زماني وارن کان آرام پائيندو آهي ۽ پنهنجن ساٿين تي غالب رهندو آهي. "شيخ بشر بن حارث جو چوڻ آهي تہ "اگر قناعت ڪان صرف خودداري قائم رهي سگهي تہ اهائي شيءِ قناعت پسند جي لاءِ ڪافي آهي." نبان الحمال جو قول آهي "آزاد انسان اگر طمع اختيار ڪري تہ غلام آهي ۽ غلام اگر قناعت اختيار ڪري تہ آزاد آهي". ڪنهن بزرگ چيو آهي "اوهين قناعت جي ذريعي پنهنجي حرص کان انتقام وٺو جيئن تہ قصاص جي ذريعي پنهنجي دشمن کان انتقام وٺندا آهيو".

حضرت ابوبڪر مراغي فرمائي ٿو "هوشمند اهو آهي، جيڪو دنيا جا ڪم قناعت ۽ احتياط سان ڪري ۽ آخرت جي ڪمن کي حرص ۽ عجلت سان پورو ڪري".

شيخ يحيٰ بن معاذ فرمائي ٿو "جيڪو رزق ۾ قناعت اختيار ڪندو آهي اهو آخرت حاصل ڪندو آهي ۽ هن جي زندگي خوشگوار هوندي آهي". حضرت علي ڪرم الله وجهہ جو قول آهي "قناعت نہ لڳڻ واري تلوار آهي". حضرت ابوسعيد فرمائي ٿو مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو "ٿوري ۽ ڪافي شيءِ خدا کان غافل ڪرڻ واري گهڻي شيءِ کان بهتر آهي". ٻي روايت ۾ پاڻ ﷺ فرمايائون "جيڪو شخص اسلام آڻي ۽ ان جو رزق هن جي لاءِ ڪافي هجي ۽ اهو ان تي صبر ڪري تہ هو ڪامياب انسان آهي".

حضرت ابوهريرة رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ هيءَ دعا فرمائي "اي الله! آلِ محمد ﷺ جو رزق صرف گذاري جيترو عطا ڪر. حضرت جابر رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايائون "قناعت اهڙو مال آهي جيڪو ختم نٿو ٿي سگهي". حضرت عمر رضہ فرمايو "اوهين ڪتاب الله جا ظرف (ٿانوَ) ۽ حڪمت جا سرچشما بنجي وڃو ۽ پنهنجو پاڻ کي مردن ۾ شمار ڪريو. الله کي روز بروز رزق طلب ڪريو. اگر اوهان کي رزق زياده نہ ملي تہ انهي کان اوهان کي ڪوبہ نقصان ڪونہ رسندو".

حضرت عبدالله بن محصن رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ ﷺ فرمايو "جيڪو شخص امن سان صبح گذاري ۽ اهو تندرست رهي ۽ هن وٽ انهي ڏينهن جي روزي موجود هجي تہ سمجهو تہ انهي دنيا جو احاطو ڪري ورتو".

قرآن ڪريم ۾ هي آيت ذڪر ٿيل آهي:
اسان هن کي ضرور عمده زندگي عطا فرمائيندا سون.
انهي جي تفسير ۾ هيئن چيو ويو آهي تہ ان مان مراد قناعت جي زندگي آهي. صوفي انصاف جي ذريعي پنهنجي نفس تي قابو رکندو آهي. بلڪ اهو نفس جي رجحانن ۽ قناعت جي فائدن کان چڱي طرح واقف آهي ۽ نفس کي قانع بنائڻ جو علم رکي ٿو. ڇوتہ هن کي ان جا مرض ۽ سندن علاج معلوم آهن. شيخ ابوسليمان الداراني فرمائي ٿو "جهڙي طرح ورع ۽ پرهيزگاري زهد کان حاصل ٿئي ٿي اهڙي طرح قناعت رضا کان حاصل ٿئي ٿي".

## حلم ۽ بردباري

صوفين جي ٻي اخلاقي خصوصيت هي آهي تہ اُهي نہ جهڳڙو ڪندا آهن ۽ نہ بيجا ڪاوڙ ڪندا آهن. بلڪ نرمي ۽ بردباري اختيار ڪندا آهن. وڙهڻ وارن جا نفس ٽپندا ڪڏندا آهن. لهذا جڏهن صوفي پنهنجي ساٿي جي نفس کي غالب ڏسندو آهي تڏهن اهو ان جو مقابلو قلب جي ذريعي ڪندو آهي ۽ اهڙي طرح نفس جي وحشت دور ٿي ويندي آهي. هن جو فتنو ٿڌو ٿي ويندو آهي. جيئن تہ خدا پاڪ فرمايو آهي:
اوهين بهترين طريقي سان بچاءُ ڪريو جيئن تہ اهو شخص جنهن سان اوهان جي عداوت هجي جلدي اهڙي طرح ٿي وڃي، جيئن اهو گهرو دوست آهي.
صرف انهن پاڪ نفسن ۾ لڙڻ جو وجود ڪونہ هوندو آهي جن جي دلين ۾ ڪينو ڪونهي، اگر نفس ۾ ڪيني جو وجود هجي تہ اهو باطني ڪشمڪش جي مترادف آهي ۽ جڏهن باطني ڪشمڪش دور ٿي وڃي تہ ظاهري جهڳڙو بہ دور ٿي ويندو آهي. تاهم ڪڏهن طبيعت انساني ۾ رشڪ ۽ حسد جي ڪري پاڻ جهڙن ماڻهن جي خلاف ڪينو ڏنو ويندو آهي، ليڪن اگر زهد واري باهہ سان نفس کي نرم ڪري ان کي انتهائي درجي تائين پهچايو وڃي تہ دل مان ڪينو ختم ٿي ويندو آهي ۽ دنياوي جاه و مال جو رشڪ ۽ حسد دور ٿي ويندو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ اهل بهشت جي پرهيزگارن جي باري ۾ هي فرمايو آهي: اسان هنن جي دلين مان ڪينو دور ڪري ڇڏيو آهي.

# اهل حق جي صاف دلي

شيخ ابوحفص رحہ فرمائي ٿو "انهن ماڻهن جي دلين ۾ ڪينو ڪيئن باقي رهي سگهي ٿو جن جا قلب الله سان مليل هجن ۽ انَ جي الفت ۽ محبت تي انهن سيني جو اتفاق ۽ اجتماع ٿي ويو هجي ۽ هو انهي جي ذڪر کان مانوس هجن. انهن جون دليون نفساني وسوسن ۽ طبيعتن جي تاريڪين کان پاڪ ۽ صاف آهن. بلڪ يقين واري نور جو سرمو پاتل اٿن. انهي لاءِ اُهي پاڻ ۾ ڀاءُ ڀاءُ بنجي ويا آهن". تصوف وارن جا قلب اهڙي طرح آهن جو هنن جو هڪڙي ڪلمي تي اجتماع آهي. اهي طريقت جا شرط بجا آڻين ٿا ۽ تحقيق سان ڪامياب ٿين ٿا.

دنيا جا ماڻهو ٻن قسمن جا آهن:

(١) اُهي ماڻهو جيڪي خدا جا طالب آهن، پاڻ ڪي ۽ ٻين ڪي خدا جي دعوتِ ڏيندا آهن. اهڙن ماڻهن جي خلاف اهلِ حق صوفي جي دل ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪينو ۽ رنجش ڪونهي. ڇوتہ اهي ماڻهو هن سان هڪڙي ئي واٽ ۽ هڪڙي ئي طرف گامزن آهن بلڪ انهي جا ڀاءُ ۽ مددگار آهن. اهي سڀئي مؤمن آهن جيڪي ديوارن وانگر هڪ ٻئي کي تقويت پهچائيندا آهن.

(٢) ٻيو قسم انهن ماڻهن جو آهي جيڪي جاه و مال، امارت (حڪومت) ۽ مخلوق جي نمائش تي فريفتہ آهن. جيئن تہ هڪڙي صوفي جو انهن سان ڪوبہ مقابلو نہ آهي، ڇوتہ انهن ماڻهن کي جيڪا شيءِ مرغوب آهي، انهي کان هن ڪناره ڪشي ڪري ڇڏي آهي، بلڪ هو انهي قسم جي ماڻهن کي رحم ۽ شفقت جي نظرن سان ڏسندو آهي. ڇوتہ انهن جي عقلن تي پردو پيل آهي ۽ اهي دوکي ۾ آيل آهن. لهذا اهو انهن جي خلاف نہ ڪو ڪينو رکندو آهي ۽ نہ بظاهر انهن سان لڙندو آهي. ڇوتہ هن کي خبر آهي تہ وڙهڻ ۽ جهيڳڙڻ کان نفس اماره غالب ايندو آهي.

حضرت ابن عباس رضہ جي مستند روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو "اوهين پنهنجي ڀاءُ سان نہ وڙهو ۽ نہ ان سان اهڙو واعدو ڪريو جيڪو پورو ڪري نہ سگهو". هڪڙي ٻي روايت آهي "جيڪو جهيڳڙي کي ڇڏي ڏي اهڙي حالت ۾ جو اهو باطل تي هجي. هن جي لاءِ جنت جي ڪناري تي هڪڙو

گهر ڏاهيو ويندو ۽ جيڪو حق تي هجڻ جي باوجود جهيڙو نہ ڪري ان جي لاءِ جنت جي بلڪل وچ ۾ هڪڙو گهر ٺاهيو ويندو ۽ جيڪو خوش اخلاق هوندو ان جي لاءِ جنت جي بلند مقام تي هڪڙو گهر اڏيو ويندو.

حضرت ابن عباس رضہ جي هڪڙي ٻي مستند روايت، آهي تہ رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو: "جيڪو انهي لاءِ علم حاصل ڪري تہ علمائن جي اڳيان انهي تي فخر ڪري سگهي يا انهي جي ذريعي بيوقوفن سان جهيڙو ڪري يا سندس اهو مقصد هجي جو معزز ماڻهن ڪي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪري، الله هن کي جهنم ۾ داخل ڪندو".

هن حديث مان خبر پوي ٿي تہ رسول الله ﷺ جن بيوقوفن سان جهيڙو ڪرڻ کي جهنم ۾ داخل ٿيڻ جو ذريعو قرار ڏنو آهي، انهي جو سبب هي آهي تہ اُهي قهر ۽ غلبو حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ نفسانيت جو اظهار ڪندا آهن ۽ قهر ۽ غلبو انسان ۾ شيطاني صفتن جو هڪڙو حصو آهي. ڇون ٿا تہ جيڪو بحث ۽ جدال ۾ مصروف هوندو آهي، اهو ڪنهن شيءِ کي نہ مڃيندو آهي ۽ نہ ڪنهن شيءِ کان مطمئن ٿيندو آهي، جنهن لاءِ هو ڪڏهن بہ قناعت نٿو اختيار ڪري سگهي.

## نفس تي ڪنٽرول

جيئن تہ صوفي جي زندگي بدلجي ويندي آهي تنهن لاءِ هن ۾ شيطانيت ۽ درندگي (ڇت پٽي) جون وصفون باقي نہ رهنديون آهن، بلڪ هن ۾ نرمي، بردباري ۽ قناعت پسندي پيدا ٿي وينديون آهن. رسول الله ﷺ جن فرمايو. "انهي ذات جو قسم جنهن جي قبضي قدرت ۾ منهنجي جان آهي، ڪوبہ شخص ان وقت تائين مسلمان نٿو ٿي سگهي جيستائين جو هن جي دل ۽ سندس زبان درست نہ هجن ۽ اهو ان وقت تائين مؤمن نٿو سمجهي سگهجي جيستائين جو هن جو پاڙيسري سندس خطرن کان محفوظ نہ هجي". هن حديث ۾ پاڻ ﷺ اسلام لاءِ هي شرط رکيو آهي تہ مسلمان جي دل ۽ زبان درست هجي.

روايت آهي تہ پاڻ ﷺ اهڙن ماڻهن وٽان لنگهيا جيڪي هڪڙي ڳري پٿر کي کڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پاڻ ﷺ پڇيائون "هي ڇا آهي؟"

انهن چيو "هي تمام ڳرو پٿر آهي؟" پاڻ ﷺ فرمايائون: آئون اوهان کي ان کان سخت شيءِ کان آگاهه ڪريان ٿو، اهو شخص جيڪو پنهنجي ڀاءُ کان ناراض هجي مگر پنهنجي شيطان ۽ پنهنجي ڀاءُ جي شيطان تي غالب اچي هن سان ٻات چيت ڪرڻ لڳي. اها شيءِ ان پٿر کان به وڌيڪ سخت ۽ ڳري آهي.

حضرت ابوذر رضه جي غلام جنهن هڪڙي ٻڪري جي ٽنگ ڀڳي، جڏهن حضرت ابوذر رضه پڇيو "ڪنهن هن جي ٽنگ ڀڳي آهي" تڏهن غلام جواب ڏنو "مون ڄاڻي واڻي هن جي ٽنگ ڀڳي آهي". پاڻ رضه پڇيائين "ڇو؟" هن چيو ته "ڄاڻان لاءِ ته آئون اوهان کي غيظ و غضب ۾ مبتلا ڪريان ۽ اوهان مون کي ماري گناهگار بنجو". حضرت ابوذر رضه فرمايو "آئون تنهنجي پڙڪائڻ سان ناراض ڪونه ٿيندس". انهي ڪانپوءِ پاڻ رضه انهي غلام کي آزاد ڪري ڇڏيو.

هڪڙي اعرابي اصمعي (اديب) کي هدايت ڪئي "اگر تنهنجي اڳيان ٻه مشڪل ڳالهيون اچن ۽ توکي اها خبر نه هجي ته انهن مان ڪهڙي ڳالهه درست آهي ته پنهنجي مرضي جي خلاف ڳالهه تي عمل ڪجان، ڇوته عام طور تي خواهش جي پيروي ڪرڻ سان غلطيون سرزد ٿينديون آهن".

حضرت ابوهريره رضه کان روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: ٽي شيون باعث نجات آهن ۽ ٽي شيون باعثِ هلاڪت. نجات جو ذريعو هي آهن (١) پوشيده ۽ اعلانيه طور خدا کان ڊڄڻ (٢) غصي ۽ رضامندي ٻنهي حالتن ۾ انصاف ڪرڻ (٣) مفلسي ۽ تونگري ٻنهي حالتن ۾ ڪفايت شعاري اختيار ڪرڻ.

هلاڪت جو باعث هي آهن (١) طبعي ڪنجوسي جي پيروي ڪرڻ (٢) خواهش پرستي (٣) خود پسندي. بهرحال غصي ۽ رضامندي ٻنهي حالتن ۾ اهوئي انصاف ڪري سگهي ٿو جيڪو عالم رباني هوندو ۽ هن کي پنهنجي نفس تي اهڙو ضابطو هجي جو هو صحيح هوش و عقل ۽ بيدار مغزي سان ان کي استعمال ڪري سگهي ۽ خدا جي محاسبي جو خيال رکي.

چون ٿا ته صوفي سڳورا ڪنهن مسلمان کي تڪليف ڪونه پهچائيندا هئا. هڪڙي بزرگ چيو آهي ته "اگر آئون هڪڙي بري ڳالهه کان بچي وڃان ته اهو هن کان بهتر آهي ته آئون عمده ڪاڌو کايان".

حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمائي ٿو "حدث (بي وضو هجڻ) ٻن طرحين جو آهي هڪڙو حدث اهو آهي جيڪو پوشيده مقام کان برآمد ٿئي ۽ ٻيو حدث اهو آهي جيڪو اوهان جي منهن مان نڪري".

## غيظ ۽ غضب جي حقيقت

غيظ ۽ غضب نهنائي ۽ سنجيدگي کي خراب ڪندو آهي. ان صورت ۾ انسان انصاف جي حد کان نڪري ظلم ۽ ستم جي حد ۾ پهچي ويندو آهي. اگر ڪاوڙ پنهنجو پاڻ کان مٿانهين انسان تي ڪئي وڃي، جنهن جي سامهون اهو دل جي ڀڙاس نہ ڪڍي سگهي، تہ غيظ ۽ غضب جو خون جسم جي ظاهري ڪل کان جدا ٿي دل ۾ گڏ ٿي ويندو آهي ۽ انهي مان رنج ۽ غم پيدا ٿيندو آهي. مگر صحيح قسم جو صوفي اهڙي طرح جو پيچ ۽ تاب نہ کائيندو آهي ڇوتہ هو سمجهي ٿو تہ سيئي حوادث ۽ واقعات خدا جي طرفان رونما ٿيندا آهن. انهي لاءِ رنجيده ڪونہ ٿيندو آهي. صوفي بندو تسليم و رضا تي آهي. هن کي اطمينان ۽ يقين حاصل آهي. جيئن تہ حضرت رسالت مآب ﷺ جن فرمايو "رشڪ ۽ ناراضگي جي صورت ۾ رنج ۽ غم ظاهر ٿيندا آهن".

حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان غم ۽ غضب جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن فرمايائين "ٻنهي جو سرچشمو هڪ ئي آهي مگر لفظ جو اختلاف آهي. اگر طاقتور ڪمزور سان جهيڳڙو ڪري تہ غيظ و غضب جو اظهار ڪندو آهي ۽ اگر اهو طاقتور سان جهيڙو ڪري تہ غم جي صورت ۾ انهي کي پوشيده ڪندو آهي". "حرد" بہ غصي جو هڪڙو قسم آهي مگر ان جو استعمال ان وقت ٿيندو آهي جڏهن معتوب شخص ان جو ارادو ڪري.

جيڪڏهن پاڻ جهڙي برابري واري شخص تي ڪاوڙ اچي جنهن کان بدلو وٺڻ جو تردد ٿئي تہ انهي صورت ۾ ڪينو ۽ تردد پيدا ٿيندو آهي، جنهن کان صوفي جو قلب صاف هوندو آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "اسان هنن جي سينن مان ڪيني کي ڪڍي ڇڏيو آهي".

صوفي جي دل ۽ هن جي روحانيت جي سلامتي، ڪيني ۽ حسد جي جهڳ کي اهڙي طرح ڪڍي ٻاهر اڇلائيندي آهي، جهڙي طرح سمنڊ جهڳ

ڪدي ٻاهر اڇلائيندو آهي. جنهن جو سبب هي آهي ته هن جي دل ۾ هيبت ۽ محبت جي موجن جو تلاطم آهي.

اگر ڪنهن اهڙي گهٽ انسان تي غيظ ۽ غضب جو اظهار ٿئي، جنهن ڪان انتقام وٺي سگهجي، ته انهي وقت دل جو خون جوش هڻندو آهي ۽ جڏهن دل جو خون جوش هڻڻ لڳي ته اهو سرخ ۽ سخت ٿي ويندو آهي ۽ هن جي رقت ۽ اڃاڻ برقرار ڪانه رهندي آهي بلڪ ان جي ڪري ڳل به ڳاڙها ٿي ويندا آهن. ڇوته دل جو خون جوش ڪائي مٿي ڏانهن گردش ڪندو آهي ۽ انهي ڪان نه صرف رڳون ڀرجي ايندیون آهن بلڪ ان جو اثر ڳلن تي به نمودار ٿيندو آهي. اهڙي صورت ۾ عام انسان حد ڪان ٽپي مارڻ ڪٽڻ ۽ گارگند تي آماده ٿي ويندو آهي. مگر صوفي اهڙو ڪم ڪونه ڪندو آهي اهو صرف شرعي حدن کي ڇيڻ تي محض خدا جي لاءِ غضبناڪ ٿيندو آهي. ليڪن ٻين معاملن ۾ غيظ و غضب جي موقعي تي هن جون نگاهون الله ڏانهن ڪتل رهنديون آهن. اهو پنهنجي تقويٰ ۽ پرهيزگاري جي ڪري سندس حرڪتن ۽ قولن ۾ شريعت ۽ انصاف جي معيار جي مطابق پنهنجي توازن کي برقرار رکندو آهي. بلڪ اهڙي صورت ۾ هو نفس کي قسمت تي شڪر نه ڪرڻ جو ملزم ڪوٺيندو آهي.

ڪنهن بزرگ ڪان پڇيو ويو ته "سيني ڪان وڌيڪ نفس تي ضابطو ڪير ڪري سگهندو آهي؟

جواب ڏنائين "اهو شخص جيڪو قسمت تي سڀ ڪان گهڻو شاڪر هجي". هڪڙي بزرگ فرمايو "منهنجي هيءَ حالت ٿي وئي آهي جو مون کي صرف قضاءِ قدر ۽ موقعي تي خوشي حاصل ٿيندي آهي".

بهرحال جڏهن غصي جي موقعي تي صوفي نفس کي ملزم ڪوٺي ته انهي وقت علم هن جو تدارڪ ڪندو آهي. چنانچه علم جو جهنڊو ظاهر ٿيندي ئي قلب کي تقويت ملندي آهي ۽ نفس کي آرام حاصل ٿيندو آهي. بلڪ دل جي خون جي پنهنجي اصلي جڳهه تي اچڻ ڪان حالت، اعتدال تي اچي ويندي آهي ۽ ڳلن جي ڳاڙهاڻ ويندي رهندي آهي. اهڙي طرح علم جي فضيلت واضح ٿي ويندي آهي.

حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي "سٺو طريقو (روش) بردباري

آهي ۽ مياني روي نبوت جي چوويهن حصن جو هڪ حصو آهي".

حارث بن قدام فرمائي ٿو "مون عرض ڪيو "يارسول الله ﷺ! مون کي مختصر هدايت فرمايو، جيئن آءٌ انهي کي ياد ڪري سگهان" پاڻ ﷺ فرمايائون "ڏاوڙ باهه جو ٽاندو آهي، ڇا اوهين نٿا ڏسو ته ڪاوڙ جي وقت اکيون ڳاڙهيون ٿي وينديون آهن ۽ رڳون ڦوڪجي وينديون آهن. اگر اوهان مان ڪنهن کي غصو اچي ۽ اهو ان وقت بيٺل هجي ته ويهي رهي ۽ اگر ويٺل هجي ته ليٽي پئي".

حضرت ابن عباس رضه جي روايت آهي ته رسول اڪرم ﷺ جن اشج عبدالقيس کي فرمايو ته "تو اندر هي ٻه خصلتون اهڙيون آهن، جن کي الله تعاليٰ پسند ڪري ٿو. حلم ۽ صبر.

## پاڻ ۾ پرت ڪرڻ

صوفين جي هڪڙي اخلاقي خصوصيت پاڻ ۾ الفت ۽ محبت ۽ برادرانه تعلقات آهن. الله پاڪ پاڻ ڪريمن ﷺ جي اصحابن جي تعريف ۾ فرمايو آهي:

"هي ماڻهو ڪافرن تي سخت ۽ پاڻ ۾ رحمدل آهن". (فتح ١٣، پ ٢٦)

"اگر اوهان روءِ زمين جون سيئي شيون خرچ ڪريو ها ته ان جي باوجود اوهان ﷺ انهن جي دلين کي نٿي ڳنڍي سگهيا. اهو الله پاڪ ئي آهي جنهن انهن جي وچ ۾ محبت پيدا ڪئي. (پ ١)

پاڻ ۾ الفت ۽ محبت روحن جي مانوس ٿيڻ کان حاصل ٿيندي آهي. جيئن ته هڪ گذريل حديث ۾ هي مذڪور آهي. "روح جن سان واقف هوندا آهن انهن سان مانوس ٿي ويندا آهن". الله تعاليٰ فرمائي ٿو "اوهين هن جي مهرباني سان ڀاءُ ڀاءُ ٿي ويو". وڌيڪ فرمايائون:

"اوهين سيئي گڏجي خدا جي رسي کي مضبوطي سان جهليو ۽ الڳ نه ٿيو". (پ ٣ ـ ٢)[1]

هي حديثون به انهي سلسلي جون آهن، ته پاڻ ﷺ فرمايائون: "مؤمن

---

(١) اسان جي سنڌ جي عظيم صوفي بزرگ شاهه صاحب انهي آيت جو مفهوم هينئن ادا ڪيو آهي:

وڳر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾، پسو پکيئڙن ماڻهنئا ميٽ گهڻون

ٻي سان محبت ڪندو آهي ۽ ٻيا ماڻهو ٻه هن سان محبت ڪندا آهن. مگر انهي شخص جي اندر ڪا ٻه خوبي ڪانهي جيڪو نه پاڻ محبت ڪري ۽ نه ماڻهو هن کي پسند ڪن".

"ٻه مؤمن ماڻهو جڏهن پاڻ ۾ ملندا آهن ته اهي اهڙن ٻن هٿن جي مثل هوندا آهن جيڪي هڪ ٻئي کي ڌوئي صاف ڪندا آهن ۽ ٻه مؤمن جڏهن هڪ ٻئي سان ملندا آهن ته هڪ ٻئي کان ڀلائي حاصل ڪندا آهن".

حضرت ادريس الخولاني حضرت معاذ رضہ کي چيو ته "آئون توسان خدا ڪارڻ محبت ڪريان ٿو" انهي تي حضرت معاذ رضہ فرمايو "توکي خوشخبري حاصل هجي ۽ وڏيڪ بشارت هجي ته مون رسول الله ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو "قيامت جي ڏينهن هن جي چئني طرفن هڪ اهڙي جماعت جي لاءِ ڪرسيون لڳايون وينديون، جن جا چهرا چوڏهين رات جي چنڊ جي طرح هوندا. ان وقت سيئي ماڻهو پريشان هوندا، مگر اهي نه گهٻرائيندا، سيئي ماڻهو خوف زده هوندا مگر انهن کي ڪوبہ خوف ڪونه هوندو، اهي اولياءَ الله آهن جن کي نه ڪو خوف هوندو ۽ نه رنج هوندو". ماڻهن پڇيو ته اهي ڪير آهن؟ پاڻ ﷺ فرمايائون "هي اهي ماڻهو آهن جيڪي صرف خدا ڪارڻ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا".

## محبت جو اثر

چون ٿا ته اگر ماڻهو هڪ ٻئي سان محبت ڪرڻ لڳن ۽ هڪ ٻئي سان محبت جي روش اختيار ڪن ته انهن کي انصاف ۽ عدالت جي ضرورت نه رهندي. عدالت محبت جي قائم مقام آهي ۽ ان جو استعمال اتي ٿيندو آهي جتي محبت نه هجي، بلڪ محبت جي اطاعت خوف جي اطاعت کان بهتر آهي، ڇوته محبت جي اطاعت اندرئين آهي ۽ خوف جي اطاعت جو تعلق ٻاهران آهي. اهوئي سبب آهي جو صوفين جي محبت جو هڪ ٻئي تي وڏو اثر آهي. ڇوته اهي صرف خدا جي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي جي ڳالهين کي مڃين ٿا ۽ مريد کي مرشد (شيخ) مان ۽ هڪڙي روحاني ڀاءُ کي ٻئي ڀاءُ مان فيض ملندو آهي.

## مذهبي فرض جي ادائگي ۾ اتحاد

انهي قسم جو اتحاد ۽ اتفاق پيدا ڪرڻ جي لاءِ الله تعاليٰ ماڻهن کي حڪم ڏنو آهي تہ هر محلي جا ماڻهو پنج ئي وقت مسجدن ۾ گڏ ٿين ۽ هر شهر جا ماڻهو هفتي ۾ هڪڙو ڀيرو جامع مسجد ۾ گڏ ٿين، شهرن ۽ ٻاهراڙي وارا ماڻهو سال ۾ ٻہ ڀيرا عيدن جي موقعي تي گڏ ٿين، انهن سڀني ملڪن ۽ مختلف شهرن جا ماڻهو زندگي ۾ هڪڙو ڀيرو حج جي لاءِ مقام عرفات تي گڏ ٿين. انهن سڀني ۾ اهائي مصلحت آهي تہ مسلمانن ۾ محبت ۽ الفت جا ناتا استوار ٿين خود حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ، "هڪڙو مؤمن ٻئي مؤمن جي لاءِ ديوار جي مثل آهي جو هڪ کي ٻئي کان تقويت پهچي ٿي.

حضرت نعمان بن بشير رضہ فرمائي ٿو مون رسول الله ﷺ جن جو هيءُ فرمان ٻڌو آهي: "ڏسو مؤمن الفت باهمي ۽ همدردي ۾ جسم جي مثل آهن، جو جيڪڏهن ان جي ڪنهن عضوي کي تڪليف پهچي تہ باقي سڀئي عضوا بخار ۾ مبتلا ٿي جاڳندا رهندا آهن".

## صحبت جو اثر

پاڻ ۾ ربط ۽ ضبط سان محبت جا ذريعا اختيار ڪرڻ جي تقويت پهچندي آهي. چنانچہ نيڪ ماڻهن جي صحبت تمام مفيد ثابت ٿيندي آهي. چون ٿا، ڀائرن جي ملاقات بہ وڏو فائدو ڏيندي آهي ۽ انهي ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ باطني فيضن کان اندر بارآور ٿيندو آهي. هڪ کي ٻئي کان تقويت پهچندي آهي. بلڪ اهل حق جي طرف هڪڙي نظر ڏسڻ بہ مفيد آهي (چوتہ هي قاعدو آهي) تہ مختلف صورتن کي ڏسڻ سان انهن ۾ مناسب اخلاق پيدا ٿي ويندا آهن. جيئن تہ رنجيده شڪل کي هميشہ ڏسڻ سان انسان غمگين ٿيندو آهي ۽ مسرور چهري کي هميشہ ڏسڻ سان سرور حاصل ٿيندو آهي انهي جي ڪري هيءُ چيو ويو آهي تہ "جڏهن ڪنهن کي ڏسڻ اوهان جي لاءِ مفيد نہ هجي تہ هن جو ڪلام بہ اوهان جي لاءِ ڪارآمد نہ ٿيندو "هي بہ ڏنو ويو آهي تہ اگر ڀڳل اُٺ کي پالتو اُٺ سان گڏ رکيو

وجي تہ اهو ٻہ قابو ۾ اچي ويندو آهي. اهوئي سبب آهي تہ صحبت جو حيوانات، نباتات ۽ جمادات تي تمام وڏو اثر ٿيندو آهي، چنانچہ آب و هوا مردار شين ۾ خراب ٿي ويندي آهي. اهڙي طرح ٻئي جي پيداوار کي مختلف قسمن جي نباتات ۽ انهن جي پاڙن کان انهي لاءِ الڳ رکيو ويندو آهي، جو ڪٿي انهن جي صحبت کان خراب نہ ٿي وڃن. جڏهن انهن شين ۾ صحبت ايتري قدر مؤثر آهي، تہ پوءِ انساني طبيعتون جيڪي اشرف المخلوقات آهن سڀ کان زياده انهي شيءِ جو اثر قبول ڪن ٿيون. بلڪ انسان کي انسان انهيءَ لاءِ چيو ويو آهي جو اهو خير ۽ شر کي ڏسي هن کان جلدي مانوس ٿي ويندو آهي. الفت ۽ محبت مان انهي ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو آهي. انهي سلسلي ۾ اڪيلائي ۽ گوشي نشيني جي جيڪا تعريف ڪئي وڃي ٿي، تہ اها محض انهي جي ڪري جو هن جي ذريعي انسان ڪميڻن ۽ بڇڙن ماڻهن کان محفوظ رهندو آهي.

جيڪي اهلِ علم ۽ وفا ۽ بااخلاق هستيون آهن انهن جي صحبت کي غنيمت سمجهيو وڃي. انهن ڏانهن مائل ٿيڻ ۽ انهن سان محبت ڪرڻ خدا سان محبت ڪرڻ آهي. اهڙي طرح انهن سان خدائي تعلق قائم ٿيندو آهي، جڏهن تہ ٻين سان طبعي تعلقات هوندا آهن. دراصل صوفي جا تعلقات ناجنسن سان عارضي آهن ۽ هم جنسن سان دائمي. انهي جو سبب هي آهي تہ هڪڙو مؤمن ٻئي مؤمن جو آئينو هوندو آهي. جڏهن هو پنهنجي ياءُ ڏانهن ڏسندو آهي تہ هن جي قولن، فعلن ۽ احوالن جي پردي جي پٺيان تجليات الاهي ۽ خدا جي اهڙن پوشيده رمزن ۽ نڪتن جي خبر پوندي آهي جيڪي غيرن جي نظر کان اوجهل آهن. مگر اهلِ تجليات انهن کان واقف هوندا آهن.

## شڪر ڪرڻ

صوفين جي اخلاق جي هڪ نمايان خصوصيت محسن جي احسانن جي شڪرگذاري ۽ هن جي لاءِ دعا گوئي آهي. انهن جي اندر پنهنجي پالڻهار تي توڪل ڪرڻ جو جذبو ڏنو ويو آهي. اهڙي طرح انهن جي توحيد بہ واضح آهي. جو هنن جون نظرون غيرن ڏانهن ڪونہ هونديون آهن. بلڪ اهو سيني نعمتن جو سرچشمو منعم حقيقي خداءِ جبار کي سمجهندا آهن. تاهم

رسول الله ﷺ جن جي اتباع ۾ اهي انسانن جو شڪريہ بہ ادا ڪندا آهن
ڇوتہ پاڻ ﷺ هر پيري خطبي ۾ هي ارشاد فرمايو هو:

"(حضرت) ابوبڪر بن ابي قحافہ کان زياده ڪنهن اسانکي پنهنجي محبت ۽ احسانن کان ممنون ڪونہ ڏنيو. اگر آئون ڪنهن کي دوست بنايان ها تہ ابوبڪر رضہ کي ضرور دوست بنايان ها". وڌيڪ فرمايائون: "(حضرت) ابوبڪر رضہ جي مال کان وڌيڪ ڪنهن ٻئي جي مال مان مون کي نفعو نہ مليو". هڪڙي جماعت خدا جي مخلوق سان بخشش ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جي بناءَ تي خدا کان پوشيده رهندي آهي. مگر صوفي ابتداءَ ۾ قطع تعلق ڪري ڇڏيندو آهي، بلڪہ اهو هن شيءِ جو تعلق خدا سان رکندو آهي. ڇوتہ ان جي پيشاني جو طالع توحيد آهي. انهيءَ لاءِ اهو هن حجاب کي ٽوڙي ڇڏيندو آهي جيڪو مخلوق کي خالص توحيد کان روڪيندو هجي. يعني نہ تہ اهو مخلوق سان بخشش ڪندو آهي ۽ بخشش کي روڪيندو آهي. بلڪہ خدا بہ هن کي پوشيده رکندو آهي. مگر جڏهن اهو توحيد جي چوٽي تي پهچي ويندو آهي، تڏهن اهو حق تعاليٰ جو شڪر ڪرڻ کانپوءِ مخلوق جو شڪر بہ ادا ڪندو آهي ۽ ان وقت هو انهن جي وجود جي منع ۽ عطا جي حيثيت کي تسليم ڪندو آهي. انهي کان پهرين اهو صرف مسبب حقيقي خدا جو مشاهدو ڪندو هو. مگر هاڻي پنهنجي وسيع علم ۽ زور قابليت سان ٻين ذريعن کي بہ تسليم ڪندو آهي. تاهم اسين عام مسلمانن جي جيئن مخلوق هن جي لاءِ خدا جي راهہ ۾ حائل نہ آهي ۽ نہ خدا هن کي مخلوق کان مبتدي اهلِ طريقت جي جيئن پوشيده رکندو آهي، لهذا هو خدا جو شڪر بہ بجاءِ آڻيندو آهي. ڇوتہ اهوئي منعم حقيقي ۽ مسبب الاسباب آهي، مخلوق جو شڪر بہ انهي لاءِ بجاءِ آڻيندو آهي جو هن جو ذريعو ۽ واسطو آهن.

## الله پاڪ جي حمد جي فضيلت

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "جنت ۾ اهي ماڻهو سڀ کان پهرين سڏيا ويندا جيڪي ثنا خوان آهن، پوشيده طور تي ۽ مصيبت جي وقت بہ خدا جي تعريف ڪن ٿا". وڌيڪ فرمايائون "جيڪو ڇڪ ڏي ٿو ۽ ڊڪار (اوگرائي) ڏي ٿو ۽ انهي کانپوءِ "الحمدلله عليٰ کل حال" (هر حالت ۾ الله جي تعريف

آهي) چوي ٿو الله تعاليٰ هن کان ستر بيماريون دور ڪندو آهي جن ۾ سڀني کان آسان جذام آهي".

حضرت جابر رضہ جي روايت آهي رسول الله ﷺ جن فرمايو "اگر ڪنهن بنديٰ کي ڪا نعمت ڏني وڃي ۽ انهي تي هو خدا جو حمد بيان ڪري تہ اهو حمد هن جي لاءِ افضل آهي".

هن حديث شريف ۾ حمد کي جيڪو افضل چيو ويو آهي تہ انهي مان هي مراد آهي تہ الله تعاليٰ نعمت جي شڪر ڪان تمام گهٽو خوش ٿيندو آهي ۽ هي مراد وٺي سگهجي ٿي تہ حمد انهي نعمت کان افضل آهي جنهن جي ملڻ تي هن خدا جي واکاڻ ڪئي آهي. لهذا جڏهن صوفي منعم حقيقي جو شڪر ادا ڪندا آهن، تہ اهي هن محسن انسان جو بہ شڪرانو ادا ڪندا آهن، جيڪو هن جو واسطو آهي ۽ هن جي لاءِ بہ دعا ڪندا آهن.

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو تہ "رسول الله ﷺ جڏهن ڪنهن جماعت وٽ روزو ڪوليندا هئا تہ فرمائيندا هئا تہ "اوهان وٽ روزيدارن روزو ڪوليو ۽ نيڪ بندن اوهان جي ماني ڪاڌي ۽ اوهان تي سڪون ۽ اطمينان نازل ٿيو".

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي: رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪو پنهنجي ياءُ کي هي لفظ چوندو آهي "جزاڪ الله خيرا" (خدا توکي سٺو بدلو ڏي) تہ اهو هن جي بيحد تعريف ڪندو آهي."

## حاجت روائي

صوفين جي اخلاق جي هڪڙي خصوصيت هي بہ آهي تہ اُهي پنهنجي يائرن ۽ سڀني مسلمانن جي ضرورت کي پورو ڪرڻ جي لاءِ پنهنجو سڄو اثر و رسوخ استعمال ڪندا آهن. اگر ڪو وسيع علم رکندو هجي ۽ اهو نفس جي عيبن، هن جي آفتن ۽ خواهشن کان واقف هجي تہ اهو پنهنجي اثر و رسوخ سان مسلمانن جي ضرورتن کي پورو ڪري ۽ انهن جي باهمي اصلاح ۾ مدد ڏي. انهي معاملي ۾ تمام گهري علم جي ضرورت آهي. ڇوتہ انهن ڪمن جو مخلوق ۽ انهن جي ميل جول سان تعلق آهي. لهذا انهي مقصد ۾ هڪڙي مٿانهين درجي جو صوفي ڪامل ۽ رباني عالم ئي ڪامياب ٿي سگهي ٿو.

حضرت زيد بن اسلم فرمائي ٿو "هڪڙو پيغمبر بادشاهه جو رڪابدار هو، اهو هيءُ ڪم صرف ماڻهن جي ضرورت پوري ڪرڻ جي لاءِ سرانجام ڏيندو هو".

حضرت عطاءَ جو قول آهي: "اگر ماڻهو سالن جا سال رياڪاري ڪري اهڙو اثر و رسوخ ۽ مرتبو حاصل ڪري وٺي، جنهن جي ذريعي هڪ مؤمن زندگي بسر ڪري سگهي ته اهو انهي ڪان افضل آهي ته پنهنجي ذات ڪي بچائڻ جي لاءِ مخلصانه عمل ڪيا وڃن".

اهو پيچيدو مسئلو آهي، جنهن ۾ جاهل ۽ روحانيت جي نام نهاد دعويدارن جي ڀٽڪي وڃڻ جو خطرو آهي. حقيقت ۾ هيءُ ڪم اهوئي ڪري سگهي ٿو جنهن ڪي خدا هن جي پنهنجي باطن جو وسيع علم ڏنو هجي ۽ انهيءَ جي ڪري هن ڪي چڱي طرح معلوم ٿي وڃي ته هن ڪي جاه و مال سان ڪابه رغبت ڪانهي. چنانچه اگر روءِ زمين جا بادشاهه به اهڙي شخص جي خدمت جي لاءِ اُٿي بيهن ته انهي صورت ۾ اهو نه سرڪشي ڪندو ۽ نه ڪنهن قسم جي زيادتي ڪندو. بلڪ اگر هن ڪي ٻرندڙ ڀٺي ۾ به وڌو وڃي ته به اهو انڪار نه ڪندو.

اهڙي صلاحيت ڪن ٿورين مخلص هستين ڪي حاصل آهي جيڪي پنهنجي ارادن ۽ اختيارن ڪي مغدوم ڪري ڇڏينديون آهن. ان وقت الله تعاليٰ ڪين پنهنجو مقصد سمجهائيندو آهي ۽ اهي صرف الله تعاليٰ جي مرضي ۽ منشاءَ جي مطابق ڪم ڪندا آهن. اگر انهن ڪي هيءُ معلوم ٿئي ته خدا هيئنئن چاهي ٿو ته اُهي ماڻهن سان ميل جول رکن ۽ پنهنجو اثر و رسوخ استعمال ڪن ته پنهنجن نفساني صفتن ڪي فنا ڪري انهن ڪمن ۾ مصروف ٿي ويندا آهن. بهرحال هي انهن ماڻهن جو ڪم آهي جن پنهنجي هستي فنا ڪري ڇڏي هجي ۽ پوءِ انهن جو هي حشر ٿيو هجي ته مقام فنا ۾ مستحڪم ٿي پوءِ وري مقام بقا تي چڙهيا هجن. اهڙي طرح اهي هر مقام ۾ مڪمل ثبوت سان خدا جي حڪم سان داخل ٿيندا آهن ۽ اتان ڪان انهي طريقي سان واپس به ايندا آهن. انهن ڪي خدا جي طرفان مڪمل بصيرت حاصل آهي انهي باري ۾ ڪنهن اهڙي صاحبدل جنهن ڪي پوشيده گفتگو جي ذريعي خدا جو صريح مقصد ۽ منشاءَ معلوم ٿي چڪو هو، ڪنهن قسم جو شڪ ۽ شبهو ڪونهي. انهي لاءِ اُهي ان قسم جي ڪمن

ڪي سرانجام ڏيڻ جي وقت انهن تي حاوي رهندو آهي. ڪم هن جي وقت تي حاوي نه ٿيندا آهن. مگر هر ملڪ ۾ انهي قسم جي بلند وصفن جو مالڪ انسان شاذو نادر ئي هوندو آهي.

حضرت ابوعثمان الحميري فرمائي ٿو، "ڪوبه ماڻهو ان وقت تائين ڪامل نٿو ٿي سگهي جيستائين جو هن جو قلب هنن ٽئن شين ۾ برابر نه ٿي وڃي. اهي شيون هي آهن منع، عطا، عزت ۽ ذلت. صرف اهڙي شخص جي لاءِ جاه طلبي مذڪوره بالا ڪم سرانجام ڏيڻ مناسب آهن.

## حڪومت ڪرڻ جو مستحق

شيخ سهل بن عبدالله فرمائي ٿو "انسان ان وقت تائين حڪومت ڪرڻ جو مستحق نٿو ٿي سگهي. جيستائين جو هن ۾ ٽي ڳالهيون موجود نه هجن (١) ماڻهن ڪي پنهنجي جهالت ڪان محفوظ رکي ۽ انهن جي جهالت ڪي برداشت ڪري (٢) جيڪي ڪجهه هنن وٽ هجي ان ڪي انهن وٽ ئي رهڻ ڏي (٣) جيڪي ڪجهه هن وٽ هجي اهو سڀ انهن جي لاءِ ڪپائي ڇڏي". مگر هي اها امارت ۽ رياست ڪانهي جنهن ڪان پرهيز ڪئي وڃي ۽ صدق و سلوڪ جي حصول لاءِ ان جو ڇڏڻ ضروري هجي بلڪ اها رياست آهي جيڪا حق تعاليٰ پنهنجي مخلوق جي ڀلائي لاءِ قائم ڪئي آهي. انهي ڪري هو ان صورت ۾ به خدا جي خدمت ۾ رهي سندس ضروري حق ادا ڪري ٿو ۽ ان سان گڏوگڏ خدا جي نعمت جو به شڪر ادا ڪري ٿو.

## باب ايڪٽيهون

# تصوف جا آداب

رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ "الله سائين مونکي چڱي طرح ادب سيڪاريو آهي". ادب ظاهري ۽ باطني تهذيب جو نالو آهي. جيڪڏهن انسان جو ظاهر ۽ باطن مهذب آهي تہ اهو باادب صوفي آهي. دسترخوان کي دسترخوان ان ڪري سڏيو وڃي ٿو جو ان تي ڪيترين ئي مختلف قسمن جون شيون جمع ٿينديون آهن. اهڙي طرح ڪوبہ انسان ان وقت تائين مڪمل ادب حاصل ڪري نٿو سگهي جيستائين ان ۾ سڀ شريفاڻا اخلاق مڪمل طرح سمائجي نٿا وڃن. شريفاڻا اخلاق مجموعي طور ان وقت حاصل ٿيندا آهن جڏهن تمام اخلاق سٺا هجن. جيڪڏهن انسان جي خلقت ظاهري شڪل ۽ صورت آهي تہ اخلاق ان جي معنوي (اندروني) صورت آهي. چوندا آهن تہ جهڙي ريت انسان جي خلقت تبديل نٿي ٿئي اهڙي طرح ان جا اخلاق بہ تبديل نٿا ٿين جيئن تہ منقول آهي "توهان جو رب توهان جي خلقت، اخلاق، رزق ۽ موت کان فارغ ٿي چڪو آهي". قرآن شريف ۾ اچي ٿو تہ:

"الله جي پيدائش ۾ ڪابہ تبديلي نٿي ٿي سگهي".

وڏيڪ صحيح ڳالهہ هي آهي تہ انسان جي پيدائش جي برخلاف اخلاق ۽ ڍنگ (طريقي) ۾ تبديلي ممڪن آهي. جيئن تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ "پنهنجا اخلاق درست ڪريو".

ان جو سبب هيءُ آهي تہ الله تعاليٰ انسان کي پيدا ڪري الهام سان مشرف ڪري اصلاح ۽ فساد جي قابل بنايو. هن ۾ اها صلاحيت اهڙي طرح موجود آهي جهڙي طرح چقمق ۾ ڪشش ۽ ڪجور جي ڪکڙي (ٻج) ۾ ڪجور جو وڻ پيدا ڪرڻ جي صلاحيت رکيل آهي. اهڙي طرح الله تعاليٰ پنهنجي قدرت سان انسان ۾ اها بہ صلاحيت رکي آهي تہ هو تربيت جي ذريعي

پنهنجي اصلاح ڪري سگهي. جهڙي طرح انسان کي الله تعاليٰ نيڪي جي صلاحيت عطا ڪئي آهي اهڙي ريت هن ۾ برائي جي طاقت به رکي آهي. يعني انسان ۾ سڌرڻ ۽ بگڙڻ ٻنهي جون صلاحيتون رکيون ويون آهن.

جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"ان نفس جو قسم ۽ اهو جنهن هن کي برابر رکيو. برائي ۽ پرهيزگاري ٻئي ان ۾ پيدا ڪيائين. جنهن پنهنجي نفس کي پاڪ رکيو سو ڪامياب آهي جنهن ان کي گنهگار رکيو سو ناڪامياب آهي."

متئين آيت ۾ نفس کي هموار ۽ برابر رکڻ جو مطلب هيءُ آهي ته هن نيڪي ۽ بدي ٻنهي طرحن جي صلاحيتن کي يڪسان رکيو آهي. جڏهن نفس پاڪ هوندو آهي ته اهو عقل جي رهنمائي ۾ پنهنجي ظاهري ۽ باطني حالتن کي درست ڪري ڇڏيندو آهي ۽ هن جا اخلاق مهذب ٿي ويندا آهن ۽ هو تميز ۽ ادب سکي وٺندو آهي. ادب نيڪي جي پوشيده طاقت کي عمل ۾ آڻڻ سان حاصل ٿيندو آهي بشرطيڪ انسان ۾ نيڪي جي صلاحيت پهرين موجود هجي. هن قسم جي صلاحيت پيدا ڪرڻ حق تعاليٰ جو ڪم آهي. انسان جي ڪوشش ۽ طاقت اهڙين صلاحيتن کي پيدا نٿي ڪري سگهي جهڙي طرح چقمق ۾ ڪشش جي طاقت کي موجود رکڻ صرف خدا جو فضل آهي. پر ان ۾ انسان جي ڪوشش سان باه نڪري ايندي آهي، اهڙي طرح ادب جي صلاحيت رکندڙ طبيعتن ۾ فضل خداوندي آهن.

## ادب جي فضيلت

جيئن ته الله تعاليٰ صوفين سڳورن ۾ سٺين عادتن جي تڪميل ڪري انهن جي باطن ۾ صلاحيت رکي آهي ته هو سٺي تربيت ۽ رياضت سان نفس جي اصلاح ڪري سگهن. تنهنڪري هو باادب ۽ مهذب آهن. ڪڏهن تهذيب ۽ ادب ڪن ماڻهن کي گهڻي تربيت ۽ رياضت ڪانسواءِ ئي فطري طور تي حاصل ٿيندو آهي. جيئن ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "مون کي الله تعاليٰ ادب ڏنو ۽ سٺي طرح ادب سيکاريو". پر ڪن ماڻهن جي فطرت ۾ ان جي وڏي گهٽتائي هوندي آهي ۽ انهن کي گهڻي عرصي تائين تربيت حاصل ڪرڻ جي ضرورت پوندي آهي. جيئن ته مريد مشائخن جي صحبت

جا محتاج هوندا آهن. اهڙي طرح صحبت ۽ تعليم پوشيده طاقتن کي عملي صورت ۾ آڻڻ لاءِ وڏا مددگار آهن. خدا تعاليٰ فرمائي ٿو ته:

"توهان پنهنجو پاڻ کي ۽ پنهنجن گهروارن کي باه کان بچايو".

هن آيت جي تشريح ۾ حضرت ابن عباس رضہ فرمايو ته توهان انهن کي دين جي تعليم ڏيو ۽ ادب سيکاريو. هڪ ٻئي حديث ۾ هي لفظ آيل آهن ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "منهنجي پروردگار مون کي سٺي طرح ادب سيکاريو ۽ پوءِ مون کي چڱن اخلاقن جو حڪم ڏنو ۽ فرمايائون ته درگذر ڪندا ڪريو، نيڪ ڪمن جو حڪم ڏيو ۽ جاهلن کان ڪناره ڪشي اختيار ڪريو".

شيخ يوسف بن الحسيني جو قول آهي ته ادب سان علم سمجهه ۾ ايندو آهي. علم جي ذريعي عمل درست ٿيندا آهن. عمل جي ذريعي حڪمت حاصل ٿيندي آهي. حڪمت جي ذريعي پرهيزگاري حاصل ٿيندي آهي ۽ ان سان گڏ زهد ۽ ترڪ دنيا يعني دنيا کان پرهيز ڪرڻ جي طاقت پيدا ٿيندي آهي. جنهن ڪري آخرت جو شوق پيدا ٿئي ٿو ۽ آخرت جي شوق پيدا ٿيڻ ڪري خدا جي قرب جو رتبو ملندو آهي.

چون ٿا ته جڏهن حضرت ابوحفض رحہ عراق آيا ته حضرت جنيد رحہ ساڻن ملڻ ويو، حضرت جنيد ڏٺو ته شيخ ابوحفض جا ساٿي ادب سان بيهي سندن مشورو ٻڌي رهيا آهن ۽ ڪوبہ غلط ڪم نہ ڪري رهيا آهن. اهو نظارو ڏسي حضرت جنيد رحہ جن فرمايو ته "اي ابوحفض اوهان پنهنجن ساٿين کي بادشاهن وارا ادب سيکاريا آهن". اهو ٻڌي شيخ ابوحفض رحہ جن کين وراڻيو ته "اي ابوقاسم (جنيد) ائين ڪونهي پر ظاهري ادب باطني ادب جي نشاني آهي.

شيخ ابوالحسن النوري رحہ جن فرمائين ٿا ته "الله جي ٻانهي جي لاءِ اهڙو ڪوبہ مقام نہ آهي يا ڪو اهڙو علم نہ آهي جيڪو شريعت جا آداب ان تي ساقط ڪري، پر شرعي آداب ظاهري حالت جو زيور آهن. ان لاءِ خدا ان جي اجازت نٿو ڏي ته انساني عضوا ادب جي خوبين کان خالي ٿي وڃن".

شيخ عبدالله بن مبارڪ رحہ جو قول آهي ته "خدمت جو ادب خدمت کان بهتر آهي". شيخ ابوعبيده قاسم بن سلام رحہ جن فرمائين ٿا ته "جڏهن آئون مڪي پاڪ ۾ داخل ٿيس ته ڪڏهن خانہ ڪعبي جي سامهون

ويهندو هئس يا ڪڏهن ذڪر ڪندي اتي ئي ليٽي پوندو هئس. هڪڙي ڏينهن محترمه عائشه مڪيه جيڪا ان وقت جي تمام وڏي نيڪ خاتون هئي سا مون وٽ آئي ۽ مونکي پير ڊگها ڪندي ليٽيل ڏسي فرمايائين ته تون اهل علم آهين ان لاءِ هيءَ منهنجي ڳالهه مڃ ته هتي ادب سان ويهه نه ته تنهنجو نالو بارگاه الاهي جي دفتر مان مٽايو ويندو.

شيخ ابن عطا رحه جو قول آهي ته "نفس بي ادبي جو عادي آهي مگر بنده حق کي ادب اختيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي. تنهنڪري نفس پنهنجي طريقي مطابق مخالفت جي ميدان ۾ ڊوڙندو آهي ۽ بنده خدا پنهنجي ڪوشش سان انهي کي حسن ادب جي طرف موٽائيندو آهي. جيڪڏهن جدوجهد نٿو ڪري ته پوءِ اهو نفس سان گڏ آهي ۽ ڪيس مطلق العنان بنائي ٿو ۽ ان جي نگراني کان غافل آهي. بهرحال جيڪو ان جي مدد ڪندو اهو ان جو ساٿي آهي.

حضرت جنيد رحه جو ارشاد آهي ته "جيڪو نفس کي ان جي خواهش تي مدد پهچائي ٿو سو ان جي فعل ۾ شريڪ آهي ڇوته بندگي لاءِ ادب ضروري آهي ۽ نافرماني بي ادبي آهي". حضرت جابر بن ثمره رحه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي اولاد کي ادب سيکاري ته اهو ان کان بهتر آهي ته هو هڪ صاع جي مقدار ۾ صدقو ڏي". وڌيڪ فرمايائون ته "هڪڙو پيءُ پنهنجي پٽ کي ادب کان وڌيڪ سٺو تحفو نٿو ڏيئي سگهي. حضرت عائشه رضه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايو: "پٽ جو پيءُ تي حق آهي ته هو ان جو سٺو نالو رکي ۽ ان جي سٺي طرح تعليم و تربيت ڪري ۽ ڪيس ادب سيکاري".

شيخ ابو علي الدقاق رحه جو قول آهي ته "بنده حق پنهنجي اطاعت جي ذريعي جنت ۾ داخل ٿيندو آهي پر اطاعت ۾ ادب اختيار ڪري الله تعاليٰ تائين پهچندو آهي. يعني اطاعت ۾ ادب اختيار ڪري محبوب سان ملي ٿو".

شيخ ابوالقاسم القشيري رحه جن فرمائين ٿا ته "استاد ابو علي رحه جن ڪنهن به شيءِ جو سهارو نه وٺندا هئا. هڪ ڏينهن هڪ ميڙ ۾ بنا سهاري ويٺا هئا سو مون چاهيو ته سندن سهاري لاءِ هڪ وهاڻو رکي ڇڏيان. سو جيئن مون سندن سهاري لاءِ وهاڻو رکيو ته پاڻ يڪدم وهاڻي کان الڳ

ٿي ويا ۽ پاڻ فرمايائون تہ "آئون سهارو وٺڻ نٿو چاهيان". پوءِ جڏهن مون چڱي طرح غور ڪيو تہ معلوم ٿيو تہ پاڻ ڪنهن بہ شيءِ جو سهارو نہ وٺندا هئا. حقيقت ۾ اهو بہ هڪ قسم جو ادب آهي.

## ادب جي اهميت

حضرت جلال بصري رحہ جو قول آهي تہ "توحيد ايمان لاءِ ضروري آهي، جنهن ۾ ايمان ڪونهي انهي ۾ توحيد بہ ڪونهي. ايمان شريعت لاءِ ضروري آهي. جتي شريعت نہ هوندي اتي نہ ايمان هوندو ۽ نہ وري توحيد هوندي. شريعت لاءِ ادب ضروري آهي. ان مان ثابت ٿيو تہ جتي ادب نہ آهي اتي نہ شريعت آهي نہ ايمان آهي ۽ نہ وري توحيد آهي".

چوندا آهن تہ ظاهر ۽ باطن ٻنهي حالتن ۾ ادب اختيار ڪريو. جيڪڏهن ڪنهن ظاهري طور تي بي ادبي ڪئي تہ ان کي ظاهري طريقي تي سزا ملندي ۽ جيڪڏهن باطني طور تي بي ادبي ڪئي تہ ان کي باطني سزا ڏني ويندي.

شيخ ابو علي دقاق رحہ جي غلام جو قول آهي تہ مون هڪ بنا ڏاڙهي واري ڇوڪري ڏانهن ڏٺو. جڏهن آئون ان ڇوڪري طرف ڏسي رهيو هئس تہ شيخ ابو علي دقاق رحہ جي نظر مون تي پئجي ويئي. ان وقت حضرت شيخ جن فرمايو تہ توکي ان جي سزا ضرور ملندي چاهي اها سزا توکي سالن کانپوءِ ڇونہ ملي پر ملندي ضرور. اهو غلام چوي ٿو تہ مون کي ڏهن سالن کانپوءِ ان جي سزا ملي جو آئون قرآن شريف ڀلجي ويس.

حضرت شيخ سري سقطي رحہ فرمائي ٿو تہ آئون هڪ رات وظيفو پڙهي رهيو هيس ۽ منهنجا پير محراب جي طرف دراز ٿيل هئا. ان وقت مون غيب مان آواز ٻڌو جيڪو چئي رهيو هو تہ اي سري! ڇا تون ان طرح بادشاهن جي محفلن ۾ ويهندو آهين. اهو ٻڌي مون پنهنجا پير پوئتي ڪيا ۽ عرض ڪيو تہ اي خدا تنهنجي عزت جو قسم تہ هاڻي آئون پنهنجا پير ڪڏهن بہ نہ ڊگهاڙيندس. حضرت جنيد رحہ جن فرمائين ٿا تہ ان کانپوءِ سندن سٺ سالن تائين اها حالت رهي جو آخري گهڙي تائين ڪڏهن بہ پير ڊگها ڪري نہ ويٺا.

حضرت عبدالله بن المبارڪ رحہ فرمائين ٿا تہ "جيڪو ادب ۾ سستي ڪري ٿو ان کي اها سزا ملي ٿي تہ هو سنتن کان محروم ٿي وڃي

تو ۽ جيڪو سنتن ۾ غفلت ڪري تو اهو خدا جي معرفت کان محرومي جي سزا پائي ٿو."

حضرت سري سقطي رحہ کان صبر جي باري ۾ ڪو مسئلو معلوم ڪيو ويو تہ پاڻ ان ڪي بيان ڪري رهيا هئا تہ ايتري ۾ هڪ وڇون اچي سندن پيرن تي ڏنگ هڻڻ لڳو پر پاڻ پير نہ هٽايائون. آخرڪار جڏهن اوهان کان پڇيو ويو تہ اوهان هن کي هٽايو ڇو نٿا، ان سوال تي فرمايائون تہ مون کي الله کان شرم ٿو اچي تہ آئون هڪ روحاني حال جي باري ۾ گفتگو ڪندي وقت پنهنجي معلومات جي خلاف ڪم ڪريان.

حضرت رسول الله ﷺ جن ادب جو هي هڪ نمونو پيش ڪيو جو پاڻ ﷺ جن هڪ حديث ۾ فرمائين ٿا تہ "مون کي زمين جي اوڀر ۽ اولهہ جا سڀ حصا ڏيکاريا ويا. پر پاڻ ﷺ جن ائين نہ فرمايو تہ مون ڏٺا".

حضرت انس بن مالڪ رضہ جو قول آهي تہ "ڪنهن بہ عمل ۾ ادب اختيار ڪرڻ ان عمل جي قبول هئڻ جي نشاني آهي".

حضرت شيخ ابن عطا جو قول آهي تہ "ادب اهو آهي تہ توهان پسنديده ڳالهين جي حد تائين رهو". جڏهن ان جي تشريح جي باري ۾ پڇيو ويو تہ پاڻ فرمايائون تہ توهان لڪيل ۽ ظاهري طرح خدا جي سامهون ادب سان پيش اچو. جيڪڏهن توهان جو هيءُ حال رهيو تہ توهان اديب آهيو پوءِ ڇونہ ڪٿي توهان عجمي ئي هجو. ان ڪانپوءِ هي شعر پڙهيائون.

**ترجمو:** جڏهن هو ڳالهائيندي آهي تڏهن هو عمدو نمونو پيش ڪندي آهي پر جڏهن خاموش هوندي آهي تہ ان وقت بہ سر کان وٺي پيرن تائين خوبصورت هوندي آهي.

شيخ جريري رحہ فرمائين ٿا تہ ويهن سالن کان وٺي مون تنهائي (اڪيلائي) ۾ بہ پنهنجا پير نہ ڊگهيريا ڇوتہ الله سان ادب اختيار ڪرڻ افضل آهي.

شيخ ابو علي رحہ جو قول آهي تہ بي ادبي محفل مان ڪڍڻ جو سبب بنجي ٿي. جيڪو محفل جي فرش تي بي ادبي اختيار ڪري ٿو ان کي دروازي جي طرف موٽايو وڃي ٿو ۽ جيڪو دروازي تي بي ادبي ڪري ٿو ان کي جانورن وانگر سزا ملي ٿي.

## باب ٻٽيهون

# بارگاهہ الاهي جا آدابـ

هر قسم جو ادب رسول الله ﷺ جن کان حاصل ٿيندو آهي ڇوته پاڻ سڳورا ﷺ سيني ظاهري توڙي باطني ادبن جو خزانو آهن. بارگاه الاهي ۾ سندن ﷺ حسن ادب جي باري ۾ ارشاد فرمايو ويو آهي ته "نه نگاهه دوکو کاڌو نه حد کان وڌي".

هي پاڻ سڳورن ﷺ جن جي پوشيده ادب جو اونهون راز آهي جيکو سندن لاءِ ئي مخصوص آهي. يعني الله تعاليٰ بي رخي ۽ توجه ٻنهي حالتن ۾ سندن ﷺ قلب مقدس جي اعتدال کي بيان کيو آهي. رسول الله ﷺ جن الله جل جلالہ کانسواءِ سيني کان دوري اختيار ڪري الله ڏانهن متوجه ٿيا. پاڻ ﷺ جن زمين ۽ دنيا جي فاني عيش عشرت کي پوئتي ڇڏي ڏنو ۽ اهڙي طرح آسمانن ۽ آخرت جي فائدن کي به ترک ڪري ڇڏيو ۽ انهن کان منهن موڙڻ کان پوءِ ڪڏهن به انهن جي طرف رخ نه ڪيائون. انهن شين کي ترک ڪرڻ وقت انهن جي ضايع ٿيڻ جو افسوس به ڪونه ٿيو. جيئن خدا تعاليٰ فرمائي ٿو ته "جيئن ته توهان کي ڪنهن شيءِ جي وڃڻ جو افسوس نه ٿئي".

هيءُ خطاب عام آهي ۽ مازاغ البصر ۾ سندن ئي حال جو خاص طور تي بيان کيو ويو آهي. حالانڪ ان جو خطاب عام آهي ۽ انهن الفاظن ۾ سندن توجه جو بيان اها ڪيفيت آهي جيڪا سندن روح ۽ قلب کي مقامِ قاب قوسين ۾ حاصل ٿي هئي. جنهن ڪري پاڻ ﷺ جي انڪساري ۽ نيازمندي ظاهر ٿئي ٿي. جيئن ته نفس گمراهه ٿي،سرڪش نه ٿي وڃي ڇوته سرڪشي بي نيازي جي موقعي جو نفساني جذبو آهي. جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو. "هرگز نه، انسان ضرور سرڪشي ڪندو آهي، جڏهن ته هو پنهنجو پاڻ کي بي نياز سمجهندو آهي".

# نفس جي سرڪشي

جڏهن روح ۽ قلب تي فيض نازل ٿيندو آهي تڏهن نفس بہ چوري سان ڪجھ ٻڌي وٺندو آهي. تنهنڪري فيض جو ڪجھ حصو حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ بي نياز ٿي پوندو آهي ۽ ان ڪري نافرماني جي زيادتي ڪرڻ شروع ڪندو آهي. تنهنڪري وڌيڪ برڪتن جو دروازو بند ٿي ويندو آهي. نفس جي نافرماني انهي ڪري ٿيندي آهي جو هو فيض جي لاءِ تنگ ظرف آهي. انهي سلسلي ۾ حضرت موسيٰ جي نگاهہ بارگاهِ الاهي ۾ هڪ حد تائين درست هئي ۽ انهن ضايع شيءِ تي توجہ نہ ڏني هئي ۽ پنهنجي حسنِ ادب جي بدولت نافرماني بہ نہ ڪئي هئي. پر ان جي برعڪس پاڻ فيض خداوندي سان معمور هئا. سندن نفس جو چوري ٻڌڻ ڪري ان جو ثمر وافر مقدار ۾ حاصل ڪري ورتو هو. تنهنڪري سندن نفس بي نياز ٿي ويو ۽ جيڪو ڪجھ ان حاصل ڪيو سو ڇلڪڻ لڳو ۽ سندس دائرو تنگ ٿي ويو. انهي سبب ڪري حضرت موسيٰ حد کان تجاوز ڪري ويو ۽ خدا کي چوڻ لڳو تہ مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار. تنهنڪري کين روڪيو ويو ۽ روحاني فضا ۾ اڳتي نہ وڌي سگهيو. انهي نڪتي سان حبيب خدا محمد ﷺ ۽ حضرت موسيٰ ڪليم الله جي شخصيتن ۾ فرق نمايان آهي. بهرحال مقربين بارگاهِ الاهي لاءِ هي وڏو ۽ گهرو نڪتو آهي ڇوتہ هر روحاني تنگي لاءِ سزا ضروري آهي ۽ اها هن ريت هوندي آهي تہ تنگي جي موقعي تي فتح جو دروازو بند ٿي ويندو آهي. روحاني تنگي تي سزا جو نتيجو هيءُ هوندو آهي تہ روحاني ڪشادگي جي ڪثرت ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن روحاني ڪشادگي ۾ اعتدال هوندو تہ گرفت جي سزا واجب نہ هوندي. روحاني ڪشادگي ۾ اعتدال ان وقت پيدا ٿيندو آهي جڏهن روح ۽ قلب جي فيض کي روڪي ڇڏجي. هيءَ حالت رسول الله ﷺ کي حاصل هئي ڇوتہ سندن نفس انڪساري جي پردن ۾ غائب ٿي ويو هو ۽ اهوئي ادب جو انتهائي درجو آهي، جيڪو پاڻ سڳورن کي عطا ڪيو ويو هو ۽ پاڻ سڳورا قاب قوسين يا ان جي ويجهي مقام تي رهيا.

# مازاغ البصر جي سمجهاڻي

اسان جي تشريح مطابق شيخ ابن عباس بن عطا جو هيءُ قول آهي جيڪو هن مٿئين آيت مازاغ البصر وما طغيٰ جي تفسير ۾ فرمايو ويو آهي. چون ٿا ته پاڻ سڳورن ﷺ سرڪشي سان ڳڻ مشاهدو نه ڪيو هو بلڪ اعتدال جي شرطن سان مشاهدو ڪيو هو. شيخ سهل عبدالله التستري رحه جو قول آهي ته رسول الله ﷺ جن پنهنجي نفس جي مشاهدي سان رجوع ڪونه ٿيا پر سراپا پنهنجي پروردگار جو مشاهدو فرمائيندا رهيا ۽ انهي مقام تي ثبوت لاءِ جن صفتن جي ضرورت هئي تن جو مشاهدو فرمائيندا رهيا.

اهي قول نه صرف اسان جي تشريح جي تائيد ڪن ٿا پر شيخ سهل بن عبدالله جي قول ۾ انهي طرف رمزون ۽ اشارا به آيل آهن. اسان جي قول جي تائيد شيخ ابومحمد الجريري جي انهي قول مان به ٿئي ٿي. جنهن جي خبر اسان کي پنهنجن شيخن جي مستند ذريعن سان به پهتي آهي. انهن فرمايو آهي ته:

"علم انقطاع کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ جلدي ڪرڻ هڪ وسيلو آهي، تڪليف جي حد تي توقف (ترسڻ) ڪرڻ نجات آهي، قرب جي علم کان پاسو ڪرڻ ۽ پناه وٺڻ وصال آهي ۽ ترڪ جواب کي برو سمجهڻ ذخيرو آهي ۽ خطاب کي سماعت جي محرڪن کي قبول ڪرڻ تي قائم رهڻ تڪلف آهي ۽ اهو علم جيڪو توجه جي مقام ۾ فهم جي فصاحت ۾ ويڙهيل هجي ان جي ضايع ٿيڻ جو خوف هڪ برائي آهي ۽ اها ڳالهه جيڪا اصل مقام تان هٽي ويئي هجي ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ غور سان ٻڌڻ بغض ۽ دوري آهي، ملاقات جي وقت راه تسليم (گردن جهڪائڻ) اختيار ڪرڻ جرئت آهي ۽ اُنس و محبت جي مقام تي خوشي ۽ غرور دوکو آهي. هي سيئي نڪتا بارگاهِ الاهي جا آداب ظاهر ڪن ٿا.

مٿي زير بحث آيت جي گذريل سمجهاڻين کان سٺي ۽ لطيف تر سمجهاڻي هيءَ آهي ته مازاغ البصر مان مراد هيءَ آهي ته مشاهدو بصيرت کان الڳ نه آهي ۽ وما طغيٰ مان مراد آهي ته نگاهِ بصيرت کان سبقت نه ورتي ۽ پنهنجي حد مقام کان اڳتي نه وڌي پر نگاهِ بصيرت سان گڏ، ظاهر

۽ باطن سان گڏ، قلب ۽ قالب سان گڏ ۽ نظر ۽ قدم سان گڏ قائم رهي. ڇوته قدم تي نظر جو مقدم ٿيڻ به نافرماني آهي. نظر مان مراد علم، قدم مان مراد قالب (جسم) جو حال آهي. تنهنڪري نظر قدم کان اڳتي نه وڌي، ڇوته اها نافرماني آهي ۽ قدم نظر کان ان ڪري پوئتي نه رهيو ڇوته ان ڪري ڪوتاهي ثابت ٿئي ٿي. تنهنڪري تمام حالتون اعتدال تي هيون. پاڻ سڳورن جو قلب جسم جي برابر هو يعني ظاهر ۽ باطن هڪ جهڙا هئا ۽ ان سان گڏوگڏ نگاهه بصيرت به هڪ جهڙيون هيون. انهي ڪري جيستائين نظر ۽ علم پهچندا هئا اوستائين سندن قدم ۽ حال به گڏوگڏ رهندو هو. انهي سبب ڪري معنوي ۽ نوراني ڪيفيتون ظاهر تي به منعڪش ٿيون. جڏهن پاڻ سڳورا ﷺ براق تي سوار ٿيا ته ان جا قدم به اتي پهتا ٿي جتي ان جي نظر ويندي هئي. براق جا قدم ان جي نظر جي مقام کان پوئتي نه رهندا هئا. تنهنڪري براق پنهنجي قالب ۾ پنهنجي معنوي خصوصيتن ۽ حالتن جي موافق هو.

## انتهائي ادب

معراج شريف واري حديث ۾ پيغمبرن جي مقامن جو ذڪر آهي ته پاڻ ﷺ جن هر آسمان تي ڪجهه پيغمبرن کي ڏٺو به آهي. هن واقعي ۾ انهي طرف اشارو آهي ته اُهي پوئتي رهجي ويا ۽ سندن ﷺ جي درجن تي ڪونه پهتا. پاڻ ﷺ جن اهو به نظارو ڏٺو ته حضرت موسيٰ عليه السلام به هڪ آسمان تي موجود هئا. لهذا اهڙي شخص جو ڪنهن آسمان تي موجود هئڻ انهي ڳالهه جو دليل آهي ته انهن خدا جي جلوي ڏسڻ جي جيڪا درخواست ڪئي هئي تنهن ۾ شايد سندن نظر حد قدم کان وڌي ويئي ۽ قدم نظر کان پوئتي رهجي ويا. اهڙي طرح مٿي ذڪر ڪيل آيت جي ٻن وصفن مان هڪ وصف ۾ خلل پئجي ويو. مگر رسول الله ﷺ جا قدم ۽ نظر ٻئي حياءَ ۽ تواضع سان گڏ متوازن رهيا. جيڪڏهن پاڻ ﷺ حيا ۽ تواضع جي دائري کان ٻاهر نڪري وڃن ها ۽ قدمن جي حد کي نظرانداز ڪري ڇڏين ها ته جهڙي طرح ٻيا پيغمبر آسمانن ۾ محدود رهجي ويا اهڙي طرح پاڻ به ڪنهن نه ڪنهن آسمان تي رڪجي وڃن ها. مگر پاڻ ﷺ جن ادب جي

محفوظ دائري ۾ ويندا رهيا ايستائين جو آسمانن جي حجابن کي ڦاڙي اڳتي راهي ٿيا. انهي ڪري بارگاهِ قرب جا سڀ ئي قسم حاصل ٿيندا ويا ۽ حجابن جا بادل هڪ هڪ ٿي ڇڻندا ويا. ايستائين جو پاڻ مازاغ البصر وما طغيٰ جي راه تي گامزن ٿيا انتهائي ادب ۽ هوش مندي جو ثبوت ڏنائون.

شيخ ابومحمد بن رويم رحہ کان جڏهن مسافر جي ادب جي باري ۾ پڇيو ويو تہ فرمايائون تہ ان جا قدم ان جي همت کان اڳتي نہ وڌڻ ڪپن يعني جتي هن جي دل بيهي اتي ان جو ٺڪاڻو هجي.

حضرت ابن عباس رضہ فرمائين ٿا تہ رسول الله ﷺ جن هيءَ آيت تلاوت فرمائي:

"اي منهنجا پروردگار مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار تہ جيئن آئون تنهنجو مشاهدو ڪري سگهان".

پاڻ ﷺ فرمايو تہ ان تي خدا فرمايو تہ مون کي ڪوبہ زنده شخص ڏسي مري ويندو ۽ خشڪ شيءِ تباه ٿي ويندي ۽ تروتازه شيءِ منتشر ٿي ويندي. مون کي صرف اهل جنت وارا ڏسي سگهن ٿا ڇوتہ انهن جون اکيون مرده ڪونہ هونديون آهن ۽ نہ وري سندن جسم ڳريل سڙيل هوندا آهن.

حضرت ذوالنون مصري رحہ جو قول آهي تہ "عارف جو ادب هر ادب کان بالاتر آهي. ڇوتہ هن جي نيڪي خود هن جي قلب کي ادب سيکاري ٿي. هڪ ٻئي بزرگ جو قول آهي تہ حق سبحانہ تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جنهن لاءِ آئون پنهنجي اسماءَ و صفات جي مطابق عمل ڪرڻ ضروري قرار ڏيان ٿو ان لاءِ ادب بہ ضروري قرار ڏيان ٿو. مگر جنهن تي منهنجي ذات جي حقيقت ظاهر ٿي وڃي ٿي ان کي لازمي طور تي هلاڪ ڪري ڇڏيان ٿو. تنهنڪري انهن ٻنهي شين مان جنهن کي پسند ڪريو ان کي اختيار ڪريو.

انهي قول ۾ هن طرف اشارو آهي تہ هي اسماءَ صفات لازمي طور تي ادب جا محتاج آهن ڇوتہ انهن ۾ بشريت جون نشانيون باقي آهن. پر جڏهن ذات الاهي جي عظمت جو نور چمڪي ٿو تہ انوار الاهي سان اهي آثار فنا ٿي ويندا آهن. نيز مٿي ذڪر ڪيل قول ۾ هلاڪ ٿيڻ مان مراد فنا في الله آهي، جيڪو هر عارف جو انتهائي مقصد آهي.

## آداب انبياءَ

جيئن قرآن شريف ۾ اچي ٿو تہ حضرت ايوب هن طرح عرض ڪيو هو تہ "حضرت ايوب پنهنجي پروردگار کي پڪاري چيو تہ "حقيقت هي آهي تہ مون کي تمام گهڻي تڪليف آهي ۽ تون رحم ڪرڻ وارن ۾ سڀني کان وڌو رحم ڪرڻ وارو آهين". شيخ ابو علي دقاق رحہ جن فرمائين ٿا تہ ان موقعي تي گهڻي تڪليف هئڻ جي باوجود بہ حضرت ايوب هينئن نہ عرض ڪيو تہ "تون مون تي رحم ڪر" ڇوتہ انهن آداب ڪلام جي پائبندي ڪئي هئي. اهي آهن آداب انبياءَ. اهڙي طرح حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ "جيڪڏهن مون اها ڳالهہ ڪئي هجي ها تہ اي خدا توکي ان جو علم هجي ها". انهي موقعي تي آداب بارگاهِ الاهي جو لحاظ ڪندي اهو نہ چيو تہ "مون اها ڳالهہ ڪانہ ڪئي آهي".

## آداب خواص

شيخ ابونصر السراج فرمائي ٿو تہ خواص و ديندار ماڻهن جا آداب هي آهن تہ انهن جون دليون پاڪ هونديون آهن ۽ اهي رازدار عهد و پيمان ۽ وقت جا پائبند هوندا آهن. وسوسن ۽ عارضي تصورن ۽ خيالن جي پرواه نہ ڪندا آهن پر لڪيل ۽ ظاهري ٻنهي حالتن ۾ يڪسان رهندا آهن. طلب جي موقعن، قرب جي مقامن ۽ آفات حضور ۾ نهايت باادب هوندا آهن.

ادب جا ٻہ قسم آهن يعني ادب قول ۽ ادب فعل. ادب ٻنهي صورتن ۾ اختيار ڪيو وڃي ٿو. تنهنڪري جيڪو پنهنجن فعلن ۾ ادب اختيار ڪري خدا کان قرب حاصل ڪرڻ چاهي تہ اهو اهڙين دلين کي محبت عطا ڪري ٿو.

شيخ ابن المبارڪ جو قول آهي تہ "اسان کي وڏيڪ علم جي بجاءِ ٿوري ادب جي گهڻي ضرورت آهي. ادب عارف لاءِ اهڙو آهي جهڙو ان شخص لاءِ توبہ ضروري آهي جيڪو از سرنو نيڪ ڪم ڪري.

شيخ نوري رحہ فرمائي ٿو تہ جنهن پنهنجو وقت ادب ۾ نہ گذاريو ان جو وقت ان لاءِ قابل نفرت آهي.

حضرت ذوالنون مصري رحہ فرمائي ٿو تہ "ماڻهو ادب جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ چئي چڪا آهن. اسين صرف اهو چئون ٿا تہ ادب پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ جو نالو آهي". انهي قول ۾ هن طرف اشارو آهي تہ نفس سيني جاهليتن جو سرچشمو آهي ۽ بي ادبي جهالت جو هڪ قسم آهي. تنهنڪري نفس کي سڃاڻڻ ڪانپوءِ نور عرفان حاصل ٿيندو آهي. جيئن چيو ويو آهي تہ:

"جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو تنهن پنهنجي رب کي سڃاتو".

انهي نور عرفان جو ڪرشمو آهي تہ جڏهن نفس ڪنهن جهالت جو اظهار ڪري ٿو تہ علم جي ذريعي هن کي ختم ڪيو وڃي ٿو ۽ هو باادب ٿي وڃي ٿو. تنهنڪري جيڪو شخص بارگاهِ الاهي جي آدابن جي پائبندي ڪري ٿو اهو ٻين بندن جي آدابن کي بہ ملحوظ رکي ٿو.

## باب ٽيٽيهون

# پاڪائي جا آداب

الله تعاليٰ صفي وارن اصحابن سڳورن جي باري ۾ فرمايو آهي ته "هتي اهي ماڻهو آهن جيڪي پاڪائي کي پسند ڪن ٿا ۽ الله به پاڪائي رکندڙن کي پسند ڪندو آهي.

هن آيت جي تفسير ۾ چيو ويو آهي ته هي آيت سڳوري انهن ماڻهن جي حق ۾ آهي جيڪي بنا وضو يا ناپاڪائي هجڻ واري حالت ۾ پنهنجي نجاست کي پاڻي سان پري ڪندا آهن. ڪلبي رح جو قول آهي "انهي مان مراد آهي، پاڻي سان پويون (مقعد) حصو ڌوئڻ".

شيخ عطا رح جو ارشاد آهي ته اُهي (صفي وارا) پاڻي سان استنجا ڪندا هئا ۽ غسل (جنابت) جي حالت ۾ رات جو ڪونه سمهندا هئا.

جڏهن هي آيت نازل ٿي تڏهن رسول الله ﷺ جن قبا وارن کان پڇيو ته "الله تعاليٰ هن آيت ۾ جيڪا اوهان جي تعريف ڪئي هئي سا ڪيئن آهي؟ انهن عرض ڪيو ته "اسين پاڻي سان استنجا ڪريون ٿا. حالانڪ انهي کان پهرين پاڻ سونهارن ﷺ کين فرمايو هو ته "جڏهن ڪو به پائخاني جي لاءِ وڃي ته ٽن پٿرن سان استنجا ڪري شروعات ۾ استنجا جو اهوئي طريقو هو. ايستائين جو قباءَ وارن جي باري ۾ هيءَ آيت لٿي. حضرت سلمان رضہ کي ماڻهن چيو ته "اوهان جي نبي ﷺ اوهان کي هر شيءِ سيکاري ڇڏي آهي، ايستائين جو پائخاني کان فارغ ٿيڻ به سيکاريو آهي؟" حضرت سلمان رضہ فرمايو "هائو پاڻ سڳورن اسان کي حڪم فرمايو آهي ته اسين رفع حاجت يا پيشاب جي موقعي تي قبلي ڏانهن منهن ڪري نه ويهون، نه وري ساڄي هٿ سان استنجا ڪريون ۽ نه ٽن پٿرن کان گهٽ استعمال ڪريون ۽ انهي جي لاءِ اسان ڇيڻو ۽ هڏي استعمال نه ڪريون".

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "آئون اوهان جي لاءِ پيءُ جي جاءِ تي آهيان ۽ اوهان کي هيءَ تعليم ٿو ڏيان تہ جڏهن بہ اوهان مان ڪو پائخاني جي لاءِ وڃي تہ نہ قبلي ڏانهن منهن ڪري ۽ نہ قبلي ڏانهن پٺ ڪري ۽ نہ ساڄي هٿ سان استنجا ڪري".

پاڻ سونهارا ٽن پٿرن جي استعمال ڪرڻ جو حڪم ڏيندا هئا. لڏ يا سڙيل هڏي وغيره کي استعمال ڪرڻ کان منع فرمائيندا هئا. استنجا ۾ بہ شيون فرض آهن هڪ گندگي جو دور ڪرڻ، ٻيو گندگيءَ کي پري ڪرڻ واري شيءِ جو پاڪ هجڻ ۽ اهو هن طرح آهي تہ اها گندگي يعني لِڏ وغيره نہ هجي ۽ نہ ٻيو پيرو استعمال ڪيل هجي ۽ نہ وري مردار جي هڏي هجي وغيره.

استنجا ڪرڻ ۾ پٿرن جو عدد اڪي هجي يعني ٽي، پنج يا ست پٿر هجن. پٿرن جي استعمال ڪرڻ کانپوءِ پاڻي واپرائڻ سنت آهي.

جڏهن مٿين آيت نازل ٿي تڏهن انهن ماڻهن کان انهيءَ باري ۾ پڇيو ويو هو تڏهن انهن جواب ڏنو هو تہ اهي پٿرن کان پوءِ پاڻي واپرائيندا هئا.

## استنجا ڪرڻ جو طريقو

استنجا ڪرڻ جو طريقو هي آهي تہ کابي هٿ سان پهرين پٿر کڻي پليتي لڳل جڳهہ جي ابتدائي حصي تي رکي مک ڪرڻ واري طريقي موجب پٿر کي پليتي جي آخري حد تائين اهڙي نموني وٺي وڃجي جو نجاست هڪ جڳهہ کان ٻئي جڳهہ تائين نہ پکڙي ان کان پوءِ ٻيو پٿر کڻجي ۽ ان کي نجاست جي جاءِ جي آخري حصي تائين آڻي وري شروعاتي حصي تائين کڻي وڃجي ان کانپوءِ ٽيون پٿر کڻي ان کي مقعد جي چوگرد گهمائجي جيڪڏهن اهو هڪ ٽڪندي پٿر سان استنجا ڪري تہ اهو بہ جائز آهي.

پيشاب جي استنجا هن طرح آهي تہ جڏهن واندو ٿئي تہ پنهنجي شرمگاهہ کي پاڙ کان سوپاري تائين ٽي ڀيرا ڏگهو ڪري (ڇڪي) جيئن تہ پيشاب جو باقي حصو ٽپي نڪري وڃي. ان کانپوءِ ان کي ٽي دفعا صاف ڪري.

پيشاب جي استنجا ۽ ان جي صفائي ۾ تمام احتياط کان ڪم وٺي، ان جي صورت هيءَ آهي تہ اهو ٽي ڀيرا کنگهي ڇوتہ رڳون نڙي (حلق) کان دُبر (مقعد) تائين ڇڪيل رهنديون آهن. جيئن تہ کنگهڻ سان پيشاب جي

نالي ۾ جيڪي ڪجھ هوندو آهي اهو نڪري ايندو آهي، جيڪڏهن اهو چند وڪون هلي ۽ زياده کنگهي ته ڪوبه حرج ڪونهي مگر علم جي حد جو لحاظ رکي ۽ وسوسو ڪري شيطان کي جڳهه نه ڏي ڇوته انهي جي ڪري وقت ضائع ٿيندو. ان ڪانپوءِ آلت (ذڪر)جو ٿي پيرا يا ان ڪان به وڌيڪ ان وقت تائين مک ڪري جيستائين آلاڻ نظر اچي. ڪن بزرگن ان کي ٿڻ سان تشبيهه ڏني آهي ۽ ڇيو اٿن ته جيستائين ان کي ڇڪيو ويندو ته ان وقت تائين آلاڻ (رطوبت)ظاهر ٿيندي رهندي. بهرحال ان جي لاءِ مناسب حد اکي (طاق)مي رکجي. ان جي مک پاڪ مٽي يا پاڪ پتر سان ٿئي ٿي. جيڪڏهن ان جي نندي هجڻ جي ڪري پتر کي جهلڻ جي ضرورت محسوس ٿئي ته ان کي ساڄي هٿ سان جهلڻ گهرجي ۽ ذڪر کي کاٻي هٿ ۾ جهلي مک ڪجي. حرڪت جو رخ کاٻي طرف ڪان هجي نه ڪ ساڄي پاسي ڪان ڇوته ساڄي هٿ سان استنجا ڪرڻ درست ناهي. جيڪڏهن پاڻي جو ارادو هجي ته ٻيءَ جاءِ ڏانهن وڃي ۽ جيڪڏهن پيشاب سوپاري (حشفه) ڏانهن نه آيو آهي ته پتر جو واپرائڻ ڪافي آهي.

بهرحال پيشاب ۾ پاڪائي جو خيال نه رکڻ جي باري ۾ سخت عذاب جي وعيد آئي آهي. ابن عباس رضه جي روايت آهي ته پاڻ سونهارا ﷺ ٻن قبرن وٽان لنگهيا تڏهن فرمايائون ته "انهن ٻنهي تي عذاب ٿي رهيو آهي مگر هيءُ عذاب ڪنهن وڏيءَ ڳالهه تي نه آهي، هڪڙو ماڻهو پيشاب ڪرڻ ڪان پوءِ چڱي طرح استنجا ڪونه ڪندو هو ۽ ٻيو ماڻهو چغل خور هو". ان ڪانپوءِ پاڻ سڳورن سائي ٽاري گهرائي ان جا ٻه حصا ڪيائون، هڪ هڪ حصو ٻنهي قبرن تي لڳايائون ۽ فرمايائون ته "شايد جيستائين نه سڪنديون اوستائين اهي هن جي عذاب ۾ گهٽتائي ڪن".

جيڪڏهن ڪوبه جنگل ۾ هجي ته اکين ڪان الوپ ٿي وڃي. حضرت جابر رضه جي روايت آهي ته "رسولِ خدا ﷺ جن جڏهن قضا حاجت لاءِ ويندا هئا ته ايترو پري ويندا هئا جو ڪين ﷺ ڪوبه ڏسي ڪونه سگهندو هو".

حضرت مغيره بن شعبه فرمائي ٿو ته "آئون سفر ۾ ساڻن گڏ هوندو هئس. پاڻ سونهارا ﷺ رفع حاجت جي لاءِ تمام پري هليا ويندا هئا." روايت آهي ته "پاڻ سڳورا قضا حاجت جي لاءِ اهڙي جڳهه ڳوليندا هئا.

جهڙي طرح ڪو گهر جي ڳولا ڪندو آهي. ان وقت پاڻ ﷺ ديوار، دڙي يا پٿرن جي ڍڳي جي اوٽ ڪندا هئا".

جيڪڏهن ڪو پنهنجي سواري يا پنهنجي ڪپڙي جي آڙ ڪري ته اهو به جائز آهي. پر شرط انهيءَ سان ته ڇنڊڻ کان ڪپڙا محفوظ رهن. نرم زمين يا نرم مٽي تي پيشاب ڪرڻ مستحب آهي. حضرت ابوموسيٰ رضه فرمائي ٿو ته "آئون رسول الله ﷺ جن سان گڏ هئس ڪين (ﷺ) پيشاب ڪرڻو هو تڏهن (پاڻ ﷺ) هڪ ديوار جي پاڙ ۾ نرم زمين ڏانهن هليا ويا ۽ اتي پيشاب ڪيائون ۽ ان ڪانپوءِ فرمايائون "ته جڏهن به اوهان مان ڪو پيشاب ڪرڻ چاهي ته پنهنجي پيشاب جي لاءِ جڳهه جي ڳولا ڪري".

مناسب هيئن آهي ته (استنجا جي وقت) نه ته قبلي ڏانهن منهن ڪري ۽ نه وري قبلي ڏانهن پٺ ڪئي وڃي ۽ نه سج، چنڊ ڏانهن رخ ڪجي. بهرحال قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ڀتين جي اندر مڪروهه ڪونهي، پر جيڪڏهن انهي کان پرهيز ڪجي ته بهتر آهي. ڇوته ڪي فقيهه سڳورا چار ديواري ۾ به قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ کي مڪروهه خيال ڪن ٿا. جيستائين زمين جي ويجهو نه ويهجي اوستائين پنهنجا ڪپڙا مٿي نه کڻي، ڇنڊن کان بچڻ جي لاءِ هوا جي رخ تي ويهڻ کان پرهيز ڪئي وڃي.(١)

هڪ ماڻهو هڪڙي بدوي اصحابي سان جهيڙي جي موقعي تي چيو ته "منهنجو خيال آهي تون قضا حاجت ڪرڻ به ڪونه ٿو ڄاڻين" هن چيو "ڇونه؟ تنهنجي پيءُ جو قسم! آئون انهي ۾ تمام گهڻو ماهر آهيان". انهي چيو "چڱو مون سان بيان ڪر". هن چيو ته "آئون جسم کي پري رکان ٿو ۽ پٿرن جو ڳاٽيڻو ڪندو آهيان. وڻن جي سامهون هوندو آهيان ۽ هوا کي پويان رکندو آهيان، هرڻ وانگر ڪڙين تي ويهندو آهيان ۽ اٺ پکي وانگر پٺا مٿي ڪڍندو آهيان". انهي جي مراد هي آهي ته مختلف وڻن جي آڙ وٺندو آهيان ۽ ڇنڊن کان بچڻ جي لاءِ هوا جي سامهون ڪونه ويهندو آهيان.

استنجا کان واندو ٿيڻ ڪانپوءِ هي دعا پڙهي:

---

(١) امام ابوحنيفه رحه وٽ استنجا جي لاءِ بيت الخلاءَ جي اندر قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ مڪروهه آهي، پر امام شافعي رحه وٽ مڪروهه ناهي، جيئن ته مصنف "عوارف المعارف" شافعي المذهب هئا. انهي لاءِ انهن هن کي مڪروهه نه چيو. (مترجم)

اَللّٰهُمَّ صَلِّي عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَطَهِّرْ قَلْبِيْ مِنَ الرِّيَاءِ وَحَصِّنْ فَرْجِيْ مِنَ الْفَوَاحِشِ.

ترجمو: اي الله! تون اسان جي سردار محمد ﷺ ۽ سندن آل تي درود نازل فرماءِ ۽ منهنجي دل کي رياڪاري کان ۽ منهنجي اوگهڙ کي فحش ڪمن کان محفوظ رک.

غسلخاني ۾ پيشاب ڪرڻ مڪروھ آهي. حضرت عبدالله بن مغفل فرمائي ٿو تہ "پاڻ سونهارن هن ڳالھ کان منع فرمائي آهي تہ ڪوبہ ماڻهو پنهنجي غسلخاني ۾ پيشاب ڪري. پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ "عام طرح وسوسا انهي کان پيدا ٿين ٿا".

حضرت ابن مبارڪ جو قول آهي تہ "جيڪڏهن غسلخاني ۾ پاڻي وهندو رهي ٿو تہ اتي پيشاب ڪرڻ جي اجازت ڏيئي سگهجي ٿي".

جيڪڏهن ڪو بيت الخلاءَ وڃي تہ داخل ٿيڻ وقت پهرين ساڄو پير رکي ۽ داخل ٿيڻ کان پهرين هي دعا پڙهي:

بِسْمِ اللهِ اللّٰهُمَّ اَعُوْذُبِکَ مِنَ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ.

ترجمو: الله جي نالي سان (شروع ڪريان ٿو) اي الله تعاليٰ آءٌ ناپاڪائي ۽ پليت شين کان (بچي ڪري) تنهنجي پناھ ۾ آيو آهيان.

حضرت زيد بن ارقم رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو: "بيت الخلاءَ ۾ شيطان حاضر ٿين ٿا. جيڪڏهن اوهان مان ڪو بيت الخلاءَ وڃي تہ هيئنئن پڙهي:

"اَعُوْذُ بِاللهِ مِنْ الْخُبُثِ وَالْخَبَائِثِ".

قضا حاجت جي لاءِ ويهڻ وقت ساڄي پير تي ٽيڪ ڏي ۽ هٿ سان نہ ڪيڏي. ويهڻ وقت زمين ۽ پٿين تي لڪيرون نہ ڪڍي ۽ پنهنجي اوگهڙ ڏانهن زياده نظر نہ ڪري، سواءِ ان جي جو جڏهن ان جي ضرورت هجي ۽ نہ وري گفتگو ڪري ڇوتہ پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو آهي "جيڪڏهن ٻہ ماڻهو پنهنجي اوگهڙن کي کوليندي ۽ ڳالهيون ڪندي نڪرن تہ الله تعاليٰ انهن کي ناپسند ڪري ٿو".

بيت الخلاءَ کان ٻاھر نڪرندي وقت ھيءَ دعا پڙھي:

"غُفْرَانَکَ اَلْحَمْدُ لِلّٰہِ الَّذِيْ اَذْھَبَ عَنِّيْ مَایُوْ ذِیْنِيْ وَ اَبْقيٰ عَليٰ مَا يَنْفَعُنِيْ".

**ترجمو:** تنھنجي بخشش جو طالب آھيان، سڀئي واکاڻ الله جي لاءِ آھي، جنھن مون کان انھيءَ کي پري ڪيو جيڪو مون کي تڪليف ڏيندو ھو ۽ جيڪو منھنجي لاءِ فائديمند آھي ان کي باقي رکيائين.

پاڻ سان گڏ ڪابہ اھڙي شيءِ نہ وٺي وڃڻ گھرجي، جنھن تي خدا پاڪ جو نالو ھجي خواہ اھو سون ھجي يا منڊي وغيرہ ۽ اگھاڙي مٿي داخل نہ ٿيڻ گھرجي. حضرت عائشہ رضہ پنھنجي والد محترم حضرت ابوبڪر صديق رضہ کان روايت ڪئي آھي تہ ھن فرمايو تہ "الله تعاليٰ کان شرم ڪندا ڪريو، ڇوتہ الله کان شرم جي ڪري جڏھن بيت الخلاءَ ۾ داخل ٿيندو آھيان تڏھن پنھنجي ڇيلھ کي پٽ سان لڳائي ڇڏيندو آھيان ۽ پنھنجو مٿو ڍڪي ڇڏيندو آھيان".

## باب چوٿيھون

# وضوءَ جا آداب

جڏھن وضو جو ارادو ڪجي، تڏھن ان جي شروعات ڏندڻ ڪان ڪجي. حضرت زيد بن خالد جھني رضہ جي روايت آھي تہ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪڏھن امت تي تڪليف ٿيڻ جو انديشو نہ ھجي ھا تہ آئون سومھڻي (عشاءَ) نماز رات جي ٽئين حصي تائين پوئتي ڪريان ھا ۽ ڪين حڪم ڏيان تہ ھر فرض نماز جي وقت ڏندڻ ڏيندا ڪن".

حضرت عائشہ رضہ جي روايت آھي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "ڏندڻ منھن ڪي صاف ۽ خدا ڪي خوش ڪري ٿو". حضرت حذيفہ رضہ فرمائي ٿو "رسول ڪريم ﷺ جن جڏھن رات جو سجاڳ ٿيندا ھئا تہ ڏندڻ سان منھن صاف فرمائيندا ھئا".

## وضو جون دعائون

ھر نماز ۽ ھر وضو جي موقعي تي ڏندڻ ڏيڻ مستحب آھي ۽ جڏھن منھن بند رھڻ جي ڪري خراب ٿي پوي، ان وقت بہ ڏندڻ ڏيڻ گھرجي. روزيدار جي لاءِ زوال ڪانپوءِ ڏندڻ ڏيڻ مڪروھ آھي، پر زوال ڪان پھرين مستحب آھي. جمعي جي غسل جي وقت ۽ رات جو سجاڳ ٿيڻ وقت ڏندڻ ڏيڻ وڏيڪ مستحب آھي. سڪل ڏندڻ ڪي پاڻي سان آلو ڪبو آھي. ڏندڻ ٻيگھہ ۽ ويڪر ٻنھي طريقن سان ڪرڻ گھرجي. جيڪڏھن مختصر ڪم ڪرڻو ھجي تہ ڏندڻ ٻيگھہ ۾ ڏيڻ گھرجي. ڏندڻ ڪان فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ ان ڪي ڌوئي وضو جي لاءِ ويھجي. بھتر ھيئنئن آھي تہ قبلي ڏانھن مھاڙ ڪري ويھي ۽ بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ ڪان شروعات ڪري.

رَبِّ اَعُوْذُبِکَ مِنْ هَمَزَاتِ الشَّيٰطِيْنِ وَاَعُوْذُبِکَ رَبِّ اَنْ يَّحْضُرُوْنَ.

ترجمو: اي منهنجا پالڻهار! آئون شيطان جي وسوسن ۽ ان جي حاضر ٿيڻ کان تنهنجي پناهه گهران ٿو.

هٿ ڌوئڻ وقت هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُکَ الْيُمْنَ وَ الْبَرَکَةَ وَ اَعُوْذُبِکَ مِنَ الشُّوْمِ وَ الْهَلَکَةِ.

ترجمو: اي الله! آئون توکان برکتن جو طلبگار آهيان ۽ نحوست ۽ هلاکت کان تنهنجي پناهه جو طلبگار آهيان.

ڪُرڙي ڪندي وقت هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَ اَعِنِّيْ عَلٰي تِلَاوَةِ کِتَابِکَ وَ کَثْرَةِ ذِکْرِکَ.

ترجمو: اي الله! تون اسان جي سردار حضرت محمد ﷺ ۽ سندن آل تي درود موڪل ۽ پنهنجي ڪتاب جي تلاوت ۽ ڪثرت ذڪر تي منهنجي مدد فرماءِ.

نڪ ۾ پاڻي وجهڻ وقت هيئن پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَّ اَرِحْنِيْ رَائِحَةَ الْجَنَّةِ وَ اَنْتَ عَنِّيْ رَاضٍ.

ترجمو: اي الله! تون حضرت محمد ﷺ ۽ سندن آل تي درود نازل فرماءِ ۽ خوش ٿي مون کي جنت جي خوشبوءِ عطا فرماءِ".

نڪ صاف ڪرڻ وقت هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَ اَعُوْذُبِکَ مِنْ رَّوَائِحِ النَّارِ وَ سُوْءِ الدَّارِ.

ترجمو: اي الله! اسان جي سردار حضرت محمد ﷺ ۽ سندن آل تي رحمت نازل فرماءِ ۽ آئون دوزخ جي بدبوءِ ۽ بڇڙي گهر کان تنهنجي پناهه جو اميدوار آهيان.

منهن ڌوئڻ وقت هيئن چوي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَّ بَيِّضْ وَجْهِيْ يَوْمَ تَبْيَضُّ وُجُوْهُ اَوْلِيَآءِكَ وَلَا تُسَوِّدْ وَجْهِيْ يَوْمَ تَسْوَدُّ وُجُوْهُ اَعْدَائِكَ.

ساڄو هٿ ڌوئڻ وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَ اٰتِنِيْ كِتَابِيْ بِيَمِيْنِيْ وَ حَاسِبْنِيْ حِسَابًا يَّسِيْرًا.

کاٻو هٿ ڌوئڻ وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُبِكَ اَنْ تُوْتِيَنِيْ كِتَابِيْ بِشِمَالِيْ اَوْ مِنْ وَّرَاءِ ظَهْرِيْ.

مٿي جو مسح ڪندي وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَّ غَشِّنِيْ بِرَحْمَتِكَ وَ اَنْزِلْ عَلَيَّ مِنْ بَرَكَاتِكَ وَ اَظِلَّنِيْ تَحْتَ ظِلِّ عَرْشِكَ يَوْمَ لَا ظِلَّ اِلَّا ظِلُّ عَرْشِكَ.

ڪنن جي مسح ڪرڻ وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَ اجْعَلْنِيْ مِمَّنْ يَّسْمَعُ الْقَوْلَ فَيَتَّبِعُ اَحْسَنَهُ. اَللّٰهُمَّ اَسْمِعْنِيْ مُنَادِيَ الْجَنَّةِ مَعَ الْاَبْرَارِ.

ڪنڌ جي مسح ڪرڻ وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ فُكَّ رَقَبَتِيْ مِنَ النَّارِ وَاَعُوْذُبِكَ مِنَ السَّلَاسِلِ وَ الْاَغْلَالِ.

ساڄو پير ڌوئڻ وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَّ ثَبِّتْ عَلَي الصِّرَاطِ مَعَ اَقْدَامِ الْمُؤْمِنِيْنَ.

کابو پير ڌوئڻ وقت هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَّ اَعُوْذُبِکَ اَنْ تَزِلَّ قَدَمِيْ عَنِ الصِّرَاطِ يَوْمِ تَزِلُّ اَقْدَامُ الْمُنَافِقِيْنَ.

جڏهن وضو کان فارغ ٿئي تڏهن آسمان جي طرف پنهنجو منهن ڪري هي پڙهي:

اَشْهَدُ اَنْ لَّآ اِلٰـهَ اِلاَّ اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْکَ لَـهٗ وَ اَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهٗ وَ رَسُوْلُـهٗ سُبْحَانَکَ وَبِحَمْدِکَ لَآاِلٰـهَ اِلاَّ اَنْتَ عَمِلْتُ سوءً وَظَلَمْتُ نَفْسِيْ اَسْتَغْفِرُکَ وَ اَتُوْبُ اِلَيْکَ فَاغْفِرْلِيْ وَ تُبْ عَلَيَّ اِنَّکَ اَنْتَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ وَ اجْعَلْنِيْ مِنَ التَّوَّابِيْنَ وَ اجْعَلْنِيْ ـــــ صَبُوْرًا شَکُوْرًا وَّ اجْعَلْنِيْ اَذْکُرُکَ کَثِيْرًا وَّاُ سَبِّحُکَ بُکْرَةً وَّ اَصِيْلاً.

## وضوءَ جا فرض

وضوءَ جا فرض هي آهن: هڪ منهن ڌوئڻ وقت نيت ڪرڻ[1]. ٻيو منهن ڌوئڻ. منهن (چهري) جي حدن ۾ هي شيون شامل آهن. منهن جي ابتدائي حصي کان وٺي ڪاڏي جو هيٺيون حصو جنهن ۾ سڄي ظاهر ۽ لڙڪيل ڏاڙهي شامل آهي[2]. جيڪو ٻنهي ڪنن ۽ ڏاڙهي جي وچان آهي ۽ اها جڳهه به شامل آهي جتان وار اڏامي ويندا آهن يعني مٿي جي ٻنهي پاپڙين کي به منهن سان گڏوگڏ ڌوئڻ مستحب آهي. چهري جي وارن، هاٻي، مڇن ۽ پروئن تائين پاڻي پهچائڻ گهرجي. انهن کان سواءِ ٻي جاءِ

(١) امام اعظم ابوحنيفـه رحـ وٽ نيت فرض ڪانهي.

(٢) امام اعظم ابوحنيفه رحـ وٽ اُها ڏاڙهي جيڪا چهري جو حصو آهي ان جو ڌوئڻ فرض آهي ۽ جيڪا هيٺ لڙڪيل هجي اُها ان جو حصو ڪونهي. انهي لاءِ ان جو ڌوئڻ فرض ناهي البتہ افضل آهي. (مترجم)

تي پاڻي پهچائڻ واجب ڪونهي، جيڪڏهن ڏاڙهي ڇدي هجي ته ڪل تائين پاڻي پهچائڻ ضروري آهي، ڇدي هجڻ جي نشاني هيءَ آهي ته ان جي هيٺين کل ڏسڻ ۾ اچي ۽ جيڪڏهن ڏاڙهي گهاٽي هجي ته پاڻي پهچائڻ ضروري نه آهي. اک جي ڇنبٽي ۾ جيڪو سرمون گڏ ٿي وڃي، ان کي صاف ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

وضوءَ جو ٽيون فرض ٺونٺين تائين هٿ ڌوئڻ آهي ۽ ٺونٺيون به ڌوئڻ ۾ لازمي طور تي شامل آهن ۽ جيڪڏهن هٿن کي ٻانهن جي اڌ حصي تائين ڌوئجي ته اهو مستحب آهي. جيڪڏهن ننهن ايترا وڏا ٿي ويا هجن جو آڱرين جي ڇيڙن کان ٻاهر نڪري ويا هجن ته صحيح ترين قول هي آهي ته ان جي هيٺين حصي کي ڌوئڻ ضروري آهي.

چوٿون فرض مٿي جي مک (مسح) ڪرڻ آهي. مٿي جي مک ايتري ڪافي آهي جنهن تي مک جو اطلاق ٿيندو هجي[1]. البته سڄي مٿي جي مک ڪرڻ سنت آهي. مک (مسح) ڪرڻ جو طريقو هي آهي ته ساڄي ۽ کاٻي پاسي وارين آڱرين جي ڇيڙن کي بلڪل ملائي مٿي جي اڳئين حصي کان شروع ڪري انهن کي ڪنڌ جي پويان مک ڪرڻ جي لاءِ ڪٺي وڃجي پوءِ انهن کي اوڏانهن واپس ڪجن جتان کان مک شروع ڪئي هئي. اڳتي وڃڻ وقت ۽ پوئتي هٽ ڪندي ٻنهي حصن جي آلاڻ کي اڌواڌ استعمال ڪجي.

پنجون فرض ٻنهي پيرن جو ڌوئڻ آهي. انهيءَ ۾ ٻئي پيڏيون به شامل آهن. البته پنڊين جي اڌ حصي تائين ڌوئڻ مستحب آهي. ٻنهي پيرن کي پيڏين کان ڌوئڻ شروع ڪري. آڱرين جو خلال ڪرڻ به ضروري آهي. انهي ڪري کاٻي هٿ جي ننڍي (چيچ) آڱر سان پير جي اندرئين حصي جو اهڙي طرح خلال ڪجي جو کاٻي پير جي ننڍي آڱر کان شروع ڪري ساڄي پير جي ننڍي آڱر تي ختم ڪجي. جيڪڏهن پير ڦاٽل هجن ته اُن جي اندرئين حصي تائين پاڻي پهچائڻ ضروري آهي ۽ جيڪڏهن انهن تي ڪو اٽو ۽ چربي لڳل هجي ته ان کي دور ڪرڻ ضروري آهي.

ڇهون فرض هي آهي ته انهي ترتيب سان وضو ڪيو وڃي، جنهن

---

(۱) امام اعظم ابوحنيفه رحہ وٽ مٿي جي چوٿين حصي جي مک ڪرڻ فرض آهي. (مترجم)

ترتيب سان قرآن شريف ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي.

ستون فرض هي آهي ته امام شافعي رحه جي قول قديم مطابق انهن عضون کي بغير ڪنهن وقفي جي لڳاتار ڌوئجي. جنهن جي حد هي آهي ته وچڙي هوا ۾ هڪڙو عضوو اجا سُڪي ئي نه ته ٻيو ڌوئجي.

## وضوءَ جون سنتون

وضوءَ جون سنتون تيرنهن (۱۳) آهن.

(۱) پاڪائي (طهارت) شروع ڪندي وقت بسم الله پڙهڻ.

(۲) ٻنهي هٿن کي ڪارائي تائين (پهرين) ڌوئڻ.

(۳) گرڙيون ڪرڻ. يعني گرڙي جي صورت ۾ غراره ڪرڻ، ايستائين جو پاڻي نــڙي جي اندر تائين پهچي وڃي. جيڪڏهن روزيدار آهي ته انهي ۾ نرمي اختيار ڪجي.

(۴) نڪ ۾ پاڻي وجهڻ وقت پوري صفائي ڪرڻ.

(۵)گهاٽي ڏاڙهي جو خلال ڪرڻ.

(۶) آڱرين کي ڪولي خلال ڪرڻ.

(۷) ساڄي طرف کان شروعات ڪرڻ.

(۸) غره کي ڊگهو ڪرڻ يعني ڱوڻين ۽ پيڏين کان اڳتي ڌوئڻ.

(۹) سڄي مٿي جي مک ڪرڻ.

(۱۰) ڪنن جي مک ڪرڻ.

(۱۱) ٽي ڀيرا عضوي جو ڌوئڻ.

(۱۲) جديد قول شافعي رحه جي مطابق لڳولڳ ڌوئڻ.[۱]

(۱۳) ٽن کان وڌيڪ ڀيرا ڌوئڻ کان پرهيز ڪرڻ.

وضوءَ ۾ نه هٿ کي ڇنڊجي، نه ڳالهائجي ۽ نه پاڻي کي زور سان هڻجي. تازو وضو ڪرڻ مستحب آهي پر شرط هن سان ته وضوءَ سان گڏوگڏ جيتري قدر ٿي سگهي نماز پڙهجي نه ته اهو مڪروهه آهي.

---

(۱) لڳولڳ ڌوئڻ حنفين وٽ فرض ڪونهي. (مترجم)

## باب پنجٽيهون

# صوفين جي وضو جا آداب

وضوءَ جا احڪام معلوم ڪري انهن تي عمل ڪرڻ ڪانپوءِ به صوفين جا وضو جي باري ۾ ڪي چند آداب آهن. انهن آدابن مان هڪ هي آهي ته عضون کي ڌوئڻ وقت حضور قلب برقرار رکڻ. مون هڪڙي بزرگ کي هيئن چوندي ٻڌو آهي ته جيڪڏهن وضوءَ جي وقت قلب حاضر رهندو ته نماز ۾ به حاضر رهندو ۽ جيڪڏهن انهي ۾ سهو پئجي ويئي ته نماز ۾ به وسوسا اچڻ لڳندا.

## باوضو رهڻ

آداب جو هڪ معمول هي آهي ته هميشه وضو کي برقرار رکجي. وضو مؤمن جو هٿيار آهي، اهڙي طرح عضوا جڏهن وضو جي حفاظت ۾ هوندا، جيڪو شرعي اصول آهي ته اهي شيطان جي اثرن کان محفوظ رهندا.

عدي بن حاتم رحہ فرمائي ٿو "جڏهن کان مسلمان ٿيو آهيان، هر نماز جي وقت باوضو رهان ٿو".

حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو "جڏهن رسول ڪريم ﷺ جن مديني منوره ۾ تشريف فرما ٿيا تڏهن آئون اٺن سالن جو هئس، ان وقت پاڻ سونهارن ﷺ مون کي فرمايائون "اي منهنجا پٽ! جيڪڏهن توکان ٿي سگهي ته هميشه پاڪائي سان رهہ، ڇوته جيڪڏهن ڪنهن جو موت هن حالت ۾ اچي جو هو باوضو هجي ته ان کي شهادت جو درجو ملندو".

هڪڙي عقلمند جو شيوو آهي ته اهو هميشه موت جي لاءِ تيار رهندو آهي ۽ موت جي تياريءَ جو هڪڙو حصو هي آهي ته اهو پاڪائي کي ضروري سمجهي.

شيخ حصري رحہ جو قول آهي ته "جڏهن آئون رات جو جاڳندو آهيان

تڏهن اُٿي تازو وضو ڪندو آهيان جيئن ته جڏهن ٻيو پيرو ننڊ اچي ته ان وقت آئون پاڪائي سان هجان".

مون شيخ علي بن هيتي رحہ جي هڪڙي ساٿيءَ کان هي واقعو ٻڌو آهي ته شيخ موصوفُ سڄي رات ويٺو رهندو هو. جڏهن ننڊ جو غلبو ٿيندو هو ته ان وقت به اٿين ئي ويٺو رهندو هو. جڏهن جاڳندو هو تڏهن چوندو هو ته آئون بي ادبي ڪونه ڪندس "اهو چئي اٿي تازو وضو ڪري ٻه رڪعتون نماز پڙهندو هو.

حضرت ابوهريرة کان روايت آهي ته پاڻ سونهارن ﷺ فجر جي وقت حضرت بلال رضہ کي فرمايائون ته "اي بلال رضہ! ٻڌاءِ ته تو مسلمان ٿيڻ کانپوءِ سڀ کان چڱو ڪم ڪهڙو ڪيو آهي؟ ڇوته مون بهشت ۾ پنهنجي اڳيان تنهنجي جتيءَ جو آواز ٻڌو هو. هن عرض ڪيو ته مون اسلام آڻڻ کانپوءِ جيڪي ڪم ڪيا انهن مان سڀ کان وڌيڪ قابل اطمينان فعل هي آهي ته رات يا ڏينهن جي ڪنهن به حصي ۾ جڏهن به مون وضو ڪيو ته مون انهيءَ سان جيستائين مون کان ٿي سگهيو ٿي ته نمازون پڙهيم".

صوفين جي پاڪائيءَ جو هڪ معمول هي آهي ته اهي پاڻي جي استعمال ڪرڻ ۾ فضول خرچي ڪونه ٿا ڪن ۽ پنهنجي علم جي حد تي قائم رهن ٿا.

حضرت اُبي بن ڪعب رضہ کان روايت آهي ته پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو: "وضو جو به هڪ شيطان هوندو آهي جنهن کي ولهاني (حيران ڪندڙ) چيو ويندو آهي، تنهنڪري پاڻيءَ جي وسوسن کان پرهيز ڪريو."

شيخ ابوعبدالله رودباري چوي ٿو: "شيطان ڪوشش ڪري ٿو ته فرزندانِ آدم عليہ السلام جي سيني ڪمن ۾ شريڪ ٿي ڪري پنهنجو حصو حاصل ڪري. هن کي ان ڳالھ جي پرواھ ڪانهي ته هن کي حصو اهڙي طرح ملي جو ماڻهو احڪام الاهي ۾ زيادتي ڪن يا گهٽتائي ڪن.

شيخ ابن الڪربني رحہ کي هڪ رات غسل جنابت جي حاجت ٿي ۽ ان وقت هن کي تمام ٿلهي چتيون لڳل گودڙي پاتل هئي جڏهن هو دجلہ درياءَ تي آيو ته ان وقت تمام گهڻي سردي پئي رهي هئي تنهن ڪري سندس طبيعت پاڻيءَ ۾ داخل ٿيڻ کان نٽايو ته پاڻ گودڙي سميت پاڻيءَ ۾ ٽپو

ڏنائون، پوءِ جڏهن پاڻي کان ٻاهر نڪتا تڏهن چيائون: "مون پڪو ارادو ڪيو آهي تہ هن گودڙي کي پنهنجي بدن تان ان وقت تائين ڪونہ لاهيندس جيستائين اها سڪي نہ وڃي". جيئن تہ اها تمام ٿلهي هئي، انهي ڪري پاڻ ڪيس هڪ مهيني تائين پاتائون، اهڙي طرح انهن پنهنجي نفس کي ان جي سرڪشي جي سزا ڏنائون.

چون ٿا تہ حضرت سهل بن عبدالله پنهنجن ساٿين کي نصيحت ڪندو هو تہ هو پاڻي تمام گهٽو پيئن ۽ ان کي زمين تي نہ هارين، سندن خيال هو تہ گهٽو پاڻي پيئڻ سان نفس ڪمزور ٿي وڃي ٿو ۽ نہ صرف سندس خواهش مري وڃي ٿي بلڪ ان جي طاقت بہ گهٽجي وڃي ٿي.

صوفي هن ڳالهہ جو تمام احتياط ڪندا هئا تہ هميشہ وضو جي لاءِ پاڻي باقي رکجي. چون ٿا تہ شيخ ابراهيم الخواص رحہ جنگل جو سفر ڪرڻ وقت پاڻ سان گڏ پاڻيءَ جي سانداري رکندو هو. اهو انهيءَ مان صرف ٿورڙو پاڻي پيئندو ۽ وڌيڪ وضو جي لاءِ محفوظ رکندو هو. جڏهن بہ مڪي معظمہ کان ڪوفي جو سفر ڪندو هو تہ ڪيس تيمم جي ضرورت پيش نہ ايندي هئي، بلڪ وضو جي لاءِ پاڻي محفوظ رکندو هو ۽ پاڻي تمام گهٽ پيئندو هو.

بزرگن جو قول آهي تہ جيڪڏهن اوهين ڏسو تہ ڪنهن صوفي وٽ سانداري يا گگهي ڪانهي تہ سمجهو تہ انهي نماز ڇڏڻ جو ارادو ڪيو آهي، خواہ اهو انڪار ڪري يا اقرار ڪري. هڪڙي درويش پنهنجو پاڻ کي پاڪائي جو ايتري قدر پابند بڻايو هو جو هڪ گهر ۾ ڪافي عرصي تائين فقيرن (درويشن) سان گڏ ويٺو هوندو هو، پر ڪيس ڪوبہ اهو نہ ڏسندو هو تہ ڪڏهن هو بيت الخلاءَ ويو هجي، ان جو سبب هيءُ هو تہ جڏهن سيئي هليا ويندا هئا تہ هو رفع حاجت ڪندو هو. انهي منجهان هن جو مقصد هيءُ هو تہ انهن ادبن جو هو سختي سان پابند رهي.

چون ٿا تہ شيخ ابراهيم الخواص رحہ جن ري جي جامع مسجد ۾ پاڻي جي اندر وفات ڪئي، ان جو سبب هيءُ هو تہ ڪيس پيٽ جي بيماري هئي، تنهنڪري جڏهن اُٿندو هو تہ غسل ڪندو هو. معمول جي مطابق هو هڪ ڀيري غسل ڪرڻ جي لاءِ ويو، انهي حالت ۾ سندن وصال ٿيو. اهڙي طرح هن وضو ۽ طهارت جي پابندي آخري پساهن تائين برقرار رکي.

چون ٿا ته حضرت ابراهيم بن ادهم رحه کي هڪڙي رات ۾ ستر ڀيرن ڪان وڌيڪ اٿڻ جي حاجت ٿي، انهيءَ جي باوجود پاڻ هر ڀيري تازو وضو ڪري هر دفعي ٻه رڪعتون نماز پڙهيائون. هڪ بزرگ پنهنجو پاڻ کي ادبن جو ايتري قدر پابند بنايو هو جو سندن ريح (هوا) صرف قضا حاجت جي موقعي تي خارج ٿيندي هئي. جوته هو خلوت ۽ اڪيلائي ۾ به ادبن جي پابندي ڪندو هو.

وضو ڪانپوءِ رومال کي (توليه وانگر) استعمال ڪرڻ کن بزرگن وٽ مڪروه آهي. انهن جو چوڻ آهي وضو جو به وزن ڪيو ويندو. مگر ٻين بزرگن ان کي جائز قرار ڏنو آهي. انهن جو دليل حضرت عائشه رضه جي اها مستند حديث آهي جنهن ۾ پاڻ فرمائن ٿيون ته "رسول الله ﷺ جن وٽ ڪپڙي جو هڪڙو ٽڪرو هوندو هو، جنهن سان وضو ڪانپوءِ پنهنجن عضون کي اگهندا هئا". حضرت سعد بن معاذ رضه به فرمائي ٿو ته "حضرت رسول الله ﷺ جن وضو ڪانپوءِ پنهنجي منهن مبارڪ کي پنهنجي ڪپڙي جي ڪناري سان صاف ڪندا ۽ اگهندا هئا".

## ظاهري ۽ باطني پاڪائي

صوفي سڀ بزرگ برين عادتن ۽ گندن اخلاقن کان اندر (باطن) کي اجارڻ لاءِ انتهائي ڪوشش ڪندا هئا. مگر ظاهري پاڪائي ۾ ايتري قدر مبالغو ڪونه ڪندا هئا جو شريعت جي حد کان وڌي وڃي.

جيئن ته حضرت عمر رضه هڪڙي ڀيري هڪ عيسائي جي مٽ مان وضو ڪيو حالانڪ اهو عيسائي شراب کان پرهيز ڪونه ڪندو هو، ليڪن پاڻ ظاهري حالت ۽ طهارت جي ڪري وضو ڪيائون. اصحاب سڀ زمين تي بغير مصلي جي نماز پڙهندا هئا ۽ رستن تي اگهاڙن پيرن سان هلندا هئا، اهڙي طرح سمهڻ وقت سندن جسم ۽ ڌوڙ جي وچ ۾ ڪا به شيءِ رڪاوٽ (حائل) نه هوندي هئي بلڪ ڪن وقتن ۾ استنجا جي لاءِ صرف پٿرن تي ئي بس ڪندا هئا. اهڙي طرح اهي ظاهري پاڪائي (طهارت) ۾ نرمي اختيار ڪندا هئا، مگر باطني طهارت ۾ تمام گهڻي ڪوشش بجا آڻيندا هئا.

صوفين سڀني جو به اهوئي طريقو آهي، پر ڪي حضرات طهارت ۾

بيحد جهڳڙو ڪن ٿا. اهي نفس جي غرور (رعونت) جي ڪري ائين ڪن ٿا. ڇوته نفس جو هيءُ حال آهي ته جيڪڏهن ڪپڙا ميرا ٿي وڃن ته اهو پريشان ٿي ويندو آهي، پر جيڪڏهن ان جي اندر ۾ ڪينو، حسد، غرور، پاڻ پڏائڻ، رياڪاري ۽ نفاق پريل هجي ته ان کي ان جي ڳڻتي ڪانه هوندي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو زمين تي اگهاڙن پيرن سان هلي ته ان تي ڪهڙو اعتراض آهي؟ حالانڪ شرعي طرح ان جي اجازت آهي. پر جيڪڏهن ڪو غيبت ڪري پنهنجي دين کي خراب ڪري ته ان کي ڪوبه ڪونه روڪيندو آهي. اهو سڀئي هن ڳالهه جو نتيجو آهي ته انهن ماڻهن وٽ دين جي گهٽتائي آهي ۽ انهن مخلص بزرگن ۽ ماهر عالمن جي صحبت ۾ رهي ڪري ادب ڪونه سکيو آهي.

صوفي سڳورا استنجا ڪرڻ وقت مخصوص عضوي کي زياده نپوڙڻ کي پسند ڪونه ڪندا هئا ڇوته انهي ڪان رڳون ڍريون ٿي وڃن ٿيون ۽ پيشاب به نه رڪندو آهي بلڪ ڪچ ٿيڻ جي بيماري پيدا ٿي وڃي ٿي.

## پاڪائي رکڻ جي پابندي

وضو ۽ طهارت جي سلسلي ۾ صوفين سڳورن جي هڪ حڪايت هي آهي ته شيخ ابوعمر والد جاجي رحه ٽيهن سالن تائين مکي معظمه ۾ مقيم رهيو، پر حدودِ حرم ۾ قضا حاجت نه ڪندو هو بلڪ حرم پاڪ کان ٻاهر ويندو هو، جنهن جي گهٽ ۾ گهٽ حد هڪڙو فرسخ (ٽي ميل) آهي. هڪڙي بزرگ جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته سندس منهن تي ٻارهن سالن تائين زخم رهيو اهو انهي جي ڪري گڏجي (مندمل) نه سگهيو جو پاڻي جو استعمال ڪرڻ هن جي لاءِ نقصانڪار هو. ان جي باوجود هن هر فرض نماز تي تازو وضو ڪرڻ کي نه ڇڏيو.

هڪڙي بزرگ جي اکين ۾ پاڻي لهي آيو تڏهن ماڻهن وڏو خرچ ڪري هڪ طبيب کي آندو، جيئن ته هو سندس علاج ڪري. طبيب چيو ته هن کي ڪافي ڏينهن تائين وضو ڇڏڻ جي ضرورت پوندي ۽ هن کي اونڌو سمهڻو پوندو. مگر پاڻ ان جي مشورن کي نه مڃيائين ۽ ترڪ وضو تي نابينا هجڻ کي ترجيح ڏنائين.

## باب چٽيهون

# نماز جي فضيلت

حضرت عبدالله بن عباس رضہ کان روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ "جڏهن الله تعاليٰ بهشت کي پيدا ڪيو ۽ انهي ۾ اهڙيون شيون پيدا ڪيون جن کي نہ اک ڏٺو هو نہ ڪنن ٻڌو هو ۽ نہ وري ڪنهن انسان جي دل ۾ انهن جو خيال آيو هو تہ ان وقت الله تعاليٰ بهشت کي فرمايو "گفتگو ڪر" انهي موقعي تي بهشت چيو تہ:

قَدْ اَفْلَحَ الْمُؤْمِنُوْنَ اَلَّذِيْنَ هُمْ فِي صَلٰوتِهِمْ خَاشِعُوْنَ. (پ ١٨ ، ١)

**ترجمو:** اُهي مؤمن ڪامياب آهن جيڪي پنهنجي نماز ۾ خشوع و خضوع ڪن ٿا.

اهڙي طرح قرآن شريف بہ نمازين جي لاءِ فلاح ۽ بهبود جي گواهي ڏني، خود پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو آهي تہ "مون وٽ جبرئيل عليہ السلام سج لڙڻ وقت آيو ۽ مون کي اڳئين (ظهر) جي نماز پڙهايائين".

چون ٿا تہ صلواة جي لفظ جو اشتقاق صليٰ منجهان آهي جنهن جي معنيٰ باهہ آهي، جيئن تہ جڏهن اسين ڪنهن آڏي ڪاٺي کي سڌو ڪرڻ چاهيندا آهيون تہ ان کي باهہ جي سامهون يا اندر رکي سيکي سڌو ڪندا آهيون. اهڙي طرح انسان ۾ بہ نفس اماره جي وجود جي ڪري ڏنگائي موجود هوندي آهي جنهن کي نماز جي تپش سان سڌو ڪري سگهجي ٿو. ذاتِ الاهي جا انوار و تجليات بہ انهي قسم جا آهن جو جيڪڏهن انهن جا حجاب پري ٿي وڃن تہ جيستائين اِهي پهچن انهن کي ساڙي ڇڏيندا آهن. جيئن تہ جڏهن نمازي کي سطوت الاهي ۽ عظمت الاهي جو شعلو پهچندو آهي تہ ان جي ڏنگائي (آنٽاڻ) دور ٿي ويندي آهي بلڪ ان کي روحاني

معراج حاصل ٿيندو آهي. نمازي اهڙي ماڻهوءَ جي مثل آهي جيڪو باهه سيڪي رهيو هجي، جيئن ته جيڪو "آتش صلواة" سان گرم ڪيو ويو ۽ ان جي آنٽاڻ (ڪجروي) دور ٿي ويئي ته اهو دوزخ جي باهه تي پيش نه ٿيندو، البته صرف قسم پوروڪرڻ جي لاءِ (ان کي پلصراط تان لنگهڻو پوندو). حضرت ابوهريرة رضه کان روايت آهي ته حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو ته "الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته "مون نماز کي پنهنجي ۽ پنهنجي ٻانهي جي وچ ۾ ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي". چنانچه جڏهن ٻانهو چوي ٿو: بسم الله الرحمان الرحيم ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو "منهنجي ٻانهي منهنجي تعظيم ڪئي." ۽ جڏهن اهو چوي ٿو: الحمدلله رب العالمين تڏهن الله تعاليٰ فرمائي ٿو: "منهنجي ٻانهي منهنجو حمد بيان ڪيو. جڏهن اهو چوي ٿو: الرحمان الرحيم تڏهن خدا پاڪ فرمائي ٿو: "منهنجي ٻانهي منهنجي تعريف ڪئي". ۽ جڏهن چوي ٿو "مالڪ يوم الدين تڏهن فرمائي ٿو "منهنجي ٻانهي سيئي ڪم منهنجي حوالي ڪيا". جڏهن چوي ٿو: "اياڪ نعبد و اياڪ نستعين تڏهن اهو فرمائي ٿو ته "اهو منهنجي ۽ منهنجي ٻانهي جي وچ ۾ آهي". ۽ جڏهن چوي ٿو اهدنا الصراط المستقيم. صراط الذين انعمت عليهم غير المغضوب عليهم ولاالضالين. تڏهن خدا پاڪ فرمائي ٿو ته اهو سڀ منهنجي ٻانهي جي لاءِ آهي ۽ جيڪي ڪجهه هن گهريو آهي سو پورو ٿيندو".

## عاجزي ڪرڻ جي اهميت

نماز خدا ۽ ٻانهي جي وچ ۾ تعلقات پيدا ڪري ٿي ۽ جيئن ته اها خدا ۽ ٻانهي جي وچ ۾ تعلقات استوار ڪري ٿي. انهي لاءِ ٻانهي کي ضروري آهي ته ان ۾ خشوع و خضوع اختيار ڪري جيئن ته عبوديت تي ربوبيت جو دٻدٻو قائم رهي. ڇيو وجي ٿو ته جڏهن ڪنهن شيءِ تي خدا جي تجلين جو نزول ٿيندو آهي ته اها خشوع ۽ خضوع اختيار ڪندي آهي. انهيءَ لاءِ جنهن جي نماز ۾ خدا سان تعلقات قائم ٿي پون ته انهي تي انوار و تجليات ظاهر ٿيندا آهن ۽ اهو عاجزي ۽ هيٺاهين کي پسند ڪندو آهي. جڏهن ته فلاح ۽ ڪامراني صرف انهن جي لاءِ آهي جيڪي پنهنجين نمازن ۾ خشوع و خضوع اختيار ڪن ٿا. جيڪڏهن عاجزي ۽ گڙگڙائڻ نه هوندو ته پلائي ۽

ڪاميابي بہ نہ ٿيندي، ڇوتہ خدا پاڪ فرمايو آهي تہ "منهنجي ذڪر جي لاءِ نماز قائم ڪريو". جڏهن نماز خدا جي ذڪر جي لاءِ ادا ڪئي وڃي تہ انهيءَ ۾ ٻلجڻ ۽ ڇڏڻ ڪيئن ممڪن آهي؟

خدا فرمائي ٿو "نماز جي ويجهو نہ وڃو جڏهن اوهين نشي ۾ هجو، ايستائين جو اوهان کي خبر پئجي وڃي تہ اوهين ڇا ڪري رهيا آهيو[1]".

يعني جنهن کي خبر ئي نہ هجي تہ هو ڇا ڪري رهيو آهي تہ اهو ڪيئن نماز پڙهي سگهي ٿو؟ انهي جي ڪري خدا انهي ڳالهہ کان منع فرمائي رهيو آهي، جهڙي طرح هڪڙو نشائي (ميخوار) هوش ۽ حواس جي سالم هجڻ جي بغير ڳالهائيندو آهي، اهڙي طرح هڪ غافل انسان بہ شرابي جيئن بي هوشي ۾ نماز پڙهندو آهي. جيئن تہ خدا پاڪ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي باري ۾ فرمايو هو تہ "پنهنجي جتي لاهہ ڇوتہ تون مقدس وادي طور ۾ آهين". انهيءَ ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي نعلين (جتين مبارڪ) جي توجيهہ ۾ اهو چيو ويو آهي تہ ان مان مراد زال ۽ رڍن ٻڪرين جي چارڻ جي ڪم ۾ مشغول رهين ٿو، ڇوتہ نماز ۾ خدا کانسواءِ ڪنهن ٻئي ڏانهن ڌيان ڏيڻ سڪر (نشي) جي جيئن آهي.

چون ٿا تہ پاڻ سردارن ﷺ جن جا اصحابي نماز ۾ آسمان ڏانهن يا ساڄي کاٻي ڏسندا هئا. جڏهن مٿين ذڪر ڪيل آيت نازل ٿي: "اهي ماڻهو ڪامياب آهن جيڪي پنهنجي نماز ۾ خشوع ۽ خضوع اختيار ڪن ٿا" تڏهن اهي پنهنجو رخ انهي طرف ڪرڻ لڳا جيڏانهن اهي سجدو ڪندا هئا يعني ان ڪانپوءِ اهوئي ڏٺو ويو تہ هرهڪ زمين ڏانهن ڏسندو هو.

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايائون جڏهن "خدا جو ٻانهو نماز جي لاءِ بيهندو آهي تڏهن اهو رحمان جي سامهون هوندو آهي، جڏهن اهو منهن ڦيرائيندو آهي تڏهن پالڻهار چوندو آهي" تون ڪنهن کي ڏسي رهيو آهين. ڇا انهي ڏانهن متوجہ آهين جيڪو مون کان بهتر آهي؟ اي آدم جا اولاد! مون ڏانهن توجہ ڪريو. ڇوتہ آئون اوهان جي لاءِ بهتر آهيان جنهن جي طرف اوهين رخ ڪريو ٿا؟"

---

(١) هيءَ آيت شراب حرام ٿيڻ کان پهرين نازل ٿي هئي. شراب جي حرام ٿيڻ بعد نشي ڪرڻ جو سوال ئي باقي نٿو رهي. (مترجم)

پاڻ سونهارن ﷺ جن هڪڙي ماڻهوءَ کي ڏٺو ته اهو پنهنجي ڏاڙهي سان راند ڪري رهيو آهي اهو ڏسي پاڻ ﷺ فرمايائون ته "جيڪڏهن هن شخص جو قلب خشوع اختيار ڪري ها ته انهيءَ جا عضوا به خشوع اختيار ڪن ها". ٻي حديث ۾ آهي ته پاڻ ﷺ فرمايائون ته جڏهن اوهين نماز پڙهڻ جو ارادو ڪريو ته اهڙي طرح نماز پڙهو جهڙي طرح هڪڙو موڪلائڻ وارو نماز پڙهندو آهي. ڇوته نمازي الله ڏانهن دل سان روان دوان آهي يعني اهو ان وقت پنهنجي خواهشن، پنهنجي دنيا ۽ ان جي سيني شين کي خيرباد چوندو آهي.

## دعا جي تعليم

صلواة جي لغوي معنيٰ دعا آهي. ان جو مطلب هيءُ آهي ته نمازي پنهنجن سيني عضون ۽ جوارحن سان خدا کي سڏي رهيو آهي ۽ ان جا سيئي عضوا زبانون بنجي ان کي ظاهر و باطن ۾ پڪاري رهيا آهن ۽ هن جي ظاهري حالت گريه و زاري، فرياد ۽ ماتم، مختلف نمونا تبديل ڪرڻ ۽ نيازمند سائلن وانگر ٻاڏائڻ ۾ پنهنجي باطن جو ساٿي آهن. جيئن ته جڏهن اهو سراپا دعا بنجي پڪاريندو ته ان جو موليٰ ان جي دعائن کي ضرور ٻڌندو، ڇوته هن واعدو ڪيو آهي ته "اوهين مون کي پڪاريو آءٌ اوهان جي دعا کي ضرور قبول ڪندس".

حضرت خالد الربعي رحه فرمايو آهي ته "مون کي ذڪر ڪيل مٿين آيت تمام پسند آهي ڇوته انهي ۾ ماڻهن کي دعا ڪرڻ جو حڪم ۽ انهي کي قبول ڪرڻ جو واعدو ڪيو ويو آهي ۽ انهن ٻنهي جي وچ ۾ ڪوبه شرط ڪونه رکيو ويو آهي. قبوليت ۽ منظوري جو مفهوم هيءُ آهي ته ٻانهي جي دعا اثر ڪري. ڇوته اهڙي مخلص دعاگو جي دعا جيڪو پنهنجي نور يقين سان سڏڻ واري (خدا) کان واقف هجي حجابن کي چيري خدا جي روبرو ان جي ضرورت جي تقاضا ڪري ٿي.

## سورة فاتحه

خدا پاڪ امت تي سورة فاتحه نازل فرمائي انهيءَ تي مخصوص احسان ڪيو آهي. ڇوته ان ۾ دعا تي خدا کي مقدم رکيو ويو آهي جيئن ته

دعا جلد قبول ٿئي. انهي جي ذريعي الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي دعا گهرڻ جو طريقو سيکاريو آهي. سورة فاتحه کي سبع مثاني (ست پڙهيل آيتون) به چون ٿا. ان جي نالي جو سبب هيءُ آهي ته هيءَ سورة حضرت رسول ڪريم ﷺ جن جي زماني ۾ ٻه ڀيرا نازل ٿي. هڪڙو ڀيرو مڪي شريف ۾ ۽ ٻيو ڀيرو مديني منوره ۾ مختلف وقتن ۾، هر دفعي پاڻ سونهارن ﷺ هن جي اسرارن ۽ رمزن کي سمجهيو، بلڪ پاڻ سڳورا هن سورة کي باربار پڙهڻ کان هن جي نون نون مفهومن کان واقف ٿيندا ويا. اهڙي طرح پاڻ سونهارن ﷺ جي امت جا جيڪي حقيقت پسند افراد آهن انهن تي به هر ڀيري هن سورة جون عجيب و غريب رمزون ۽ اسرار واضح ٿيندا رهندا آهن ۽ هيءَ سورة هر ڀيري وسيع سمنڊ مان گوناگون موتي ڪڍندي رهندي آهي. چون ٿا ته هن کي سبع مثاني انهيءَ لاءِ چيو ويو آهي جو ٻين رسولن کان هن کي مستثنيٰ ڪيو ويو آهي ۽ هي ست آيتون آهن.

## نماز ۾ لڏڻ

حضرت اُم رومان رضه بيان فرمائي ٿي ته "مون کي حضرت ابوبڪر رضه نماز ۾ لڏندي، جهومندي ڏٺو تڏهن ايتري قدر وڙهيو جو قريب هو جو آءُ پنهنجي نماز ڀڃي وجهان". ان ڪانپوءِ پاڻ فرمايائون ته مون حضرت رسول ڪريم ﷺ جن کي فرمائيندي ٻڌو آهي ته "جڏهن اوهان مان ڪو نماز جي لاءِ بيهي ته انهي جا سيئي عضوا پرسڪون رهن ۽ اهو يهودين جي جيئن لڏڻ ۾ نه لڳي وڃي، ڇوته عضون جي پرسڪون هجڻ سان نماز جي تڪميل ٿئي ٿي". ٻي حديث ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايائون ته "الله کان منافقن واري خشوع و خضوع کان پناهه وٺو". ماڻهن چيو ته "منافقن واري خشوع و خضوع ڇا آهي؟" پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو "اهو هيءُ آهي ته جسم ته عاجزي اختيار ڪري، مگر قلب انهي نموني منافق رهي".

يهودين جي لڏڻ جو هي سبب هو ته حضرت موسيٰ عليه السلام بني اسرائيل کي سندن باطني گهٽتائي جي ڪري ظاهري معاملات تي تمام گهڻو زور ڏيندا هئا. وٽن ظاهري ڪمن کي وڏي اهميت حاصل آهي ۽ انهي جي ڪري خدا پاڪ مٿن وحي نازل فرمائي هئي ته "پاڻ تورات کي سون

سان سينگارين". انهي سلسلي ۾ منهنجي (مصنف ڪتاب) جي سمجهہ ۾ هيءَ توجيهہ آئي آهي تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام تي نماز، دعا ۽ مناجات جي موقعي تي روحاني وارداتون نازل ٿينديون هيون. جنهن ڪان سندن باطن اهڙي طرح جهومڻ لڳندو هو، جهڙي طرح مائيٽي سمنڊ ۾ هوائن لڳڻ ڪري ڇولين ۾ جوش (طلاطم) ايندو آهي. جيئن تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جو جهومڻ اهڙو هو جو قلب جي سمنڊ جي ڇولين ۾ جوش اچي وڃي، ڇوتہ انهيءَ تي فضل خداوندي جي ٿڌڙي هير هلي رهي هئي.

ڪڏهن روح بارگاهہ الاهي ۾ تڪي نهارڻ جي لاءِ بلند ٿيڻ جو ارادو ڪندو آهي، ان وقت جيئن تہ انهي سان دل جو گهرو واسطو هوندو آهي انهي لاءِ جسم بہ جنبش ۾ اچي ڪري بي چين (مضطرب) ٿيندو آهي. يهودين جڏهن سندن اهڙي حالت ڏٺي هئي تڏهن باطني اثر جي بغير اهي بہ جهومڻ لڳا. انهن جي هن حالت تي افسوس ڪندي پاڻ سردار ﷺ جن فرمايائون "اهڙي طرح بني اسرائيلن جي دل مان خدا جي عظمت هلي ويئي جو انهن جا جسم تہ ان جي شاهدي ڏيئي رهيا هئا پر انهن جا قلب غائب هئا. خدا پاڪ انهي ماڻهوءَ جي نماز قبول نٿو ڪري جنهن جو قلب ان ڪي اهڙي طرح تسليم نہ ڪري جهڙي طرح سندس بدن ان ڪي تسليم ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪنهن جي دل غافل هجي ۽ اهو هميشہ نماز پڙهندو هجي تہ ان جو ڏهون حصو بہ هن جي عمل نامي ۾ نہ لکيو ويندو."

## نماز جي اهميت

خدا پاڪ پنج نمازون فرض ڪيون آهن ۽ خود حضرت رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي تہ "نماز مذهب جو ٿنڀ آهي، جنهن نماز کي ڇڏيو اهو ڪفر جي حد تائين پهچي ويو. نماز ڪان ئي بندگي جو ثبوت ملي ٿو ۽ ربوبيت جا فرائض ادا ٿين ٿا. چنانچہ عبادت جا باقي سيئي قسم نماز جي اسرارن کي ثابت ڪرڻ جو ذريعو آهن. جيئن تہ شيخ سهل بن عبدالله فرمائي ٿو: "خدا جي ٻانهي کي مؤڪده سنتن ۽ فرض جي تڪميل جي لاءِ نفلن جي وڏيڪ ضرورت پوندي آهي ۽ نفلن جي پورائي جي لاءِ ادبن جي ضرورت هوندي آهي، جن جو هڪڙو حصو اهو ترڪ ڪري ڇڏيندو آهي".

شيخ سهل بن عبدالله رحہ جيڪي فرمايو آهي انهي مفهوم کي منبر تي حضرت عمر رضہ هن طرح ادا ڪيو هو: "هڪ ماڻهو اهڙو بہ هوندو آهي جنهن جو منهن اسلام جي حالت ۾ پوڙهو ٿي ويو آهي مگر اهو اڃا تائين خدا جي لاءِ هڪڙي نماز جي بہ تڪميل نہ ڪري سگهيو آهي". ماڻهن چيو تہ "اهو ڪيئن آهي"؟ پاڻ فرمايائون ان جو سبب هي آهي تہ ڪنهن هڪڙي نماز ۾ بہ هن نوڙت ۽ نهٺائي نہ اختيار ڪئي ۽ نہ هن نماز ۾ خدا ڏانهن ڌيان ڏنو".

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ "جڏهن خدا جو ٻانهو نماز جي لاءِ بيهندو آهي تڏهن الله تعاليٰ پاڻ ۽ هن جي وچان حجاب کي ڪڍي وٺندو آهي ۽ سندس ذات مبارڪ هن جي سامهون اچي ويندي آهي. ملائڪ سڳورا هن جي ڪنڌ وٽان هوا ۾ پهچي ويندا آهن ۽ هن جي نماز سان گڏوگڏ نماز پڙهندا آهن ۽ هن جي دعا تي آمين چوندا آهن. ان ڪانسواءِ آسمان جي سطح تائين نمازي جي مٿي تي خير ۽ برڪت ڇانئجي ويندي آهي ۽ پڪارڻ وارو سڏي چوندو آهي تہ "جيڪڏهن نمازي کي خبر پئجي وڃي تہ هو ڪنهن سان سرگوشي ڪري رهيو آهي تہ اهو ڪنهن طرف بہ ڌيان نہ ڪري ۽ نہ وري نماز کان هٽي". خدا پاڪ نمازي جي لاءِ هر رڪعت ۾ اهي سيئي عبادتون جمع ڪيون آهن جيڪي آسمان وارن جي لاءِ خدا پاڪ الڳ الڳ مقرر ڪيون آهن. يعني خدا جا ڪي ملائڪ آغاز آفرينش کان رڪوع ۾ آهن اهي قيامت تائين رڪوع مان سر نہ ڪڍندا. اهڙي طرح ڪي سجدي ۾ رهن ٿا، ڪي قيام ڪن ٿا ۽ ڪي ويٺا رهن ٿا. مگر سجاڳ ٻانهو بحالت رڪوع رڪوع ڪرڻ وارن ملائڪن جي برابر ٿي ويندو آهي ۽ بحالتِ سجده، سجدي ڪرڻ وارن ۾ شامل ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح هر هيئت ۾ پهچي انهن جهڙو ٿي ويندو آهي.

## طويل رڪوع

نمازي کي گهرجي تہ اهو نفل نماز ۾ دير تائين رڪوع ڪري جيئن تہ رڪوع جي لذت مان لطف اندوز ٿي سگهي. اهو رڪوع مان مٿو ڪڍڻ جي ڪوشش نہ ڪري، جيئن تہ هن هيئت ۾ نوڙت ۽ مانيٽائي جو ذائقو چکي

۽ ان جو قلب هن هيئت جي رنگ ۾ رڱجي وڃي. بلڪ جيڪو حقيقي معنائن ۾ مخلصانه رڪوع ڪري ٿو اهو هي محسوس ڪري ٿو ته هو رڪوع يا سجدي جي حالت ۾ متو ڪٽي ان جو پورو حق ادا نه ڪري رهيو آهي. جيئن ته هن جي سچي توبه انهيءَ تي لڳل رهي ته هو رڪوع جي حالت ۾ مستغرق رهي ۽ ٻي هيئت جو جلدي ارادو نه ڪري ڇوته پڇاڙيءَ ۾ هن کي هر هيئت جي ذريعي تمام گهڻي برڪت حاصل ٿيندي. جلدبازي جيڪا طبعيت جي تقاضا آهي، فتوحات جو دروازو بند ڪري ڇڏيندي آهي. اهڙو ماڻهو نسيم روحاني جي لهرن جي اڳيان ان وقت تائين بيٺو رهندو جيستائين جو اهو مڪمل طور تي فيضياب نه ٿئي. جڏهن هن جي وجود جا آثار محو ٿي ويندا تڏهن هو وصال جي مقام تي فائز ٿيندو.

چون ٿا ته نماز ۾ چار حالتون ۽ ڇهه ذڪر آهن. اُهي چار حالتون قيام، قعود، رڪوع ۽ سجدا آهن ۽ ڇهه اذڪار هي آهن: هڪ تلاوتِ قرآن، ٻي تسبيح، ٽيون حمد، چوٿون استغفار، پنجين دعاءَ، ڇهون رسولِ اڪرم ﷺ جن تي درود شريف موڪلڻ. اهڙي طرح هي پورن ڏهن عبادتن جو مجموعو بنجي ويندو آهي. هي ڏهه عبادتون ملائڪن جي ڏهن قطارن ۾ ورهايون ويون آهن ۽ هرهڪ قطار ڏهن هزارن جي آهي. اهڙي طرح ٻن رڪعتن ۾ اهي عبادتون گڏ ٿي وڃن ٿيون. جيڪي هڪ لک ملائڪن تي ورهايون ويون آهن.

باب ستٽيهون

# عارفن جي نماز

هن باب ۾ اسين مڪمل شرطن ۽ ان جي مڪمل ظاهري ۽ باطني ادبن سان نماز جي ڪيفيت پنهنجي معلومات جي مطابق بيان ڪري رهيا آهيون. مگر هر شيءِ جي تفصيل ۾ بزرگن جا اقوال نقل ڪرڻ کان پاسو ڪنداسون ڇوته اهڙي طرح اختصار باقي نه رهندو. جيڪو اسان جو مقصد آهي ۽ انهي ڪري ڳالهه به ڊگهي ٿي ويندي.

خدا جي ٻانهي جي لاءِ مناسب آهي ته نماز جي وقت شروع ٿيڻ کان پهرين وضو ڪري نماز جي تياري ڪري. عين نماز جي وقت ۾ وضو نه ڪري جيئن ته نماز جي آدابن جي چڱي طرح پابندي ٿي سگهي. نماز جو وقت معلوم ڪرڻ، زوال ۽ قدمن جو فرق ۽ تفاوت معلوم ڪرڻ ضرور آهي، ڇوته ڏينهن وڏو ۽ ننڍو ٿيندو رهي ٿو. زوال جي باري ۾ اهو سمجهڻ گهرجي ته جيستائين پاڇو گهٽبو رهي ته اهو ڏينهن جو پهريون پهر يا حصو آهي. جڏهن پاڇو وڌڻ لڳي ته ٻن پهرن کان پوءِ جو حصو آهي. ان وقت زوال ٿي ويندو آهي، جڏهن زوال معلوم ٿئي ۽ هي به خبر پوي ته سج ڪيترن قدمن تي زوال پذير ٿيندو آهي ته انهي جي ڪري اول ۽ آخري اڳئين (ظهر) ۽ وچين (عصر) جو وقت به معلوم ٿي ويندو آهي. انهي ڪانسواءِ مختلف منزلن کي سڃاڻڻ جي به ضرورت پوندي آهي جيئن ته طلوع فجر کي سڃاڻي سگهجي ۽ رات جي وقتن جو علم ٿئي پر ان جو تفصيل تمام گهڻو ڊگهو آهي.

جڏهن نماز جو وقت شروع ٿئي ته سنت مؤڪده جون رڪعتون پهرين پڙهجن، ڇوته ان ۾ خاص راز ۽ مصلحت آهي، اها هي آهي ته انسان جي

طبيعت ابتداءَ ۾ بگڙيل هوندي آهي يعني ماڻهن سان ميل ميلاقات رکڻ ۽ ڪاروبار ڪي سرانجام ڏيڻ. قدرتي پُل چوڪ يا حسبِ عادت ڪانڻ پيئڻ ۽ سمهڻ ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي ڪري ان جي خيالن ۾ هڪجهڙائي نه هوندي آهي پر جڏهن اهو سنت کي مقدم ڪندو ته ان جي طبيعت نماز ڏانهن لاڙو رکندي ۽ خدائي مناجات جي لاءِ تيار ٿيندي. هن صورت ۾ سنت مؤڪده غفلت ۽ باطني ڪدورت جي اثرن کي پري ڪري ٿي ۽ باطن درست ٿي ڪري فرض نماز پڙهڻ جي قابل بنجي ويندو آهي. سنت هڪ سهٽي پيڙهه جي پٽر جي حيثيت رکي ٿي جنهن ڪري برڪتون نازل ٿين ٿيون ۽ فيض حاصل ٿئي ٿو.

ان ڪانپوءِ هر فرض نماز جي موقعي تي خدا پاڪ جي سامهون هر گناهه کان ڪٽي اهو عام هجي يا خاص، توبه کي نئون ڪري. عام گناهن ۾ ننديا وڏا اهي سيئي گناهه شامل آهن جن ڏانهن شريعت ۾ اشارو ۽ ڪتاب و سنت ۾ وضاحت ڪئي ويئي آهي. خاص گناهه اهي آهن جيڪي ڪنهن شخص جي خاص حالت جي مطابق ان جا گناهه به هوندا آهن، جن کي صاحبِ حال ئي سڃاڻي سگهي ٿو.

چون ٿا نيڪ ماڻهن (ابرار) جون ڪي نيڪيون مقربن وٽ براين ۾ شمار ٿين ٿيون. هر شخص کي باجماعت نماز پڙهڻ گهرجي. ڇوته حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته "باجماعت نماز کي اڪيلي نماز تي ستاويهه درجا فضيلت حاصل آهي.

## نماز جي شروعات

ان ڪانپوءِ ظاهر ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪري ۽ باطن بارگاهه الاهي جي حضور ۾ حاضر رهي ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهي ۽ پنهنجي دل ۾ توجه[۱] جي آيت پڙهي هيءَ آيت توجه نماز کان پهرين پڙهجي جڏهن نماز جو ظاهري رخ قبلي ڏانهن ڪجي. هي آيت نماز جي طرف (فعل) ڪانسواءِ خاص دل جي ڌيان (توجه) جي لاءِ به مخصوص آهي. ان ڪانپوءِ پنهنجي

(۱) ان مان مراد هي آيت شريف آهي. اني وجهت وجهي للذي فطر السماوات والارض حينا وما انا من المشرڪين. حنفي مذهب ۾ آيت توجه جو پڙهڻ منقول نه آهي.

ڪلهن تائين اهڙي طرح ٻئي هٿ ڪٽي جو ٻئي[1] هٿاريون ان جي ڪلهن جي برابر ۾ ۽ ان جا ٻئي آڱوٺا هن جي ٻنهي ڪنن جي پاپڙي وٽ هجن ۽ آڱرين جا ڇيڙا ٻہ ڪنن گڏ هجن. اهو آڱرين کي ملائي رکي ۽ جيڪڏهن کليون رکي تہ اهو بہ جائز آهي، پر ملائي رکڻ بهتر آهي ڇوتہ اهو ڇيو ۽ڇي ٿو تہ صرف هٿاريون کوليون وڃن ٿيون. آڱريون نہ کولجن.[2]

ان کانپوءِ تڪبير چوي پر اڪبر جي ب ۽ ر جي وچ ۾ الف کي ڇڪي نہ آڻي. اڪبر کي جزم سان پڙهي ۽ الله کي ڇڪي پڙهي، پر الله جي ها ءَ جي ضمہ (پيش) کي وڌيڪ نہ ڇڪي. تڪبير صرف ان وقت شروع ڪري جڏهن ٻئي هٿ ڪلهن جي اڳيان اچن ۽ بنا ڪنهن ڇڪڻ جي تڪبير چوندي هٿ ڪلهن جي اڳيان اچن ۽ بنا ڪنهن ڇڪڻ جي تڪبير چوندي هٿن کي لاڙي ڇڏي ڇوتہ جڏهن دل ۾ هيبت (وقار) هوندي تہ عضوا بہ ان کي اختيار ڪري بهتر ڪم سرانجام ڏيندا آهن. نماز جي نيت ۽ تڪبير تحريمہ گڏوگڏ هجن. يعني تڪبير چوڻ وقت اهو ذهن نشين هجي تہ اهو ڪهڙي نماز پڙهي رهيو آهي.

## نماز جي نيت

حضرت جنيد بغدادي رحہ جن ارشاد فرمائين ٿا تہ "هر شيءِ جو هڪ امتيازي شان هوندو آهي، جيئن تہ نماز جو امتيازي شان تڪبير تحريمہ آهي. ان کي اهو امتياز ان سبب ڪري حاصل آهي جو ان جي ڪري نيت ڪري نماز شروع ڪجي ٿي.

شيخ ابونصر رحہ چوي ٿو تہ "مون ابن سالم رحہ کي فرمائيندي ٻڌو آهي تہ "نيت الله ڪارڻ الله جي لاءِ ۽ الله جي طرفان هوندي آهي. اهڙي طرح نيت کانپوءِ جيڪي آفتون بندي جي نماز ۾ داخل ٿينديون آهن. اهي دشمن (شيطان) جي طرفان آهن ۽ دشمن جو حصو ڪٽي زياده ئي ڇونہ هجي، انهي نيت جي برابر نٿو ٿي سگهي جيڪو الله جي لاءِ الله ڪارڻ هجي، ڪٽي اهو گهٽ ئي ڇونہ هجي.

شيخ ابو سعيد الخراز رحہ کان پڇيو ويو تہ "نماز ڪيئن شروع ڪجي؟ فرمايائين اُها هن طرح هئڻ گهرجي جو اوهين الله ڏانهن اهڙي طرح

(۱) حنفي مذهب ۾ ڪنن تائين هٿ کنيا وڃن ٿا. (مترجم)

(۲) فقہ حنفي جي مطابق آڱرين کي سندن اصلي حالت تي ڇڏجي ۽ ويڪريون نہ ڪجن. (مترجم)

متوجه ٿي ويهي رهو، جهڙي طرح قيامت جي ڏينهن متوجه ٿي ڪري ويهندؤ. جڏهن اوهان جي ۽ ان جي وچ ۾ ڪوبه ترجمان نه هوندو. اهو اوهان ڏانهن متوجه ٿيندو ۽ اوهين ان ڪان مناجات ڪري رهيا هوندؤ. (نماز پڙهڻ وقت) اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته اوهين ڪنهن جي اڳيان بيٺا آهيو؟ (ان جي اڳيان) جيڪو تمام وڏو بادشاهه آهي". ڪنهن عارف ڪان پڇيو ويو ته پهرئين تڪبير ڪيئن ڇئبي آهي؟ چيائين ته "جڏهن اوهين الله اڪبر چئو ته انهي تڪبير جي الف سان الله جي تعظيم، لام سان ان جي هيبت ۽ ها سان مراقبي ۽ قرب جو تصور هئڻ گهرجي".

ڪي حضرات تڪبير چوندي ئي ان جي عظمت ۽ ڪبريائي جي مطالعي ۾ غائب ٿي ويندا آهن ۽ انهن جو اندر نور سان معمور ٿي ويندو آهي ۽ سڄي ڪائنات انهن جي وسيع سيني جي فضا ۾ اهڙي ٿي ويندي آهي جهڙو هڪ ڪليل ميدان ۾ هڪڙو واري جو داڻو هجي ۽ ان کي اڇلايو وڃي، اهڙي طرح اهڙي باطن ۾ وسوسن ۽ نفساني خيالن جو ڪيئن ڪري گذر ٿي سگهي ٿو، جنهن وٽ سڄي ڪائنات واري جي ذرڙي برابر هجي ۽ ان کي به اڇلايو ويو هجي. انهي لاءِ وسوسا ۽ نفساني تصور هن خدا جي بندي سان جهيڙو نٿا ڪري سگهن. البته عظمت الاهي جو مطالعو ۽ انهي ۾ مدهوشي جي ڪيفيت، نماز جي نيت سان ٽڪرائجي ويندي آهي. پوءِ به روحاني پاڪيزگي جي ڪري روح مطالعه عظمت الاهي ۾ مصروف رهندو آهي ۽ دل نيت ۾ مشغول ٿيندي آهي. اهڙي طرح نيت پنهنجين لطيف ۽ بهترين صفتن سان نورِ عظمت ۾ اهڙي طرح ڳجهي طريقي تي موجود رهندي آهي جهڙي طرح تارا سج جي روشنيءَ ۾ لڪي ويندا آهن.

ان ڪانپوءِ پنهنجو ساڄو هٿ پنهنجي کاٻي هٿ تي رکي ۽ ٻئي هٿ دُن ۽ سيني جي وچ تي هجن. ساڄو هٿ پنهنجي فضيلت جي ڪري کاٻي هٿ جي مٿان هوندو آهي سبابه ۽ وچين آڱري کي ڇڪي ڪرائي تي رکيو ويندو آهي ۽ باقي ٽن آڱرين سان کاٻي هٿ کي ٻنهي پاسن کان جهلبو آهي.

فَصَلِّ لِرَبِّكَ وَ انْحَرْ. (ڪوثر پ ٣٠)

ترجمو: ساڄي هٿ کي کاٻي هٿ تي سيني جي هيٺان رکجي.

امير المؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجهه هن آيت جي تفسير ۾ فرمايو آهي:

"اهو هن طرح آهي ته سيني جي هيٺان هڪ رڳ آهي جنهن کي ناحر چيو ويندو آهي (يعني وانحر جي هيءَ معنيٰ ٿي) ته پنهنجو هٿ ناحر جي مٿان رکو". ڪنهن ٻي بزرگ (هن آيت جي تفسير ۾) فرمايو آهي ته "پنهنجي سيني کي قبلي جي مهاڙ ڏانهن رکو". ان ۾ به هڪ ڳجهو راز آهي جنهن جو پردو غيب ڪان ئي ڪشف ٿي سگهي ٿو.

## هٿن ٻڌڻ جو نڪتو

اهو نڪتو هي آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي لطيف حڪمت سان ماڻهوءَ کي پيدا ڪيائين، ان کي بزرگي ۽ ڪرامت بخشيائين ۽ پنهنجي توجه ۽ وحي جي قابل بنايائين ۽ ان کي زمين ۽ آسمان ۾ اهڙي طرح منتخب ڪيائين جو اهو روحاني ۽ جسماني به آهي ۽ ارضي و سماوي به آهي. سڌو قد ۽ بلند هيئت آهي. دل جي حد ڪان وٺي مٿي تائين، ان جو اڌ حصو آسماني اسرارن جو مخزن آهي ۽ ان جو هيٺيون اڌ حصو زمين جي اسرارن جو مرڪز آهي. اهڙي طرح نفس جو مرڪزي مقام هيٺيون اڌ حصو آهي ۽ ان جي روحاني روح جو مقام ۽ دل ان جو مٿانهون اڌ حصو آهي اهڙي طرح روحاني جذبن جي نفساني جذبن سان ٽڪرجڻ ۽ جنگ جاري رهندي آهي. انهي ٽڪر ۽ جنگ جي ڪري ملائڪن ۽ شيطان جي اثرن جي ڪشمڪش به برپا آهي. بلڪ نماز جي وقت ته هيءَ ڪشمڪش وڌيڪ ٿي ويندي آهي. چوته ايمان ۽ طبيعت ۾ تاڻا - تاڻي (ڇڪتاڻ) رهندي آهي. ان وقت نمازي جي دل آسماني حصو بنجي فنا ۽ بقا جي وچ ۾ آمد و رفت ڪندي آهي. انهي تي هيءُ انڪشاف ٿيندو آهي ته نفساني جذبا پنهنجي مرڪز ڪان مٿي چڙهي رهيا آهن، جيئن عضون حواسن ۽ انهن جي تصرف ۽ حرڪتن جو باطني ڪيفيتن سان هڪ خاص تعلق آهي. انهي لاءِ ساڄي هٿ کي کاٻي هٿ تي رکي نفس کي مقيد ڪيو ويندو آهي. هن جي جذبن کي مٿي وڃڻ ڪان روڪيو ويندو آهي. ان جو اثر هن طرح ظاهر ٿيندو آهي جو ان ڪان پوءِ وسوسن ۽ نماز ۾ نفساني خيالن کي مٺائي سگهجي ٿو.

جڏهن روحاني جذبا غالب ٿين ۽ حد درجي پيار ۽ محبت جا موقعا مٿي کان پيرن تائين ڇانئجي وڃن ۽ اکين کي ٿڌاڻ حاصل ٿئي ۽ مشاهدي جو مڪمل قبضو ٿي وڃي، تڏهن نفس مغلوب ۽ عاجز ٿي پوندو. ان جو مرڪز روح جي نور سان روشن ٿيندو. ان وقت نفساني جذبا ڪٽجي ويندا. نفساني مرڪز جيترو قدر روشن ٿيندو ويندو، ايترو قدر عبادت جي ٿڪاوٽ هٽندي ويندي، ايستائين جو نفس جو مقابلو ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪانه ٿيندي، جو ساڄي هٿ کي ان جي کاٻي هٿ تي رکي نفساني جذبن کي روڪي سگهجي. بلڪ هٿ ڇڏي ڏبا. غالبا انهي نڪتي جي مطابق حضرت رسول الله ﷺ جن کان منقول آهي ته پاڻ سونهارن ﷺ هٿ ڇڏي نماز پڙهي جيڪو امام مالڪ رحہ جو مذهب آهي.

ان کانپوءِ آيت اني وجهت وجهي (جنهن جو ذڪر پهرين اڳي ڇڪو آهي) پڙهجي. ان موقعي تي هي آيت توجہ دل جو لاڙو صاف ڪرڻ جي لاءِ آهي ۽ جڏهن نماز کان پهرين پڙهجي ته اها جسم جو رخ درست ڪرڻ جي لاءِ هوندي آهي. ان کانپوءِ هيءُ پڙهجي: سُبْحَانَكَ اللّٰهُمَّ وَ بِحَمْدِكَ ... وَاَتُوْبُ اِلَيْكَ ... الخ.

## قيام جا آداب

قيام جي موقعي تي مٿو جهڪيل رهي. نظر سجدي جي جاءِ ڏانهن جميل هجي. قيام جي تڪميل هن طرح ڪجي جو بلڪل سڌو بيهجي. ٻنهي گوڏن، چيلهه ۽ جسم جي سنڌن ۾ هلڪڙي لچڪ پيدا ڪري ۽ نماز ۾ اهڙي طرح بيهي ڄڻ ته اهو پنهنجي سڄي بدن سان زمين کي ڏسي رهيو آهي. اهڙي طرح سيئي جزا نوڙت ۽ مانيٽائي اختيار ڪري سگهن ٿا ڇوته دل جي نوڙت سان گڏوگڏ جسم به نوڙت اختيار ڪندو آهي.

ٻنهي پيرن جي وچ ۾ چار آڱرين جي مقدار جو مفاصلو هئڻ گهرجي، ڇوته ٻنهي پيڏين کي ملائڻ کان منع ڪئي ويئي آهي. اهڙي طرح هڪڙي تنگ کي مٿي نه ڪٽي ڇوته ان کان به رسول الله ﷺ جن منع فرمائي آهي. پڻ هڪڙي پير تي زياده ۽ ٻئي تي گهٽ زور ڏيڻ به مناسب ڪونهي بلڪ بهتر هيئن آهي ته ٻنهي پيرن تي زور ڏيڻ ۾ هڪجهڙائي (اعتدال) رکجي. سيني جي طرف

ڪان هٿ ڪڍڻ بہ مڪروهہ آهي. پڻ ڪپڙي جي ڪنارن کي زمين تائين لٽڪائڻ کان پرهيز ڪجي. انهي ۾ غرور ۽ تڪبر ٿئي ٿو. هن حڪم ۾ اهو ماڻهو بہ داخل آهي جيڪو پنهنجن ڪپڙن کي چئني طرفن کان گڏ ڪري ۽ هٿن ،ان ڪپڙن کي مٿي ڪڍڻ يا نماز ۾ ڪُڪ تي هڪڙو يہ ٻنهي هٿن کي ۽ ٻنهي بازوئن کي (بغل کان) الڳ رکڻ، اهي سيئي ڳالهيون مڪروهہ آهن.

جيڪڏهن ڪو نماز ۾ اهڙي طرح بيهي، جهڙي طرح اسان ذڪر ڪيو آهي ۽ مڪروهات کان پرهيز ڪري تہ ان جو قيام مڪمل ٿيندو. ان ڪانپوءِ اهو مٿين ذڪر ڪيل آيت توجہ ۽ دعا پڙهي ۽ اعوذ بالله من الشيطان الرجيم پڙهي ۽ هر رڪعت ۾ قرات کان پهرين ان کي پڙهندو ڪري. ان ڪانپوءِ قرات پڙهي جيڪا دل جي اطمينان، يڪسوئي، زبان ۽ دل جي ميلاپ، وصل ۽ قبر، ڊپ، نوڙت ۽ نهٺائي، پرهيزگاري ۽ هيبت، مشاهدي ۽ مناجات سان هجي. جيڪڏهن امام هجي ۽ اهو سورة فاتحہ ۽ ٻي قرات جي وچ ۾ سڪتہ ثانيہ ۾ هيٺين دعا پڙهي تہ بهتر ٿيندو. اها دعا هي آهي: اَللّٰهُمَّ بَاعِدْ بَيْنِيْ وَ بَيْنَ خَطَايَا يَ كَمَا بَا عَدْتَّ بَيْنَ الْمَشْرِقِ وَالْمَغْرِبِ وَ نَقِّنِيْ مِنَ الْخَطَايَا كَمَا يُنَقِّيَ الثَّوْبَ الْاَبْيَضَ مِنَ الدَّنَسِ، اَللّٰهُمَّ اغْسِلْ خَطَايَائِيَ بَيْنَ الْمَاءِ وَ الثَّلْجِ وَ الْبَرْدِ.

جيڪڏهن ان کان پهرين وقفي ۾ پڙهي تہ اهو بہ درست آهي ڇوتہ پاڻ سردارن ﷺ جن کان منقول آهي تہ پاڻ سونهارن ﷺ اها دعا پڙهي هئي. جيڪڏهن اڪيلو نمازي هجي تہ اهو قرات کان پهرين دعا پڙهي.

## حضور قلب

بهرحال خدا جي بندي کي خبر هئڻ گهرجي تہ ان جي تلاوت زبان کان ادا ٿئي ٿي ۽ انهي جي مفهوم کي دل ادا ڪري ٿي. جيڪو ڪنهن شخص سان مخاطب ٿيندو آهي تہ اهو انهي سان پنهنجي زبان ذريعي گفتگو ڪندو آهي ۽ سندس دل جي خيالن جو اظهار ڪندو آهي. جتي زبان کان ڳالهائڻ جي بغير ڪنهن کي ڪي سمجهائي سگهجي ٿو تہ ائين بہ ڪري سگهجي ٿو. پر جتي گفتگو ڪانسواءِ سمجهائڻ ممڪن نہ هجي ان وقت زبان کي ترجمان بنائي سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن قلب جي موافقت ڪانسواءِ زبان سان ڳالهائجي تہ ان وقت زبان ان جي ترجمان ڪونہ هوندي آهي ۽ نہ تلاوت

ڪرڻ وارو صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي ضرورت جو خدا جي سامهون اظهار ڪري ٿو ۽ نه اهو خدا ڏانهن متوجه ٿي ان جون ڳالهيون سمجهي ٿو. بلڪ ان جو قلب انهي ڳالهه کان جيڪا هو چئي رهيو آهي اڻ واقف آهي. هو صرف زبان کي حرڪت ڏي ٿو. پر هن جي مفهوم کان ان جي دل اڻ واقف آهي، جيئن ته مناسب اهوئي هو ته ان جو ڪلام دل مان نڪري يا اهو ڌيان سان ٻڌي. حالانڪه خاصانِ خدا جو گهٽ ۾ گهٽ درجو هي آهي ته نماز ۾ تلاوت ڪرڻ وقت انهن جي زبان سندن دل جو ساٿ ڏي. ان ڪانسواءِ خدا وارن جا ٻيا مقامات ۽ احوال به آهن، جن جو تفصيل تمام ڊگهو آهي.

هڪ درويش چوي ٿو "جڏهن آئون نماز پڙهندو آهيان تڏهن جيڪي ڪجهه آئون پڙهندو آهيان منهنجو ڌيان صرف انهي ڏانهن رهندو آهي".

شيخ عامر بن عبدالله رحه کان پڇيو ويو ته ڇا نماز ۾ اوهان کي دنيا جي ڪنهن ڪم جو ڌيان ايندو آهي؟ چيائين ته "جيڪڏهن ڀالن جا لڳاتار وار مون تي ٿيندا رهن ته اهو مون کي زياده پسند آهي بنسبت انهي جي جو مون کي نماز ۾ انهن شين جو ڌيان هجي جن ڏانهن اوهين ڌيان ڏيو ٿا".

هڪڙي درويش کان پڇيو ويو ته ڇا نماز ۾ دنيا جي ڪنهن ڪم جي باري ۾ اوهان پنهنجو پاڻ سان ڳالهيون ڪندا آهيو؟

چيائين "نه نماز ۾ ۽ نه نماز ڪانسواءِ ڪنهن ٻي وقت ۾ دنياوي ڪم جي باري ۾ سوچيندو آهيان". ڪي ماڻهو اهڙا آهن جيڪي نماز ۾ خدا ڏانهن متوجه ٿي ان ڏانهن موٽندا آهن، ڇوته الله تعاليٰ توبه ۽ رجوع ڪرڻ کي مقدم رکيو آهي ۽ فرمايو اٿس "ان ڏانهن رجوع ڪريو، ان کان ڊڄو ۽ نماز قائم ڪريو".

اهڙي طرح هڪ خدا جو بندو صرف الله ڏانهن رجوع ڪندو آهي. ان کان علاوه ٻين شين کان بيزاري جو اظهار ڪري پرهيزگاري اختيار ڪندو آهي. جيئن ته ان جو سينو اسلام جي ڪري ڪشادو آهي. انهي لاءِ اهو دلي خلق سان انعام الاهي جي روشني کان فيضياب ٿي نماز پڙهندو آهي. جڏهن قرآن جا الفاظ ان جي زبان مان نڪرندا آهن تڏهن اهو دل جي ڌيان سان ٻڌندو آهي ۽ اهي الفاظ (ڪلما) قلب جي فضا ۾ اهڙي طرح گونجندا آهن جو ان ڪانسواءِ ڪوبه آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. ان ڪري اهي حسن ۽ فهم ۽ توجه جي لذيذ نعمت جي ڪري دل تي ڇانئجي ويندا آهن. دل ٻڌڻ

جي ميناج ۽ ان جي انتهائي ياداشت کي نه صرف خوب جذب ڪري وٺندي آهي، بلڪ اها ان جي لطيف معنائن ۽ عمده مضمونن کي چڱي طرح سمجهندي به آهي. اهي معنائون آهن جن جي تفصيل جي ضرورت ڪانهي بلڪ اهي ڳجهي غور ۽ فڪر جو نتيجو آهن، يعني قرآن شريف جي ظاهري معنيٰ نفس جي غذا آهي. انهن معنائن کي نفساني ڳالهين جي عوض نفس مطمئنه حاصل ڪندو آهي. ڇوته قرآن جي انهن ظاهري معنائن جو تعلق ظاهري علم حڪمت سان آهي. انهي لاءِ اهي هن نفس سان ويجهو ڳانڍاپو رکن ٿيون، جيڪو حڪمت جا قاعدا قائم ڪرڻ جي پيدا ٿيو آهي. پر جيڪي قرآن شريف جون باطني معنائون آهن، انهن جو انڪشاف عالم ملڪوت طرفان ٿيندو آهي ۽ اهي قلب جي غذا آهن، جن جي ڪري روح، مقدس جبروت الاهي ڳجهن پردن تائين ان جي عظمت جو مشاهدو ڪندي پهچندي آهي ۽ هن کي مشاهدي ۽ مطالعي جي ڪري شوق ۽ محبت جي سمنڊ ۾ ڪامل استغراق نصيب ٿيندو آهي. جهڙي طرح مسلم بن يسار رحه فرمائي ٿو ته "پاڻ هڪڙي ڏينهن بصري جي مسجد ۾ نماز پڙهيائين، ان وقت هڪڙو ٿنڀ ڪري پيو، جنهن جي ڪرڻ جو آواز بازار وارن تائين پهتو پر پاڻ نماز ۾ بيٺا رهيا ۽ مدهوشي جي عالم ۾ ان جي خبر ئي ڪانه پيئي.

## رڪوع جا آداب

جڏهن رڪوع جو ارادو ڪري تڏهن قرات ۽ رڪوع ۾ مفاصلو ڪري اهڙي طرح رڪوع ڪري جو مٿيون حصو جهڪي پوي پر هيٺيون حصو اهڙي طرح برقرار هجي جهڙي طرح قيام جي حالت ۾ هو. ٻئي گوڏا هيٺ نميل نه هجن ۽ نه ٺونٺيون پاسراٽين کان جدا هجن، پڻ چيلهه سان ڳڍ ڪنڌ کي به جهڪائي ۽ گوڏن تي ٻئي هٿاريون اهڙي طرح رکجن جو انهن جون آڱريون ڪليل هجن.

مصعب بن سعد رحه چوي ٿو مون سعد بن مالڪ رحه جي پر ۾ نماز اهڙي طرح پڙهيم جو پنهنجا هٿ ٻنهي رانن ۽ گوڏن جي وچ ۾ رکيم ۽ ٻنهي کي پاڻ ۾ ملايم. پاڻ رحه منهنجي هٿ تي هٿ هڻي فرمايائين: "پنهنجون ٻئي هٿاريون گوڏن تي رک". وڌيڪ چيائين: "اي منهنجا پٽ اسين به ائين ڪندا هئاسون پر اسان کي حڪم ڏنو ويو ته، اسين گوڏن تي هٿاريون رکون".

رڪوع ۾ سبحان ربي العظيم گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا چئجي. ان جو انتهائي درجو هي آهي ته يارهن ڀيرا چئجي. اهو تعداد چڱيءَ طرح رڪوع ۾ جهڪڻ ڪانپوءِ ڳڻجي. ائين نه ٿئي جو آخري دفعو چوندي مٿو مٿي ڪڍجي. رڪوع جي لاءِ ٻئي هٿ ڪنيا وچن, رفع يدين به رڪوع جو حصو آهي[1]. رڪوع ڪرڻ وقت پيرن ڏانهن نگاه هجي. ان جي ڪري سجده گاه ڏانهن نگاهه ڪرڻ سان زياده نوڙت پيدا ٿيندي. البته جڏهن ڪوبه قيام ڪري ته ان وقت سجده گاهه ڏانهن نگاهه ڪرڻ گهرجي. رڪوع جي تسبيح ڪانپوءِ هي دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ لَکَ رَکَعْتُ وَلَکَ خَشَعْتُ وَبِکَ اٰمَنْتُ وَلَکَ اَسْلَمْتُ خَشَعَ لَکَ سَمْعِيْ وَ بَصِرِيْ وَ عَظْمِيْ وَ مُخِّيْ وَعَصَبِيْ.

## قومه

رڪوع جي وقت ان جي دل رڪوع جي حقيقي مفهوم جي مطابق هجي يعني تواضع ۽ عاجزي اختيار ڪري. پوءِ هيٺئن چوندي مٿو ڪڍي سمع الله لمن حمده اهي الفاظ دل سان چوي ۽ جڏهن چڱي طرح بيهي تڏهن هي پڙهي:

رَبَّنَا لَکَ الْحَمْدُ مِلْءُ السَّمٰوَاتِ وَ مِلْءُ الْاَرْضِ وَمِلْءُ مَاشِئْتَ مِنْ شَيْءٍ بَعْدُ.

ان ڪانپوءِ چوي: اَهْلَ الثَّنَاءِ وَالمجد اَحَقُّ مَاقَالَ الْعَبْدُ وَ کُلُّنَا لَکَ عَبْدٌالَامَانِعَ لِمَا اَعْطَيْتَ وَلَا مُعْطِيَ لِمَا مَنَعْتَ وَلَا يَنْفَعُ ذَا الْجَدِّ مِنْکَ الْجَدُّ.

جيڪڏهن نفل نمازن ۾ رڪوع ڪانپوءِ قيام ڪي ڊگهو ڪرڻ گهري ته لربي الحمد جي الفاظن ڪي جيستائين چاهي پڙهندو رهي, مگر فرض نمازن ۾ حد کان وڌيک ڊگهو قيام نه ڪري. رڪوع ڪان پوءِ پنهنجي چيلهه سڌي ڪري اعتدال سان بيهي.

حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي ته "الله تعاليٰ ان ڏانهن ڪونه نهاريندو جيڪو رڪوع ۽ سجدن جي وچ ۾ پنهنجي چيلهه سڌي نه رکندو".

## سجدن جا آداب

ان ڪانپوءِ تڪبير چوندي سجدي ۾ ڪري پئي ۽ انهي حالت ۾ ان جي نياز ۽ نوڙت ۽ بيدار مغزي برقرار رهي ۽ ان ڪي معلوم هجي اهو سجدو

---

(۱) رفع يدين احناف وٽ جائز ڪونهي. (مترجم)

ڇو ۽ ڇا جي لاءِ ڪري رهيو آهي؟

ڪن سجدو ڪرڻ وارن کي اهو ڪشف حاصل ٿيندو آهي تہ زمين جي آخري حدن تائين پهچي ويا آهن ۽ ملڪ جي حصن ۾ غائب ٿي ويا آهن. ڇوتہ انهن جون ،ليون حيا سان معمور آهن. انهن جا روح خدا جي عظمت ۽ ڪبريائي کي محسوس ڪن ٿا. جيئن تہ منقول آهي تہ حضرت جبرئيل عليہ السلام الله تعاليٰ کان شرم جي سبب کان پنهنجو پاڻ کي پنهنجن بازن ۾ پاڻ کي لڪائي ڇڏيو هو. ڪڏهن ڪڏهن سجدي ڪرڻ واري کي هيءُ ڪشف ٿيندو آهي تہ هو سجدي ۾ ڪون و مڪان جي دولت (بساط) گڏ ڪري رهيو آهي ۽ ان جو قلب ڪشف ۽ مشاهدي جي فضا ۾ سير ڪري رهيو آهي. اهڙي طرح جڏهن هو سجدي جي لاءِ هيٺ جهڪندو آهي تہ هن سان گڏ آسمانن جا طبق بہ جهڪندا آهن ۽ ان جي قوت شهود جي اڳيان ڪائنات جا نقشا محو ٿي ويندا آهن. هو عظمت الاهي جي چادر جي ڪنڊ تي سجدو ڪندو آهي. هيءُ اهو انتهائي مقام آهي، جيستائين انساني همت جي پکيءَ جي پهچ ٿي سگهي ٿي ۽ انساني طاقتون مڪمل طور تي پهچي سگهن ٿيون. بهرحال عظمت جي مرتبن ۾ نبين سڳورن ۽ اوليائن جي وچ ۾ مرتبن جي فرق ڪري ۽ انهي حقيقت جي احساس ۾ هرهڪ کي پنهنجي مرتبي جي مطابق حصو ملندو آهي. هڪ اهل علم تي ٻئي صاحبِ علم جو درجو بلند ٿيندو آهي.

ڪي سجدو ڪرڻ وارا اهڙا بہ آهن جن جو ٿانوءُ (ظرف) وسيع هوندو آهي ۽ انهن جي روشني پکڙي ذڪر ڪيل ٻنهي قسمن کي حاصل ڪري ونندي آهي، اهي ٻئي ٻانهون کولي ڇڏيندا آهن، هڪڙي طرف اهي خدا جي تعظيم جي لاءِ دل سان نوڙت ڪندا آهن ۽ ٻئي پاسي انهن جا روح خدا جي فضل و ڪرم جي ڪري بلندي تائين پهچي ويندا آهن. اهڙي طرح انهن کي پيار ۽ محبت، هيبت ۽ حضوري ۽ ان جو غائب ٿيڻ، پڙهڻ، ٻيهڻ، لڪڻ، علي الاعلان اظهار جا درجا حاصل ٿيندا آهن. اهڙي طرح جڏهن اهي سجدو ڪندا آهن، تڏهن اهي بحر شهود ۾ ٽٻيون هڻندا آهن ۽ انهن جو هڪڙو وار بہ سجدي کان پوئتي ڪونہ رهندو آهي. جيئن پاڻ سونهارا ﷺ جن پنهنجي سجدي جي ٻاري ۾ فرمائين ٿا: "تنهنجي لاءِ منهنجو سڄو جسم ۽ خيال بہ

سجدو ڪري ٿو". قرآن شريف ۾ آهي "جيڪي آسمانن ۽ زمين ۾ آهن اُهي سڀئي خوشيءَ سان ۽ ناراضپي سان الله کي سجدو ڪن ٿا". (هن آيت جي مطابق) روح ۽ قلب فرمانبرداري سان سجدو ڪندا آهن، ڇوته انهن ٻنهي ۾ هن جي اهميت ڏسي سگهجي ٿي، پر نفس ۾ اوپراڻ (اجنبيت) هوندي آهي انهي لاءِ زبردستي سجدو ڪندو آهي.

سجدي ۾ سبحان ربي الاعليٰ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا ۽ وڌ ۾ وڌ ڏهه ڀيرا پڙهجي. سجدو ڪرڻ وقت ٻئي اکيون ڪليل هئڻ گهرجن، ڇوته اهي به سجدو ڪنديون آهن. جڏهن سجدي لاءِ ڪري ته پهرين پنهنجا گوڏا زمين تي رکي، پوءِ ٻئي هٿ، ان ڪانپوءِ پيشاني ۽ نڪ رکجي ۽ سجدو ڪرڻ وقت پنهنجي نڪ جي ٿسي ڏانهن نگاهه ڪجي، اهڙي طرح نوڙت وڌيڪ قائم رهندي. نمازي پنهنجين هٿارين سان مصلي تي هٿ رکي. ڪپڙي اندر نه لڪائي. هن جو مٿو ان جي ٻنهي هٿارين جي وچ ۾ هجي. ان جا ٻئي هٿ عين ان جي ڪلهن جي اڳيان هجن، نه ساڄي پاسي هجن ۽ نه کاٻي طرف، تسبيح کانپوءِ هيءَ دعاءِ پڙهي:

اَللّٰهُمَّ لَكَ سَجَدْتُ وَبِكَ آمَنْتُ وَلَكَ اَسْلَمْتُ فَسَجَدَ وَجْهِيْ لِلَّذِيْ خَلَقَهٗ وَ صَوَّرَهٗ وَ شَقَّ سَمْعَهٗ وَ بَصَرَهٗ فَتَبَارَكَ اللهُ اَحْسَنُ الْخَالِقِيْنَ.

حضرت علي ڪرم الله وجهه فرمائين ٿا ته "حضرت رسول الله ﷺ جن سجدي ۾ مذڪوره دعا پڙهندا هئا".

جيڪڏهن هي پڙهي "سبوح قدوس ربنا و رب الملائڪة و الروح" ته به سٺو آهي. حضرت عائشه رضه فرمائي ٿي ته حضرت رسول الله ﷺ جن سجدي ۾ هيءَ دعا پڙهندا هئا[1].

سجدي ۾ پنهنجين ٺونين کي پنهنجن پاسن کان الڳ رکي. ان وقت سندس آڱرين جو رخ قبلي ڏانهن هجي. هٿارين جون آڱريون آڱوٺي سميت مليل هجن. زمين تي پنهنجين ٻانهن کي نه پکيڙي، ان ڪانپوءِ تڪبير چوندي مٿو کڻي ۽ پنهنجن پيرن تي ويهي رهي ۽ ساڄي پير کي اهڙي طرح کڙو ڪري جو ان جون آڱريون قبلي ڏانهن هجن. هٿن کي رانن تي اهڙي

(۱) حنفين وٽ اهي سڀئي دعائون ضروري نه آهن. انهن جو مستجاب ۾ شمار آهي. (مترجم)

طرح رکي جو انهي ۾ هنن جي ملائڻ ۽ کولڻ جي لاءِ ڪابہ تڪليف ڪرڻي نہ پوي. ان ڪانپوءِ هيءَ دعا پڙهي:

رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَ ارْحَمْنِيْ وَ اَهدِنِيْ وَ اجْبُرْنِيْ وَ عَافِنِيْ وَ اعْفُ عَنِّيْ.

فرض نمازن ۾ جلسہ ستراحت کي ڊگهو نہ ڪرڻ گهرجي. البتہ نفلي نمازن ۾ ان کي جيتري قدر چاهي ڊگهو ڪري سگهي ٿو ۽ انهي ۾ "رب اغفر و ارحم" باربار پڙهي سگهي ٿو.

ان ڪانپوءِ تڪبير چئي ٻيو سجدو ڪري. ان موقعي تي اڳڪڙين تي اهڙي نموني ويهڻ جو ان جا ٻئي پاسا ڪڙين تي رکيل هجن مڪروهہ آهي، ان ڪانپوءِ جيڪڏهن ٻي رڪعت لاءِ اٿڻ گهري تہ هلڪڙو جلسہ استراحت ڪري [١] ۽ ٻين رڪعتن ۾ بہ مذڪوره طريقي تي عمل ڪري. ان ڪانپوءِ (تشهد) ۾ ويهي. جيڪڏهن نماز ۾ معراج جو راز لڪيل آهي ۽ اها معراج القلوب آهي تہ تشهد آسماني طبقن جي قطارن جي جيئن نماز ۾ مختلف هيئتن جي مسافت لنگهڻ کان پوءِ ان جي منزل مقصود آهي. ان ۾ التحيات جي الفاظن ۾ پروردگار عالم تي سلام آهن. اهڙي طرح نمازيءَ کي هيءُ ذهن نشين رکڻ گهرجي تہ هو ڇا چئي رهيو آهي؟ هو جنهن سان گفتگو ڪري رهيو آهي، ان سان ادب اختيار ڪري ۽ گفتگو ڪرڻ جو طريقو معلوم ڪري، ان ڪانپوءِ نبي ڪريم ﷺ جن کي سلام موڪلي ۽ پاڻ سونهارن ﷺ کي پنهنجي دل جي اڳيان سمجهي ۽ ان ڪانپوءِ خدا جي سيني ٻندن کي سلام موڪلي. جيئن تہ آسمان ۽ زمين ۾ الله جي نيڪ ٻانهن مان ڪوبہ نيڪ ٻانهو اهڙو باقي نہ رهي. پر ان ڏانهن روحاني تعلق ۽ فطري خاصيت جي ڪري سلام ضرور موڪلي، ان وقت اهو پنهنجو ساڄو هٿ پنهنجي ساڄي ران تي رکي ۽ انهي جون سيئي آڱريون اشهد آڱر ڪانسواءِ مليل هجن ۽ جڏهن لا الـه جو لفظ چوي تڏهن انهي موقعي تي اشهد آڱر کي مٿي کڻي، ڪلمہ نفي جي موقعي تي نہ کڻي، اها آڱر بلڪل سڌي نہ کڻي، بلڪ ان جو مٿو ٻين ڏانهن جهڪيل هجي. اهوئي طريقو ان جي نوڙت جو آهي ۽ هي انهي ڳالهہ جو دليل آهي تہ دل جي نوڙت انهي ڏانهن منتقل ٿي چڪي آهي.

---

(١) حنفين وٽ هتي خفيف جلسہ استراحت جو معمول ڪونهي. (مترجم)

نماز جي پڇاڙيءَ ۾ پاڻ ۽ سيني مسلمانن لاءِ دعا گهري. جيڪڏهن امام آهي ته اڪيلو پنهنجي لاءِ دعا نه گهري، بلڪ پنهنجي ۽ مقتدين جي لاءِ به دعا گهري ڇوته هوشيار ۽ بيدار مغز امام دربان جي مثل آهي، جيڪو سلطان وٽ هجي ۽ ان جي پويان سيئي ضرورتمند هجن، اهو انهن جي لاءِ سوال ڪري ٿو ۽ انهن جي ضرورتن کي پيش ڪري ٿو. انهي ڪانسواءِ سيئي مسلمان ديوار جي مثل آهن. جنهن جو هڪ حصو ٻئي حصي کي مضبوط ڪري ٿو ۽ خدا پاڪ به مسلمانن جي تعريف هن طرح بيان فرمائي آهي:

كَاَنَّهُمْ بُنْيَانٌ مَّرْصُوْصٌ. (الصف - پ ٢٨)

**ترجمو:** ڄڻ ته اهي شيهو پلٽايل ديوار آهن.

گذريل ڪتابن ۾ به امت محمديه ﷺ جي تعريف هن طرح بيان ڪئي ويئي آهي ته انهن جون قطارون نمازن ۾ به اهڙيون هونديون آهن، جهڙيون ميدان جنگ ۾ هونديون آهن.

اسان کي پنهنجن مرشدن کان معتبر سندن سان هي معلوم ٿيو آهي ته معن بن عيسيٰ جن ڪعب الاحبار کان پڇيو ته "اوهان (تورات ۾) رسول الله ﷺ جن جي تعريف ڪهڙي طرح ڏسو ٿا؟". هن چيو ته "اسان هن ۾ مطالعو ڪيو آهي ته حضرت محمد بن عبدالله ﷺ مڪي شريف ۾ پيدا ٿيندا ۽ مديني طيبه ڏانهن هجرت ڪندا. سندن سلطنت شام تائين هوندي، اُهي نه فحش ڳالهائيندڙ هوندا ۽ نه بازارن ۾ هل هنگامون مچائيندا ۽ نه وري برائي جو بدلو برائي سان ڏيندا بلڪ درگذر ۽ معاف فرمائيندا. سندن امت الله جي حمد و ثنا ڪندي هر خوشيءَ جي حالت ۾ خدا جي تعريف ڪندي ۽ مٿانهين جاءِ تي تڪبير چوندي. اهي وضوءَ ۾ پنهنجا عضوا ڌوئيندا ۽ پنهنجي چيلهه تي لنگيون ٻڌندا، اهي نمازن ۾ اهڙي صف قائم ڪندا، جهڙي جنگ جي ميدان ۾ صف سينگاربي آهي. مسجدن ۾ انهن جي عبادت جو هلڪو آواز اهڙو ٻڌڻ ۾ ايندو جهڙو ماکيءَ جي مکين جو ڀڻ ڀڻاهٽ هوندي آهي. پر آسماني فضا ۾ انهن جي سڏڻ واري (مؤذن) جو آواز گونجندو.

# شيطان سان جنگ

امام شيطان سان جنگ ڪرڻ ۾ سيني صفن کان اڳيان هوندو آهي. انهي لاءِ اهو ٻين نمازين کان وڌيڪ نوڙت اختيار ڪندو آهي ۽ نماز جي ضروري آدابن جي ظاهري ۽ باطني ٻنهي حيثيتن کان پابندي ڪندو آهي، بلڪ هوشيار نمازي به جيتري قدر ظاهري ڪمن کي پورو ڪرڻ ۾ پاڻ ۾ متفق هوندا، ايتري قدر اهي باطني ڪمن کي سرانجام ڪرڻ ۾ به اتفاق ڪندا. جڏهن اهي پاڻ ۾ تائيد ۽ مدد ڪندا، ته پوءِ هڪڙي روحاني طاقت ٿئي ڪي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري ٿي. اهڙي طرح روءِ زمين جي سيني مسلمان نمازين ۾ اسلام جي رشتي جي ڪري تعاون ۽ دلي اتحاد ڏنو وڃي ٿو. بلڪ هينئن چوڻ گهرجي ته الله تعاليٰ پنهنجن ملائڪن جي ذريعي انهن جي مدد فرمائي ٿو. جيئن ته ان پاڻ سردارن ﷺ جن جي مدد "نشان وارن" ملائڪن جي ذريعي ڪئي هئي. انهي لاءِ ڪافرن سان جنگ (ڪرڻ جي بجاءِ) شيطان سان (جنگ ڪرڻ ۾) وڌيڪ انهن جي مدد جي ضرورت آهي. انهيءَ ڪري پاڻ سونهارا ﷺ جن فرمائيندا هئا:

"اسان جهاد اصغر کان فارغ ٿي جهاد اڪبر ڏانهن واپس آيا آهيون".

نه صرف ملائڪ انهن سان گڏ آهن، بلڪ انهن نفوس قدسيه جي ڪري افلاڪ به ساڪن آهن. جڏهن ڪوبه نماز کان فارغ ٿيڻ جو ارادو ڪري ته ساڄي ڏانهن سلام ورائي پر سلام سان گڏوگڏ نماز کان فارغ ٿيڻ جي نيت به ڪري انهي سان گڏوگڏ ملائڪن ۽ موجوده مؤمن انسانن ۽ جنن تي به سلام موڪلي. سلام ورائڻ جي وقت پنهنجي ڪنڌ کي ايتري قدر ورائي جو ساڄي پاسي جي ماڻهن کي سندس منهن نظر اچي. پر ساڄي ۽ کاٻي سلام ورائڻ جي وچ ۾ (ٿورو) مفاصلو ضرور رکي ڇو ته انهن کي ملائڻ جي منع آهي.

مواصلت (ملائڻ) پنجن نمونن جو منع آهي. انهن مان ٻن جو صرف تعلق امام سان آهي ۽ اهي هي آهن ته امام قرات کي تڪبير سان نه ملائي ۽ نه رڪوع کي قرات سان ملائي به مقتدين لاءِ منع آهن اُهي هي آهن ته (جماعتي) تڪبير تحريمه کي امام جي تڪبير سان نه ملائين ۽ نه پنهنجي

سلام کي امام سان گڏوگڏ ملائين. هڪڙي شيءِ جو امام ۽ مقتدي ٻنهي سان تعلق آهي اهو هيءُ آهي ته فرض جي سلام کي نفل جي سلام سان نه ملائجي.

سلام جي آخري حرف کي ساڪن پڙهڻ گهرجي (رحمة الله ۾ ها جي حرڪت کي ظاهر نه ڪجي) ۽ سلام سان تمام ڇڪي نه پڙهي. ان ڪانپوءِ ديني يا دنياوي ڪم جي لاءِ جيئن چاهي دعا گهري. نماز اندر سلام ڪان پهرين به دعا پڙهي ڇوته اها دعا مقبول هوندي آهي.

## نماز باجماعت جي فضيلت

بهرحال جنهن به پنج وقت نماز باجماعت پڙهي ته سمجهو ته انهي بحر و بر کي عبادت سان معمور ڪري ڇڏيو. ڇوته سڀني روحاني مقامن ۽ احوالن جو خلاصو پنجن وقتن جي نماز باجماعت آهي. اهوئي مذهب جو اصل روح ۽ مؤمن جو ڪفارو آهي. انهي جي ڪري گناهه به دور ٿين ٿا. جيئن ته اسان کي پنهنجن حديث جي امامن جي معتبر سندن سان حضرت ابوهريره رضه جي هيءَ روايت ملي آهي ته پاڪ سونهارن ﷺ جن فرمايو ته "پنجئي نمازون گناهن جو ڪفارو آهن ۽ جيڪڏهن اوهان جي دل چوي ته اوهين هيءَ آيت پڙهو: "حقيقت ۾ نيڪيون براين کي دور ڪن ٿيون. هي نصيحت ڪرڻ وارن جي لاءِ نصيحت آهي".

## باب انٽيهون

# نماز جا آداب ۽ اسرار

نمازي جا بهترين آداب هي آهن جو ان جي دل ۾ ڪنهن بہ شيءِ جو خيال نہ اچي. ڪٽي اهو گهڻ هجي يا وڌيڪ. ڇوتہ دانائن دنيا ڪي ڇڏي نماز ڪي اختيار ڪيو آهي. نہ تہ دنيا ۽ ان جا ڪم دل ڪي پاڻ ڏانهن مائل ڪندا آهن. انهي لاءِ انهن غيرت ۾ اچي انهن ڪي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي. انهي مان انهن جو مقصد خدا سان مناجات جي مقام جي حفاظت ۽ قرب خداوندي ڏانهن لاڙو آهي. اهي پروردگار عالم جا باطني طور تي مطيع آهن ۽ نماز ۾ ظاهر طرح حاضر ٿيڻ سان نہ صرف ظاهري اطاعت جو اظهار ٿئي ٿو، بلڪ اهڙي طرح نماز ۾ سڄي بدن سان صرف خدا ڏانهن متوجہ ٿي باطني اطاعت جو ثبوت بہ ڏنو وڃي ٿو. اهوئي سبب آهي تہ خدا وارا اهو چڱو نٿا سمجهن تہ ظاهر حاضر هجي ۽ باطن پوئتي رهجي. اهڙي طرح هنن جي ايمان ۽ اطاعت ۾ خلل اچي ٿو ۽ انهن جي ٻانهپ ڪٽجي وڃي ٿي. اهڙي طرح جڏهن نماز شروع ڪجي تڏهن باطن ڪي ڪنهن ٻي شيءِ ۾ مشغول رکڻ کان پرهيز ڪجي.

چون ٿا تہ مصلحت انهيءَ ۾ آهي تہ نماز کان پهرين انسان پنهنجون ضرورتون لاهي وٺي، انهي ڪري چيو ويو آهي تہ جڏهن رات جو کاڌو تيار هجي ۽ سومهڻي (عشاء) جو وقت بہ ٿي وڃي تہ سومهڻي جي نماز پڙهڻ کان پهرين کاڌو کائي. اهڙي طرح جيڪڏهن پيشاب پائخاني جي حاجت هجي تہ قضا حاجت ڪرڻ کانسواءِ نماز نہ پڙهي ۽ جيڪڏهن موزه (جراب سوٽ وغيره) سوڙهو هجي تہ انهي حالت ۾ بہ نماز نہ پڙهي ڇوتہ سندس دل انهيءَ ۾ لڳل هوندي. انهيءَ لاءِ چيو ويو آهي تہ جيڪو تنگ ۽ پريشان هجي ان جي ڪابہ راءِ ڪانہ هوندي آهي.

مختصر هي تہ آدابِ نماز جو مطلب هيءُ آهي تہ انسان اهڙي حالت ۾ نماز نہ پڙهي جڏهن تہ سندس باطن جي حالت اعتدال تي نہ هجي، جيئن تہ اسان هيٺئر ذکر کيو يا جڏهن تہ هو فکر ۽ ڪاوڙ ۾ هجي. حديث شريف ۾ آيو آهي تہ "اوهان مان ڪوبہ نفرت جي حالت ۾ نماز شروع نہ ڪري، اهڙي طرح ڪاوڙ جي حالت ۾ بہ نماز نہ پڙهي". انهي ڪري مناسب ڪونهي تہ ڪو ماڻهو اڌوري نماز پڙهي، بلڪ مڪمل هيئت اختيار ڪري پوءِ نماز پڙهڻ گهرجي. بهترين طريقو هيءُ آهي تہ نمازي جا سيئي عضوا پرسڪون رهن ۽ اهو هيڏانهن هوڏانهن نہ نهاري، بلڪ سِرُ جهڪائي نماز پڙهي ۽ ساڄو هٿ کابي هٿ تي رکي.

## نوڙت ڪرڻ جي اهميت

هيءُ نمونو ڪهڙو نہ چڱو آهي جو هڪ حقير ٻانهو هڪ معزز بادشاهہ جي سامهون حاضر بيٺل هجي. شريعت ۾ نماز جي اندر لڳاتار ٽن حرڪتن کان گهٽ جي اجازت آهي، پر اهلِ همت حضرات بلڪل حرڪت نہ ڪندا آهن. مون هڪڙي دفعي نماز ۾ هٿ کي حرڪت ڏني، ان وقت هڪ نيڪ ماڻهو مون وٽ هو، جڏهن آئون (محمد بن عمر شهاب الدين رحمة الله عليه) نماز کان فارغ ٿيس تڏهن هن منهنجي انهي حرڪت کي ناپسند ڪيو ۽ چيائين "اسان جو طريقو هي آهي تہ جڏهن ڪوبہ خدا جو ٻانهو نماز ۾ بيهي تہ اهو بلڪل ڄمي بيهي ۽ ٿوري بہ حرڪت نہ ڪري".

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ "نماز ۾ ست شيون شيطاني حرڪتون آهن. هڪ نڪيسر، ٻي ننڊ، ٽيون وسوسو، چوٿين اوٻاسي، پنجين خارش ڪرڻ، ڇهون هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ، ستون ڪنهن شيءِ سان راند ڪرڻ. ڪن جي نزديڪ سهو ۽ شڪ بہ انهن شين ۾ داخل آهن.

حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمائي ٿو تہ "نماز ۾ خشوع هن طرح هوندو آهي جو نمازي کي پنهنجي ساڄي کابي جي خبر نہ هجي". حضرت سفيان فرمايو آهي تہ "جيڪو خشوع اختيار نٿو ڪري ان جي نماز فاسد ٿي پوي ٿي".

حضرت معاذ بن جبل رضہ ان کان وڌيڪ سخت الفاظ فرمايا آهن.

"جيڪو نماز ۾ پنهنجي ساڄي ۽ کابي ڪي قصدا سجاڻي ان جي نماز ڪانهي".

هڪ عالم جو قول آهي ته "جيڪو نماز ۾ ڪنهن ديوار يا فرش تي لکيل کو اکر پڙهي ته ان جي نماز باطل آهي". هن قول جي وضاحت ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته انهي جو سبب هيءُ آهي ته اهو عمل (منافي نماز) ۾ شامل آهي. هڪ آيت آهي:

وَ الَّذِيْنَ هُمْ عَلٰى صَلٰوتِهِمْ دَآئِمُوْنَ.

ترجمو: هي اُهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي نماز ۾ "دوام" اختيار ڪن ٿا.

هن تفسير ۾ ڪن بزرگن هيئن چيو آهي ته انهي مان مراد عضون جو مطمئن ۽ پرسڪون رهڻ آهي. چون ٿا ته جڏهن اوهين پهرين تڪبير چئو ته سمجهو ته الله اوهان ڏانهن نهاري رهيو آهي ۽ اهو اوهان جي صبر کان واقف آهي. اوهين پنهنجي نماز ۾ بهشت کي ساڄي پاسي ۽ دوزخ کي کابي پاسي خيال ڪريو.

## آخرت جو ذڪر

هن قسم جي تصور جو اسان انهي لاءِ ذڪر ڪيو ته جڏهن قلب آخرت جي ذڪر ۾ مشغول هوندو ته انهي جا وسوسا دور ٿي ويندا. انهي حالت ۾ انهي قسم جو تصور ۽ تخيل دل مان وسوسن کي دور ڪرڻ جو علاج آهي.

شيخ سهل جو قول آهي ته "جنهن جو قلب آخرت جي ذڪر کان خالي هوندو اهو شيطاني وسوسن جو شڪار بنجي ويندو". پر جنهن جو باطن يقينِ ڪامل ۽ نورِ معرفت سان معمور هوندو ته ان کي ڪنهن مشاهدي ۽ تصور جي ضرورت ڪانهي.

شيخ ابوسعيد الخراز جو قول آهي ته "جڏهن ڪو بہ رڪوع ڪري ته ادب جي تقاضا هيءُ آهي ته اهو رڪوع ۾ اهڙي طرح جهڪي جو ان جو هرهڪ سنڌ عرش عظيم ڏانهن جهڪيل معلوم ٿئي. اهو الله جي ايتري قدر تعظيم ڪري جو ان جي دل ۾ الله کان وڌيڪ ڪا بہ شيءِ عظمت واري نه رهي. هو پنهنجو پاڻ کي ايتري قدر حقير سمجهي جو گرد ۽ غبار کان بہ

ڪمتر ٿئي ۽ جڏهن رڪوع مان مٿو ڪڍي خدا جو حمد ڪري ته اهو سمجهي ته حق سبحانه و تعاليٰ ان کي ٻڌي ٿو. ان تي خدا جو خوف ايتري قدر وڪوڙيل هجي جو انهي جي ڪري تقريبا پگهرجڻ لڳي".

شيخ سراج فرمائي ٿو ته "جڏهن خدا جو ٻانهو تلاوت شروع ڪري ته ان جا آداب هي آهن ته اهو مشاهدو ڪري ۽ ان جو قلب اهڙي طرح ٻڌي ڄڻڪ اهو خدا جو ڪلام ٻڌي رهيو هجي يا هي ته هو خدا جي اڳيان پڙهي رهيو هجي". صوفين جا آداب هي آهن ته اُهي نماز کان پهرين مراقبو ڪري ۽ دل کي سيني وسوسن ۽ خيالن کان پاڪ ڪري. الله ڪانسواءِ هر شيءِ کي دل سان فنا ڪري وٺندا آهن. اهڙي طرح جڏهن اُهي حضورِ قلب سان نماز لاءِ بيهندا آهن ته ائين معلوم ٿيندو آهي ته ڄڻ اُهي هڪڙي نماز کان پوءِ ٻي نماز جي لاءِ بيٺا آهن. پنهنجي نفس ۽ عقل کي حاضر رکي نماز ۾ داخل ٿيندا آهن، روئندا آهن ۽ جڏهن نماز کان فارغ ٿيندا آهن تڏهن حضورِ قلب جي انهي حالت ڏانهن موٽندا آهن ۽ ائين معلوم ٿيندو آهي، جيئن اُهي هميشه نماز جي حالت ۾ رهندا هجن. اهي نماز جا آداب آهن.

نماز جا چار شعبا آهن. محراب ۾ جسم جو حاضر هجڻ. ٻيو خدا جي اڳيان هوش ۽ حواس جو بجا هجڻ. ٽيون خشوع قلب چوٿون هرهڪ رڪن کي عاجزي سان ادا ڪرڻ.

## حضور قلب

اهڙي طرح حضورِ قلب جي موقعي تي پردو کڄي ويندو آهي. هوش ۽ عقل جي حاضر ٿيڻ تي عتاب دور ٿي ويندو آهي. حاضر نفسي جي موقعي تي دروازا کلي پوندا آهن ۽ خضوع ارڪان جي موقعي تي ثواب ملندو آهي، پر جيڪو حضور قلبي ڪانسواءِ نماز پڙهي ٿو، اهو بي پرواهه نمازي آهي ۽ حاضر فهمي ڪانسواءِ نماز ادا ڪري ته اهو غافل نمازي آهي ۽ جيڪو عاجز نفسي ڪانسواءِ نماز ادا ڪري ٿو اهو خطاڪار نمازي آهي ۽ جيڪو خشوع ارڪان ڪانسواءِ نماز پڙهي ٿو اهو بي سمجهه نمازي آهي ۽ جيڪو مٿي ذڪر ٿيل وصفن کي ادا ڪندي نماز پڙهي. اهو ڪامل نمازي (مصلي) آهي.

پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو آهي ته "جڏهن ٻانهو خدا ڏانهن دل سان

متوجہ ٿي مٿي ڪان پيرن ۽ ڪنن اڪين سان فرض نماز ادا ڪري ٿو تہ اهو نماز ڪان فارغ ٿيڻ ڪانپوءِ گناهن ڪان اهڙو پاڪ ۽ صاف ٿي ويندو آهي جهڙو ڄمڻ جي وقت هو. حقيقت ۾ خدا تعاليٰ صرف منهن ۽ هٿن، پيرن ڌوئڻ جي ڪري ان جا سيئي گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو آهي، ايستائين جو اهو نماز پڙهندو آهي تڏهن ان تي گناهن جو ڪوبہ بار باقي نہ رهندو آهي".

## نماز جي چوري

حضرت نبي ڪريم ﷺ جن جي اڳيان چوري جي ڳالهہ ڪئي وئي، تڏهن پاڻ ﷺ سونهارن پڇيو تہ "ڪهڙي قسم جي چوري سڀ ڪان بڇڙي آهي؟" ماڻهن عرض ڪيو تہ "الله ۽ ان جو رسول وڌيڪ ڄاڻن ٿا". پاڻ فرمايائون "سڀ ڪان بڇڙي چوري هي آهي تہ نماز جي چوري ڪئي وڃي". انهن عرض ڪيو "نماز جي چوري ڪهڙي آهي؟" پاڻ سونهارن ﷺ فرمايائون (اها چوري هي آهي تہ) "نمازي پنهنجي رڪوع، سجدن ۽ قرات جي تڪميل نہ ڪري ۽ نہ انهي ۾ خشوع هجي".

حضرت ابو عمرو بن العلاءَ رحہ کي هڪ دفعو امامت لاءِ چيو ويو تڏهن چيائين تہ "آئون امامت جي لائق ڪونہ آهيان". جڏهن ماڻهن گهڻو اسرار ڪيو تڏهن پاڻ تڪبير هنيائين ۽ ان وقت ڪين غشي اچي وئي. ان ڪانپوءِ انهن هڪڙي ٻئي امام کي اڳتي ڪيو. جڏهن ڪين هوش آيو تڏهن اصل حقيقت پڇي وئي، چيائون "جڏهن مون چيو "سڌا ٿيو". تڏهن هڪ هاتف آواز ڏنو. "ڇا تون بہ الله سان سڌو ٿيو آهين؟"

## آدابِ نماز جو اثر

حضرت رسول ڪريم ﷺ جن فرمايائون "جڏهن خدا جو ٻانهو وضو ڪري وقت تي نماز پڙهندو آهي ۽ رڪوع ۽ سجدن کي سندن وقتن تي چڱي طرح ادا ڪندو آهي، تڏهن نماز چوندي آهي: "الله تنهنجي حفاظت ڪري جهڙي طرح تون منهنجي حفاظت ڪئي آهي". ان ڪانپوءِ هوءَ پنهنجي نورن کي ڪٺي مٿي ويندي آهي ۽ آسمان تي پهچڻ ڪانپوءِ اها الله وٽ وڃي پنهنجي نمازي جي سفارش ڪندي آهي، پر جڏهن هو خراب نماز پڙهندو

آهي تڏهن اها چوندي آهي تہ "خدا تنهنجو ستياناس ڪري، جيئن تو منهنجو ستياناس ڪيو آهي. انهي ڪان پوءِ اها تاريڪيءَ ڪي ڪٽي مٿي ويندي آهي، ايستائين جو آسمان جي دروازن وٽ وڃي بند ٿي ويندي آهي، پوءِ ان ڪي پراڻي ڪپڙي وانگر ويڙهي نمازي جي منهن تي هنئي ويندي آهي.

شيخ ابوسليمان الداراني رحہ جو چوڻ آهي تہ "جڏهن خدا جو ٻانهو نماز ۾ بيهندو آهي تڏهن الله تعاليٰ فرمائيندو آهي "مون ۽ منهنجي ٻانهي جي وچان حجاب کي ڪڍو". ۽ جڏهن اهو هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو آهي تڏهن خدا فرمائيندو آهي تہ "هن حجاب کي منهنجي ۽ هن جي وچان وري ڪيرائي ڇڏيو ۽ هن کي پنهنجي پسنديده شيءِ لاءِ آزاد ڇڏي ڏيو".

حضرت امام موسيٰ ڪاظم بن جعفر رضہ کي پڇيو ويو تہ "ماڻهن نماز جي اڳيان لنگهي اوهان جي نماز خراب ڪري ڇڏي آهي". فرمايائون "اها ذات جنهن جي لاءِ آئون نماز پڙهان ٿو انهي ماڻهوءَ کان وڌيڪ ويجهي آهي جيڪو منهنجي اڳيان لنگهي رهيو آهي". چون ٿا تہ امام زين العابدين علي بن الاحسين رضي الله عنهم جڏهن نماز جي لاءِ وڃڻ جو ارادو ڪندا هئا تہ ان وقت سندن چهري جو رنگ ايتري قدر بدلجي ويندو هو، جو سڃاڻي ڪونہ سگهبا هئا. جڏهن ڪانئن پڇيو ويو تڏهن فرمايائون تہ "ڇا اوهان کي خبر ناهي تہ ڪنهن جي اڳيان بيهڻ جو ارادو ڪريان ٿو".

حضرت عمار بن ياسر رضہ کان روايت آهي تہ حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون تہ "ڪنهن خدا جي ٻانهي جي حساب ۾ اهائي نماز لکي ويندي آهي جيڪا اهو سمجهي پڙهندو آهي". ٻي جڳهہ تي پاڻ فرمايو اٿن: "اوهان مان جيڪي ماڻهو مڪمل نماز پڙهن ٿا ۽ ڪي صرف نماز جو اڌ، ٽيون، چوٿون ۽ پنجون حصو پڙهن ٿا، ايستائين جو ڏهين حصي جي بہ نوبت اچي ويندي آهي".

## فرض ۽ نفل

شيخ خواص جو قول آهي تہ "ماڻهوءَ کي گهرجي پنهنجن فرضن جي گهٽتائي (چورائي) لاءِ نفلن جي نيت ڪري، جيڪڏهن انهي نيت نہ ڪئي تہ انهي مان ڪجهہ بہ حساب ۾ شامل نہ ٿيندو. اسانکي معلوم ٿيو آهي تہ

نفلن کي ان وقت تائين قبول نٿو ڪيو وڃي جيستائين فرض نمازون ادا نہ ڪجن (اهڙي موقعي تي) الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "اوهان جو مثال انهي ٻچڙي ٻانهي جهڙو آهي جيڪو فرض ادا ڪرڻ کان پهرين تحفا موڪلڻ شروع ڪري". ماڻهو الله تعاليٰ کان ٻن ڳالهين جي ڪري دور ٿي ويا آهن. پهرين هي تہ اُهي نفلن کي طلب ڪن ٿا، پر فرضن کي بري طرح ادا ڪن ٿا. ٻي هي تہ ظاهري عضون سان نيڪ ڪم ڪن ٿا، مگر پاڻ اندر سچائي ۽ خلوص پيدا نٿا ڪن. حالانڪ الله حق ۽ صداقت کانسواءِ ڪوبہ عمل قبول نٿو ڪري".

## نوڙت ۽ مانيٽائي

نماز ۾ اکيون بند ڪرڻ جي بنسبت اکيون کولڻ بهتر آهي، پر جيڪڏهن نظر جي پکڙجڻ جي ڪري خيال گهمڻ لڳن تہ خشوع پيدا ڪرڻ جي لاءِ اکيون بند ڪري سگهجن ٿيون. جيڪڏهن نماز ۾ اوٻاسي اچي تہ جيستائين ٿي سگهي، چپ بند ڪجن. ڇاڙي کي سيني سان نہ ڇهڻائجي ۽ نماز ۾ ڪنهن ٻي سان جهڳڙو نہ ڪرڻ گهرجي. چون ٿا تہ جنهن سان جهڳڙو ڪجي، اهو جهڳڙو ڪرڻ واري جي نماز کي ضايع ڪري ڇڏيندو آهي. انهي جي ڪري چيو ويو آهي تہ جيڪڏهن ڪو پهرين صف کي انهي لاءِ ڇڏي ڏي تہ انهي ڪري ماڻهن کي تڪليف ٿيندي ۽ ٻي صف ۾ بيهي رهي تہ خدا پهرين صف وارن جا ثواب گهٽ ڪرڻ کانسواءِ هن کي صف اول جو ثواب عطا فرمائيندو.

چون ٿا تہ جڏهن حضرت ابراهيم عليہ السلام نماز جي لاءِ بيهندو هو تہ سندن دل جي ڌڙڪڻ جو آواز هڪ ميل جي مفاصلي تي ٻڌڻ ۾ ايندو هو. حضرت عائشہ رضہ فرمائي ٿي تہ "رسول الله ﷺ جن جي سيني مبارڪ مان اهڙو آواز نڪرندو هو، جهڙو ديڳڙي جي اُٻرڻ وقت هوندو آهي، ايستائين جو اهو آواز مديني منوره جي ڪن گلين تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو.

حضرت جنيد رحہ کان پڇيو ويو تہ "نماز جا فرض ڪهڙا آهن؟ چيائون "دنياوي تعلقاتن کي ٽوڙڻ، يڪسوئي ۽ الله تعاليٰ جي اڳيان (دل ۽ جسم جو) حاضر رهڻ".

حضرت حسن رضہ جو قول آهي تہ "اوهان کي پنهنجي مذهب جي کهڙي شيءِ پياري آهي. جڏهن تہ نماز جي اوهان وٽ هيءَ بيقدري آهي". چون ٿا تہ خدا پاڪ پنهنجي هڪ نبي تي وحي نازل فرمائي تہ "جڏهن اوهين نماز پڙهو تڏهن اوهين مون کي پنهنجي قلب جو خشوع، پنهنجي بدن جي نيازمندي ۽ پنهنجن اکين جا لڙڪ نذرانو ڪريو. ان وقت آئون (اوهان جي) قريب هوندس".

حضرت ابوالخير الاقطع رحہ فرمايو آهي تہ "مون رسول الله ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺم تڏهن عرض ڪيم "يارسول الله ﷺ! اوهان مون کي هدايت فرمايو". پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو تہ "نماز جي پابندي ڪر، ڇوتہ مون بہ جڏهن الله تعاليٰ کان ڪنهن هدايت جي درخواست ڪئي تہ انهي مون کي نماز جي هدايت ڪئي هئي ۽ فرمايو هئائين "آئون نماز جي حالت ۾ اوهان کي ويجهي ۾ ويجهو آهيان".

## مشائخن جي نماز

هڪڙي پيري محمد بن يوسف الفرغاني رحہ ڏٺو تہ شيخ حاتم الاصم ماڻهن کي وعظ ڪري رهيو هو. پاڻ چيائين "اي حاتم! آئون ڏسي رهيو آهيان تہ تون ماڻهن کي وعظ ڪري رهيو آهين، ڇا تون چڱي طرح نماز بہ پڙهي سگهين ٿو؟ حاتم فرمايو "هائو" پاڻ پڇيائين تون ڪيئن نماز پڙهين ٿو؟ چيائين "آئون حڪم سان بيهي رهندو آهيان، خوف سان هلان ٿو. جلال و هيبت سان داخل ٿيندو آهيان ۽ عظمت الاهي جي تصور سان منهنجي تڪبير هوندي آهي. خوش الحاني سان منهنجي قرات آهي. پڻ خشوع سان رڪوع ڪندو آهيان ۽ تواضع سان سربسجود ٿيندو آهيان. تشهد (التحيات) جي وقت مڪمل طريقي سان ويهندو آهيان ۽ نيت جي مطابق سلام ورائيندو آهيان ۽ ان کان پوءِ نماز کي خدا جي سپرد ڪندو آهيان، پر زندگي ڀر ان جي حفاظت ڪندو آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي ملامت ڪندو آهيان تہ مون پنهنجي فرض ۾ ڪوتاهي ڪئي. مون کي ڊپ هوندو آهي تہ شايد منهنجي نماز قبول نہ پوي. تنهن هوندي بہ توقع هوندي آهي تہ شايد نماز قبول ٿي پوي. اهڙي طرح خوف ۽ اميد جي وچ ۾ رهندو آهيان. جنهن مون کي نماز سيکاري انهي جو شڪرگذار آهيان ۽ جيڪو مون کان دريافت

ڪري ان ڪي آءُ سيڪاريندو آهيان ۽ منهنجو پالڻهار جڏهن مون ڪي هدايت ڪندو ٻاهي تہ آءُ ان جي واڪاڻ ڪندو آهيان". محمد بن يوسف رحہ (الفرغاني رحہ) اهو ٻڌي چيائين "تو جهڙو ماڻهو واعظ بنجڻ جو لائق آهي".

الله تعاليٰ فرمايوَ آهي "جڏهن اوهين نشي ۾ هجو تہ نماز ڪي ويجها نہ وڃو". انهي جي توجيہ ۾ ڪن حضراتن فرمايو آهي تہ هن نشي مان مراد دنيا جي محبت آهي ۽ ڪن وري انهي مان دنيا جو فڪر مراد ورتو آهي. پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايو آهي تہ "جنهن ٻہ رڪعتون نماز اهڙي طرح پڙهي جو پنهنجي اندر ڪنهن دنياوي ڳالهہ جو خيال نہ ڪري، تہ الله تعاليٰ ان جا گذريل گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو آهي". نماز سراپا مسڪيني، تواضع، آزي نيزاري، خدا جي هم نشيني ۽ ٻئي هٿ ڪٽي الله الله ڪرڻ آهيہ جيڪو شخص ائين نہ ڪري ان جي نماز ناقص آهي".

هي ٻہ منقول آهي تہ جڏهن مؤمن نماز جي لاءِ وضو ڪندو آهي تڏهن شيطان انهي جي خوف کان زمين جي طرفن ڏانهن دور هليو ويندو آهي، ڇوتہ اهو شهنشاهہ عالم (خدا) ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪندو آهي. جڏهن هو تڪبير چوندو آهي تڏهن ابليس انهي کان لڪي ويندو آهي بلڪہ ان جي ۽ مؤمن جي وچ ۾ پردا وڌا ويندا آهن ۽ انهن جي ڪري هو انهي ڏانهن ڏسي ڪونہ سگهندو آهي، پر خداءِ جبار اُن جي سامهون هوندو آهي. جيئن ئي اهو الله اڪبر چوندو آهي تہ ملائڪ ان جي دل ۾ لڪي نهاريندو آهي. جيڪڏهن ان جي دل ۾ الله کانسواءِ وڌي ڪابہ ٻي شيءِ نہ هوندي تڏهن اهو ملائڪ چوندو آهي "تون سچ چوين ٿو. الله تنهنجي قول جي مطابق تنهنجي دل ۾ موجود آهي". انهي کان پوءِ اُن جي قلب مان نوراني شعائون نڪري ملڪوت عرش تائين پهچي وينديون آهن ۽ انهي نور جي ڪري ان تي آسمانن ۽ زمين جو عالم ملڪوت منڪشف ٿي ويندو آهي ۽ انهي نور جي اندر سندس نيڪيون لکيون وينديون آهن.

## غافل جي نماز

مگر جڏهن جاهل ۽ غافل انسان نماز جي لاءِ بيهندو آهي تہ شيطان انهي تي اهڙي طرح اڏرندا رهندا آهن، جهڙي طرح مکيون ماکيءَ جي قطري

تي گڏجي وينديون آهن. جڏهن اهو تڪبير چوندو آهي ته الله تعاليٰ ان جي دل اندر نهاريندو آهي، جيڪڏهن هن جي دل ۾ الله کان وڌيڪ ڪا به شيءِ هوندي آهي ته هو ان کي چوندو آهي ته "تون ڪوڙ ڳالهائين ٿو، تنهنجي دل ۾ الله سڀ کان وڏو ڪونهي جيئن تون چوين ٿو". ان وقت ان جي دل ۾ هڪ وسوسو اٿندو آهي، جيڪو آسمان تائين پهچي هن جي قلب جي لاءِ عالم ملڪوت جي راهه ۾ حجاب بنجي ويندو آهي، اهو حجاب سخت هوندو آهي، بلڪ شيطان انجي دل کي گهيرو ڪري انهي ۾ برابر ڦوڪيندو ۽ دم ڪندو رهندو آهي. ان جي اندر وسوسي کي بيحڙو نه بلڪ خوشنما ڏيکاريندو رهندو آهي، ايستائين جو هو نماز کان فارغ ٿيندو آهي ته ڪجهه به نه سمجهندو آهي ته هن ۾ ڇا هو.

حديث شريف ۾ آهي ته "جيڪڏهن شيطان آدم عليه السلام جي اولاد جي دلين تي نه اڏامن (حملي آور ٿين) ها ته اُهي آسماني عالمِ ملڪوت کي ضرور ڏسن ها".

## قلوبِ آسماني

بهرحال اُهي پاڪيزه قلب جن جي اصلاح جسم جي درستگي جي ڪري ٿي چڪي آهي سي آسماني آهن. اهڙي طرح جڏهن اُهي تڪبير چئي نماز شروع ڪندا آهن، ته انهي وقت اُهي آسمان ۾ داخل ٿي ويندا آهن. جهڙي طرح الله تعاليٰ آسمان کي شيطانن جي تصرف کان محفوظ رکيو آهي، اهڙي طرح آسماني قلب به شيطان جي ڪسجڻ کان محفوظ رهندو آهي. البته نفساني وسوسا باقي رهندا آهن. جيڪي آسمان جي پناهگاهه جي باوجود ڪٿبا ڪونه آهن. ان وقت شيطاني تصرف ڪٿجي ويندو آهي. پر عارفن جا قلب درجي بدرجي قرب جي مقامن ڏانهن وڌندا رهندا آهن. جڏهن اهي آسمانن جي مختلف طريقن تي چڙهندا رهندا آهن. تڏهن هر آسماني طبقي ۾ نفس جي ٿوري گهٽي ميراڻ پوئتي ڇڏي ويندا آهن. انهي جي مطابق نفساني وسوسا به گهٽجي ويندا آهن. ايستائين جو جڏهن اهي سيني آسمانن مان لنگهي عرش جي اڳيان پهچندا آهن تڏهن عرش جي تيز روشنيءَ جي سامهون سيئي نفساني وسوسا بلڪل فنا ٿي ويندا آهن. يعني

نفس جون اونداهيون نورِ قلب ۾ اهڙي طرح غائب ٿي وينديون آهن، جهڙي طرح رات ڏينهن ۾ غائب ٿي ويندي آهي. هن مقام تي پهچڻ کانپوءِ آدابِ نماز جا سيئي حقوق مڪمل ادا ٿين ٿا.

اسان هر نماز جا جيڪي آداب ذڪر ڪيا آهن اهي تمام گهٽ آهن. نماز جو شان اسان جي بيان کان گهڻو زياده وڏو ۽ مڪمل آهي، مگر اُهي ماڻهو غلطيءَ تي آهن جيڪي هيءُ خيال ڪن ٿا ته نماز جو مقصد الله جو ذڪر ڪرڻ آهي ۽ جڏهن ذڪر وصل ۾ تبديل ٿي وڃي ته نماز جي ڪهڙي ضرورت آهي. اهڙي طرح اهي گمراهي جي واٽن تي هلي باطل خيالن ڏانهن مائل آهن ۽ سيني رسمن ۽ احڪامن کي مٽائي حلال ۽ حرام کان انڪار ڪري رهيا آهن.

هڪ ٻي جماعت اهڙو مذهب اختيار ڪيو آهي جنهن کان انهن کي روحاني نقصان پهتو، البت اهي گمراهي کان محفوظ آهن. اهي فرض نمازن جو ته اقرار ڪن ٿا پر نفلن جي فضيلت جا منڪر آهن، انهن ادنيٰ روحاني حال تي عاشق ٿي عملن جي فضيلت کي ڇڏي ڏنو آهي. انهن کي اها خبر ڪانهي ته الله جي هر ڪاريگري (هيئت) ۽ هر حرڪت ۾ اهي اسرار ۽ حڪمتون لڪيل آهن جيڪي اذڪار جي ڪنهن به شيءِ ۾ موجود نه آهن.

احوال ۽ اعمال، روح ۽ جسم وانگيان آهن. جيستائين انسان دنيا ۾ موجود آهي، ان وقت تائين ان جو اعمالن کان پاسو ڪرڻ سرتاپا سرڪشي آهي. ڇوته اعمال روحاني احوالن جي ڪري پاڪيزه ٿين ٿا ته پوءِ "احوال" به اعمالن جي ڪري وڌن ويجهن ٿا.

باب اوڻيتاليهون

# روزي جي فضيلت ۽ ان جا سهڻا فائدا

حضرت نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته "صبر ايمان جو اڌ حصو آهي ۽ روزو صبر جو اڌ حصو آهي. انسان جو هر عمل ظلمن جي بدلي ۾ ويندو رهندو آهي، مگر روزو ڪنهن جي بدلي ۾ ضايع نٿو ٿئي، بلڪ خدا تعاليٰ قيامت جي ڏينهن هيئن فرمائيندو: "روزي جو مون سان تعلق آهي، انهي جي ڪري ڪوبه پنهنجو بدلو نٿو وٺي سگهي."

حديث شريف ۾ آيو آهي "روزو منهنجي لاءِ آهي. انهي لاءِ آئون ئي ان جو بدلو ڏيندس". روزي کي خدا پاڪ پاڻ ڏانهن انهيءَ لاءِ منسوب ڪيو آهي، جو انهيءَ ۾ خدا جو شان بي نيازي ۽ صمديت ڏٺي وڃي ٿي ۽ هي هڪ اهڙو پوشيده عمل آهي، جنهن ڪان الله ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه واقف نٿو ٿي سگهي. انهي ڪري ڪن بزرگن قرآن شريف جي لفظ "السائحون" مان روزيدار مراد ورتو آهي، ڇوته روزيدار پنهنجي بک ۽ اڄ جي ڪري الله جي طرف سير و سياحت ڪندا آهن. ٻي جاءِ تي ارشاد خداوندي آهي:

اِنَّمَا يُوَفَّى الصَّابِرُوْنَ اَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ. (زمر - ٢ پ ٢٣)

**ترجمو:** بيشڪ صبر ڪرڻ وارن کي بي انداز ۽ پورو پورو اجورو ڏنو ويندو.

ان جي تفسير ۾ بزرگن هيءُ چيو آهي ته انهي مان مراد روزيدار آهن، ڇوته صبر روزي جو ٻيو نالو آهي. جيئن ته روزيدارن کي اندازي ڪانسواءِ تمام گهڻو ثواب ملندو، ٻي آيت آهي:

فَلَا تَعْلَمُ نَفْسٌ مَّا اُخْفِيَ لَهُمْ مِّنْ قُرَّةِ اَعْيُنٍ جَزَآءً بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ. (سجده - پ ٢١)

ترجمو: ڪابہ جانِ اھو نتي ڄاڻي تہ ان جي لاءِ اکين جي ٺڍڪ
ٺڏاڻ پوشيده رکيل آھي، جيڪي ڪجھ اھي ڪندا ھئا، ھي
اُنھي جو اجورو (بدلو) آھي.

ان جي دليل ۾ ڪن بزرگن جو خيال آھي تہ انھن جو اھو عمل روزو آھي.

شيخ يحيٰ بن معاذ رحہ جو قول آھي تہ "مريد جڏھن فاقہ ڪشي ۾ مبتلا ٿيندو آھي تڏھن ملائڪ ازراہِ شفقت انھي تي لڙڪ وھائيندا آھن ۽ جيڪو ڪاڏي جي حرص ۾ مبتلا ٿيندو آھي تہ ھو شھوت جي باھہ ۾ سڙي ويندو، ڇوتہ آدم عليہ السلام جي اولاد جي نفس ۾ ھزارين قسمن جون برايون آھن ۽ اُھي سيئي شيطان جي ھٿن ۾ ٽنگيل آھن. اھڙي طرح جڏھن انسان پيٽ کي بکيو رکندو آھي ۽ سندس نڙيءَ کي روڪي پنھنجي نفس جي رياضت ڪري ٿو، تڏھن اُھي سيئي جزا سکي ويندا آھن يا بک جي باھہ ۾ سڙي ويندا آھن. ان وقت شيطان سندس پاڇي کان ڀڄندو آھي. پر جڏھن اھو پيٽ ڀريندو آھي ۽ پنھنجي نڙي کي شھوت جي لذتن ۾ آزاد ڇڏي ڏيندو آھي، تڏھن اھي جزا ساوا ٿي پوندا آھن.

پيٽ ڀرڻ نفس جي اھڙي ندي آھي، جنھن تان شيطان جو لنگھہ آھي ۽ بک روح جي اُھا ندي آھي جنھن تي ملائڪن جو نزول ٿئي ٿو. انھي لاءِ شيطان ھڪ ستل بکي انسان کان بہ شڪست کائيندو آھي، پوءِ ڪٿي جڏھن اھو (عبادت جي لاءِ) سڌو ٿي بيھي. مگر پيٽ ڀريل ماڻھوءَ سان اِھو بغلگير ٿيندو آھي ڪٿي اھو عبادت ۾ مصروف ڇو نہ ھجي. جيڪڏھن اھو ستل ھجي تہ خبر ناھي ڇا حال ھوندو. اھڙي طرح ھڪڙو صادق مريد نفس جي کائڻ پيئڻ جي خواھش (ڪرڻ) تي خدا پاڪ جي اڳيان فرياد ڪندو آھي.

## بزرگن جا ٽن کي تسيا ڏيڻ

ھڪڙو ماڻھو شيخ طيالسي رحہ وٽ آيو، پاڻ ان وقت سڪل مانيءَ کي پاڻي ۾ ڀڄائي لوڻ جي ڪٽڪين سان کائي رھيا ھئا. ھن ماڻھو چيو تہ "اوھان کي ھن جي کھڙي چاھہ ھوندي؟" فرمايائون "آئون ڪاڏو کائڻ کي ايتري وقت تائين ڇڏيندو آھيان جو مون کي وري طلب ٿيندي آھي".

جيڪو بہ ڪاڏي پيتي ۾ فضول خرچي ڪندو آھي، ان کي جلدي ذلت

۽ خواري آخرت کان پهرئين دنيا ۾ ئي حاصل ٿيندي آهي. ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته "اهو وڏو دروازو جنهن جي ذريعي خدا جي بارگاهه ۾ داخلا ملي ٿي، غذا کي ترڪ ڪرڻ آهي".

شيخ بشر رحه جو چوڻ آهي "بک دل کي صاف ۽ خواهش کي ماري ٿي ۽ مشڪل (دقيق) علم سيکاري ٿي. شيخ ذوالنون مصري رحه فرمايو آهي ته "جڏهن مون پيٽ ڀري کاڌو کاڌم، سير ٿي پاڻي پيتم، تڏهن مون ضرور الله جي نافرماني ڪئي يا ان جو ارادو ڪيم".

حضرت عائشه رضه فرمائي ٿي ته "اسان تي هن حالت ۾ مهينو يا اڌ مهينو لنگهي ويندو هو جو اسان جي گهر ۾ ڏيئو ٻارڻ يا ٻي ڪم جي لاءِ باهه ڪانه ٻرندي هئي". حضرت قاسم بن محمد رضه فرمائي ٿو ته مون چيو سبحان الله! پوءِ اوهان ڪهڙي شيءِ تي پنهنجو وقت پاس ڪندا هئا؟ فرمايائين "کجور ۽ پاڻي تي، انهي ڪانسواءِ اسانجن پاڙيسري انصارن وٽ (خدا انهن جو ڀلو ڪري) کير ڏيڻ واريون اُٺيون هونديون هيون ۽ ڪن وقتن ۾ اهي به مدد ڪندا هئا".

هڪڙي ڀيري حضرت بيبي حفصه بنت عمر رضه پنهنجي والد کي چيو ته "الله تعاليٰ هاڻي رزق کي وڌائي ڇڏيو آهي، جيئن ته هاڻي اوهان موجوده کاڌي جو مقدار وڌايو ۽ پنهنجن (معمولي) ڪپڙن کان وڌيڪ لباس پايو". انهي تي پاڻ فرمايائون ته "آئون انهي جو جواب توکان ئي طلب ڪريان ٿو، ڇا رسول الله ﷺ جن جو اهو حال ڪونه هو". پاڻ اهي الفاظ ڪيترائي ڀيرا چيائون، انهي تي پاڻ رضه روئڻ لڳي، پوءِ حضرت عمر رضه فرمايو ته "آئون توکي ٻڌايان ٿو ته آئون آنحضرت ﷺ جن جي سخت زندگيءَ ۾ شريڪ رهندس. شايد مون کي (انهي ڪري آخرت ۾) آسائش جي زندگي نصيب ٿئي". انهن جي ئي هڪڙي ماڻهوءَ جو قول آهي ته "جڏهن به مون اٽو ڇاڻيو ته اهو سندن حڪم جي خلاف هو".

حضرت عائشه رضه فرمائي ٿي ته "رسول الله ﷺ جن ڪڏهن به ٽي ڏينهن (لڳاتار) ڪڻڪ جي مانيءَ مان پيٽ مبارڪ نه ڀريائون، ايستائين جو پاڻ لاڏاڻو ڪري ويا. جيڪڏهن اوهين هميشه ملڪوت جو دروازو کڙڪائيندا رهندؤ ته اهو اوهان جي لاءِ کلي پوندو". ماڻهن عرض ڪيو ته "اسين اهو ڪم هميشه ڪيئن ڪريون؟ پاڻ جواب ڏنائين ته "بک ۽ اڃ سان".

هڪ ڀيري ابليس حضرت يحيٰ بن زڪريا عليهم السلام جي اڳيان ظاهر ٿيو، ان وٽ ڪيتريون ئي ڪراهيون هيون. پاڻ پڇيائون ته هي ڇا آهن؟ هن چيو ته "هي خواهشون آهن، جن ۾ آدم عليه السلام جي اولاد کي ڦاسائيندو آهيان". حضرت يحيٰ عليه السلام پڇيو ته ڇا "ڪنهن خواهش ۾ مون کي مبتلا ڏسين ٿو؟" هن چيو "نه سواءِ هن جي جو هڪ رات اوهان پيٽ ڀريو هو. ان وقت اسان توکي نماز ۽ ذڪر کان غافل (مست) ڪري ڇڏيو هو". پاڻ فرمايائون ته "پوءِ آئون ڪڏهن به پيٽ ڪونه ڀريندس". انهي تي ابليس چيو "ته آئون به ڪڏهن ڪنهن جي خيرخواهي نه ڪندس".

شيخ شفيق رحمة الله عليه جو قول آهي "عبادت به هڪ واپار آهي. ان جو دڪان اڪيلائي ۽ انهيءَ جو وکر بک آهي".

حضرت لقمان عليه السلام پنهنجي پٽ کي چيو ته "جڏهن معده ڀريل هوندو آهي، تڏهن قوتِ فڪر ستل ۽ حڪمت گونگي ٿي ويندي آهي ۽ عضوا عبادت ڪرڻ کان وِيهي رهندا آهن".

شيخ حسن رحه جو قول آهي ته "ٻه ڳالهيون گڏ نه ڪندا ڪريو، ڇوته اهو منافقن جو ڪاڄو آهي". هڪ ٻي بزرگ جو قول آهي ته "آئون اهڙن زاهدن کان خدا جي پناهه گهران ٿو جن جي معدي کي رنگارنگ غذائن خراب ڪري ڇڏيو هجي".

جيئن ته هڪ مريد جي لاءِ اهو مڪروهه آهي ته هو لڳاتار ڇئن ڏينهن کان وڌيڪ روزي کان بغير رهي، ڇوته ان وقت نفس پنهنجي عبادت ڏانهن موٽندو آهي ۽ سندس خواهش وڌي ويندي آهي. دنيا اوهان جو پيٽ آهي، جيتري قدر اوهان جو پنهنجي پيٽ جو زهد هوندو، ايتري قدر اوهان کي زاهد سمجهيو ويندو.

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته "ماڻهوءَ کوبه ٿانوُ اهڙو ڪونه ڀريو آهي، جيڪو پيٽ کان وڌيڪ وڏو هجي، حالانڪ فرزند آدم عليه السلام جي لاءِ چند گره ڪافي آهن، جيڪي هن جي چيلهه کي سڌو رکي سگهن، جيڪڏهن گهڻي ضرورت هجي ته هڪ اڌ حصو کاڌي جي لاءِ رهي، هڪ اڌ حصو پيئڻ لاءِ رهي ۽ هڪ اڌ حصو ساهه کڻڻ لاءِ هجي".

شيخ فتح موصلي رحه چوي ٿو ته "آئون ٽيهن مشائخن جي صحبت ۾ رهيس، جڏهن انهن کان موڪلايم، تڏهن هرهڪ مون کي هيءَ هدايت ڪئي ته آئون نوعمر ڇوڪرن جي صحبت کي ترڪ ڪريان ۽ گهٽ کاڄو کاوان".

## باب چاليهون

# روزن رکڻ ۽ ڇڏڻ جا مختلف طريقا

ڪي بزرگ هميشہ سفر ۽ حضر ۾ روزا رکندا هئا، ايستائين جو اهي وڃي خدا سان مليا. شيخ ابو عبدالله بن جبار رحہ پنجاهہ سالن کان وڌيڪ عرصي تائين روزا رکيا. پاڻ سفر ۽ حضر ۾ ڪڏهن بہ روزو ڪونہ ڇڏيائون. هڪ ڏينهن سندن ساٿين زور ڀريو تڏهن پاڻ ڇڏي ڏنائون، پر انهي ڪري پاڻ ڪيترائي ڏينهن بيمار رهيا.

جڏهن مريد ڪي ڏسڻ ۾ اچي تہ هن جي قلب جي اصلاح لڳاتار روزن رکڻ ۾ آهي تہ اهو لڳاتار روزا رکي ۽ افطار جي لاءِ بہ گنجائش رکي، انهي ڪري سندس مقصد کي چڱي طرح مدد ملندي.

حضرت ابوموسيٰ الاشعري رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمائين ٿا تہ "جيڪو هميشہ روزا رکندو تہ دوزخ انهي لاءِ سوڙهو ڪيو ويندو. پاڻ سونهارن ﷺ (ان جي تشريح لاءِ) نوي جي ڳنڍ ڏيئي ٻڌايائون تہ انهي لاءِ دوزخ ۾ ذري بہ جڳهہ نہ هوندي".

مشائخن جي هڪڙي جماعت اهو طريقو مڪروهہ قرار ڏنو آهي. انهي سلسلي ۾ حضرت ابوقتاده رضہ جي هيءَ روايت پيش ڪن ٿا تہ هو چوي ٿو تہ "پاڻ سردارن ﷺ جن کان دريافت ڪيو ويو تہ انهي شخص جي ڪهڙي ڪيفيت آهي جيڪو لڳاتار روزا رکي؟ پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو تہ "انهي نہ روزو رکيو نہ افطار ڪيو". هن حديث جي تاويل هن طرح ڪئي ويئي آهي تہ لڳاتار روزا رکڻ مان مراد هيءَ آهي تہ عيدن ۽ ايام تشريق ۾ بہ افطار نہ ڪجي. انهي قسم جا روزا مڪروهہ (حرام) آهن. پر جيڪڏهن انهن ڏينهن ۾ روزو افطار ڪجي تہ اهي انهي قسم جا روزا نہ رهندا، جن کي نبي ڪريم ﷺ جن مڪروهہ ٻڌايو هو.

ڪي بزرگ هڪ ڏينهن روزو رکندا هئا ۽ هڪ ڏينهن روزو ڪونہ رکندا هئا. جيئن تہ حديث شريف ۾ آيو آهي "بهترين روزا منهنجي ڀاءُ حضرت داؤد عليہ السلام جا هئا. جيڪي هڪ ڏينهن روزو رکندا هئا ۽ هڪ ڏينهن ڇڏي ڏيندا هئا". هن طريقي ڪي هڪ وڏي جماعت پسند ڪيو آهي، جيئن تہ انسان صبر ۽ شڪر ٻنهي حالتن ۾ رهي. ڪي بزرگ ٻہ ڏينهن روزا رکندا ۽ هڪڙو ڏينهن ڇڏي ڏيندا آهن يا هڪڙو ڏينهن روزو رکن ٿا ۽ ٻہ ڏينهن روزا ڪونہ رکندا آهن. ڪي حضرات صرف سومر، خميس ۽ جمعي جو روزا رکندا هئا.

چون ٿا تہ شيخ سهل بن عبدالله رحہ پندرهن ڏينهن ۾ صرف هڪ ڀيرو کاڌو کائيندا هئا ۽ رمضان شريف ۾ صرف هڪ دفعو کائيندا هئا. سنت جي مطابق صاف ۽ سادي پاڻيءَ سان روزو کوليندا هئا. حضرت جنيد رحہ لڳاتار روزا رکندو هو. پر جڏهن سندن روحاني ياٽر وٽن ايندا هئا تہ انهن سان گڏجي ڇڏي ڏيندا هئا ۽ چوندا هئا تہ "ياٽرن جو ساٿ ڏيڻ روزي جي فضيلت کان گهٽ ڪونهي". پر انهي قسم جو ڇڏڻ علم جو محتاج آهي ڇوتہ ڪڏهن سافرو رهڻ جو سبب نفساني طمع بہ هوندو آهي. صرف ياٽرن جي موافقت جي نيت نہ هوندي آهي. جيئن تہ نفساني حرص ۽ طمع جي هئڻ ڪري نيت کي خالص رکڻ تمام ڏکيو آهي.

## روزي ۾ تسليم ۽ رضا

منهنجو مرشد محترم فرمائيندو هو تہ "مون کي ڪيترائي سال ٿي ويا جو مون ڪابہ شيءِ ٻهرين کان فرمائش ڪري کانہ کاڌي، بلڪ جڏهن ڪابہ شيءِ مون کي ڏني ويندي هئي تڏهن آئون ان کي خدا جو فضل ۽ عنايت ۽ سندس خاص فعل سمجهندي ان جي فعل جي موافقت ڪندو هئس.

وڌيڪ فرمايائون تہ "هڪ ڏينهن مون کي کاڌي جي خواهش ٿي، ان وقت تائين اهو ماڻهو ڪونہ آيو هو، جيڪو کاڌو حاضر ڪندو هو. جيئن تہ مون انهي ڪوٺيءَ جو دروازو کوليو جنهن ۾ کاڌو رکيل هو ۽ اتان کان کاڌي جي لاءِ هڪ ڏاڙهون ڪڍيم، ايتري ۾ هڪڙي ٻلي آئي، انهي اُتي جي هڪڙي ڪڪڙي کي جهلي ورتو. انهي تي مون دل ۾ چيم تہ هيءُ ڏاڙهون ڪٽڻ جي سزا آهي".

مون شيخ ابوالسعود رحہ کي ڏٺو هو ڏينهن ۾ ڪيترائي دفعا کاڌو

ڪائيندو هو ۽ جنهن وقت به ڪاڏو آندو ويندو هو انهيءَ مان ٿورو گهڻو ڪائيندو هو. سندس راءِ هئي ته پاڻ حق تعاليٰ جي موافقت ۾ ڪاڏو ڪائين ٿا ۽ انهي جي راءِ تي هلن ٿا. اهڙي طرح پاڻ ڪائڻ پيئڻ ۽ سيني معاملن ۾ پنهنجي مرضي ۽ اختيار کي ترڪ ڪري ڇڏيو هو. انهن نه ته انهي وڏي مقصد جي لاءِ ڪو ڪم ڪيو ۽ نڪا شيءِ حاصل ڪرڻ جو ذريعو اختيار ڪيائون. بلڪ رزق ملڻ جي لاءِ خدا تعاليٰ جي فعل جو انتظار ڪندا رهيا. ڪافي عرصي تائين ڪنهن کي سندن حالت جي خبر ڪانه رهي. ان ڪانپوءِ الله تعاليٰ سندن حال ظاهر ڪيو ۽ انهي ڪم لاءِ سندس چند ساٿين ۽ شاگردن کي مقرر ڪيو، جيڪي ڪاڏي ۾ محنت ڪري ڪيس ڏيندا هئا، جنهن کي پاڻ خدا جو فضل سمجهي ڪائيندا هئا. مون کي هينئن فرمائيندي ٻڌو ته:

"هر صبح جو روزو رکڻ مون کي پيارو آهي، پر جڏهن خدا تعاليٰ پنهنجي فضل سان روزي جي محبت کي ختم ڪري ڇڏي ٿو ته انهي حالت ۾ به انهي جي پيروي ڪريان ٿو".

## رياڪاري جو تصور

واسط شهر جي هڪ مخلص درويش جي باري ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي ته انهي ڪيترن ئي سالن تائين روزا رکيا، پر رمضان جي مهينن ڪانسواءِ هميشه سج لهڻ ڪان اڳ ۾ روزو کولي وٺندو هو.

شيخ ابوالنصر سراج رحه فرمائي ٿو ته "هڪڙي جماعت انهي شرعي مخالفت کي ناپسند ڪيو آهي ڪٿي روزو نفلي ڇونه هجي. پر ٻين ماڻهن ان کي انهي لاءِ پسند ڪيو آهي ته اهو درويش اهڙي طرح بکيو رهي نفس جي اصلاح ڪرڻ گهرندو هو، جيئن ته اهو ان کي روزو سمجهي لطف اندوز نه ٿئي. پر منهنجي دل ۾ هيءُ خيال پيدا ٿئي ٿو ته جيڪڏهن انهن جو مقصد نفس کي روزي جي تصور مان مزو پهچائڻ ڪونهي ته اهو روزي جي تصور ڪان لطف اندوز نه هئڻ جي خيال ڪان به ان کي ضرور لذت حاصل ٿئي ٿي. اهڙي طرح اهو معاملو لاڳيتو هلندو رهندو. جيئن ته بهتر هينئن آهي ته علم شريعت جي مطابق روزي کي پورو ڪجي. جهڙي طرح خدا خود فرمائي ٿو ته "اوهين پنهنجن اعمالن کي بيڪار نه ڪريو". پوءِ به حق وارن جا ڪم نيڪ

نيتي تي ٻڌل هوندا آهن. انهي لاءِ اهي صداقت جي مخالفت ڪانہ ڪندا آهن ڇوتہ صداقت ڪنهن بہ صورت ۾ هجي بهرحال پسند ٿيل آهي ۽ هڪ حق پرست انسان هر حالت ۾ صرف صداقت جي حدن اندر محفوظ رهي ٿو.

## گڏجي روزا رکڻ

هڪ درويش جو فرمان آهي تہ جيڪڏهن اوهين ڪنهن صوفي کي نفلي روزا رکندي ڏسو تہ ان کي ملزم سمجهو، ڇوتہ انهي ۾ هو دنياداري جي ڪن ڳالهين سان پريل آهي. چون ٿا تہ جيڪڏهن هڪ ئي هم خيال جماعت ۾ ڪو نُوئي مريد هجي، تہ سيئي ماڻهو ان کي روزا رکڻ تي آماده ڪن ۽ جيڪڏهن انجي موافقت نہ ڪري سگهن تہ انهي جي افطار ڪرڻ جو اهتمام ڪن ۽ ازراه لطف ۽ عنايت انهي لاءِ تڪليف ڪن، پر انهي جي حالت جو پنهنجي حالت سان اندازو نہ لڳائجي ۽ جيڪڏهن ڪا جماعت هڪ مرشد سان گڏ هجي تہ اها مرشد سان گڏجي روزا رکي ۽ انهي جي افطار ڪرڻ سان گڏ افطار ڪري، سواءِ انهي ماڻهو جي جنهن کي مرشد محترم ان کان مختلف ڪو بيو حڪم ڏي. انهي اصول جي ڪري هڪ درويش پنهنجي نوجوان ساٿي جي تربيت لاءِ ڪيترائي سال روزا رکيا، جيئن تہ اهو کين ڏسي سندن نمونو اختيار ڪري ۽ سندس روزن سان هو بہ روزا رکي.

شيخ ابوالحسن مڪي رحہ جي باري ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو تہ هو بصري ۾ ويهي لڳاتار روزا رکندو هو ۽ صرف جمعي جي رات جو ماني ڪائيندو هو. اهڙي طرح هر مهيني سندس خوراڪ جو خرچ چار دانق [1] هو. پاڻ کجور جي ڇوڏن مان رسيون تيار ڪندو هو ۽ کين وڪڻي اها رقم حاصل ڪندو هو.

شيخ ابوالحسن بن سالم رحہ فرمائي ٿو تہ "آئون ان کي ان وقت بزرگ سمجهندس جڏهن هو افطار ڪري کاڌو کائڻ لڳي". شيخ ابن سالم کين هلڪي درجي جي نفساني خواهش جو ملزم ڄاڻندا هئا، ڇوتہ هو ماڻهن ۾ صائم الدهر (هميشہ روزائتو) مشهور هو. انهي ڪري هڪڙي درويش جو قول آهي تہ جيڪو ٻانهو خدا جي لاءِ مخلص هوندو آهي، اهو هينئن گهرندو

(١) دانق درهم جو ڇهون حصو آهي يعني دانق تقريبا ٽن پيسن جي برابر آهي ۽ چار دانق ٽن آنن جي برابر آهي. (مترجم)

آهي ته هڪ اهڙي ڪوهه ۾ هجي جتي ان کي ڪوبه نه سڃاڻي ۽ جيڪو وڏيڪ ڪاڏو ڪائي ٿو اهو زائد ڳالهيون گهڙي ٿو.

شيخ ابوالحسن تينسي رحه پنهنجن ساٿين سان حرم شريف ۾ ست ڏينهن رهيو. انهي عرصي ۾ پاڻ ڪجهه ڪونه ڪاڌائون. سندن هڪڙو ساٿي طهارت لاءِ نڪتو ته هن گدري جي کل ڏٺي ۽ ان کي ڪاڌائين. ڪنهن ڪيس ڏسي ورتو تڏهن پويان لڳو ۽ ڪجهه ڪاڏو امداد طور ڪٽي ان کي قوم جي سامهون پيش ڪيائين. شيخ صاحب دريافت ڪيو ته "اوهان مان ڪنهن هيءُ ڏوهه ڪيو آهي؟" انهي ماڻهو چيو ته مون گدري جي کل ڏٺي هئي ان کي ڪٽي ڪاڌم. پاڻ فرمايائين ته "تون پنهنجي ڏوهه ۽ امداد سان رهه". هن چيو ته "آئون پنهنجي ڏوهه کان توبه ڪريان ٿو". فرمايائين "خير توبه کان پوءِ ڪوبه حرج ڪونهي".

## بيض جا روزا

اهلِ حق بيض جي ڏينهن جا روزا رکڻ پسند ڪندا هئا. اهي تيرهين، چوڏهين ۽ پندرهين تاريخ جا روزا آهن. روايت آهي ته جڏهن حضرت آدم عليه السلام کي زمين تي لاٿو ويو تڏهن گناهه جي اثر کان سندن جسم ڪارو ٿي ويو. جڏهن الله تعاليٰ سندن توبه قبول ڪئي تڏهن حڪم ڏنو ته پاڻ بيض جي ڏينهن جا روزا رکن. اهڙي طرح روزانو هڪ روزو رکڻ جي ڪري سندن ٽيون حصو جسم اڇو ٿيندو ويو. ايستائين جو ايام بيض جا ٽي روزا رکڻ کانپوءِ سندن سڄو بدن صحيح ٿي ويو. اهڙي طرح شعبان مهيني جي پهرين پندرهن ڏينهن ۾ روزا رکڻ ۽ آخري پندرهن ڏينهن ۾ افطار ڪرڻ پسند ڪيو وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن شعبان مهيني ۽ رمضان ٻنهي مهينن ۾ لڳاتار روزا رکي ته ڪوبه حرج ڪونهي، پر جيڪڏهن ڪنهن هن مهيني ۾ روزا نه رکيا ته اهو رمضان کان ٻه ڏينهن پهرين روزا نه رکي. ڪي بزرگ رجب جي سڄي مهيني ۾ روزا رکڻ کي مڪروهه سمجهن ٿا، ڇوته انهي کان رمضان سان مقابلو ۽ مشابهت ٿئي ٿي. البته ماه ذوالحج ۽ محرم جي ڏهي ۾ روزا رکڻ مستحب آهن. اهڙي طرح عام مهينن ۾ خميس ۽ جمعو ۽ ڇنڇر جي ڏينهن روزا رکي ته اهو دوزخ کان ست سؤ سال دور ٿي ويندو.

## باب ايڪيتاليهون

# روزي جا آداب

روزي ۾ صوفين سڳورن جي آداب جو نچوڙ هي آهي ته ظاهري ۽ باطني حالت کي قبضي ۾ ڪجي. عضون کي گناهن کان روڪجي يعني نفس کي کاڌي کائڻ کان روڪجي ۽ کاڌي جي لاءِ جدوجهد نه ڪجي.

مون ٻڌو آهي ته عراق جي هڪ بزرگ ۽ سندس ساٿين جو هي طريقو هو ته هو روزا رکندا هئا ۽ افطار کان پهرين الله جي طرفان جيڪي ڪجهه کين ميسر ٿيندو هو انهي تي گذارو ڪري افطار ڪندا هئا، جيئن ته اهو خلافِ ادب آهي جو مريد مباح شين کي ته ڇڏي ڏي پر حرام ۽ گناهه جي چيزنَ سان روزو کولي. حضرت ابوالدرداءَ رضہ فرمائيندو هو ته: "عقلمندن جو سمهڻ ۽ افطار ڪيتري قدر عمدو آهي پر بيوقوفن جو بيدار رهڻ ۽ روزا رکڻ سندن نقصان جو سبب ٿيندو آهي". ڇوته اهلِ يقين ۽ پرهيزگارن جو ٿورو عمل فريب وارن ماڻهن جي جبلن جهڙن عملن کان به افضل آهي".

روزي جي فضيلت ۽ ادب جو طريقو هي به آهي ته انسان پنهنجي روزاني جي کاڌي کان گهٽ کائي نه ته پوءِ کاڌي جي هڪڙي وقت تي ڪيترائي کاڌا گڏ ڪجن ته اهڙي طرح روزي جي گهٽتائي جي پورائي ٿي، حالانڪ روزي جو مقصد هي آهي ته نفس کي هيٺو ڪجي ۽ ان کي حد کان وڌڻ کان کان روڪجي ۽ ضرورت جي مطابق کاڌو واپرائجي. اهلِ حق هن ڳالهه کان چڱي طرح واقف آهن ته ضرورت تي پورائو ڪرڻ سان نفس کي سيني اعمالن ۽ اقوالن ۾ ضرورت جي ئي اندر محدود ڪري سگهجي ٿو. نفس جو هي طريقو آهي ته جيڪڏهن ان کي الله پاڪ جي ڪمن جي باري ۾ ڪنهن هڪ شيءِ جي ضرورت جو پابند بنائجي ته اهو هر حالت ۾ انهي معيار جي پابندي ڪندو آهي. اهڙي طرح کاڌي ۾ ضرورت جو پابند رهڻ

سان اهو سمهڻ، ڳالهائڻ ۽ ڪم ڪرڻ ۾ ضرورت جو پابند ٿي ويندو آهي. اهلِ حق جي لاءِ هيءُ خير ۽ ڀلائي جو تمام وڏو دروازو آهي، جنهن جو لحاظ تمام ضروري آهي. ڇوته ضرورت جي علم جو فائدو انهن ٻانهن کي ملندو آهي، جن جي خدا تعاليٰ خود تربيت ڪري پنهنجو چونڊيل ۽ مقرب ٻانهون بنائيندو آهي.

روزي ۾ گهرواريءَ سان خوش گپيون ۽ دل لڳي ڪرڻ ۽ انهي سان ڪچهري ڪرڻ کان پرهيز ڪجي جيئن ته روزو وڌيڪ پاڪيزه رهي ۽ سنت جي پيروي ۾ اُسور (سحري) جو کاڌو کائجي. انهي سان روزي جي تڪميل ٻن طرحن کان ٿيندي آهي. هڪ ته سنت جي برڪت حاصل ٿيندي آهي ٻيو کاڌي جي ڪري روزي کي تقويت ملي ٿي.

حضرت انس رضہ کان روايت آهي ته پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايائون ته "سحري کائو ڇوته سحريءَ ۾ برڪت آهي". اهڙي طرح سنت جي پيروي ۾ جلد افطار ڪجي. جيڪڏهن سومهڻي کانپوءِ کاڌو کائڻ جو ارادو هجي ۽ جيڪڏهن ڪو شخص رات جي ٻنهي نمازن جي وچ ۾ عبادت ڪرڻ گهري ته اهو پاڻيءَ سان افطار ڪري يا ڪشمش ۽ ڇوهارن جا چند داڻا استعمال ڪري يا چند گراهه کائي وٺي، پر شرط هي آهي ته نفس جي ڇڪتاڻ برپا هجي، جيئن ته ٻنهي نمازن جي پيروي ۾ صرف پاڻي تي پورائو ڪري.

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي ته پاڻ سردارن ﷺ جن پنهنجي پالڻهار جي طرفان هيءُ قول نقل ڪندي فرمايائون ته "منهنجو اهو ٻانهو محبوب ترين آهي جيڪو روزي کولڻ ۾ سڀ کان وڌيڪ جلدي ڪري".

پاڻ سونهارن ﷺ جن ٻيءَ جاءِ تي فرمايو آهي ته "ماڻهو جيستائين جلدي افطاري ڪندا رهندا ته اُهي ان وقت تائين خيريت سان رهندا".

سانجهيءَ جي نماز پڙهڻ کان پهرين افطار ڪرڻ سنت آهي. حضور جن ﷺ پاڻي يا کير جي هڪ ڍڪ يا چند کجورن سان افطار ڪندا هئا.

حديث ۾ آيو آهي ته ڪيترائي روزيدار اهڙا آهن، جن جي روزي جو حصو صرف بک ۽ اڃ آهي". هن جي تشريح ۾ هيئن چيو ويو آهي ته انهيَ مان مراد اُهي آهن، جيڪي سڄو ڏينهن بکيا رهن ٿا ۽ حرام شيءِ تي افطاري ڪن ٿا. يا انهيءَ مان اُهي مراد آهن جيڪي حلال کاڌي تي روزا

رکن ٿا ۽ گلا ڪري ماڻهن جو گوشت کائي افطاري ڪن ٿا.

## گلا ڪرڻ ۽ ڪوڙ هڻڻ

حضرت سفيان رحه جو قول آهي ته "جنهن گلا ڪئي انهيءَ جو روزو فاسد آهي". حضرت مجاهد رحه جو قول آهي ته "ٻه عادتون گلا ۽ ڪوڙ روزي کي خراب ڪن ٿيون". شيخ ابوطالب مکي رحه فرمائي ٿو: "الله تعاليٰ ڪوڙي ڳالهه کي سڻڻ ۽ ٻجڙي ڳالهه چوڻ کي حرام کاڌي سان گڏ شامل ڪيو آهي ۽ فرمايو آهي ته:

سَمّٰعُوْنَ لِلْكَذِبِ اَكّٰلُوْنَ لِلسُّحْتِ. (پ ٦)

ترجمو: اُهي ڪوڙين ڳالهين کي گهڻو ٻڌن ٿا ۽ حرام مال کي چڱي طرح کائين ٿا.

حديث ۾ مذڪور آهي ته "ٻن عورتن نبي ڪريم ﷺ جن جي زماني مبارڪ ۾ روزو رکيو. ڏينهن جي پوياڙي جو انهن پاڻ سونهارن ﷺ ڏانهن نياپو موڪلي افطار ڪرڻ جي اجازت گهري. پاڻ سونهارن ﷺ هڪڙو پيالو موڪليو ۽ فرمايائون ته "انهن کي چئو ته جيڪي ڪجهه اوهان کاڌو آهي اهو هن ۾ الٽي ڪريو، جيئن ته انهن مان هڪڙي جي اڌ الٽيءَ ۾ خالص خون ۽ اڌ ۾ تازو گوشت ظاهر ٿيو. ٻي به اهڙي طرح الٽي ڪئي، ايستائين جو انهن پيالو ڀري ڇڏيو. ماڻهن انهن تي عجب ڪيو، تڏهن پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايائون ته "انهن ٻنهي روزو رکڻ کانپوءِ حرام شيءِ سان روزو کوليو هو".

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته "جڏهن اوهان جي روزي جو ڏينهن هجي ته روزيدار نه بدڪلامي ڪري ۽ نه جهالت جي ڪا ڳالهه ڪري. جيڪڏهن ڪو ان کي گار ڏي ته اهو هيئنئن چوي ته "آئون روزيدار آهيان". ٻي حديث ۾ مذڪور آهي ته "روزو هڪ امانت آهي ۽ اوهان کي پنهنجي امانت جي حفاظت ڪرڻ گهرجي".

## روزي ۾ توڪل ڪرڻ

صوفي اهوئي آهي جنهن جو رزق مقرر ۽ معلوم نه هجي نه ان کي اها خبر هجي ته ان وٽ ڪڏهن رزق ايندو. اهڙي طرح جڏهن خدا انهي ڏانهن

رزق موڪلي تہ اهو ان ڪي ادب سان ڪاٺي پر پنهنجي وقت جو هميشہ خيال رکي. بهرحال اهڙي شخص جي افطار انهي شخص ڪان بهتر آهي جنهن جو رزق معلوم ۾ موجود هجي. انهي جي باوجود بہ اهو روزو رکي، تہ اهو ڪامل فضيلت حاصل ڪندو آهي.

شيخ روئيم رحہ بيان فرمائي ٿو تہ "آئون ٻنپهرن جو بغداد جي هڪ گهٽيءَ مان لنگهيس ان وقت جڏهن مون کي سخت اُڃ لڳي، آئون هڪ گهر جي دروازي ڏانهن وڌيس ۽ اتان ڪان پاڻي گهريم. انهي وقت هڪڙي ٻانهي نئون پيالو ٿڌي پاڻيءَ جو ڀريل ڪڍي آئي، جڏهن مون سندس هٿ مان پاڻي ڪڻڻ گهريم، تڏهن انهي چيو تہ صوفي ٿي ڪري ڏينهن جو پاڻي پيئين ٿو. اهو چئي هن پيالو اڇلايو ۽ هلي ويئي". شيخ روئيم فرمائي ٿو تہ "مون کي انهي واقعي تي وڏو افسوس ٿيو ۽ مون عهد ڪيو تہ هاڻي وري ڪڏهن بہ سافرو نہ رهندس".

ڪن ماڻهن لڳاتار هميشہ روزا رکڻ کي انهي ڪري ناپسند ڪيو آهي تہ نفس جڏهن روزن ڪان مائل ٿي انهي جو عادي ٿي ويندو آهي تہ انهي تي روزو نہ رکڻ ناپسند لڳندو آهي، جهڙي طرح هو ماڻهو جيڪو ڪاڏي جو عادي هجي تہ اهو روزي رکڻ کي ناپسند ڪندو آهي، اهڙي طرح انهن جي خيال ۾ فضيلت انهيءَ ۾ آهي تہ نفس ڪنهن بہ شيءِ جو عادي نہ هجي. سندس راءِ هي آهي تہ هڪڙي ڏينهن روزو رکڻ ۽ هڪ ڏينهن روزو نہ رکڻ نفس تي وڏيڪ ڳرو رهندو آهي.

## جماعت سان هڪجهڙائي ڪرڻ

درويشن جو هڪڙو طريقو هي بہ آهي تہ جيڪڏهن ڪو جماعت سان رهندڙ هجي تہ سندن اجازت ڪانسواءِ روزا نہ رکي. ان جو سبب هي آهي تہ سچي جماعت جا قلب انهيءَ جي ڪاڏي سان لاڳاپيل هوندا آهن ۽ ڪين ڪابہ خبر ڪانہ هوندي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن اهو جماعت جي اجازت سان روزا رکي ۽ وٽن ڪوبہ نذرانو اچي تہ انهن جي لاءِ ضروري ڪونهي تہ اهي ان ڪي روزيدارن لاءِ سنڀالي رکن. چوتہ اها سيني کي خبر آهي تہ سافروئن کي ان جي ضرورت آهي. روزيدار کي تہ خدا تعاليٰ خود رزق مهيا ڪري

ڏي ٿو. سواءِ انهي صورت جي جڏهن روزيدار پنهنجين روحاني يا جسماني ڪمزورين ۽ پيري وغيره جي ڪري رعايت جو مستحق هجي".

اهڙي طرح روزيدار سامان گڏ ڪرڻ جي لاءِ پنهنجو حصو نہ وٺي ڇوته اهو روحاني ڪمزوري جو نتيجو آهي، جيڪڏهن اهو حقيقت ۾ ڪمزور آهي تہ پنهنجي حالت ۽ ڪمزوريءَ جو اعتراف ڪري ذخيرو گڏ ڪري سگهي ٿو.

جيئن ڪجهہ اسان ذڪر ڪيو آهي اهو انهن ماڻهن جو حال آهي، جن جي روزي معلوم ۽ مقرر نہ آهي، پر اُهي صوفي سڀ ڳورا جيڪي معلوم ۽ مقرر طريقي تي خانقاهہ ۾ رهن ٿا. روزو رکڻ انهن جي مناسب حال آهي ۽ روزا نہ رکڻ ۾ جماعت جي موافقت انهن جي لاءِ ضروري ڪانهي. اهو اصول انهي جماعت لاءِ بلڪل واضح آهي، جن جي معلوم ۽ مقرر روزي هجي. انهن ڪي اها ڏينهن جو ڏيئي سگهجي ٿي تہ انهي صورت ۾ هي ٻڌايو ويو آهي تہ روزيدار جي لاءِ سافروئن جي مدد ڪرڻ انهي ڪان بهتر آهي تہ سافروئن ڪان سوال ڪجي تہ اهي روزيدارن جي موافقت ڪن.

## مخالف ۽ موافق دليل

اهلِ حق جي انهي اصول جو بنياد صداقت تي آهي، صداقت جو هي طريقو آهي تہ نيت ۽ نفس جي حالتن ڪي چڱيءَ طرح معلوم ڪجي. اهڙي طرح روزو رکڻ ۽ نہ رکڻ پڻ موافقت ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جي حالت ۾ جتي بہ نيت صحيح هجي اهائي افضل آهي. جيستائين حديث ۽ سنت جو تعلق آهي تہ انهي حيثيت ڪان بہ هرهڪ وٽ دليل موجود آهي. اهڙي طرح اهو روزيدار جيڪو پنهنجي جماعت جيِ موافقت ڪندي روزو نہ رکي تہ انهي وٽ بہ دليل موجود آهي ۽ جيڪو موافقت نہ ڪندي روزو رکن ٿا انهن وٽ بہ ثبوت موجود آهن.

اسانکي پنهنجن مشائخن ڪان مستند ذريعن سان معلوم ٿيو آهي تہ حضرت ابوسعيد الخدري رضہ فرمائي ٿو تہ "مون نبي ڪريم ﷺ جن ۽ سندن اصحابن سڀ ڳورن لاءِ کاڌو تيار ڪيو ۽ جڏهن ڪين کاڌو ڏنو ويو تڏهن هڪڙي ماڻهوءَ چيو تہ "آئون روزيدار آهيان". انهيءَ تي حضرت رسول الله

ﷺ جن فرمايائون تہ "تنھنجي ياءِ اوھان کي سڏايو ۽ اوھان جي لاءِ تڪليف ڪيائين، پوءِ بہ اوھين چئو ٿا تہ "آئون روزيدار آھيان". ڪاڏو ڪاءُ ۽ انھي بجاءِ ڪنھن ٻي ڏينھن روزو رکجانءِ. ھي انھن ماڻھن جو دليل آھي جيڪي جماعت جي موافقت جا قائل آھن ۽ اھي ماڻھو جيڪي جماعت جا قائل نہ آھن اھي ھي حديث ثبوت ۾ آڻيندا آھن تہ "پاڻ سردارن ﷺ جن ۽ سندن اصحابن سڀني گڏجي ڪاڌو ڪاڌائون، پر حضرت بلال رضہ روزيدار ھو. ان وقت پاڻ سونھارن ﷺ فرمايو تہ "اسان پنھنجو رزق ڪائون ٿا ۽ بلال رضہ جو رزق جنت ۾ آھي".

اھڙي طرح اھو معلوم ھجي تہ جماعت جي موافقت سان ڪنھن جي دل کي تڪليف ڪانہ پھچندي بلڪ ثواب جي اميد آھي تہ نيڪ نيتي جي ڪري ڪاڌو ڪائجي. ان ۾ طبيعت جي خواھش ۽ ان جي تقاضا جو ڪوبہ اثر نہ ھئڻ گھرجي. جيڪڏھن اھو مقصد حاصل نہ ٿئي تہ نفساني طمع کان پرھيز ڪندي روزي کي پورو ڪجي، ڇوتہ اھو ممڪن آھي تہ اھو نفساني خواھش تي ٻڌل ھجي ۽ پنھنجي ياءُ جي حق جي پاسداريءَ جو جذبو نہ ھجي.

حق جي طالبو درويش جو بھترين ادب ھي آھي تہ افطار ڪرڻ جي موقعي تي ڪاڌو ڪائڻ ڪانپوءِ جڏھن اھو محسوس ڪري تہ ان جي باطن ۾ اصل حالت کان ڦيرو اچي ويو آھي ۽ سندس نفس بندگيءَ جا فرض ادا ڪرڻ ۾ ڪوتاھي ڪري رھيو آھي، تڏھن اھو دل جي بدليل حالتن جو علاج ڪري ۽ ان جي بدلجڻ کي اھڙي طرح دور ڪري جو چند رڪعتون نماز پڙھي يا چند آيتون تلاوت ڪري يا توبہ، استغفار ۽ ذڪر و اذڪار سان ڪاڌي کي ھضم ڪري. ڇوتہ حديث شريف ۾ مذڪور آھي تہ "خدا جي ذڪر سان پنھنجي ڪاڌي کي ھضم ڪريو".

روزن جي آداب جو اھم اصول ھي آھي تہ جيستائين ٿي سگھي تہ روزي جي حالت کي لڪائجي. پر جيڪڏھن ڪو سراپا اخلاص ھجي تہ اھو ان جي ظاھر ڪرڻ ۽ لڪائڻ کان بي نياز آھي.

باب ٻائيتاليهون

# ڪاڌي جا فائدا ۽ نقصان

صوفيءَ جي نيت نيڪ هوندي آهي. ان جو مقصد صحيح ۽ سندس علم وسيع هوندو آهي. هو ادبن جي پابندي ڪندو آهي. اهڙي طرح هن جون سيئي عادتون عبادتن ۾ گڏجي ويندڀون آهن. اهڙي طرح نہ صرف انهيءَ جو سڄو وقت خدا جي لاءِ هوندو آهي. پر هن پنهنجي زندگي بہ خدا جي راهہ ۾ قربان ڪري ڇڏي آهي. جيئن تہ الله پاڪ پنهنجي نبي کي حڪم ڏنو آهي:

قُلْ اِنَّ صَلوٰتِيْ وَ نُسُكِيْ وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ. (انعام ـ پ ٨)

ترجمو: اي پيغمبر! چئو تہ منهنجي نماز، قرباني ۽ زندگي ۽ موت سڀني جهانن جي پالڻهار الله جي لاءِ (وقف) آهي.

جيئن تہ هو بشري ضرورتن جو محتاج آهي، انهي لاءِ عادتن جون شيون صوفيءَ جي ڪمن ۾ مداخلت ڪن ٿيون. البتہ سندس سجاڳي ۽ نيڪ نيتيءَ جو نور سندس عادتن جو گهيرو ڪري ٿو. انهي لاءِ سندس عادتون نوراني ٿي عبادت جي شڪل اختيار ڪن ٿيون. انهي لاءِ هي منقول آهي تہ "عالم جي ننڊ عادت آهي ۽ سندس ساهہ تسبيح آهي. حالانڪ ننڊ سراپا غفلت آهي مگر هر اُها شيءِ جيڪا عبادت ڪرڻ ۾ مدد ڏيئي سگهي سا عبادت ۾ داخل آهي.

انهي لاءِ ڪاڌو کائڻ بہ هڪ اهم شيءِ آهي جنهن جي لاءِ تمام گهڻي معلومات جي ضرورت هوندي آهي. ڇوتہ اها ديني ۽ دنياوي فائدن تي ٻڌل آهي ۽ سندس بدن ۽ دل ٻنهي سان لاڳاپو آهي. خاص ڪري بدن جي

زندگي انهي سان ڳنڍيل آهي. جيئن ته الله پاڪ انهي باري ۾ نئون قانون بنايو آهي. ان ڪانسواءِ بدن دل جي سواري آهي ۽ انهن ٻنهي شين سان دنيا ۽ آخرت جي تعمير ٿئي ٿي.

روايت آهي ته بهشت جي سرزمين صرف ميدان آهي. تسبيح ۽ تقديس جي ذريعي انهي ۾ ٻوٽا اڳن ٿا ۽ جسم اڪيلو حيوانن جي فطرت تي پيدا ڪيو ويو آهي. انهي جي ڪري دنيا جي تعمير ۾ مدد ملي ٿي. روح ۽ قلب ملائڪن جي فطرت تي پيدا ڪيا ويا آهن. انهي لاءِ اهي ٻئي شيون آخرت جي سنوارڻ ۾ مدد ڏين ٿيون. ٻنهي جي گڏجڻ جي ڪري دنيا ۽ آخرت جي ڀلائيءَ جي صورت پيدا ٿئي ٿي.

الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت بالغه سان ماڻهوءَ کي مخصوص ترين جسماني ۽ روحاني جوهرن سان مرڪب ڪيو آهي ۽ ان کي زمين ۽ آسمانن جي سهڻين شين جو خزانو بنايو آهي. الله سائين هن ظاهري عالم ۽ ان جي سيني شين کي خواه اُهي نباتات، هجن يا حيوانات تن کي ماڻهوءَ جي جسم کي برقرار رکڻ جو ذريعو قرار ڏنو آهي. جيئن ته خدا تعاليٰ فرمائي ٿو "هن زمين ۾ جيڪي ڪجهه آهي، سيئي اوهان جي لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي. انهي بنيادي شيون يعني حرارت، رطوبت، برودت ۽ خشڪي پيدا ڪيون ۽ انهن جي ڪري نباتات کي پيدا ڪيائين. انهي نباتات کي حيوانات جي زندگيءَ جو ڪارڻ بڻايائين ۽ حيوانن کي ماڻهوءَ جي تابع بنايائين، جيئن ته هو پنهنجي جسم کي برقرار رکڻ جي لاءِ اُنهن کي روزي حاصل ڪرڻ جو ذريعو بنائي.

## تندرستي جا اصول

ڪاڏو معدي ۾ پهچي ٿو، جتي چار خلطون يا طبيعتون هونديون آهن ۽ ڪاڏي ۾ به چار رطوبتون هونديون آهن. اهڙي طرح جڏهن الله تعاليٰ بدن جي مزاج کي وچٽرو رکڻ چاهيندو آهي تڏهن معدي جي هرهڪ خلط ڪاڏي جي مخالف جنس کي ڪٽندي آهي يعني حرارت برودت کي اختيار ڪندي آهي ۽ رطوبت خشڪي کي اختيار ڪندي آهي. اهڙي طرح مزاج معتدل ٿي ٿيڏاڻ کان محفوظ ٿي ويندو آهي، پر جڏهن الله تعاليٰ جسم کي فنا ڪري

اُنهيءَ جي عمارت کي ويران ڪرڻ چاهيندو آهي تہ ان وقت هر خلط پنهنجي هم جنس کاڌي کي ڪٽندي آهي. اهڙي طرح طبيعت ناساز ٿي پوندي آهي ۽ مزاج بگڙي جسم کي بيمار ڪري ڇڏيندو آهي ۽ خدا پاڪ دانا ۽ غالب جو ان وقت اهوئي فيصلو هوندو آهي.

حضرت وهب بن منبه رحہ فرمائين ٿا تہ "مون تورات ۾ حضرت آدم عليه السلام جو حال هن طرح پڙهيو آهي تہ "الله سائين فرمائي ٿو تہ مون آدم عليه السلام کي پيدا ڪيو ۽ سندس جسم کي چار شين يعني رطوبت، خشڪي، برودت ۽ حرارت مان پيدا ڪيو. ان جو سبب هي آهي تہ مون ان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو جيڪا سڪل هوندي آهي. ان جي رطوبت پاڻيءَ مان حاصل ٿيندي آهي. حرارت نفس جي ذريعي ملندي آهي ۽ ان جي برودت روح جي طرفان آهي. پڻ مون هن تخليق اول ڪانپوءِ چئن قسمن جون وڏيڪ خلطون پيدا ڪيون آهن. جن تي منهنجي اجازت سان جسم جي وجود جو دارومدار آهي ۽ خود انهن مان ڪابہ هڪ ٻئي ڪانسواءِ قائم نٿي رهي سگهي، اُهي هي آهن پهرين صفراءَ، ٻي سوداءَ، ٽئين خون، چوٿئين بلغم. ان ڪانپوءِ مون پهرين قسم (اخلاط) جي هڪ هڪ قسم کي ٻي اخلاط جي هڪ هڪ قسم جي اندر قائم ڪيو، جيئن تہ خشڪي جو مقام سوداءَ کي قرار ڏنو ويو آهي ۽ رطوبت جو مقام صفراءَ کي ۽ حرارت جو مقام خون کي ۽ برودت جو مقام بلغم کي مقرر ڪيو آهي. ان ڪري جيڪڏهن اهي چارئي خلطون جن تي جسم جو بنياد قائم آهي بدن ۾ هڪجهڙائي سان موجود هجن ۽ گهٽ وڌ نہ هجن بلڪ هرهڪ پنهنجي چوٿين حصي جي مطابق موجود هجي تہ صحت صحيح رهندي ۽ انسان تندرست رهندو، پر جيڪڏهن انهن مان ڪابہ هڪڙي وڏيڪ هوندي تہ ٻين کي شڪست ڏيئي مٿن زيادتي ڪندي، جنهن جو نتيجو هي نڪرندو تہ جيتري قدر ان جو غلبو هوندو اوتري قدر اها زور وٺندي ۽ ٻيون طاقتون ڪمزور ٿي پونديون.

## حلال روزي

ڪاڌي جي سلسلي ۾ اهم ڳالهہ هي آهي تہ اها حلال هجي. حلال اُها شيءِ آهي جنهن جي شريعت ۾ برائي نہ ڪيل هجي، اهڙي طرح خدا جي

طرفان پنهنجن ٻانهن کي گهٽيون ٿي سهوليتون ڏنيون ويون آهن جيڪڏهن شريعت ۾ ايتري قدر سهوليت نہ هجي ها تہ معاملو نازڪ ٿي وڃي ها ۽ حلال شيءِ جو ملڻ مشڪل ٿي وڃي ها.

## هٿ ڌوئڻ

صوفين سڳورن جو هڪ ادب جو طريقو هي بہ آهي تہ منعم حقيقي جي نعمت تي شڪر ادا ڪرڻ جي لاءِ ڪاڌي ڪائڻ کان پهرين هٿ ڌوئن ٿا، جيئن تہ پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو آهي تہ "ڪاڌي ڪائڻ کان اڳ ۾ هٿ ڌوئڻ مفلسي کي دور ڪري ٿو". ۽ اهو مفلسيءَ کي دور ڪرڻ جو سبب انهي لاءِ آهي تہ ڪاڌي کان اڳ ۾ هٿ ڌوئڻ سان نعمت جو ادب سان استقبال ڪرڻ ظاهر ٿئي ٿو، جنهن سان نعمت جي شڪراني جو اظهار ٿئي ٿو. جيئن تہ شڪراني سان نعمت ۾ واڌارو ٿئي ٿو ۽ انهي لاءِ هٿ ڌوئڻ سان نعمت ۾ اضافو ۽ تنگدستيءَ ۾ گهٽتائي اچي ٿي.

حضرت انس بن مالڪ رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون تہ "جيڪو چاهي تہ سندس گهر ۾ خير ۽ برڪت جو واڌارو ٿئي تہ اهو ڪاڌو تيار ٿيڻ تي هٿ ڌوئي ۽ الله جو نالو وٺي" قرآن ڪريم ۾ ارشاد آهي:

وَلَا تَأْكُلُوا مِمَّا لَمْ يُذْكَرِ اسْمُ اللَّهِ عَلَيْهِ. (پ ٨، ١)

**ترجمو:** جنهن تي الله جو نالو نہ ورتو وڃي انهيءَ مان نہ کائو.

ان جي تفسير ۾ بيان ڪيو ويو آهي تہ جانور کي ذبح ڪندي وقت بسم الله پڙهڻ گهرجي. انهي جي واجب هجڻ ۾ امام شافعي رحہ ۽ امام ابوحنيفہ رحہ جو اختلاف آهي البتہ صوفي انهي جي ظاهر تفسير کان واقف ٿيڻ کانپوءِ اهوئي سمجهي ٿو تہ ڪاڌو ڪائڻ جي وقت الله جو ذڪر ضرور هئڻ گهرجي. ان وقت اهو خدا جي ذڪر کي وقت جي فرض ۽ ادب ۾ ڳڻندو آهي ۽ سمجهندو آهي تہ ڪاڌي پيتي سان نفس جو قيام ۽ ان جي خواهشن جي پيروي ٿئي ٿي، جيئن تہ انهي جي راءِ ۾ الله جو ذڪر ان جي دوا ۽ ترياق آهي.

حضرت عائشہ رضہ فرمائي ٿي تہ: "رسول الله ﷺ جن پنهنجن ڇهن اصحابن رضہ سان کاڌو کائي رهيا هئا تہ ايتري ۾ هڪڙو ٻهراڙيءَ جو ماڻهو آيو ۽ انهي ٻہ گراهہ کاڌا، پاڻ فرمايائون: "جيڪڏهن هيءُ الله جو نالو وٺي ها تہ اوهان جي لاءِ هيءُ کاڌو کافي هو. ان ڪري جڏهن اوهان مان ڪو کاڌو کائي تہ اُهو پهرين بسم الله پڙهي، جيڪڏهن ڪو بسم الله چوڻ وسري وڃي تہ هينئن چوي بسم الله اولہ و آخره.

مستحب هي آهي تہ انسان پهرئين گرهہ تي بسم الله پڙهي، ٻي تي بسم الله الرحمان چوي ۽ ٽئين گرهہ تي ان کي مڪمل ڪري بسم الله الرحمان الرحيم چوي. پاڻي ٽن ڍُڪن ۾ پيئڻ گهرجي. پهرئين ڍُڪ تي الحمدلله پڙهجي. ٻي ڍُڪ تي الحمدلله رب العالمين ۽ ٽئين ڍُڪ تي الحمدلله رب العالمين. الرحمان الرحيم چوڻ گهرجي.

## قلب جي نافرماني ڪرڻ

جهڙي طرح معدي جا اخلاط آهن ۽ اُهي کاڌي جي مزاج سان موافقت ڪن ٿا، اهڙي طرح قلب جو بہ هڪ مزاج ۽ خاص طبيعت آهي، پر صرف سالم دماغ قلب جي بگڙڻ کي سڃاڻن ٿا. جيئن تہ ڪڏهن ڪنهن گرهہ کي کائڻ سان ڪاوڙ ۽ گرمي پيدا ٿيندي آهي، جنهن سان فضول ڪمن جو رواج ظاهر ٿئي ٿو ۽ ڪڏهن وري قلب ۾ بيماري پيدا ٿي ڪري فرضن کان ڪوتاهيءَ جو جذبو پيدا ڪري ٿي ۽ ڪڏهن سهو ۽ غفلت جي رطوبت ظاهر ٿئي ٿي ۽ ڪڏهن جلدائي وارين قسمن جي ڪري فڪر ۽ غم جي خشڪي ظاهر ٿئي ٿي. بهرحال اهي اهڙيون نشانيون آهن جن کي هوشيار ماڻهو جلدي سمجهي وٺي ٿو. ان جي خيال ۾ انهن عارضن جي ڪري بدن ۾ تغير پيدا ٿي قلب جو مزاج بہ طبعي توازن کان ڦري وڃي ٿو. ان ڪري جڏهن جسم جي لاءِ اعتدال ضروري آهي تہ قلب جي لاءِ ان جي تمام گهڻي ضرورت آهي. پر قلب ۾ جسم جي بنسبت جلدي اعتدال کي نہ مڃڻ کان قلب بيمار ٿي پوندو آهي ۽ جسم جي مرڻ سان قلب بہ مري پوندو آهي. ان ڪري الله جو نالو هڪ مفيد ۽ مجرب دوا آهي جيڪا نہ صرف براين کان بچائي ٿي بلڪہ ان جي بيماريءَ کي دور ڪري شفاءِ ڪلي بخشي ٿي.

حڪايت آهي تہ امام محمد غزالي رحہ جڏهن طوس واپس آيو تہ ڪيس ٻڌايو ويو تہ ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ بزرگ رهي ٿو. پاڻ اُنهي جي زيارت جو خيال ڪيائون ۽ هڪ جهنگل ۾ ساڻن ملاقات ڪيائون جتي هو زمين ۾ ڪٽڪ پوکي رهيو هو. جڏهن هن بزرگ حضرت امام غزالي رحہ ڪي ڏٺو تڏهن وٽن آيو ۽ ڏانهن متوجہ ٿيو. ايتري ۾ سندس هڪ ساٿي اچي وٽانئن ڪٽڪ جو ٻج گهريو. جيئن تہ هو امام غزالي رحہ سان ملاقات جي دوران پنهنجي مرشد جو ڪم سرانجام ڏي، مگر هن ٻج ڏيڻ ڪان انڪار ڪيو. جڏهن امام غزالي رحہ ٻج جي انڪار جو سبب پڇيو تڏهن فرمائڻ لڳو تہ "آئون حضورِ قلب ۽ زبان سان خدا جو ذڪر ڪندي ٻج پوکيندو آهيان ۽ اهڙي طرح مون ڪي اُميد ٿئي ٿي تہ جيڪو ان ڪي ڪائيندو اُن ڪي برڪت حاصل ٿيندي. ان ڪري آئون اهو پسند نٿو ڪريان تہ اهو اهڙي ماڻهوءَ جي سپرد ڪريان جيڪو حضور قلب ۽ زبان سان ذڪر ڪرڻ ڪانسواءِ پوکي".

هڪ درويش ڪاڏي ڪائڻ جي وقت ڪنهن سورت جي تلاوت شروع ڪندو هو ۽ انهي ۾ هو وقت گذاريندو هو. جيئن تہ ڪاڏي جا جزا ذڪر جي نور ۽ تجلين سان معمور ٿين. اهڙي طرح ڪاڌي ڪانپوءِ ڪابہ برائي ظاهر ڪانہ ٿيندي هئي ۽ نہ وري قلب جي مزاج ۾ ڦيرو (تغير) ايندو هو. منهنجو مرشد محترم ابوالنجيب سهروردي رحہ فرمائيندو هو تہ "آئون ڪاڏي جي وقت ۾ نماز پڙهندو آهيان". انهي قول ۾ هن طرف اشارو آهي تہ ڪاڏي جي وقت بہ حضورِ قلب باقي رهندو هو. جيڪو ڪاڏي جي وقت ٻين مشغولين کي روڪي ڇڏيندو هو جيئن پريشاني خاطر نہ ٿئي. اهڙي طرح ڪاڏي جي موقعي تي هو ذڪر ڪرڻ ۽ حضورِ قلب جي زبردست اثرن کي محسوس ڪندو هو ۽ انهي ۾ غفلت جي گنجائش نہ رکندو هو.

## خدا پاڪ جي قدرت تي غور ڪرڻ

ڪاڏي جي موقعي تي الله تعاليٰ جي قدرت تي غور ڪرڻ بہ ذڪر ۾ داخل آهي. جيئن ڏندن جي باري ۾ غور ڪرڻ جيڪي ڪاڏي ۾ مدد ڏين ٿا، ڪي ڏند غذا کي ٽوڙين ٿا، ڪي ڪٽين ٿا، ڪي غذا کي پيئن ٿا. اهڙي طرح الله تعاليٰ منهن جي اندر شيرين پاڻي رکيو آهي جيئن تہ ذائقو

خراب نہ ٿئي. انھيءَ جي برخلاف اکين جي پاڻيءَ کي نمڪين رکيو آهي جيئن تہ اُهي خراب نہ ٿين، بلڪ منهن ۽ زبان مان رطوبت انهيءَ لاءِ برآمد ٿئي ٿي جيئن تہ اٽلائڻ ۽ چٻاڙڻ ۾ آساني ٿئي. ان سان گڏوگڏ هاضمي جي قوت کي کاڌي تيءِ انهيءَ لاءِ مسلط رکيو ويو آهي جو اُها غذا کي جدا ڪري انهي کي ننڍن ٽڪرن ۾ ٽوڙي ۽ جگر بہ انهي کي مدد ڏيندو آهي. حقيقت ۾ جگر (جيرو) باھ جي مثل آهي ۽ معدو هنديءَ جي مثل آهي ان ڪري جيتري قدر جگر خراب هوندو ايتري قدر هاضمو گهٽجي کاڌي کي خراب ڪندو ۽ هر عضوي کي سندس مقرر حصو نہ ملي سگهندو. چوتہ سيني عضون تي جگر، تلي ۽ گردن جو اثر ضروري آهي. جنهن جو تفصيل جيڪڏهن بيان ڪجي تہ ڳالھ ڏگهي ٿي پوندي.

جيڪو بہ عبرت حاصل ڪرڻ چاهي تہ اُهو علم تشريح الاعضاء جو مطالعو ڪري، ان وقت اهو قدرت خداوندي جي ڪرشمن کان باخبر ٿيندو تہ ڪهڙي طرح عضوا هڪ ٻئي سان تعلق رکي ۽ تعاون ڪري غذا جي اصلاح ڪن ٿا ۽ انهي کان قوت حاصل ڪن ٿا. انهي کانپوءِ اها غذا ڪيئن رت، کير ۽ ڦوڳ (ڪرفتي) ۾ ورهائجي وڃي ٿي. ايستائين جو رت ۽ ڦوڳ مان اُهو خالص کير برآمد ٿئي ٿو جيڪو پيئڻ وارن جي نڙيءَ مان آساني سان لهي ويندو آهي، اهي الله جون برڪتون آهن جيڪو مخلوق جو بهترين خالق آهي. انڪري کاڌي جي وقت انهن سيني ڳالهين تي غور ڪرڻ ۽ خدا جي حڪمت ۽ قدرت جي خبر وٺڻ بہ ذڪر ۾ شامل آهي.

کاڌي جي انهي روحاني بيماري جو علاج جنهن کان قلب جو مزاج بدلجي وڃي، اها هي آهي تہ طعام جي شروعات ۾ الله تعاليٰ کان هي دعا گهري تہ اهو کاڌي کي اطاعت جو مددگار بنائي ۽ اها هي دعا آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَليٰ مُحَمَّدٍ وَّعَليٰ آلِ مُحَمَّدٍ وَّمَا رَزَقْتَنَا مِمَّا تُحِبُّ اِجْعَلْهُ عَوْنًا لَّنَا عَليٰ مَاتُحِبُّ وَمَا رَوَيْتَ عَنَّا مِمَّا تُحِبُّ اِجْعَلْهُ فَرَاغًا لَّنَا فِيْ مَاتُحِبُّ.

## باب ٽيتاليهون

# کاڌي کائڻ جا آداب

ڪاڌي کائڻ جي ادبن ۾ اهو شامل آهي تہ ڪاڌي جي شروعات لوڻ سان ڪجي ۽ لوڻ تي ئي ختم ڪجي. پاڻ سردارن ﷺ جن حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي فرمايائون: "اي علي رضہ! پنهنجي ڪاڌي جي لوڻ سان شروعات ڪر ۽ لوڻ تي ئي ان کي ختم ڪر، ڇوتہ لوڻ ستر بيمارين جي شفاءَ آهي، جن ۾ ڇريائي، ڪوڙهہ، برص، پيٽ جو سور ۽ ڏاڙهہ جو سور بہ شامل آهي".

حضرت عائشہ رضہ فرمائي ٿي تہ "رسول الله ﷺ جن جي ساڄي پير مبارڪ جي آڱوٺي ۾ ڪنهن جيت ڪاڌو تڏهن پاڻ فرمايائون "مون وٽ اهو سفيد نمڪ کڻي اچو جيڪو اٽي ۾ استعمال ٿئي ٿو، جيئن تہ اسان لوڻ آندو، پاڻ ﷺ ان کي هٿاري ۾ رکي تي پيرا چٽيائون، ان ڪانپوءِ ٻچيل لوڻ زخمي حصي تي رکيائون جنهن ڪان درد کي سڪون حاصل ٿيو.

ڪاڌي کائڻ تي گڏ ٿيڻ مستحب آهي ۽ درگاهہ وغيره ۾ صوفين سڳورن جي هيءَ عام رسم آهي. حضرت جابر رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايائون تہ: الله وٽ سڀ کان پسنديده ڪاڌو اُهو آهي، جنهن ڏانهن گهڻا هٿ دراز ٿين. هڪ ڀيري ماڻهن چيو تہ: يارسول الله ﷺ! اسين ڪاڌو کائون ٿا، پر اسان جو پيٽ نٿو ڀرجي. پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو تہ: "شايد اوهين الڳ الڳ ڪاڌو کائو ٿا، اوهين گڏجي ڪاڌو کائو ۽ انهي تي الله جو نالو وٺي شروع ڪريو تہ ان ڪاڌي ۾ برڪت پوندي".

صوفين جي هڪ عادت هيءَ بہ آهي تہ اُهي دسترخوان تي ڪاڌو کائين ٿا ۽ اها رسول الله ﷺ جن جي سنت آهي. جيئن تہ حضرت انس بن مالڪ رضہ فرمائي ٿو تہ: "پاڻ سردارن ﷺ جن نہ کٽ (چوڪي) تي ڪاڌو کائون ۽

نہ وڏي ٿالهي (طشتري) تي". ان وقت پڇيو ويو "تہ پوءِ ڪنهن تي ڪاڌو کائيندا هئا؟" چيائين تہ "دسترخوان تي".

کائڻ وقت ننڍا گرھ ڪڻڻ گهرجن ۽ چڱي طرح چٻي ڪاڌو کائڻ گهرجي. انهي موقعي تي پنهنجي اڳيان نظر رکي، کائڻ وارن جي منهن ڪي نہ تڪڻ گهرجي. ويهڻ جو طريقو ڪاٻي پير جي سهاري تي هئڻ گهرجي ۽ ساڄي پير کي اُڀو ڪجي. ڪنهن شيءِ جو سهارو وٺڻ ڪانسواءِ، اظهار تڪبر ڪرڻ ڪانسواءِ تواضع جي نموني ۾ ويهڻ گهرجي، ڇوتہ نبي ڪريم ﷺ جن منع فرمائي آهي تہ ماٿهو ٽيڪ لڳائي ڪاڌو کائي. روايت آهي حضرت رسول ڪريم ﷺ جن کي تحفي طور هڪ دفعي ٻڪري جو گوشت پيش ڪيو ويو، تڏهن پاڻ ﷺ گوڏن ڀر دوزانو ٿي ڪاڌو کائڻ لڳا، تڏهن هڪڙي بدوي چيو: "يارسول الله ﷺ! هي ڪهڙو ويهڻ جو نمونو آهي؟ پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو "الله تعاليٰ مون کي بندو پيدا ڪيو آهي، سرڪش ۽ متڪبر نہ بنايو آهي.

## طعام جا آداب

کاڌو ان وقت تائين نہ شروع ڪجي جيستائين مير مجلس يا مرشد کاڌي جي شروعات نہ ڪري.

حضرت حذيفہ رضہ فرمائي ٿو تہ: "جڏهن اسين رسول الله ﷺ جن سان کاڌي تي موجود هوندا هئاسون تڏهن ان وقت تائين کاڌي جي لاءِ هٿ ڪونہ وڌائيندا هئاسون، جيستائين پاڻ سونهارا ﷺ کاڌو شروع نہ ڪندا هئا". کاڌو ساڄي هٿ سان کائڻ گهرجي.

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "اوهان مان هرهڪ ساڄي هٿ سان کائي پيئي ۽ ساڄي هٿ سان ڪا شيءِ وٺي ۽ ساڄي هٿ سان ڪنهن کي ڪجھ ڏي، ڇوتہ شيطان ڪاٻي هٿ سان کائي پيئي ٿو ۽ ڪاٻي هٿ سان ڏيندو وٺندو آهي. جيڪڏهن کائڻ جي شيءِ کجور يا ٻي ڪا گهڻڄڻ واري هجي تہ اڇلائڻ وارين شين کي کائڻ وارين شين سان نہ ملائي اهڙي شيءِ کي نہ طباق ۾ رکجي ۽ نہ هٿاري ۾ رکجي بلڪہ منهن مان ڪڍي هٿاريءَ جي پٺ تي رکي اڇلائي ڇڏجي.

ثريد (پوريل ماني) کي مٿئين حصي کان نہ کائجي. حضرت ابن عباس رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون تہ: "جڏهن کاڌو پيش ڪيو وڃي تہ ان کي پاسن کان کائو ۽ ان جي وچئين حصي کي ڇڏي ڏيو ڇوتہ برڪت وچئين حصي تي نازل ٿئي ٿي."

حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو: "جڏهن اوهان مان ڪو کاڌو کائي تہ پنهنجين آڱرين کي چٽي ڇڏي، ڇوتہ ان کي معلوم ڪونهي تہ کاڌي جي ڪهڙي حصي ۾ برڪت هوندي آهي". پاڻ ﷺ پيالو ۽ ٿانو بلڪل صاف ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي. ان ڪانسواءِ کاڌي ۾ ڦونڪ نہ ڏجي.

حضرت عائشہ رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو تہ: "کاڌي ۾ ڦونڪ هڻڻ سان برڪت ويندي رهندي آهي". حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمائي ٿو: "رسول الله ﷺ جن جي زماني ۾ کاڌي پيتي جي شين ۾ ڦونڪ کانہ ڏبي هئي ۽ نہ ٿانوَ ۾ ساهہ کڻبو هو. اهي سڀئي شيون خلافِ ادب آهن".

## سُرڪي جي برڪت

دسترخوان تي سرڪي ۽ سبزين جو موجود هجڻ مسنون آهي ڇون ٿا تہ جيڪڏهن دسترخوان تي سبزيون هونديون تہ اُتي ملائڪ حاضر ٿين ٿا. حضرت ام سعد رضہ فرمائي ٿي تہ: "پاڻ سونهارا ﷺ جن حضرت عائشہ رضہ وٽ آيا، ان وقت آئون وٽن موجود هيس. پاڻ ﷺ فرمايائون: "ڇا ڏينهن جو کاڌو موجود آهي؟" حضرت عائشہ رضہ فرمايو: "مون وٽ ماني، کجور ۽ سرڪو آهي". پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو: "واه واه! سرڪو ڪهڙو نہ عمدو ٻوڙ آهي! اي خدا تون سرڪي ۾ برڪت ڏي ڇوتہ مون کان پهرين اهو پيغمبرن جو ٻوڙ هو ۽ جنهن بہ گهر ۾ سرڪو هوندو اُهو گهر ويران ڪونہ ٿو ٿئي."

## جماعت سان گڏجي کاڌو کائڻ

کاڌي کائڻ جي موقعي تي خاموش نہ رهڻ گهرجي ڇوتہ اهو عجمين جو طريقو آهي. ڇُري سان گوشت ۽ مانيءَ کي نہ ڪٽڻ گهرجي ڇوتہ ان

جي منع آهي. جيستائين سيئي فارغ نہ ٿين ان وقت تائين ڪاڌي کان هٿ نہ ڪٽڻ گهرجي. ڇوتہ حضرت عبدالله بن عمر رضہ کان روايت آهي تہ آنحضرت ﷺ جن فرمايو: "جڏهن دسترخوان وڇايو وڃي تہ ڪوبہ ماڻهو ان وقت تائين اتان کان نہ اُٿي جيستائين دسترخوان نہ کنيو وڃي ۽ ڪٽي ان جو پيٽ ڀرجي وڃي تڏهن بہ اُهو هٿ نہ ڪٽي، جيستائين سڄي جماعت فارغ نہ ٿئي. انهي عرصي ۾ اُهو پنهنجو پاڻ کي ڪاڌي ۾ وندرائيندو رهي. ائين نہ ٿئي تہ ڪائڻ وارو پنهنجي ساٿي کي ڏسي شرمندو ٿئي ۽ هٿ ڪڍي وٺي، حالانڪ ان جو ان وقت تائين پيٽ نہ ڀريو هجي".

## مانيءَ جو احترام ڪرڻ

جڏهن ماني رکجي تہ وڌيڪ انتظار نہ ڪجي. حضرت ابو موسيٰ الاشعري رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايو: "مانيءَ جو احترام ڪريو، ڇوتہ الله تعاليٰ اوهان کي آسمان ۽ زمين جون برڪتون عطا ڪيون آهن. ان سان گڏوگڏ هن لوهہ، ڍڳي ۽ فرزندِ آدم کي اوهان جي تابع بڻايو آهي ۽ انهن شين جي ذريعي ماني حاصل ٿئي ٿي".

آدابِ طعام جو بهترين ۽ اهم نڪتو هي آهي تہ ڇڱيءَ طرح بک لڳڻ ڪانپوءِ ڪاڌو کائجي ۽ پيٽ ڀرجڻ کان اڳ ۾ ڪاڌي کان هٿ ڇڪڻ گهرجي. ڇوتہ پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو آهي: "ماڻهو پنهنجي پيٽ کان بدتر ڪنهن ٿانوَ کي نٿو ڀري".

## خادم جو حق

صوفين سڳورن جي هيءَ عادت آهي تہ جيڪڏهن انهن جو خادم جماعت سان ڪاڌي تي نہ ويهي تہ اُهي هن کي چند گرهہ ڪارائيندا آهن. اهو طريقو مسنون آهي. ڀڻ حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ ابوالقاسم رسول الله ﷺ جن فرمايو: "جڏهن اوهان جو خادم ڪاڌو ڪٽي اچي تہ جيڪڏهن ان کي پاڻ سان گڏ نہ ويهاري سگهو تہ (گهٽ ۾ گهٽ) هڪ يا ٻہ گرهہ ضرور ان کي کارايو، ڇوتہ هو پنهنجي خون پسيني جي محنت جو حقدار آهي".

## ڪائڻ ڪانپوءِ جي دعا

جڏهن ڪاڌي کان واندڪائي ٿئي تڏهن اَلْحَمْدُلِلّٰهِ چوڻ گهرجي. حضرت ابوسعيد رضہ جي روايت آهي: "پاڻ سردارن ﷺ جن جڏهن ڪاڌي کان فارغ ٿيندا هئا تہ فرمائيندا هئا: "اَلْحَمْدُلِلّٰهِ الَّذِيْ اَطْعَمَنَا وَسَقَانَا وَجَعَلَنَا مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ. ٻي روايت ۾ پاڻ ﷺ فرمايائون: "جيڪو ڪاڌي کان فارغ ٿي هيءُ پڙهي: اَلْحَمْدُلِلّٰهِ الَّذِيْ اَطْعَمَنِيْ هٰذَا وَ رَزَقَنِيْهِ مِنْ غَيْرِ حَوْلٍ وَّلَاقُوَّةٍ. تہ ان جا گذريل گناهہ معاف ٿي ويندا".

ڪاڌي ڪائڻ ڪانپوءِ خلال (ڏند صاف ڪرڻ) ڪجي. پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايو: "خلال ڪريو ڇوتہ اها صفائي آهي ۽ صفائي ايمان ڪي دعوت ڏي ٿي ۽ ايمان ايماندار ڪي پاڻ سان گڏ جنت ۾ وٺي ويندو".

## ڪائڻ ڪانپوءِ هٿ ڌوئڻ

ڪائڻ وارو پنهنجن ٻنهي هٿن ڪي ڌوئي. حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايو تہ: "جيڪو هن حالت ۾ رات گذاري جو سندس هٿ ۾ سٿپ لڳل هجي ۽ اُنهي هٿ نہ ڌوتو هجي ۽ پوءِ ڪيس تڪليف پهچي تہ ان وقت ان ڪي صرف پنهنجو پاڻ تي ملامت ڪرڻ گهرجي".

سنت هي آهي تہ هڪ ٺئي چلمچي (گينڊي) ۾ سيئي هٿ ڌوئڻ. حضرت ابن عمر رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ: "چلمچي ڪي ڀريو ۽ مجوسين جي مخالفت ڪريو".

هٿ جي آلاڻ سان اک جو مسح ڪرڻ مستحب آهي. حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ سردارن ﷺ جن فرمايو: "جڏهن اوهين وضو ڪريو تڏهن پنهنجين اکين ڪي پاڻي پياريو ۽ پنهنجن هٿن ڪي نہ ڇنديو ڇوتہ اُهي شيطان جا ويجهڙا آهن".

حضرت ابوهريره رضہ کان پڇيو ويو وضو ۽ غير وضو (ٻنهي حالتن ۾ اهو ڪم ڪيو وڃي)؟ فرمايائين هائو وضو ۽ غير وضو ٻنهي حالتن ۾ ان ڪي اختيار ڪجي. هٿ ڌوئندي وقت ساڄي هٿ ۾ آشنان (صابڻ جي جيئن صاف ڪرڻ جي شيءِ) رکي. خلال ڪندي وقت خلال جي ذريعي جيڪي ڪجهہ ڏندن مان نڪري

ان کي نہ کائي پر جيکو زبان سان لڳل هجي اُن جو کوبہ حرج کونهي.

## ڏيکائي ڪرڻ کان پرهيز

کائڻ وقت ڏيکائي کان پرهيز ڪجي ۽ جهڙي طرح اڪيلو کائيندو هجي اهڙي طرح جماعت سان کائي، ڇوتہ انسان اندر رياڪاري هر شيءِ جي ذريعي گهڙي ايندي آهي. هڪ ڀيري هڪڙي عالم جي اڳيان ڪنهن بزرگ جو بيان ڪيو ويو تہ هن سندس تعريف ڪانہ ڪئي، ڪانئس پڇيو ويو "ڇا اوهان کي هن جي ڪنهن برائي جي خبر آهي؟" پاڻ چيائين "هائو! مون هن کي کاڌي ۾ ڏيکاءُ ڪندي ڏٺو آهي ۽ جيڪو کاڌي ۾ ڏيکاءُ ڪري تہ پوءِ ٻين ڪمن ۾ بہ ان جي ڏيکائي (تصنع) جو انديشو آهي".

## کاڌي جون دعائون

جيڪڏهن کاڌو يقيني طور تي حلال جو هجي تہ هيءَ دعا پڙهي:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ بِنِعْمَتِهٖ تَتِمُّ الصَّالِحَاتُ وَتَنْزِلُ الْبَرَكَاتُ، اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ مُحَمَّدٍ اَللّٰهُمَّ اَطْعِمْنَا طَيِّبًا وَ اسْتَعْمِلْنَا صَالِحًا.

جيڪڏهن ڪو شبهو ان جي حلال هئڻ ۾ هجي تہ هي پڙهي:

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ عَلٰي كُلِّ حَالٍ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّلَا تَجْعَلْهُ عَوْنًا عَلٰي مَعْصِيَتِكَ.

جيڪڏهن ڪنهن سان اهڙو اتفاق ٿئي تہ گهڻو استغفار پڙهي ڏک ۽ رنج ظاهر ڪري، شڪ واري کاڌي کائڻ ڪري روئي، ڪلي نہ ڇوتہ اهڙي کاڌي تي روئڻ، کلڻ جي برابر ڪونهي.

کاڌي کانپوءِ قل هو الله احد ۽ لايلف قريش جون سورتون پڙهجن، جڏهن ماڻهو کائي رهيا هجن تہ وٽن وڃڻ کان پرهيز ڪجي، ڇوتہ چيو ويو آهي جيڪو بنا سڏڻ جي کاڌي ڏانهن وڃي اهو فاسق ٿي هلي ٿو ۽ حرام کائي ٿو. اسان هي لفظ بہ ٻڌا آهن: اهو چور جي حيثيت سان داخل ٿئي ٿو

۽ ڦورو جي حيثيت سان نڪري ٿو. پر جيڪڏهن اهو اهڙي جماعت وٽ اچي جيڪا ان جي ڪائڻ سان خوش ٿيندي هجي ته ڪوبه حرج ڪونهي.

## افطار ڪرڻ کانپوءِ دعا

مستحب هي آهي ته ماڻهو پنهنجي مهمان ڪي گهر جي دروازي تائين موڪلائي ۽ مهمان به ميزبان جي اجازت کانسواءِ نه نڪري. ميزبان بناوٽ (تڪلف) کان پرهيز ڪري. پر جيڪڏهن زياده خرچ ڪرڻ جي نيت هجي (ته ان وقت ڪوبه حرج ڪونهي) اها ڳالهه حيا ۽ تڪلف سان نه هجي. بهرحال جيڪڏهن ڪو جماعت سان کاڌو کائي ته (روزي جي حالت ۾) کاڌي کان فارغ ٿي نماز مغرب کانپوءِ هيءُ چوي:

أَفْطَرَ عِنْدَكُمُ الصَّائِمُوْنَ وَ أَكَلَ طَعَامَكُمُ الْأَبْرَارُ وَ صَلَّتْ عَلَيْكُمُ الْمَلَائِكَةُ.

**ترجمو:** روزيدار اوهان وٽ روزو افطار ڪن ۽ نيڪ ماڻهو اوهان جو کاڌو کائين ۽ ملائڪ اوهان تي درود موڪلين.

هيءَ دعا به منقول آهي:

عَلَيْكُمْ صَلَاةُ قَوْمٍ اَبْرَارٍ لَيْسُوْا بِالثَّمِيْنِ وَلَا فُجَّارٍ يُصَلُّوْنَ بِاللَّيْلِ وَ يَصُوْمُوْنَ بِالنَّهَارِ.

**ترجمو:** اوهان تي نيڪ ماڻهن جي دعا هجي جيڪي نه گنهگار آهن ۽ نه بدڪار آهن. اُهي رات جي وقت نماز پڙهن ٿا ۽ ڏينهن جو روزو رکندا آهن.

ڪي اصحابي رضہ اهائي دعا پڙهندا هئا.

آدابِ طعام جي باري ۾ هيءَ ڳالهه اهم آهي ته جيڪو کاڌو ڪنهن جي اڳيان پيش ڪيو وڃي. ان ڪي اهو حقير نه سمجهي. پاڻ سونهارن ﷺ جن جو هڪ اصحابي چوندو هو ته: "اسان ڪي خبر ڪانهي ته ڪير وڏيڪ گنهگار آهي؟ آيا اهو شخص جيڪو پيش ڪيل کاڌي ڪي حقير سمجهي يا اهو شخص جيڪو پنهنجي کاڌي ڪي حقير سمجهي ان ڪي پيش ڪرڻ کان پاسو ڪري."

## ڏيکاري وارو ڪاڌو

اُهي ڪاڌا جيڪي ناموري ۽ ڏيکائي يا شادي ۽ ماتم جي موقعي تي تيار ڪرايا وڃن انهن جو کائڻ مڪروهه آهي. اهو ڪاڌو جيڪو نوحه ڏيڻ وارن لاءِ پچايو وڃي ان کي نه کائجي ۽ جيڪو اظهار افسوس ڪرڻ وارن لاءِ تيار ڪجي ان ۾ ڪوبه حرج ڪونهي. ان جي قائمقام ڪاڌن جو به اهوئي حڪم آهي.

جيڪڏهن ڪنهن شخص کي پنهنجي ياءُ جي حال کان آگاهي ٿئي ته هن جو ياءُ سندس ڪاڌي ۾ تصرف ڪري ٿو جيڪڏهن اهو ان جي اجازت کانسواءِ ڪاڌو کائي ته ڪوبه حرج ڪونهي، ڇوته الله تعاليٰ دوست جي گهر ۾ ڪاڌو کائڻ کي جائز قرار ڏنو آهي.

چون ٿا ته هڪڙي جماعت حضرت سفيان الثوري رحه جي گهر ۾ آئي ته پاڻ رحه گهر ۾ ڪونه هئا. ان ڪري انهن دروازو کولي دسترخوان کڻيو ۽ کائڻ لڳا، ايتري ۾ حضرت سفيان رحه به اچي ويا تڏهن پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ چيائون "اوهان بزرگانِ صلف جا اخلاق ياد ڏياريا، اُهي اهڙائي هوندا هئا".

## دعوت قبول ڪرڻ

جڏهن ڪنهن کي ڪاڌي جي لاءِ سڏجي ته ان کي قبول ڪرڻ سنت آهي. بلڪ وليمي جي دعوت ۾ زياده تاڪيد آيو آهي. البته ڪي ماڻهو ازراهِ غرور ۽ تڪبر دعوت ۾ شريڪ ڪونه ٿيندا آهن اِها انهن جي غلطي آهي، جيڪڏهن اهو عملي ڏيکائي ۽ رياڪاريءَ جي طريقي سان ڪيو وڃي ته تڪبر کان گهٽ نه آهي.

روايت آهي ته حضرت امام حسن بن علي رضه انهن غريب ماڻهن وٽان لنگهيا جيڪي رستن تي ماڻهن کان گهرندا هئا، سي ڪاڌي کائڻ لاءِ هڪ جڳهه تي جمع ٿيا، ان وقت امام حسن رضه خچر تي سوار هئا. جڏهن پاڻ رضه وٽانئن لنگهيا تڏهن پاڻ رضه کين سلام ڪيائون. انهن سلام جو جواب ڏيئي چيو "اي فرزندِ رسول ﷺ! ڪاڌي تي تشريف وٺي اچو". پاڻ رضه فرمايائون "هائو! الله تعاليٰ مڪتبرن کي ناپسند ڪري ٿو". پوءِ پاڻ

پٺ موڙي پنهنجي سواريءَ تان لٿا ۽ انهن سان زمين تي ويهي ڪائڻ لڳا. ان ڪانپوءِ سلام ڪري سوار ٿيا.

بيان ڪيو وڃي ٿو ته ياڻرن (هم عقيده) سان گڏجي کاڌو کائڻ اهل و عيال سان گڏ ويهي کائڻ کان افضل آهي.

روايت آهي ته هارون الرشيد نابينا ابو معاويه کي سڏيو ۽ حڪم ڏنو ته ڪيس کاڌو ڏنو وڃي. جڏهن هو کاڌو کائي چڪو تڏهن هارون الرشيد چلمچي (طشت) ۾ پاڻي وجهي هٿ ڌئاريا. جڏهن هو فارغ ٿي چڪو تڏهن هارون الرشيد کانئس پڇيو: "اي ابومعاويه! ڇا توکي خبر آهي ته تنهنجا هٿ ڪنهن ڌئاريا؟ هن چيو "مونکي خبر ڪانهي" هارون الرشيد چيو "اميرالمؤمنين" (هٿ ڌئاريا). ابومعاويه چيو "اي اميرالمؤمنين! اوهان علم جي تعظيم ۽ تڪريم ڪئي آهي ان ڪري جهڙي طرح اوهان علم جو وقار وڌايو آهي اهڙي طرح الله پاڪ اوهان جي عزت کي مٿانهون ڪري."

باب چوئيتاليهون

# لباس جا صوفيانہ آداب

لباس بہ نفس جي اهم ضرورت آهي. ان جي ڪري سردي، گرمي کان حفاظت ٿئي ٿي ۽ ڪاڏي جي ڪري بک کي پري ڪجي ٿو. جهڙي طرح نفس ضرورت جي مطابق ڪاڌي تي قانع نٿو رهي، بلڪ وڌيڪ جي خواهش ڪري ٿو. اهڙي طرح لباس جا بہ نوان نوان طريقا ڪڍي ٿو. انهي باري ۾ ان جون ڪيتريون ئي خواهشون ۽ مختلف ضرورتون هونديون آهن. پر صوفي نفس کي لباس جي معاملي ۾ بہ علم جي اتباع تي مجبور ڪندو آهي.

ڪنهن صوفيءَ کي چيو ويو "تنهنجو لباس قاتل آهي" چيائين "پر هيءُ حلال ڪمائيءَ مان بنيل آهي". ڪيس چيو ويو تہ "هيءُ ميرو بہ آهي". هن فرمايو تہ "پر هيءُ پاڪ آهي". انهي لاءِ هڪ مخلص صادق جو لباس جي باري ۾ هي نظريو هوندو آهي تہ اهو حلال ڪمائي جو هجي. رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ "جيڪڏهن ڪو شخص ڏهن درهمن ۾ ڪو ڪپڙو خريد ڪري ۽ ان جي قيمت ۾ هڪ درهم بہ حرام جو هوندو تہ الله پاڪ ان جي ڪابہ فرضي يا نفلي عبادت قبول نہ ڪندو".

ان ڪانپوءِ صوفي جي نظر هن طرف هوندي آهي تہ لباس پاڪ هجي، ڇوتہ نماز جي درست هجڻ جي لاءِ لباس جي پاڪائي (طهارت) شرط آهي. انهن ٻن نظرين ڪانپوءِ اهو هي ڏسي ٿو تہ لباس گرمي ۽ سردي کي دور ڪري، ڇوتہ انهيءَ ۾ نفس جي مصلحت ۽ ڀلائي آهي. ان ڪانپوءِ جيڪڏهن نفس ڪنهن ٻي شيءِ جي خواهش ڪري تہ اها فضول ۽ بيهودي ڳالهہ آهي، جنهن جو مقصد صرف مخلوق جي نام و نمود آهي. اهلِ حق جو لباس پائڻ جو مقصد يا تہ خدا جو راضپو هوندو آهي، يعني (خدا جي حڪم جي مطابق) اهو ستر عورت اختيار ڪري (اوگهڙن کي لڪائي) يا ٻيو مقصد هي هوندو

آهي تہ سردي گرمي کي دور ڪري نفس جي حفاظت ڪئي وڃي.

حڪايت آهي تہ حضرت سفيان ثوري رحہ هڪ ڏينهن ابتو لباس پاتل ٻاهر نڪتا، ڪين انهي جي خبر ڪانہ هئي، جڏهن ڪين ٻڌايو ويو تڏهن پاڻ ارادو ڪيائون تہ لباس بدلائين، پر پوءِ اهو ارادو ملتوي ڪري ڇڏيائون ۽ فرمايائون:

جڏهن مون ان کي پاتو هو تڏهن نيت ڪئي هئي تہ ان کي الله جي لاءِ پائي رهيو آهيان، ان ڪري صرف ماڻهن جي ڏسڻ جي خيال کان ان کي تبديل ڪري پهرين نيت منسوخ نہ ڪندس.

## زندگي ۾ هڪجهڙائي

صوفي سڀ‍ڱورا اخلاق جي پاڪيزگي سان مخصوص آهن، ڪين پاڪيزه اخلاق جي صرف انهي ڪري حاصل ٿيا آهن، جو الله پاڪ انهن ۾ انهي قسم جي صلاحيت، قابليت ۽ لياقت رکي هئي ۽ انهن جي پاڪيزه اخلاق مان هي پتو پوي ٿو تہ انهن جي نفس جي حالت ۾ تناسب (هڪجهڙائي) ڏنو وڃي ٿو ۽ انهي تناسب ڏانهن هن آيت سڀ‍ڱوريءَ ۾ اشارو ڪيو ويو آهي.

فاذا سويتـہ و نفخت فيـہ من روحي.

**ترجمو:** جڏهن ان کي ساريڪو ڪريان ۽ ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيان.

انهي همواري ۽ تسويہ مان مراد تناسب آهي. ان ڪري اهوئي مناسب آهي تہ انهن جو لباس انهن جي ڪاڌي جي مطابق هجي. سندن ڪاڌو انهن جي ڪلام جي موافق هجي ۽ سندن ڪلام انهن جي ننڊ جي مطابق هجي، ڇوتہ نفس ۾ جيڪو تناسب ڏسجي ٿو، اهو علم جو پابند آهي ۽ علم ئي مختلف حالتن جي مشابهت ۽ مماثلت جي باري ۾ صحيح فيصلو ڪري سگهي ٿو. انهي لاءِ هر زماني جا صوفي سڀ‍ڱورا خواهش جي ملاوٽ جي باوجود ڪنهن نہ ڪنهن تائين تناسب کي ضروري خيال ڪن ٿا ۽ جنهن حد تائين اُهي تناسب جو لحاظ رکندا آهن، اهو سڀ ڪجهہ انهن جي بزرگانِ سلف جي حال جو نتيجو آهي.

## لباس ۽ طعام ۾ مناسبت

شيخ ابوسليمان الداراني رحہ فرمايو تہ: "هڪ درويش ٽن درهمن ۾ لباس خريد ڪري پائي ٿو ۽ سندس پيٽ جي خواهش پنجن درهمن جي

هوندي آهي. هن انهي ڳالهہ کي انهي لاءِ ناپسند ڪيو آهي جو انهيءَ ۾ هڪجهڙائي (تناسب) نٿو ڏسي. ان ڪري جنهن جا ڪپڙا ڦلها هجن ان کي گهرجي تہ انجو ڪاڏو بہ اهڙو ئي هجي. جيڪڏهن ڪنهن جي لباس ۽ ڪاڏي جي شين ۾ ڪنهن هڪ شيءِ ڏانهن پوشيده ميلان هوندو يا تہ ان جو مخلوق جي ناموري جي ڪري لباس ڏانهن چاهہ هوندو يا انتهائي حرص ۽ طمع جي ڪري ڪاڏي ڏانهن طبع جو رجحان هوندو. اهي ٻنهي قسمن جا ميلان هڪ بيماري آهن جنهن جي علاج جي ضرورت آهي، جيئن تہ روحاني بيمار حد اعتدال تي اچي سگهي.

شيخ ابوسليمان الداراني رحہ ڏوتل لباس پاتو تڏهن شيخ احمد کين چيو "ڪاش! اوهين هن کان زياده عمدو لباس پايو ها". انهي تي پاڻ چوڻ لڳو تہ "ڪاش! منهنجو قلب ٻين قلبن جي مقابلي ۾ اهڙو ئي هجي ها، جيئن هي قميص ٻين جي لباس جي مقابلي ۾ نظر اچي ٿي".

## فقيرن جو لباس

انهي قسم جي تعليم جو نتيجو آهي تہ فقير (درويش) ڪارڙيون لڳائي ڪپڙا پائيندا آهن. ڪن وقتن ۾ اُهي ڪچري مان اڳڙيون چونڊي انهن جون ڪاريون پنهنجي لباس ۾ لڳائيندا هئا. جيئن تہ اهلِ حق جي هڪ جماعت ائين ئي ڪندي هئي. ڇوتہ سندن روزي مقرر ڪانہ هئي، اهڙي طرح اُهي اُڪرڙي (اروڙي) تان اڳڙيون چونڊيندا هئا. اهڙي طرح اُهي ماڻهن جي دروازن تان ڪاڏو تلاش ڪندا هئا. شيخ ابوعبدالله الرفاعي رحہ انهي قسم جي فقر ۽ توڪل تي ٽيهن سالن تائين مستقل مزاجيءَ سان قائم رهيا. جڏهن فقيرن لاءِ ڪاڌو ايندو هو تہ هو انهن سان گڏ ڪاڌو ڪونہ کائيندو هو. جڏهن وٺائن پڇيو ويندو هو تہ چوندو هو تہ "اوهين توڪل جي حق تي ڪائو ٿا ۽ آئون فقيري ۽ مسڪيني جي حق جي مطابق کاوان ٿو". ان ڪانپوءِ پاڻ مغرب ۽ عشاءَ جي وچ ۾ مانيءَ جا ٽڪرا حاصل ڪرڻ لاءِ نڪري ويندا هئا. بهرحال هي انهن ماڻهن جي حالت آهي جن جو ڪوبہ ڪمائيءَ جو ذريعو مقرر نہ هجي ۽ اُهي ڪنهن جي زير احسان رهيل هجن.

ڇون ٿا تہ ڪاريون لڳل لباس وارن درويشن جي هڪ جماعت شيخ

بشر بن حارث وٽ آئي تڏهن هو چوڻ لڳو "اي ماڻهو! الله کان ڊڄو ۽ هن لباس ۾ ظاهر نہ ٿيندا ڪريو. ڇوتہ اوهين انهي ڪري سڃاتا وڃو ٿا ۽ اوهان جي عزت ڪئي وڃي ٿي". اهو ٻڌي سڀئي خاموش ٿي ويا، پر هڪڙي نوجوان چيو:

"خدا جو شڪر آهي جو هن اسان کي انهن ماڻهن ۾ شامل ڪيو جيڪي هن لباس جي ڪري سڃاتا وڃن ٿا ۽ انهن جي عزت ڪئي وڃي ٿي".

"خدا جو سونهن! هي لباس ظاهر ٿي رهندو، ايستائين جو دين سراسر الله جي لاءِ ٿي وڃي". شيخ بشر چيو "اي ڇوڪرا! تو سٺو چيو، تو جهڙا ماڻهو گودڙي پائي سگهن ٿا". اهڙين حالتن جو نتيجو هيءُ هوندو هو جو هڪ درويش جو لباس ڪافي عرصي تائين ڪونہ لهندو هو ۽ ان وٽ هڪ ئي پوشاڪ هوندي هئي، جيڪا هن کي پاتل هوندي هئي.

روايت آهي تہ حضرت اميرالمؤمنين علي رضہ هڪڙي قميص پاتي جنهن کي پاڻ رضہ ٽن درهمن ۾ خريد ڪيو هئائون، پوءِ پاڻ رضہ پنهنجي آڱرين جي ڇيڙن سان پنهنجي آستين کي ڦاڙيائون. هڪ ڀيري پاڻ رضہ حضرت عمر بن الخطاب رضہ کي فرمايائون تہ "جيڪڏهن اوهين چاهيو ٿا تہ پنهنجي دوست (رسول ڪريم ﷺ) سان ملو تہ پنهنجي قميص ۾ ڪاريون لڳايو ۽ پنهنجي جتي سِبو، پنهنجون اميدون گهٽ ڪريو ۽ پنهنجي پيٽ لاءِ گهٽ ڪائو".

## لباس جي گهٽتائي ڪرڻ

شيخ جريري رحہ فرمائين ٿا "بغداد جي جامع مسجد ۾ هڪ ماڻهو رهندو هو، جيڪو سردي گرمي جي هر موسم ۾ هڪ ئي ڪپڙي ۾ رهندو هو. جڏهن ڪائنس پڇيو ويو، تڏهن چيائين تہ مون کي گهڻيون پوشاڪون پائڻ جو شوق هو. هڪ رات مون خواب ڏٺو تہ جنت ۾ داخل ٿي ويو آهيان. اُتي مون پنهنجن ساٿي درويشن جي هڪڙي جماعت کي دسترخوان تي ويٺل ڏٺو، تڏهن مون ارادو ڪيو تہ آئون بہ انهن سان گڏ ويهان تہ ايتري ۾ ملائڪن جي هڪ جماعت منهنجو هٿ جهلي مون کي ويهاريو ۽ چوڻ لڳا "هي ماڻهو هڪ ڪپڙي وارا آهن ۽ تو وٽ بہ قميصون آهن تون هنن وٽ نہ

ويهه". ان ڪانپوءِ آءٌ سجاڳ ٿيس، ان ڪري ان وقت کان مون عهد ڪيو آهي ته آءٌ هڪ ئي ڪپڙو پائيندس، ايستائين جو آئون الله سان وڃي ملان".

چون ٿا ته جڏهن شيخ ابويزيد رحه جو لاڏاڻو ٿيو تڏهن سندس بدن تي صرف هڪ ڪُڙتو هو، اُهو به ڪنهن کان ورتل هو. جيئن ته سندس وصال ڪانپوءِ اهو ان جي مالڪ کي واپس ڪيو ويو. منهنجي پياري مرشد جي پير جناب حماد رحه جو هي حال هو ته اُهو گهڻي عرصي تائين اُجرت جو لباس پائيندو رهيو. پنهنجي ذاتي ملڪيت جو ڪو به لباس نه پاتائين.

شيخ ابوحفص الحداد رحه فرمائي ٿو ته "جيڪڏهن اوهين ڪنهن درويش کي پڙڪيلو لباس پاتل ڏسو ته ان مان ڀلائي جي اُميد نه رکو". چون ٿا ته شيخ جنيدي جي استاد ابن الڪربنسي جو جڏهن لاڏاڻو ٿيو تڏهن سندس بدن تي گودڙي هئي. ان جي هڪ آستين ۾ ٻانهن جو وزن تيرهن رطل (پونڊ) هو. جيئن ته بزرگن جي هڪ وڏي جماعت انهي قسم جو ٿلهو لباس پائيندي هئي. پر نيڪ ٻانهن جي هڪ جماعت آهي جيڪا درويشن جهڙو لباس زيب تن نٿي ڪري. اهڙي طرح انهن جو مقصد هيءُ هوندو آهي ته هو پنهنجي حالت کي لڪائين، يا انهن کي ان جو انديشو هوندو آهي ته فقيري يا گودڙيءَ جو حق ادا نه ڪري سگهندا.

## نرم ۽ سخت لباس پائڻ

چون ٿا ته شيخ ابوحفص الحداد نرم پوشاڪ زيب تن ڪندا هئا. سندن گهر ۾ واري ويڇايل هوندي هئي جنهن تي اُهي غالبا ويهاڻي ڪانسواءِ سمهندا هئا. پر صفي وارن جي هڪ جماعت انڪي پسند نٿي ڪري ته سندن جسم ۽ مٽيءَ جي وچ ۾ ڪا به شيءِ حائل هجي. البته شيخ ابوحفص صحيح علم ۽ نيڪ نيتي سان نرم لباس پائيندا هئا ۽ انهي نيت جي درستيءَ سان سندن خدا سان تعلق هو. انڪري جيڪڏهن ٻيا اهلِ حق حضرات ٿلهو ۽ سخت لباس نه پائين ۽ انهي ۾ اُهي نيڪ نيت هجن ته ڪنهن کي ان تي اعتراض نه ڪرڻ گهرجي. پوءِ به بنيادي اصول هيءُ آهي ته سيني درويشن جو شان اهوئي هجي ته اُهي ٿلهو ۽ گودڙي جو لباس پائين، جيئن ته دنيا ۽ ان جي شان و شوڪت کان انهن جي بي رغبتي ظاهر ٿئي.

هيءَ روايت منقول اهي تہ "جيڪو طاقت رکڻ جي باوجود زيب ۽ زينت جو لباس ترڪ ڪندو، الله تعاليٰ کيس بهشتي حلو پارائيندو". بهرحال نرم لباس پائڻ صرف ان کي سونهي ٿو، جيڪو پنهنجي روحاني حالت کان واقف هجي ۽ پنهنجي نفس جي عادتن کي چڱي طرح ڄاڻندو هجي ۽ ان جي ڳجهين خواهشن تي ڪنٽرول بہ رکندڙ هجي، جيئن تہ هو الله پاڪ جي اڳيان نيڪ نيتيءَ سان ظاهر ٿي سگهي. انهي سلسلي ۾ نيڪ نيتيءَ جا ڪيترائي طريقا آهن، جن جي وضاحت تمام ڊگهي آهي.

## لباس پائڻ ۾ راضپو اختيار ڪرڻ

ڪي ماڻهو قصدا نہ تہ ٿلهو لباس پائيندا آهن نہ نرم ڪپڙا انگ تي ڍڪيندا آهن، بلڪہ جيڪي کين خدا پاڪ مهيا ڪري اهوئي پائي وٺندا آهن. اُهي وقت جا پوئلڳ هوندا آهن. هيءَ طريقو بہ چڱو آهي، پر ان کان وڌيڪ طريقو هي آهي تہ سالڪِ طريقت پنهنجي نفس کي کوٽي، جيڪڏهن انهيءَ ۾ طمع يا ڪابہ ڳجهي ۽ ظاهري مخصوص خواهش انهي لباس جي باري ۾ ڏسجي، جيڪو الله پاڪ کيس عطا ڪيو آهي تہ انهي خواهش کي ڇڏي ڏي. پر جيڪڏهن انهي پنهنجي مرضي ۽ اختيار کي ترڪ ڪري پنهنجو پاڻ کي خدا جي حوالي ڪيو تہ انهي صورت ۾ انجي لاءِ صرف اهوئي رستو باقي رهجي وڃي ٿو تہ هو انهي لباس کي انگ تي ڍڪي، جيڪو الله پاڪ ان جي لاءِ عطا ڪيو هجي.

منهنجو مرشد محترم حضرت ابوالنجيب سهروردي رحہ ڪنهن مخصوص لباس جو پابند نہ هو، بلڪہ بنا مقصد ۽ ارادي جي جيڪو لباس ملندو هو پائيندوهو. ڏهن دينارن جو عمامہ (پڳ) بہ پائي وٺندو هو ۽ هڪ دانق جو عمامو بہ پائيندو هو. پر حضرت شيخ عبدالقادر رحہ جو مخصوص لباس هوندو هو. شيخ علي بن الهيشي رحہ عراق جي ٻهراڙي وارن درويشن جو لباس اختيار ڪيو هو ۽ زنجارن جو شيخ ابوبڪر الغراءَ عام ماڻهن وانگر ٿلهي ان پائيندو هو. اهڙي طرح هرهڪ جي لباس ۽ وضع ۾ نيڪ نيتي لڪيل هئي جنهن جي فرق ۽ مرتبن جي وضاحت تمام ڊگهي آهي.

شيخ ابوالسعود رحہ پنهنجو پاڻ کي بي اختيار ٿي الله جي سپرد ڪري

ڇڏيو هو. انهي لاءِ جڏهن به ڪين نرم لباس ملندو هو ته پاڻ ان کي به اختيار ڪندا هئا. ان وقت ماڻهو ڪين عرض ڪندا هئا. "جڏهن اوهان هي لباس پايو ٿا ته ڪي ماڻهو اندروني طور تي ان کي ناپسند ڪن ٿا". انهي تي پاڻ فرمائيندا هئا:

"اسان ٻن قسمن جي ماڻهن سان ملون ٿا. پهرئين قسم جا اُهي ماڻهو آهن جيڪي شريعت جي ظاهر حڪم جي مطابق اسان تي اعتراض ڪن ٿا. انهن کي اسين هينئن چئون ٿا ته "ڇا اسان جي لباس کي شريعت مڪروه يا حرام چوي ٿي؟" اهي چون ٿا "نه" ٻئي قسم ۾ اهو شخص داخل آهي جيڪو اسان کان ارباب همت يعني صوفين سڳورن جي حقيقتن جو مطالبو ڪري ٿو. اسان ڪيس چئون ٿا ته "ڇا اوهان جي خيال ۾ اسان هيءُ لباس پنهنجي اختيارِ ۽ مرضي سانِ پايو آهي يا انهي جي پاڻ ۾ اسان جي ڪا ذاتي خواهش لڪيل آهي؟" اُهو به انهيءَ جو جواب نفي ۾ ڏي ٿو".

ڪو مرد بزرگ اهڙو به هوندو آهي جيڪو نرم ۽ سخت ٻنهي قسمن جو لباس پائي سگهي ٿو. پر اهو چاهيندو آهي ته صرف الله تعاليٰ ان جي لاءِ مخصوص وضع کي پسند ڪري، انهي لاءِ اهو نيازمنديءَ سان ڪيس درخواست ڪندو آهي ته ان کي بهترين وضع ۽ لباس ڪان مطلع ڪري، جنهن ۾ سندس دين ۽ دنيا جي ڀلائي هجي. ڇوته اهو ٻانهو حرص و هوا جو ڪونهي. اهڙي صورت ۾ خدا ان کي ڪشف جي ذريعي ڪنهن مخصوص وضع ڏانهن رهنمائي ڪندو آهي ۽ هو اهڙي وضع ۽ لباس کي لازمي طور تي اختيار ڪري وٺندو آهي. اهڙي طرح ان جو لباس الله جي حڪم سان مقرر ٿي پوندو آهي. هيءُ طريقو انهي طريقي ڪان وڌيڪ مڪمل آهي جنهن ۾ صرف الله جي لاءِ لباس کي اختيار ڪيو وڃي.

اهلِ حق وارن مان ڪو شخص اهڙو به هوندو آهي، جيڪو تمام وڏو عالم هوندو آهي ۽ خدا ڪيس فراضي به عطا فرمائيندو آهي. انهي لاءِ اهو خوشحالي سان زندگي گهاريندو آهي ۽ انهي سان گڏوگڏ اهو پوري علم ۽ ايقان سان ڪوبه لباس ڍڪيندو آهي، پر ان کي ان جي قطعي پرواهه ڪانه هوندي آهي ته آيا اهو نرم لباس آهي يا سخت ۽ ڪَهرو بلڪ عام طور تي اهو نرم لباس کي ئي ترجيح ڏيندو آهي ۽ انهي ۾ ان جي نفس کي اختيار

حاصل ٿي ڪري لذت ملندي آهي. اهو حظ نفس ڪيس دوباره موٽائي عطا ڪيو ويندو آهي. پر هي انهي جي تابع هوندو آهي، ڇوته الله پاڪ به ان جي ارادي ۾ انهي جي موافقت فرمائيندو آهي. اهڙو شخص نه صرف پاڪيزه نفس ۽ طهارت ۾ ڪامل آهي، بلڪه محبوبِ خدا ۽ بامراد به آهي. خدا پاڪ سندس مراد ۽ خواهش جلدي پوري ڪندو آهي. البته انهي مقام تي ڪيترائي مدعي خطا به کائيندا آهن.

حضرت يحيٰ بن معاذ الرازي رحه ابتدائي حالت ۾ اٽ ۽ وارن جا اٽيل ڪپڙا پائيندو هو، پر آخري عمر ۾ نرم لباس پائڻ لڳو هو. جڏهن کانئس پڇيو ويو تڏهن فرمايائين ته "ويچارو يحيٰ (يعني خود پاڻ) گهٽ درجي جي لباس تي صبر نه ڪري سگهيو ته اهو تحفي جي نرم ۽ نازڪ ڪپڙن تي ڪيئن صبر ڪري سگهندو؟"

ڪن حضراتن کي شروع کان ئي خبر پئجي ويندي آهي ته ڪين کهڙي پوشاڪ ملندي. جڏهن اها پوشاڪ وٽن ايندي آهي ته هو انهي کي پائي وٺندا آهن. انهن جو اهو رويو تعريف جي لائق آهي، ڪٿي حق پرستن جا حالات مختلف قسمن جا هوندا آهن. البته اهي سيئي طريقا چڱا آهن. جيئن ته خدا پاڪ فرمائي ٿو:

**قل كل يعمل عليٰ شاكلته فربكم اعلم بمن هو اهدي سبيلا.** (پ ١٥)

**ترجمو:** چئو ته هر شخص پنهنجي طريقي تي ڪم ڪندو آهي، تنهنجو پالڻهار چڱي طرح ڄاڻندڙ آهي ته ڪير سڀ کان وڌيڪ سڌي واٽ تي آهي.

بهرحال ٿلهو لباس پائڻ بهتر ۽ افضل آهي. ڇوته ٻانهو انهي جي ڪري ڪيترين ئي آفتن کان محفوظ رهندو آهي.

## حضرت عمر بن عبدالعزيز رضه جو لباس

جناب مسلمه بن عبدالملڪ چوي ٿو ته "آئون خليفي حضرت عمر بن عبدالعزيز رضه جي بيماريءَ ۾ سندس عيادت جي لاءِ ويس، تڏهن سندن

قميص اڻ ڌوتل ڏٺم. مون سندن گهرواري محترم جناب فاطمه کي چيو ته "اميرالمؤمنين جا ڪپڙا ڌوئي ڏي" پاڻ چيائين ته "اسين انشاءَ الله ائين ڪنداسون" جڏهن آئون ٻيو ڀيرو وٽن عيادت لاءِ ويس تڏهن به سندن قميص اهڙي ئي هئي. انهيءَ تي مون چيو 'اي فاطمه! ڇا مون ڪونه چيو هو ته تون انهن جي قميص ڌوئي ڇڏ؟" انهيءَ تي سندن گهرواري چيو ته "خدا جو سونهن! انهي قميص ڪانسواءِ ٻي ڪابه قمِيص وٽن ڪانهي.

حضرت سالم رحه فرمائي ٿو "حضرت عمر بن عبدالعزيز رحه خليفو ٿيڻ کان اڳ ۾ سڀ کان وڌيڪ نرم لباس پائيندو هو. پر جڏهن خليفو ٿيو تڏهن گوڏن جي وچان سر ڏيئي رنو. پوءِ پنهنجا پراڻا ڪپڙا گهرائي انهن کي پاتائين.

چون ٿا ته جڏهن حضرت ابوالدرداءَ رحه انتقال ڪيو تڏهن سندن لباس ۾ چاليهه ڪاريون ڏنيون ويون حالانڪ سندن وظيفو چاليهه هزار (درهم) مقرر هو.

## سادي زندگي

حضرت زيد بن مصعب رضه فرمائي ٿو "حضرت علي بن ابي طالب رضه ري جو اٽيل ڪڙتو پاتو، اهو ڪڙتو اهڙو هو جو سندس ٻانهون ڇڪبيون هيون ته آڱرين جي ڇيڙن تائين پهچنديون هيون. خارجين (ٻانهن جي ڊگهي نه هئڻ ڪري) انهي تي اعتراض ڪيو تڏهن پاڻ رضه فرمايائون "اوهين منهنجي هن لباس مان عيب ڪيو ٿا، جيڪو تڪبر کان تمام پري آهي ۽ انهي لائق آهي جو مسلمان هن ۾ منهنجي پيروي ڪن".

چون ٿا ته جڏهن حضرت عمر رضه ڪنهن (ماڻهوءَ جي بدن) تي به سنها ڪپڙا ڏسندا هئا ته زره ڪڍي انهي تي چڙهي ويندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته "اها چمڪيلي پوشاڪ عورتن جي لاءِ رهڻ ڏيو".

رسول الله ﷺ جن فرمايائون ته "پنهنجن قلبن کي ادنيٰ لباس سان روشن ڪريو، ڪڻي اهي دنيا ۾ خواريءَ جو سبب آهن، پر آخرت جو نور آهن. اهڙي طرح ماڻهن جي تعريف سان پنهنجي دين کي خراب نه ڪريو".

روايت آهي ته هڪ ڀيري پاڻ سردارن ﷺ جن جتي مبارڪ پاتائون،

جڏهن پاڻ ﷺ کيس ڏنائون تہ سندس خوبصورتي آنحضرت ﷺ جن کي تمام گهڻي پسند آئي، فوراً پاڻ ﷺ سجدو ڪيائون. جڏهن انهي جو سبب پڇيو ويو تڏهن فرمايائون تہ "مون کي هيءَ ڊپ هو تہ ڪٿي منهنجو پالڻهار مون کان ناراض نہ ٿئي، انهي لاءِ مون انهيءَ جي اڳيان تواضع ڪئي. هاڻي هي جتي ,منهنجي گهر ۾ رات نہ گذاريندي ڇوتہ انهي جي ڪري مون کي خدا جي ناراضگي جو ڊپ آهي" اهو چئي پاڻ ﷺ انهن کي لاهي ڇڏيائون ۽ جيڪو غريب ماڻهو پاڻ سونهارن ﷺ جن کي سڀ کان پهرين مليو اُنهي کي ڏيئي ڇڏيائون. ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ حڪم ڏنائون تڏهن سندن لاءِ پراڻي گنل جتي مبارڪ خريد ڪئي ويئي.

روايت آهي رسول ڪريم ﷺ جن ان جو لباس ۽ گنل جتي پائيندا هئا. غلامن سان گڏ کاڌو کائيندا هئا.

جيئن تہ نفس آفتن جو مقام آهي، انهي لاءِ انهيءَ جا ڳجها مڪر ۽ فريب ۽ انهي جي لڪيل خواهشن کي معلوم ڪرڻ تمام مشڪل آهي. انهي لاءِ افضل طريقو اهو آهي تہ جنهن ڪم ۾ وڌيڪ احتياط هجي. انهي کي اختيار ڪجي. مشتبہ (شڪ واري) پهلوءَ کي ڇڏي اهو پهلو اختيار ڪجي، جيڪو غير مشتبہ هجي.

## سهولت ۽ همت

انسان جي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ جيستائين انهيءَ جو نفس مڪمل طور تي پاڪيزه نہ ٿئي ۽ ان کي سهولت ۽ وسعت جي پڪي ڄاڻ نہ هجي ان وقت تائين اهو سهولت ۽ وسعت کي اختيار نہ ڪري، هي انهي وقت تي سگهي ٿو جڏهن نفس پنهنجين خواهشن جي پيروي ڪرڻ ڇڏي ڏي ۽ انهي جي نيت ۾ اهو خلوص پيدا ٿئي، جنهن جي ڪري صريح ۽ واضع علم جي رهنمائي ۾ ان جون تصرفات صحيح ٿيڻ لڳن. پر اهلِ همت، همت جي گهوڙي تي سوار رهندا آهن ۽ هرهڪ ڳالهہ ۾ رخصت ۽ سهولت کي انهي لاءِ اختيار ڪرڻ پسند ڪونہ ڪندا آهن جو ائين نہ ٿئي تہ هو زهد جي فضيلت کان محروم ٿي پون. ڇوتہ نرم ۽ نازڪ لباس پائڻ دنياداري آهي. انهي ڪري چيو ويو آهي تہ جنهن جو لباس نرم ۽ نازڪ هوندو، انهي جو

دين ۽ ايمان بہ نرم ۽ نازڪ هوندو آهي. اها سهولت انهي کي ڏني ويئي آهي جيڪي زهد اختيار ڪن تا ڪن ۽ شريعت جي سهولتن تي گذارو ڪن ٿا.

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون تہ "جنهن شخص جي دل ۾ ذري جيترو بہ تڪبر هوندو اهو جنت ۾ داخل نہ ٿيندو". انهي تي هڪڙي ماڻهو عرض ڪيو تہ "انسان چاهي ٿو تہ ان جو لباس سٺو هجي ۽ ان جي جتي بہ سٺي هجي". پاڻ ﷺ فرمايائون "الله صاحبِ جمال آهي ۽ حسن و جمال کي پسند فرمائي ٿو". هن حديث ۾ اُن شخص کي اجازت ڏني ويئي آهي جيڪو نفساني خواهش ۽ غرور ۽ فخر کانسواءِ سٺو لباس پائي، پر جيڪو شخص دنياوي غرور ۽ فخر جي لاءِ عمدو لباس پائيندو هجي انهي جي حق ۾ وعيد آئي آهي. اهڙي طرح حضرت ابوهريرة رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "مؤمن جو لباس اڌ ران کان پيڊي تائين آهي ۽ جيڪا پوشاڪ پيڊي کان هيٺ تائين هجي، اُها دوزخ ۾ آهي. جيڪو شخص آڪڙِ جي لاءِ پنهنجي گوڏ (ازار) گهيلي هلي ٿو الله پاڪ حشر جي ڏينهن اِنهي ڏانهن ڪونہ نهاريندو. هڪ ڀيري اوهان کان پهرين قوم جو هڪ ماڻهو پنهنجي چادر تي آڪڙجي هليو پئي ويو ۽ پنهنجي چادر تي فخر ڪري رهيو هو تہ اوچتو الله تعاليٰ ان کي زمين ۾ پورايو تڏهن اهو قيامت تائين ائين ئي حرڪت ڪندو رهندو".

جيئن تہ هرهڪ سالڪ جا حالات مختلف هوندا آهن، پڻ جنهن جي روحاني حالت صحيح علم جي ڪري درست هجي، انهي جي نيت، ڪائڻ پيئڻ، پائڻ ۽ ٻين تصرفاتن ۾ صحيح هوندي آهي. باطني استقامت سان گڏ انهي جا سيئي حالات بہ درست رهندا آهن يعني انهي جي باطن ۾ جيتري قدر استقامت هوندي، ايتري قدر توفيق ايزدي سان ٻانهي جا سيئي تصرفات درست ٿيندا ويندا آهن.

## باب پنجيتاليهون

# رات جاڳڻ جي فضيلت

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

إِذْ يُغَشِّيكُمُ النُّعَاسَ أَمَنَةً مِّنْهُ وَيُنَزِّلُ عَلَيْكُم مِّنَ السَّمَاءِ مَاءً لِّيُطَهِّرَكُم بِهِ وَيُذْهِبَ عَنكُمْ رِجْزَ الشَّيْطَانِ. (انفال ۲ پ ۹)

**ترجمو:** ان وقت کي ياد ڪريو جڏهن خدا پنهنجي طرفان آرام جي لاءِ اوهان تي ننڊ طاري ڪري رهيو هو ۽ اوهان تي آسمان کان پاڻي وسائي رهيو هو، جيئن تہ انهي ڪري اوهان کي پاڪ ڪري ۽ اوهان جي اندران شيطان جي پليتي کي پري ڪري.

هيءَ آيت شريف جنگ بدر ۾ مسلمانن جي حق ۾ نازل ٿي، جڏهن اُهي ريت جي هڪ دڙي جي ويجهو ترسيل هئا. جتي انسانن ۽ جانورن جا پير ڪپندا پئي ويا. مشرڪن پهرين کان پاڻي تي قبضو ڪري ورتو هو. انهي ڪري ان وقت مسلمانن جي اِها حالت هئي جو انهن مان ڪو بي وضو هو ۽ ڪنهن کي غسل جي حاجت هئي، اُهي اُڃيا بہ هئا. اهڙي موقعي تي شيطان انهن جي دل ۾ اهو وسوسو وڌو، "اوهان جو اهو خيال تہ اوهين حق تي آهيو ۽ اوهان اندر خدا جو پيغمبر بہ موجود آهي، پر ان جي باوجود مشرڪ پاڻي تي قابض ٿي ويا آهن ۽ اوهان جي اها حالت ٿي ويئي آهي تہ اوهين وضو ۽ غسل کانسواءِ نمازون پڙهي رهيا آهيو. (اهڙي حالت ۾) اوهين انهن تي غالب اچڻ جي ڪهڙي اُميد رکي سگهو ٿا؟" انهي تي الله تعاليٰ آسمان مان مينهن وسايو، ايستائين جو سڄي واديءَ ۾ پاڻي وهڻ لڳو. مسلمانن نہ صرف پاڻي پيتو، وضو ۽ غسل ڪيو بلڪ جانورن کي بہ پاڻي پياريائون ۽ سانداريون

(مشڪون) پري ورتائون، زمين بہ ايتري قدر سخت ٿي ويئي جو انهي تي پير ڄمڻ لڳا. جيئن تہ (اڳتي هلي ذڪر ڪيل مٿين آيت ڪانپوءِ) الله تعاليٰ فرمايو:

وَ يُثَبِّتَ بِهِ الْاَقْدَامَ. اِذْيُوْحِيْ رَبُّكَ اِلَي الْمَلَائِكَةِ اَنِّيْ مَعَكُمْ. (انفال ٢ پ ٩)

ترجمو: جيئن تہ اُهو انهي ڪري ثابت قدم رکي. جڏهن تہ اوهان جو رب ملائڪن ڏانهن پيغام ڏئي رهيو هو تہ مان توهان سان گڏ آهيان.

اهڙي طرح الله تعاليٰ انهن ملائڪن جي ذريعي مدد فرمائي، ايستائين جو اُهي مشرڪن تي غالب اچي ويا.

## ننڊ جي اهميت

قرآن شريف جي هر آيت جون ظاهري ۽ باطني معنائون آهن ۽ هرهڪ معنيٰ جي ابتدا ۽ انتها بہ آهي، اهڙي طرح جيئن الله پاڪ ننڊ کي اصحابن سڳورن (رضوان الله عليهم) جي لاءِ رحمت ۽ آرام جو سبب بنايو. جيڪو انهي واقعي ۾ انهن جي لاءِ مخصوص آهي، اهڙي طرح انهي سيني مؤمنن جي لاءِ انهي کي بالعموم رحمت جو سبب بڻايو آهي. انهي ڪري ننڊ مريدن جي لاءِ فوري طور تي هڪ عمدو حصو آهي. اُها انهن جي دلين کي نفساني ڪشمڪش کان سڪون بخشي ٿي. ڇوتہ نفس کي ننڊ مان آرام ملي ٿو. اهو ٿڪاوٽ ۽ تڪليف کي محسوس نٿو ڪري، ڇوتہ جيڪڏهن ان کي ٿڪاوٽ جو احساس ٿئي تہ انهي کان قلب بہ گدلو ٿي ويندو آهي. انهي لاءِ صحيح علم جي مطابق اعتدال سان سمهڻ کان قلب کي بہ آرام ملندو آهي. اهڙي طرح جڏهن نفس کي سڪون ملي تڏهن مريدن جي قلب ۽ نفس ۾ موافقت پيدا ٿي ويندي آهي.

انهي ڪري چيو ويو آهي تہ رات ڏينهن جو ٽيون حصو ننڊ ۾ گذارجي جيئن تہ جسم بي چين نہ رهي، انهي لاءِ ننڊ جي لاءِ اٺ ڪلاڪ مقرر آهن. انهن مان بہ ڪلاڪ سالڪ طريقت ڏينهن جي وقت سمهي ۽ رات جي وقت ڇهہ ڪلاڪ سمهي. هن مقدار ۾ سردي جي موسم ۽ گرميءَ ۾ رات جي

ڏکي هئڻ ۽ مختصر هئڻ جي لحاظ کان گهٽتائي وڌائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ارادو نيڪ هجي ۽ طلب سچي هجي ته ننڊ کي هڪ اڌ ڪلاڪ کن گهٽ ڪري سگهجي ٿو ۽ اها گهٽتائي نقصان ڏيندڙ ڪانهي، پر شرط هن سان ته آهستي آهستي انهي جي عادت ڪئي وڃي.

جيڪڏهن ڪنهن ۾ اعليٰ روحانيت ۽ محبت هجي ته اُهو سجاڳي جي بوجهه ۽ ننڊ جي گهٽتائي کي برداشت ڪري سگهي ٿو، ڇوته ننڊ جي خاصيت ٿڌي آهي، انهي لاءِ اها جسم ۽ دماغ جي لاءِ فائديمند آهي ۽ اها حرارت ۽ مزاج جي خشڪي کي به آرام بخشي ٿي. جيڪڏهن انهي جي ٽئين حصي ۾ گهٽتائي ڪجي ته اها دماغ جي لاءِ تڪليف پهچائيندڙ آهي ۽ انهي ڪان جسم جي بي چيني جو به ڊپ آهي. البته جيڪڏهن دلي محبت ۽ روحانيت انهي جي قائمقام بنجي، ته اها شيءِ انهي جو پورائو ڪري سگهي ٿي، ڇوته روحانيت ۽ محبت جي خاصيت به ٿڌي آهي، جيئن ننڊ جي خاصيت آهي. اهڙي طرح انهي روحانيت جي ڪري رات جون طويل گهڙيون مختصر ٿي پونديون آهن. جيئن ته چيو ويندو آهي ته وصل (ميلاپ) جو هڪ سال هڪ ننڊ آهي ۽ ڦوڙائي (هجر) جي هڪ ننڊ هڪڙو سال آهي. انهي ڪري اهلِ حال جي لاءِ راتيون ننڍيون ٿي وينديون آهن.

شيخ علي بن بڪار رحہ جو قول آهي ته "چاليهن سالن کان منهنجي هيءَ حالت آهي جو مون کي صرف فجر جو جلدي طلوع ٿيڻ غمگين بنائي ٿو". ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو ته "رات جي وقت اوهان جي ڪهڙي ڪيفيت هوندي آهي؟" چيائين "جڏهن اُها رات مون ڏانهن پنهنجو رخ ڪندي آهي ته آئون هن کي چڱي طرح ڏسي به نه سگهندو آهيان ته هوءَ جلدي واپس هلي ويندي آهي."

## سجاڳيءَ جي لذت

شيخ ابوسليمان الداراني رحہ فرمائي ٿو "شب بيدار رات جي وقت انهن تماشائين کان زياده لطف اندوز هوندا آهن جيڪي پنهنجين راندين روندين سان دل وندرائيندا آهن."

هڪڙي بزرگ جو قول آهي ته "دنيا جي ڪابه شيءِ بهشت وارن جي

نعمت جي برابر ڪانهي، البت رات جي وقت نيازمندانه عبادت ڪرڻ وارا حضرات پنهنجي مناجات ۾ جيڪا مٺاس (حلاوت) پائين ٿا (اها جنت جي حلاوت جي مشابه آهي) انهيءَ قسم جي مناجات جي حلاوت شب بيدارن جي لاءِ اهڙو انعام آهي، جيڪو انهن کي دنيا ۾ ملي ٿو". هڪڙي ٻي بزرگ جو ارشاد آهي: "الله تعاليٰ صبح جي وقت جڏهن رات جاڳندڙن جي دلين جو مشاهدو ڪندو آهي، تڏهن اهو کين نور ۽ عرفان سان ڀري ڇڏيندو آهي ۽ انهي فيض ڪان مستفيض ٿي انهن جون دليون نوراني ٿي پونديون آهن، پوءِ انهن جي قلبن جو فيض غافل انسانن جي دلين تائين پهچندو آهي".

## رات جاڳندڙن جي فضيلت

هيءَ روايت منقول آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي ڪنهن پيغمبر تي وحي نازل فرمائي "منهنجا ڪي ٻانها اهڙا آهن، جيڪي مون سان محبت ڪن ٿا ۽ مان به اُنهن سان محبت ڪندو آهيان. انهن کي منهنجو شوق ۽ ذوق آهي ۽ مون کي به انهن جو شوق ۽ ذوق آهي. اُهي مون کي ياد ڪن ٿا، مان به انهن کي ياد ڪندو آهيان. انهن جون نظرون مون ڏانهن آهن ۽ منهنجي نظر به انهن ڏانهن آهي، انهي ڪري جيڪڏهن تون انهن جي طريقي تي هلندين ته مان توسان محبت ڪندس ۽ جيڪڏهن تون انهي واٽ ڪان ڪناره ڪشي ڪندين ته مان توڪان نفرت ڪندس". انهي پيغمبر الله ڪان پڇيو ته "اي پالڻهار! انهن ماڻهن جي ڪهڙي نشاني آهي" فرمايائين "ڏينهن جو ڇانوَ جو اهڙو ئي خيال ڪندا آهن، جيئن ڪو ڌنارُ پنهنجي رڍن ٻڪرين جو خيال رکندو آهي ۽ کين سج لهڻ جو اهڙو ئي انتظار هوندو آهي جيئن پکي پنهنجن آکيرن ڏانهن وڃڻ لاءِ ماندا هوندا آهن. جڏهن رات ڇانئبي آهي ۽ اونداهي جي هنج ۾ هلي ويندي آهي ۽ هرهڪ پنهنجي محبوب سان خلوت نشين ٿيندو آهي، تڏهن انهي وقت اُهي منهنجي عبادت جي لاءِ پنهنجن پيرن تي بيهندا آهن. پنهنجي چهرن کي منهنجي لاءِ "اگڻ" بنائيندا آهن. منهنجي ڪلام جي ذريعي مناجات ڪندا آهن ۽ گريه و زاري ڪري منهنجي انعام جا طالبو ٿيندا آهن.

ڪو رڙيون ڪندو ۽ روئندو آهي ۽ ڪو ٿڌا ساهه ڀريندو ۽ فرياد ڪندو آهي، منهنجي نظر جي اڳيان آهن اهي تڪليفون جيڪي منهنجي ڪري سهن ٿا ۽ منهنجي محبت لاءِ جيڪي فرياد ڪن ٿا، انهن کي مان ٻڌان ٿو.

انهن تي منهنجو ڀهريون لطف ۽ عنايت هي آهي تہ مان پنهنجي نور جو هڪ حصو انهن جي دلين ۾ وجهندو آهيان. ان وقت اُهي منهنجا اسرار ٻڌائيندا آهن، جهڙي طرح مان انهن جا اسرار ٻڌائيندو آهيان. ٻي بخشش هي آهي تہ جيڪڏهن ستئي آسمان ۽ زمينون ۽ جيڪي ڪجهه انهن منجهه آهي. انهن جي ساهميءَ ۾ رکيو وڃي تہ مان انهن سڀني شين کي انهن جي لاءِ گهٽ سمجهان ٿو. ٽئين بخشش هي آهي تہ مان بذاتِ خود انهن ڏانهن متوجہ آهيان. ڇا اوهان کي خبر آهي تہ جنهن ڏانهن منهنجي مهرباني جي نظر هجي تہ مان ان کي ڇا ڏيندس؟"

## تجلين جي رات

جڏهن ڪوبہ سچو مريد رات جي اڪيلائيءَ ۾ پنهنجي پالڻهار جي مناجات ۾ مصروف هوندو آهي تڏهن رات جا سيئي نور ۽ تجليون ان جي ڏينهن جي ڀاڱن تي ڇانئجي ويندا آهن ۽ سندس ڏينهن انهيءَ جي رات جي حفاظت ۾ اچي ويندو آهي. ان جو سبب هي آهي تہ انهي جي دل نور ۽ تجلين سان ڀريل هوندي آهي. انهي لاءِ ڏينهن جي وقت ان جون سيئي حرڪتون ۽ تصرف رات جي گڏ تيل نور ۽ تجلين جي سرچشمي مان نڪرندا آهن ۽ انهي جو خاڪي قلب، گنبدِ حق ۾ قيد ٿي ويندو، جتي ان جي چرپر کي درست ڪيو ويندو آهي. جيئن تہ منقول آهي تہ "جيڪو شخص رات جو نماز پڙهندو آهي ان جو منهن ڏينهن جو خوبصورت ٿي ويندو آهي". هن روايت جا بہ مفهوم آهن. ڀهريون مطلب هي آهي تہ دري ڏيئي جي ڪري روشن ٿيندي آهي. انهي ڪري جڏهن ايمان ۽ يقين جو چراغ (ڏيئو) دل ۾ موجود هوندو تہ رات جي وقت عمل جي تيل جي گهٽائي ڪان اهو روشن ٿي پوندو آهي، چراغ جي روشنيءَ ۾ واڌارو ٿيندو آهي ۽ خاڪي قالب جو چراغ دان بہ انهي نور ۽ ضيا کي حاصل ڪندو آهي.

## روشن ڪيل دل

شيخ سهل بن عبدالله رحہ فرمائي ٿو "ايمان ۽ يقين باھ جي مثل آهي. اقرار انهيءَ جي بتي آهي ۽ عمل تيل آهي". الله پاڪ بہ فرمايو آهي "انهن جي پيشانين تي سجدن جا نشان آهن". پڻ الله تعاليٰ پنهنجي نور کي اهڙي طاق (دريءَ) سان تشبيھ ڏني آهي، جنهن ۾ چراغ هجي، انهي ڪري الله جي نور جي ذريعي ايمان ۽ يقين جو نور قلب جي شيشي ۾ پهچندو آهي ۽ عمل جي تيل سان انهي جي روشنيءَ ۾ واڌارو ٿيندو آهي. دل جو شيشو روشن تاري جي مثل ٿي ويندو آهي. انهي شيشي جو اولڙو خاڪي قلب جي چراغ دان تي پوندو آهي. ان ڪانسواءِ نور جي باھ ڪان قلب نرم ٿي پوندو آهي ۽ انهيءَ جي نرمي جسم تائين هلي ويندي آهي ۽ اهو بہ دل جي نرمي جي اثر ڪان نرم ٿيندو آهي، اهڙي طرح جسم ۽ قلب ٻئي هڪجهڙا نرم ٿيندا آهن، جيئن تہ خدا پاڪ فرمائي ٿو "انهن جي کل ۽ انهن جون دليون خدا جي ذڪر ڪان نرم ٿيندا آهن". هن ۾ اهوئي بيان ڪيو ويو آهي تہ کل ۽ دل ٻئي نرم ٿي ويندا آهن.

## فيض ۽ برڪت

جڏهن قلب نور سان ڀرپور ٿئي ۽ سرور و محبت جي ڪري بدن بہ نرم ٿيجي وڃي تہ ڏھ زمان و مڪان قلب جي نور ۾ داخل ٿيندا آهن. انهن سان ڪلما، آيتون ۽ سورتون بہ شامل هونديون آهن. بلڪ خاڪي قالب جي سرزمين پنهنجي رب جي نور سان جڳمڳائجي اُٿندي آهي. اهڙي صورت ۾ قلب آسمان وانگيان ۽ بدن زمين جي مثل هوندو آهي. ڪلام الله جي تلاوت جي لذت ان کي ڪائنات ڪان لڪائي ڇڏيندي آهي. ان وقت نہ نفساني ڪلام جو وجود رهندو آهي ۽ نہ وري ڪنهن وسوسي جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو آهي، بلڪ ابتداءَ ڪان آخر تائين قرآن شريف جو ڪنهن وسوسي ۽ نفساني ڪلام ڪانسواءِ تصور ڪري سگهجي ٿو. جيڪو خدا جو تمام وڏو فضل ۽ ڪرم آهي. هيٺين ترجمي جي مطابق مذڪوره متئين حديث جي

(جيڪو رات جي وقت نماز پڙهي ٿو تہ ان جي عملي جـِهت (پاسو) ڏينهن جو عـُمدي ٿي ويندي آهي) بي سمجهاڻي هيءَ آهي تہ اَن جي انهن ڪمن جا طرف جن ڏانهن ان جو ڌيان آهي، آسان ۽ عـُمدا ٿي ويندا آهن ۽ خدا جي طرفان انهيءَ جي سيني تصرفن ۾ ان کي مدد ملندي آهي. يعني ڪم جي آغاز ۽ انجام ٻنهي حالتن ۾ ان کي غيبي مدد حاصل ٿيندي آهي. اهڙي طرح نہ صرف انهيءَ جي مقصدن ۽ اعمالن جون واٽون درست ٿينديون آهن، بلڪ انهيءَ جا اقوال بہ صحيح رهندا آهن. ڇوتہ دل جي استقامت تي قولن جي استقامت موقوف آهي.

باب ڇائيتاليهون

# ننڊ ڪرڻ ۽ رات جاڳڻ جا آداب

انهن ادبن جي ابتداءَ هن طرح آهي ته سالڪ طريقت سج لهڻ جي موقعي تي تازو وضو ڪري رات جو استقبال ڪري ۽ قبلي ڏانهن مهاڙ ڪري ويهي رات جي آمد ۽ سانجهي نماز جو انتظار ڪري. انهي موقعي تي افضل ذڪر تسبيح ۽ استغفار آهي. جيئن الله تعاليٰ پنهنجي پيغمبر سڳوري کي فرمايو آهي "اوهين پنهنجي گناهه جي معافي گهرو ۽ پنهنجي پالڻهار جي واکاڻ، رات ۽ صبح جي وقت تسبيح پڙهو."

ان جو هڪ طريقو هي آهي ته سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ لڳاتار نماز يا تلاوت ۽ ذڪر ۾ مشغول رهي. انهن مان بهترين صورت نماز جي آهي. ڇوته جيڪڏهن اهو ٻنهي نمازن جي وچ ۾ لڳاتار نماز پڙهي ٿو ته انهي جي باطن مان ان ڪدورت جا آثار مٽجي ويندا، جيڪي مخلوق جي ملاقات، انهن سان ميلاپ ڪرڻ ۽ انهن جي گفتگو ٻڌڻ کان پيدا ٿيندا آهن. اهي سيئي ڳالهيون دل تي اثر ۽ چوٽ لڳائينديون آهن. ايستائين جو ماڻهن ڏانهن ڏسڻ جي ڪري به دل ۾ هڪ قسم جي ڪدورت پيدا ٿيندي آهي، جنهن کي اهوئي معلوم ڪري سگهي ٿو جيڪو صاف دل هجي. انهي ڪري مخلوق ڏانهن ڏسڻ جو بصيرت تي اهوئي اثر پوندو آهي، جيڪو اک ۾ ڪو ڪک يا ڪو ذرو ٽڪرو پوڻ سان بينائي تي پوندو آهي. انهي لاءِ سانجهي کان سومهڻي تائين نمازون پڙهڻ سان انهي جو اثر ختم ٿيڻ جي اميد آهي.

انهن ادبن جو ٻيو اصول هي آهي ته سومهڻي کانپوءِ دنيوي ڳالهيون نه ڪجن، ڇوته انهي وقت ڳالهيون ڪرڻ سان اها نوراني تروتازگي ويندي رهندي آهي جيڪا رات جو ٻنهي نمازن جي وچ ۾ عبادت ڪرڻ سان پيدا ٿيندي آهي.

جيڪڏهن سالڪ طريقت هوشيار دل نہ هوندو تہ انهي جي رات جاڳڻ ۾ بہ رڪاوٽ پيدا ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن سومهڻي جي نماز پڙهڻ ڪانپوءِ تازو وضو ڪجي تہ انهيءَ ڪان رات جاڳڻ ۾ تمام گهڻي مدد ملندي آهي.

هڪڙي درويش خراسان جي هڪ بزرگ جو ذڪر ڪيو ۔ اهو رات جو ٽي ڀيرا غسل ڪندو هو. پهريون ڀيرو سومهڻي ڪانپوءِ غسل ڪندو هو، ٻيو ڀيرو ننڊ ڪان سجاڳي بعد غسل ڪندو هو. ٽيون ڀيرو صبح ڪان پهرين غسل ڪندو هو. انهي ڪري وضو ۽ غسل جي ذريعي رات جاڳڻ ۾ تمام گهڻي سهولت پيدا ٿيندي آهي. اهڙي طرح ذڪر ۽ نماز جو عادي بنجڻ سان بہ ننڊ تي قابو ڪري سگهجي ٿو. انهي عادت سان انسان جلدي سجاڳ ٿيندو آهي. پر جيڪڏهن ڪنهن کي پنهنجي نفس ۽ عادت تي اعتماد هجي تہ اهو تڪليف ۽ ڪوشش ڪرڻ سان مقرر وقت تي سجاڳ ٿي سگهي ٿو، نہ تہ پوءِ مريدن ۽ حق جي طالبن جي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ جڏهن ڪين پاڻهي گهري ننڊ اچي تہ اُهي ان وقت سمهن. انهي ڪري عاشقانِ الاهي جي باري ۾ بيان ڪيو ويو آهي:

"انهن جي ننڊ مستغرق انسانن جهڙي ننڊ آهي ۽ بيمارن جهڙو انهن جو کاڌو آهي. انهن جي گفتگو ضرورت جي مطابق هوندي آهي".

انهي ڪري جيڪو رات جاڳڻ جي پڪي ارادي سان سمهي تہ انهيءَ کي رات جاڳڻ جي لاءِ دوباره اٿڻ جي ضرور توفيق حاصل ٿيندي ۽ نہ تہ نفس جي هيءَ حالت آهي تہ جيڪڏهن ڪيس ننڊ ڏانهن آماده ڪيو وڃي ۽ انهي جو عادي بنايو وڃي تہ اُهو انهيءَ ۾ چڱي طرح آزاد ٿي ويندو آهي، پر جڏهن ڪيس عزم صادق سان لوڏيو وڃي تہ چڱي طرح گهري ننڊ ۾ سمهڻ جي ان کي آزادي حاصل ڪانہ ٿيندي. عزمِ صادق سان اهوئي نفس کي لوڏو آهي، جنهن جي باري ۾ خدا پاڪ جو هيءُ ارشاد آهي تہ "انهن جا پاسا وڇاڻن ڪان جدا ٿيندا آهن". ڇوتہ اهوئي سچو ارادو ۽ رات جو اٿڻ جو فڪر انهن جي پاسن ۽ وڇاڻن جي وچ ۾ دوري ۽ جدائي پيدا ڪري ٿو.

چون ٿا تہ نفس جون بہ نظرون هونديون آهن، هڪڙي نظر جسماني ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ هيٺ هوندي آهي، ٻي نظر روحاني ضرورتن جي تڪميل جي لاءِ عالمِ بالا ڏانهن هوندي آهي. انهي ڪري اربابِ همت جا

پاسا پنهنجي خوابگاهن کان انهي لاءِ جدا هوندا آهن، جو انهن جو نظر روحاني درجن جي تڪميل جي لاءِ عالمِ بالا ڏانهن هر وقت لڳل هوندو آهي. انهي لاءِ اهي ضروري ننڊ ڪري نفس جو حق ادا ڪن ٿا، پر ڪيس ننڊ جي لذت کان محروم رکندا آهن. ڇوته نفس ۾ خاڪي ۽ جمادي عنصر غالب آهي. انهي لاءِ اهو هيٺ سمهي، ليٽي ننڊ کان لطف اندوز ٿيڻ گهري ٿو. جيئن ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو "انهي اوهان کي مٽيءَ مان پيدا ڪيو ڇوته اها شيءِ انسان جي فطرت ۾ داخل آهي ۽ هيٺاهين تي ويهڻ مٽي جي خاصيت آهي. انهيءَ لاءِ سست تي ويهي رهڻ ۽ سمهڻ انسان جي خاصيت بنجي ويئي آهي. همت وارا اُهي اهلِ علم آهن جن جي علم جي باري ۾ الله تعاليٰ هيءُ فيصلو ڪيو آهي ته "ڇا اهڙو شخص اُهو آهي جيڪو رات جي وقت خدا جو فرمانبردار تي سربسجود ٿئي ۽ عبادت جي لاءِ بيهي، اُهو آخرت جي ڏينهن کان ڊڄندو هجي ۽ الله جي رحمت جي اُميد رکندو هجي؟ اي پيغمبر چئو ته ڇا عالم ۽ جاهل برابر تي سگهن ٿا؟" هن آيت ۾ خدا پاڪ انهن ماڻهن کي جيڪي رات جي وقت بيهي عبادت ڪن ٿا تن کي اهل علم قرار ڏي ٿو. ڇوته اُهي اهلِ علم آهن، انهي لاءِ اِنهن پنهنجن نفسن کي پنهنجي مقام تي حرڪت ڏيئي روحاني لذت حاصل ڪرڻ جي لاءِ حقيقت جي اعليٰ مقام تي پهچايو آهي. انهيءَ ڪري سندن پاسراٽيون انهن جي خوابگاهن کان جدا رهن ٿيون ۽ اُهي ننڊاٽل ۽ غافل نٿا رهن.

## عادت کي ڦيرائڻ

آدابِ نوم (ننڊ) جو هڪ اصول هي به آهي ته هو پنهنجي عادت کي بدلائي. جيڪڏهن وهاڻي رکڻ جي عادت هجي ته وهاڻو ڇڏي ڏي ۽ وڇاڻي جي عادت هجي ته اها عادت به ترڪ ڪري. هڪ بزرگ جو قول آهي ته "جيڪڏهن منهنجي گهر ۾ شيطان هجي ته اهو مون کي انهي کان وڌيڪ پسند آهي جو اتي آئون ڪو وهاڻو ڏسان. ڇوته اهو مون کي ننڊ ڏانهن مائل ڪري ٿو". بهرحال، وهاڻو، رضائي ۽ وڇاڻي جي سلسلي ۾ عادت جي تبديليءَ جو خوشگوار اثر ٿئي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪو انهن مان ڪنهن عادت کي ڇڏي ڏي ته الله پاڪ انهيءَ جي نيڪ نيتي ۽ سچي ارادي کي ڏسندي

هن جي مقصدن ۾ سهولت پيدا ڪري ڇڏيندو آهي.

هڪ اصول هي به آهي ته معدي تي ڪاڌي جو بار نه هجي. جيڪڏهن ڪو صرف ايترو گهٽ ڪاڌو ڪائي، جنهن سان اهو دانائيءَ سان الله پاڪ جو ذڪر ڪري سگهي ته انهي ڪان رات جي عبادت ۾ مدد ملي سگهي ٿي، بلڪه ذڪر ڪان اها ڳراڻ ويندي رهندي آهي. جيڪڏهن اهو محسوس ڪري ته ڪاڌي ڪان معدي تي بار پئجي ويو آهي ته ان کي معلوم هئڻ گهرجي ته قلب تي انهي جو بار ان ڪان به وڌيڪ پوندو آهي. انهي صورت ۾ اهو ان وقت تائين نه سمهي جيستائين ذڪر، تلاوت ۽ استغفار ڪرڻ سان ڪاڌو هضم نه ڪري.

## باوضو سمهڻ

هڪ بزرگ جو قول آهي "آئون رات جو اٿڻ کي انهي ڳالهه تي ترجيح ڏيان ٿو جو پنهنجي رات جي ڪاڌي جو هڪ گرهه گهٽ ڪريان" زياده احتياط انهي ۾ آهي ته سمهڻ ڪان پهرين وتر پڙهي ونجي، ڇوته ان کي خبر ڪانهي ته اڳتي ڇا ٿئي، پڻ اُهو پنهنجون پاڪائي جون شيون ۽ ڏندڻ کي پاڻ وٽ رکي ۽ جڏهن سمهڻ لڳي ته اهو طهارت سان هجي. نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي "جڏهن ٻانهو طهارت جي حالت ۾ سمهي ٿو ته ان جو روح عرش تائين پهچي ويندو آهي، ان جو خواب سچو هوندو آهي ۽ جيڪڏهن اهو طهارت سان نه ٿو هجي ته ان جو روح اوستائين پهچڻ ڪان عاجز رهندو آهي، انهي لاءِ هن جا خواب ٿڙيل پڪڙيل رهن ٿا ۽ سچا نٿا ٿين".

جيڪڏهن شادي شده مرد زال سان سمهي ته ڇهڻ سان ان جو وضو ڀڄي پوندو آهي، پر ڪيس باوضو سمهڻ جو ثواب ان وقت تائين حاصل رهندو آهي جيستائين ان جي دل سجاڳ رهي ۽ سندس نفس حصول لذت ۾ آزاد نه ٿئي. پر جيڪڏهن اهو لذت گيري ۾ آزاد ٿي غافل ٿئي ته انهي جي غفلت جي ڪري روح به لڪي ويندو آهي.

اهڙي طهارت جنهن ڪان سچا خواب نظر اچي سگهن اُها طهارت آهي جنهن جي ڪري انسان جو باطن نفساني خواهشن جي چوٽ لڳڻ، دنيا جي محبت جي ڪدورت ۽ ڪيني ۽ حسد جي گندگين ڪان پاڪ هجي. منقول آهي ته "جيڪو شخص اهڙي حالت ۾ بستري تي سمهي جو اهو ڪنهن تي

ظلم جي نيت نہ رکندڙ هجي ۽ نہ ڪنهن سان حسد ڪندو هجي تہ انهي جا گناهہ معاف ٿي ويندا آهن". جڏهن نفس براين کان پاڪ هوندو آهي تڏهن قلب جو آئينو روشن ٿي ويندو آهي ۽ خواب ۾ لوح محفوظ جي اڳيان اچي انهيءَ ۾ غيب جا عجائبات منعڪس ٿي پوندا آهن. جيڪي صديقن مان هوندا آهن، انهن جو خواب اللہ پاڪ سان گفتگو ۽ مڪالمو هوندو آهي. انهي موقعي تي اهو ڪين چند احڪام ڏيندو آهي ۽ ڪن ڳالهين کان روڪيندو آهي. اُهي ماڻهو اهي سيئي ڳالهيون خواب ۾ چڱي طرح سمجهي وٺندا آهن. خواب جا اهي احڪام ۽ قانون بلڪل انهن ظاهري حڪمن ۽ قانونن وانگر هوندا آهن، جن جي خلل اندازيءَ کان خدا جي معصيت رونما ٿيندي آهي. بلڪہ اهي احڪام انهن کان بہ وڌيڪ سخت هوندا آهن. ڇوتہ ظاهري احڪامن جي مخالفت جو گناهہ توبہ کان معاف ٿي ويندو آهي ۽ توبہ ڪرڻ وارو اهڙو ٿي ويندو آهي، جيئن ان ڪو گناهہ نہ ڪيو هجي. پر خواب جا اهي احڪام مخصوص هوندا آهن، جن جو صرف انهي جي روحاني حالت ۽ اللہ تعاليٰ جي ذات سان تعلق هوندو آهي. انهي ڪري جيڪڏهن اهو انهي ۾ ڪوتاهي ڪري تہ هيءُ ڌپ هوندو آهي تہ ڪٿي ان جي ارادت ۽ عقيدت جو روحاني سلسلو ڪٽجي نہ وڃي ۽ اهو اللہ جي طرف کان ورهائجي نفرت جي مقام تي نہ پهچي وڃي.

جيڪڏهن ڪنهن وقت مستي يا ارادي جي ڪمزوري جي ڪري بي وضو ٿيڻ ڪانپوءِ ڪو سمهڻ وقت تازو وضو نہ ڪري سگهي تہ گهٽ ۾ گهٽ پاڻي سان پنهنجن عضون جي مک (مسح) ڪري جيئن تہ اهو انهن غافلن جي ٽوليءَ مان نڪري سگهي، جيڪي بيدار دل انسانن جو ڪم نٽا ڪري سگهن. اهڙي طرح اُهي ماڻهو جيڪي سجاڳ ٿيڻ ڪانپوءِ اُٿي نٽا سگهن، ڏندڻ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ۽ پنهنجن عضون جي پاڻي سان مک (مسح) ڪن، جيئن تہ سندن اعمال سجاڳ جي ڪري غافلن جي ٽوليءَ کان خارج ٿين. اهو طريقو اهڙن ماڻهن جي لاءِ جن کي وڌيڪ ننڊ وڪوڙيندي هجي ۽ عبادت جي لاءِ گهٽ اُٿندا هجن، تمام گهڻو فائديمند آهي.

روايت آهي تہ "پاڻ سونهارا ﷺ جن رات جو ڪيترائي ڀيرا ڏندڻ ڏيڻ فرمائيندا هئا. پهرين پاڻ ﷺ سمهڻ وقت ڏندڻ ڏيندا هئا ۽ جڏهن بہ ننڊ

ڪان سجاڳ ٿيندا هئا ته ان وقت به ڏندڻ ڏيندا هئا.

## سمهڻ جي وقت جي دعا

سمهڻ وقت قبلي ڏانهن مهاڙ ڪجي. ان جون به صورتون آهن هڪ هي ته قبر جي مردي وانگر ساڄي پاسي ليٽجي. يا ڍڪيل ميت جي جيئن سڌو سمهجي ۽ قبلي ڏانهن مهاڙ ڪجي، انهي وقت هيءَ دعا پڙهجي:

بِاسْمِکَ اَللّٰهُمَّ وَضَعْتُ جَنْبِيْ وَبِکَ اَرْفَعُهٗ اَللّٰهُمَّ اِنْ اَمْسَکْتَ نَفْسِيْ فَاغْفِرْ لَهَا وَ ارْحَمْهَا وَ اِنْ اَرْسَلْتَهَا فَاحْفَظْهَا بِمَا تَحْفَظُ بِهٖ عِبَادَکَ الصَّالِحِيْنَ. اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْلَمْتُ سُنَّتِيْ اِلَيْکَ وَ وَجَّهْتُ وَجْهِيْ اِلَيْکَ وَ فَوَّضْتُ اَمْرِيْ اِلَيْکَ لَامَلْجَا وَلَا مَنْجَا اِلَّا وَ اِلَيْکَ. آمَنْتُ بِکِتَابِکَ الَّذِيْ اَنْزَلْتَ بِنَبِيِّکَ الَّذِيْ اَرْسَلْتَ. اَللّٰهُمَّ قِنِيْ عَذَابَکَ يَوْمَ تَبْعَثُ عِبَادَکَ. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ بَطَنَ فَخَبِر. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ مَلَکَ فَقَدَر. اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ هُوَ يُحْيِ الْمَوْتيٰ وَهُوَ عَلٰي کُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ. اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَعُوْذُبِکَ مِنْ عِقَابِکَ وَسُوْءِ عِقَابِکَ وَشَرِّ عِبَادِکَ وَ شَرِّ الشَّيْطَانِ وَشِرْکِهٖ.

ان کانپوءِ پنج آيتون سورة بقره جون تلاوت ڪري جن مان چار آيتون سورة جي شروعات جون آهن ۽ پنجئين آيت: ان في خلق السموات والارض الخ آهي، پڻ آيت الڪرسي، آمن الرسول جون آيتون، ان ربکم الله، قل ادعوالله، سورة حديد جي شروعات ۽ سورة الحشر جون آخري آيتون، قل يايها الڪافرون، قل هوالله احد، قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس. اهو سيئي پڙهي پنهنجي هٿ تي ڦوڪاري ۽ انهن ٻنهي هٿن سان پنهنجي منهن ۽ بدن جي مک ڪري. جيڪڏهن مذڪوره آيتن ڪان سواءِ سورة ڪهف جون پهريون ڏهه آيتون ۽ ڏهه انهي جون پڇاڙي واريون آيتون

واڌارو ڪجي ته بهتر آهي، ان ڪانپوءِ هيءَ دعا پڙهي:

اَللّٰهُمَّ اَيْقِظْنِيْ فِيْ اَحَبِّ السَّاعَاتِ اِلَيْكَ وَ اسْتَعْمِلْنِيْ بِاَحَبِّ الْاَعْمَالِ اِلَيْكَ الَّتِيْ تُقَرِّبُنِيْ اِلَيْكَ زُلْفٰي وَ تُبْعِدُنِيْ مِنْ سَخَطِكَ بُعْدًا، اَسْئَلُكَ فَتُعْطِيْنِيْ وَ اَسْتَغْفِرُكَ فَتَغْفِرْلِيْ وَ اَدْعُوْكَ فَتَسْتَجِيْبُ لِيْ، اَللّٰهُمَّ لَا تُؤْمِنِّيْ مَكْرَكَ وَلَا تُوَلِّنِيْ غَيْرَكَ وَلَا ترفع عن شرکک وَلَا تُنْسِنِيْ ذِكْرَكَ وَلَا تَجْعَلْنِيْ مِنَ الْغَافِلِيْنَ.

بيان ڪيو ويو آهي ته جيڪو اهي ڪلمات پڙهندو الله تعاليٰ انهيءَ ڏانهن ٽي ملائڪ موڪليندو آهي، جيڪي ڪيس نماز جي لاءِ جاڳائيندا رهندا آهن، جيڪڏهن اهو نماز پڙهي دعا گهرندو آهي ته اُهي هن جي دعا تي آمين چوندا آهن ۽ جيڪڏهن اهو نٿو اٿي ته ملائڪ هوا ۾ عبادت ڪندا آهن ۽ هن جي لاءِ عبادت ڪندا آهن ۽ انهن جي عبادت جو ثواب سندس نالي ليکيو ويو آهي. پڻ سبحان الله، الحمد لله ۽ الله اڪبر مان هرهڪ ٣٣ ٽيٽيهه ڀيرا پڙهجي. ان ڪانپوءِ هيٺين ڪلمن کي پڙهي هڪ سؤ جي تعداد کي پورو ڪجي. لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَ اللّٰهُ اَكْبَرُ وَلَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ.

## باب ستيتاليهون

# صوفين جون راتيون

جڏهن موذن سانجهي جي ٻانگ کان فارغ ٿئي ته سالڪ طريقت اذان ۽ اقامت جي وچ ۾ ٻه هلڪيون رڪعتون پڙهي. اهل علم اهي ٻه رڪعتون جلديءَ سان نماز باجماعت پڙهڻ کان اڳ ۾ گهر ۾ پڙهي وٺندا هئا. جيئن ته ماڻهو اهو خيال نه ڪن ته اهي سنت موڪده آهن ۽ سنت سمجهي سندن پيروي ڪرڻ لڳن. جڏهن سانجهي جي فرض نماز کان فارغ ٿئي ته سانجهيءَ کانپوءِ جلدي ٻه سنتون پڙهي، ڇوته اهي ٻه فرض سان گڏ شمار ڪيون وڃن ٿيون. انهن ٻنهي رڪعتن ۾ قل يايها الڪافرون ۽ قل هوالله پڙهي. ان کانپوءِ رات جي ملائڪن ۽ ڪرامن ڪاتبين کي هن طرح سلام چوي:

مَرْحَبًا بِمَلَائِكَةِ اللَّيْلِ مَرْحبا بِالْمَلَكَيْنِ الْكَرِيْمَيْنِ الْكَاتِبَيْنِ اَكْتُبَالِيْ سيحفتي اِنِّيْ اَشْهَدُ اَنْ لَّا اِلٰـهَ اِلَّا اللّٰهُ وَ اَشْهَدُ اَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللّٰهِ وَاَشْهَدُ اَنَّ الْجَنَّةَ حَقٌّ وَّ النَّارَ حَقٌّ وَ الْحَوْضَ حَقٌّ وَّ الشَّفَاعَةَ حَقٌّ وَّ الصِّرَاطَ وَالْمِيْزَانَ حَقٌّ وَ اَشْهَدُ اَنَّ السَّاعَةَ اٰتِيَةٌ لَّارَيْبَ فِيْهَا وَ اَنَّ اللّٰهَ يَبْعَثُ مَنْ فِي الْقُبُوْرِ. اَللّٰهُمَّ اُوْدِعُكَ هٰذِهِ الشَّهَادَةَ لِيَوْمِ حَاجَتِيْ اِلَيْهَا ثُمَّ اُحْطُطْهُ بِهَا وِزْرِيْ اِغْفِرْ بِهَا ذَنْبِيْ وَثَقِّلْ بِهَا مِيْزَانِيْ وَ اَوْجِبْ لِيْ بِهَا اَمَانِيْ وَتَجَاوَزْ عَنِّيْ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

## صلواة الاوابين

جيڪڏهن اهو پنهنجي جماعت جي مسجد ۾ سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ لڳاتار عبادت ڪندو رهي ته ان کي اعتڪاف ۽ ٻنهي نمـزن جي وچ ۾ لڳاتار نماز پڙهڻ جو ثواب حاصل ٿيندو رهندو ۽ جيڪڏهن ان جي راءِ ۾ گهر وڃڻ ۽ گهر ۾ ٻنهي نمازن جي وچ ۾ عبادت ڪرڻ سان نه صرف انهيءَ جو دين محفوظ رهندو هجي، بلڪ خلوص ۽ تنهائي جي لاءِ به اهو طريقو بهتر هجي ته اُهو هي طريقو به اختيار ڪري سگهي ٿو. هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن کان خدا پاڪ جي هن قول جو مفهوم پڇيو ويو "انهن جون پاسرائيون انهن جي خوابگاهن کان جدا رهن ٿيون". تڏهن پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايائون "اهو سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ نماز پڙهڻ آهي". وڌيڪ فرمايائون، سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ نمازون پڙهندا ڪريو، ڇوته اهي ڏينهن جي بيهودين ڳالهين کي دور ڪن ٿيون ۽ اُنهيءَ جي پڇاڙي کي سنوارين ٿيون.

انهن ٻنهي نمازن جي وچ ۾ جيڪي به رڪعتون پڙهجن انهن ۾ سورة بروج ۽ سورة طارق پڙهيون وڃن، انهي کانپوءِ به رڪعتون ٻيون پڙهجن، جن جي پهرين رڪعت ۾ سورة بقره جون پهريون ڏهه آيتون، والـهڪم الـه واحد کانپوءِ به آيتون ۽ پندرهن ڀيرا قل هو الله احد پڙهجي. ٻي رڪعت ۾ آيت الڪرسي، آمن الرسول ۽ پندرهن ڀيرا قل هو الله احد پڙهجي. آخري ٻن رڪعتن ۾ سورة زمر ۽ سورة واقعـة مان پڙهجي، ان کانپوءِ جيڪي چاهي سو پڙهي. جيڪڏهن چاهي ته پنهنجي معمولات جا ورد ۽ وظيفا نماز ۾ يا نماز کان ٻاهر پڙهي ۽ جيڪڏهن چاهي ته سورة اخلاص ۽ سورة فاتحـه سان هلڪيون ويهه رڪعتون پڙهي. جيڪڏهن چاهي ته سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ به ڏهيون رڪعتون به پڙهي سگهي ٿو. انهن ٻنهي رڪعتن ۾ اهو ڊگهو قيام ڪري جنهن ۾ پنهنجي روزاني جي ورد جي قرآن پاڪ جي تلاوت ڪري يا وري وري اهڙي دعا پڙهي جنهن ۾ دعا ۽ تلاوت ٻنهي جو فائدو هجي مثلا اهو وري وري هي پڙهي: رَبَّنَا عَلَيْكَ تَوَكَّلْنَا وَ اِلَيْكَ اَنَبْنَا وَ اِلَيْكَ الْمَصِيْرُ. يا انهي قسم جون ٻيون آيتون به پڙهي سگهجن ٿيون.

اهڙي طرح تلاوت، دعا ۽ نماز ٽيئي عبادتون جمع ٿي وڃن ٿيون، جن کان نہ صرف خيالن جي يڪسوئي بلڪ فضيلت بہ حاصل ٿئي ٿي.

## سومهڻي نماز

ان ڪانپوءِ سومهڻي (عشاءَ) ڪان پهرين چار رڪعتون ۽ ان ڪانپوءِ بہ رڪعتون پڙهي. ان ڪانپوءِ پنهنجي گهر يا خلوت گاه ۾ هليو وڃي، اُتي وڌيڪ چار رڪعتون پڙهي. پاڻ سونهارا ﷺ جن پنهنجي گهر ۾ داخل ٿي ويهڻ ڪان اڳ ۾ پهرين چار رڪعتون پڙهندا هئا. انهن چئني رڪعتن ۾ سورة لقمان، ياسين، حم الدخان ۽ تبارڪ الذي پڙهجي ۽ جيڪڏهن ڪو گهٽائڻ چاهي تہ انهي ۾ آيت الڪرسي، آمن الرسول، سورة حديد جون پهريون آيتون ۽ سورة حشر جي آخري آيت پڙهي. چئن رڪعتن ڪانپوءِ يارهن رڪعتون پڙهي جن ۾ و السماءِ و الطارق ڪان وٺي قرآن ڪريم جي آخر تائين ٽي سوءَ آيتون پڙهي.

شيخ ابوطالب مڪي رحہ هن طرح ذڪر ڪيو آهي: ليڪن جيڪڏهن ڪو چاهي تہ انهي ڪان گهٽ رڪعتن ۾ بہ ايتري قدر آيتون پڙهي سگهي ٿو. جيڪڏهن سورة ملڪ ڪان قرآن ڪريم جي آخر تائين هڪ هزار آيتون تلاوت ڪري تہ انهيءَ ۾ تمام گهڻي خير ۽ برڪت آهي، جيڪڏهن ڪنهن کي قرآن ڪريم ياد نہ هجي تہ اُهو هر رڪعت ۾ پنج يا ڏهہ ڀيرا يا انهي ڪان وڌيڪ قل هو الله پڙهي.

## وتر

وتر کي تهجد جي آخر ۾ پڙهڻ جي لاءِ ملتوي نہ ڪجي، البتہ ڪنهن کي پنهنجو پاڻ تي ڀروسو هجي ۽ اهو تهجد جي لاءِ اٿڻ جو عادي هجي تہ اهڙي صورت ۾ وتر کي تهجد ڪانپوءِ پڙهڻ افضل آهي. هڪ عالم جي عادت هئي تہ جيڪڏهن اهو سمهڻ ڪان پهرين وتر پڙهندو هو ۽ انهي ڪانپوءِ تهجد لاءِ اُٿندو هو تہ هڪ رڪعت پڙهي وتر کي ملائي دوگانہ ڪندو هو، انهي ڪانپوءِ جيتري قدر گهرندو هو نفلي نمازون پڙهندو، پوءِ سڀ ڪان آخري ۾ وتر ادا ڪندو هو. جيڪڏهن وتر ابتدائي رات ۾ ادا ڪجي تہ انهي

وتر کان پوءِ ٻہ رکعتون ويهي پڙهجن جن ۾ اذا زلزلت ۽ الهكم التكاثر جون سورتون پڙهجن. چون ٿا تہ انهن ٻن رکعتن کي ويهي پڙهڻ ائين آهي جيئن هڪ رکعت بيهي پڙهجي. وتر کي انهي سان ملايو وڃي ٿو. ايستائين جو ڪوبہ تهجد جو ارادو ڪري تہ ان کي بہ ادا ڪري ۽ آخر ۾ وتر پڙهي، انهن ٻنهي رکعتن جي نيت هوبهو اهائي آهي جيڪا نفلن جي نيت هوندي آهي. مون ڪيترن ئي ماڻهن کي ڏٺو آهي تہ اهي انهن ٻنهي جي نيت ۾ بحث ڪندا رهندا آهن. بهرحال جيڪڏهن هر رکعت ۾ رات جي وقت مسبحات[1] پڙهجن ۽ انهن ۾ سورة اعلیٰ جو واڌارو ڪجي تہ اهي ڇهہ سورتون ٿين ٿيون. اهلِ علم حضرات انهن سورتن کي پڙهندا هئا ۽ انهي جي برڪت جي اميد رکندا هئا.

## مقصد کي مقرر ڪرڻ

جڏهن ڪوبہ ننڊ مان سجاڳ ٿئي تہ بهترين ادب هي آهي تہ سجاڳ ٿيندي ئي انهيءَ جو باطن الله ڏانهن متوجہ ٿئي ۽ اهو سڀ کان پهرين الله جي ڪمن تي غور ۽ فڪر ڪري، انهي کانپوءِ اهو ڪنهن ٻي شيءِ ڏانهن ڌيان ڪري. انهي جي زبان کي خدا جي ذڪر ۾ مشغول رهڻ گهرجي، ڇوتہ اهلِ حق هڪ ٻار جي مثل آهي جيڪو پنهنجي دل ۾ ڪنهن خاص شيءِ جي محبت جو خيال ڪٽي سمهندو آهي ۽ جڏهن سجاڳ ٿئي ٿو تہ پنهنجي محبوب شيءِ جو مطالبو ڪندو آهي. محبت جو اهوئي جذبو ۽ اهوئي محبوب شغل مرڻ گهڙي تائين ۽ انهي کان روزِ حشر تائين انهي سان گڏ رهندو آهي. انهي ڪري هڪ اهلِ حق جڏهن ننڊ کان سجاڳ ٿئي تہ اهو ويچار ڪري تہ ان جو مقصد ڪهڙو آهي؟ ڇوتہ انهي ڏُن سان اهو قبر مان نڪرندو. جيڪڏهن انهي جو مقصد خدا جي ذات هوندو تہ اهوئي مقصد ان جو (معين) رهندو، نہ تہ پوءِ ان جو مقصد خدا کانسواءِ ڪا ٻي شيءِ قرار ڏنو ويندو. جڏهن ٻانهو ننڊ مان سجاڳ ٿيندو آهي، تڏهن انهي جو باطن ان جي پاڪيزه فطرت جي مطابق هوندو آهي. انهي لاءِ اهو پنهنجو باطن الله جي

---

(۱) مسبحات مان مراد ستاويهين ۽ اٺاويهين سيپارن جون هي پنج سورتون آهن: (۱) سورة حديد (۲) سورة حشر (۳) سورة صف (۴) سورة جمعة (۵) تغابن. (مترجم)

ذڪر ڪانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ سان نہ بدلائي. جيئن تہ ان جو اهو نور فطرت برقرار رهي، جيڪو سجاڳي جي حالت ۾ باقي هو. اهو غير جي ذڪر کان پنهنجو باطن بچائي ۽ خدا جي واٽ ڏانهن موٽي. جيڪڏهن انهي جي باطني حفاظت جو اهو معيار نہ هوندو تہ انوارِ الاهي جي تجلين جو رستو بند ٿي ويندو آهي. انهي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ هو رات جي وقت انهي ڏانهن ڌيان ڏي ۽ قرب الاهي جي چاشنيءَ انهيءَ جو ملجاءَ و ماويٰ بنجي وڃي. اُهو زبان سان هي پڙهي: **اَلْحَمْدُلِلّٰهِ الَّذِيْ اَحْيَانَا بَعْدَ مَا اَمَاتَنَا وَاِلَيْهِ النُّشُوْرُ -** پڻ سورة آل عمران جون آخري ڏهہ آيتون پڙهي پوءِ پاڪ پاڻي جو ارادو ڪري جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَ يُنَزِّلُ عَلَيْكُمْ مِّنَ السَّمَاۗءِ مَاۗءً لِّيُطَهِّرَكُمْ بِـهٖ

**ترجمو:** اُهو آسمان مان اوهان تي پاڻي وسائي ٿو جيئن تہ انهيءَ جي ڪري اوهان کي پاڪ ۽ صاف ڪري.

ٻي جاءِ تي ارشاد آهي:

اَنْزَلَ مِنَ السَّمَاۗءِ مَاۗءً فَسَالَتْ اَوْدِيَـةٌۢ بِقَدَرِهَا. (رعد ٣ پ ١٣)

**ترجمو:** انهي آسمان مان پاڻي لاٿو ان جي مطابق واديون وهڻ لڳيون.

## پاڪائي جي اهميت

حضرت عبدالله بن عباس رضہ (هن آيت جي تفسير ۾) فرمائي ٿو: "پاڻيءَ مان مراد قرآن آهي ۽ واديون قلب آهن" جيئن تہ اهي انهي جي مطابق وهنديون آهن جيتري قدر گنجائش هوندي آهي. ايتري قدر پنهنجو پاڻ اندر سمائجي وينديون آهن. جهڙي طرح پاڻي پاڪ ۽ صاف ڪرڻ جو ذريعو آهي اهڙي طرح قرآن ڪريم بہ طهارت جو ذريعو آهي. بلڪہ اهو طهارت جو ان کان وڌيڪ وڏو ذريعو آهي. ڇوتہ ٻيون شيون پاڻي جي قائمقام بنجي سگهن ٿيون. پر قرآن شريف ۽ ان جي علمن جو ڪوبہ قائمقام يا جانشين نٿو بنجي سگهي. پاڻي صرف ظاهري شين کي پاڪ ڪري ٿو، پر علم ۽ قرآن ڪريم باطن کي پاڪ ۽ صاف

ڪن ۽ شيطاني نجاست کي دور ڪن ٿا. ننڊ هڪ قسم جي غفلت ۽ طبعي اثر آهي، انهي لاءِ اها به شيطاني نجاست آهي ڇوته اها انسان کي الله کان غافل ڪري ڇڏيندي آهي. انهيءَ جي اصل حقيقت هي آهي ته الله تعاليٰ (تخليق ڪائنات جي وقت) روءِ زمين تان هڪ مٺ جيتري مٽي کڻڻ جو حڪم ڏنو. اها مٺ جيتري خاڪ زمين جي جلد هئي، انهيءَ جو ظاهري حصو (بشره) ڪَلَ هئي ۽ باطني حصو آدميت هئي. خدا پاڪ فرمايو ته "مان بشر کي مٽيءَ مان پيدا ڪرڻ وارو آهيان". انهي ڪري بشر ۽ بشرت مان مراد ظاهري صورت آهي ۽ باطن مان مراد ان جو اندر ۽ آدميت آهي اهائي آدميت (ماڻهپو) دراصل ان جي سهڻن اخلاقن جو مجموعو آهي.

مٽيءَ کي ابليس جي پيرن لتاڙيو هو. انهي ڪري انهي ۾ تاريڪي آهي ۽ انهي تاريڪيءَ کي آدمي جي طبيعت (طينت) ۾ ڳوهيو ويو هو. جنهن جي ڪري برا اخلاق ۽ صفتون پيدا ٿيون. بلڪ شهود ۽ غفلت به انهي جو نتيجو آهي، انهي ڪري جڏهن پاڻيءَ جو استعمال ۽ قرآن ڪريم جي تلاوت ٿيندي آهي، تڏهن هٿي پاڪ ڪرڻ واريون شيون جمع ٿي وينديون آهن. انهن جي ڪري شيطاني نجاست ۽ انهي جي پيرن جي اثرن جو نه صرف ازالو ٿي وڃي ٿو بلڪ اهڙي انسان کي عالم قرار ڏيئي ان کي جهالت جي دائري کان به ڪڍيو ويندو آهي.

## طهارت جا اثر

پاڪ پاڻيءَ جو استعمال ڪرڻ هڪ شرعي حڪم آهي جيڪو ننڊ جي مقابلي ۾ قلب کي روشن ڪرڻ ۾ زبردست اثر رکي ٿو. جيئن ته ننڊ طبعي اثر جو نتيجو آهي ۽ اُها قلب کي گدلو ڪري ڇڏيندي آهي، انهي ڪري طهارت جو نور انهي تاريڪيءَ جو ازالو ڪري ڇڏيندي آهي. اهوئي سبب آهي ته ڪن اهلِ علم وارن جو خيال آهي ته جيڪڏهن باهه سان پڪل شين کي کائبو ته انهي کان وضو ٽٽي پوندو آهي. حضرت امام ابوحنيفه رضه جي راءِ جي مطابق نماز ۾ ٽهڪ ڏيڻ سان به وضو ٽٽي ويندو آهي. انهن جي خيال ۾ اهو فعل گناهه ڏانهن مائل ڪري ٿو ۽ گناهه اُها شيطاني

نجاست آهي جنهن جو ازالو پاڻيءَ سان ٿئي ٿو. جيئن ته ڪي حضرات گلا، ڪوڙ ۽ ڪاوڙ جي موقعي تي به وضو ڪندا هئا، ڇوته اهڙن موقعن تي نفس غالب ٿيندو آهي ۽ شيطان جو تصرف به ٿيندو آهي. جيڪڏهن ڪو پرهيزگار انسان جيڪو پنهنجي نفس کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ جو عادي هجي، انهي موقعي تي تازو وضو ڪري وٺي. جڏهن ته نفس مباح ڪمن ۾ مصروف هجي يعني اهو ماڻهن سان گفتگو يا ميلاپ رکي يا ڪنهن اهڙي ڪم ۾ مشغول هجي، جنهن کان سندس همت جون ڳنڍيون کلڻ جو ڊپ هجي يعني اهو بيڪار ڳالهين يا ڪمن ۾ لڳي وڃي، ته اهڙي صورت ۾ وضو ڪرڻ سان قلب پنهنجي طهارت ۽ پاڪيزگيءَ تي قائم رهي سگهي ٿو بلڪ وضو ان وقت بصيرت کي صاف رکڻ ۾ انهن پلڪن جو ڪم ڏيندو آهي جيڪي پنهنجي هلڪي حرڪتن سان بينائي کي روشن رکنديون آهن. هن نڪتي کي اهلِ علم ئي سمجهن ٿا. انهي تي غور ڪيو وڃي ته انهن جي برڪت جو اثر ضرور نمايان هوندو.

جيڪڏهن ڪو انهن نون نون عارضن جي موقعي تي ۽ سجاڳ ٿيڻ جي وقت غسل ڪندو ڪري ته انهيءَ ڪان هن جو قلب وڌيڪ روشن ٿيندو. زياده مناسب هيئنءَ آهي ته انسان هر فرض جي موقعي تي غسل ڪري جيئن ته الله جي مناجات جي تياري لاءِ چڱي طرح ڪوشش ڪري سگهي، بلڪ هر موقعي تي سچي دل سان توبه ڪري باطن جي صفائي به ڪري جيئن ته ارشاد خداوندي آهي: **مُنِيۡبِيۡنَ اِلَيۡهِ وَ اتَّقُوۡهُ وَ اَقِيۡمُوا الصَّلٰوةَ.** انهي ڏانهن موٽندي ڪانئس ڊڄو ۽ نماز قائم ڪريو.

مذڪوره بالا آيت ۾ رجوع (موٽڻ) ڪرڻ کي نماز تي مقدم ڪيو ويو آهي. پر اها خدا پاڪ جي مهرباني آهي ۽ اسلامي شريعت جي آسانين ۽ سهوليتن جو نتيجو آهي جو مشڪلاتن کي دور ڪري غسل جي بجاءِ وضو جو حڪم ڏنو ويو آهي. بلڪ سڀني مسلمانن جي مشڪلاتن کي دور ڪرڻ جي لاءِ هڪ ئي وضو سان سڀني فرض نمازن کي ادا ڪرڻ لاءِ جائز قرار ڏنو ويو آهي. پر خواص جون باطني قوتون ڪانئن مطالبو ڪن ٿيون ته اُهي افضل احڪامن جا پابند بنجن ۽ اعليٰ طريقي تي گامزن رهن.

## تهجد

جڏهن ڪوبہ نماز جي لاءِ بيهي ۽ تهجد پڙهڻ چاهي تہ شروعات ۾ هي پڙهي: اَللّٰهُ اَكْبَرُ كَبِيْرًا وَّ الْحَمْدُ لِلّٰهِ كَثِيْرًا وَّ سُبْحَانَ اللّٰهِ بُكْرَةً وَّ اَصِيْلًا. اهو سُبْحَانَ اللّٰهِ ۽ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ جا ڪلما ڏھ ڀيرا چوي ۽ هينئن چئي: اَللّٰهُ اَكْبَرُ ذُوالْمُلْكِ وَ الْمَلَكُوْتِ وَ الْجَبَرُوْتِ وَ الْكِبْرِيَاءِ وَ الْعَظَمَةِ وَ الْجَلَالِ وَ الْقُدْرَةِ. اَللّٰهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ نُوْرُ السَّمٰوَاتِ وَ الْاَرْضِ وَ لَكَ الْحَمْدُ اَنْتَ رَبُّ السَّمٰوَاتِ وَ الْاَرْضِ وَ مَنْ بَيْنَهُنَّ وَ مَنْ عَلَيْهِنَّ اَنْتَ الْحَقُّ وَ مِنَ الْحَقِّ وَ لِقَائُكَ حَقٌّ وَّ الْجَنَّةُ حَقٌّ وَّ النَّارُ حَقٌّ وَّ النَّبِيُّوْنَ حَقٌّ وَ مُحَمَّدٌ عَلَيْهِ السَّلَامُ حَقٌّ. اَللّٰهُمَّ لَكَ اَسْلَمْتُ وَ بِكَ آمَنْتُ وَ عَلَيْكَ تَوَكَّلْتُ وَ بِكَ خَاصَمْتُ وَ اِلَيْكَ حَاكَمْتُ فَاغْفِرْلِيْ مَا قَدَّمْتُ وَمَا اَخَّرْتُ وَ مَا اَسْرَرْتُ وَ مَا اَعْلَنْتُ. اَنْتَ الْمُقَدِّمُ وَ اَنْتَ الْمُؤَخِّرُ لَااِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ. اَللّٰهُمَّ آتِ نَفْسِيْ تَقْوَاهَا وَ زَكِّهَا اَنْتَ خَيْرُ مَنْ زَكَّاهَا. اَنْتَ وَلِيُّهَا وَ مَوْلَاهَا. اَللّٰهُمَّ اهْدِنِيْ لِاَحْسَنِ الْاَخْلَاقِ لَايَهْدِيْ لِاَحْسَنِهَا اِلَّا اَنْتَ وَ اصْرِفْ عَنِّيْ سَيِّئَهَا لَا يَصْرِفُ عَنِّيْ سَيِّئَهَا اِلَّا اَنْتَ اَسْئَلُكَ مَسْئَلَةَ الْبَائِسِ الْمِسْكِيْنِ وَ اَدْعُوْكَ دُعَاءَ الْفَقِيْرِ الذَّلِيْلِ فَلَا تَجْعَلْنِيْ بِدُعَائِكَ رَبِّ شَقِيًّا وَّ كُنْ لِيْ رَؤُفًا رَّحِيْمًا يَا خَيْرَ الْمَسْؤُلِيْنَ يَا اَكْرَمَ الْمُعْطِيْنَ.

انهيءَ کانپوءِ وضو ڪرڻ تي بہ نفل رڪعتون پڙهي. پهرين رڪعت ۾ فاتحہ کانپوءِ وَ لَوْاَنَّهُمْ اِذْ ظَلَمُوْا اَنْفُسَهُمْ جَاؤُكَ فَاسْتَغْفَرُوْا اللّٰهَ وَ اسْتَغْفَرَ لَهُمُ الرَّسُوْلُ لَوَجَدُوا اللّٰهَ تَوَّابًا رَّحِيْمًا، آيت پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ هيءَ آيت پڙهي: وَمَنْ يَّعْمَلْ سُوْءً اَوْ يَظْلِمْ نَفْسَهٗ ثُمَّ يَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ يَجِدِ اللّٰهَ غَفُوْرًا رَّحِيْمًا. انهن ٻنهي رڪعتن کانپوءِ اهو ڪافي ڀيرا استغفار پڙهي، ان کانپوءِ ٻہ هلڪيون رڪعتون پڙهي. جيڪڏهن چاهي تہ انهيءَ ۾ آيت الڪرسي ۽ آمن الرسول پڙهي يا جيڪڏهن ٻيون آيتون پڙهڻ چاهي تہ اُهي بہ پڙهي سگهي ٿو. ان کانپوءِ اُهو ڊگهيون رڪعتون پڙهي. پاڻ ڀلارن ﷺ جن کان اهوئي منقول آهي تہ پاڻ سونهارا ﷺ مذڪوره بالا طريقي تي نماز تهجد پڙهندا هئا. انهي کانپوءِ اهو بہ ڊگهيون رڪعتون پڙهي، پر اهي پهرين ٻن رڪعتن کان گهٽ ڊگهيون هجن، اهڙي طرح بتدريج مختصر ڪري ٻارهن يا اٺ يا انهي کان وڌيڪ رڪعتون بہ پڙهي سگهي ٿو. انهن جي زبردست فضيلت آهي.

## باب ائيتاليهون

# رات جاڳڻ جي فضيلت

الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

وَ الَّذِيْنَ يَبِيْتُوْنَ لِرَبِّهِمْ سُجَّدًا وَّ قِيَامًا. (فرقان - پ ١٩)

ترجمو: هي ماڻهو آهن جيڪي سجدي ۽ قيام ۾ رات گذارين ٿا.

ٻي آيت هيءَ آهي:

فَلَا تَعْلَمُ نَفْسٌ مَّا اُخْفِيَ لَهُمْ مِّنْ قُرَّةِ اَعْيُنٍ جَزَآءً بِمَا كَانُوْا يَعْمَلُوْنَ.

ترجمو: ڪابہ جان نٿي ڄاڻي تہ انهن جي لاءِ اکين جي ٿڌاڻ ۾ ڇا ڳجهو رکيو ويو آهي. هي انهن جي اعمالن جو انعام آهي.

هن ۾ انهن جي عمل جي تفسير ۾ هيءُ بيان ڪيو ويو آهي تہ انهي مان انهن جي رات جاڳڻ جي عبادت مراد آهي. ٻي جاءِ تي ارشاد آهي "صبر ۽ نماز جي ذريعي مدد گهرو" ان جي تفسير ۾ چيو ويو آهي تہ نفس جي مجاهدي ۽ دشمن جي مقابلي ڪرڻ ۾ رات جي نماز جي سهاري مدد حاصل ڪريو.

هڪ حديث ۾ مذڪور آهي تہ "اوهين رات جو اُٿي عبادت ڪريو. ڇوتہ انهي ۾ اوهان جي رب جو رضامندو آهي ۽ اوهان ڪان پهرين نيڪ ٻانهن جو اهوئي طريقو رهيو آهي. اِها گناهن ڪان روڪي ٿي ۽ گناهن جي بار کي دور ڪري ٿي، شيطان جي مڪر ۽ فريب جو ازالو ڪري ٿي ۽ جسم مان بيماريءَ کي ڪڍي ٿي".

بزرگن جي هڪڙي جماعت سڄي رات عبادت ڪندي هئي، ايستائين

جو چاليهہ تابعي حضراتن جي باري ۾ هي منقول آهي تہ اُهي سومهڻي جي وضوءَ سان فجر نماز پڙهندا هئا. انهن ۾ حضرت سعيد بن المسيب رحہ، فضيل بن عياض رحہ، وهب بن الورد رحہ، ابوسليمان الداراني رحہ، علي بن بڪار رحہ، حبيب عجمي رحہ، ڪهمس بن المنهال رحہ، ابوحازم رحہ، محمد بن المنڪدر رحہ ۽ امام ابوحنيفہ رحمۃ الله عليهم وغيره شامل هئا.

شيخ ابوطالب مڪي رحہ پنهنجي ڪتاب "قوت القلوب" ۾ انهن جي نسب نامن سان گڏ انهن جا اسماءِ گرامي تحرير ڪيا آهن. بهرحال جيڪڏهن ڪو سڄي رات عبادت نہ ڪري سگهي تہ رات جو اُتي ٻہ حصا يا هڪ حصو يا گهٽ ۾ گهٽ رات جي ڇهين حصي ۾ عبادت ڪرڻ مستحب آهي. انهي جي صورت هيءَ تي سگهي ٿي يا تہ رات جي پهرئين اڌ حصي ۾ سمهي ۽ آڌي رات جو اُٿي عبادت ڪري ۽ انهي جي آخري ڇهين حصي ۾ سمهي رهي، يا اڌ حصي ۾ سمهي ۽ ان جي ٽئين حصي ۾ عبادت ڪري يا اهو ڇهين حصي ۾ سمهي.

## آڌي رات جي عبادت

روايت آهي تہ حضرت دائود عليہ السلام هڪ ڀيري عرض ڪيو تہ "اي پروردگار! آئون چاهيان ٿو تہ تنهنجي عبادت ڪريان تہ ڪهڙي وقت عبادت جي لاءِ اُٿان. انهيءَ تي الله تعاليٰ مٿس وحي نازل ڪئي: "اي دائود! تون نہ رات جي شروعات ۾ ۽ نہ رات جي آخر ۾ اٿندو ڪر، ڇوتہ جيڪو رات جي اول وقت ۾ اُٿي عبادت ڪري ٿو تہ اهو آخري وقت ۾ سمهندو آهي. بلڪ هميشہ آڌي رات جو اٿندو ڪر، جيئن تہ توڪي بہ مون سان خلوت ميسر ٿئي ۽ مان بہ توسان اڪيلو رهان، انهي وقت پنهنجون ضرورتون منهنجي اڳيان ڪر". اها شب بيداري ننڊ جي ٻنهي حصن جي وچ ۾ هجي نہ تہ پوءِ اول رات ۾ ئي نفس غالب اچي ويندو آهي. انهي عرصي ۾ اهو نفلي نمازون پڙهندو رهي ۽ جڏهن ننڊ جو غلبو هجي تڏهن سمهي رهي ۽ سجاڳ ٿيڻ تي وضو ڪري. اهڙي طرح اهو ٻہ دفعا اٿندو ۽ ٻہ دفعا سمهندو جيڪو بهترين فعل آهي.

ننڊ جي حالت ۾ اهو ان وقت تائين نماز نہ پڙهي ۽ نہ تلاوت ڪري

جيستائين ڪيس هوش نہ اچي ۽ پنهنجي چيل ڳالهہ نہ سمجهي، ڇوتہ هي منقول آهي تہ "رات جي وقت پنهنجو پاڻ تي سختي برداشت نہ ڪريو".

هڪ ڀيري پاڻ سونهارن ﷺ جن کي عرض ڪيو ويو تہ فلاڻي عورت رات جي وقت نماز پڙهي ٿي. جڏهن انهي تي ننڊ غالب اچي ٿي، تڏهن اها هڪ رسيءَ سان لٽڪي پوندي آهي. حضور ﷺ جن انهي فعل کان ڪيس منع ڪئي ۽ فرمايائون تہ "جيڪو بہ رات جي وقت نماز پڙهڻ چاهي ٿو تہ اهو ايتري پڙهي جيتري اُهو آسانيءَ سان پڙهي سگهندو هجي، جڏهن انهيءَ تي ننڊ غالب اچي وڃي تڏهن سمهي رهي. وڌيڪ فرمايائون: "هن مذهب اسلام کي سخت نہ بنايو ڇوتہ اهو خود مستحڪم آهي. انهي لاءِ جيڪو بہ هن کي سخت بنائي ٿو اُهو مغلوب ٿي ويندو". (مشڪلاتون پيدا ڪري) الله جي عبادت کي پنهنجي نفس جي قابل نفرت نہ بنايو. اهڙي طرح هڪ طالبِ حقيقت جي اهو شايانِ شان ڪونهي تہ جڏهن فجر طلوع ٿئي تہ ستل هجي، البتہ جيڪڏهن رات جو اُتي اُنهي عبادت جي لاءِ ڊگهو قيام ڪيو هجي تہ اهو معذور آهي. پر جيڪڏهن اهو رات جي وقت عبادت ڪري ۽ فجر کان ڪجهہ پهرين سجاڳ ٿئي تہ اهو طريقو انهي کان بهتر آهي تہ رات جو گهٽي عبادت ڪجي ۽ پوءِ طلوع فجر کان پوءِ سمهي رهجي.

## تسبيح ۽ استغفار

جڏهن ڪو فجر کان پهرين سجاڳ ٿئي تہ اهو استغفار ۽ تسبيح گهٽي پڙهي ۽ انهي وقت کي غنيمت سمجهي. رات جي وقت بہ جڏهن اهو دوگانہ نفل کان فارغ ٿئي تہ هر دوگانہ کانپوءِ ٿوري دير ويهي ۽ تسبيح ۽ استغفار پڙهي ۽ رسول الله ﷺ جن تي درود شريف موڪلي. اهڙي طرح ڪيس سڪون حاصل ٿيندو ۽ رات جو اٿڻ لاءِ قوت حاصل ٿيندي. ڪنهن هڪ بزرگ جو قول هو "هيءَ پهرين ننڊ آهي جيڪڏهن سجاڳ ٿيڻ کانپوءِ سمهي پوان تہ خدا منهنجين اکين کي نہ سمهاري".

هڪ درويش مون کي پنهنجي شيخ (مرشد) جي باري ۾ ٻڌايو تہ اهو پنهنجن ساٿين کي رات جو صرف هڪ ڀيرو سمهڻ ۽ ڏينهن رات ۾ صرف هڪ ڀيرو کائڻ جي هدايت ڪندو هو.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ "رات جي وقت اُٿو. ڪٿي اهو هڪ ٻڪريءَ جو کير ڏهڻ جي برابر وقت ڇونہ هجي." ڇون ته تہ ايترو وقت ٻن يا ڇئن رڪعتن جي برابر هوندو آهي. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

تُؤْتِي الْمُلْكَ مَنْ تَشَاءُ وَتَنْزِعُ الْمُلْكَ مِمَّنْ تَشَاءُ.

(آل عمران ـ رڪوع ٣ پ ٣)

ترجمو: تون جنهن کي چاهين ملڪ ڏئين ۽ جنهن کان چاهين ملڪ کسي وٺين.

هن جي تفسير ۾ صوفين سڳورن چيو آهي تہ، انهي مان (ملڪ مان) مراد رات جي عبادت آهي ۽ جيڪو بہ سستي، بي همتي ۽ انهي جي تياري ۾ غفلت يا پنهنجي روحانيت جي غرور جي بناءَ تي رات جي عبادت کان محروم ٿئي اهو پنهنجي حالت تي لڙڪ وهائي ڇوتہ ڀلائي جو هڪ تمام وڏو حصو مٿس بند ٿي ويو.

## رات جاڳڻ کان محرومي

ڪڏهن ڪو اهلِ معرفت قرب خداوندي جي مقام تي سرفراز ٿيندو آهي ۽ انهي قرب ۽ وصال جي ڪري انهي جي شوق ۽ محبت جا جذبا ٿڌا ٿي ويندا آهن. انهي ڪري هو اِهو خيال ڪندو آهي تہ رات جاڳڻ مقامِ شوق ۾ ٻيهڻ جو نالو آهي. هيءُ اهڙو ڌوڪو (مغالطو) آهي، جنهن جي ڪري ڪيترائي مدعيانِ حقيقت هلاڪ ٿي ويا آهن ۽ جيڪو انهي جو قائل هجي، ان کي معلوم هئڻ گهرجي تہ اهڙي حالت جو هميشہ برقرار رهڻ مشڪل آهي، ڇوتہ عموما انسان ۾ ڪوتاهي، پسماندگي ۽ شبهن جي اچ وڃ رهي ٿي. انهي ڪانسواءِ رسول الله ﷺ جن کان وڌيڪ ڪنهن کي روحاني درجا حاصل نہ ٿيا آهن. انهيءَ جي باوجود پاڻ رات جي عبادت کان بي نياز نہ رهيا. پاڻ سونهارا ﷺ ان وقت تائين بيٺا رهندا هئا جو سندن پير مبارڪ سڄي پوندا هئا.

انهي سلسلي ۾ بحث ڪرڻ وارا ڪنهن وقت هيئن چوندا آهن تہ پاڻ سونهارن ﷺ انهي جي شرعي حيثيت قائم ڪرڻ جي لاءِ ائين ڪيو. اسين

انهي جي جواب ۾ چئون ٿا. "جيڪڏهن اها ڳالهه آهي ته اسين ڇونه پاڻ سونهارن ﷺ جي شريعت جي اتباع ڪريون. بلڪ انهي ۾ هڪ نڪتو به لڪيل آهي انهي کي هن طرح سمجهڻ گهرجي ته رات جي عبادت کي ڇڏڻ ۽ بارگهِ قرب الاهي ۾ رسائي حاصل ڪرڻ جي دعويٰ ۽ خواب ۽ بيداري کي هڪجهڙو سمجهڻ هڪ روحاني آزمائش ۽ بيماري آهي ۽ حال کي مقيد ڪري انهيءَ جو فيصلو مڃڻ آهي. پر جيڪي روحاني طور تي طاقتور هوندا آهن. اُهي صرف حال جا پابند نه رهندا آهن بلڪ انهي ۾ تصرف ڪندا رهندا آهن. انهن جو حال انهن جو تابع ڪونه رهندو آهي. هن نڪتي کي چڱي طرح سمجهڻ گهرجي. ڇوته اسان به پنهنجن ڪن ساٿين کي انهي حالت ۾ ڏٺو آهي. ان ڪانپوءِ اسان کي تائيد خداونديءَ سان هيءُ انڪشاف ٿيو ته اهو محض جمود ۽ سطحيت آهي.

## محروميءَ جو ڪارڻ

شيخ حسن رح کان ڪنهن پڇيو ته "اي ابوسعيد! آئون تندرستيءَ جي حالت ۾ رات گذاريندو آهيان. (عبادت جي لاءِ) رات جو اٿڻ چاهيان ٿو ۽ پنهنجو طهارت جو سامان وضو لاءِ تيار رکندو آهيان. پوءِ ڪهڙي ڳالهه آهي جو آئون نٿو اٿي سگهان؟ چيائين ته "تنهنجي گناهن توکي مقيد ڪري ڇڏيو آهي". انهي لاءِ ڏينهن جي وقت گناهن کان بچڻ گهرجي. ائين نه ٿئي ته اُهي رات جي وقت کي مقيد ڪري وٺن.

شيخ نوري رح فرمائي ٿو ته "آئون ڪنهن گناهه جي ارتڪاب جي ڪري ستن مهينن تائين رات جاڳڻ کان محروم رهيس" ڪانئن پڇيو ويو ته اهو گناهه ڪهڙو هو؟" چيائين مون هڪ ماڻهوءَ کي روئندي ڏٺم تڏهن مون دل ۾ خيال ڪيم "هيءَ رياڪاري آهي." ڪو بزرگ چوي ٿو ته "هڪ ڀيري آئون علي ڪرز بن وبره وٽ ويس. اهو روئي رهيو هو. مون چيو "اوهان کي ڇا ٿيو آهي؟ ڇا ڪنهن عزيز جي وفات جي خبر ملي آهي؟" چيائين "اها ڳالهه انهي کان به زياده سخت آهي" مون وري عرض ڪيو. "ڇا اوهان کي ڪٿي سور ٿئي ٿو" چيائين. "انهي کان به سخت آهي" مون چيو "پوءِ اهو ڇا آهي؟" چيائين ته "منهنجو دروازو بند آهي ۽ منهنجو پردو لٽڪيل آهي.

انهي جي ڪري آئون ڪالهه پنهنجا مقرر ورد ۽ وظيفا ڪونه پڙهي سگهيس، اهو غالبا ڪنهن گناهه جو نتيجو آهي جنهن جو مون ارتڪاب ڪيو هوندو".

ڪنهن بزرگ جو قول آهي ته "احتلام هڪ قسم جي سزا آهي" اهو قول صحيح آهي ڇوته محتاط ۽ پرهيزگار حضرات پنهنجي احتياط ۽ پرهيزگاري ۽ علم جي ذريعي احتلام جو دروازو بند ڪري سگهن ٿا. احتلام انهيءَ ڪي پوندو آهي جيڪو پنهنجي حال ڪان اڻواقف هجي ۽ جنهن پنهنجي وقت جي حڪم ۽ پنهنجي روحاني آداب ڪان غفلت اختيار ڪئي هجي، پر جيڪو مڪمل حفاظت ۽ نگهداشت ڪري ۽ آداب جو بہ خيال ڪري تہ احتلام جو باعث ان جو گناهه صرف اهوئي ٿي سگهي ٿو تہ انهي پنهنجو مٿو وهاڻي تي رکيو هجي. انهي لاءِ انهي وهاڻي ڪي ڇڏڻ ۽ باهمت انسان بنجڻ گهرجي.

ڪڏهن اهو شخص جنهن جو اهو گناهه نہ هوندو آهي، حسنِ نيت سان ننڊ جي تياري ڪندو آهي ۽ وِهاڻي تي پنهنجو مٿو رکندو آهي. هن جي نيت هيءَ هوندي آهي تہ انهي ڪري رات جاڳڻ ۾ مدد ملي، مگر ڪن ماڻهن جي تعلق سان اهو گناهه سمجهيو وڃي ٿو. انهي ڪري جڏهن ايترو مقدار بہ احتلام جو ڪارڻ ٿي گناهه ٿي سگهي ٿو، تہ پوءِ روحاني حال جي انهن ٻين گناهن جو انهيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو. جن جو تعلق اربابِ معرفت سان هجي ۽ اهي ئي انهن ڪي سڃاڻي سگهن ٿا.

ڪي حضرات نرم بستري، وهاڻي وغيره جي سيني سهوليت ڪان فائدو وٺندا آهن، پر انهن جي ڪنهن فعل تي ڪين احتلام وغيره سان سزا ڪانہ ڏني ويندي آهي. هي اُهي ماڻهو هوندا آهن، جيڪي پنهنجن ڪمن جي اندروني ۽ ٻاهرين سيني ڪيفيتن ڪان واقف هوندا آهن، جيئن تہ اُهي پنهنجي وسعت علم ۽ حسنِ نيت جي ڪري ڪيترن ئي سمهڻ وارن شب بيدارن ڪان بازي کڻي ويندا آهن.

حديث ۾ آيو آهي تہ "جڏهن خدا جو ٻانهو سمهندو آهي تڏهن شيطان انهي جي مٿي تي ٽي ڳنڍيون لڳائي ڇڏيندو آهي، جيڪڏهن اهو ويهي خدا جو ذڪر ڪندو تہ هڪ ڳنڍ کلي پوندي آهي، وضو ڪرڻ ڪانپوءِ ٻي کلي

ويندي ۽ ٻه رڪعتون نماز پڙهڻ کانپوءِ سيئي ڳنڍيون کلي ونديون آهن.
انهي ڪري اهو صبح جي وقت چست ۽ خوشطبع ٿي اٿندو آهي نه ته پوءِ
سست ۽ بيمار نظر ايندو آهي". ٻي حديث ۾ مذڪور آهي "جيڪو صبح
تائين ستل رهندو آهي ته شيطان ان جي ڪن ۾ پيشاب ڪندو آهي." رات
جاڳڻ ۾ هي شيون رڪاوٽ بنبيون آهن: دنيا جي گهڻن ڪمن ۾ مشغول
رهڻ جي ڪري عضون جي ٿڪجي پوڻ، پيٽ ڀري کائڻ، تمام گهڻيون
ڳالهيون بنائڻ ۽ شور ۽ غل ڪرڻ ۽ ڏينهن جو قيلوله (ننڊ) ترڪ ڪرڻ.
بهرحال ڪامياب اهوئي آهي جيڪو پنهنجي وقت کي غنيمت سمجهي
پنهنجي درد ۽ انهيءَ جي دوا کان واقف هجي ۽ انهي ۾ غفلت نه اختيار
ڪري نه ته پوءِ ان کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي.

# نماز فجر ۽ ان جون دعائون

الله تعاليٰ حضرت رسول ڪريم ﷺ جن کي حڪم ڏنو:

وَ اَقِمِ الصَّلٰوةَ طَرَفَيِ النَّهَارِ وَ زُلَفًا مِّنَ الَّيْلِ اِنَّ الْحَسَنٰتِ يُذْهِبْنَ السَّيِّاٰتِ. (پ ۱۲)

**ترجمو:** ڏينهن جي ٻنهي ڪنارن ۽ رات جي هڪ حصي ۾ نماز قائم ڪريو. حقيقت ۾ نيڪيون براين کي دور ڪن ٿيون.

مفسرن جي انهي باري ۾ هي متفق راءِ آهي ته ذڪر ڪيل متين آيت ۾ هڪ طرف مان مراد نماز فجر آهي ۽ ٻي ڪناري جي باري ۾ انهن جو اختلاف آهي. ڪي علماءَ انهيءَ مان نماز مغرب مراد وٺن ٿا ۽ ڪي چون ٿا ته انهيءَ مان مراد نماز عشاءَ آهي. هڪ جماعت جو هي قول آهي ته ڏينهن جي هڪ طرف کان نماز فجر ۽ اڳين مراد آهي ۽ ٻئي طرف کان مراد نماز عصر ۽ مغرب آهي. رات جي حصي مان مراد نماز عشاءَ آهي. ان ڪانپوءِ الله تعاليٰ نماز جي برڪتن ۽ فائدن جو نتيجو هي ٻڌايو آهي ته هي نيڪيون براين کي دور ڪن ٿيون يعني پنجن ئي وقتن جون نمازون گناهن کي دور ڪن ٿيون.

## آيت جو شان نزول

روايت آهي ته حضرت ابواليسر ڪعب بن عمرو انصاري رضہ کجور وڪڻندو هو. هڪ ڀيري وٽس هڪ عورت کجور وٺڻ جي لاءِ آئي، پاڻ رضہ ان کي چيائين ته "هيءَ کجور سٺي ڪانهي هن کان وڌيڪ سٺي کجور منهنجي گهر ۾ آهي، ڇا توکي ان جي ضرورت آهي؟ انهي چيو "هائو" اهو

چئي هو پنهنجي گهر وني ويو ۽ أتي هن سان هم آغوش ٿي ويو ۽ بوسي بازي شروع ڪيائين، انهي عورت چيو ته "خدا کان ڊڄ" انهي تي پاڻ رضه ڇڏي ڏنائين ۽ پوءِ ايتري قدر پشيمان ٿيو جو رسول الله ﷺ جن وٽ اچي عرض ڪرڻ لڳو "يارسول الله ﷺ! اوهان جو انهي شخص جي باري ۾ ڪهڙو فيصلو آهي جنهن هڪ اجنبي عورت سان بدنيتي ڪئي ۽ مجامعت کانسواءِ باقي سيئي ڪم ان سان ڪيا". حضرت عمر بن الخطاب رضه چيو ته جيڪڏهن تون پنهنجي نفس تي پردو وجهين ها ته خدا به توتي پردو وجهي ها". پر پاڻ سونهارن ﷺ ان جي ڳالهه جو ڪوبه جواب نه ڏنو بلڪ فرمايائون ته "منهنجي پالڻهار! جي حڪم جو انتظار ڪر". ايتري ۾ نماز عصر جو وقت اچي ويو ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ عصر جي نماز پڙهي، جڏهن پاڻ سونهارا ﷺ نماز کان فارغ ٿيا تڏهن حضرت جبرئيل عليه السلام مذڪوره بالا آيت ڪٺي آيو تڏهن پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو "ابواليسر ڪٿي آهي؟" انهي چيو "آئون حاضر آهيان". پاڻ ﷺ فرمايائون ته "ڇا تون اسان سان گڏ هن نماز ۾ شريڪ هئين؟" انهي چيو "هائو! آئون شريڪ هوس" پاڻ ﷺ فرمايائون ته "وڃ هيءَ نماز تنهنجي انهي بري فعل جو ڪفارو آهي" حضرت عمر رضه پڇيو ته "ڇا هي حڪم انهي لاءِ خاص آهي يا اسان سيني جي لاءِ عام حڪم آهي؟" فرمايائون "اهو سيني جي لاءِ عام حڪم آهي".

## نماز فجر

مؤمن بندو نماز فجر جي لاءِ چڱي طرح وضو ڪرڻ کانپوءِ فجر کان پهرين تيار ٿي وڃي ۽ شهادت جي ڪلمي جي تجديد سان فجر جو اهڙي طرح استقبال ڪري، جهڙي طرح اسان اول شب جي استقبال جي باب ۾ ذڪر ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن مؤذن جي اذان جو جواب نه ڏنو هجي ته اذان چوي. ان کانپوءِ فجر جون به رڪعتون ادا ڪري پهرين رڪعت ۾ سورة فاتحه کانپوءِ قل يايها الڪافرون ۽ ٻي رڪعت ۾ قل هو الله احد پڙهي يا جيڪڏهن چاهي ته سورة بقره جي پهرين سيپاري جون آخري اُهي آيتون جيڪي **قولو آمنا بالله وما انزل** کان شروع ٿين ٿيون ۽ سيپاري جي آخر ۾

ختم ٿين ٿيون پهرين رڪعت ۾ پڙهي ۽ ٻي رڪعت ۾ رَبَّنَا آمَنَّا بِمَا اَنْزَلْتَ وَ اتَّبَعْنَا الرَّسُوْلَ پڙهي پوءِ استغفار ۽ تسبيح پڙهي ۽ آسانيءَ سان جيتري قدر زياده پڙهي سگهي تو پڙهي. ليڪن جيڪڏهن اهو اَسْتَغْفِرُ اللهَ لِذَنْبِيْ سُبْحَانَ اللهِ بِحَمْدِ رَبِّيْ تي اڪتفا ڪري ته انهيءَ ڪان به تسبيح ۽ استغفار جو مقصد حاصل ٿي وڃي ٿو.

## فجر ڪان پهرين دعا

فجر ڪان پهرين جي هيءَ دعا آهي:
اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَليٰ مُحَمَّدٍ وَّ عَليٰ آلِ مُحَمَّدٍ اَللّٰهُمَّ زِدْنِيْ نُوْرًا وَّ اَعْطِنِيْ نُوْرًا وَّاَجْعَلْ لِّيْ نُوْرًا .... الخ. هن دعا جا زبردست اثرات آهن. مون ڏٺو آهي ته جنهن به انهيءَ جو ورد ڪيو آهي ان کي گهڻوئي خير ۽ برڪت حاصل ٿيو آهي. اهلِ حق حضرات پنهنجن ساٿين کي انهي جي پابندي ۽ ورد جو تمام گهڻو تاڪيد ڪيو آهي. منقول آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن هن دعا کي فجر جي فرض ۽ سنت جي وچ ۾ پڙهندا هئا. انهي کانپوءِ باجماعت نماز جي لاءِ مسجد شريف وڃڻ جو ارادو فرمائيندا هئا.

## گهر ڪان ٻاهر نڪرڻ ۽ رستي جي دعا

گهر ڪان ٻاهر نڪرڻ وقت پاڻ سونهارا ﷺ هي پڙهندا هئا: وَ قُلْ رَّبِّ اَدْخِلْنِيْ مُدْخَلَ صِدْقٍ وَّ اَخْرِجْنِيْ مُخْرَجَ صِدْقٍ وَّ اجْعَلْ لِّيْ مِنْ لَّدُنْكَ سُلْطَانًا نَّصِيْرًا. رستي ۾ پاڻ سڳورا هيءَ دعا پڙهندا هئا: اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ بِحَقِّ السَّائِلِيْنَ عَلَيْكَ وَبِحَقِّ مَمْشَائِيْ هٰذَا اِلَيْكَ لِمَا خَرَجْ شَرًّا وَّلَا بَطَرًا وَّلَا رِيَاءً وَّلَا سُمْعَةً. خَرَجْتُ اِتِّقَاءَ سَخَطِكَ وَابْتِغَاءَ مَرْضَاتِكَ اَسْئَلُكَ اَنْ تُنْقِذَنِيْ مِنَ النَّارِ وَاَنْ تَغْفِرَلِيْ ذُنُوْبِيْ اِنَّهٗ لَايَغْفِرُ الذُّنُوْبَ اِلَّا اَنْتَ.
حضرت ابوسعيد خدري رضہ ڪان روايت آهي ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "جڏهن ڪو به شخص هيءَ دعا نماز جي لاءِ نڪرندي وقت پڙهي ته الله تعاليٰ ستر هزار ملائڪ ان تي مقرر فرمائيندو آهي جيڪي ان جي لاءِ استغفار ڪندا آهن. الله پاڪ پنهنجي ذات مبارڪ سان انهي ڏانهن توجه فرمائيندو آهي، ايستائين جو اهو نماز ڪان فارغ ٿئي.

## مسجد ۾ داخل ٿيڻ جي دعا

جڏهن مسجد ۾ داخل ٿئي يا نماز جي لاءِ پنهنجي جاءِ نماز تي وڃي ته هيءَ دعا پڙهي:بِسْمِ اللهِ وَ الْحَمْدُ لِلّٰهِ وَ الصَّلٰوةُ وَ السَّلَامُ عَلٰي رَسُوْلِ اللهِ، اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ ذُنُوْبِيْ وَ افْتَحْ لِيْ اَبْوَابَ رَحْمَتِكَ.مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت ساڄو پير پهرين رکي ۽ اتان کان يا جاءِ نماز (مصلي) تان نڪرندي وقت کاٻو پير پهرين ڪڍي، انهي معاملي ۾ صوفيءَ جي مسند گهر يا مسجد جي جيئن آهي، جڏهن فجر جي نماز کان فارغ ٿي سلام ورائي ته هيءَ دعا پڙهي لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ يُحْيِيْ وَ يُمِيْتُ هُوَ حَيٌّ لَّايَمُوْتُ بِيَدِهِ الْخَيْرُ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ. لَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَحْدَهٗ وَ صَدَقَ وَ عْدَهٗ وَ نَصَرَ عَبْدَهٗ وَ اَعَزَّ جُنْدَهٗ وَ هَزَمَ الْاَحْزَابَ وَحْدَهٗ لَآاِلٰهَ اِلَّا اللهُ اَهْلُ النِّعْمَةِ وَ الْفَضْلِ وَ الثَّنَاءِ الْحَسَنِ لَا اِلٰهَ اِلَّآ اللهُ وَلَا نَعْبُدُ اِلَّآ اِيَّاهُ مُخْلِصِيْنَ لَهُ الدِّيْنَ وَلَوْ كَرِهَ الْكَافِرُوْنَ. هيءَ دعا به پڙهي،هُوَ اللهُ الَّذِيْ لَا اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الرَّحْمٰنُ الرَّحِيْمُ. (انهيءَ سان گڏوگڏ الله تعاليٰجا نوانوي اسماءُ الحسنيٰ به آخر تائين پڙهي. انهي کان فارغ ٿي هيءَ دعا پڙهي:

## فجر جون دعائون

اللهم صل عليٰ محمد عبدڪ .... (ص ٣٩٠ کان ص ٣٩٥ تائين)

ڇوته دعا عبادت جو مغز آهي. انهي لاءِ اسان هن ڳالهه کي پسند ڪيو آهي ته انهن دعائن کي مڪمل تحرير ڪريون. اسان کي اميد آهي ته اُهي انهن جي ذريعي خير ۽ برڪت حاصل ڪندا. هي اُهي دعائون آهن. جن کي شيخ ابوطالب مڪي رحہ چونڊ ڪري پنهنجي ڪتاب "قوت القلوب" ۾ درج ڪيو آهي. انهي لاءِ اهي وڏيڪ مستند ۽ باعث برڪت آهن. هر مؤمن بندو انهن کي پڙهي سگهي ٿو. ڪٿي اهو اڪيلو هجي يا جماعت سان. امام هجي يا مقتدي. جيڪڏهن ڪو چاهي ته انهن کي مختصر ڪري پڙهي سگهي ٿو.

باب پنجاهون

# صوفين جا روزاني جا معمولات

صوفي کي گهرجي تہ پنهنجي عبادت جي لاءِ هڪ خاص جڳهہ مقرر ڪري جتي قبلي ڏانهن مهاڙ ڪري نماز پڙهي. پر جيڪڏهن انهي جاءِ تي ماڻهن سان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ ۽ ٻي طرف ڌيان وڃڻ جي ڪري خلل پوندو هجي ۽ ٻي ڪا جاءِ انهي جي معمولات جي لاءِ وڌيڪ محفوظ ۽ مناسب هجي تہ اوڏانهن منتقل ٿي سگهي ٿو ڇوتہ خاموشي ۽ ترڪِ ڪمال اهڙن معاملن جي لاءِ زياده ضروري آهن. انهن جي اثرن کي ارباب حال ۽ قلب چڱي طرح ڄاڻن ٿا. رسول اڪرم ﷺ جن ماڻهن کي انهي عمل ڏانهن سڏيندا هئا.

هڪ جڳهہ مقرر ڪرڻ ڪانپوءِ اهو سورة فاتحه ۽ سورة بقره جي شروعات جون آيتون اَلْمُفْلِحُوْنَ تائين ۽ ٻہ آيتون وَاِلٰـهُكُمْ اِلٰهٌ وَّاحِدٌ، آيت الڪرسي ۽ انهي ڪانپوءِ جون ٻہ آيتون اٰمَنَ الرَّسُوْلُ ۽ انهي کان پهرين جي هڪ آيت (جيڪا سورة بقره جي آخر ۾ آهي)، شَهِدَ اللّٰهُ (جيڪا سورة آل عمران جي ٻي رڪوع ۾ پ ٣ آهي) پڻ اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ جي آيت کي اَلْمُحْسِنِيْنَ تائين پڙهي ۽ لَقَدْ جَآءَكُمْ رَسُوْلٌ کي پڇاڙي تائين (جيڪا سورة توبہ جي آخري پ ١١ ۾ آهي) قُلِ ادْعُوا اللّٰهَ جيڪا سورة بني اسرائيل جي آخر ۾ آهي ۽ سورة ڪهف جون آخري آيتون جيڪي اِنَّ الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا کان شروع ٿين ٿيون. پڻ سيپاري ١٧ سورة انبياءَ جي اُها آيت جيڪا وَ ذَا النُّوْنِ اِذْ ذَّهَبَ مُغَاضِبًا کان شروع ٿي خَيْرُ الْوٰرِثِيْنَ تي ختم ٿئي ٿي پڙهجي ۽ اهي آيتون سُبْحٰنَ اللّٰهِ حِيْنَ تُمْسُوْنَ وَ حِيْنَ تُصْبِحُوْنَ. سُبْحٰنَ رَبِّكَ رَبِّ الْعِزَّةِ تا آخر سورة والصافات پ ٢٣ لَقَدْ صَدَقَ اللّٰهُ تا آخر سورة الفتح (پ ٢٦) ۽ اول سورة الحديد (پ ٢٧) تا بِذَاتِ الصُّدُوْرِ ۽ آخر سورة الحشر لَوْ

اَنْزَلْنَا (پ ٢٨) کي پڙهي. ان کانپوءِ ٽيٽيھ ڀيرا سُبْحَانَ اللّٰهِ ۽ ٽيٽيھ ڀيرا اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ ۽ ٽيٽيھ ڀيرا اَللّٰهُ اَکْبَرُ پڙهي. آخر ۾ لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْکَ لَهٗ چئي سئو جي تعداد کي پورو کري.

جڏهن انهي کان فارغ ٿئي تڏهن قرآن ڪريم جي تلاوت زباني يا ڏسي ڪري يا ٻين ذڪرن ۽ وردن ۾ مشغول رهي. انهن ڪمن ۾ ڪنهن قسم جي ڪوتاهي، سستي يا ڍِلھ نه هئڻ گهرجي، ڇوته انهي وقت سمهڻ قطعا مڪروھ آهي، جيڪڏهن ننڊ غالب هجي ته جاءِ نماز تي قبلي ڏانهن مهاڙ ڪري ويهي رهي، جيڪڏهن ويهڻ سان به ننڊ جو ازالو نه ٿئي ته قبلي ڏانهن چند قدم هلي ۽ اهڙي طرح ابتي پير واپس اچي، قبلي ڏانهن پٺ نه ڪري، ڇوته هميشه قبلي ڏانهن منهن ڪري ذڪر خدا ۾ مشغول رهڻ ۽ ماڻهن سان گفتگو ۽ ننڊ کي ترڪ ڪرڻ ۾ وڏو خير ۽ برڪت آهي. بالخصوص الحمد لله جو ورد تمام موثر آهي. جيئن ته اسين طالبانِ حق کي انهيءَ جي ورد ڪرڻ جي هدايت ڪريون ٿا. انهن کي گهرجي ته اُهي پنهنجن وردن ۽ فڪرن ۾ دل ۽ زبان سان ان جو ذڪر ڪن. اهي سيئي معمولات ڏينهن جي ابتدائي حصي جي سج اڀرڻ کان اڳ جا آهن. جيئن ته ڏينهن جو حصو آفتن جو مرڪز آهي. انهي لاءِ جيڪڏهن انهي جي دل انهن معمولاتن سان مضبوط ٿي ويئي ته آئينده ان جي سڄي بنياد مستحڪم رهندي.

## مسبحاتِ عشره

جڏهن سج اڀرڻ کي ويجهو هجي ته اهو مسبحات عشره پڙهڻ شروع ڪري، جيڪو حضرت خضر عليه السلام حضرت ابراهيم تيمي رحه کي سيکاريو هو. انهن اهي مسبحات عشره جناب رسول الله ﷺ جن کان سکيا هئا. انهيءَ ڪري جڏهن ڪو انهن جو ورد ڪري ته سيني اذڪارن ۽ متفرق دعائن کي جمع ڪجي. اهي مسبحات عشره ڏهه شيون آهن جيڪي ست ست ڀيرا پڙهجن ٿيون ۽ اهي هي آهن: سورة فاتحه، معوذتين، قل هو الله احد. قل يايها الڪافرون، آية الڪرسي، سُبْحَانَ اللّٰهِ وَ اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ وَلَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَ اللّٰهُ اَکْبَرُ. اُهو نبي ڪريم ﷺ ۽ حضرت جن جي آل تي درود موڪلي ۽ پنهنجن والدين سيني مؤمن مردن ۽ عورتن ۽ پنهنجي ذات جي

لاءِ استغفار ڪري ۽ ست ڀيرا هيءُ دعا پڙهي: اَللّٰهُمَّ افْعَلْ بِيْ وَ بِهِمْ عَاجِلًا وَّ اٰجِلًا فِي الدِّيْنِ وَ الدُّنْيَا وَالْآخِرَةِ مَا اَنْتَ لَهٗ اَهْلٌ وَلَا تَفْعَلْ بِنَا يَا مَوْلَانَا مَانَحْنُ لَهٗ اَهْلٌ اِنَّكَ غَفُوْرٌ حَلِيْمٌ جَوَادٌ كَرِيْمٌ رَؤُفٌ رَّحِيْمٌ. روايت آهي ته جڏهن حضرت ابراهيم تيمي رحه ان کي حضرت خضر عليه السلام کان سکي پڙهيو هو ته پاڻ خواب ۾ پنهنجو پاڻ کي بهشت ۾ ڏٺائين، اُتي ملائڪ ۽ انبياءَ عليهم السلام به موجود هئا، پاڻ بهشت جو ڪاڏو به ڪاڌائون. چون ٿا ته انهي واقعي کانپوءِ پاڻ چار مهينا ڪاڌي کائڻ کانسواءِ بسر ڪيا، ڪن جي نزديڪ انهي جو سبب هيءُ هو ته پاڻ بهشت جو کاڌو واپرايو هئائون.

مسبحات کان فارغ ٿيڻ کانپوءِ اُهو تسبيح، استغفار ۽ تلاوت ۾ مشغول رهي. اهو معمول ان وقت تائين جاري رهي جيستائين سج نيزي جي برابر بلند ٿئي. رسول الله ﷺ جن فرمايائون "جيڪڏهن آئون هڪ ئي مجلس ۾ نماز فجر کانپوءِ سج ايرڻ تائين الله جي ذڪر ۾ مشغول رهان ته اهو فعل مون کي انهي کان وڌيڪ پسند آهي ته آئون چار غلام آزاد ڪريان".

## نماز اشراق

جڏهن سج چڱي طرح بلند ٿئي تڏهن پنهنجي جاءِ تان اٿڻ کان پهرين ٻه رڪعتون نفل نماز ادا ڪري، ڇوته نبي ڪريم ﷺ جن به ان وقت ٻه رڪعتون نماز پڙهندا هئا. جيڪڏهن انهي دوگانه نمازَ کي دلجمعي، حضور قلبي ۽ سمجهي پڙهجي ته انهي کي پڙهڻ واري جو باطن نوراني ۽ پرسڪون ٿي ويندو آهي. پر شرط هيءُ ته انهي ۾ خلوص ۽ صداقت هجي جيڪڏهن ڪو انهي جو يڪدم ثواب ۽ برڪت حاصل ڪرڻ چاهي ته انهي لاءِ ضروري آهي ته هو پهرين رڪعت ۾ آيت الڪرسي ۽ ٻي رڪعت ۾ آمَنَ الرَّسُوْلُ ۽ اَللّٰهُ نُوْرُ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ (پ ۱۸) آخر تائين پڙهي. اها نماز پڙهندي وقت ان جي نيت هي هجي ته رات ۽ ڏينهن ۾ خدا جي نعمتن جو شڪرانو ادا ڪري رهيو آهي. انهي کانپوءِ وڌيڪ ٻه رڪعتون پڙهي جن ۾ پهرين رڪعت ۾ قل اعوذ برب الفلق ۽ ٻي رڪعت ۾ قل اعوذ برب الناس پڙهي، اها دوگانه نماز انهي جي لاءِ آهي ته اهو رات ۽ ڏينهن جي شر کان محفوظ رهي. انهن ٻنهي رڪعتن کان پوءِ اهو پناهه گهرڻ جي لاءِ هينيان

ڪلمان چوي: اَعُوْذُ بِاسْمِکَ وَکَلِمَاتِکَ التَّامَّةِ مِنَ الشَّرِّ السَّامَّةِ وَالهَامَّةِ وَ اَعُوْذُ بِاسْمِکَ وَ کَلِمٰتِکَ التَّامَّةِ مِنْ شَرِّ عَذَابِکَ وَاَعُوْذُ بِاسْمِکَ وَکَلِمٰتِکَ التَّامَّةِ مِنْ شَرِمَا يَجْرِيْ بِهِ الَّيْلُ وَالنَّهَارُ اِنَّ رَبِّيْ اللهُ لَااِلٰهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْهِ تَوَکَّلْتُ وَ هُوَ رَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيْمِ.

پهرين ٻن رڪعتن ڪانپوءِ هيءُ پڙهي: اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَصْبَحْتُ لَا اَسْتَطِيْعُ دَفْعَ مَا اَکْرَهُ وَلَا اَمْلِکُ مَا اَرْجُوْ وَ اَصْبَحْتُ مُرْتَهِنًا بِعَمَلِيْ وَ اَصْبَحَ اَمْرِيْ بِيَدِ غَيْرِيْ فَلَا فَقْرًا فَقْرَ مِنِّيْ. اَللّٰهُمَّ لَاتُشْمِتْ بِيْ عَدُوِّيْ وَلَا تُسِيءُ بِيْ صَدِيْقِيْ وَلَا تَجْعَلْ مُصِيْبَتِيْ فِيْ دِيْنِيْ وَلَا تَجْعَلِ الدُّنْيَا اَکْبَرَ هَمِّيْ وَلَا مَبْلَغَ عِلْمِيْ وَلَا تُسَلِّطْ عَلَيَّ مَنْ لَّا يَرْحَمُنِيْ اَللّٰهُمَّ اَعُوْذُبِکَ مِنَ الذُّنُوْبِ الَّتِيْ تُزِيْلُ النِّعَمَ وَ اَعُوْذُبِکَ مِنَ الذُّنُوْبِ الَّتِيْ تُوْجِبُ النِّعَمَ.

انهن رڪعتن ڪانپوءِ وڌيڪ ٻه رڪعتون هن نيت سان پڙهي جو اُهي هن جي ڏينهن رات جي اعمالن جي لاءِ استخارو ثابت ٿين. اهو استخارو صرف دعا جي مفهوم جي مطابق آهي، نه ته استخارو جنهن جو حديثن ۾ ذڪر آهي، اهو آهي جيڪو ڪم ڪرڻ ڪان پهرين پڙهجي ٿو. انهن ٻن رڪعتن ۾ قل ياايها الڪافرون ۽ قل هو الله احد جون سورتون ۽ اها دعا پڙهجي جنهن جو ذڪر ٿي چڪو آهي. آخر ۾ هيئن چوي: "منهنجي اڄ جي هر قول ۽ فعل ۾ صبر عطا فرماءِ. ان ڪانپوءِ وڌيڪ ٻه رڪعتون پڙهجن، پهرين رڪعت ۾ سورة واقعة ۽ ٻي رڪعت ۾ سورة الاعليٰ پڙهجي، ان ڪانپوءِ هيءَ دعا پڙهجي: اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى آلِ مُحَمَّدٍ وَّ اجْعَلْ حُبَّکَ اَحَبَّ الْاَشْيَاءِ اِلَيَّ وَخَشْيَتَکَ اَخْوَفَ الْاَشْيَاءِ عِنْدِيْ وَ اقْطَعْ عَنِّيْ حَاجَاتِ الدُّنْيَا بِالشَّوْقِ اِلٰى لِقَائِکَ وَ اِذَا اَقْرَرْتَ اَعْيُنَ اَهْلِ الدُّنْيَا بِدُنْيَاهُمْ فَاقْرِرْ عَيْنِيْ بِعِبَادَتِکَ وَ اجْعَلْ طَاعَتَکَ فِيْ کُلِّ شَيْءٍ مِّنِّيْ يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ.

وري ٻه رڪعتون اڃا ٻه ادا ڪري جن ۾ قرآن ڪريم جو مقرر ورد پڙهجي. ان ڪانپوءِ جيڪڏهن ڪو دنيوي ڪمن ڪان آزاد هجي ته گهرجي ته اهو ٻن پهرن تائين نماز، تلاوت، وردن ۽ ذڪر ۾ مصروف رهي ۽ جيڪڏهن پاڻ يا اهل و عيال جي لاءِ روزي ڪمائڻ ۾ مصروف هجي ته پنهنجي ڪم تي وڃي، پر وڃڻ ڪان پهرين گهر ڪان نڪرڻ جون ٻه رڪعتون نماز ادا ڪري، بلڪ ان جو هميشه اهو ورد هئڻ گهرجي ته ٻه رڪعتون نفل

پڙهي گهر کان نڪرندو ڪري جيئن ته الله تعاليٰ ان کي ٻاهر نڪرڻ جي برائين کان محفوظ رکي. اهڙي طرح گهر ۾ اچڻ کان اڳ ۾ ٻه ٻه رڪعتون نفل ادا ڪري، جيئن ته الله تعاليٰ ان کي گهر ۾ داخل ٿيڻ جي برائين کان محفوظ رکي. انهي ڪانپوءِ داخل ٿي پنهنجي ٻار ۽ ٻين گهروارن کي سلام ڪري ۽ جيڪڏهن گهر ۾ ڪوبه نه هجي ته انهي صورت ۾ به سلام ڪري ۽ هي چوي: السلام عليٰ عباد الله الصالحين المؤمنين.

## چاشت جي نماز

جيڪڏهن ڪو (روزي جي فڪر کان) خالي هجي ته انهي جي لاءِ اهوئي مناسب آهي ته ان وقت چاشت جي نماز پڙهي ۽ جيڪڏهن انهي تي قضا هجي ته هڪ ٻن ڏينهن يا ان کان وڌيڪ ڏينهن جي نماز ادا ڪري نه ته ڊگهين رڪعتن ۾ قرآن ڪريم پڙهي. ڪي بزرگ رات ڏينهن ۾ پورو قرآن ڪريم ختم ڪري وٺندا هئا، جيڪڏهن اهو ممڪن نه هجي ته چند هلڪيون رڪعتون سورة فاتحه ۽ قل هو الله ۽ ٻين قرآني آيتن سان پڙهي، انهن ۾ دعائيه آيتون به هجن جيئن هيءَ آيت آهي: **رَبَّنَا عَلَيْكَ تَوَكَّلْنَا وَ اِلَيْكَ اَنَبْنَا وَ اِلَيْكَ الْمَصِيْرُ**. اهڙيون دعائيه آيتون هر رڪعت ۾ پڙهجن، ڪٿي هڪ ڀيرو پڙهجن يا هر بار دهرائي پڙهجن. طالبانِ حق جي باري ۾ هيءُ اندازو ڪيو وڃي ٿو ته اهي سج ايرڻ کان پوءِ نماز اشراق يا چاشت جي نماز جي وچ ۾ هلڪي قسم جون هڪ سؤ رڪعتون پڙهي وٺندا هئا ڇوته اُهي ماڻهو جن جو دنيا ۾ ڪوبه مشغلو ڪونهي ۽ انهن اهلِ دنيا جي لاءِ دنيا کي ڇڏي ڏنو آهي، اهو بي فائدو وقت ڪونه گذاريندا هئا. بلڪ الله جي ذڪر ۽ عبادت ۾ پنهنجو عيش ۽ آرام ترڪ ڪن ٿا. انهي ڪري سهيل بن عبدالله تستري رحه فرمايو "جنهن کي دنيا جي ضرورت هوندي، انهي جي دل الله جي ذڪر ۾ پوري طرح مشغول ڪانهي".

## چاشت جو وقت

جڏهن سج گهٽو مٿي اچي ۽ فجر ۽ ظهر (ٻيپهري) جي وچ واري وقت جو اڌ حصو اهڙي طرح لنگهي وڃي، جهڙي ٽيپهري (عصر) جو وقت

ٻيپهري (ظهر) ۽ سانجهي جي وچئين وقت جو نصف حصو هوندو آهي ته انهي وقت چاشت جي نماز پڙهجي، ڇوته اهوئي وقت چاشت جي نماز جي لاءِ افضل آهي، جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو ته "چاشت جي نماز جو اهو وقت آهي جڏهن اٺ جو ڦر سج جي گرمي ڪان پنهنجي ماءُ جي ڇانوَ ۾ سمهي". ڪن انهي جي نشاني هيءَ قرار ڏني آهي ته هي اُهو وقت آهي جڏهن سج جي گرميءَ ڪان پيرن ۾ پگهر اچي.

نماز چاشت جون گهٽ ۾ گهٽ ٻه رڪعتون آهن ۽ زياده ڪان زياده ٻارنهن. هر رڪعت ڪانپوءِ پنهنجي لاءِ دعا ڪجي ۽ تسبيح ۽ استغفار پڙهجي. ان ڪانپوءِ جيڪڏهن ان تي سخت حق هجن ته اُهي پهرين ادا ڪجن. جيئن ڪنهن سان ملڻ ضروري هجي ته ملاقات ڪري، يا ڪنهن بيمار جي عيادت لاءِ وڃي، نه ته پوءِ لڳاتار الله جي ذڪر ۾ ان وقت تائين مشغول رهي، جيستائين سندس دل ۽ جسم نه ٿڪجي (جيڪڏهن جسم ٿڪجي پوي ته) باطني توجه مبذول رکي يعني اهو ان وقت تائين نماز پڙهندو رهي، جيستائين سندس دل کي سڪون حاصل ٿئي ۽ انهي جو نفس خوشيءَ سان ڪم ڪندو رهي. نماز ڪان ٿڪجي ته تلاوت ۾ مشغول ٿئي، ڇوته تلاوت نماز جي بنسبت نفس جي لاءِ وڌيڪ آسان آهي ۽ تلاوت ڪان به ٿڪجي پوي ته دل ۽ زبان سان الله جو ذڪر ڪري، ڇوته اهو تلاوت ڪان به وڌيڪ آسان آهي ۽ جيڪڏهن ذڪر ڪان به اڪتائجي وڃي ته زباني ذڪر ڇڏي قلب سان مراقبو ڪري. قلب جو مراقبو الله ڏانهن ڌيان ڏيڻ سان ٿيندو آهي، جيستائين اهو ڌيان رهندو ته اهو مراقبو آهي. مراقبو به ذڪر جي برابر يا ان ڪان افضل هوندو آهي.

جيڪڏهن مراقبي ڪان به عاجز هجي ۽ نفساني وسوسا انهي جي باطن تي ڇانئجي وڃن ته بهتر اهوئي آهي ته سمهي رهي، ڇوته ننڊ ۾ عافيت ۽ سلامتي آهي نه ته نفساني خيالات ۽ تصور قلب کي سخت ڪري ڇڏيندا آهن، جهڙي طرح زياده گفتگو دل کي سخت ڪندي آهي. ڇوته نفساني تصور به زبان ڪان ڳالهائڻ جي بغير هڪ قسم جي گفتگو هوندا آهن، انهي ڪري انهن ڪان به پرهيز ڪرڻ گهرجي. شيخ سهل بن عبدالله رحه فرمايو آهي ته "(روحانيت جو) بدترين گناهه نفساني تصور آهن".

سالڪِ طريقت کي پنهنجي باطن جو ٻه اهڙو ئي خيال رکڻ گهرجي جهڙو اهو پنهنجي ظاهر جو خيال رکندو آهي. ڇوته جڏهن اهو گندريل ڏنل ۽ ٻڌل واقعن جو تصور پنهنجي نفس ۽ ذهن ۾ آڻيندو آهي ته اندر ئي اندر اهو هڪ ٻيو شخص بنجي ويندو آهي. انهي لاءِ اهڙي مراقبي ۽ دلي توجه جي ذريعي پنهنجي باطن کي اهڙي طرح پابند بنائڻ گهرجي.

هڪ سرگرم طالبِ حقيقت کي چاشت جي نماز کان وٺي زوال جي وقت تائين هڪ سؤ رڪعتون پڙهي ڇڏڻ گهرجن. انهن جي گهٽ ۾ تعداد ويهه رڪعتون. ڪٿي اهي رڪعتون هلڪيون هجن يا هر ٻن رڪعتن ۾ قرآن ڪريم جو هڪ سيپارو يا انهي کان گهٽ وڌ مقدار پڙهي. بهرحال چاشت جي نماز ۽ ان کانپوءِ مقرر تعداد جون رڪعتون ادا ڪرڻ کانپوءِ سمهڻ بهتر آهي.

## ڏينهن جي وقت سمهڻ

حضرت سفيان رحه فرمائين ٿا ته "صوفي سڳورا جڏهن عبادت کان فارغ ٿيندا آهن تڏهن عافيت ۽ سلامتيءَ جي لاءِ ننڊ کي وڏيڪ پسند ڪندا هئا. انهي ننڊ جا ڪيترائي فائدا آهن هڪ انهي جي ڪري رات جاڳڻ ۾ مدد ملي ٿي. ٻيو انهي کان نه صرف نفس کي آرام ملي ٿو. بلڪ ڏينهن جي باقي حصي ۾ ڪم ڪرڻ جي لاءِ دل کي ٻه سڪون حاصل ٿئي ٿو ۽ نفس آرام ملڻ کانپوءِ تازو ٿي ويندو آهي. انهي ڪري جڏهن اهو ڏينهن جي وقت سمهڻ کانپوءِ سجاڳ ٿيندو آهي ته باطن کي خوشي ۽ سرور حاصل ٿيندو آهي. انهي ۾ ڪم ڪرڻ جو شوق اهڙي طرح پيدا ٿيندو آهي، جهڙي طرح ان کي ڏينهن جي شروعات ۾ هوندو آهي. اهڙي طرح هڪ طالبِ صادق کي (ننڊ کانپوءِ) هڪ ڏينهن ۾ ٻه ڏينهن ميسر ٿين ٿا ۽ هو انهي وقت کي الله تعاليٰ جي خدمت جي لاءِ غنيمت سمجهندو آهي ۽ ڪم ۾ لڳو رهندو آهي.

## ڏينهن جا ٻه حصا

مناسب هي آهي ته زوال کان پهرين سجاڳ ٿئي، جيئن ته پهرين کان وضو وغيره کان فارغ ٿي زوال کانپوءِ قبلي ڏانهن مهاڙ ڪري ذڪر، تسبيح

۽ تلاوت ۾ مشغول ٿئي. خدا پاڪ فرمايو آهي: "ڏينهن جي ٻنهي طرفن ۾ نماز قائم ڪريو". پڻ فرمايائين تہ "سج اڀرڻ ۽ سج لهڻ کان پهرين پنهنجي پالڻهار جي حمد ۾ مشغول ٿيو ۽ رات جي وقت بہ تسبيح پڙهو". (انهن آيتن جي تفسير ۾) بيان ڪيو ويو آهي تہ سج اڀرڻ کان اڳ ۾ نماز فجر مراد آهي ۽ سج لهڻ کان پهرين ٽيپهري (عصر) نماز مراد آهي. رات جي وقت سومهڻيءَ جي نماز هوندي آهي. ڏينهن جي ٻنهي طرفن مان مراد ٻيپهري (ظهر) ۽ سانجهي (مغرب) جي نماز آهي. ڇوتہ ٻيپهري ڏينهن جي هڪ حصي جو آخري ڪنارو آهي ۽ سانجهي ٻي حصي جو آخري ڪنارو آهي، انهي ڪري اُهو ٻي حصي جو بہ سجاڳي ۽ ذڪر الاهي جي ذريعي اهڙي طرح استقبال ڪري جهڙي طرح انهي پهرئين حصي جو استقبال ڪيو هو ۽ جهڙي طرح اهو رات جي وقت سمهڻ سان تازو نوينو ٿي ويندو آهي، اهڙي طرح اهو ڏينهن جي وقت بہ سمهي تازو ٿي ويندو آهي.

## زوال جي نماز

سالڪ زوال کانپوءِ سنت ۽ فرض کان پهرين هڪ سلام سان چار رڪعتون پڙهي. حضرت نبي ڪريم ﷺ جن بہ اهڙي طرح نماز پڙهندا هئا. اها ٻيپهري کان پهرين ان جي اول وقت ۾ زوال جي نماز چئبي آهي. پر ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ موٴذنن جي ٻانگ کان پهرين ان جي اول وقت کي چڱي طرح معلوم ڪجي، جيئن تہ زوال جو مڪروهہ وقت نڪري وڃي. انهيءَ کانپوءِ زوال جي نماز شروع ڪجي، جيئن تہ انهي جي وچ ۾ موٴذن جي ٻانگ جو آواز ٻڌڻ ۾ اچي، انهي کانپوءِ ٻيپهري نماز جي لاءِ تياري ڪري ۽ جيڪڏهن ڪنهن سان ميلاپ رکڻ يا ويهڻ سان انهي جي باطن ۾ ڪدورت اچي ويئي هجي تہ الله کان استغفار ڪري ۽ ٻاڏائي روئي دعا گهري.

ٻيپهري جي نماز ان وقت تائين نہ شروع ڪري جيستائين ان جو باطن اصل صاف حالت ڏانهن مڙي نہ اچي، ڇوتہ مناجات الاهي جي مٺاس (حلاوت) جو ذائقو چکڻ وارن جي لاءِ ضروري آهي تہ اُهي نماز ۾ چڱي طرح سرور ۽ لذت حاصل ڪن، پر ڪڏهن اُهي هڪڙي جائز ڳالهہ کان بہ گدلا (مڪدر) ٿي ويندا آهن ۽ انهي جي ڪري انهن جي دلين ۾ ڪدورت ۽

ڳنديون ويهي ويندڙيون آهن، جيئن تہ اها ڪدورت ڪڏهن اهل و عيال وٽ ويهڻ کان پيدا ٿيندي آهي، حالانڪ اها شيءِ بہ عبادت ۾ شامل آهي. پر نيڪ ٻانهن جون ڪي نيڪيون بہ مقرب بارگاه الاهي جي لاءِ برايون بڻجي پونديون آهن. انهي ڪري سچي ندامت ۽ استغفار ڪرڻ کانپوءِ جڏهن انهن جي ڪدورت دور ٿي ويندي آهي ۽ دل جون ڳنديون ڇٽي پونديون آهن تڏهن ان وقت اُهي نماز پڙهندا آهن.

## دلي ڪدورت جو علاج

اهل و عيال وٽ ويهڻ کان جيڪا ڪدورت (گدلاڻ) پيدا ٿيندي آهي، ان جو هيءُ علاج آهي تہ انسان انهن جي صحبت ۾ ويهي اُنهن ڏانهن سڄو سارو مائل نہ ٿئي، بلڪ ان وقت بہ ان جون نظرون ڳجهي طرح الله پاڪ ڏانهن لڳل رهن. اهڙي صورت ۾ اهي نگاهون انهي صحبت جو ڪفارو بڻجي سگهن ٿيون، پر جيڪڏهن ڪنهن جو روحاني حال قوي هوندو تہ مخلوق حق تعاليٰ جي راهہ ۾ حائل نٿي ٿي سگهي، جو انهي جي باطن تي ڳنڍ لڳي سگهي. انهي لاءِ جڏهن اهو نماز پڙهندو آهي تڏهن انهي جو قلب ۽ باطن بلڪل صاف ٿي ويندو آهي ۽ انهي جي نفس کي ڪنهن وٽ بہ ويهڻ جي باوجود قلب کي روحاني ڪشش حاصل هوندي آهي، پر انهي جي باطني نگاه بارگاه الاهي جي مطالعي ۾ مصروف رهندي آهي، انهي ڪري ان جي باطن جي ڳنڍ کلندي رهندي آهي.

## ٻيپهري نماز جا معمولات

زوال جي مذڪوره نماز ڳنڍين کي کولي ٿي ۽ ٻيپهري (اڳئين) نماز جي لاءِ باطن کي تيار ڪري ٿي، انهي ڪري ڊگهن ڏينهن ۾ زوال جي نماز ۾ سورة بقره جهڙيون سورتون پڙهجن ۽ مختصر ڏينهن ۾ اهو پڙهجي جن جي تلاوت آسانيءَ سان ٿي سگهي. قرآن ڪريم ۾ آيو آهي.

"رات جي وقت خدا جي واکاڻ هوندي آهي ۽ ان وقت بہ جڏهن اوهين ٻيپهري ڪندا آهيو". انهيءَ مان مراد اهوئي آهي، جيڪڏهن ڪو سنت کانپوءِ فرض نماز جي جماعت ۾ شريڪ ٿيڻ جو انتظار ڪري ۽ اُهي

دعائون پڙهي جيڪي فرض ۽ سنت جي وچ ۾ فجر جي وقت پڙهجن ٿيون ته اهو سون تي سهاڳو آهي. اهڙي طرح اُهي دعائون به پڙهي سگهجن ٿيون جيڪي رسول الله ﷺ جن نماز فجر جي وقت پڙهندا هئا.

جڏهن ٻيپهري نماز کان فارغ ٿئي ته سورة فاتحه ۽ آيت الڪرسي پڙهي. ٽيٽيهه ڀيرا سبحان الله، الحمد لله ۽ الله اڪبر چوي ۽ جيڪڏهن اهو سيئي دعائون ۽ آيتون پڙهي سگهي جن جو اسان صبح جي نماز (فجر) ۾ ذڪر ڪيو آهي ته انهي ۾ وڏيڪ خير و برڪت ۽ فضيلت آهي. جنهن جي همت بلند ۽ ارادو سچو هوندو، اهو الله تعاليٰ جي ذڪر کي بوجهه خيال ڪونه ڪندو آهي.

اُهو ٻيپهري ۽ ٽيپهري جي وچ ۾ اهڙي طرح عبادت ۾ مشغول رهي، جهڙي سانجهي ۽ سومهڻي جي وچ ۾ مصروف رهبو آهي، بلڪ عبادت جي ترتيب به اهڙي طرح آهي، جهڙي طرح اسان ان جو ذڪر ڪيو آهي. يعني پهرين نماز، پوءِ تلاوت ۽ ان ڪانپوءِ ذڪر ۽ مراقبو ڪجي. جيڪو هميشه سجاڳ رهندو هجي اهو ڏگهن ڏينهن ۾ ٻيپهري (اڳئين) ۽ ٽيپهري (وچئينءَ) جي درميان هلڪي ننڊ سمهي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪو اڳئين ۽ وچئينءَ جي درميان ٻن رڪعتن ۾ چوٿون حصو قرآن ڪريم جو ختم ڪري يا چئن رڪعتن ۾ ان کي ختم ڪري ته انهيءَ ۾ به تمام خير ۽ ڀلائي آهي. ڏگهن ڏينهن ۾ انهن وقتن ۾ اهو هڪ سؤ رڪعتون يا گهٽ ۾ گهٽ ويهه رڪعتون پڙهي سگهي ٿو. انهن رڪعتن ۾ قل هو الله احد هڪ هزار ڀيرا پڙهي، جنهن جو تعداد هر رڪعت ۾ پنجاهه ڀيرا ٿئي ٿي.

## ڏندڻ ڏيڻ

جيڪڏهن اهو روزيدار هجي ته زوال کان پهرين ڏندڻ ڏئي، جيڪڏهن روزيدار نه هجي ته ان وقت ڏندڻ ڏئي جڏهن منهن ۾ بدبوءِ اچڻ لڳي. حديث شريف ۾ آيو آهي ته "ڏندڻ منهن کي صاف ۽ پروردگار کي خوش ڪري ٿو". خصوصا فرضن کي بجا آڻڻ جي موقعي تي ڏندڻ مستحب آهي. چون ٿا ڏندڻ ڪانپوءِ نماز پڙهڻ کي بغير ڏندڻ واري نماز تي ستر دفعا زياده فضيلت حاصل آهي. ڪن جي نزديڪ اهو قول حديث نبوي ﷺ آهي.

## نماز ۾ پڙهڻ جون دعائيه آيتون

جيڪڏهن ڪو اڳئين ۽ وچين جي درميان ويهه رڪعتون پڙهڻ چاهي ته هرهڪ رڪعت ۾ هڪ ياد ڇڏ. آيتون پڙهي. مثلا: رڪعت ۾ هيءَ آيت پڙهي:

(۱) رَبَّنَا اٰتِنَا فِي الدُّنْيَا حَسَنَةً وَّفِي الْاٰخِرَةِ حَسَنَةً وَّقِنَا عَذَابَ النَّارِ. ٻي رڪعت ۾ هيءَ پڙهي:

(۲) رَبَّنَا اَفْرِغْ عَلَيْنَا صَبْرًا وَّ ثَبِّتْ اَقْدَامَنَا وَ انْصُرْنَا عَلَي الْقَوْمِ الْكَافِرِيْنَ.

اهڙي طرح هر رڪعت ۾ هيٺين دعائيه آيتن مان ڪا آيت هر رڪعت ۾ نمبرن جي ترتيب سان پڙهندو وڃي.

(۳) رَبَّنَا لَا تُؤَاخِذْنَا. آخر سورة بقره.

(۴) رَبَّنَا لَا تُزِغْ قُلُوْبَنَا (سورة آل عمران پهريون رڪوع) تا آخر آيت.

(۵) رَبَّنَا اِنَّنَا سَمِعْنَا مُنَادِيًا يُّنَادِيْ لِلْاِيْمَانِ اَنْ اٰمِنُوْا بِرَبِّكُمْ فَاٰمَنَّا رَبَّنَا فَاغْفِرْلَنَا ذُنُوْبَنَا وَ كَفِّرْ عَنَّا سَيِّاٰتِنَا وَ تَوَفَّنَا مَعَ الْاَبْرَارِ. (پ ۴، آل عمران جو آخري رڪوع)

(۶) رَبَّنَا اٰمَنَّا بِمَا اَنْزَلْتَ وَ اتَّبَعْنَا الرَّسُوْلَ فَاكْتُبْنَا مَعَ الشَّاهِدِيْنَ. (پ ۳ آل عمران)

(۷) اَنْتَ وَلِيُّنَا فَاغْفِرْلَنَا وَ ارْحَمْنَا وَ اَنْتَ خَيْرُ الْغَافِرِيْنَ. (پ ۹ اعراف)

(۸) فَاطِرَ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ اَنْتَ وَلِيّٖ فِي الدُّنْيَا وَالْاٰخِرَةِ تَوَفَّنِيْ مُسْلِمًا وَّ اَلْحِقْنِيْ بِالصَّالِحِيْنَ. (پ ۱۳ يوسف)

(۹) رَبَّنَا اِنَّكَ تَعْلَمُ مَا نُخْفِيْ وَمَا نُعْلِنُ وَمَا يَخْفٰي عَلَي اللهِ مِنْ شَيْءٍ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَاءِ. (پ ۱۳ ابراهيم)

(۱۰) وَقُلْ رَّبِّ زِدْنِيْ عِلْمًا. (پ ۱۶ طه)

(۱۱) لَا اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِيْنَ. (انبياء پ ۱۷)

(۱۲) رَبِّ لَا تَذَرْنِيْ فَرْدًا وَّ اَنْتَ خَيْرُ الْوَارِثِيْنَ. (انبياء پ ۱۷)

(۱۳) وَقُلْ رَّبِّ اغْفِرْ وَ ارْحَمْ وَ اَنْتَ خَيْرُ الرَّاحِمِيْنَ. (پ ۱۸، مؤمنون جي آخري آيت).

(۱۴) رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ اَزْوَاجِنَا وَذُرِّيَّاتِنَا قُرَّةَ اَعْيُنٍ وَّ اجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِيْنَ اِمَامًا. (پ ۱۹، فرقان جو آخر)

(١٥) رَبِّ اَوْزِعْنِيْ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَ عَلٰى وَالِدَيَّ وَ اَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰهُ وَ اَدْخِلْنِيْ بِرَحْمَتِكَ فِيْ عِبَادِكَ الصّٰلِحِيْنَ. (پ ١٩ نمل - رکوع ٢)

(١٦) يَعْلَمُ خَائِنَةَ الْاَعْيُنِ وَمَا تُخْفِي الصُّدُوْرُ. (پ ٢٤ مؤمن)

(١٧) رَبِّ اَوْزِعْنِيْ اَنْ اَشْكُرَ نِعْمَتَكَ الَّتِيْ اَنْعَمْتَ عَلَيَّ وَعَلٰى وَالِدَيَّ وَاَنْ اَعْمَلَ صَالِحًا تَرْضٰهُ وَ اَصْلِحْ لِيْ فِيْ ذُرِّيَّتِيْ اِنِّيْ تُبْتُ اِلَيْكَ وَاِنِّيْ مِنَ الْمُسْلِمِيْنَ.

(١٨) رَبَّنَا اغْفِرْلَنَا وَ لِاِخْوَانِنَا الَّذِيْنَ سَبَقُوْنَا بِالْاِيْمَانِ وَلَا تَجْعَلْ فِيْ قُلُوْبِنَا غِلًّا لِّلَّذِيْنَ اٰمَنُوْا رَبَّنَا اِنَّكَ رَءُوْفٌ رَّحِيْمٌ. (پ ٢٨، حشر - پهرين رکوع جي آخري آيت)

(١٩) رَبَّنَا عَلَيْكَ تَوَكَّلْنَا وَاِلَيْكَ اَنَبْنَا وَاِلَيْكَ الْمَصِيْرُ. (پ ٢٨، ممتحنہ رکوع ١)

(٢٠) رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَ لِوَالِدَيَّ وَ لِمَنْ دَخَلَ بَيْتِيَ مُؤْمِنًا وَّ لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَ الْمُؤْمِنٰتِ وَلَا تَزِدِ الظّٰلِمِيْنَ اِلَّا تَبَارًا. (پ ٢٩، سورة نوح جي آخري آيت)

سالڪ طريقت ڪٿي ڪيترين ئي نمازون پڙهڻ چاهي، جيڪڏهن دل ۽ زبان جي ميلاپ سان انهن جو ورد ڪري تہ ممڪن آهي تہ مقام احسان تي سرفراز ٿي وڃي، ڇوتہ اهو اڳئين ۽ وچئين جي ٻن رڪعتن ۾ انهن آيتن جي تلاوت ڪري هر وقت پنهنجي مولا جي مناجات، دعا، تلاوت ۽ نماز ۾ مشغول رهندو آهي. بهرحال عبادت جي ڪم ۾ لڳاتار مصروف رهڻ ۽ سڄو ڏينهن اڻ ورچ ٿي عمل سان عبادت جي لذت ۽ مٺاس (حلاوت) کي حاصل ڪرڻ انهيءَ بنده حق جو ڀاڱو آهي، جنهن انتهائي تقويٰ، زهد ۽ پرهيزگاري سان پنهنجو نفس پاڪ ڪيو هجي ۽ انهي جي دل مان نفساني خواهش جي پيروي جو جذبو نڪري چڪو هجي.

## نفساني خواهش جو اثر

جيڪڏهن ڪنهن ۾ تقويٰ ۽ زهد سان گڏوگڏ نفساني خواهش جو ذرڙو حصو بہ باقي رهيو هوندو تہ انهي جو روح لڳاتار عمل ۾ مصروف نٿو رهي سگهي. بلڪ ڪڏهن تہ اهو تيار ۽ خوشيءَ ۾ هوندو آهي ۽ ڪڏهن ڪوماڻل ۽ ڏڪوڙيل ڏيکائو ڏيندو آهي. اهڙي طرح چالاڪي ۽ سستي جا جذبا انهيءَ ۾

وري وري پيدا ٿيندا آهن. ڇوته تقوي جي گهٽتائي يا دنيا جي محبت جي ڪري انهي ۾ خواهش جي پيروي جو شڪ باقي رهجي ويو آهي.

پر جيڪو زهد ۽ تقويٰ ۾ ڪامل هجي، اهو ڪنهن وقت عضون جي ذريعي ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏي ته قلب جي ذريعي ان وقت به ان جو عمل جاري رهندو آهي، انهي ڪري جيڪو روح عمل کي باقي رکڻ چاهي ۽ عمل ۾ استقلال کي برقرار رکڻ جو خواهشمند هجي ان کي گهرجي ته نفساني خواهش جو ڪوٺ پيچي ڇڏي (اهو درست آهي ته) خواهش نفس جو روح آهي ۽ اهو مٽجي نٿو سگهي، پر نفساني خواهش جي پيرويءَ جو جذبو ختم ٿي سگهي ٿو.

## خواهش جي پيرويءَ کان پناهه

رسول الله ﷺ جن به خواهش جي وجود کان پناهه ڪونه طلب ڪيو هو، بلڪ نفساني خواهش جي پيرويءَ کان پناهه گهريو هو. جيئن ته پاڻ ڳالهه ﷺ فرمايائون "آئون نفساني خواهش جي پيروي (اتباع) کان اي خدا تنهنجي پناهه اچان ٿو، پڻ طبعي بخل جي پيرويءَ کان به پناهه گهران ٿو". مذڪوره بالا حديث ۾ طبعي بخل جي وجود کان پناهه نه طلب ڪيو ڇوته اهو قدرتي طور تي موجود آهي، بلڪ انهي جي پيرويءَ کان پناهه گهريو آهي.

جيتري قدر قلب صاف هوندو ۽ روحاني حالت بلند هوندي، ايتري قدر نفساني خواهش جي پيروي جا باريڪ (دقيق) نڪتا ظاهر ٿيندا ويندا، ڇوته ڪڏهن مخلوق وٽ ويهڻ ۽ انهن سان ڳالهيون ڪندي ڏسڻ جي رجحان کي نفساني خواهش جي پيروي قرار ڏنو ويجي ٿو ۽ ڪڏهن کائڻ، سمهڻ ۽ ٻين خواهشن ۾ درمياني حد کان لنگهڻ کي خواهش جي پيروي سمجهجهي ٿو ڇوته اِهو دنياداريءَ جو مشغلو آهي.

## ٽيپهري نماز

بنده حق ٽيپهري نماز کان پهرين چار رڪعتون پڙهي، جنڪڏهن هر نماز جي لاءِ تازو وضو ڪري سگهندو هجي ته انهيءَ ۾ زياده فضيلت آهي ۽ جيڪڏهن غسل به ڪري ته اهو انهي کان به افضل آهي ڇوته باطن کي روشن ڪرڻ ۽ نماز کي مڪمل ڪرڻ ۾ انهن شين جا اثر واضح ۽ نمايان

آهن. ٽيپهري جي پهرين چئن رڪعتن ۾ اذا زلزلت، والعاديات، القارعة ۽ الهلڪم التڪاثر جون سورتون پڙهي، انهي ڪانپوءِ اهو ٽيپهري نماز ادا ڪري ۽ ڪنهن ڏينهن ٽيپهري نماز ۾ والسماءِ ذات البروج جي سورت به پڙهي. مون (مصنفِ ڪتاب) ٻڌو آهي ته ٽيپهري نماز ۾ والسماءِ ذات البروج جي سورت پڙهڻ سان ڦروڙين يا ڦوڙهن جي مرض کان نجات ملندي آهي. ٽيپهري ڪانپوءِ اُهي آيتون ۽ دعائون پڙهي جن جو اسان ذڪر ڪري چڪا آهيون يا انهن مان جيڪو ممڪن هجي اُهو پڙهي، ڇوته ٽپهري نماز ڪانپوءِ نفلي نمازن جو وقت ويندو رهي ٿو. صرف ذڪر، ورد ۽ تلاوت قرآن شريف جو وقت باقي رهي ٿو.

بهتر طريقو هي آهي ته انهن عالمن ۽ بزرگن وٽ ويهجي، جن جي ڪري مريدن جا ارادا مستحڪم ٿين، دنيا کان بي رغبتي پيدا ٿئي ۽ انهن جي گفتگو سان تقويٰ ۽ پرهيزگاري جي تڪميل ٿئي. جيڪڏهن اهڙين مجلسن ۾ ڇوڻ واري ۽ ٻڌڻ وارن جون نيتون درست هجن ته اُهي اڪيلائي ۽ دائمي ذڪر ۽ فڪر کان بهتر هونديون آهن، پر جيڪڏهن اهڙيون محفلون موجود نه هجن يا انهن تائين پهچڻ مشڪل هجي ته اهو مختلف قسم جي وردن ۽ فڪرن ۾ مشغول رهي.

جيڪڏهن پنهنجن ڪمن ڪارين ۽ روزي جي ڪري انهي جو ٻاهر وڃڻ ضروري ٿي پئي ته ان وقت ۾ انهي جو نڪرڻ ڏينهن جي ابتدائي حصي ۾ نڪرڻ کان بهتر آهي. پر جڏهن اهو گهر کان ٻاهر نڪري ته وضو سان هئڻ گهرجي. ڪن عالمن ٽيپهري ڪانپوءِ طهارت جي نماز کي مڪروهه چيو آهي، پر ڪن مشائخن ۽ بزرگن انهي جي اجازت ڏني آهي. گهر کان نڪرڻ وقت هيءُ پڙهي:

بِسْمِ اللّٰهِ مَاشَاءَ اللّٰهُ حَسْبِيَ اللّٰهُ لَاقُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ اَللّٰهُمَّ اِلَيْكَ خَرَجْتُ وَاَنْتَ اَخْرَجْتَنِيْ.

ان کي گهرجي ته سورة فاتحه ۽ قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پڙهي. پڻ جيتري قدر ٿي سگهي روزانه ڪجهه نه ڪجهه صدقو ڏيندو رهي، ڪٿي اها هڪ ڪجور يا هڪ گرهه ڇونه هجي. ڇوته نيڪ نيتي

سان ٿوري شيءِ بہ گھٽي هوندي آهي. حضرت عائشه رضہ هڪڙي ڀيري هڪ سائل کي صرف هڪ انگور جو داڻو پيش ڪيو هو ۽ فرمايو هئائين تہ هن ۾ ڪيترن ئي ذرن جو وزن آهي. حديث شريف ۾ مذڪور آهي تہ: "هر ماڻهو روز قيامت ۾ پنهنجي صدقي جي ڇانوَ جي هيٺيان هوندو".

## ٽيپهري نماز جا معمولات

اُهو ٽيپهري کان سانجهي تائين هڪ سؤ ڀيرا هيٺيون ورد ڪري: لَاإِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَاشَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ. پاڻ سونهارن ﷺ جن فرمايائون "جيڪو ان کي روزانہ هڪ سؤ ڀيرا پڙهندو ان کي ڏهن غلامن کي آزاد ڪرڻ جو ثواب ملندو آهي ۽ انهي جي نالي تي سؤ نيڪيون لکجن ٿيون ۽ سؤ برايون مٽائجن ٿيون ۽ اهو شام تائين انهي ڏينهن جي لاءِ شيطان کان محفوظ رهندو آهي ۽ انهي کان بهتر ڪوبہ عمل ڪونهي سواءِ انهي جي تہ اهو عمل سؤ ڀيرن کان وڌيڪ پڙهجي، پڻ لَاإِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ پڙهجي. انهي جي باري ۾ بہ اهو مذڪور آهي تہ جيڪو ان کي هڪ سؤ ڀيرا پڙهندو تہ ان کان بهتر ڪوبہ عمل ڪونهي. اهڙي طرح هيٺين اذڪارن جو سؤ ڀيرا ورد ڪجي:

(١) سُبْحَانَ اللّٰهِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ.

(٢) سُبْحَانَ اللّٰهِ وَ بِحَمْدِهٖ سُبْحَانَ اللّٰهِ الْعَظِيْمِ وَ بِحَمْدِهٖ اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ.

(٣) لَاإِلٰهَ إِلَّا اللّٰهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ الْمُبِيْنُ.

(٤) اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى آلِ مُحَمَّدٍ.

(٥) اَسْتَغْفِرُ اللّٰهَ الْعَظِيْمَ الَّذِيْ لَاإِلٰهَ إِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ وَ اَسْئَالُهُ الْقُرْبَةَ.

(٦) مَاشَاءَ اللّٰهُ لَا قُوَّةَ إِلَّا بِاللّٰهِ.

مون مغرب جي هڪ درويش کي مڪي معظم ۾ ڏٺو سندس ٿيلي ۾ هڪ هزار داڻن جي هڪ تسبيح هوندي هئي، هو چوندو هو تہ مختلف قسمن جي ذڪرن جو ورد هن تسبيح تي روزانہ ٻارهن ڀيرا ڪريان ٿو. هڪڙي اصحابي رضہ جي باري ۾ بہ مذڪور آهي تہ اهو ڏينهن ۽ رات جي درميان ايتري قدر تعداد ۾ ورد ڪري وٺندو هو. هڪڙو تابعي ڏينهن رات ۾ ٽيهہ هزار تسبيح جو ورد ڪري وٺندو هو.

ذکر کيل متين معمولاتن کان علاوه هيءَ تسبيح بہ سؤ پيرا پڙهي:

سُبْحَانَ اللهِ الْعَلِيِّ الدَّيَّانِ سُبْحَانَ اللهِ مُشَدِّدِ الْاَرْكَانِ سُبْحَانَ مَنْ يَّذْهَبُ بِاللَّيْلِ وَ يَاْتِيْ بِالنَّهَارِ. سُبْحَانَ مَنْ لَّا يُشْغِلُهٗ شَانٌ مِّنْ شَانٍ. سُبْحَانَ اللهِ الْحَنَّانِ الْمُنْعِنِ. سُبْحَانَ اللهِ الْمَسِيْحِ فِيْ كُلِّ مَكَانٍ.

روايت آهي تہ هڪ ابدال سمند جي ڪناري تي رات گذاريائين، هن آڌي رات جي وقت هيءَ تسبيح ٻڌي تہ چوڻ لڳو تہ "اهو ڪير آهي جنهن جو آواز آئون ٻڌان ٿو ۽ انهي جي شخصيت ڪي نٿو ڏسان؟" آواز آيو "آئون هڪ ملائڪ آهيان ۽ هن سمند تي مقرر آهيان. جڏهن کان آئون پيدا ٿيو آهيان هيءَ تسبيح پڙهندو رهندو آهيان" مون پڇيو تہ "اوهان جو ڇا نالو آهي؟ انهي جواب ڏنو "متيائيل" مون چيو "هن تسبيح جو ڪهڙو ثواب آهي" انهي چيو تہ "جيڪو هن کي سؤ پيرا پڙهي اِهو ان وقت تائين ڪونہ مرندو جيستائين جو اهو پنهنجو ٺڪاڻو جنت ۾ نہ ڏسندو يا اُهو هن کي نہ ڏيکاريو ويندو.

روايت آهي تہ حضرت عثمان رضہ رسول الله ﷺ جن کان خدا تعاليٰ جي هن قول جي باري ۾ پڇيو:

لَـهٗ مَقَالِيْدُ السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ. (شوريٰ - پ ٢٥)

ترجمو: ان وٽ آسمانن ۽ زمين جون ڪنجيون آهن.

پاڻ سونهارن ﷺ جن فرماياڻون تو مون کان هڪ وڏي ڳالهہ دريافت ڪئي آهي جيڪا توکان علاوه ڪنهن بہ ڪانہ پڇي آهي ۽ اُها هيءَ آهي:

لَآ اِلٰـهَ اِلَّا اللهُ وَاللهُ اَكْبَرُ سُبْحَانَ اللهِ وَ الْحَمْدُ لِلّٰهِ وَ لَاحَوْلَ وَلَا قُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ عَزَّ وَ جَلَّ وَ اَسْتَغْفِرُاللهَ الْاَوَّلُ وَ الْاٰخِرُ وَ الظَّاهِرُ وَ الْبَاطِنُ لَـهُ الْمُلْكُ وَلَـهُ الْحَمْدُ بِيَدِهِ الْخَيْرُ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ.

جيڪو انهن ڪلمن کي ڏهہ پيرا صبح ۽ شام پڙهي، ان کي ڇهہ فضائل عطا ٿين ٿا. پهرين فضيلت هيءَ آهي تہ ان کي ابليس ۽ ان جي

لشکر کان محفوظ رکيو وڃي ٿو. ٻي رعايت هيءَ آهي تہ ان کي ثواب جو هڪ تمام وڏو خزانو ملي ٿو. ٽين رعايت هيءَ آهي تہ جنت ۾ انهي جو درجو بلند ٿئي ٿو. چوٿين ڳالهہ هي آهي تہ خدا ان جي ڪارين اکين وارين حورن سان شادي ڪرائيندو. پنجئين فضيلت هيءَ آهي تہ ٻارنهن ملائڪ ان جي لاءِ استغفار ڪندا آهن. ڇهين فضيلت هيءَ آهي تہ ان کي حج ۽ عمري جو ثواب ملندو. ان وقت ۽ ڏينهن جي ابتدائي ڀاڱي ۾ هيءَ دعا پڙهجي:

اَللّٰهُمَّ اَنْتَ خَلَقْتَنِيْ وَاَنْتَ هَدَيْتَنِيْ وَاَنْتَ تُطْعِمُنِيْ وَاَنْتَ تَسْقِيْنِيْ وَاَنْتَ تُمِيْتُنِيْ وَاَنْتَ تُحْيِيْنِيْ اَنْتَ رَبِّ لَا رَبِّيَ لِيْ سِوَاکَ وَلَا اِلٰـهَ اِلَّا اَنْتَ وَحْدَکَ لَاشَرِيْکَ لَکَ.

هيءَ بہ پڙهجي:

مَا شَاءَ اللّٰهُ لَاقُوَّةَ اِلَّا بِاللّٰهِ مَا شَاءَ اللّٰهُ کُلُّ نِعْمَـةٍ مِنَ اللّٰهِ مَا شَاءَ اَلْخَيْرُ کُلُّـهٗ بِيَدِ اللّٰهِ مَا شَاءَ اللّٰهُ لَايَصْرِفُ السُّوْءَ اِلَّا اللّٰهُ. حَسْبِيَ اللّٰهُ لَااِلٰـهَ اِلَّا هُوَ عَلَيْـهِ تَوَکَّلْتُ وَهُوَ رَبُّ اَلْعَرْشِ الْعَظِيْمِ.

انهن معمولاتن کانپوءِ رات جي استقبال جي لاءِ وضو ڪري سج لهڻ کان پهرين مستبعات پڙهي ۽ تسبيح ۽ استغفار ۾ اهڙي طرح مشغول ٿي وڃي جو جڏهن سج لهڻ لڳي تڏهن اهو تسبيح ۽ استغفار ڪندڙ هجي. سج لهڻ جي وقت سورة والشمس، والليل، سورة فلق، سورة والناس پڙهي ان کانپوءِ رات جو اهڙوئي استقبال ڪري جيئن تہ هن ڏينهن جو ڪيو هو.

خدا پاڪ فرمائي ٿو:

وَ هُوَالَّذِيْ جَعَلَ الَّيْلَ وَالنَّهَارَ خِلْفَـةً لِّمَنْ اَرَادَ اَنْ يَّذَّکَّرَ اَوْ اَرَادَ شُکُوْرًا. (فرقان - پ ١٩)

ترجمو: اهوئي آهي جنهن رات ۽ ڏينهن کي هڪ ٻئي جو جانشين ان جي لاءِ بنايو آهي جيڪو ذڪر ڪرڻ چاهي يا اهو شڪر گذار بنجي.

جهڙي طرح ڏينهن ڪانپوءِ رات ايندي آهي ۽ رات ڪانپوءِ ڏينهن ايندو آهي، اهڙي طرح هڪ بنده حق جو سلسلو بہ ذڪر ۽ شڪر جي وچ ۾ وابستہ رهي يعني هڪ ڪانپوءِ ٻيو ڪر ڪجي. انهن جي وچ ۾ ڪا ٻي شيءِ نہ اچڻ گهرجي جهڙي طرح رات ۽ ڏينهن جي وچ ۾ ڪابہ شيءِ حائل نہ هوندي آهي. ذڪر مٿي ڪان پيرن تائين دل جي اعمالن جو مجموعو آهي ۽ شڪر جو تعلق عضون ۽ حواسن سان آهي.

الله پاڪ فرمائي ٿو:

اِعْمَلُوْٓا اٰلَ دَاوٗدَ شُكْرًا. (پ ٢٦)

ترجمو: اي ال دائود! شڪر ڪريو.

باب ايڪونجاھون

# مريدن جا آداب

صوفين سڳورن وٽ مرشدن سان گڏ مريدن جي ادبن جي تمام وڏي اهميت آهي. انهي معاملي ۾ به اُهي رسول ڪريم ﷺ ۽ سندن اصحابن رضہ جي عمل جي پيروي ڪندا آهن. الله تعاليٰ فرمايو آهي:

يَاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا لَاتُقَدِّمُوْا بَيْنَ يَدَيِ اللهِ وَ رَسُوْلِهٖ وَ اتَّقُوْا اللهَ، اِنَّ اللهَ سَمِيْعٌ عَلِيْمٌ. (سورة حجرات - پ ٢٦)

ترجمو: اي ايمان وارؤ! الله ۽ ان جي رسول جي اڳيان نہ وڌو ۽ الله کان ڊڄو، ڇوته الله ٻڌندڙ ۽ ڄاڻندڙ آهي.

حضرت عبدالله بن زبير رضہ فرمائي ٿو تہ "بنوتميم قبيلي جو هڪ وفد پاڻ سردارن ﷺ جن وٽ آيو تڏهن حضرت ابوبڪر صديق رضہ فرمايو تہ "قصباع بن معيد رضہ کي امير بنايو". حضرت عمر رضہ فرمايو نہ! بلڪ اقراع رضہ بن جاليس امير هجي" انهي معاملي ۾ اُهي ايتري قدر جهڳڙڻ لڳا جو سندن آواز بلند ٿي ويو، انهي تي الله تعاليٰ مذڪوره بالا آيت نازل فرمائي: حضرت ابن عباس رضہ (انهي آيت جي تفسير ۾) فرمائي ٿو تہ انهيءَ مان مراد هيءَ آهي تہ "پاڻ سونهارن ﷺ جي گفتگو کان پهرين نہ ڳالهائيندا ڪريو" حضرت جابر رضہ فرمائي ٿو "ماڻهو پاڻ ڀلارن ﷺ کان پهرين قرباني ڪري وٺندا هئا، انهي لاءِ اُنهن کي منع ڪئي ويئي تہ اُهي پاڻ سونهارن ﷺ کان پهرين قرباني نہ ڪن" (انهي سلسلي ۾) هيءُ بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ ڪي حضرات هيئنئن چوندا هئا تہ ڪاش! ههڙين ۽ ههڙين ڳالهين جي باري ۾ وحي نازل ٿئي ها" حضرت عائشه رضہ هن آيت جي تفسير ۾ فرمائين ٿيون تہ "پنهنجي پيغمبر جي روزي رکڻ کان اڳ ۾

روزو نہ رکو".

کلبي رحہ جو قول آهي تہ انهي مان مراد هي آهي تہ قول ۽ عمل ۾ کنهن بہ شيءِ ۾ رسول الله ﷺ جن تي برتري نہ ڪريو جيئن تہ پاڻ ﷺ ئي اسان کي ڪنهن ڪم جو حڪم ڏين.

اهوئي طرزِ عمل مريد جو هئڻ گهرجي جو ان جو ڪوبہ ارادو ۽ اختيار باقي نہ رهي بلڪہ اهو پنهنجي ذات ۽ مال ۾ بہ مرشد (شيخ) جي مشوري ۽ حڪم کانسواءِ تصرف نہ ڪري، اسان مشائخيت جي باب ۾ ان جو تفصيل بيان ڪيو آهي. (مذڪوره آيت جي تشريح ۾) هيءُ بہ بيان ڪيو ويو آهي تہ اڳتي وڌڻ مان مراد هي آهي تہ رسول الله ﷺ جن کان اڳتي نہ هلو. حضرت ابوالدرداءَ رضہ فرمائي ٿو تہ هڪ ڀيري آئون حضرت ابوبڪر رضہ جي اڳيان هلي رهيو هوس تہ پاڻ ﷺ جن مونکي فرمايائون ڇا تون انهي جي اڳيان هلي رهيو آهين جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ توکان بهتر آهي".

هڪ ٻيو شان نزول بہ اهڙي طرح بيان ڪيو ويو آهي تہ هڪ ڀيري هڪ جماعت پاڻ سونهارن ﷺ جن جي محفل ۾ حاضر هئي، جڏهن پاڻ ﷺ کان ڪا ڳالهہ پڇبي هئي تہ اُهي ماڻهو خود بخود حضرت ﷺ جن کان پهرين ان جو جواب ڏيندا هئا، انهي ڪري کين انهي ڳالهہ کان منع ڪئي وئي.

## مرشد جي مجلس جا آداب

مرشد جي مجلس ۾ مريدن جي لاءِ بہ انهي قسم جا آداب مقرر آهن. مريد مرشد جي اڳيان بلڪل خاموش ويٺو رهي ۽ سندس روبرو ڪا ڇڱي ڳالهہ بہ نہ چوي، جيستائين اُهو مرشد کان اجازت طلب نہ ڪري ۽ انهي طرف کان اجازت نہ ملي. مرشد جي خدمت ۾ مريد جو مثال اهڙو آهي جيئن ڪو سمنڊ جي ڪناري تي ويٺو خدا جي طرفان رزق جو انتظار ڪري، اهو بہ ڪن ڏيئي ڪري ڪلامِ مرشد جي ٻڌڻ جي ڪري روحاني رزق جو انتظار ڪندو آهي، اهڙي طرح سندس عقيدو طلبِ حق جو مقام مستحڪم ٿيندو آهي. پر جڏهن اهو خود ڳالهہ ڪرڻ جو ارادو ڪندو تہ اهو جذبو ان کي مقامِ طلب کان موٽائي ونندو آهي. انهيءَ مان هيءَ خبر پوي ٿي تہ اهو پنهنجو پاڻ کي ڪجھ سمجهي ٿو، اها مريد جي وڏي زياتي ۽ غلطي آهي.

مريد کي پنهنجي لڪيل روحاني حالت کي واضح ڪرڻ جي لاءِ مرشد کان سوال ڪرڻ گهرجي، پر طالبِ صادق کي شيخ جي روبرو سوال ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي بلڪ اهو جيڪي چاهيندو آهي، ان کي ظاهر ڪري ڇڏيندو آهي ۽ مرشد خود ان کان صحيح ڳالهه معلوم ڪرائيندو آهي، پر شيخ مخلص انسانن جي روبرو پنهنجي قلب کي خدا ڏانهن متوجه ڪندو آهي ۽ انهن جي لاءِ بارانِ رحمت ۽ چڱائي جي دعا ڪندو آهي. انهي وقت سندس دل ۽ زبان انهن حق جي طالبن جي اهم احوالن جي گفتگو ۾ مشغول هوندي آهي.

جيڪي انهي جي فيض جا محتاج هوندا آهن، مرشد طالبِ حق جي قول مان انهي جي حالت جو صحيح اندازو لڳائيندو آهي. ڇوته قول هڪ ٻج (تخم) جي مثل آهي. جنهن کي زمين ۾ وڌو ويندو آهي، جيڪڏهن ٻج خراب هوندو ته ڪجهه به نه اڳندو. اهڙي طرح نفساني خواهش جي ملاوٽ سان ڳالهه بگڙي ويندي آهي.

مرشد جو ڪم هيءُ آهي ته اهو ڪلام جي تخم (ٻج) کي نفساني خواهش جي ملاوٽ کان پاڪ ڪري ۽ ان کي الله جي سپرد ڪري ان کان مدد ۽ هدايت جو خواهان هجي، ان ڪانپوءِ ڪا ڳالهه ڇوي. اهڙي طرح انهي جي گفتگو الله پاڪ جي مدد سان مڪمل صداقت جو نمونو بنجي ويندي آهي.

## مرشد جو درجو

مرشد مريدن جي لاءِ الهام جو محافظ آهي، جهڙي طرح حضرت جبرئيل عليه السلام وحي جو محافظ هو. جو هو وحي ۾ خيانت ڪونه ڪندو هو. اهڙي طرح مرشد به الهام ۾ خيانت نه ڪندو آهي ۽ جهڙي طرح پاڻ سردار ﷺ جن نفساني خواهش جي مطابق گفتگو نه فرمائيندا هئا، اهڙي طرح مرشد به ظاهر ۽ باطن ۾ پاڻ ڀلارن ﷺ جي پيروي ڪندو آهي ۽ نفساني خواهش جي مطابق ڪلام نه ڪندو آهي.

## نفساني خواهش جا سبب

ڳالهائڻ ۾ نفساني خواهش جا ٻه سبب هوندا آهن. اول ماڻهن جي دلين تي قبضو ڪرڻ ۽ ڪين پاڻ ڏانهن متوجه ڪرڻ، اها شيءِ مشائخن جي

شان جي خلاف آهي. پيو ڪلام جي شيرني ۽ لذت جي ڪري نفس جو غالب اچي خود پسند ٿيڻ. محققن وٽ اها به خيانت آهي.

انهي ڪري جڏهن مرشد زبان مان ڪجھ ڳالهائيندو آهي ته انهي وقت ان جو نفس ستل هوندو آهي ۽ الله پاڪ جي نعمتن جي مطالعي ۾ مشغول رهي ڪري نفساني غلبي جا فائدا يعني خودبيني ۽ خود پسندي ڪان محروم رهندو آهي، پر خود مرشد جي زبان تي باري تعاليٰ جي طرفان جيڪي ڪلمات صادر ٿيندا آهن، انهن کي اهو سامعين وانگر غور سان ٻڌندو آهي.

## موتي جي ڳولا

شيخ ابوالسعود رحہ پنهنجي الهام جي مطابق پنهنجن ساٿين سان گفتگو ڪندو ۽ فرمائيندو هو ته "آئون به اوهان وانگر اها گفتگو ٻڌان ٿو". هڪڙو ماڻهو جيڪو اُتي موجود هو، اها ڳالھ نه سمجهي سگهيو ۽ چوڻ لڳو ته "ڳالھ ڪرڻ وارو پنهنجي ڳالھ کي چڱي طرح سمجهي ٿو ۽ اهو اهڙي ٻڌندڙ سامع وانگر ڪيئن ٿي سگهي ٿو جيڪو ان ڪان اڻواقف هجي. انهي ڪري هو انهي ڳالھ کي ٻڌندو آهي. اهو چئي هو پنهنجي گهر واپس آيو. رات جو خواب ۾ ڏٺائين ته ڪو ماڻهو ڪيس هيئن چئي رهيو آهي:

"ڇا ٿوہو موتيءَ جي ڳولا ۾ سمنڊ ۾ ٽٻيون ڪونه ڏيندو آهي؟ بلڪ اُهو پنهنجي هٿاري ۾ سپن کي گڏ ڪندو آهي جن ۾ موتي موجود هوندا آهن، پر اهو انهن موتين کي ان وقت ڏسندو آهي جڏهن هو سمنڊ مان نڪري ايندو آهي. ان وقت جيڪي ڪناري تي هوندا آهن اُهي به موتين جي ڏسڻ ۾ برابر جا ڀائيوار هوندا آهن".

اُهو سمجهي ويو ته خواب ۾ شيخ موصوف جي ڳالهين ڏانهن اشارو ڪيو ويو آهي، انهي ڪري مريد جي لاءِ بهترين ادب هي آهي ته مرشد جي اڳيان مڪمل ماٺ اختيار ڪري، ايستائين جو مرشد ان جي قول ۽ فعل جي بهتري لاءِ خود نه ابتداء ڪري.

مٿين ذڪر ٿيل آيت جي سمجهاڻي ۾ هيءُ مفهوم به سمجهايو ويو آهي ته ڪوبہ پنهنجي مرتبي ڪان وڌيڪ مرتبو طلب نه ڪري. اهو به آدابِ مريد جو اهم حصو آهي ته مريد جي لاءِ اهوئي مناسب آهي ته هو پنهنجو

پاڻ کي مرشد کان اعليٰ رتبي طلب ڪرڻ جي لاءِ آماده نہ ڪري، بلڪ صرف پنهنجي مرشد محترم جي لاءِ سيني اعليٰ رتبن جو خواهان رهي ۽ انهي جي لاءِ سيني اعليٰ فيض ۽ برڪتن جو تمنائي رهي. اهڙي ئي موقعي تي مريد جي حسنِ عقيدت جا جوهر کلندا آهن. البتہ مريدن ۾ اها ڳالهہ تمام نادر آهي. پوءِ بہ مرشد سان حسنِ عقيدت جي ڪري ان کي سندس تمنائن کان وڌيڪ فيض حاصل ٿيندو آهي. ڇوتہ عقيدت ۽ ارادت جون حدون آدابن سان قائم ٿينديون آهن.

## ادب جي اهميت

شيخ سري سقطي رحہ فرمائي ٿو "حسنِ ادب عقل جو ترجمان آهي". شيخ ابوعبدالله بن خفيف رحہ فرمائي ٿو "مون کي شيخ رويم رحہ چيو تہ "اي منهنجا پٽ! پنهنجي عمل کي لوڻ ۽ پنهنجي ادب کي اَٽو بناءِ". ڇون تا تہ تصوف سراپا ادب آهي. اهڙي طرح هر وقت ۽ هر مقام جي لاءِ مخصوص ادب آهي. جيڪو ادب کي اختيار ڪندو آهي اُهو مرد ڪامل جي درجي تائين پهچندو آهي ۽ جيڪو ادب کان محروم رهيو اُهو قرب جي مقام کان دور ۽ قبول جي مقام کان مردود هوندو آهي.

الله پاڪ رسول ڪريم ﷺ جي اصحابن رضہ کي ادب سيکارڻ جي لاءِ هيءُ بہ ارشاد فرمايو "نبي ﷺ جي آواز تي پنهنجا آواز مٿانهان نہ ڪريو". (انهي جي شانِ نزول ۾ چيو ويو آهي) حضرت ثابت رضہ بن قيس بن شماس رضہ جي ڪن ۾ ٻوڙاڻ هئي ۽ وڏي آواز سان ٻڌندو هو. ڪنهن سان گفتگو ڪندو هو تہ تمام وڏي آواز سان ڳالهائيندو هو. جڏهن هو نبي ڪريم ﷺ جي سامهون ڳالهائيندو هو تہ پاڻ پيارن ﷺ کي ان جي آواز کان تڪليف پهچندي هئي. انهي لاءِ الله تعاليٰ مٿين ذڪر ڪيل آيت نازل فرمائي انهي ۾ پنهنجي ماڻهن کي ادب سيکاريو.

اسان کي پنهنجن استادن (مشائخن) جي سندن کان هيءَ حديث معلوم ٿي آهي تہ حضرت عبدالله رضہ بن زبير رضہ فرمايو تہ "اقرع بن حابس نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيو تڏهن حضرت ابوبڪر رضہ فرمايو تہ "اوهان ﷺ هن کي پنهنجي قوم جو حاڪم بنايو". حضرت عمر رضہ فرمايو "يارسول

الله ﷺ! هن کي حاکم نہ بنايو". اھڙي طرح اُھي پاڻ سونھارن ﷺ جي اڳيان ڳالھائيندا رھيا، ايستائين جو سندن آواز بلند ٿي ويا. حضرت ابوبکر رضہ فرمايو تہ "تون صرف منھنجي مخالفت ڪرڻ چاھين ٿو". حضرت عمر رضہ فرمايو تہ "منھنجي مرضي تنھنجي مخالفت ڪانھي. انھي تي الله تعالىٰ مٿين ذڪر ڪيل آيت نازل ڪئي." ان ڪانپوءِ جڏھن حضرت عمر رضہ پاڻ پيارن ﷺ جي اڳيان ڳالھائيندو ھو تہ سندس ڳالھہ ان وقت تائين ڪانہ ٻڌبي ھئي، جيستائين وٺانئن (دوبارہ) نہ پڇبي ھئي. چون ٿا تہ جڏھن ھيءَ آيت نازل ٿي تڏھن حضرت ابوبکر رضہ قسم ڪنيو تہ آئون رسول الله ﷺ جن جي سامھون ھڪ سرگوشي ڪرڻ واري ياءُ جي جيئن گفتگو ڪندس.

اھڙي طرح ھڪ مرشد جي اڳيان مريد جو ھيءُ طرز عمل ھجي تہ اھو نہ تہ وڏي آواز سان ڳالھائي نہ گھڻو کلي ۽ نہ گھڻي گفتگو ڪري سواءِ ھن صورت جي تہ مرشد (خود) ان کي اجازت ڏي ڇوتہ آواز کي مٿانھون ڪرڻ وقار جي پردي کي ڪٽي ڇڏي ٿو. البتہ جيڪڏھن وقار دل ۾ گھر ڪري وڃي تہ زبان تي مھر سڪوت لڳي ويندي آھي.

## مرشد جو ادب

ڪن مريدن تي پنھنجي مرشد جو ايتري قدر ادب ۽ رعب طاري رھندو آھي جو اُھي مرشد ڏانھن نظر کڻي ڏسي بہ ڪونہ سگھندا آھن. خود منھنجي ھيءَ حالت ھئي جو ھڪ ڀيري مون کي تپ آيو. انھي موقعي تي منھنجو چاچو ۽ مرشد محترم ابوالنجيب سھروردي رحہ گھر ۾ داخل ٿيو تہ ڪين ڏسندي منھنجو سڄو بدن پگھر ۾ شل ٿي ويو. ان وقت آئون بہ انھي ڪوشش ۾ ھئس تہ پگھر اچي تہ تپ ھلڪو ٿئي. اھڙي طرح مرشد محترم جي داخل ٿيڻ تي اھا ڳالھہ حاصل ٿي ويئي ۽ سندن آمد جي برڪت ڪان مونکي شفا ٿي ويئي.

ھڪڙي ڏينھن آئون گھر ۾ اڪيلو ھئس، اُتي اُھو رومال بہ رکيل ھو جيڪو مرشد محترم مونکي عنايت فرمايو ھو. ان کيَ پاڻ رحہ عمامہ (پڳ) جي طور تي ٻڌندا ھئا. اتفاق سان منھنجو قدم رومال تي پئجي ويو. انھي فعل کان منھنجي دل کي سخت تڪليف پھتي ۽ مرشد جي رومال کي

پيرن سان لتاڙڻ کان مون تي هيبت ۽ دهشت طاري ٿي. انهي وقت منهنجي اندرونِ قلب ۾ سندن عزت ۽ احترام جو جيڪو جذبو پيدا ٿيو هو اُهو مبارڪ جذبو هو.

شيخ ابن عطاءَ رحہ (مذڪوره بالا آيت جي توجيہ جي سلسلي ۾) فرمايو آهي تہ آواز مٿانهون ڪرڻ جي منع معمولي غلطي تي هڪ قسم جي ڌمڪي آهي. جيئن تہ ڪوبہ پنهنجي حد کان اڳتي وڌي عزت ۽ احترام ڪي ترڪ نہ ڪري ڇڏي. شيخ سهل رحہ فرمايو آهي تہ "پاڻ سونهارن ﷺ سان انهي وقتِ خطاب ڪريو جڏهن ڪا ڳالهہ پڇڻ چاهيو". شيخ ابوبڪر طاهر رحہ (مٿين ذڪر ڪيل آيت جي سمجهاڻي ۾) هيءُ فرمايو آهي تہ "پاڻ سونهارن ﷺ سان مخاطب ٿيڻ ۾ اڳواٽي نہ ڪريو ۽ عزت و احترام جي حدن ۾ رهندي پاڻ ڀلارن ﷺ جي ڳالهہ جو جواب ڏيو. جهڙي طرح اوهين هڪ ٻئي سان ڏاڍيان ڳالهائيندا آهيو. اهڙي طرح حضرت ﷺ جن جي سامهون گفتگو نہ ڪريو ۽ نہ پاڻ سونهارن ﷺ سان سخت آواز سان ڳالهايو ۽ نہ پاڻ سونهارن ﷺ کي نالي سان سڏيو يعني يا محمد. يا احمد نہ چئو جيئن تہ اوهين هڪ ٻئي کي ان جي نالي سان سڏيندا آهيو. بلڪ پاڻ ڀلارن ﷺ جي عزت ۽ احترام ڪريو (جيڪڏهن سڏڻ چاهيو تہ) هن طرح سڏيو "يا نبي الله" يا رسول الله ﷺ.

جيئن تہ مريد مرشد سان مذڪوره بالا طريقي سان مخاطب ٿئي ڇوتہ جڏهن وقار ۽ سنجيدگي قلب ۾ هوندي تڏهن اها زبان کي صحيح خطاب ڪرڻ جو طريقو سيکاريندي آهي. جيئن تہ قدرتي طور تي طبيعتن ۾ اولاد ۽ زال جي محبت هوندي آهي ۽ نفساني خواهش وقت ۽ موقعي جي لحاظ سان ڳالهہ گهڙي وٺنديون آهن. پر جيڪڏهن قلب حرمت ۽ وقار سان ڀرپور هوندو تہ اهو زبان کي صحيح عبارت آرائي سيکاريندو آهي.

## ثابت بن قيس رضہ جو واقعو

روايت آهي تہ جڏهن مذڪوره بالا آيت نازل ٿي تڏهن حضرت ثابت بن قيس رضہ رستي ۾ ويهي روئڻ لڳو. حضرت عاصم بن عدي رضہ وٽانئس لنگهيو تڏهن پڇيائين تہ، ثابت! ڇو روئي رهيو آهين؟ چيائين: مونکي ڊپ

آهي تہ مذڪوره بالا هيءَ آيت منهنجي باري ۾ نازل ٿي آهي، جنهن ۾ چيو ويو آهي:

"اوهين نبي (ﷺ) جي آواز تي پنهنجا آواز مٿانهان نہ ڪريو. ائين نہ ٿئي تہ اڻڄاڻائي ۾ اوهانجا اعمال ضايع ٿي وڃن. آئون رسولِ اڪرم ﷺ جن جي اڳيان ڏاڍيان ڳالهائيندو آهيان. مونکي انديشو آهي تہ منهنجو عمل ختم نہ ٿئي ۽ آئون دوزخي بڻجي وڃان".

اهو ٻڌي حضرت عاصم رضہ پاڻ ڀلارن ﷺ وٽ ويو، پر حضرت ثابت رضہ تي بدستور لڙڪن جو غلبو رهيو. اهو پنهنجي گهر واري جميله بنت عبدالله بن اُبي وٽ آيو ۽ کيس چيائين تہ "جڏهن آئون گهوڙي جي ڪُڙهہ منجهہ وڃان تڏهن دروازو بند ڪري قفل لڳائي ڇڏ". جيئن تہ هن قفل لڳائي ڇڏيو. جڏهن هوءَ اتان ڪان نڪتي تڏهن ان کي بہ ان جي حالت تي ترس آيو.

حضرت ثابت رضہ چيو تہ "آئون ڪونہ نڪرندس ايستائين جو الله مون کي موت ڏي يا مون کان رسول الله ﷺ خوش ٿين. جڏهن حضرت عاصم رضہ رسول الله ﷺ جن وٽ آيو تڏهن هن حضرت ثابت رضہ جو پورو حاصل ٻڌايو. پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو تہ وڃ ۽ کيس سڏي اچ. اهو ٻڌي حضرت عاصم رضہ اُتي آيو جتي ؐڪيس ڏٺو هئائين، پر هو اتي ڪونہ هو. انهي ڪانپوءِ هو ان جي گهر آيو ۽ کيس گهوڙي جي ڪُڙهہ ۾ ڏٺائين تڏهن چوڻ لڳو تہ "رسول الله ﷺ توکي سڏي رهيا آهن". هن چيو تہ دروازو ڀڃو. آخر اُهي ٻئي پاڻ سردارن ﷺ جن وٽ آيا. پاڻ ﷺ پڇيائون، اي ثابت! تون ڇو روئي رهيو آهين؟ هن عرض ڪيو تہ "آئون بلند آواز آهيان، مون کي هيءُ ڊپ آهي تہ هيءَ آيت منهنجي باري ۾ نازل ٿي آهي" پاڻ ﷺ فرمايائون تہ "ڇا تون هن ڳالهہ کان خوش ڪونہ آهين تہ سعادت منديءَ سان زندگي گذارين ۽ شهادت جو درجو حاصل ڪري جنت ۾ داخل ٿئين" هن عرض ڪيو تہ "آئون الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول ﷺ جي خوشخبريءَ کان مطمئن آهيان ۽ آئينده رسول الله ﷺ جن جي سامهون زور سان نہ ڳالهائيندس."

انهي تي هيءَ آيت نازل ٿي:

"جيڪي رسول الله ﷺ جي اڳيان پنهنجا آواز جهڪا ڪن ٿا، هي اُهي

ماڻهو آهن، جن جي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جو خدا امتحان ورتو آهي".

جڏهن مسيلمة الڪذاب[1] جي خلاف جنگ يمامه تي تڏهن ثابت بن قيس رضہ مسلمانن ۾ ڪمزوري ڏٺي، انهن جي هڪڙي جماعت ڪي شڪست تي تڏهن هو چوڻ لڳو "انهن ماڻهن تي افسوس آهي اُهي ڇا پيا ڪن؟" ان ڪانپوءِ حضرت ثابت رضہ، حضرت سالم بن حذيفه رضہ کي چيو تہ "اسان الله جي دشمنن جي خلاف رسول الله ﷺ جن جي اڳيان اهڙي طرح ڪمزوريءَ سان جنگ نہ ڪندا هئاسون". اهو چئي ٻئي ڄڻا بيهي رهيا ۽ لڙندا رهيا، ايستائين جو حضرت حذيفه رضہ شهيد ٿي ويو ۽ حضرت ثابت رضہ بہ رسول ڪريم ﷺ جن جي وعدي جي مطابق شهادت جو درجو حاصل ڪيو. ان وقت ڪين زرهہ پاتل هئي.

## حضرت ثابت رضہ جي ڪرامت

سندس شهادت ڪانپوءِ هڪڙي اصحابي ڪين خواب ۾ ڏٺو، تڏهن حضرت ثابت رضہ ان کي چيو تہ "توکي معلوم هئڻ گهرجي تہ فلاڻو مسلمان منهنجي زرهہ ڪڍي کڻي ويو آهي. اهو فوج جي فلاڻي پاڳي ۾ آهي. ان جو هڪڙو گهوڙو بہ آهي جيڪو اڳتي پوئتي ڇڳو ڊوڙندو آهي، انهي منهنجي زرهہ هنڌي جي هيٺان لڪائي آهي انهي ڪري تون حضرت خالد بن وليد رضہ وٽ وڃي انهي جو اطلاع ڪر جيئن تہ هو منهنجي زرهہ ورائي سگهي. پڻ خليفي حضرت ابوبڪر رضہ وٽ وڃي چوءُ تہ. "مون تي ڪجهہ قرض آهي، جيئن اهو منهنجو قرض ادا ڪري ۽ منهنجو فلاڻو غلام آزاد آهي".

(سندس هدايت جي مطابق انهي) اصحابي حضرت خالد رضہ کي اطلاع ڏنو، جيئن پاڻ بيان ڪيو هئائين، انهن کي زره ۽ گهوڙو مليو. جيئن تہ زرهہ هن ڪان واپس ورتي ويئي. ان ڪانپوءِ حضرت خالد رضہ انهي خواب جو اطلاع حضرت ابوبڪر صديق رضہ کي ڏنو ۽ پاڻ رضہ انهي جي مطابق سندس وصيت نافذ ڪئي".

---

(1) هيءُ اهو شخص آهي جيڪو نبي ڪريم ﷺ جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي مسلمان ٿيو هو. پر ان ڪانپوءِ خود نبي ٿيڻ جي دعويٰ ڪيائين. انهي جي جماعت ڏاڍي مضبوط هئي. حضرت ابوبڪر رضہ جي زماني ۾ انهي سان جنگ ٿي ۽ اهو مارجي ويو. (مترجم)

حضرت مالڪ بن انس رضہ فرمائي ٿو تہ "مونکي خبر ڪانهي تہ هن وصيت ڪانسواءِ ٻي ڪا وصيت ڪنهن جي مرڻ ڪانپوءِ پوري ٿي هجي". دراصل اها حضرت ثابت رضہ بن قيس جي ڪرامت هئي، جنهن جو ظهور سندس تقويٰ ۽ حسنِ ادب جي ڪري ٿيو. انهي ڪري هڪ طالبِ صادق انهيءَ مان سبق حاصل ڪري ۽ ان کي معلوم هئڻ گهرجي تہ انهي جو مرشد الله ۽ ان جي رسول جي يادگار آهي. انهيءَ ڪري پنهنجي مرشد تي ان جو اعتماد اهڙو هئڻ گهرجي، جهڙوڪ رسول الله ﷺ جن جي زماني مبارڪ ۾ پاڻ ﷺ يلارن ﷺ تي ڀروسو ڪيو ويندو هو.

## پرهيزگاريءَ جو امتحان

جڏهن هڪڙي جماعت ادب جا فرائض سرانجام ڏنا تڏهن الله پاڪ انهن جو حال ظاهري ڪري انهن جي هن طرح واکاڻ ڪئي "هي اُهي ماڻهو آهن جن جي پرهيزگاري جي ڪري الله انهن جي دلين جو امتحان ورتو". يعني هي اُهي ماڻهو آهن جن جي دلين کي آزمائي انهن کي اهڙو ڪرو ۽ نج ڪري ڇڏيو آهي جيئن تہ سون کي باهہ جي ذريعي پگهاري خالص ڪيو ويندو آهي ۽ جهڙي طرح زبان دل جي ترجمان هوندي آهي ۽ دل کي باادب رکڻ جي لاءِ الفاظن کي مهذب ۽ معقول بنايو ويندو آهي. اهڙي طرح مريد جا مرشد سان لاڳاپا هئڻ گهرجن.

شيخ ابوعثمان رحہ فرمائي ٿو "اڪابرن ۽ وڏن وڏن اولياءَ ڪرام جو ادب ڪرڻ انسان کي وڏن مرتبن تي پهچائي دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي عطا ڪندو آهي. جيئن تہ اوهان کي خبر آهي تہ ادب جي تعليم خدا ڏني آهي. اهو انهن مذڪوره بالا آيتن کان اڳتي هلي فرمائي ٿو:

وَ لَوْ اَنَّهُمْ صَبَرُوْا حَتّٰى تَخْرُجَ اِلَيْهِمْ لَكَانَ خَيْرًا لَّهُمْ. (حجرات - پ ٢٦)

ترجمو: ۽ جيڪڏهن ان وقت تائين اُهي صبر ڪن ها، جيستائين اوهان انهن جي لاءِ نڪرو تہ اهو انهن جي لاءِ بهتر هو.

إِنَّ الَّذِيْنَ يُنَادُوْنَكَ مِنْ وَّرَاءِ الْحُجُرَاتِ اَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُوْنَ. (حجرات ـ پ ٢٦)

**ترجمو:** حقيقت ۾ اُهي ماڻهو جيڪي اوهان کي حجرن پويان کان سڏين ٿا، انهن مان گهڻا سمجهن ڪونہ ٿا.

اهو بنوتميم جي وفد جو حال هو جيڪي رسول الله ﷺ جن وٽ اچي پڪاري چوڻ لڳا "اي محمد ﷺ! اسان وٽ ٻاهر اچو، ڇوتہ اسان جي تعريف زينت آهي ۽ اسان جي مذمت عيب آهي". پاڻ سونهارن ﷺ انهن جي اها ڳالهہ ٻڌي ورتي، انهي ڪري پاڻ سڳورن ﷺ ٻاهر اچي هنن کي چيو تہ "اها خدا جي ذات آهي جنهن جي مذمت عيب آهي ۽ ان جي تعريف زيب و زينت آهي". انهي واقعي جو هڪ ڊگهو قصو آهي، بهرحال اُهي پنهنجي شاعر ۽ خطيب کي وٺي آيا هئا، تڏهن حسان بن ثابت رضہ (شاعري ۾) ۽ مهاجرن ۽ انصارن جا نوجوان خطبي ۾ انهن تي غالب آيا هئا.

هن واقعي مان هڪ طالب حقيقت کي هيءُ سبق ملي ٿو تہ اهو مرشد وٽ اچي ۽ انهي ڏانهن پيش قدمي ڪرڻ ۾ ادب اختيار ڪري، جلدبازي کان ڪم نہ وٺي، بلڪ ان وقت تائين انتظار ڪري جيستائين مرشد پنهنجي خلوت گاه کان ٻاهر اچي.

## حضرت عبدالقادر رحہ جو طرز عمل

مون ٻڌو آهي تہ حضرت شيخ عبدالقادر رحہ جن وٽ جڏهن ڪو ملاقاتي ايندو هو تڏهن کين انهي جو اطلاع ڏنو ويندو هو. پاڻ رضہ دروازي جي هڪ ڪنڊ کولي نڪرندا هئا، انهي سان مصافحو ۽ سلام ڪندا هئا، پر وٽس ويهندا ڪونہ هئا، بلڪ سِڌا پنهنجي خلوت گاه ڏانهن هليا ويندا هئا، پر جڏهن ڪو اهڙو ماڻهو ايندو هو جيڪو درويشن جي ٽولي سان تعلق ڪونہ رکندو هو، تڏهن انهي وقت پاڻ نڪري انهي وٽ ويهندا هئا. هڪڙي درويش کي سندن اهو رويو ڪجهہ قدر برو محسوس ٿيو تہ پاڻ رحہ درويش وٽ نڪري ويهن ڪونہ ٿا، پر جيڪو درويش ڪونهي ان وٽ ويهن ٿا. انهي درويش جي انهي خيال جي خبر شيخ رحہ محترم تائين بہ پهچي

ويئي، تڏهن پاڻ رضه فرمايائون ته درويش سان اسان جو گهاٽو تعلق آهي ۽ اهو انهي جو مستحق به آهي. انهي سان ظاهري رسم ۽ رواج جي مطابق سلوڪ ڪيو وڃي ٿو، ڇوته جيڪڏهن انهي سان ظاهر داري نٿي ڪجي ته ان کي خوف (وحشت) ٿئي ٿو.

## مريد ۽ مرشد جا تعلقات

انهي ڪري هڪ طالب حقيقت جو فرض آهي ته مرشد سان باادب رهي پنهنجي ظاهر ۽ باطن کي چڱي طرح سنواري. شيخ ابو منصور مغربي رحه کان پڇيو ويو ته "اوهان شيخ ابوعثمان رحه جي صحبت ۾ ڪيستائين رهيا؟" چيائين "آئون انهن جي صحبت ۾ ڪونه رهيو هئس بلڪه مون سندن خدمت ڪئي هئي. ڇوته صحبت جو اطلاق روحاني ڀائرن ۽ ساٿين سان هوندو آهي، پر مشائخن جي خدمت ڪئي ويندي آهي".

مريد جي لاءِ هيءُ مناسب آهي ته جڏهن مرشد جي باري ۾ انهي کي ڪا تڪليف پيش اچي ته اهو حضرت خضر عليه السلام سان حضرت موسيٰ عليه السلام جي واقعي کي ياد ڪري ته ڪهڙي طرح حضرت خضر عليه السلام اهڙا ڪم ڪندو هو جن کي حضرت موسيٰ عليه السلام ناپسند ڪندو هو. پر جڏهن حضرت خضر عليه السلام انهن کي پنهنجن لڪيل رازن کان واقف ڪيو تڏهن حضرت موسيٰ عليه السلام جا اعتراض دور ٿي ويا، انهي ڪري جيڪڏهن پنهنجي بي علمي جي ڪري مرشد جو ڪوبه فعل ان کي ناگوار معلوم ٿئي ته (سمجهي وٺي ته) مرشد علم ۽ حڪمت جي زبان سان ان جي سمجهاڻي پيش ڪري سگهي ٿو.

حضرت جنيد بغدادي رحه جي هڪ ساٿي ڪانئن هڪ مسئلو پڇيو. حضرت جنيد رحه انهي جو جواب ڏنو، انهي تي هن اعتراض ڪيو تڏهن حضرت جنيد رحه فرمايو "جيڪڏهن توکي منهنجي ڳالهه جو يقين ڪونهي ته مون کان ڪناره ڪشي اختيار ڪر".

هڪڙي شيخ جو قول آهي "جيڪڏهن ڪو شخص واجب التعظيم هستيءَ جو احترام نٿو ڪري ته اهو ادب جي برڪت کان محروم آهي". چون ٿا ته جيڪو پنهنجي استاد کي انڪار (نفي) ۾ جواب ڏئي اُهو ڪڏهن

ٻه ڪامياب نه ٿيندو.

ترمذي جي حديث ۾ حضرت ابوهريرة رضه جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايائون ته جيڪا ڳالهه مون ڇڏي ان کي اوهان ٻه ڇڏي ڏيو ۽ جيڪا ڳالهه آئون بيـ ن ڪريان ان کي قبول ڪريو، ڇوته اوهان کان ٻهرين جيڪي ماڻهو گذريا آهن اُهي تمام گهڻا سوال ڪرڻ ۽ پنهنجن پيغمبرن سان اختلاف ڪرڻ جي ڪري هلاڪ ٿيا.

حضرت جنيد رحه فرمائي ٿو "مون شيخ ابوحفص رحه نيشاپوري وٽ هڪ بيحد خاموش انسان کي ڏٺو جيڪو ڳالهائيندو ڪونه هو، جڏهن مون سندس ساٿين کان پڇيو هيءُ ڪير آهي، تڏهن مون کي ٻڌايو ويو ته هيءُ انسان شيخ ابوحفص رحه سان گڏ رهندو آهي ۽ اسان جي خدمت ڪندو آهي، انهي اُن تي هڪ لک درهم خرچ ڪيا آهن ۽ وڌيڪ هڪ لک درهم قرض ڪٽي اُهي ٻه خرچ ڪيا ويا. پر شيخ ابوحفص رحه هن کي هڪ ڪلمون ڳالهائڻ جي اجازت ٻه نتا ڏين.

شيخ ابويزيد بسطامي رحه فرمائي ٿو آئون ابوعلي سندي جي صحبت ۾ رهيس آئون هن کي هن جي فرضن جي تلقين ڪندو هوس ۽ هو مون کي خالص توحيد ۽ تصوف جي تعليم ڏيندو هو.

شيخ ابوعثمان رحه فرمائي ٿو "آئون شيخ ابوحفص رحه وٽ ان وقت کان ويهڻ لڳو هوس جڏهن آئون اڃان نوعمر ڇوڪرو هئس. ابتداءَ ۾ هنن مون کي ڪدي ڇڏيو ۽ فرمايائون"مون وٽ نه ويهه، مون انهن جي ڳالهائڻ جو اهو اثر ڪونه ورتو جو پٺ ڏيئي هليو وڃان بلڪ انهن جي پنيان هلڻ لڳس، آخرڪار آئون وٺائڻ بلڪل گم ٿي ويس ۽ پڪو ارادو ڪيم ته انهن جي دروازي جي ويجهو هڪ کوهه کوٽي اُتي اندر ويهي رهان ۽ سندن اجازت کانسواءِ اتان کان نه نڪران. اهڙي طرح جڏهن انهن کي منهنجي حال جي معلومات ٿي تڏهن پاڻ وٽ سڏي نه صرف مونکي قبول ڪيائون پر آئون سندن خاص ساٿين ۾ ٻه شامل رهيس، ايستائين جو سندن وصال ٿي ويو.

صوفين سڳورن جي ظاهري ادبن جو هڪ اصول هي آهي ته مرشد جي موجودگيءَ ۾ مريد پنهنجو سجاده (نماز جو مصلو) ان وقت وڇائي سگهي ٿو جڏهن ته نماز جو وقت هجي. سبب هي آهي ته مريد جو ڪم هيءُ آهي ته

اهو پنهنجو پاڻ کي خدمت جي لاءِ وقف ڪري. پر سجاده نشيني، آرام طلبي ۽ حصول جاهه و عزت ڏانهن اشارو آهي. اُهو مرشد جي موجودگيءَ ۾ سماع جي وقت بہ ڪابہ حرڪت نہ ڪري، سواءِ هن صورت جي تہ اهو حد تميز کان خارج ٿي وڃي. بلڪ مرشد جو رعب ۽ ان جي هيبت مريد کي سماع جي حالت ۾ آزادانہ حرڪت ڪرڻ کان روڪي ٿي ۽ ان کي قابو ڪري ٿي. ان ڪانسواءِ جيڪڏهن مريد مرشد ڏانهن نگاه رکي ۽ انهي جي فيوض رباني جي مشاهدي ۾ مستغرق رهي تہ ان جا اهي عمل سماع ڏانهن متوجہ ٿيڻ کان بهتر آهي.

هڪ اصول ادب هي آهي تہ مريد مرشد کان پنهنجو حال ۽ پنهنجا فيوض رباني، ڪرامت ۽ اجابت (قبوليت) کي پوشيده نہ رکي. بلڪ پنهنجو اهو حال جنهن جو علم الله تعاليٰ کي آهي، مرشد جي اڳيان ظاهر ڪري ۽ جنهن جي اظهار کان شرمائيندو هجي ان جو اشاري ۽ ڪنايہ سان ذڪر ڪري، ڇوتہ جيڪڏهن مريد جو ضمير ڪنهن ڳالهہ کي لڪائي ۽ مرشد سان پنهنجو حال بيان نہ ڪري تہ انهي جي باطن ۾ هڪ ڳنڍ اچي ويندي آهي، پر مرشد سان ان جو اظهار ڪرڻ سان اُها ڳنڍ کلي پوندي آهي ۽ ان جي اندروني تڪليف دور ٿي ويندي آهي.

## مرشد تي مڪمل اعتماد

جڏهن ڪوبہ شخص مرشد جي صحبت ۾ ويهڻ چاهي تہ هيءَ ڳالهہ چڱي طرح سمجهي وٺي تہ مرشد هن جي اصلاح ۽ تلقين جو ذميدار آهي ۽ ٻي ماڻهو جي پيٽ ۾ هن جي گهٽي اصلاح ڪري سگهي ٿو. ڇوتہ جيڪڏهن اهو ٻي ڏانهن بہ نظر ڄمائي رکندو تہ اهو مرشد جي صحبت کان زياده مستفيد نٿو ٿي سگهي ۽ نہ ان جو ڪو قول مؤثر بنجي سگهي ٿو. انهيءَ لاءِ تہ مريد جو باطن مرشد جي روحاني فيض کي حاصل ڪرڻ جي لاءِ تيار ڪونهي (فيض انهي وقت حاصل ٿي سگهي ٿو) جڏهن تہ هو صرف هڪ ئي مرشد کي مڃي ۽ انهي جي فضيلت معلوم ڪري، انهي سان روحاني الفت جو تعلق قائم ڪري، ڇوتہ محبت ۽ الفت ئي مرشد ۽ مريد جي درمياني لاڳاپن جو زبردست واسطو آهي ۽ جيتري قدر ان ۾ محبت وڌيڪ هوندي،

ايتري قدر اُهو زياده روحاني فيض حاصل ڪري سگهندو. انهيءَ لاءِ ته محبت واقفيت جي علامت آهي ۽ واقفيت هم جنسي جي نشاني آهي ۽ هم جنسي روحاني فيض جو ذريعو آهي. حضرت ابو امامـة الباهلي رضـ جي روايت آهي ته رسول الله ﷺ جن فرمايائون "ڪنهن به ٻئي ڪي الله جي ڪتاب جي هڪڙي آيت سيکاري ته اهو ان جو موليٰ آهي ان ڪي گهر جي ته اهو ان ڪي خوار نه ڪري ۽ پاڻ ڪي ان تي ترجيح نه ڏئي. جيڪو اهڙو ڪم ڪري ٿو اهو اسلام جو هڪڙو رشتو ٽوڙي ٿو.

ادب جو هڪ اصول هي آهي ته مريد پنهنجن سيني ننڊن وڏن ڪمن ۾ مرشد جي هدايتن ۽ رجحانن جو خيال رکي ۽ ان جي اخلاقن، علم ۽ بردباري تي ڀروسو ڪري پنهنجين معمولي حرڪتن تي مرشد جي ناپسندي ڪي نظرانداز نه ڪري.

شيخ ابراهيم بن شعبان رحـ فرمائي ٿو "اسين ابو عبدالله رحـ مغربي جي صحبت ۾ رهندا هئاسون، اسين سيئي نوجوان هئاسون. پاڻ رحـ اسان ڪي جنگل ۽ بيابان ۾ وٺي ويندا هئا، ساڻن گڏ هڪ پوڙهو شخص به ويندو هو، جنهن جو نالو حسن هو. اهو ساڻن گڏ سترسال رهيو. جڏهن به اسان کان ڪا غلطي سرزد ٿي ويندي هئي، جنهن ڪان مرشد جو مزاج برهم ٿيندو هو، تڏهن اسان انهي پوڙهي شخص جي ذريعي سفارش ڪرائيندا هئاسون ۽ پاڻ رحـ خوش ٿي ويندا هئا.

## مرشد ڏانهن رجوع ڪرڻ

آداب مريدين جو هڪ اهم اصول هي به آهي ته مريد پنهنجي روحاني واقعن ۽ ڪشف تي مرشد ڏانهن رجوع ڪرڻ ڪانسواءِ ڀروسو نه ڪري ڇوته مرشد جو علم انهي ڪان زياده وسيع آهي ۽ انهي جو دروازو خدا ڏانهن وڏيڪ ڪشادو آهي. جيڪڏهن مريد تي خدا جي طرفان روحاني وارداتون نازل ٿين ته مرشد ان جي موافقت ڪندو ۽ ان ڪي جاري رکندو. ڇوته خدا جي طرفان ڪنهن به شيءِ ۾ اختلاف نٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن ڪو شڪ ۽ شبهو هوندو ته مرشد جي ذريعي ان جو ازالو ٿي سگهي ٿو. انهي طريقي سان مريد ڪي روحاني واردتن ۽ ڪشف جي باري ۾ صحيح علم ٿي

سگهي ٿو. ڇوته اهو ممڪن آهي ته روحاني واقعي جي سلسلي ۾ مريد جي اندر ڪو نفساني ارادو لڪيل هجي ۽ اهو پوشيده ارادو روحاني واقعي ۾ گڏجي وڃي، ڪٿي اهڙو واقعو خواب ۾ پيش اچي يا سجاڳي ۾. البته هيءُ هڪ عجيب ۽ غريب راز آهي جو مريد انهي ڳجهي نفساني جذبي کي خودبخود پاڙئون نٽو پٽي سگهي. انهي لاءِ جڏهن اِهو مرشد محترم سان انهي جو تذڪرو ڪندو آهي تڏهن اهو مريد جي پوشيده نفساني خواهش کي به معلوم ڪري وٺندو آهي. جيڪڏهن انهي جو تعلق حق تعاليٰ سان هوندو ته مرشد جي ذريعي ان جو ثبوت ملي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن ان واقعي جو پوشيده نفساني خواهش سان تعلق هوندو ته انهي جو ازالو ٿي ڪري مريد جو باطن صاف ٿي ويندو. ان جو وزن مرشد ڪٿي وٺندو. ڇوته انهي جي روحاني حالت مستحڪم آهي ۽ نه صرف بارگاه الاهي ۾ ان جي باريابي صحيح آهي، بلڪ معرفت خداوندي ۾ انکي ڪمال حاصل آهي.

## مناسب موقعي جي ڳولا ڪرڻ

آداب مريد جو هڪ اصول هي آهي ته جيڪڏهن مريد مرشد کان دين ۽ دنيا جي باري ۾ ڪا ڳالهه ڇوڻ چاهي ته مرشد سان گفتگو ڪرڻ ۾ جلدبازي کان ڪم نه وٺي ۽ اوچتو هن وٽ نه پهچي. بلڪ ان کي مرشد جي حالت جو اندازو لڳائڻ گهرجي ته هو انهي جي ڳالهه ٻڌڻ ۽ جواب ڏيڻ جي لاءِ آماده آهي ۽ ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جي لاءِ فارغ آهي يا نه؟ جهڙي طرح دعا جي لاءِ مقرره وقت ۽ مخصوص ادب ۽ شرط آهن، هي به خدائي معاملات آهن. انهي ڪري مرشد سان ڪلام ڪرڻ کان پهرين ان کي خدا کان دعا گهرڻ گهرجي ته اهو هن کي پنهنجي پسنديده ادب جي توفيق ڏي. الله تعاليٰ به رسول الله ﷺ جن جي اصحابن رضہ کي هن طرح هدايت ڪئي آهي:

## سوالن جي گهٽائي

"اي ايمان وارؤ! جڏهن اوهين رسول الله ﷺ جي سامهون سرگوشي ڪريو تڏهن پنهنجي سرگوشي جي وقت نذرانو پيش ڪريو". هن آيت جي

شان نزول ۾ حضرت عبدالله بن عباس رضہ فرمائي ٿو "ماڻهن رسول الله ﷺ جن کان ڪيترائي سوال ڪرڻ شروع ڪيا هئا، ايستائين جو اُهي سوال پاڻ ﷺ ڳالهه ڪان روڪيو. انهن جي ڏکيا لڳا ڇوته هو تمام- گهڻي اصرار سان سوال ڪندا هئا. انهي لاءِ الله تعاليٰ انهن کي ادب سيکاري انهي ڳالهه کان روڪيو، انهن کي حڪم ڏنو ته ان وقت تائين گفتگو نه ڪن، جيستائين نذرانو نه پيش ڪن. ڇون ته دولتمند حضرات پاڻ سونهارن ﷺ وٽ اچي محفل ۾ غريبن تي ائين ڇانئجي ويا جو پاڻ ﷺ کي انهن جي طويل گفتگو ۽ سرگوشيون ناگوارا معلوم ٿيڻ لڳيون. انهي لاءِ الله تعاليٰ گفتگو جي وقت هنن کي صدقو پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن اهو حڪم نازل ٿيو تڏهن سيئي ماڻهو گفتگو ڪرڻ ڪان باز آيا. غريب ماڻهو ته انهي ڪري ڪونه آيا جو هنن وٽ ڪجهه ڪونه هو. پر دولتمند به بخيلي جي ڪري رڪجي ويا. بهرحال اها صورتحال حضور ﷺ جن جي اصحابن کي ڏکي لڳي، انهي لاءِ سهولت لاءِ بي آيت نازل ٿي "ڇا اوهان کي هيءَ ڳالهه ڏکي لڳي آهي ته پنهنجي گفتگو ڪرڻ جي وقت نذرانو پيش ڪريو؟" ڇون ته جڏهن الله تعاليٰ نذرانو پيش ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو تڏهن انهي زماني ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه ڪانسواءِ ڪنهن به گفتگو نه ڪئي هئي، پاڻ رضہ هڪڙو دينار پيش ڪيائون جنهن کي پاڻ سونهارن ﷺ خيرات ڪيو.

حضرت علي ڪرم الله وجهه فرمائي ٿو "قرآن ڪريم ۾ هڪ اهڙي آيت آهي جنهن تي نه مون کان پهرين ڪنهن عمل ڪيو آهي ۽ نه پوءِ ڪو عمل ڪندو (انهي مان انهن جو اشارو مذڪوره بالا آيت ڏانهن آهي).

ڇون ته جڏهن هيءَ آيت نازل ٿي تڏهن پاڻ سونهارن ﷺ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي سڏائي پڇيو ته "صدقي (يا نذراني) جي باري ۾ اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي ته اهو ڪيترو هجي، ڇا هڪڙو دينار هجي؟ حضرت علي ڪرم الله وجهه جواب ڏنو "نه اُهي هيءَ برداشت ڪري نٿا سگهن" پاڻ ﷺ پڇيائون "پوءِ ڪيترو؟" حضرت علي ڪرم الله وجهه جواب ڏنو "هڪ جر يا هڪ جَو هئڻ گهرجي. پاڻ ﷺ فرمايائون "تون وڏو زاهد آهين". انهي ڪانپوءِ سهوليت ۽ اجازت جي مذڪوره بالا آيت نازل ٿي ۽ پهرين آيت منسوخ ٿي

ويئي. پر صدقي، حسنِ ادب ۽ عزت و احترام سان گفتگو ڪرڻ جي باري ۾ الله تعاليٰ جيڪي هدايتون نازل فرمايون آهن، اُهي منسوخ ڪونہ ٿيون آهن، بلڪ انهن جو فائدو ۽ فيض اجا تائين جاري آهي.

حضرتؓ عباده بن الصامت رضہ فرمائي ٿو "مون رسول الله ﷺ جن کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي "جنهن اسان جن وڏن جو احترام نہ ڪيو، ننڍن تي رحم نہ ڪيو ۽ اسانجي عالم جي حق شناسي ڪانہ ڪئي، اهو اسان جي جماعت مان ڪونهي". انهي ڪري علماءِ ڪرام جو احترام ڪرڻ توفيق ۽ هدايت خداوندي آهي ۽ ان کي ترڪ ڪرڻ خسارو ۽ سرڪشي آهي.

باب ٻاونجاهون

# مريدن سان مرشد جا معاملات

آدابِ مرشد جو هڪ اهم اصول هي آهي ته هڪ مخلص انسان ماڻهن ڏانهن پيشقدمي ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪري ۽ صرف پنهنجي پيروي ڪرائڻ جي لاءِ خوش اخلاقي ۽ سهڻي ڳالهائڻ سان ماڻهن کي پاڻ ڏانهن مائل نه ڪري، بلڪ جڏهن ڏسي ته الله تعاليٰ مريدن ۽ طالبانِ هدايت کي نيڪ نيتي ۽ حسنِ عقيدت سان انهي ڏانهن موڪلي رهيو آهي ته هن کي هيءُ احتياط رکڻ گهرجي ته ڪٿي اهو الله تعاليٰ جي طرفان آزمائش ۽ امتحان ته ڪونهي. ڇوته فطرتا انسان قبوليت عام ۽ شهرت جو شيدائي آهي. حالانڪ گمنام رهڻ ۾ وڏي عافيت آهي.

جڏهن مقرر وقت اچي ته هو پنهنجي روحاني حالت تي قابو ڪري ۽ الله تعاليٰ جي ذريعي جڏهن هن کي اهو معلوم ٿئي ته هو مريدن جي اصلاح ۽ هدايت جي لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي ته ان وقت اهو هنن سان اهڙي طرح گفتگو ڪري جهڙي طرح هڪ شفيق پيءُ پنهنجي پٽ کي نصيحت ڪندو آهي، جنهن ڪان ان کي دين ۽ دنيا ٻنهي جو فائدو پهچي ۽ جنهن مريد کي الله تعاليٰ ان ڏانهن موڪلي اُهو انهي جي باري ۾ الله تعاليٰ ڏانهن رجوع ڪري ۽ ان جي نگراني ۽ ڳالهائڻ جي سلسلي ۾ توفيقِ خداوندي جو طالب رهي. بلڪ جڏهن مريد سان ڪا ڳالهه ڪري ته انهي جي دل الله ڏانهن متوجه رهي ۽ صحيح ڳالهه چوڻ جي لاءِ هدايت جو طلبگار رهي.

## مرشد جي مزاج شناسي

منهنجو مرشد پنهنجن ڪن ساٿين کي هدايت ڏيندي فرمائيندو هو ته "اوهين ڪنهن درويش سان پنهنجي سڀ ڪان چڱي ساعت ۾ ڳالهيون ڪندا

ڪريو. هيءَ هڪ وڏي مفيد هدايت آهي، ڇوته سچي مريد جي ڪنن ۾ جيڪي الفاظ وڏا وڃن ٿا، اُهي اهڙن داڻن جي مثل آهن، جيڪي زمين ۾ وڌا وڃن ۽ جيئن اسان بيان ڪيو ته خراب داڻو تباهه ٿي ضايع ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح نفساني خواهش ڪلام ۾ خرابي پيدا ڪندي آهي. بلڪ نفسانيت جو هڪڙو ڦڙو علم جي هڪ سمنڊ کي گدلو ڪري ڇڏيندو آهي. اهڙي طرح اهلِ صدق ۽ عقيدتمندن سان گفتگو ڪرڻ کان اڳ قلب کي خدا کان مدد طلب ڪرڻ گهرجي، جهڙي طرح زبان قلب کان امداد جي طالب ۽ دل جي ترجمان هوندي آهي. اهڙي طرح سان دل ترجمان حق آهي. اهوئي سبب آهي ته بنده حق جون نگاهون هر وقت خدا ڏانهن لڳل رهنديون آهن ۽ اهو پوري ڌيان سان خدا جي پيغام کي امانت سان ماڻهن تائين پهچائيندو آهي.

انهي ڪري مرشد جي لاءِ ضروري آهي ته هو مريد جي حال کي چڱي طرح معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري. اهو پنهنجي ايماني نور ۽ علم و معرفت جي زور سان ان جي صلاحيت ۽ قابليت (استعداد) معلوم ڪري. ڪي مريد صرف عبادت گذاري ۽ جسماني عملن کي نيڪ ٻانهن جي طريقن تي سرانجام ڏيڻ جي صلاحيت رکندا آهن، پر ڪي طالبانِ حق خداوندي ۽ مقربان الاهي جي راهه تي پنهنجي اعليٰ روحانيت ۽ قلبي واردات جي بناءَ تي هلڻ جي پوري قابليت رکندا آهن. اهڙي طرح سيني ابرارن (گروهه اول) ۽ مقربن (گروهه دوم) جي آغاز ۽ انجام جون منزلون الڳ الڳ هونديون آهن. جيئن ته مرشد سيني جي باطني حالت جي نگراني ڪندو آهي ۽ هر شخص ان جي قابليت ۽ صلاحيت کان چڱي طرح واقف هوندو آهي.

عجب آهي ته هڪڙو هاري پنهنجي ٻني (ايراضي) ۽ ان جي وڻن کان چڱي طرح واقف هجي ۽ هر وڻ ۽ ان جي زمين کي سڃاڻندو هجي، بلڪ هر صنعتڪار پنهنجي پيشي جي نفعي ۽ نقصان کان چڱي طرح واقف هجي، ايستائين جو هڪ عورت به پنهنجي ڪپهه جي ٻڙي ۽ سٽ جي سنهائي ۽ ٿلهائي کان چڱي طرح واقف هجي، پر مرشد پنهنجي مريد جي حال ۽ ان جي صلاحيت کان اڻواقف هجي. حالانڪ پاڻ سونهارا ﷺ ماڻهن سان انهن جي فطري صلاحيت ۽ قابليت جي مطابق گفتگو فرمائيندا هئا ۽

هرهڪ کي سندس صلاحيت مطابق هدايت ڪندا هئا. پاڻ ﷺ ڪن ماڻهن کي مال خرچ ڪرڻ جو حڪم ڏيندا هئا ۽ ڪن ماڻهن کي فضول خرچي کان روڪيندا هئا. اهڙي طرح ڪن ماڻهن کي روزي ڪمائڻ جي هدايت ڏيندا هئا ۽ ڪن کي توڪلي روزي تي برقرار رکندا هئا. جيئن ته اصحاب صفه جو حال هو. رسول الله ﷺ جن ماڻهن جي مخصوص حالتن ۽ هرهڪ جي صلاحيتن کان چڱي طرح واقف هئا. پر جيستائين دعوت حق جو تعلق هو سا دعوت عام هئي، ڇوته سندن بعثت (اچڻ) جو مقصد اهوئي هو ته پاڻ ﷺ اسلام جي دليلن کي ثابت ڪن ۽ حق جي واٽ کي واضح ڪن. انهي لاءِ سندن ﷺ دعوت عالمگير هئي ۽ ڪنهن به هڪ گروهه لاءِ مخصوص ڪانه هئي.

## اڪيلائي ۾ رهڻ

آدابِ مرشد جو هڪ اهم اصول هي به آهي ته اهو پنهنجي خلوت خاص (اڪيلائي) جي لاءِ پنهنجي لاءِ اهڙو وقت مقرر ڪري، جڏهن هن وٽ مخلوقِ خدا جي آمد و رفت جي گنجائش نه رهي، جيئن ته ان جي خلوت خاص جو فيض جلوت (ماڻهن جي موجودگي) جي وقت جاري ٿي سگهي. اهو هيءُ خيال نه ڪري ته روحاني طور تي هو ايتري قدر طاقتور آهي جو مخلوق سان لڳاتار ميلاپ رکڻ ۽ انهن سان هميشه گفتگو ڪرڻ سان ان کي ڪوبه نقصان نٿو پهچي سگهي ۽ جيئن ته اهي شيون ان تي اثرانداز نٿيون ٿي سگهن، انهيءَ لاءِ ان کي اڪيلائي (خلوت) جي ضرورت به ڪانهي. حالانڪ پاڻ ڀلارن ﷺ جي روحاني حالت ڪمال جي درجي تائين پهتل هئي، پر تنهن هوندي به پاڻ ﷺ راتين جو اُٿي هميشه نماز پڙهندا هئا ۽ وقت ڪدي خلوت نشين ٿيندا هئا.

انساني طبيعت اصلاح ۽ نگراني کان بي نياز نٿي رهي سگهي، ڪٿي ان جو مقدار قليل هجي يا ڪثير، پر ڪيترين ئي فريب خورده قناعت پسند طبيعتون اهڙيون آهن، جيڪي ٿورڙي خوشدليءَ کي پنهنجو سڄو سارو سرمايه بنائي وٺنديون آهن، جيڪي انهن جي خوش اخلاقي ۽ نرميءَ مان فائدو وٺندي انهن وٽ ويهي گرهه ٿورڙي لڳندا آهن. اُتي اهڙا ماڻهو اچڻ

لڳندا آهن، جن جو مقصد دينداري ڪونہ هوندو آهي ۽ نہ اُهي پرهيزگاري جي واٽ تي هلڻ جي خواهش رکندا آهن. اهڙي طرح فتني جو دروازو کلندو آهي ۽ انهن جي دائره عمل ۾ فتور واقع ٿي پوندو آهي.

انهن حالاتن جي هوندي مرشد امدادِ الاهي کان بي نياز نٿو رهي سگهي. انهي ڪري جيڪڏهن اهو جسم ۽ دل ٻنهي ذريعن سان نيازمندانہ دعا نہ ڪري سگهي تہ گهٽ ۾ گهٽ دل سان خدا ڏانهن متوجہ رهي ۽ هر حرڪت ۽ گفتگو ۾ خدا جي اڳيان سر جهڪائي. فتنو انهي وقت پيدا ٿيندو آهي جڏهن روحانيت جا مغرور مدعي گفتگو ۾ ڍر ڏيندا آهن ۽ نفس جي صفتن کان اُتحائي جي ڪري عام ماڻهن سان انتهائي ميلاپ اختيار ڪندا آهن، بلڪ معمولي فيضِ خداوندي جي ذوڪي ۾ اچي مشائخن جي آداب کي بہ گهٽ ڪري ڇڏيندا آهن.

## خلوت ۽ جلوت

حضرت جنيد بغدادي رحہ پنهنجن ساٿين کي فرمائيندو هو "جيڪڏهن مون کي معلوم هجي ها تہ بہ رڪعتون نماز ادا ڪرڻ اوهان وٽ ويهڻ کان بهتر آهي تہ آئون توهان وٽ نہ ويهان ها" انهي ڪري جڏهن مرشد خلوت ۾ فضيلت ڏسي تڏهن گوشہ نشين ٿي وڃي ۽ جڏهن هي ڏسي تہ محفل ۾ ويهڻ ۾ فضيلت آهي تہ پنهنجن ساٿين وٽ ويهي. اهڙي طرح جلوت خلوت جي حفاظت جو ذريعو بنجي ان جي خلوت نشيني ۾ اضافي جو باعث بنجي سگهي ٿي. انهي معاملي ۾ پوشيده راز هي آهي تہ ماڻهو متضاد صفتن جو مجموعو آهي جيئن اسين پهرين بيان ڪري چڪا آهيون تہ اهو سفلي ۽ علوي صفتن جي درميان گشت ڪندو رهندو آهي. آخرڪار اهو حق جي مشغولين کان ڪڏهن ٿڪجي ويندو آهي، بلڪ هر ڪم ڪرڻ واري کي آرام ۽ تفريح جي ضرورت هوندي آهي. ڪڏهن اها تفريح عمل جي صورت ۾ هوندي آهي ۽ ڪڏهن ڪم کي بلڪل ترڪ ڪري ڇڏبو آهي. جيڪڏهن عمل جي صورت نہ هجي تہ مريد ۽ سالڪانِ طريقت نفس کي آرام ڏيڻ جي لاءِ بيڪاري ڏانهن مائل ٿا ٿين. پر جيڪو پيري جي رتبي تي فائز هوندو آهي اُهو پنهنجي آرام جي وقت بہ مخلوق خدا سان

مشغول هوندو آهي ۽ ان جي فرصت جي وقت کان عام ماڻهو فائدو وٺي ڪامياب ٿيندا آهن. مريدن وانگر هن جي فرصت جو وقت به ضايع ڪونه ٿيندو آهي، ڇوته مريد سستي ۽ ڪاهلي ڪانپوءِ وري روحاني سرگرمي ۽ طلب حقيقت جي جذبي سان خدا ڏانهن متوجه ٿيندو آهي. پر پير پنهنجي آرام ۽ فرصت جي وقت به ماڻهن کي فائدو پهچائي فضيلت حاصل ڪندو آهي. اهڙي طرح جڏهن اهو پنهنجي خلوت گاه خاص ۾ پهچندو آهي ته انهي جو نفس مريد درويشن جي روحاني سرگرمين ڪاڻ وڏيڪ تيار رهندو آهي. انهي لاءِ جڏهن هو جلوت کان خلوت ۾ ويندو آهي، تڏهن ان جي سڄي سستي دور ٿي ويندي آهي. ان جي دل (ديدار الاهي جي لاءِ) پياسي ۽ سراپا نور بنجي ويندي آهي ۽ ان جو روح اغيار جي ديد جي پريشانين کان آزاد ٿي ڪري انتهائي شوق ۽ سرگرميءَ سان دارالقرار جو رخ ڪندو آهي.

## سهڻا اخلاق ۽ عاجزي

مرشد جو هڪ مبارڪ فريضو هي به آهي ته پنهنجن عقيدتمندن سان خوش اخلاقي سان پيش اچي، بلڪ مشائخن جي ضروري تعظيم ۽ تڪريم جي حق کان دستبردار ٿي عاجزي اختيار ڪري.

شيخ رقي رحه فرمائي ٿو "آئون مصر جي هڪ مسجد ۾ درويشن جي هڪ جماعت سان ويٺو هئس ته ايتري ۾ شيخ زقاق رحه تشريف فرما ٿيو ۽ هڪ ٿنڀي جي ويجهو نماز پڙهڻ لڳو. اسان چيو ته جڏهن شيخ نماز کان فارغ ٿيو تڏهن خود اسان وٽ اچي سلام وارپائين. اسان عرض ڪيو ته "اسان ڪي شيخ کان پهرين سلام ڪرڻو هو" پاڻ فرمايائين "خدا ڪڏهن به منهنجي دل کي انهي عذاب ۾ ڪونه وڌو آهي ته آئون پنهنجو پاڻ کي انهي جو پابند بنايان ته منهنجي تعظيم ڪئي وڃي ۽ ماڻهو مون وٽ اچن".

آداب شيخ جو هڪ اصول هي به آهي ته اهو مريدن سان نرميءَ ۽ خوشطبعي جو سلوڪ ڪري. هڪڙي بزرگ جو قول آهي "جڏهن اوهين ڪنهن درويش کي ڏسو ته انهي سان نرمي سان پيش اچو. علم جي ذريعي ملڻ جي ڪوشش نه ڪريو، ڇوته درويش نرمي سان خوش ٿيندو آهي ۽ علم کان ان کي وحشت ٿيڻ لڳندي آهي، انهي ڪري جيڪڏهن مرشد انهي سان نرميءَ

سان پيش اچي ته مريد انهي جي برڪت ڪان آهستي آهستي علم مان به مستفيد ٿي سگهي ٿو. ان حالت ۾ ان سان علمي گفتگو ڪري سگهجي ٿي.

آداب شيخ جو هڪ اصول هي به آهي ته اهو پنهنجن ساٿين سان همدردي ڪري، چڱيلائي ۽ بيماري ٻنهي حالتن ۾ انهن جا حق ادا ڪري. هو انهن جي عقيدتمندي ۽ سچائي مان فائدو وٺندي انهن جي حقن ڪان بيپرواهي نه ڪري. هڪ بزرگ جو قول آهي ته "پاڻ ۾ محبت جي ڪري پنهنجي ياءُ جي حق تلفي نه ڪريو".

شيخ جريري رحه فرمائي ٿو "جڏهن آئون حج ڪان فارغ ٿيس تڏهن حضرت جنيد رحه سان پهرين مليس جيئن ته ڪين تڪليف نه ٿئي، ان ڪانپوءِ پنهنجي گهر آيس، جڏهن مون صبح جي نماز پڙهي ۽ پوئتي مڙندي ڏٺم ته حضرت جنيد رحه منهنجي پويان هو. مون چيو جناب والا! آئون پهرين سلام ڪرڻ جي لاءِ اوهان وٽ انهي لاءِ آيو هئس ته اوهان هتي اچڻ جي تڪليف نه گوارا فرمايو".

پاڻ فرمايائون "اهو اوهان جو حق هو ۽ هيءُ اوهان جي فضيلت هئي". مشائخن جو هڪ اصول هي به آهي ته جڏهن اهو مريد جي نفس تي ضابطگي ۽ ارادي جي سچائي ۾ ڪمزوري ڏسن تا تڏهن انهيءَ سان نرمي ڪندا آهن ۽ هن کي رخصت جي حد تي قائم رکندا آهن. ڇوته انهي ۾ وڏي ڀلائي آهي. جيستائين ٻانهو سهولت جي ديوار ڪي نه اورانگهي آزاد رهندو آهي. ان ڪانپوءِ جڏهن اهو ثابت قدم رهي ۽ درويشن جي صحبت اختيار ڪري سهولت جي نيڪ ڪمن جو عادي ٿي وڃي ته نرميءَ سان ان کي آهستي آهستي همت ۽ عزيمت جي مقام تي آندو ويندو آهي.

شيخ ابوسعيد بن الاعرابي رحه فرمائي ٿو "هڪڙو نوجوان جيڪو ابراهيم الصائغ جي نالي سان مشهور هو هڪ دولتمند پيءُ جو فرزند هو. اهو صوفين سڳورن ڏانهن متوجه ٿي شيخ ابو احمد القلانسي رحه سان رهڻ لڳو. شيخ ابو احمد وٽ جڏهن روپيه ڏوڪڙ ايندا هئا، تڏهن اهو انهي جي لاءِ نرم نرم ڦلڪا، ڦڳيل گوشت آڻيندو هو. پاڻ فرمائيندو هو ته هن اڃان هينئر دنيا ڇڏي آهي، جيئن ته اهو ناز و نعمت ۾ پليل آهي انهي لاءِ ضروري آهي ته هن سان نرمي اختيار ڪريان ۽ ان کي ٻين تي ترجيح ڏيان.

## بي لوث خدمت

مشائخن جو هڪ اصول هي به آهي ته اُهي مريدن جي مال ۽ خدمت مان مُستفيد ٿيڻ جي ڪوشش ڪانه ڪندا آهن، جيئن ته انهن جي زندگي الله تعالىٰ جي لاءِ وقف هوندي آهي، انهي لاءِ انهن جي ذات ۽ عوام ڪي هدايت ڪرڻ صرف خدا جي لاءِ هوندي آهي ۽ شيخ (مرشد) مريد جي اصلاح جي لاءِ جيڪو ڪم سرانجام ڏيندو آهي، اهو بهترين صدقو هوندو آهي.

حديث ۾ مذڪور آهي ته "جيڪو صدقو ڏنو ويندو آهي انهيءَ مان بهترين صدقو هيءُ آهي ته ماڻهن ۾ علم ڪي ڦهلايو وڃي".

الله تعالىٰ به خدائي ڪمن ڪي نفساني آلودگين ڪان محفوظ رکڻ ۽ خلوص جي اهميت جي اظهار جي لاءِ هن طرح بيان فرمائي ٿو:

اِنَّمَا نُطۡعِمُكُمۡ لِوَجۡهِ اللّٰهِ لَا نُرِيۡدُ مِنۡكُمۡ جَزَآءً وَّلَا شُكُوۡرًا. (دهر - پ ٢٩)

ترجمو: اسين اوهان ڪي الله جي رضامندي لاءِ کارايون ٿا. اسين اوهان ڪان بدلو ۽ شڪريه نٿا چاهيون.

انهيءَ لاءِ شيخ جي لاءِ اهو مناسب ڪونهي ته هو پنهنجي صدقي جو بدلو گهري سواءِ هن صورت جي ته الله جي طرفان ان ڪي حڪم ملي ته هو مريد جو نذرانو قبول ڪري يا مرشد مريد جي مصلحت انهيءَ ۾ ڏسي ته هو ان جي مال ۽ خدمت مان فائدو وٺي، جيئن ته مريد اڳتي هلي انهي جي ڪري مصيبتن ڪان محفوظ رهي.

## سڄو سارو مال خرچ ڪرڻ

خدا پاڪ فرمائي ٿو:

يُؤۡتِكُمۡ اُجُوۡرَكُمۡ وَلَا يَسۡـَٔلۡكُمۡ اَمۡوَالَكُمۡ. اِنۡ يَّسۡـَٔلۡكُمُوۡهَا فَيُحۡفِكُمۡ تَبۡخَلُوۡا وَ يُخۡرِجۡ اَضۡغَانَكُمۡ. (سورة محمد ﷺ پ ٢٦)

ترجمو: اهو اوهان ڪي اوهان جي مزدوري ڏيندو ۽ اوهان ڪان

اوهان جو سڄو مال نہ گھرندو. جيڪڏهن اوهان ڪان اوهان جو مال گهري ۽ انهي تي اصرار ڪري تہ اوهين بخيلي ڪندؤ ۽ اهو اوهانجن دلين جي ڪيني کي ظاهر ڪري ڇڏيندو.

حضرت قتاده فرمائي ٿو "الله تعاليٰ کي خبر آهي تہ مال جي خرچ ڪرڻ سان دلين مان ڪدورت نڪري ٿي، انهي لاءِ الله پاڪ ماڻهن کي آداب سيکاريا آهن ۽ الله جي آدابن جو رتبو تمام بلند آهي."

شيخ جعفر الخلدي رحہ فرمائي ٿو "هڪڙو ماڻهو حضرت جنيد رحہ وٽ آيو، هن چاهيو ٿي تہ پنهنجو سڄو مال صرف ڪري وٺن فقير ٿي ويهي رهي، تڏهن حضرت جنيد رحہ فرمايو تہ تون پنهنجو سڄو مال نہ خرچ ڪر، بلڪ پنهنجي گذاري جي لاءِ ڪجهہ رک ۽ جيڪو مال تو رکيو آهي انهي مان پنهنجو گذارو ڪر. تون حلال مال تلاش ڪر ۽ جيڪو تو وٽ آهي ان سڀ کي خرچ نہ ڪر، ڇوتہ مون کي انديشو آهي تہ ڪٿي تنهنجو نفس توکان مطالبو نہ ڪري".

جيئن تہ مرشد کي بہ ڪڏهن مريد جي خبر پئجي ويندي آهي تہ جيڪڏهن اهو سڄو مال خرچ ڪري ڇڏي تہ اهو روحانيت جي اهڙي درجي تائين پهچي سگھي ٿو جو انهي ڪانپوءِ ان جو مال ڏانهن رخ بہ نہ رهندو. اهڙي طرح اهڙي موقعي تي هو مريد کي اجازت ڏيئي سگھي ٿو تہ اهو سڄو مال خرچ ڪري ڇڏي. جهڙي طرح رسول الله ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ کي اجازت ڏني هئي ۽ پاڻ سونهارن ﷺ سندن سڄو مال قبول ڪيو هو.

## حڪمت عملي

جڏهن مرشد کي ڪنهن مريد ۾ بري ڳالهہ نظر اچي يا انهي جو ڏنگو حال ڏسي يا اهو محسوس ڪري تہ ان جي اندر خودنمائي ۽ گھمنڊ اچي ويئي آهي تہ انهي کي صاف طريقي سان منع نہ ڪري، بلڪ پنهنجن ساٿين سان گفتگو ڪندي وقت انهي برائي ڏانهن اشارو ڪري ۽ ان جي مذمت جو اجمالي سبب بيان ڪري، اهڙي طرح نہ صرف سيني کي فائدو پهچندو، بلڪ ان جو اثر بہ زياده هوندو ۽ ماڻهن کي دلجمعي بہ ٿي ويندي.

## درگذر ڪرڻ

جيڪڏهن مرشد مريد جي ڪنهن اهڙي ڪم ۾ ڪوتاهي ڏسي، جنهن جو هن حڪم ڏنو هو ته ان کي برداشت ڪري ۽ ان جو قصور معاف ڪري ڇڏي، ان ڪانپوءِ ان کي نرمي ۽ بردباريءَ سان انهي خدمت ڏانهن آماده ڪري. نبي ڪريم ﷺ جن به ان طرح ارشاد فرمايو هو. جيئن ته عبدالله بن عمر رضه کان روايت آهي ته هڪڙو ماڻهو پاڻ ڪريم ﷺ جن وٽ اچي عرض ڪرڻ لڳو، يارسول الله ﷺ! آئون پنهنجي نوڪر کي ڪيترا ڀيرا معاف ڪريان، فرمايائون "روزانه ستر ڀيرا".

مشائخن سڳورن جا اخلاق پاڻ ڪريمن ﷺ جي سهڻي پيروي جي ڪري سدريل آهن ۽ اهي ئي ماڻهو پاڻ پيارن ﷺ جي حڪمن ۽ فرضن ۽ ممنوعات جي باري ۾ پاڻ سونهارن ﷺ جي سنت کي زنده ڪرڻ جا زياده حقدار آهن.

## پرده پوشي ڪرڻ

مرشد سڳورا مريدن جا رازدار آهن. جيئن ته مريدن کي جيڪي ڪشف ۽ فيض حاصل ٿين، انهن جو رازدان يا ته انهن جو پالڻهار هوندو آهي، يا مرشد، ٻي ڪنهن کي ان جي خبر نه هئڻ گهرجي. البته مريد پنهنجي خلوت گاهه ۾ جيڪي مڪاشفات، الهام يا خلاف عادت شين جو مشاهدو ڪري ته مرشد کي گهرجي ته اهو ان جي اهميت کي گهٽائڻ جي ڪوشش ڪري ۽ ان کي سمجهائي ته هن قسم جي شين تي اعتماد ڪرڻ، خدا جي واٽ ۾ رڪاوٽ آهي، ان کان وڌيڪ فتوحات جو دروازو بند ٿي ويندو آهي، ان نعمت جو شڪرانو ادا ڪرڻ گهرجي، البته ان کانسواءِ ٻيون به بيشمار نعمتون آهن، انهي لاءِ مرشد کي گهرجي ته اهو مريد کي سمجهائي ته ان جو اصلي مقصد هي آهي ته هو منعم جي ڳولا ڪري نه هي ته صرف نعمت تي قناعت ڪري.

مريد جو راز يا ته خود هن کي معلوم هجي يا هن جي مرشد کي. اهو ضروري آهي ته راز کي ظاهر نه ڪرڻ گهرجي ڇوته راز کولڻ تنگدلي جي

نشاني آهي جيڪا عام طور تي عورتن ۽ بيعقل مردن ۾ ڏسبي آهي. بلڪ راز ظاهر ڪرڻ جو اصل سبب هيءُ هوندو آهي ته انسانن ۾ ٻه قوتون هونديون آهن، هڪ قوت اخذ (وٺڻ) ڪرڻ واري آهي ۽ ٻي ڏيڻ واري (عطيه) آهي. اهڙي طرح ٻئي طاقتون پنهنجي مخصوص ڪم ڪي سرانجام ڏيڻ ۾ لڳل هونديون آهن. جيڪڏهن الله پاڪ قوت معطيه (ڏيڻ واري) ۾ اها خاصيت نه رکي ها. جو اُها هر شيءِ کي ظاهر ڪري ڇڏيندي آهي ته راز ڪڏهن به ظاهر نه ٿين ها.

پوءِ به هڪ عقلمند انسان کان اها قوت پنهنجي فعل جو مطالبو ڪندي آهي تڏهن هو انهي کي قابو ڪندو آهي ۽ عقل جي ساهمي ۾ توري ان کي مناسب جڳهه تي رکندو آهي. جيئن ته مشائخن جا عقل پختا هوندا آهن. انهي لاءِ اُهي هن کان متانهان آهن جو راز کي ظاهر ڪن. مريد جي لاءِ به اهوئي مناسب آهي ته رازداريءَ کان ڪم وٺي، ڇوته ان جي صحت ۽ سلامتي انهي ۾ لڪيل آهي ۽ انهي جي ڪري سچن مريدن جي آمد و رفت ۾ تائيد ايزدي انهن جي حال سان شامل رهندي آهي.

## باب ٽيونجاهون

# صحبت جي حقيقت ان جي برائي ۽ فضيلت

## هم خيالي

صحبت جو اصل محرڪ هم خيالي آهي، ڪڏهن ان جو محرڪ عام وصفون هونديون آهن ته ڪڏهن وري خصوصي وصفون هونديون آهن. عام وصفون هي آهن ته هڪ انسان ٻي انسان ڏانهن مائل هجي. خاص وصفون هي آهن ته جيئن هڪ خاص قوم جا ماڻهو هڪ ٻئي ڏانهن مائل هجن. انهي ڪان به وڏيڪ مخصوص هم خيالي هي آهي ته نيڪ ماڻهن جو هڪ ٻئي ڏانهن لاڙو ۽ رجحان هجي ۽ گنهگار پاڻ ۾ هڪ ٻئي ڪان خوش هجن.

جڏهن اهو اصول معلوم ٿيو ته هم خيالي ڪٿي عام مفهوم ۾ هجي يا خاص مفهوم ۾ صحبت جو اصل بنياد آهي، ته جڏهن انسان ڪنهن جي صحبت ۾ ويهڻ چاهي ته هو پنهنجي دل کي کولي ۽ غور ڪري ته ڪهڙي شيءِ ان کي ٻي جي صحبت ڏانهن مائل ڪري ٿي. جنهن ڏانهن ان جو رجحان هجي، ان جي حالاتن کي شريعت جي ساهميءَ ۾ توري. جيڪڏهن ان جا حالات درست نظر اچن ته پنهنجو پاڻ کي مبارڪباد جو قابل سمجهي ته ان جي حالت بهتر آهي ڇوته الله تعاليٰ ان جي آئيني کي ايترو قدر روشن بنايو آهي جو هن جي ياءُ جي آئيني ۾ ان کي پنهنجي نيڪي جو حسن و جمال نظر اچي ٿو ۽ جيڪڏهن ان جا ڪم درست نه ڏسڻ ۾ اچن ته پنهنجو پاڻ کي ملزم سمجهي ۽ ملامت ڪري ڇوته هن جي ياءُ جي آئيني ۾ ان کي پنهنجي بدحالي نظر آئي آهي. هاڻي ان جي لاءِ اهوئي مناسب آهي ته اهڙي شخص ڪان انهي طرح پاسو ڪري. جهڙي طرح اهو شينهن ڪان (ڊڃي) ڀڄندو هجي، ڇوته جيڪڏهن اهي ٻئي گڏ رهندا ته انهن ٻنهي جي

تاريڪي ۾ ٽيڙاڻ ۾ واڌارو ٿيندو ويندو. پر جيڪڏهن ان کي پنهنجي ساڻي جي درستي جي خبر پئجي وڃي ۽ پنهنجي صلاحيت بہ ان کي معلوم ٿي پوي تہ اُهو پنهنجي ياءُ جي دل جي آئيني ۾ نيڪيءَ جو مشاهدو ڪندو.

اهو ذهن نشين رهي تہ عام هم خيالي جو رجحان طبعي رجحان آهي، پر ان مخصوص طريقي جو ميلان بعد ۾ هوندو آهي. البتہ انهن جي اثرن کان نفس کي ايتري قدر سڪون ۽ اطمينان حاصل هوندو آهي جو انهي مخصوص باهمي ميلان جا فائدا. طبعي رجحان تي غالب ايندا آهن ۽ انهي ۾ پنهي هم نشينن کي ايتري قدر خوشطبعي، راحت ۽ لذت حاصل ٿيندي آهي جو انهي خالص محبت ۽ محبت خداوندي ۾ صرف زاهد علماءَ ئي فرق محسوس ڪري سگهن ٿا.

ڪڏهن سچو مريد برن ماڻهن جي صحبت کان وڌيڪ نيڪ ماڻهن جي صحبت ۾ رهي ڪري خراب ٿي ويندو آهي. ان جو سبب هيءُ آهي تہ جيئن تہ برن ماڻهن جي برائي جو علم هوندو آهي، انهي لاءِ انهن کان پرهيز ڪبي آهي، پر نيڪ ماڻهن جي نيڪيءَ مان ڏوڪو ٿي پوندو آهي. ڇوتہ انسان، صلاحيت پسندي جي جذبي جي ماتحت انهن ڏانهن مائل ٿيندو آهي، پر انهن جي پاڻ ۾ محبت ايتري قدر وڌي ويندي آهي جو اُها خدا جي محبت ۽ صحبت جي راهہ ۾ حائل ٿي پوندي آهي. اهڙي طلب جي واٽ ۾ فتور ۽ حصولِ مقصد جي راهہ ۾ رڪاوٽ پيدا ٿي ويندي آهي. انهي ڪري هڪ طالب صادق کي هي نڪتو چڱي طرح سمجهڻ گهرجي جيئن تہ اهو صحبت جي صاف ترين اثر کي قبول ڪري ۽ انهن ڳالهين کي ڇڏي ڏي، جيڪي انهي جي مقصد جي واٽ ۾ حائل هجن.

## گوشہ نشيني

هڪ بزرگ فرمايو آهي تہ "اوهان کي برائي انهيَ کان ملي ٿي جنهن کي اوهين ڇاڻو ٿا". انهي ڪري بزرگن جي هڪ جماعت صحبت کي ناپسند ڪيو آهي ۽ گوشي نشيني ۽ تنهائي کي افضل قرار ڏنو آهي. ان جماعت ۾ حضرت ابراهيم بن ادهم رحہ، دائود طائي رحہ، فضيل بن عياض رحہ ۽ سليمان الخواص رحہ شامل هئا. بلڪ سليمان الخواص رحہ

جي باري ۾ هيءُ واقعو مذڪور آهي تہ جڏهن هڪ ڀيري ڪين چيو ويو تہ "شيخ ابراهيم بن ادهم تشريف فرما ٿيا آهن، ڇا اوهان انهن سان ملاقات ڪانہ ڪندؤ؟" چيائين تہ "جيڪڏهن ڪو خونخوار درندو مون وٽ اچي تہ اهو مون کي انهي کان وڌيڪ پسند آهي جو آئون ابراهيم بن ادهم رحہ سان ملاقات ڪريان، ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن آئون ساڻن ملندس تڏهن انهن سان چڱي گفتگو ڪندس ۽ نفس جي بهترين احوال کي ظاهر ڪري نفس کي پنهنجو پاڻ تي غالب ڪندس، انهي ۾ هڪ تمام وڏو فتنو آهي".

هيءُ ان شخص جو ڪلام آهي جيڪو پنهنجي نفس کي ۽ ان جي اخلاق کي چڱي طرح ڄاڻندو هو ۽ حقيقت بہ ائين ئي آهي تہ ٻن همنشينن ۾ هن ڳالهہ جو امڪان آهي، سواءِ انهن ماڻهن جي جن کي الله پاڪ محفوظ رکي.

حضرت ابوسعيد خدري رضہ کان روايت آهي حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايائون، عنقريب هڪڙو زمانو ايندو، جڏهن مسلمان جو بهترين مال رڍون ٻڪريون هونديون، جن کي وٺي اهو جبلن جي لاڪن ۽ پاٽي جي هيٺاهن علائقن ۾ ڦربدو وتندو ۽ هو پنهنجي مذهب کي فتنن کان بچائڻ جي لاءِ ڀڄندو رهندو".

الله تعاليٰ بہ پنهنجي خليل حضرت ابراهيم عليہ السلام جي زباني هن طرح ذڪر ڪيو آهي:

وَأَعْتَزِلُكُمْ وَمَا تَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللهِ وَأَدْعُوا رَبِّيْ. (سورة مريم - پ ١٦)

ترجمو: آئون اوهان کي ڇڏيان ٿو ۽ انهن شين کان بہ الڳ ٿيان ٿو، جن کي توهان الله کانسواءِ پڪاريو ٿا ۽ صرف پنهنجي پالڻهار کي پڪاريان ٿو.

اهڙي طرح انهن پنهنجي قوم تي گوشي نشيني جي ذريعي غالب اچڻ جي ڪوشش ڪئي. گوشي نشيني جا ٻہ قسم آهن. هڪ فرض ٻيو فضيلت، برائي ۽ برن ماڻهن کان الڳ رهڻ فرض آهي ۽ فضول ڳالهين ۽ فضول ماڻهن کان الڳ رهڻ فضيلت آهي، هيءُ بہ چٽي سگهجي ٿو تہ خِلوت عُزلت (گوشہ نشيني) کان مختلف آهي. خِلوت ٻئي کان الڳ رهڻ

ڪي چوندا آهن ۽ عـُزلت، نفس جي خواهشن ۽ الله ڪان غافل ڪرڻ وارين شين ڪان الڳ رهڻ جو نالو آهي. انهي لحاظ ڪان خلوت جو وجود عام آهي ۽ عـُزلت ڪمياب آهي.

## صحبت جا خطرا

شيخ ابوبڪر وراق رحہ فرمائي ٿو "جيڪي فتنا حضرت آدم عليه السلام جي زماني ڪان اسان جي زماني تائين پيدا ٿيا، اُهي سيئي ملڻ جلڻ ڪان پيدا ٿيا، انهن ڪان اهوئي محفوظ رهيو جنهن ملڻ جلڻ ڪان پرهيز ڪئي.

چون ٿا سلامتي جا ڏهہ حصا آهن، ان جا نوَ حصا خاموشيءَ ۾ موجود آهن ۽ هڪ گوشي نشيني ۾ آهي. ڪن حضراتن چيو آهي تہ "خلوت اصل بنياد آهي ۽ ملڻ جلڻ عارضي آهي. انهي ڪري اصل بنياد ڪي جهلڻ گهرجي ۽ صرف ضرورت جيترو ماڻهن سان ميلاپ رکڻ گهرجي، جڏهن ضرورت جي موقعي تي ماڻهن سان ملجي تڏهن خاموشي اختيار ڪجي ڇوتہ اهائي اصل بنياد آهي ۽ گفتگو عارضي شيءِ آهي. انهي لاءِ صرف ضرورت جي موقعي تي ڳالهہ ڪجي، ڇوتہ صحبت جا خطرا تمام گهڻا آهن. انهي ڪان محفوظ رهڻ جي لاءِ تمام گهڻي علم جي ضرورت آهي. بهرحال اختلاط ۽ صحبت ڪان بچڻ جي باري ۾ ڪيتريون ئي حديثون ۽ روايتون آهن. جن سان ڪتاب ڀريا پيا آهن.

ان سلسلي جي مڪمل ترين روايت حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جي آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "ماڻهن تي اهڙو زمانو ضرور ايندو، جڏهن ڪنهن دينددار جي دينداري محفوظ نہ رهندي، سواءِ هن جي تہ ڪو شخص پنهنجي دين ڪي وٺي هڪ ڳوٺ ڪان ٻئي ڳوٺ ڏانهن ۽ هڪ بلند جبل ڪان ٻئي بلند جبل ڏي ۽ هڪڙي ٻر ڪان ٻئي ٻر ڏانهن ڀڄندو رهندو جيئن هڪ لومڙي لڪندي ڦرندي آهي.

ماڻهن چيو يارسول الله ﷺ! اهو ڪڏهن ٿيندو؟ پاڻ ﷺ فرمايائون اهو ان وقت ٿيندو جڏهن روزي جو ذريعو گناهن ڪان سواءِ ڪنهن ٻي طريقي سان حاصل نہ ٿيندو. اهڙو زمانو ايندو تہ ان وقت مجرد رهڻ حلال هوندو. ماڻهن چيو تہ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، اوهان تہ اسان ڪي نڪاح ڪرڻ جو

حڪم ڏنو آهي. پاڻ ﷺ فرمايائون انهي زماني ۾ انسان جي هلاڪت پنهنجن والدين جي هٿن سان ٿيندي ۽ جيڪڏهن ان جا والدين نه هوندا ته ان جي زال ۽ اولاد جي هٿان ٿيندي، جيڪڏهن ان جا ٻار ٻچا نه هوندا ته اها هلاڪت ان جي عزيزن جي هٿان ٿيندي .ماڻهن چيو يارسول الله! اها ڪيئن ٿيندي؟ فرمايائون اُهي ماڻهو هن کي تنگي معاش تي شرم ڏياريندا ته هو پنهنجي طاقت کان وڌيڪ ڪم ڪندو. اهڙي طرح اُهي هن کي هلاڪت جي جڳهه تائين پهچائيندا".

## صحبت جي فضيلت

بزرگانِ سلف جي هڪڙي جماعت صحبت ۽ ڀائيچاري کي پسند فرمايو آهي. انهن جي راءِ آهي ته الله تعاليٰ ايمان وارن تي احسان رکيو آهي.

جيئن ته الله پاڪ جل شانه جو ارشاد آهي:

وَ اذْكُرُوْا نِعْمَةَ اللهِ عَلَيْكُمْ اِذْ كُنْتُمْ اَعْدَاءً فَاَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِكُمْ فَاَصْبَحْتُمْ بِنِعْمَتِهٖ اِخْوَانًا. (پ ۴ رکوع ۲)

**ترجمو:** ۽ الله جي ان نعمت کي ياد ڪريو جو اوهين دشمن هئا، انهي اوهان جي دلين کي ڳنڍيائين ۽ انهي جي مهرباني سان اوهين پاڻ ۾ ڀائر بڻجي ويا.

اڳتي هلي فرمايائين:

هُوَ الَّذِيْ اَيَّدَكَ بِنَصْرِهٖ وَ بِالْمُؤْمِنِيْنَ وَ اَلَّفَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ. لَوْ اَنْفَقْتَ مَا فِي الْاَرْضِ جَمِيْعًا مَّا اَلَّفْتَ بَيْنَ قُلُوْبِهِمْ وَلٰكِنَّ اللهَ اَلَّفَ بَيْنَهُمْ. (سورة انفال - پ ۱۰)

**ترجمو:** الله اهو آهي جنهن پنهنجي نصرت سان اوهان جي ۽ مؤمنن جي مدد ڪئي ۽ انهن جي دلين کي ڳنڍيائين اگر جيڪي ڪجهه زمين ۾ آهي، اهو سڀ ڪجهه خرچ ڪري ڇڏيو ها ته (انهي جي باوجود) اوهين انهن جي دلين ۾ الفت نٿي پيدا ڪري سگهيا. اهو الله ئي آهي، جنهن انهن ۾ اتحاد پيدا ڪيو.

صحبت ۽ خدائي ياپائيچاري کي حضرت سعيد بن المسيب رحہ ۽ عبدالله بن مبارڪ رحہ وغيره پسند فرمايو آهي. صحبت جو فائدو هي آهي تہ اها باطن جي مساماتن کي کوليندي آهي ۽ انسان کي انهي جي ذريعي مختلف حادثن ۽ واقعن جو علم حاصل ٿيندو آهي. چون ٿا تہ آفتن ۽ مصيبتن کان زياده باخبر اهوئي ٿي سگهي ٿو، جنهن تي وڏيڪ مصيبتون پيون هجن، انهي لاءِ علم محڪم ڪان باطن مستحڪم ٿيندو آهي ۽ مصيبتن جون جَکون لڳڻ سان صداقت پڪي ٿيندي آهي ۽ انسان پنهنجي قوت ايماني جي ذريعي انهن کان نجات حاصل ڪندو آهي.

صحبت ۽ ياپائيچاري جي ذريعي نہ صرف تعاون ۽ همدردي جو جذبو مستحڪم ٿيندو آهي بلڪ دل جو لشڪر طاقتور ٿيندو آهي ۽ روحون هڪ ٻئي جي روحاني خوشبوءِ سونگهي آرام ۽ چين حاصل ڪنديون آهن ۽ پنهنجي رفيق اعليٰ ڏانهن گڏجي روانيون ٿينديون آهن. ظاهر ۾ انهن جو مثال آواز سان ڏيئي سگهجي ٿو تہ گهڻا آواز گڏجي آسمان کي چيري ڇڏيندا آهن، پر هڪڙو آواز تنها هجي تہ منزل مقصود تائين بہ نٿو پهچي.

حديث شريف ۾ آيو آهي "مؤمن پنهنجي ڀاءُ سان گڏجي گهڻو ڪجهہ هوندو آهي". الله تعاليٰ انهن ماڻهن جو ذڪر ڪندي جن جو ڪوبہ دوست نہ هجي فرمايو آهي:

فَمَا لَنَا مِنْ شَافِعِيْنَ وَلَا صَدِيْقٍ حَمِيْمٍ. (سورة شعراءَ ـ پ ١٩)

ترجمو: اسان جو ڪوبہ سفارشي ڪونهي ۽ نہ ڪوبہ همدرد دوست آهي.

مذڪوره بالا آيت ۾ حميم جو لفظ دراصل هميم هو، پر حروف حلقيہ ۽ هم مخرج هجڻ جي ڪري ان کي حائي حطي ۾ بدلايو ويو، انهي جو مفهوم آهي، اهڙو شخص جيڪو پنهنجي ڀاءُ جي ڪم جي لاءِ ڪوشش ڪري، ڇوتہ دوست جي ضروري ڪمن جي لاءِ ڪوشش ڪرڻ حقيقي دوستي آهي.

حضرت عمر رضہ فرمائيندو هو تہ: "جڏهن اوهان مان ڪو پنهنجي ڀاءُ جي طرفان محبت جو اظهار ڏسي تہ ان کي مضبوطيءَ سان جهلي، ڇوتہ اها

محبت تمام گهڻ ماڻهن کي نصيب ٿيندي آهي."

ڪنهن شاعر ڪهڙو نه چڱو چيو آهي: "جيڪڏهن اوهان کي پنهنجي زماني ۾ صرف هڪڙو سچو دوست ملي وڃي ته سمجهو ته اوهان جو مقصد حاصل ٿي ويو، پر هڪ سچو دوست به ڪٿي ٿو ملي".

## پاڻ ۾ گڏجي عبادت ڪرڻ

الله تعاليٰ هڪ ڀيري حضرت دائود عليه السلام کي فرمايو "اي دائود! ڪهڙي ڳالهه آهي جو توکي گوشه نشين ڏسان ٿو؟" پاڻ عليه السلام چيائين "اي خدا مون تنهنجي خاطر مخلوق کان نفرت اختيار ڪئي آهي، انهي تي الله پاڪ هيءَ وحي نازل فرمائي "اي دائود! تون بيدار ۽ هوشيار رهي پنهنجي لاءِ دوست تلاش ڪر ۽ جيڪو دوست منهنجي رضامندي نه چاهي ان کي ڇڏي ڏي، ڇوته اهو دشمن آهي، اهو تنهنجي دل کي سنگدل بنائيندو ۽ توکي مون کان دور ڪندو".

حديث ۾ به آيو آهي ته "اوهان مان اُهي ماڻهو خدا جا محبوب آهن، جيڪي ماڻهن سان محبت ڪن ٿا ۽ ٻيا ماڻهو به اُنهن سان محبت ڪن ٿا، جيئن ته هڪ مؤمن همدرد ۽ هردلعزيز هوندو آهي".

## محبت ۽ عزلت

هن ۾ هڪ باريڪ نڪتو پوشيده هيءُ آهي ته هن حديث جو مطلب هي ڪونهي ته جنهن تنهائي ۽ گوشي نشيني اختيار ڪئي هجي، انهي مان اها خاصيت ويندي رهندي آهي يعني نه ته اهو محبت ڪندو آهي ۽ نه ماڻهو انهي سان محبت ڪندا آهن، بلڪ نبي ڪريم ﷺ جن هن ۾ فطري عادت ڏانهن اشارو ڪيو آهي ته جيڪي ماڻهو صلاحيت ۽ استعداد، عقل ايمان ۽ معرفت ۾ ڪامل ترين آهن، انهن ۾ هي فطري اخلاق به زياده مڪمل طريقي سان ڏنا وڃن ٿا، بلڪ انهي خصوصيت ۾ نبين سڳورن ۽ اوليائن ڪرامن کي سڀني کان وڌيڪ حصو مليو آهي ۽ انهن سڀني کان وڌيڪ ڪامل اسانجا نبي سڳورا هئا. نبين ۾ جيڪي زياده محبت ڪرڻ وارا هئا، انهن جا پيروڪار به وڌيڪ هئا. جيئن ته اسان جا نبي سڳورا سڀ

ڪان وڌيڪ مخلص محبت ڪندا هئا. انهي لاءِ پاڻ سونهارن ﷺ جا پيروڪار به سڀ کان وڌيڪ ٿيا. جيئن ته پاڻ پيارن ﷺ فرمايو "اوهين نڪاح ڪريو ته اوهان جي گهڻائي هوندي، ڇوته قيامت جي ڏينهن آئون ٻين قومن تي انهي گهڻائي (ڪثرت) جي ڪري فخر ڪندس".

الله پاڪ به پاڻ ڪريمن ﷺ جي انهن اخلاق حسنه کي هن طرح بيان ڪيو آهي: "جيڪڏهن اوهان بدخلق ۽ سنگدل هجو ها ته ماڻهو اوهان وٽان ڀڄي وڃن ها".

پوءِ به هي واقعي آهي ته ان عالمگير محبت جي جذبن جي باوجود پاڻ سونهارن ﷺ گوشي نشيني اختيار ڪئي، ڇوته جن ۾ اها وصف جيتري قدر زياده مستحڪم ۽ مڪمل هوندي، ايتري قدر زياده ابتداءَ ۾ اهو عزلت نشيني (گوشي نشيني) کي اختيار ڪندو. انهي لاءِ پاڻ ڪريمن ﷺ کي ابتدائي زندگي ۾ خلوت نشيني مرغوب هئي ۽ غار حرا ۾ ڪيترين ئي راتيون خلوت نشين ٿي عبادت ڪندا هئا. انهي ڪري گوشه نشيني محبت جي جذبي جو خاتمو ڪونه ٿي ڪري ۽ جن ماڻهن هيءُ خيال ڪيو عزلت انهي جذبي کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي. اهي مغالطي ۾ آهن. انهن عزلت کي ترڪ ڪري هيءَ فضيلت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر اها انهن جي غلطي آهي.

انبياءَ ۽ اولياءَ جن جي اندر محبت خلائق جو جذبو قوي تر هوندو آهي، اُهي عزلت نشيني کي اختيار ڪندا آهن. انهي ۾ هيءُ راز پوشيده آهي جو جيئن اسان باب جي شروع ۾ بيان ڪيو. انسان ۾ قدرتي طور تي عام مفهوم جي مطابق پنهنجن هم جنسن ڏانهن رغبت ڏسجي ٿي. جڏهن دانشورن کي انهي ڳالهه جي خبر پوندي آهي تڏهن الله پاڪ انهن ۾ خلوت ۽ عزلت نشيني جو شوق پيدا ڪندو آهي، جيئن ته اُهي عام معنائن ۾ پنهنجن هم جنسن ڏانهن ميلان طبع سان پنهنجي نفس کي پاڪ ۽ صاف ڪن ۽ بلند همتن طبعي رجحان کي ڇڏي روحاني محبت ڏانهن ارتقا پذير ٿين. جڏهن اُهي تصفيه نفس جو پورو حق ادا ڪري وٺندا آهن، تڏهن روح ٻيهرين حقيقي محبت جي ماتحت پنهنجن هم جنسن ڏانهن مائل ٿيندا آهن ۽ جڏهن خدا پاڪ انهن کي مخلوق ڏانهن دوباره موڪليندو آهي تڏهن انهن

جو ماڻهن سان ملڻ جلڻ جو طريقو پاڪيزه ٿي ويندو آهي، بلڪ پاڪيزه نفس انوار روحاني سان روشن ٿي ويندا آهن ۽ انهن ۾ ڪامل فطري محبت جو جذبو هن صورت ۾ ظاهر ٿيندو آهي جو اُهي خدا جي بندن سان محبت ڪندا آهن. اهڙي طرح جيڪو شخص باهمي محبت جي اصول تي عمل پيرا هجي انهيءَ وٽ گوشي نشيني وڏي اهميت رکي ٿي.

هن مسئلي ۾ ڪن ماڻهن غلطي ڪئي آهي ۽ صحبت و عزلت کان واقفيت جي بغير عزلت جي مطلقا مذمت ڪئي آهي. حالانڪ عزلت بہ پنهنجي مناسب وقت تي پسنديده آهي ۽ صحبت بہ پنهنجي مناسب وقت تي درست آهي. انهي ڪري هن ڳالهہ کي ثابت ڪرڻ جي لاءِ جيڪو گوشي نشيني اختيار ڪري ٿو. اهو باهمي محبت جي اصول تي عمل پيرا آهي. سڀ کان وڏو دليل حضرت محمد بن الحنيفيہ رحہ جو هيءُ قول آهي:

"اهو شخص عقلمند ڪونهي جيڪو ڪنهن اهڙي شخص کان جنهن سان گڏجي رهڻ ان جي لاءِ ضروري هجي، ان وقت تائين نياهي نہ سگهي، جيستائين خدا ان کان ڇوٽڪاري جي ڪا بہ صورت نہ ڪڍي".

## همدرد دوست

بشر بن حارث رحہ فرمائيندو هو "جڏهن خدا جو ٻانهو خدا جي اطاعت ۾ ڪوتاهي ڪندو تہ الله تعاليٰ ان کان ان جي همدرد کي کسي وٺندو آهي. انهي ڪري الله تعاليٰ پنهنجي مهرباني سان پنهنجن مخلص ٻانهن کي فوري طور تي ثواب ڏيڻ جي لاءِ مخلص ۽ همدرد دوست مهيا ڪندو آهي. اهڙو مونس ۽ همدرد دوست بہ ڪين فيض پهچائيندو آهي، جيئن تہ مشائخن جو ڪم آهي ۽ ڪڏهن خود انهي کان فيض حاصل ڪندو آهي جيئن تہ مريدن جو طريقو آهي.

صحيح خلوت نشين کي مونس ۽ همدرد دوست کانسواءِ ڪونہ رکيو ويندو آهي. جيڪڏهن اهو پنهنجي ڪم ۾ڪوتاهي ڪري رهيو هجي تہ الله تعاليٰ اهڙي شخص کي همدرد بنائي موڪليندو آهي جيڪو ان جي روحانيت جي تڪميل ڪري ۽ جيڪڏهن انهي ۾ ڪوتاهي ڪانهي تہ الله تعاليٰ مريدن مان ڪنهن کي ان جو مونس بنائيندو آهي. اها محبت عام

قسم جي محبت ڪانہ هوندي آهي بلڪ خدا جي طرفان صرف خدا جي رضا جوئي لاءِ قائم هوندي آهي.

## پاڻ ۾ محبت ڪرڻ جي فضليت

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جي روايت آهي تہ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايائون "اُهي ماڻهو جيڪي صرف خدا جي راضپي جي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا (قيامت جي ڏينهن) سرخ ياقوت جي ٿنين تي هوندا ۽ انهن ٿنين جي چوٽين تي ستر هزار بالا خانا هوندا. اهي بهشت وارن کي ڏسندا ۽ انهن جو حسن و جمال بهشت وارن جي اڳيان اهڙو چمڪندو، جيئن تہ دنيا وارن تي سج چمڪي ٿو. اهڙي طرح جنت وارا چوندا "اسان کي وٺي هلو جيئن تہ اسين انهن ماڻهن کي ڏسون جيڪي صرف خدا جي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا". جڏهن اُهي اهلِ جنت کي ڏسندا تہ بهشت وارن تي انهن جو حسن و جمال اهڙو روشن ٿيندو، جيئن تہ سج دنيا وارن تي چمڪي ٿو. انهن کي سائي ريشم جا ڪپڙا پاتل هوندا ۽ انهي جي پيشاني تي لکيل هوندو "هي ماڻهو خدا پاڪ جي لاءِ پاڻ ۾ محبت رکن ٿا".

حضرت ابو ادريس خولاني رحہ حضرت معاذ رضہ کي چيو تہ "آئون توسان صرف خدا جي لاءِ محبت ڪريان ٿو. پاڻ چيائون "توکي خوشخبري ۽ بشارت هجي، ڇوتہ مون پاڻ ڪريمن ﷺ کي فرمائيندي ٻڌو آهي: ڪن ماڻهن جي لاءِ قيامت جي ڏينهن عرش جي چوڌاري ڪرسيون لڳايون وينديون، انهن جا چهرا چوڏهين رات جي چانڊوڪي جي جيئن هوندا. ان وقت ماڻهو پريشان هوندا. پر انهن تي پريشاني جو ڪوبہ اثر ڪونہ هوندو. ماڻهن تي خوف ۽ هراس ڇانيل هوندو پر اُهي بلڪل نہ ڊڄندا. اهي اولياءَ الله آهن جن کي نڪو خوف هوندو ۽ نڪو رنج. ماڻهن پڇيو تہ "اهي ڪير آهن" فرمايائون "اهي اُهي ماڻهو آهن جيڪي خدا پاڪ بزرگ برتر جي لاءِ هڪ ٻئي سان محبت ڪن ٿا".

حضرت عبادة بن الصامت رضہ جي روايت آهي تہ پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو تہ "خداءِ بزرگ برتر فرمائي ٿو: "منهنجي محبت انهن ماڻهن جي لاءِ مستحق هوندي، جيڪي منهنجي لاءِ پاڻ ۾ محبت رکن ٿا، منهنجي لاءِ

هڪٻئي سان ملاقات ڪن ٿا. منهنجي لاءِ هڪ ٻئي تي مال خرچ ڪن ٿا ۽ صدقو ڏين ٿا".

حضرت سعيد بن المسيب رحہ جي روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايائون "ڇا مان توهان کي اُهو عمل نہ ٻڌايان جيڪو تمام گهڻيون نمازون پڙهڻ ۽ صدقو ڏيڻ کان بهتر آهي؟ عرض ڪيائون "اُهو ڇا آهي؟" پاڻ سونهارن ﷺ فرمايائون اهو (عمل) ٻن ماڻهن جي وچ ۾ صلح ڪرائڻ آهي. اوهين بغض ۽ عداوت کان بچو ڇوتہ اهو دين کي خراب ڪري ڇڏيندو آهي".

حضرت ابو مسلم رحہ فرمائي ٿو تہ مون حضرت ابوهريرة رضہ کي هڪ حديث بيان ڪندي ٻڌو آهي، جنهن ۾ بغض ۽ عداوت کان ڊيڄاريو ويو آهي. اُها هي آهي تہ ڪوبہ گوشي نشين ماڻهن کان نفرت ۽ بدگماني ڪري انهن کان ڪناره ڪش نہ ٿئي، ڇوتہ اها سخت غلطي آهي". پر جيڪو شخص نفس ۽ ان جي آفتن کان بچڻ ۽ مخلوق کي پنهنجي برائي کان بچائڻ جي لاءِ گوشي نشين ٿي وڃي تہ اهڙو ماڻهو حديث جي هن وعيد ۽ تنبيهہ جي تحت نٿو اچي.

مذڪوره بالا حديث ۾ حالقہ جو لفظ اچي ٿو. ان جي معنيٰ هي آهي تہ بغض دين کي خراب ڪري ٿو، ڇوتہ اهڙو ماڻهو مؤمن بندن ۽ مسلمانن کي نفرت جي نگاه سان ڏسندو آهي.

حضرت خالد بن معدان رحہ فرمائي ٿو "الله تعاليٰ جو هڪ ملائڪ اهڙو آهي جنهن جو اڌ حصو باهہ جو آهي ۽ اڌ حصو برف جو. ان جي هيءَ دعا آهي: "اي خدا! جهڙي طرح تو برف ۽ باهہ کي ملايو آهي، جو نہ تہ برف باهہ کي وسائي سگهي ٿي ۽ نہ باهہ برف پگهاري سگهي ٿي، اهڙي طرح تون پنهنجن نيڪ ٻانهن جي دلين ۾ الفت پيدا ڪر".

## نيڪ ٻانهن جي صحبت

نيڪ ٻانهن جي دلين ۾ الفت ۽ محبت ڪيئن نٿي ٿي سگهي جڏهن تہ پاڻ ڀلارن ﷺ پنهنجي مبارڪ ترين وقت ۾ انهن کي قاب قوسين جي معزز مقام تي ڏٺو. هيءُ اهڙو وقت هو، جڏهن تہ ڪنهن بہ شيءِ جي

گنجائش نتي رهي سگهي. البت نيڪ ٻانها پنهنجي لطيف حال جي بناءَ تي اتي موجود هئا، ان وقت پاڻ سونهارن ﷺ فرمايو هو:

اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰي عِبَادِ اللّٰهِ الصّٰالِحِيْنَ.

انهي ڪري نيڪ ٻانها ڪٿي ظاهري طور تي جدا جدا هجن، پر روحاني طور تي گڏ آهن. انهن جي صحبت لازمي آهي ۽ دنيا ۽ آخرت ڪي ملائڻ ۾ انهن جون ڪوششون يقيني آهن.

حضرت عمر بن الخطاب رضہ فرمائي ٿو "جيڪڏهن ڪو شخص ڏينهن جو روزو رکي ۽ سڄي رات نماز پڙهي، صدقو ۽ خيرات ڪري ۽ جهاد ڪري، پر الله جي لاءِ نہ اُهو محبت رکندو هجي ۽ نہ انهي جي خاطر ڪنهن سان دشمني رکندڙ هجي تہ ان جي انهن ڪمن جو ڪوبہ فائدو ڪونهي".

شيخ ابوبڪر تلمساني رحہ فرمائي ٿو "الله جي صحبت اختيار ڪريو جيڪڏهن اوهان ڪي ان جي طاقت ڪانهي تہ پوءِ انهن ماڻهن جي صحبت ۾ رهو جيڪي الله جي صحبت ۾ رهن ٿا، جيئن تہ انهن جي صحبت جي برڪت اوهان ڪي الله جي صحبت ۾ پهچائي".

شيخ علي بن سهل رحہ فرمائي ٿو "الله سان محبت هيءَ آهي تہ اوهين مخلوق کان الڳ رهو، پر اولياءَ الله کان الڳ نہ رهو. ڇوتہ اولياءَ الله سان محبت، الله سان محبت آهي." هڪڙي شاعر منظوم طريقي سان صحبت ۽ خلوت جي مفهوم، ان جي فائدن ۽ نقصانن ڪي هن طرح بيان ڪيو آهي:

وَحْدَةُ الْاِنْسَانِ خَيْرٌ مِّنْ جَلِيْسِ السُّوْءِ عِنْدَهٗ

وَجَلِيْسُ الْخَيْرِ خَيْرٌ مِّنْ قُعُوْدِ الْمَرْءِ وَحْدَهٗ

(۱) انسان جو اڪيلو رهڻ انهي کان بهتر آهي جو ڪوبہ برو هم نشين ان وٽ رهي.

(۲) ۽ نيڪ هم نشين وٽ ويهڻ انهي کان بهتر آهي تہ انسان تن تنها وينو رهي.

باب چوونجاهون

# صحبت ۽ پائيچاري جا حقوق

الله پاڪ جو ارشاد آهي "نيڪي ۽ پرهيزگاري تي مدد ڪريو". پڻ فرمايو آهي "اُهي هڪ ٻئي ڪي حق چوڻ ۽ رحم ڪرڻ جي هدايت فرمائيندا آهن." پڻ اصحابن سڳورن رضہ جي تعريف ۾ فرمايو آهي "اُهي ماڻهو ڪافرن تي سخت آهن ۽ پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان رحم ۽ همدردي ڪن ٿا".

ذڪر ڪيل مٿين آيت مان خدا جي طرفان بندن ڪي صحبت جي حقن ۽ آداب کان آگاهہ ڪيو ويو آهي، انهي لاءِ جيڪو ڪنهن جي صحبت اختيار ڪري يا انهي ڪي پنهنجو روحاني ڀاءُ بنائي تہ ان جو سڀ کان پهريون ڪم هي آهي تہ ٻئي گڏجي نيازمنديءَ سان خدا کان دعا گهرن ۽ ان کان دوستي ۽ صحبت ۾ برڪت جا طلبگار بنجن، اهڙي طرح خدا اُن جي لاءِ جنت يا دوزخ جو دروازو کوليندو. جيڪڏهن انهن ٻنهي جي صحبت ۾ خير ۽ برڪت ٿي تہ اهو بهشت جو دروازو آهي، جيئن تہ ارشاد خداوندي آهي "ان ڏينهن (قيامت جي ڏينهن) پرهيزگارن ڪانسواءِ هرهڪ هڪ ٻئي جو دشمن هوندو".

چون ٿا (قيامت جي ڏينهن) هڪ روحاني ڀاءُ کي چيو ويندو "اوهين بهشت ۾ داخل ٿيو. ان وقت هو پنهنجي ڀاءُ جي ٺڪاڻي جي باري ۾ پڇا ڪندو، جيڪڏهن اهو گهٽ درجي وارو هوندو تہ اهو جنت ۾ ان وقت تائين داخل ڪونہ ٿيندو، جيستائين ان جي ڀاءُ کي ان جهڙو درجو نہ ڏنو ويندو. جڏهن ان کي چيو ويندو تہ "ان جا اعمال تو جهڙا ڪونہ هئا" تڏهن اهو چوندو تہ "آئون پنهنجي ۽ هن جي لاءِ عمل ڪندو هئس، انهي ڪري جيڪي هو گهرندو ڪيس ملندو. آخرڪار نہ صرف انهي جو درجو بلند ٿيندو بلڪ ان جي روحاني ڀاءُ جو درجو بہ بلند ٿيندو.

## بري صحبت

جيڪڏهن انهن ٻنهي جي صحبت مان برائي پيدا ٿي ته اها دوزخ جو دروازو هوندو. جيئن ته ارشاد خداوندي آهي "انهي ڏينهن ظالم پنهنجن هٿن کي ڏندن سان ڪائيندو ۽ چوندو "افسوس رسول ﷺ جي طرف منهنجو رستو هجي ها، افسوس! ڪاش آئون فلاڻي ماڻهو کي دوست نه بنايان ها."

هيءَ آيت اگرچه مشهور واقعي ۾ نازل ٿي آهي، پر الله تعاليٰ ان جي ذريعي پنهنجي بندي کي خبردار ڪيو آهي ته هر انهي دوست کان ڪناره ڪش رهي جيڪو ان کي الله تعاليٰ کان دور ڪري.

نيت ۽ ڪوجنا ڪرڻ ڪانسواءِ اتفاقا ڪنهن جي صحبت ۽ دوستي اختيار ڪرڻ غافل ۽ جاهل نادانن جو شيوو آهي جيڪي ڪمن جي نيت ۽ مقصد ۽ انهن جي نفعي نقصان کان واقف ڪونه هوندا آهن. اهڙي طرح حضرت عبدالله بن عباس رضي الله عنهما جو قول آهي ته "انسانن کي پيا ماڻهو ئي خراب ڪندا آهن".

## صحبت ۾ احتياط ڪرڻ

صحبت مان بگڙجڻ جو ڊپ به آهي، سنورجڻ جي اميد به آهي. جڏهن اهو حال هجي ته ابتداءَ کان ئي احتياط جي ضرورت آهي. بلڪه دوست جو صحيح انتخاب ڪري الله تعاليٰ کان باربار دعا گهرڻ کپي ۽ نه صرف خير ۽ برڪت طلب ڪجن، بلڪه نماز استخاره به پڙهجي.

جيئن ته صحبت ۽ پائيچارو اختيار ڪرڻ به هڪ عمل آهي، انهي لاءِ هر عمل وانگر انهي جي لاءِ به حسن نيت ۽ حسن انجام جي ضرورت آهي. پاڻ ڪريمن ﷺ جن هڪ طويل حديث ۾ فرمايائون: ست ماڻهو اهڙا آهن جيڪي الله تعاليٰ جي زير سايه هوندا، انهن مان ٻه ماڻهو اهڙا آهن جيڪي الله جي لاءِ ئي سڄي زندگي پاڻ ۾ محبت ڪندا رهيا ۽ اهڙي طرح انهن جو موت ٿيو.

هن حديث ۾ هن شيءِ ڏانهن اشارو آهي ته اخوت ۽ محبت جو هي شرط آهي ته انهن جو انجام بخير ٿئي ۽ ٻنهي لاءِ اخوت جو ثواب لکيو

وجي، پر جيڪڏهن ياڻيچاري جا حق ضايع ڪري انهن کي بگاڙيو وڃي ته اهو عمل شروع ڪان ئي خراب رهندو.

چون ٿا ته جيڪڏهن ڪي ٻه ماڻهو ڪنهن نيڪ ڪم ۾ تعاون ڪن ته شيطان انهن تي ايتري قدر حسد ڪونه ڪندو آهي، جيتري قدر ان کي انهن ٻن ماڻهن تي حسد ٿيندو آهي، جيڪي روحاني ياءُ ٻنجي هڪ ٻئي سان مدد ڪن ٿا، ڇوته هو ۽ انهي جو قبيلو انتهائي ڪوشش هن ڳالهه تي صرف ڪندو آهي جو انهن ٻنهي جي وچ ۾ بگاڙ پيدا ڪري.

## روحاني محبت

شيخ فضيل رحه فرمائي ٿو "جڏهن غيبت شروع ٿيندي آهي تڏهن اخوت جو خاتمو ٿي پوندو آهي، ان جو سبب هي آهي ته روحاني اخوت آمهون سامهون هوندي آهي، جيئن ته ارشاد خداوندي آهي "اُهي ياءُ ٻنجي تخت تي آمهون سامهون هوندا".

پر جيڪڏهن ڪو ڪنهن جي خلاف دل ۾ رنجش رکي ۽ جڏهن ڪا ان جي بري ڳالهه لڳي ته ان جو اظهار ڪري ان جو خود ازالو نه ڪجي يا انهي ڪان ان جو ازالو ڪرائجي ته ان جو مطلب هي آهي ته اها آمهون سامهون جي بي لاڳ دوستي ڪانهي بلڪه روگرداني آهي.

حضرت جنيد رحه فرمائي ٿو "جيڪڏهن ڪي ٻه شخص سچا روحاني ياءُ ٻنجن پوءِ وري ڪو هڪ ٻئي ڪان نفرت ڪري ته ضرور ڪنهن نه ڪنهن ۾ ڪا خامي آهي، ڇوته روحاني دوستي صاف ۽ شيرين پاڻيءَ ڪان ٻه پاڪيزه تر آهي ۽ جيڪو ڪم الله جي لاءِ هوندو آهي ان ۾ خدا صفائي پيدا ڪندو آهي ۽ جيڪو ڪم صاف هوندو اهو هميشه باقي رهندو آهي. پر دائمي ۽ سچي محبت جو اصول هي آهي ته پاڻ ۾ مخالفت نه هجي. جيئن ته پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايائون "اوهين پنهنجي ياءُ سان جهيڳڙو نه ڪريو، نه مسخري ڪريو ۽ نه ان سان ڪو اهڙو وعدو ڪريو جيڪو پورو نه ڪري سگهو".

شيخ ابوسعيد خراز رحه فرمائي ٿو "آئون پنجاهه سالن تائين صوفين جي صحبت ۾ رهيس. ان عرصي ۾ منهنجي ۽ انهن جي وچ ۾ ڪوبه اختلاف رونما ڪونه ٿيو". ڪانئن پڇيو ويو "اهو ڪيئن ممڪن ٿيو؟" پاڻ

جواب ڏنائون ان جو سبب هيءُ هو تہ آئون انهن جي صحبت ۾ هميشہ پنهنجي نفس تي غالب رهيس".

شيخ عبدالله بن الجلاءَ رحہ کي کنهن ماڻهو پڇيو تہ "آئون ڪهڙي شرط تي مخلوق جي صحبت ۾ رهان؟" فرمايائين جيڪڏهن تون انهن سان نيڪي نٿو ڪري سگهين تہ پوءِ انهن کي تڪليف بہ نہ ڏي ۽ جيڪڏهن انهن کي خوش نٿو ڪري سگهين تہ انهن سان برائي بہ نہ ڪر". وڌيڪ فرمايائين "پنهنجي ڀاءُ جي محبت ۽ دوستيءَ مان فائدو وٺي ان جي حق تلفي نہ ڪر، ڇوتہ الله تعاليٰ هر مؤمن جا حقوق مقرر ڪيا آهن، انهي ڪري انهن جي حق تلفي اهوئي ڪري سگهي ٿو، جيڪو الله جي حق تلفي ڪندو هجي".

## ڀلائي جو ذڪر ڪرڻ

صحبت جو هڪ حق هي بہ آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن دوست سان قطع تعلقات ٿي وڃي تہ ان ڪانپوءِ بہ اهو پنهنجي ڀاءُ جو ڀلائي سان ذڪر ڪري. چون ٿا تہ ڪنهن بزرگ جي هڪڙي زال هئي، جنهن جي ناپسنديده ڳالهين جي هن کي خبر هئي، البتہ جڏهن ماڻهو ان جي باري ۾ ڪانئن پڇندا هئا تہ اهو فرمائيندو هو تہ "مرد جي لاءِ اهوئي مناسب آهي تہ هو پنهنجي زال جي باري ۾ ڀلي ڳالهہ ڪري". ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ ڪيس طلاق ڏنائين. ان ڪانپوءِ جڏهن ڪانئن پڇيو ويو تڏهن فرمايائين تہ "اها عورت مون کان الڳ ٿي ويئي آهي ۽ منهنجو ان سان ڪوبہ تعلق ڪونہ رهيو آهي تہ آئون ان جي ڪهڙي ڳالهہ ڪريان".

## قطع تعلق ۽ ڪينو

هيءَ حقيقت ۾ اخلاق خداوندي جي پيروي آهي ڇوتہ الله پاڪ جل شانہ پنهنجي سٺين شين کي ظاهر فرمائي ۽ برين ڳالهين کي لڪائي ٿو. بهرحال هن مسئلي ۾ اختلاف آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن سان قطع تعلق ٿي وڃي تہ ڇا انهي ماڻهوءَ سان ڪينو رکڻ گهرجي يا نہ؟ حضرت ابوذر رضہ فرمائي ٿو "جڏهن منهنجو دوست پنهنجي پوئين حالت کي بدلائي ڇڏي، تہ

آئون انهي سان اهڙي طرح ڪينو (بغض) رکندس، جهڙي طرح آئون ان سان محبت ڪندو هئس.

ٻيا حضرات چون ٿا "ڪنهن دوست جي صحبت ۾ رهڻ ڪانپوءِ انهن سان ذاتي بغض نہ رکڻ گهرجي، البتہ ان جي عمل کان نفرت ڪئي وڃي. جيئن تہ الله تعاليٰ پنهنجي نبي ڪريم ﷺ جن کي فرمائي ٿو: "جيڪڏهن أهي تنهنجي نافرماني ڪن تہ چئو تہ آئون اوهانجن ڪمن کان بيزار آهيان". (مذڪوره بالا آيت ۾) هيءُ نہ چيو ويو تہ "آءُ اوهانجي ذات کان بيزار آهيان".

چون ٿا تہ هڪ نوجوان حضرت ابوالدرداءُ رضہ جي محفل ۾ ويهندو هو، جنهن کي حضرت ابوالدرداءُ رضہ ٻين تي ترجيح ڏيندو هو. اتفاق سان اهو نوجوان ڪنهن ڪبيره گناهہ ۾ مبتلا ٿيو ۽ ان جي خبر حضرت ابوالدرداءُ رضہ تائين پهچي وئي. تڏهن ماڻهو چوڻ لڳا "افسوس اوهان انهي کي الڳ ڪري ڇڏيو ها". پاڻ فرمايائون "سبحان الله! ڇا دوست کي ڪنهن ڳالهہ جي ڪري ڇڏي سگهجي ٿو؟"

چيو وڃي ٿو دوستي بہ اهڙو رشتو آهي، جهڙو خوني رشتو آهي. هڪ عقلمند کان پڇيو ويو "توهان کي سڀ کان وڌيڪ ڪير پسند آهي، توهان جو ڀاءُ يا اوهان جو دوست؟" هن جواب ڏنو "جيڪڏهن منهنجو ڀاءُ منهنجو دوست بنجي وڃي تہ آئون انکي پسند ڪندس".

## خطا جي معافي ڏيڻ

راءِ جو هيءُ اختلاف اهڙي صورت ۾ آهي جڏهن (دوست) کان ظاهري ۽ باطني طرح جدائي، ٻي صورت هيءَ آهي تہ ظاهري جدائي ٿئي ۽ ڪجهي طرح تعلق قائم رهي. ان معاملي ۾ تفصيل ڪانسواءِ ڪلي طور تي فيصلو نٿو ڪري سگهجي. مختلف شخصن جي مختلف حالتن کي ڏسي فيصلو ڪري سگهجي ٿو. ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن، جن جي تبديلي هن صورت ۾ نمودار هوندي جڏهن تہ أهي الله جي واٽ کان هٽي ويندا آهن ۽ انهن جي پوئين برائي ظاهر ٿيندي آهي. اهڙن ماڻهن سان ڪينو رکڻ ضروري آهي. ڪي ماڻهو اهڙا هوندا آهن جن کان ڪابہ اتفاقي لغزش ٿي وئي هجي يا غفلت ۽ ڪوتاهي واقع ٿي هجي، پر انهن جي اصلاح جي اميد هجي تہ اهڙن

ماڻهن سان ڪينو نہ رکڻ گهرجي، البتہ موجوده حالت ۾ انهن جي عمل کان نفرت ڪجي، پر خود انهن کي محبت جي نگاھ سان ڏسڻ گهرجي، بلڪ انهن جي نجات ۽ اصلاح جي اميد رکجي.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جڏهن ماڻهن ان ماڻهوءَ سان بدڪلامي ڪئي جنهن بدڪاري ڪئي هئي تڏهن پاڻ سونهارن ﷺ ان کي خاموش ڪري تنبيھ ڪندي فرمايو هئائون تہ "اوهين پنهنجي ڀاءُ جي خلاف شيطان جا مددگار نہ بڻجو".

حضرت ابراهيم النخعي رحہ فرمائي ٿو "جيڪڏهن اوهان جو روحاني ڀاءُ ڪو گناھ ڪري تہ ان جي گناھ ڪري ان کان قطع تعلق نہ ڪريو ۽ نہ ان کي ڇڏيو، ڇوتہ جيڪڏهن اهو اڄ گناھ جو ارتڪاب ڪري ٿو تہ سڀاڻي ان کي ڇڏي بہ سگهي ٿو".

حديث شريف ۾ آهي "اوهين عالم جي لغزش کان بچو، پر ان کي نہ ڇڏيو، پر هن جي توبہ جو انتظار ڪريو".

روايت آهي تہ "حضرت عمر رضہ کنهن کي پنهنجو ڀاءُ بڻايو هو، جڏهن پاڻ رضہ شام ڏانهن روانا ٿيا تڏهن ڪنهن اچڻ واري کان پاڻ رضہ پڇيائون "منهنجي ڀاءُ جا ڇيو؟" انهي جواب ڏنو "اهو شيطان جو ڀاءُ آهي" پاڻ رضہ فرمايائون "چپ رھ". انهي چيو "هو ڪبيرن گناهن جو مرتڪب ٿيو آهي، ايستائين جو شراب نوشيءَ ۾ مبتلا آهي". پاڻ رضہ فرمايائون "جڏهن تون روانو ٿيڻ لڳين تڏهن مون کي اطلاع ڏجانءِ". ان ڪانپوءِ پاڻ رضہ هي لکيائون:

حٰمٓ ـ تَنۡزِيۡلُ الۡكِتٰبِ مِنَ اللّٰهِ الۡعَزِيۡزِ الۡعَلِيۡمِ. غَافِرِ الذَّنۡۢبِ وَ قَابِلِ التَّوۡبِ شَدِيۡدِ الۡعِقَابِ. (سورة موٴمن ـ پ ٢٤)

**ترجمو:** هيءُ ڪتاب (قرآن مجيد) عزت واري ۽ ڄاڻندڙ خدا جو نازل ڪيل آهي جيڪو گناهن کي معاف ڪري ۽ توبہ کي قبول ڪري ٿو، پر سخت سزا ڏيڻ وارو بہ آهي.

انهي ڪانپوءِ پاڻ رضہ تمام گهڻو برو ڀلو چيو ۽ ملامت ڪيائون، جڏهن هن هيءُ خط پڙهيو تڏهن چيائين "خدا سچ چوي ٿو ۽ حضرت عمر رضہ خير خواهي ڪئي". آخر توبہ ڪري اهو گناهن کان باز آيو.

# اخوت جا حقوق ۽ شرائط

روايت آهي پاڻ ڪريمن ﷺ حضرت عمر رضہ ڪي ساڄي ڪاٻي منهن ڦيريندي ڏٺو، ان جو اصل سبب دريافت ڪيائون. هن عرض ڪيو "يارسول الله ﷺ مون هڪڙي ماڻهوءَ ڪي ڀاءُ بڻايو هو، ان ڪي ڳولي رهيو آهيان، پر اهو نظر ڪونہ ٿو اچي". پاڻ سونهارن ﷺ فرمايائون اي عبدالله جڏهن تون ڪنهن ڪي ڀاءُ بڻائين تہ ان جو ۽ ان جي پيءُ جو نالو ۽ ان جي گهر جي ڳولا ڪري وٺ، جيڪڏهن اهو بيمار ٿئي تہ ان جي عيادت ڪر ۽ جيڪڏهن هو ڪم ۾ مشغول هجي تہ ان جي مدد ڪر".

حضرت ابن عباس رضہ فرمائي ٿو "جيڪو ڪنهن مجلس ۾ ٽي ڀيرا ڪنهن ضرورت ڪانسواءِ آمد و رفت رکي تہ دنيا ۾ ئي مون ڪي ان جو ثواب معلوم ٿي ويندو آهي".

حضرت سعيد بن العاص رحہ فرمائيندو هو تہ "منهنجي همنشين جا مون تي ٽي حق آهن. جڏهن اهو ويجهو اچي تہ آئون ان جي آجيان ڪريان، جڏهن اهو ڳالهہ ڪري تہ آئون انهي ڏانهن ڌيان ڏيان ۽ جڏهن هو ويهي تڏهن ان جي لاءِ "چڱي جڳهہ جي گنجائش ڪريان".

الله جي لاءِ سچي ۽ صاف محبت جي هيءَ نشاني آهي جو انهيءَ ۾ دنيوي غرضن ۽ احسان جو ذرو شڪ بہ نہ هجي، ڇوتہ جيڪا محبت غرض سان هوندي آهي، اها غرض پوري ٿيڻ ڪانپوءِ زائل ٿي ويندي آهي ۽ جنهن دوستي ۾ ڪابہ غرض وابستہ نہ هوندي، اها دوستي پائيدار رهندي آهي.

سچي محبت جو هڪ شرط هيءُ آهي تہ روحاني ڀاءُ دين ۽ دنيا جي هر ممڪن شيءِ ڪي پنهنجي ڀاءُ تي قربان ڪري، جيئن تہ خداوند ڪريم (انصارن جي باري ۾) فرمايو "اُهي ماڻهو مهاجرن سان محبت ڪن ٿا". ۽ جيڪي ڪجهہ انهن ڪي ڏنو وڃي انهي تي پنهنجن سينن ۾ ڪدورت نٿا رکن ۽ پنهنجو پاڻ تي ايثار ڪن ٿا، خواه بکيا ئي ڇونہ هجن". ان جو مطلب هي آهي تہ اهي پنهنجن ڀائرن جي مال تي حسد نٿا ڪن. اهي بہ وصفون اهڙيون آهن جن سان پاڪيزه محبت جي تڪميل ٿئي ٿي. اول هي تہ دين ۽ دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ تي حسد جو جذبو باقي نہ رهي. ٻيو

پنهنجي سگهہ جي مطابق ايثار ڪجي.

حديث شريف ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "انسان پنهنجي دوست جي مذهب تي هلندو آهي، پر اوهان جي لاءِ ان دوست جي صحبت ۾ ڪابہ ڀلائي ڪانهي، جيڪو اوهان جو اهڙو ئي خيال نہ رکي، جهڙو اُهو پنهنجي ذات جو خيال رکندو هجي".

حضرت ابومعاويہ الاسود فرمائيندو هو "منهنجا سيئي يائر مون کان بهتر آهن. ماڻهن چيو تہ اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ فرمايائين "انهن مان هرهڪ مون کي پنهنجي ذات کان افضل سمجهندو آهي ۽ جيڪو مون کي پنهنجي ذات کان افضل سمجهي اُهو مون کان بهتر آهي. هڪڙي شاعر انهن خيالن کي هن طرح منظوم ڪيو آهي:

ترجمو:

(١) اوهين ان شخص جي تواضع ڪريو. جيڪو اوهان جي تواضع کي بيوقوفي نہ بلڪ اوهان جي فضيلت سمجهندو هجي.

(٢) ۽ انهي ماڻهوءَ جي دوستي کان ڪناره ڪشي اختيار ڪريو، جيڪو هميشہ پنهنجن دوستن تي پنهنجي وڏائي ڳڻائيندو هجي.

باب پنجونجاهون

# صحبت ۽ پائيچاري جا آداب

شيخ ابوحفص رحہ کان جڏهن درويشن جا آدابِ صحبت پڇيا ويا تڏهن فرمايائين: آدابِ صحبت هي آهن:

(١) مشائخن جي تعظيم ڪرڻ.

(٢) روحاني ڀائرن سان چڱي طرح رهڻ.

(٣) ننڍن کي نصيحت ڪرڻ.

(٤) جيڪي انهن جي جماعت ۾ نہ هجن، انهن جي صحبت ترڪ ڪرڻ.

(٥) ايثار کي اختيار ڪرڻ.

(٦) ذخيره اندوزي کان ڪناره ڪشي ڪرڻ.

(٧) دين ۽ دنيا جي ڪمن ۾ تعاون ڪرڻ.

درويشن جي صحبت جي آداب جو هڪ اصول هي بہ آهي تہ روحاني ڀائرن جي ڪوتاهين کي درگذر ڪجي، جن ڳالهين ۾ نصيحت جي ضرورت هجي تہ انهن کي نصيحت ڪجي ۽ پنهنجي ساٿيءَ جي عيب کي ٻين کان لڪائجي، پر خود ان کي ان جي عيبن کان آگاهہ ڪجي.

حضرت عمر بن الخطاب رضہ فرمائين ٿا "الله انهي ماڻهو تي رحم ڪري، جيڪو منهنجن عيبن کان مون کي مطلع ڪري". ان ۾ انهي شخص جي لاءِ مڪمل ڀلائي آهي، جيڪو ڪنهن کي ان جي عيبن کان آگاهہ ڪري.

شيخ جعفر رحہ بن برقان فرمائي ٿو "مون کي ميمون بن مهران فرمايو "منهنجي اڳيان اُهي ڳالهيون چئو، جيڪي آئون ناپسند ڪريان ٿو، ڇوتہ ڪوبہ شخص پنهنجي ڀاءُ جو خيرخواهہ ان وقت تائين نٿو ٿي سگهي، جيستائين جو اهو هن جي روبرو اُهي ڳالهيون نہ چوي، جيڪي هن کي ناپسند هجن".

صداقت پسند سچن انسانن کي پسند کندو آهي ۽ ڪوڙو ماڻهو نصيحت ڪرڻ وارن کي ناپسند ڪندو آهي. جيئن ته خدا پاڪ فرمائي ٿو "اوهين نصيحت ڪرڻ واري کي نٿا پسند ڪريو، نصيحت اُها آهي جيڪا پوشيده هجي".

## خدمتِ خلق

هي به صوفين جي ادب ۾ شامل آهي ته روحاني ڀائرن جي خدمت جي لاءِ ڪمربسته رهجي ۽ هنن جي طرفان تڪليفن کي برداشت ڪجي، اهڙي طرح درويش جو اصل جوهر ظاهر ٿيندو آهي.

روايت آهي ته حضرت عمر بن الخطاب رضه حضرت عباس بن عبدالمطلب رضه جي گهر انهي ناري کي اکيڙڻ جو حڪم ڏنو، جيڪو صفا ۽ مروه جي درمياني رستي تي هو. حضرت عباس رضه کين فرمايو: "اوهان انهي شيءِ کي اکيڙي ڇڏيو. جنهن کي رسول الله ﷺ جن پنهنجي هٿ مبارڪ سان تيار ڪيو هو". انهي تي حضرت عمر رضه فرمايو ته "هان اها ڳالهه آهي ته تنهنجو دوست ان کي پنهنجي اصلي حالت تي موٽائيندو ۽ عمر جي ڪنڌ ڪانسواءِ ٻي ڪابه شيءِ تنهنجي چاڙهي نه هوندي". اهو چئي حضرت عمر رضه کيس پنهنجي ڪلهي تي کنيو ۽ ان ناري کي اهڙي طرح بنايائين جيئن پهرين هو.

## عام ملڪيت

صوفين سڀني جو هڪ اصولِ ادب هي به آهي ته اُهي پنهنجو پاڻ کي ڪنهن شيءِ جو مخصوص مالڪ ڪونه قرار ڏيندا هئا. حضرت ابراهيم بن شيبان رحه فرمائي ٿو "اسين ان جي صحبت ۾ ڪونه ويهون جيڪو هيئن چوندو هجي ته "هيءَ منهنجي جتي آهي". شيخ احمد بن القلانسي رحه چيو "آئون بصري ۾ درويشن جي هڪ جماعت سان رهيس، انهن منهنجي بيحد تعظيم ۽ تڪريم ڪئي. هڪڙي ڏينهن منهنجي زبان مان نڪتو، منهنجو تهبند ڪٿي آهي؟ انهن الفاظن جي چوڻ سان آئون انهن جي نظر مان ڪري پيس".

حضرت ابراهيم بن ادهم رحه جي صحبت ۾ جڏهن ڪو ويهندو هو ته پاڻ ان جي اڳيان ٽي شرط رکندا هئا. هڪ خدمت ڪرڻ ۽ ٻيو اذان ڏيڻ

انهي جي ذمي هوندو، ٿيون دنيا جون جيڪي شيون، ڪيس حاصل هونديون انهن ۾ انهن جو تصرف ۽ استعمال اهڙو ئي هوندو، جهڙوڪ خود هن جو تصرف هجي". انهي تي سندن هڪڙي ساٿيءَ چيو "منهنجي لاءِ اهو ممڪن ڪونهي، پاڻ رحه فرمايائون ته "مون کي تنهنجي سچائي ڏاڍي پسند آئي".

حضرت ابراهيم بن ادهم رحه باغن جي رکوالي ڪندا ۽ ٻنين ۾ ڪم ڪندا هئا، انهيءَ مان جيڪي ڪجهه حاصل ٿيندو هو ان کي پنهنجن ساٿين تي صرف ڪندا هئا.

سلف وارن بزرگن جا اهي اخلاق هئا جو ڪنهن کي پنهنجي ياءُ جي مال جي ضرورت هوندي هئي، ته اهو ڪنهن قسم جي مشوري يا اجازت ڪانسواءِ ان کي بلا تڪلف استعمال ڪندو هو. خدا پاڪ فرمائي ٿو:

وَ اَمْرُهُمْ شُوْرٰي بَيْنَهُمْ. (سورة شوريٰ - پ ٢٥)

ترجمو: انهن جا ڪم پاڻ ۾ مشوري سان ٿين ٿا. يعني انهن جون سيئي شيون گڏيل آهن ۽ انهن جي استعمال ڪرڻ ۾ سيئي برابر آهن.

## بار خاطر جو علاج (دل جي تنگي)

صوفين جو هڪ طريقو هي به آهي ته جڏهن ڪين ڪو ساٿي بارِ خاطر معلوم ٿئي ته اُهي پنهنجو پاڻ کي قصوروار قرار ڏين ٿا ۽ پنهنجي دل سان انهيءَ جو ازالو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ڇوته انهي قسم جي ڳالهه جو دل ۾ پيدا ٿيڻ رنجش جو باعث ٿئي ٿو.

شيخ ابوبڪر الڪتاني رحه فرمائي ٿو "هڪڙو ماڻهو مون سان ويهڻ لڳو، اهو منهنجي لاءِ دل جي تنگيءَ جو باعث هو. مون هڪڙي شيءِ ان کي انهي نيت سان پيش ڪئي ته انهي جي ڳراڻ منهنجي دل تان لهي وڃي، پر اُها ڳراڻ بدستور جاري رهي. هڪڙي ڏينهن اڪيلائي ۾ مون هن کي چيو ته تون پنهنجو پير منهنجي ڳل تي رک، انهي انڪار ڪيو تڏهن مون چيو "توکي ائين ڪرڻو ئي پوندو". ان تي انهي اهو ڪم ڪيو ۽ انهي جي نتيجي ۾ منهنجي باطني ڳراڻي دور ٿي ويئي.

شيخ رقي رحہ فرمائي ٿو تہ مون انهي واقعي جي شيخ ابوبڪر الڪتاني رحہ کان تصديق ڪرائڻ جي لاءِ شام کان حجاز جو سفر ڪيو.

## اهل فضل جي قدرداني ڪرڻ

صوفين جي ادبن مان هي بہ آهي تہ حق وارا جنهن جي فضيلت کان واقف هوندا آهن، انهي کي اڳتي ڪندا آهن ۽ محفل ۾ ان جي لاءِ گنجائش ڪري عمدي مقام جي لاءِ ان کي ترجيح ڏيندا آهن.

روايت آهي تہ پاڻ پيارا ﷺ هڪ سوڙهي چبوتري (ٿلهي) تي ويٺا هئا، ايتري ۾ اهلِ بدر وارن جي هڪڙي جماعت آئي تہ انهن کي ويهڻ جي لاءِ ڪا جڳهہ ڪانہ ملي، انهي تي پاڻ ڪريمن ﷺ انهن ماڻهن کي جيڪي اهلِ بدر مان نہ هئا، اُٿاري بدر وارن کي انهن جي جاءِ تي ويهاريو. انهن ماڻهن کي جيڪي اٿاريا ويا هئا اها ڳالهہ ڏکي لڳي تڏهن هيءَ آيت نازل ٿي "جڏهن هينئن چيو وڃي تہ اٿو تہ اٿندي سڌا ٿي ويندا ڪريو".

هڪ ڀيري علي رحہ بن بندار صوفي، شيخ ابوعبدالله بن خفيف رحہ وٽ آيو ۽ ٻئي هلڻ لڳا. شيخ عبدالله کين چيو تہ "اوهان اڳ هلو". انهن فرمايو "ڪهڙي سبب جي ڪري؟" چيائين "انهي سبب جي ڪري جو اوهان حضرت جنيد رحہ سان ملاقات ڪئي ۽ مون انهن سان ملاقات ڪانہ ڪئي".

صوفي سڳورا انهي شخص جي صحبت کي ترڪ ڪندا هئا، جيڪو دنيا جي فضول ڪمن ۾ مشغول رهندو هجي. جيئن تہ الله پاڪ فرمائي ٿو: "اوهين انهي کان منهن ڦيرايو، جنهن اسان جي ذڪر کان منهن ڦيرايو ۽ جنهن جو مقصد صرف دنيوي زندگي هجي."

## انصاف ڪرڻ

اهي پنهنجن ساٿين سان تہ انصاف ڪندا هئا، پر خود پنهنجي لاءِ انصاف جي مطالبي کان دستبردار رهندا هئا. شيخ ابوعثمان الحيري رحہ فرمائي ٿو "صحبت جو حق هي آهي تہ اوهين پنهنجي ڀاءُ کي پنهنجو مال پيش ڪريو، پر خود انهي جي مال ۾ طمع نہ رکو. انهي سان گڏ پنهنجي طرفان انصاف ڪريو، پر هن کان انصاف جو مطالبو نہ ڪريو. اوهين هن جا

تابع بنجو، پر هي اميد نہ رکو تہ اهو اوهان جو تابع رهي. ان جي طرفان جيڪي شيءِ اوهان وٽ پهچي ان کي گهٽ سمجهو ۽ اوهان جي طرفان هن سان جيڪو سلوڪ هجي، ان کي گهٽ سمجهو.

صوفي سڳورا صحبت ڪرڻ ۾ نرم پهلو اختيار ڪندا آهن ۽ رعب ڄمائي نفس کي غالب ڪونہ ڪندا آهن. شيخ ابوعلي رودباري جن چون ٿا "پاڻ کان وڏي تي رعب ڄمائڻ بي شرمي آهي ۽ پنهنجي برابر جي ماڻهن تي رعب ڄمائڻ بيِ ادبي آهي ۽ ننڍن تي رعب ڄمائڻ عاجزي آهي".

اهي ماڻهو (صوفي) پنهنجي گفتگو ۾ مشروط جملا ۽ تمنا ۽ توقعات جا الفاظ ڪونہ استعمال ڪندا هئا، جيئن تہ جيڪڏهن هيئن هجي ها، تہ هيئن نہ هجي "يا" ڪاش تہ هيئن هجي ها "يا" غالبا هيئن هجي ها" ڇوتہ انهي قسم جا الفاظ قابلِ اعتراض سمجهيا وڃن ٿا.

## وفاداري ڪرڻ

اهلِ دل ڪنهن جي صحبت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ وري جدا ٿيڻ کان پرهيز ڪندا آهن، بلڪ انهي سان رهڻ پسند ڪندا آهن.

چون ٿا هڪڙو ماڻهو ڪنهن بزرگ سان رهڻ لڳو، انهي ڪانپوءِ ان جدا ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ انهي بزرگ کان اجازت گهريائين، هن فرمايو تہ "هن شرط تي اجازت آهي تہ آئينده تون انهي جي صحبت اختيار ڪندين جيڪو اسان کان وڌيڪ هجي، ڇوتہ تون سڀ کان پهرين اسان جي صحبت ۾ رهيو آهين". اهو ٻڌي هن ماڻهو چيو تہ "هاڻي منهنجي دل ۾ جدا ٿيڻ جو خيال باقي ڪونہ رهيو آهي".

## شفقت ڪرڻ

درويش حضرات ننڍن تي همدردي ڪندا هئا. شيخ ابراهيم بن ادهم رحہ ٻني ٻاري جو ڪم ڪندا هئا ۽ ساٿين کي ڪاڏو ڪارائيندا هئا، جيئن تہ روزيدار هوندا هئا، انهي لاءِ رات جو گڏجي کائيندا هئا، ڪيترا ڀيرا ائين ٿيندو هو جو حضرت ابراهيم بن ادهم رحہ ڪم کان واندا ٿي رات جو دير سان پهچندا هئا، انهي ڪري هڪ ڀيري سندن ساٿين چيو تہ، اچو پاڻ انهن

ڪانسواءِ روزا ڪوليون، جيئن ته آئينده اُهي جلدي اچڻ جي ڪوشش ڪندا. اهڙي طرح اُهي روزا کولي سمهي رهيا. جڏهن شيخ ابراهيم رحه آيو تڏهن پاڻ رحه ڪين ستل ڏٺائون. پاڻ رحه خيال ڪيائون ته غالبا ويچارن وٽ کاڌو ڪونه هو: اهو خيال ڪري پاڻ رحه اٿو ڳوهيائون ايتري ۾ اُهي سجاڳ ٿيا. ان وقت پاڻ رحه باهه کي ڦونڪون ڏيئي رهيا هئا ۽ ان حالت ۾ سندن ڏاڙهي خاڪ آلوده ٿي ويئي هئي. جڏهن انهن اصل حقيقت ٻڌائي تڏهن شيخ ابراهيم رحه فرمائڻ لڳو ته منهنجو خيال هو ته شايد اوهان کي افطاري ڪانه ملي هئي، انهي ڪري اوهين سمهي رهيا. اهو ٻڌي اُهي پاڻ ۾ چوڻ لڳا، "ڏسو اسان ڪهڙو سلوڪ ڪيو هو ۽ هي اسان سان ڪهڙو سلوڪ ڪري رهيا آهن".

صوفين سڳورن کي جنهن ڪنهن ڪم جي لاءِ سڏيو وڃي ته اهي چون و چرا نه ڪندا آهن. ڪنهن عالم جو قول آهي "جڏهن ڪو شخص پنهنجي ساٿيءَ کي چوي مان سان گڏ هل. ۽ اهو هيئنئن چوي "ڪيڏانهن؟" ته اهڙي ماڻهو سان گڏ نه رهو". ٻي بزرگ جو قول آهي جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ياءُ کي هيئنئن چوي "مون کي پنهنجي مال مان ڪجهه ڏي" ۽ اهو چوي "توکي ڪيتري رقم جي ضرورت آهي؟ ته سمجهو ته انهي يائيچاري جو حق ادا نه ڪيو. هڪ عربي شاعر چوي ٿو، ترجمو: "جڏهن انهن جو ياءُ تڪليفن تي سڏي ته انهي جو سبب دريافت نٿا ڪن".

## بي تڪلفي ڪرڻ

صوفي سڳورا پنهنجن روحاني يائرن جي لاءِ تڪلف نه ڪندا هئا. چون ٿا ته شيخ ابوحفص رحه ان کي ناپسند ڪيو ۽ فرمائڻ لڳو: "منهنجي ساٿين کي مخنثن جي جيئن بنايو پيو وڃي، جو انهن کي رنگارنگ جا کاڌا پيش ڪيا پيا وڃن. اسانجي نزديڪ جوان مردي جي نشاني هي آهي ته تڪلف کي ترڪ ڪري جيڪي حاضر هجي (ماحضر) پيش ڪيو وڃي. چوته تڪلف جي ڪري مهمان کي جدا ٿيڻو پوندو آهي ۽ جيڪڏهن تڪلف نه هجي ته مهمان جو رهڻ ۽ نه رهڻ ٻنهي نمونن ۾ برابر هوندو آهي."

## خاطر تواضع ڪرڻ

صوفي سڳورا پنهنجن ساٿين جي خاطر مدارات ڪندا آهن. ظاهري ڏيکاءُ ڪونہ ڪندا آهن. ڪڏهن مدارات ظاهر داري ۾ مشتبہ ٿي ويندي آهي، پر انهن ۾ اهو باهمي فرق آهي جو مدارات جو مقصد ڀاءُ جي خيرخواهي هوندو آهي ۽ صرف ان جي ڀلائي ۽ خيرخواهي جي لاءِ انهي جي تواضع ڪئي ويندي آهي ۽ انهي جي ناپسنديده ڳالهين کي برداشت ڪيو ويندو آهي. پر ظاهرداري جو مقصد حصولِ لذت ۽ جاه و اقتدار هوندو آهي.

## ميانہ روي اختيار ڪرڻ

معرفت جا صاحب صحبت ۾ وچٿرائي (اعتدال) کي ملحوظ رکندا آهن. اهي نہ تہ ماڻهن کان بلڪل ڪٽيل رهندا آهن ۽ نہ وري سوڙها (منقبض) رهندا آهن ۽ نہ بلڪل بي تڪلف هوندا آهن. امام شافعي رحہ کان منقول آهي ماڻهن کان ڪٽجڻ انهن جي عداوت جو باعث هوندو آهي ۽ انهن سان بي تڪلف ٿيڻ برن ساٿين کي آڻڻ جو باعث بنبو آهي.

## عيب پوشي ڪرڻ

روحانيت جا صاحب پنهنجن ڀائرن جي عيبن کي لڪائيندا آهن. حضرت عيسيٰ عليہ السلام هڪڙي ڀيري پنهنجن ساٿين کان پڇيو تہ "جڏهن اوهين پنهنجي ڀاءُ کي ستل ڏسو ۽ هوا انهي جو ڪپڙو لاهي ڇڏيو آهي، تہ اوهين ڇا ڪندا آهيو؟ اهي چوڻ لڳا تہ اسين ان کي لڪائيندا ۽ ڍڪيندا آهيون. حضرت عيسيٰ عليہ السلام فرمايو نہ، بلڪ اوهين ان جو عيب ظاهر ڪريو ٿا. چوڻ لڳا: سبحان الله! اهو ڪير ٿو ڪري. پاڻ عليہ السلام فرمائڻ لڳا (اهو هن طرح آهي) تہ اوهان مان جڏهن بہ ڪو پنهنجي ڀاءُ جي باري ۾ ڪا ڳالھ سڻندو آهي تہ اهو وڌائي ڪري ماڻهن ۾ ان جي تشهير ڪندو آهي."

## همدردي ڪرڻ

صوفين جي ادبن جو هڪ اصول هي بہ آهي تہ اُهي پنهنجن روحاني ڀائرن جي غير حاضري ۾ انهن لاءِ استغفار ڪندا آهن ۽ الله ڏانهن ڌيان

ڪري انهي ڳالهه جي ڪوشش ڪندا آهن، جو اُهو انهن جي تڪليفن کي دور ڪري.

چون ٿا ته هڪ ڀائر هئا، انهن مان هڪڙو نفساني خواهشن ۾ مبتلا ٿيو، تڏهن ان پنهنجي ڀاءُ جي اڳيان اظهار ڪري هيئنئن چيائين "آئون هڪ نفساني خواهش ۾ مبتلا آهيان، جيڪڏهن تون چاهين ته محبت جو رشتو منقطع ڪري سگهين ٿو. ان جي ڀاءُ چيو "آئون تنهنجي گناهه جي ڪري ڀائيچاري جو رشتو نه ٽوڙيندس".

ان ڪانپوءِ انهي خدا جي اڳيان عهد و پيمان ڪيو ته جيستائين الله تعاليٰ هن جي نفساني خواهش کي دور نه ڪندو، تيستائين هو نه کائيندو نه پيئندو. جيئن ته هن چاليهن ڏينهن تائين فاقه ڪشي ڪئي. انهي وچ ۾ جڏهن هو ان جي نفساني خواهش جي باري ۾ پڇندو هو تڏهن هو اهوئي چوندو هو ته "اها اجا تائين باقي آهي". آخرڪار چاليهن ڏينهن ڪانپوءِ هن ٻڌايو ته ان جي نفساني خواهش دور ٿي ويئي آهي. اهڙي ڳالهه ٻڌڻ ڪانپوءِ هن کاڌو پيتو شروع ڪيو.

صوفي سڳورا پنهنجي ساٿي کي خاطر تواضع جو محتاج نه بنائيندا آهن ۽ نه ان کي معذرت تي مجبور ڪندا آهن ۽ نه پنهنجي ساٿي جي لاءِ ايتري قدر تڪلف ڪندا آهن جو ان کي ناگوار معلوم ٿئي. بلڪ جهڙو انهن جو ساٿي آهي، اهڙائي رهندا آهن. البته پنهنجي ساٿي جي مقصد کي پنهنجي مقصدن تي مقدم رکندا آهن.

حضرت علي بن ابي طالب ڪرم الله وجهه فرمائين ٿا "بدترين دوست اُهو آهي، جيڪو اوهان کي خاطر مدارات جو محتاج بنائي يا اوهان کي معذرت پيش ڪرڻ تي آماده ڪري ۽ اوهين ان جي لاءِ تڪلف (بناوٽ) ڪريو".

حضرت جعفر الصادق رضہ فرمائين ٿا "منهنجو اُهو ڀاءُ مون تي سڀ کان زياده بار خاطر آهي جيڪو منهنجي لاءِ تڪلف ڪري ۽ آئون انهي کان بچڻ جي ڪوشش ڪريان، منهنجي دل تي سڀ کان هلڪو اهو ڀاءُ آهي جو آئون انهي سان رهي اهو محسوس ڪريان ته آئون تن تنها آهيان".

بهرحال آدابِ صحبت ۽ حقوق اخوت گهڻائي آهن ۽ انهي سلسلي جي حڪايتن کي بيانَ ڪرڻ طول عمل آهي البته مون انهي مضمون جون

ڪيترين ئي حڪايتون شيخ ابوطالب مڪي رحه جي ڪتاب ۾ مطالع ڪيون آهن. بزرگ سڳوري پنهنجي ڪتاب ۾ انهي قسم جون تمام سٺيون ڳالهيون پيش ڪيون آهن.

## مولائي ڪريم کي راضي ڪرڻ

حاصل ڪلام هي ته "ٻانهو پنهنجي موليٰ جي لاءِ وقف ٿي وڃي ۽ جيڪي ڪجهه چاهي پنهنجي نفس جي لاءِ نه گهري، بلڪ انهي ۾ پنهنجي موليٰ پاڪ جي رضامندي پيش نظر هجي. جڏهن ڪنهن جي صحبت اختيار ڪري ته اها صحبت به خدا جي لاءِ هجي ۽ انهي سلسلي ۾ اهو اهڙو ڪم ڪري جنهن ڪان خدا جي قربت ۾ اضافو ٿيندو رهي. ڇوته جيڪو ماڻهو الله جا حق ادا ڪندو آهي. الله تعاليٰ ان کي اهڙي معرفت عطا فرمائيندو آهي. جنهن جي ذريعي اهو نفس ۽ ان جي عيبن ڪان واقف ٿي عمده آداب ۽ اخلاق کي سڃاڻڻ لڳندو آهي. اهڙي طرح اهو فهم ۽ بصيرت سان پنهنجن حقن کي ادا ڪندو آهي. پوءِ خدا ۽ مخلوق جو ڪوبه حق انهي ڪان ڇٽي نه سگهندو آهي. انهي سلسلي ۾ جيڪڏهن ان ڪان ڪوتاهي ٿي وڃي ته سمجهو ته پنهنجي نفس جي خباثت ان ۾ باقي آهي ۽ چڱي طرح پاڪ ۽ صاف ڪونه ٿيو آهي. ان صورت ۾ جيڪڏهن اهو ڪنهن جي صحبت اختيار ڪري ٿو ته ڪڏهن افراط ۽ ڪڏهن تفريط جي ڪري ان جو نفس تاريڪ ٿي ويندو آهي ۽ هو خدا ۽ مخلوق جي فرضن ڪان غافل ٿي ويندو آهي.

ان وقت حڪايتن، وعظن ۽ ادبن ۽ انهن جون ڳالهيون سڻڻ ڪان نفس تي زياده اثر ڪونه ٿيندو آهي. انهن جو مثال اهڙو آهي. جيئن هڪ ڪوهه اندر مٽان ڪان پاڻي ڪيرائجي، جيڪو نه ته اتي بيهندو آهي ۽ نه انهيءَ ڪان ڪو فائدو پهچندو آهي. پر جيڪڏهن زهد ۽ تقويٰ اختيار ڪجي ته انهي مان آبِ حيات موجزن ٿيندو آهي ۽ علم ۽ بصيرت ڪانپوءِ ان جو نفس ضروري حق ۽ ادب ادا ڪندو آهي.

باب ڇاونجاهون

# روح ۽ نفس جي سڃاڻ

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "اوهان مان هرهڪ جي پيدائش هن طرح ٿيندي آهي جو اهو چاليهن ڏينهن تائين پنهنجي ماءُ جي پيٽ ۾ نطفي جي صورت ۾ رهندو آهي. ان ڪانپوءِ ايتري ئي عرصي ۾ خون جي ڦِٽڪي (ڄميل خون جي حالت ۾) بنيل رهندو آهي پوءِ اهڙي طرح گوشت جو لوٿڙو بنبو آهي. ان ڪانپوءِ الله پاڪ چئن ڪلمن سان ان ڏانهن ملائڪ موڪليندو آهي. اهو ان جو موت، رزق ۽ بدبختي يا نيڪ بختيءَ جو حال لکندو آهي، ان ڪانپوءِ روح ڦوڪيو ويندو آهي.

البتہ هيءَ عجيب حقيقت آهي تہ ڪنهن وقت هڪ ماڻهو دوزخين جهڙا ڪم ڪندو رهندو آهي، ايستائين جو انهي ۽ دوزخ جي وچ ۾ صرف هڪ گز جو مفاصلو باقي رهندو آهي، تہ اوچتو تقدير انهي تي سبقت حاصل ڪندي آهي ۽ هو بهشت وارن جهڙا ڪم ڪري جنت ۾ داخل ٿي ويندو آهي (انهيءَ جي ابتڙ اهڙو اتفاق بہ ٿيندو آهي جو) ڪڏهن ڪنهن پيري هڪ ماڻهو جنتين جهڙا ڪم ڪندو آهي، ايستائين جو جنت ۽ ان جي وچ ۾ صرف هڪ گز جو مفاصلو هوندو آهي. يڪدم تقدير اڳيان ايندي آهي ۽ هو دوزخين جهڙا ڪم ڪري دوزخ ۾ داخل ٿيندو آهي. الله پاڪ فرمائي ٿو "اسان انسان کي چونديل مٽيءَ مان پيدا ڪيو، پوءِ ان کي هڪ محفوظ مستحڪم مقام ۾ (مقرر مدت جي لاءِ) نطفي جي شڪل ۾ رکيو". ان ڪانپوءِ پيدائش جي مختلف تبديلين کي بيان ڪرڻ ڪانپوءِ فرمايو آهي تہ "پوءِ اسان ان کي ٻي پيدائش عطا ڪئي". چون ٿا انهي مان مراد ان ۾ روح ڦوڪڻ آهي.

# روح جي حقيقت

روح جي حقيقت جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ تمام مشڪل آهي. انهي ڪري دانشورن ان تي گفتگو ڪانه ڪئي آهي. الله پاڪ به روح کي وڏي اهميت ڏني آهي ۽ هيئن چئي ڪري مخلوق تي ڪم علمي جي مهر ثبت ڪئي آهي "اوهان کي ان جو تمام گهٽ علم ڏنو ويو آهي". پوءِ به هيءَ حقيقت آهي ته خدا پاڪ اسان کي، فُرزندانِ آدم جي تعظيم ۽ تڪريم کان ضرور واقف ڪيو آهي. جيئن ته هڪ جڳهه تي ارشاد آهي "اسان فرزندانِ آدم کي عزت بخشي آهي".

روايت آهي ته جڏهن الله تعاليٰ حضرت آدم عليه السلام ۽ سندس اولاد کي پيدا فرمايو تڏهن ملائڪ چوڻ لڳا. "اي اسانجا پالڻهار! انهن کي کاڌي پيتي ۽ نڪاح جي لاءِ پيدا ڪيئي انهي ڪري دنيا انهن جي رهي ۽ آخرت اسان جي هجي". خدا پاڪ فرمايو "منهنجي عزت ۽ جلال جو قسم! مان انهي شخص جي اولاد کي جنهن کي خود مون پنهنجي هٿ سان پيدا ڪيو هجي، ان مخلوق جي برابر نه رکندس، جنهن کي مون صرف ڪلمه ڪن (ٿي پوءِ) چئي پيدا ڪيو هجي."

انهيءَ ڪري انسان جي ايتري قدر تعظيم ۽ تڪريم ڪرڻ ۽ ملائڪن تي ان کي ترجيح ڏيڻ جي باوجود جڏهن روح جو مسئلو درپيش ٿيو، تڏهن الله سائين نه صرف صاف طور تي چئي ڏنو ته انهن کي هن جو علم تمام گهٽ آهي، بلڪ هن طرح به ارشاد فرمايو ويو آهي ته "(اي محبوب ﷺ) اُهي توکان روح جي باري ۾ دريافت ڪن ٿا، چئو ته روح منهنجي رب جي حڪم جو نتيجو آهي".

حضرت ابن عباس رضي الله عنهما فرمائين ٿا "هڪ ڀيري يهودين پاڻ ڪريمن ﷺ جن کان پڇيو ته "اوهان اسان کي ٻڌايو ته روح جي ڇا حقيقت آهي ۽ اُهو روح جيڪو جسم ۾ هوندو آهي، ان کي ڪيئن عذاب ٿيندو آهي، جڏهن ته روح خدائي حڪم سان پيدا ٿيو آهي؟" جيئن ته انهي باري ۾ پاڻ سونهارن ﷺ تي ڪابه آيت نازل ڪانه ٿي هئي. انهي لاءِ پاڻ ڀلارن ﷺ ڪين ڪوبه جواب ڪونه ڏنو. آخر حضرت جبرئيل عليه السلام ذڪر ٿيل مٿئين آيت ڪٺي آيو.

## اختلاف راءِ

جڏهن رسول الله ﷺ جن روح ۽ ان جي حقيقت کي بيان ڪرڻ کان خدا جي حڪم ۽ وحي جي مطابق خاموشي اختيار ڪئي، حالانڪ پاڻ يلارا ﷺ معدنِ علم ۽ سرچشمہ حڪمت آهن، تہ ٻين جي لاءِ انهي ۾ غور ۽ خوض (ويچار) ڪرڻ يا انهي ڏانهن اشارو ڪرڻ ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ پر جيئن تہ نفس انساني هر معقول شيءِ کي معلوم ڪرڻ جي لاءِ طبعي طور تي شائق آهن ۽ جتي آرام ۽ ويهڻ جو حڪم هوندو آهي. اُتي بہ اُهي حرڪت ڪندا آهن ۽ هرهڪ بري ڀلي شيءِ جي تحقيق ڪندا آهن. بلڪ خيالُ ۽ فڪرُ جي مَيدانن ۾ نظر جا گهوڙا هر طرف ڊوڙائڻ لڳندا آهن. انهي لاءِ اُهي روح جي ماهيت ۽ حقيقت کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. نتيجو هيءُ نڪتو تہ انهن جو عقل ۽ فڪر، خيالن جي وسيع صحرا ۾ ڀٽڪڻ لڳو ۽ روح جي باري ۾ طرح طرح جون قياس آرائيون ٿيڻ لڳيون، جيئن تہ جيتري قدر ارباب نقل و عقل ۾ روح جي ماهيت جي باري ۾ اختلاف آهي، ان کان وڌيڪ اختلاف ڪنهن ٻي مسئلي تي ڪونهي. جيڪڏهن نفس انساني پنهنجي حد تي بيهندي عجز جو اعتراف ڪن ها، تہ اهو انهن جي لاءِ زياده مناسب هو.

## گمراهن کان پرهيز ڪرڻ

روح جي باري ۾ هر قسم جي ماڻهن جا خيالات منقول آهن البتہ جيڪي الهامي مذهبن جا پابند نہ آهن انهن جي قولن کان هي ڪتاب پاڪ آهي. ڇوتہ اهي انهن عقلن جي نتيجن جا فڪر آهن، جيڪي راهِ هدايت کان ڀٽڪيل آهن. بلڪ انهن جي طبيعتن ۾ فساد پيدا ٿي ويو آهي. ڇوتہ انهن کي پيغمبرن سڳورن جي اتباع جي برڪت سان نورِ هدايت حاصل ڪونہ ٿيو آهي. انهن جو حال اهڙوئي آهي، جيئن تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو "انهن جي اکين تي پردو پيل آهي. انهي لاءِ اُهي منهنجو نہ ذڪر ڪري سگهن ٿا ۽ نہ اهي سڻي سگهن ٿا. اُهي (ڪافر) چون ٿا جنهن شيءِ ڏانهن اوهين اسان کي سڏيو ٿا (ان کي اسين نٿا سمجهي سگهون) ڇوتہ اسان جون

دليون غافلن ۾ آهن ۽ اسانجا ڪن ٻوڙا آهن ۽ اسان جي ۽ اوهان جي وچ ۾ پردو آهي". جيئن تہ اهي ماڻهو انبياءَ ڪرام کان لکي ويا انهي لاءِ (انهن جون ڳالهيون) نہ سڻي سگهيا ۽ جڏهن ڪجهہ ڪونہ ٻڌو تہ پوءِ انهن کي هدايت ڪانہ ملي سگهي، اُهي پنهنجي جهالتن تي اصرار ڪندا رهيا. جنهن جو نتيجو هيءُ ٿيو جو اهي معقول ڳالهہ کان محروم رهيا. ڇوتہ عقل هڪ اهڙي حجت خداوندي آهي جنهن جي ذريعي اُهو هڪ جماعت کي هدايت ڏيندو آهي ۽ ٻي جماعت کي گمراهہ ڪندو آهي. انهي ڪري اهڙن (گمراهہ ماڻهن) جا قول نقل نہ ڪيا ويندا.

جيڪي ماڻهو الهامي مذهبن جا پابند آهن، انهن روح جي حقيقت جي باري ۾ گفتگو ڪئي آهي. انهن جا ٻہ قسم آهن. هڪڙي اها جماعت آهي جنهن استدلال ۽ غور و فڪر ڪانپوءِ گفتگو ڪئي آهي. ٻي جماعت اُها آهي جنهن عقل و فڪر کي استعمال ڪونہ ڪيو، بلڪ پنهنجي دلي ذوق ۽ اِلهام سان علم حاصل ڪيو آهي. ايستائين جو مشائخ ڪرامن ٻہ روح جي باري ۾ گفتگو ڪئي آهي. البتہ هن مسئلي ۾ سيني جي لاءِ بهتر اهوئي هو جو رسول اڪرم ﷺ جي اتباع ۾ ڪجهہ نہ ڳالهين ها.

## روح جون تاويلون

حضرت جنيد رحہ فرمايو آهي "روح اهڙي شيءِ آهي، جنهن جو علم صرف الله تعاليٰ کي ئي آهي. ان جي باري ۾ الفاظ ان کان وڌيڪ نٽا بيان ڪري سگهجن تہ اُها هڪ موجود شيءِ آهي". صداقت پسند انسانن کي اجمالي طور تي اسان انهن جي قولن ۽ فعلن کان واقف ڪرايون ٿا، البتہ انهن جا اهي خيالات ڪلامِ الاهي ۽ آياتِ قرآني جي تاويل جو درجو رکن ٿا. انهي لاءِ انهن جو تفسير جائز ڪونهي. ڇوتہ انهن جو تفسير منقول نہ آهي، پر تاويل ڏانهن عقل دست درازي ڪئي آهي. تاويل جي منشا هيءَ هوندي آهي تہ آيت جو جيڪو مفهوم ممڪن هجي ان تي يقين ڪانسواءِ ان جو ذڪر ڪيو وڃي. انهي قسم جي تاويل ڪيترن ئي بزرگن ڪئي آهي.

شيخ ابوعبدالله النياجي رحہ فرمائي ٿو "روح اهڙو لطيف بدن آهي جيڪو احساس ۽ لمس (ڇهڻ) کان بالاتر آهي. ان جي باري ۾ هن کان وڌيڪ

نٿو بيان ڪري سگهجي تہ اهو موجود آهي". هن قول ۾ روح جي حقيقت ڪي بيان نہ ڪيو ويو آهي، پوءِ بہ ايترو ٻڌايو ويو آهي تہ اهو جسم آهي.

شيخ ابن عطاءَ رحہ فرمايو آهي "الله تعاليٰ جسمن کان پهرين روحن کي پيدا ڪيو. جيئن تہ ارشاد باري تعاليٰ آهي "اسان اوهان کي (اوهانجن روحن کي) پيدا ڪيو. پوءِ اسان اوهان کي صورت بخشي سون يعني جسمن کي پيدا ڪيو."

هڪڙي بزرگ جو قول آهي "روح هڪ لطيف شيءِ آهي جيڪا هڪ گهاٽي (ڪثيف) شيءِ ۾ ڏني وجي ٿي، جهڙي طرح قوت بينائي جوهر لطيف آهي پر ڪثيف شيءِ ۾ قائم آهي. پر اهو قول قابلِ غور و فڪر آهي.

## روح جو قديم هجڻ

هڪ ٻي بزرگ چيو آهي تہ روح هڪ قسم جو تعبير آهي ۽ شين سان قائم رهڻ واري شيءِ ئي اصل حقيقت آهي، اهو قول بہ قابل اعتراض آهي. البتہ هيءُ صورت ٿي سگهي ٿي تہ ان جي معنيٰ زنده ڪرڻ جي ڪجي. انهي صورت ۾ بقول بعضن جي احياءَ (زنده ڪرڻ) زنده ڪرڻ واري جي ڪاريگري (صنعت) هوندي. جهڙي طرح تخليق (پيدا ڪرڻ) خالق جي صنعت آهي. جيئن تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

قُلِ الرُّوْحُ مِنْ اَمْرِ رَبِّيْ

ترجمو: (اي محبوب ﷺ) چئُ تہ روح منهنجي رب جي حڪم مان آهي.

جيئن تہ امر خداوندي ان جو ڪلام آهي ۽ ڪلامِ خداوندي مخلوق ڪونهي. انهي ڪري هيءُ چوڻ تہ "اوهين زنده ٿي وڃو". هر زنده (هميشہ جي لاءِ) زنده بنجي ويندو. ان قول جي مطابق روح کي جسم جي مفهوم ۾ نٿو وٺي سگهجي.

بهرحال روح جي حقيقت جي باري ۾ مختلف قول آهن ڪن قولن مان خبر پئي ٿي تہ ان جا چوڻ وارا روح جي قديم هجڻ جا قائل آهن ۽ ڪي ماڻهو روح جي فنا (حادث) هئڻ جا قائل معلوم ٿين ٿا. پڻ انهي روح جي باري ۾ بہ ماڻهن جو اختلاف آهي. جنهن جي متعلق رسول الله ﷺ جن کان

دريافت ڪيو ويو هو.

## روح جا پيا مفهوم

هڪڙي جماعت چيو آهي ته انهي مان مراد حضرت جبرئيل عليه السلام آهي. هڪ روايت ۾ حضرت اميرالمؤمنين علي بن ابي طالب ڪرم الله وجهه کان منقول آهي، پاڻ رضه فرمايائون ته "اهو هڪ ملائڪ آهي جنهن جا ستر هزار چهرا آهن ۽ هر چهري جون ستر هزار زبانون آهن ۽ هرهڪ زبان مان ستر هزار ٻوليون ادا ٿين ٿيون ۽ اهو انهن سڀني زبانن ۾ الله تعاليٰ جي تسبيح چوندو آهي ۽ هرهڪ تسبيح مان هڪڙو ملائڪ پيدا ٿيندو آهي، جيڪو ملائڪن سان گڏ قيامت تائين اڏامندو رهندو.

حضرت عبدالله بن عباس رضه کان منقول آهي روح الله جي صفت تخليق سان نمودار ٿيو. الله ان کي فرزندِ آدم عليه السلام جي شڪل تي پيدا ڪيو. جيئن ته آسمان مان جڏهن ڪو ملائڪ نازل ٿيندو آهي ته انهي سان گڏ هڪ نه هڪ روح ضرور هوندو آهي.

شيخ ابوصالح رحه جو قول آهي "روح انسان جي شڪل ۾ هوندو آهي، پر اهو انسان ڪونه هوندو آهي. حضرت مجاهد رحه جو قول آهي "ارواح فرزند آدم عليه السلام جي شڪل تي هوندا آهن. انهن جا هٿ پير ۽ سِر هونداَ آهن. اهي کاڌو کائين ٿا. پر اُهي ملائڪ ڪونه آهن".

## سڀ کان وڏي مخلوق

حضرت سعيد بن جبير رحه جو قول آهي "الله پاڪ عرش ڪانسواءِ روح کان وڌيڪ ڪابه وڏي ۾ وڏي مخلوق پيدا نه ڪئي آهي. اهو روح ايڏو وڏو آهي جو جيڪڏهن چاهي ته ستن آسمانن ۽ زمينن کي هڪ ئي لقمي ۾ ڳهي سگهي ٿو. ان جي پيدائش ملائڪن جي شڪل تي آهي ۽ ان جو چهرو ماڻهن جهڙو آهي. اهو روح قيامت جي ڏينهن عرش جي سڄي پاسي بيهندو ۽ ملائڪ به انهي سان گڏ هڪڙي صف ۾ هوندا. روح اهلِ توحيد جي لاءِ سفارش ڪندو. جيڪڏهن انهي ۽ ملائڪن جي وچ ۾ هڪڙو نوراني پردو نه هجي ها ته آسمان وارا انهي جي نور کان ڪامي وڃن ها".

اهي قول غالبا پاڻ ڀلارن ﷺ جي طرف کان منقول آهن. ائين معلوم پيو ٿئي تہ انهن روايتن جو اهو مذڪوره روح انهي روح کان مختلف آهي، جيڪو جسم ۾ هوندو آهي. انهي ڪري ان قسم جي روح جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ ممنوع ڪونهي.

هڪ ٻي درويش جو قول آهي "روح هڪ لطيفہ آهي جيڪو الله جي طرفان مشهور جڳهن ڏانهن سرايت ڪندو آهي. ان جي باري ۾ هن کان وڌيڪ بيان نٿو ڪري سگهجي تہ اهو ڪنهن ٻي جي ذريعي سان موجود آهي".

هڪ قول هي بہ آهي تہ روح لفظ ڪن "ٿي پوءِ" کان ٻاهر نہ آهي. انهي لاءِ تہ جيڪڏهن اهو هڪ لفظ ڪن کان خارج ٿي وڃي تہ انهي جي ذلت ٿيندي آهي. انهي تي هيءُ سوال ڪيو ويو "پوءِ اهو ڪهڙي شيءِ مان نڪتو آهي". ان جي جواب ۾ هيءُ چيو ويو تہ روح خدا جي جلال و جمال کان ان جو اشارو ملاحظہ ڪري نمودار ٿيو آهي. الله انهي کي خاص پنهنجي سلام سان مخصوص ڪري پنهنجي ڪلام ۽ حڪم جي ذريعي زنده ڪيو آهي. انهي لاءِ اهو لفظ "ڪن" جي ذلت کان آزاد آهي.

## روح جي اهميت

شيخ ابوسعيد خراز رحہ کان سوال ڪيو ويو "ڇا روح مخلوق آهي؟ پاڻ چيائين "هائو ۽ جيڪڏهن اها ڳالهہ نہ هجي ها تہ. اها خدا جي ربوبيت جو اقرار نہ ڪري ها. اهو روح ئي آهي جنهن کان بدن کي قيام حاصل آهي ۽ انهيءَ جي ڪري بدن کي زندگي ملي. عقل بہ روح سان لاڳاپيل آهي ۽ روح جي ڪري عقلي دلائل وجود ۾ ايندا آهن. جيڪڏهن روح نہ هجي ها، تہ عقل معطل رهي ها ۽ عقلي دليلن جو ڪوبہ فائدو يا نقصان نہ ٿئي ها.

## جُوهر مخلوق

ڪي چون ٿا تہ روح هڪ جُوهر مخلوق آهي پر سڀني مخلوقاتن ۾ لطيف ترين ۽ سڀني جوهرن (قائم بالذات شيون) ۽ انوارن ۾ پاڪيزه ترين شيءِ آهي. انهي جي ڪري عالم غيب جون شيون نظر اچن ٿيون ۽ انهي

جي ڪري اهلِ معرفت کي ڪشف حاصل ٿيندو آهي ۽ جڏهن روح روحاني سير کان پوشيده ٿي ويندو آهي. تڏهن جسماني عضوا بي ادبي ڪرڻ لڳندا آهن ۽ انهي جي ڪري روح تجلين، حجابن، قبض ۽ ڪشمڪش جي درميان اچي ويندو آهي. هينئن به چون ٿا ته روحن جي نزديڪ دنيا ۽ آخرت هڪجهڙا آهن.

## روحن جا قسم

هيءُ به چيو وڃي ٿو ته روحن جا ڪئين قسم آهن. ڪي روح برزخ ۾ گشت ڪن ٿا. اُهي دنيا ۽ ملائڪن جي حالاتن جي نگراني ڪندا آهن ۽ ملائڪ آسمان ۾ ماڻهن جي باري ۾ جيڪي ڪجهه بيان ڪندا آهن. انهن کي ٻڌن ٿا، ڪي روح عرش جي هيٺيان هوندا آهن ۽ ڪي روح بهشت ڏانهن اڏامندا رهندا آهن ۽ پنهنجي زندگيءَ ۾ خدائي جدوجهد جي لاءِ جيتري قدر حصو انهن جي قسمت ۾ هوندو آهي. ان جي مطابق جتي چاهين اڏامندا آهن.

حضرت سعيد بن المسيب رضہ جي روايت کان حضرت سلمانؓ جو هيءُ قول منقول آهي ته مؤمنن جا روح زمين جي برزخ ۾ جتي چاهين، آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ ان وقت تائين ڦرندا آهن، جيستائين الله تعالىٰ کين انهن جي جسمن ۾ نه موٽائي.

## مُردن سان ملاقات

منقول آهي ته جڏهن روحن وٽ جيئرن مان ڪو مُردو پهچندو آهي ته انهي سان ملي ڳالهه ٻولهه ڪندا آهن ۽ هڪ ٻئي کان سوال ڪندا آهن، بلڪه الله پاڪ انهن تي ڪي ملائڪ به مقرر ڪيا آهن جيڪي انهن تي جيئرن جا ڪم پيش ڪندا آهن.

ايستائين جو جڏهن مُردن کي هيءُ ٻڌايو وڃي ته جيئرن کي دنيا ۾ گناهن جي ڪري سزا ڏني پئي وڃي تڏهن اُهي چوندا آهن "اسان انهي جي طرفان الله جي اڳيان معذرت خواه آهيون، ڇوته الله کان وڏيڪ ڪنهن ٻي کي معذرت پسند ڪانهي.

## عملن جو پيش ٿيڻ

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي "الله وٽ سومر ۽ خميس جي ڏينهن عمل پيش ٿين ٿا ۽ نبين سڳورن ۽ والدين وٽ عمل جمعي جي ڏينهن پيش ٿين ٿا ۽ اُهي انهن نيڪين کان خوش ٿين ٿا. جنهن کان انهن جي چهرن جي رونق ۽ چمڪ دمڪ وڌي ويندي آهي. انهي لاءِ اوهين الله کان ڊڄو ۽ پنهنجن مُردن کي تڪليف نہ ڏيو".

ٻي حديث شريف ۾ هن طرح منقول آهي "اها حقيقت آهي تہ اوهان جا عمل اوهان جي ڪٽنب جي رشتيدار مُردن تي پيش ڪيا ويندا آهن. جيڪڏهن اُهي چڱا هوندا آهن تہ خوش ٿي ويندا آهن ۽ جيڪڏهن اهڙا نہ هوندا آهن تہ هينئن چوندا آهن "اي خدا! تون انهن کي ان وقت تائين موت نہ ڏي، جيستائين انهن کي اهڙي طرح هدايت نہ پهچائين جهڙي طرح تو اسان کي هدايت ڏني هئي".

بهرحال اهي قول ۽ حديثون ثابت ڪن ٿيون تہ روح جسمن ۾ مستقل هستي رکن ٿا ۽ اعيان آهن. اهي صرف خيالي ۽ عارضي شيءِ (عرض) نہ آهن. شيخ واسطي رحہ کان پڇيو ويو "رسول الله ﷺ جن سڀ مخلوق کان وڌيڪ حليم الطبع ڇو هئا؟ پاڻ چيائين ان جو سبب هي آهي تہ سندن ﷺ روح سڀ کان پهرين پيدا ڪيو ويو هو انهي لاءِ حضرت ﷺ جن جي روح کي سڀ کان وڌيڪ ويهڻ ۽ صبر و قرار جو موقعو مليو، ڇا توهان کي خبر ڪانهي تہ پاڻ ڀلارن ﷺ فرمايو "آئون ان وقت نبي هوس، جڏهن تہ حضرت آدم عليہ السلام روح ۽ جسم جي وچ ۾ هئا". يعني نہ انهن جو روح ۽ نہ جسم پيدا ٿيو هو.

## نوراني علم ۽ روح

هڪ قول هي بہ مذڪور آهي تہ روح نورءِ عزت مان پيدا ٿيو ۽ ابليس آتش عزت مان مخلوق ٿيو. انهي ڪري هن چيو هو "تو مونکي باهہ مان پيدا ڪيو ۽ ان کي تو مٽيءَ مان پيدا ڪيو آهي". ان کي ڪهڙي خبر هئي تہ نور نار کان بهتر آهي. هينئن بہ چيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ علم کي روح

سان گڏي ڇڏيو. جيئن ته روح پنهنجي لطافت جي ڪري علم جي بدولت اهڙي طرح واڌ ويجهه ڪندو آهي، جهڙي طرح جسم کي غذا جي ذريعي نشونما حاصل ٿيندي آهي. پر انهيءَ علم مان مراد علم خداوندي آهي. ڇوته مخلوق جو علم ايتري قدر گهٽ درجي جو آهي جو اهو اعليٰ درجو حاصل نٿو ڪري سگهي.

## متڪلمين جي راءِ

اسلامي متڪلمين جي اڪثريت جو فيصلو هيءُ آهي ته انسانيت ۽ حيوانيت ٻئي اهڙا غرض (غيرمستقل صفت) آهن. جن جي انسان جي اندر تخليق ڪئي ويئي آهي. پر موت انهن ٻنهي کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي. روح زندگي جو ٻيو نالو آهي. جڏهن اهو موجود هوندو آهي. تڏهن جسم زنده رهندو آهي ۽ قيامت جي ڏينهن جڏهن روح جسم ۾ موٽايو ويندو ته ان وقت جسم به زنده ٿي پوندو.

ڪن مسلمان متڪلمن جي هيءَ راءِ آهي ته روح هڪ لطيف جسم آهي. اهو ڪثيف جسمن ۾ اهڙي طرح سرايت ڪيل آهي. جهڙي طرح پاڻي سائي ٿاري ۾ ملي جلي ويندو آهي. شيخ ابوالمعالي جويني رحه به انهي قول کي پسند ڪيو آهي. هائو اڪثر متڪلمين روح کي عرض تسليم ڪن ٿا، پر انهن جي ترديد اُهي حديثون ڪن ٿيون جن مان هيءَ خبر پوي ٿي ته روح جسم آهي. ڇوته هي بيان ڪيو ويو آهي ته روح لهي ۽ چڙهي ٿو ۽ عالم برزخ ۾ گشت ڪري ٿو. جڏهن روح ان قسم جي وصفن سان موصوف هجي ته انهي مان خبر پوي ٿي ته اهو جسم آهي. ان جو سبب هي آهي ته عرض موصوف نٿو بنجي سگهي، ڇوته صفت هڪ قسم جي ڪيفيت آهي ۽ ڪابه ڪيفيت.ڪنهن ٻي ڪيفيت يا عرض سان گڏجي قائم نٿي رهي سگهي. ان جي باوجود ڪن ماڻهن ان کي عرض ئي تسليم ڪيو آهي.

حضرت عبدالله بن عباس رضه ڪان هڪ ڀيري پڇيو ويو "جسمن ڪان جدا ٿي روح ڪيڏانهن ويندي آهي؟" وري پڇيو ويو "بوسيده ٿيڻ تي جسم ڪيڏانهن هليو ويندو.آهي؟" تڏهن فرمايائون "(هيءَ ٻڌايو) جڏهن جسم بيمار هوندو آهي ته ان جو گوشت ڪيڏانهن هليو ويندو آهي؟"

## فلسفين جي راءِ

مردود ۽ مذموم علمن (يوناني فلسفن) جي ڪِن عالمن جن کي مسلمان چيو وڃي ٿو. هينئن چيو آهي ته "روح بدن کان جدا ٿي لطيف جسم ۾ هليو ويندو آهي. ڪنهن ٻي عالم چيو آهي "جڏهن روح بدن کان جدا ٿي ويندو آهي تڏهن قوت نطيقه جي ذريعي سان قوت وهميه انهيءَ سان گڏ حلول ڪندو آهي. ان وقت اهو محسوسات ۽ معاني جو مشاهدو ڪندو آهي. البته جدا ٿيڻ وقت بدن جي هيئت (بناوٽ) کان ان جو الڳ رهڻ ناممڪن آهي. ڇوته موت جي وقت اهو موت جو شعور رکندو آهي ۽ موت ڪانپوءِ بذاتِ خود خالي ٿي ڪري قبر ۾ رهندو آهي. زندگي ۾ جن شين تي انهيءَ جو اعتقاد هو، ان جو تصور ڪندو آهي ۽ قبر ۾ سزا ۽ جزا کي محسوس ڪندو آهي".

هڪڙي ٻي بزرگ جو قول آهي "سڀ کان صحيح هي چوڻ آهي ته روح هڪ مخلوق شيءِ آهي. جنهن جو طريقو الله تعاليٰ هي مقرر ڪيو آهي جو جڏهن هو جسم سان مليل هوندو آهي تڏهن جسم کي زنده رکندو آهي. اهو جسم کان افضل آهي. البته جسم کان جدا ٿي اهو به موت جو ذائقو چکندو آهي ۽ جسم به روح کان جدا ٿي فنا ٿي ويندو آهي (اِها تعريف انهي لاءِ ڪئي ويئي آهي ته واقعو هي آهي ته عقل جي ڪيفيت ۽ ماهيت جي حقيقت معلوم ڪرڻ ۾) اهڙي طرح عاجز آهي، جهڙي طرح نگاه سج جي ڪرڻن جي اڳيان خيره ٿي ويندي آهي.

جڏهن متڪلمين کي چيو ويو ته موجودات جو انحصار هنن قسمن تي آهي: قديم، جسم، جوهر ۽ عرض. اهڙي طرح روح جو ڪهڙي قسم سان تعلق آهي؟ تڏهن ان جي جواب ۾ ڪن ماڻهن چيو ته اهو عرض آهي ۽ ڪن ماڻهن چيو ته اهو جسم لطيف آهي ۽ هڪڙي جماعت چيو ته اهو قديم آهي، ڇوته روح امر خداوندي آهي جنهن جو تعلق ڪلام سان آهي ۽ ڪلام قديم آهي. بهرحال جنهن مسئلي ۾ ايتري قدر اختلاف هجي، ان ۾ خاموشي بهرحال بهتر هئي.

شيخ ابوطالب مڪي رحه جي ڪلام مان جيڪو پاڻ رحه پنهنجي ڪتاب ۾ درج ڪيو آهي، هيءَ خبر پوي ٿي ته انهن جو رجحان طبع هي

آهي تہ ارواح جسم ۾ اعيان جو درجو رکن ٿا. اھوئي حال نفسن جو آهي. پاڻ رحہ فرمائين ٿا: "روح ڀلائي جي لاءِ حرکت ڪندو آهي ۽ انهي جي حرکت سان دل ۾ ھڪ نور پڌرو ٿيندو آهي، جنھن کي ھڪڙو ملائڪ ڀلائي جي ڳالھہ ٻڌائيندو آهي. پر جڏھن روح برائي جي لاءِ حرکت ڪندو آهي، تڏھن قلب ۾ ھڪ قسم جي تاريڪي ظاھر ٿيندي آهي. شيطان انھي تاريڪي کي ڏسي ان کي گمراھ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

## مصنف جا خيالات

روح جي باري ۾ مشائخن سڳورن جا خيالات مطالع ڪرڻ کانپوءِ آئون پنھنجي ذاتي راءِ ۽ تاويل جو اظھار ڪريان ٿو. ڪٿي اھا منھنجي قطعي راءِ کانھي ڇوتہ دراصل انھي باري ۾ خاموشي کي ترجيح ڏيان ٿو. تڏھن بہ جيڪي ڪجھہ منھنجي سمجھہ ۾ آيو آهي اُھو بيان ڪريان ٿو.

## علوي ۽ حيواني روح

انساني روح جيڪو علوي ۽ آسماني آهي ان جو تعلق امرِ خداوندي سان آهي ۽ جيڪو روح حيواني ۽ بشري آهي، ان جو تعلق عالَم تخليق سان آهي. البتہ روح حيواني علوي روح جو مقام ۽ منزل آهي، حيواني روح لطيف جسم آهي ۽ حس و حرکت ڪري سگھي ٿو. اھو قلب مان اٿي ٿو. قلب (دل) مان مراد اُھوئي مشھور شڪل جو گوشت جو لوٿڙو آهي جيڪو جسم جي کاٻي پاسي ھوندو آهي. اھو روح ڦڙڪندڙ ماڻھن کان ادر جي سُوراخن ۾ داخل ٿيندو آهي. ھي اُھو روح آهي جيڪو سيني حيوانن ۾ مشترڪ آهي. انھي جي ذريعي سيئي حواس قائم آهن. ھي اُھو روح آهي جيڪو قانونِ قدرت جي مطابق غذا سان زنده آهي ۽ علم طب جي قاعدي جي مطابق اخلاط جي مزاج کي معتدل رکي ٿو.

## نفس جي پيدائش

جڏھن انھي روح جي اندر علوي ۽ انساني روح حلول ڪندو آهي تڏھن حيواني روح ان جو ھم جنس ٿي ويندو آهي ۽ حيواني روح جدا ٿي ڪري

هڪ نئين صفت اختيار ڪندو آهي يعني نفس بنجي گويائي ۽ الهام جو
مرڪز بنجي ويندو آهي. جيئن ته خدا پاڪ فرمائي ٿو:

وَنَفْسٍ وَّمَا سَوّٰاهَا. فَاَلْهَمَهَا فُجُوْرَهَا وَتَقْوٰاهَا. (سورة و الشمس- پ ٣٠)

ترجمو: ۽ انهي نفس جو قسم ۽ ان جو جنهن ان کي هموار ڪيو ۽ ان کي بدڪاري ۽ پرهيزگاري سيکاري.

خدا پاڪ نفس کي اهڙي طرح هموار ڪيو آهي جو انهي انساني روح جو حلول ان جي اندر ڪيو آهي ۽ هن کي سيني حيواني ارواحن جي جنس کان الڳ ڪيائين. اهڙي طرح نفس جو وجود روح علوي جي اچڻ سان الله جي تخليق سان ٿيو. اهو نفس دراصل ماڻهوءَ جو روح حيواني هو. جيڪو روح علوي سان گڏجي عالمِ وجود ۾ آيو. اهو سڀ ڪجهه الله جي حڪم ۽ امر سان ٿيو. هوبهو جهڙي طرح حضرت حوا رضہ حضرت آدم عليہ السلام جي ذريعي عالم خلق ۾ نمودار ٿي. انهيءَ ڪانپوءِ انهن ٻنهي روحن ۾ عشق و محبت جو تعلق ايستائين وڌيو جو جيڪڏهن هڪٻئي کان جدا ٿيو ته ان کي موت جو ذائقو محسوس ٿيندو هو. جيئن ته خدا پاڪ (حضرت آدم عليہ السلام جي باري ۾) فرمايو "انهيءَ مان اسان اُن جي زال پيدا ڪئي جيئن ته اهو انهي سان مانوس ٿئي".

## لطيفہ قلب

روح علوي روح حيواني سان گڏجي مانوس ٿي ڪري نفس بنجي ويو ۽ روح جي نفس سان مانوس ٿيڻ جي نتيجي ۾ قلب پيدا ٿيو. هتي قلب مان مراد اهو لطيفہ آهي جنهن جي جڳهه اهوئي گوشت جو ٽڪرو (ظاهري دل) آهي. هتي انهي گوشت جي ٽڪري جو تعلق عالم تخليق سان آهي ۽ انهي لطيفہ جو تعلق عالم امر سان. انهي ڪري روح ۽ نفس سان ان لطيفہ قلب جي آفرينش اهڙي ٿي آهي، جهڙي حضرت آدم عليہ السلام ۽ حوا رضہ سان عالم تخليق ۾ اولاد آدم عليہ السلام جي پيدائش ٿي. جيڪڏهن انهي جوڙي ۾ جنهن ۾ نفس بہ شامل آهي. پاڻ ۾ محبت نہ هجي ها تہ اهو لطيفہ قلب ۾ پيدا نہ ٿئي ها. بهرحال انهن قلبن مان هڪڙو قلب اهڙو هوندو آهي

جيڪو پنهنجي والد بزرگوار يعني روح علوي سان تمام گهڻي محبت ڪندو آهي ۽ انهي ڏانهن گهڻو مائل آهي. هيءَ اُها ٿي دل آهي جنهن کي تائيد ايزدي حاصل آهي ۽ جنهن جو ذڪر رسول الله ﷺ جن به فرمايو آهي.

## قلب جا قسم

حضرت حذيفه رضہ جي روايت آهي ته پاڻ ڪريمن ﷺ فرمايائون "قلب چئن قسمن جا هوندا آهن. هڪ اهو قلب جيڪو ڪليل ميدان جي جيئن پاڪ ۽ صاف هجي ۽ اُتي هڪ ڏيئو روشن هجي، اهو مؤمن جو قلب آهي. ٻيو قلب ڪارو ۽ انڌو هوندو آهي، اهو ڪافر جو قلب آهي. ٽيون قلب تي غلاف ويڙهيل آهي، اهو منافق جو قلب آهي. چوٿون قلب پهلودار هوندو آهي، جنهن ۾ ايمان ۽ نفاق ٻئي گڏيل هوندا آهن. ايمان جو مثال ان ۾ اهڙو آهي جيئن ڪو زخم هجي، جنهن ۾ پئون ۽ ڦڪو پاڻي پريل هجي ۽ جيڪو به مادو ان تي غالب اچي ان جي مطابق ان کي سمجهبو آهي.

سرنگون ۽ اونڌو قلب پنهنجي ماءُ جي پاران، جيڪو نفس اماره آهي، مائل هوندو آهي. هڪ دل اهڙي به هوندي آهي جيڪا انهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ جي طرف مائل هجڻ ۾ پس و پيش ڪندي آهي. اهڙي طرح جيڪڏهن دل جو لاڙو (رجحان) غالب هوندو آهي، ان جي مطابق انهي جي نيڪ بختي ۽ بدبختي جو دارومدار هوندو آهي.

## عقل جو تعلق

عقل روح علوي جو اصل جوهر، ان جو ترجمان ۽ ان جو رهنما آهي. ان جو روحاني قلب ۽ پاڪيزه نفس مطمئنه سان اهڙو ئي تعلق آهي جهڙو هڪ مهربان پيءُ جو پنهنجي سعادتمند فرزند سان يا جيئن هڪ مڙس، نيڪ زال جو ڌيان رکندو آهي. پر انهي عقل جو انڌي قلب ۽ نفس اماره سان تعلق بعينه اهڙو ئي آهي جيئن ته هڪ پيءُ جو نافرمان پٽ سان ۽ هڪ مڙس جو بدخلق زال سان تعلق هوندو آهي. جيئن ته ڪڏهن اهو بي رخي ڪندو آهي ۽ ڪڏهن اهو انهن ٻنهي جي تدبيرن ڏانهن ڌيان ڏيندو آهي، ڇوته هو انهن کان بي نياز نٿو رهي سگهي.

## عقل جو مقام

عقل جي محل ۽ مقام جي باري ۾ ٻه ماڻهن جو اختلاف آهي ڪو چوي ٿو ته انهي جو مقام دماغ آهي ۽ ڪو چوي ٿو ته ان جو مقام قلب آهي. اهي سڀئي اصل حقيقت کان اڻواقف آهن. ان جو سبب هي آهي ته عقل ڪي خود هڪ جڳهه ۽ هڪڙي رخ تي قرار ڪونهي. ڪڏهن ان جو ڌيان فرمانبردار ڏانهن هوندو آهي ۽ ڪڏهن نافرمان ڏانهن رخ هوندو آهي. دل ۽ دماغ جو وري انهن ٻنهي سان لاڳاپو هوندو آهي. اهڙي طرح جڏهن عقل نافرمان جي اصلاح ڏانهن متوجه نظر ايندو آهي، تڏهن چيو ويندو آهي ته ان جو مرڪز دماغ آهي ۽ جڏهن فرمانبردار جي تدبير ۾ لڳي ويندو آهي تڏهن چئبو آهي ته ان جو ٺڪاڻو دل آهي.

## عالمِ بالا سان تعلق

روح علوي پنهنجي بلندي جي ڪري نهايت ذوق و شوق ۽ ڪائنات کان بي نياز ٿي، پنهنجي مولىٰ جو رخ ڪندو آهي. جيئن ته ڪائنات ۾ قلب ۽ نفس ٻه شامل .آهن، انهي لاءِ جڏهن روح عالم بالا جو رخ ڪندو آهي، تڏهن قلب هڪ سعادتمند فرزند جي جيئن جذبه شوق و محبت ڪي ظاهر ڪندو آهي ۽ نفس ٻه قلب کان جيڪو فرزند جي مثل آهي اهڙي طرح مامتا جو اظهار ڪندو آهي، جهڙي طرح هڪ مامتا ڀريل ماءُ پنهنجي پٽ سان اظهار محبت ڪندي آهي.

جڏهن نفس اظهارِ شوق ڪري ته اهو عالمِ آرضي کان بلند ٿي ويندو آهي ۽ عالم سفلي ۾ انهيءَ جون ڦڙڪندڙ رڳون مرجهائجي وينديون آهن. نه صرف انهي جون خواهشون دٻجي وينديون آهن، بلڪ حرص ۽ هوا جي مادي جو قلع قمع ٿي ويندو آهي ۽ نفس دنيا کان ڪناره ڪشي اختيار ڪري، انهي جي ذوڪي کان نجات حاصل ڪندو ۽ عالم جاوداني ڏانهن رخ ڪندو آهي.

## عالم آرضي سان تعلق

ڪڏهن نفس جي پنهنجي فطري خواهش ۽ مادرانه شفقت جي ڪري عالم آرضي ڏانهن ڪشش هوندي آهي. ڇوته هو پنهنجي هم جنس روح

حيواني سان مرڪب آهي ۽ عناصرن جي طرفان جيڪي عالم سفلي جا ارڪان آهن ان جو رجحان غالب آهي جيئن ته خدا تعاليٰ فرمائي ٿو "جيڪڏهن اسان چاهيون ها، ته ان کي بلند ڪريون ها، پر هو زمين تي رهڻ لڳا ۽ پنهنجي خواهش جي پيروي ڪيائون".

بهرحال جڏهن نفس مادري تعلق جي بناءَ تي زمين کان مانوس ٿيندو آهي تڏهن سرنگون قلب انهي ڏانهن اهڙي طرح مائل ٿيندو آهي جهڙي طرح هڪ ٻار پنهنجي نافهم ۽ ناقص والده ڏانهن مائل ٿيندو آهي ۽ پنهنجي ڪامل ۽ سليم الطبع والد ڏانهن رخ نه رکندو آهي. روح به پنهنجي فرزند يعني قلب ڏانهن مائل ٿيندو آهي، جهڙي طرح هڪ والد جي دل پنهنجي پٽ ڏانهن ڇڪبي آهي. اهڙي صورت ۾ اهو پنهنجي مولىٰ جا حقوق ادا ڪرڻ کان پوئتي رهجي ويندو آهي. اهڙي طرح انهن ٻنهي قسمن جي ڪشمڪش ۾ انهي جي سعادتمندي ۽ بدبختي نمودار ٿي ويندي آهي. اهوئي قادر مطلق جو فيصلو ۽ تقدير آهي. حضرت دائود عليه السلام هڪ ڀيري پنهنجي فرزند حضرت سليمان عليه السلام کان پڇيو "تنهنجي عقل جي جڳهه ڪٿي آهي؟" پاڻ عليه السلام فرمايائين "قلب ۾" ڇوته اهو روح جو قالب آهي ۽ روح زندگيءَ جو سرچشمو آهي".

## روح جا قسم

شيخ ابوسعيد القرشي رحه فرمايو آهي "روح ٻن نمونن جو هوندو آهي. هڪ زندگي جو روح ۽ ٻيو موت جو روح، جڏهن اهي ٻئي گڏبا آهن تڏهن جسم کي عقل ۽ شعور حاصل ٿيندو آهي. موت جو روح اهوئي آهي جو جڏهن هو جسم کان ٻاهر نڪرندو آهي تڏهن زنده انسان مردو ٿي ويندو آهي ۽ روح حيات اُهو آهي جنهن جي ڪري ساهه جون نليون جاري آهن ۽ کائڻ پيئڻ وغيره جي طاقت حاصل ٿئي ٿي.

## روح ۽ نفس

ڪنهن بزرگ جو قول آهي: "روح هڪڙي پاڪيزه تڏڙي هير آهي. جنهن تي زندگي جو دارومدار آهي ۽ نفس هڪ گرم هوا آهي. جنهن جي

ڪري مذموم حرڪتون ۽ بريون ڳالهيون صادر ٿين ٿيون. انهي جي ڪري هيءُ محاورو مشهور آهي "هن جي دماغ ۾ تمام گهڻي گرمي آهي". بهرحال هن باب ۾ اسان نفس جي اصل حقيقت جي باري ۾ مشائخن سڳورن جا جيڪي خيالات بيان ڪيا آهن. نهن مان هيءَ حقيقت واضح ٿي وڃي ٿي تہ نفس ڪان مذموم فعلن ۽ اخلاقن جو اظهار بہ ٿئي ٿو. ان جو علاج مناسب مجاهدن ۽ رياضت سان ٿي سگهي ٿو ۽ برا اخلاق ۽ فعل انهن جي ڪري تبديل ٿي سگهن ٿا.

حضرت سعيد بن ابي هلال رضہ فرمائي ٿو: جڏهن پاڻ سڳورا هيءَ آيت تلاوت فرمائيندا هئا:

قَدْ اَفْلَحَ مَنْ زَكّٰهَا. (والشمس پ ٣٠)

ترجمو: جنهن تزڪيۂ نفس ڪيو اهو ڪامياب ٿيو.

تڏهن پاڻ ﷺ توقف فرمائي هيءَ دعا پڙهندا هئا:

اَللّٰهُمَّ آتِ نَفْسِيْ تَقْوَاهَا وَاَنْتَ وَلِيُّهَا وَ مَوْلاَهَا وَ زَكِّهَا اَنْتَ خَيْرُ مَنْ زَكّٰاهَا.

چون ٿا نفس هڪ لطيف شيءِ آهي جيڪا جسم ۾ موجود هوندي آهي، برا اخلاق ۽ صفتون انهي ڪان صادر ٿين ٿيون. روح بہ اها لطيف شيءِ آهي جيڪا قلب ۾ موجود هوندي آهي. اها چڱن اخلاقن ۽ صفتن جو سرچشمو آهي، جهڙي طرح اک ڏسڻ جي جاءِ ۽ ڪن قوت سماعت (ٻڌڻ) آهي. اسين نڪ سان سونگهيون ٿا ۽ زبان سان چکون ٿا. اهڙي طرح نفس مذموم اخلاقن جو مرڪز ۽ روح پاڪ صفتن جو سرچشمو آهي.

## نفس جون بنيادي صفتون

نفس جي سيني اخلاقن ۽ صفتن جا بہ بنياد آهن. اول ڪاوڙ ۽ جلد بازي، بي طمع. ان جي ڪاوڙ جهالت جي ڪري هوندي آهي ۽ طمع حرص جي ڪري هوندي آهي. ڪاوڙ جي حالت ۾ نفس کي هڪ گول ڏڙي سان تشبيهہ ڏني ويئي آهي، جيڪو هڪ صاف چڪٽاهٽ واري جاءِ تي هجي. جيئن تہ اهو پنهنجي وضع ۽ فطرت جي مطابق هميشہ متحرڪ رهندو آهي.

حرص جي ڪري نفس جو مثال ائين آهي. جيئن هڪ پتنگ ڏيئي جي روشنيءَ تي قناعت نہ ڪندي روشني جي مرڪز تي ڪري پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪري ٿو.

ڪاوڙ جو نتيجو جلدبازي ۽ بي صبري آهي. حالانڪ صبر عقل جو جوهر آهي. ڪاوڙ نفس جي اها بنيادي خامي آهي جنهن تي صبر سان ئي قابو پائي سگهجي ٿو.

عقل جي ذريعي خواهشن جو قلع قمع ٿئي ٿو ۽ اهو حرص ۽ طمع آهي جنهن جو حضرت آدم عليہ السلام مرتڪب ٿيو هو. ڇوتہ حضرت آدم عليہ السلام هميشہ رهڻ جي آرزو ڪئي هئي ۽ ان جي شوق ۾ منع ڪيل وڻ جو ميوو تناول ڪيو هو.

## فطري صفتون

ڪن نفساني صفتن جو تعلق انساني پيدائش جي وقت کان آهي. مثلا انسان خاڪ مان پيدا ٿيو. انهي لاءِ ان ۾ جيڪا هيٺائي ۽ ڪمزوري ڏسجي ٿي، اها خاڪ جي ڪري آهي. انهيءَ ۾ بخل جو مادو چيڪي مٽي جي ڪري آهي ۽ شهوت پرستي سڙيل چڪٽاهٽ واري مٽي کان پيدا ٿي آهي. جهالت جو وجود وڄندڙ مٽيءَ جي ڪري آهي. قرآن شريف ۾ بہ آيو آهي "اها مٽي ٺڪريءَ جي جيئن ٿي ويئي هئي". انهي لاءِ ان ۾ شيطانيت بہ اچي ويئي آهي ڇوتہ ٺڪر باھ مان بنجندو آهي. انهي ڪري ان شيطانيت جي ڪري ان ۾ مڪر ۽ فريب ۽ حسد جو مادو موجود آهي.

جيڪو شخص نفس جي فطرت ۽ سرشت کان واقف هوندو ان کي انهي ڳالھ جو چڱي طرح علم هوندو آهي تہ اهو خالق ڪائنات جي مدد کانسواءِ نفس تي ڪنٽرول نٿو ڪري سگهي. انهي لاءِ انسانيت جي تڪميل انهي وقت ٿي سگهي ٿي، جڏهن ٻانهو حق علم ۽ انصاف جي ذريعي حيواني خواهشن جو علاج ڪري ۽ افراط و تفريط کان بچي. انهيءَ صورت ۾ ان جي انسانيت ۽ ان جو مفهوم مستحڪم ٿئي ٿو. ان کي شيطاني صفتن ۽ برن اخلاقن کي سڃاڻي ڪري ڪمال انسانيت کان واقف هئڻ گهرجي ۽ ڪڏهن بہ برا اخلاق نہ اختيار ڪرڻ گهرجن.

انسان تي انهن برن اخلاقن جو انڪشاف بہ هئڻ گهرجي جهڙوڪ وڏائي، تڪبر، عزت، غرور ۽ خودبيني وغيره. ان کي سمجهڻ گهرجي تہ خالص بندگي اهائي آهي تہ هو الله جي حڪم مطابق زندگي بسر ڪري. الله پاڪ پنهنجي ڪلام ازلي ۾ نفس جو ٽن طرحن سان ذڪر ڪيو آهي. ڪڏهن ان کي نفسِ مطمئنہ فرمايو آهي، ڪڏهن نفسِ لوامہ (ملامت ڪرڻ وارو نفس) سان تعبير ڪيو آهي ۽ ڪڏهن نفسِ اماره (بري ڪم جو حڪم ڏيڻ وارو نفس) جي نالي سان موسوم فرمايو آهي.

## نفس جون ٽي حالتون

حقيقت ۾ نفس هڪڙوئي آهي، پر ان جون صفتون مختلف آهن. اهڙي طرح جڏهن قلب کي مڪمل سڪون حاصل ٿيندو آهي تڏهن اهو نفس کي بہ سڪون ۽ اطمينان جي خلعت ڍڪائيندو آهي. جڏهن سڪون کان ايمان ۾ اضافو ٿيندو آهي تڏهن عطيہ ايماني حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ قلب روح جي جاءِ تي پهچي ويندو آهي ۽ جڏهن قلب روح جي مقام تي فائز ٿيندو آهي تڏهن نفس قلب جي جڳهہ جو رخ ڪندو آهي. اتي پهچي هن کي ڪلي اطمينان حاصل ٿيندو آهي. پر جڏهن ان کي پنهنجي قدرتي مرڪز ۽ طبعي خواهشن کان اکيڙيو وڃي ۽ هو اطمينان ۽ سڪون جي مقام جي تلاش ۾ ڀٽڪندو رهي تہ انهي وقت اهو نفسِ لوامہ بنجي ويندو آهي ڇوتہ هو پنهنجو پاڻ تي انهي لاءِ ملامت ڪندو آهي جو هو مقامِ سڪون کان باخبر آهي ۽ اهو مقام سندس ڏٺل آهي. ان ڪانپوءِ جڏهن نفس پنهنجي اصل جڳهہ تي واپس اچي تہ نفسِ اماره بنجي برائي جو حڪم ڏيڻ لڳندو آهي. جيڪڏهن هو پنهنجي مقام تي پهچي وڃي جتي علم ۽ معرفت جو نور نٿو پهچي تہ اهو انڌاري ۾ ماڻهن کي صرف برائي تي آماده ڪرڻ لڳندو آهي، بلڪ اهڙي موقعي تي روح ۽ نفس جو جهيڙو بہ ٿيندو آهي، ڪڏهن روحاني جذبا قلب تي غالب ايندا آهن ۽ ڪڏهن وري نفساني جذبن جو انهن تي تسلط هوندو آهي.

## باطن جو ڳجهو راز

اندر جي راز ۾ صوفين سڳورن جو اختلاف آهي. ڪن حضراتن ان کي قلب ڪانپوءِ ۽ روح کان پهرين ٻڌايو آهي ۽ ڪن ان کي روح ڪانپوءِ بلڪ ان

ڪان بہ اعليٰ ۽ لطيف تر قرار ڏنو آهي ۽ هينئن بہ چيو آهي تہ اندريون راز (ستر باطن) مشاهدي جو ۽ روح محبت جو مقام آهي ۽ قلب مقامِ معرفت آهي. البتہ اهو ستر باطن جنهن ڏانهن صوفين سڀني اشارو ڪيو آهي. ان جو ڪتاب الله ۾ ڪٿہ ذڪر ڪونهي. بلڪ ڪلام الله ۾ صرف روح ۽ نفس، ان جي گوناگون صفتن، قلب، فواد ۽ عقل جو ذڪر ڪيو ويو آهي. جيئن تہ الله پاڪ جي ڪلام ۾ مذڪوره بالا مفهوم جي مطابق ذڪر ڪونهي، انهيءَ ۾ صوفين سڀني جو اختلاف بہ آهي تہ ڪي حضرات ان ڪي روح کان ڪمتر سمجهن ٿا ۽ ڪي حضرات ان ڪي روح کان لطيف تر قرار ڏين ٿا. انهيءَ لاءِ اسين ان جي اصل حقيقت بيان ڪريون ٿا.

## سر جا ٻہ قسم

منهنجي خيال ۾ جنهن ڪي سر باطن چيو وڃي ٿو، اهو اهڙي شيءِ ڪونهي جنهن جو روح ۽ نفس جي جيئن مستقل وجود هجي. بلڪ ان جي صورت هيءَ آهي تہ جيڪڏهن نفس صاف ۽ پاڪيزه ٿي وڃي تہ پوءِ روح نفس جي تاريڪي جي قيد مان آزاد ٿي مقامات قرب جي بلندين.تي چڙهڻ لڳندو آهي. انهي موقعي تي قالب بہ پنهنجي مرڪز کان هٽي روح ڏانهن جهانڪڻ لڳندو آهي ۽ ان ۾ هڪ زائد صفت بہ پيدا ٿي ويندي آهي، جن ماڻهن کي انهي جو علم هوندو آهي اُهي انهي زائد صفت کي قلب کان زياده پاڪيزه ڏسندا آهن. انهي لاءِ اُهي ان جو نالو سر (باطن) رکندا آهن. جهڙي طرح روح جي ڀولا ۾ قلب کي هڪ زائد صفت حاصل ٿيندي آهي، اهڙي طرح روح بہ عروج جي وقت هڪڙي زائد صفت حاصل ڪندو آهي. جيڪي ان کي سڃاڻي وٺندا آهن، اهي ان جو نالو بہ سر رکندا آهن. انهي ڪري اختلاف جي صورت ان ڪري پيدا ٿئي ٿي تہ اهو سر جنهن کي روح کان لطيف تر سمجهيو وڃي ٿو. انهي مان مراد اهو روح آهي جنهن ۾ عام مشاهدي جي روح جي برخلاف مذڪوره مخصوص صفت پائي وڃي، ۽ اهو سر باطن جيڪو روح کان پهرين هوندو آهي. انهي کان مراد اهو قلب آهي جنهن ۾ هڪ مخصوص ۽ زائد صفت ڏسي سگهجي.

روح ۽ قلب جي اهڙي ترقي سان گڏوگڏ نفس بہ ترقي ڪري قلب جي

مقام تي پهچي ويندو آهي ۽ پنهنجي اصلي چولي لاهي نفسِ مطمئنه بنجي ويندو آهي ۽ پهرين کان زياده مقصدن جي تمنا ڪندو آهي ڇوته ان وقت قلب به پنهنجي مولا جي مرضيءَ تي ويندو آهي ۽ پنهنجن ذاتي ارادن ۽ اختيارن کان بيزار ٿي ويندو آهي. جيئن ته هو پنهنجي ذاتي ارادي ۽ اختيار کي ڇڏي ويهندو آهي، انهي لاءِ خالص بندگي ۽ عبوديت جي چاشني کان آشنا ٿيندو آهي.

## عقل جي فضيلت

عقل روح جي زبان ۽ بصيرت جو ترجمان آهي. بصيرت روح جي لاءِ قلب جي مثل آهي ۽ عقل ان جي لاءِ زبان جو ڪم ڏيندو آهي. حديث شريف ۾ آيو آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايائون "الله تعاليٰ سڀ کان پهرين عقل کي پيدا ڪيو ۽ ان کي چيائين "اڳتي اچ" اهو اڳتي آيو. پوءِ فرمايائين "هليو وڃ" تڏهن هو هليو ويو. وري ان کي چيائين "ويهي رهه" تڏهن هو ويهي رهيو. پوءِ ان کي فرمايائين "ڳالهاءِ" تڏهن هو ڳالهائڻ لڳو. پوءِ وري چيائين "ماٺ ڪر" تڏهن هو خاموش ٿي ويو. ان ڪانپوءِ الله پاڪ فرمايو "منهنجي عزت جلال، عظمت ۽ ڪبريائي ۽ جاه و جبروت جو قسم! مون توکان وڌيڪ محبوب ۽ معزز ڪا به مخلوق پيدا نه ڪئي آهي ڇوته تون ئي منهنجي معرفت جو ذريعو آهين ۽ تنهنجي ڪري منهنجي حمد ۽ ثنا ٿيندي ۽ منهنجي اطاعت ڪئي ويندي ۽ تنهنجي معيار جي مطابق ماڻهن سان ڏيتي ليتي جو سلوڪ ڪندس. منهنجو عتاب به توتي نازل ٿيندو ۽ ثواب به توکي ملندو. مون بهترين شيءِ يعني صبر جي ذريعي تنهنجو احترام ڪيو آهي."

## عقل جي اهميت

پاڻ سڳورن ﷺ هينئن به فرمايائون "اوهين ڪنهن شخص جي اسلام آڻڻ تي خوش نه ٿيو، جيستائين جو اوهين هن جي عقل جو اندازو نه ڪري وٺو."

حضرت عائشه رضه هڪ ڀيري پاڻ ﷺ کان پڇيائين "يارسول الله ﷺ! ماڻهن جي فضيلت جو ڪهڙي شيءِ مان اندازو لڳائجي ٿو"

فرمايائون "دنيا ۽ آخرت ۾ عقل جي ذريعي اندازو ڪيو ويجي ٿو" حضرت عائشه رضہ عرض ڪيو "ڇا ماڻهن کي انهن جي اعمالن تي سزا ۽ جزا ڪانہ هوندي؟" فرمايائون "الله جي اطاعت اهوئي ڪندو آهي جنهن ۾ عقل هوندو آهي ۽ جيترو عقل هوندو آهي انهي جي مطابق ماڻهو عمل ڪندا آهن ۽ جيترو اهي عمل ڪندا ان جي مطابق کين بدلو ملندو".

وڌيڪ فرمايائون "هڪڙو ماڻهو مسجد ڏانهن روانو ٿئي ٿو ۽ اُتي نماز پڙهي ٿو، پر ان جي نماز مڇر جي پر جي برابر بہ نہ هوندي آهي. هڪ ٻيو ماڻهو مسجد ۾ اچي پڙهي ٿو تہ ان جي نماز اُحد جي برابر ٿي ويندي آهي، بشرطيڪ اهو هن کان وڌيڪ عقلمند هجي". ماڻهن پڇيو تہ اهو ڪيئن زياده عقلمند بنجي سگهي ٿو؟ فرمايائون "ان جي صورت هي آهي تہ اهو انهن ماڻهن کان زياده حرام ڪمن کان بچي ۽ نيڪ ڪمن جو وڌيڪ شائق هجي. ڪٿي عمل ۽ نفلن ۾ اُهو انهن کان گهٽ ئي ڇونہ هجي".

پاڻ ڪريم ﷺ جن وڌيڪ فرمايائون تہ "هيءَ حقيقت آهي تہ الله تعاليٰ عقل کي پنهنجن ٻانهن جي وچ ۾ جدا جدا ورهايو، انهن جو علم، نيڪي، نماز ۽ روزو برابر ٿي سگهن ٿا، پر انهن جي عقل ۾ ايتري قدر فرق هوندو آهي جيئن احد جبل جي مقابلي ۾ ڪو ذرڙو هجي".

حضرت وهب بن منبد رحہ چيو آهي تہ "مون ستر ڪتابن ۾ پڙهيو آهي تہ جهان جي پيدائش جي آغاز کان اڄ تائين سڀني دنيا وارن کي جيڪو عقل ڏنو ويو آهي، اهو رسول الله ﷺ جن جي عقل جي مقابلي ۾ ائين آهي جيئن سڄي دنيا جي ريگستانن (ٿرن) جي مقابلي ۾ واديءَ جو هڪ ذرڙو.

## عقل جي حقيقت

عقل جي ماهيت ۽ حقيقت جي باري ۾ بہ ماڻهن جا اختلافات آهن. انهي باري ۾ گهڻو ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي. ليڪن اسان جو هيءُ مقصد ڪونهي تہ اسين سڀئي قول نقل ڪريون، البتہ ڪي قول بيان ڪريون ٿا.

هڪڙي جماعت جي راءِ آهي عقل جو علمن سان تعلق آهي، ڇوتہ جيڪو علم کان خالي هوندو ان کي عقلمند نہ چئبو آهي. پر سڀئي علم عقل ۾ داخل ڪونہ آهن، ڇوتہ اهو شخص جيڪو اڪثر علمن کان اڻواقف

هجي ان کي بہ عقلمند چئبو آهي. اهل علم وارن هيءُ بہ چيو آهي تہ عقل جو تعلق علوم نظريہ سان ڪونهي ڇوتہ غور ۽ فڪر جي ابتدائي شرط هي آهي تہ پهرين ڪان عقل ڪامل هجي. انهي ڪري ان جو علوم ضروريہ سان تعلق آهي، پر سيئي علوم ضروريہ انهي ۾ داخل نہ آهن ڇوتہ مخبوس الحواس انسان بہ عقلمند هوندو آهي. حالانڪہ علوم ضروريہ جا ڪي درجا انهيءَ ۾ نٿا هجن.

ڪن اهل علم وارن جو قول آهي تہ عقل علمن جو قسم ڪونهي، ڇوتہ جيڪڏهن اهو علم جو قسم هجي ها تہ اهو فيصلو ڪرڻو پوي ٿو تہ جيڪو غافل ۽ عالم فراموشي ۾ هجي، اهو عقلمند نٿو ٿي سگهي. حالانڪہ اسين ڏسون ٿا تہ عقلمند اڪثر غافل رهندا آهن. اهي هيئنئن چون ٿا تہ عقل هڪ حقيقت آهي جنهن ۾ علمن جي حاصل ڪرڻ جي قابليت هوندي آهي.

## فطري قابليت

هڪ وڏي بزرگ شيخ حارث بن اسد المحاسبي رحہ فرمايو آهي، عقل هڪ فطري ملڪو آهي جنهن ڪان تحصيل علوم جي قابليت حاصل ٿئي ٿي. انهي قول سان اسان جي هن دعويٰ جي تصديق ٿئي ٿي تہ عقل روح جي زبان آهي. ڇوتہ روح خدا جو حڪم آهي ۽ انهيءَ اُهو امانت وارو بار ڪنيو جنهن جي ڪڻڻ جو آسمان ۽ زمين انڪار ڪري چڪا هئا ۽ اهوئي اهو مقام آهي جتان ڪان نورِ عقل جو فيض جاري ٿئي ٿو ۽ نورِ عقل ڪان ئي سيئي علم صورت پذير ٿين ٿا. انهي لاءِ عقل سيني علمن جي لاءِ لوح و مڪتوب آهي.

## سنئون ۽ اونڌو عقل

عقل ڪڏهن هيٺ ڪنڌ جهڪائي نفس ڏانهن مائل ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن درست ۽ سڌو سنئون هوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن جو عقل اونڌو ٿي نفس ڏانهن مائل ٿئي، تہ اهو هن ڪي ڪائنات جي ذرڙن ۾ پڪيڙي ۽ گندو ڪري ڇڏيندو آهي ۽ انهيءَ ۾ بي اعتدالي اچي ويندي آهي. جنهن جي ڪري هو هدايت جي واٽ ڪان ڀٽڪي ويندو آهي. پر جنهن جو عقل

سڌو ۽ درست هجي ته عقل کي ان جي بصيرت جي تائيد حاصل ٿيندي آهي. جيڪا روح جي لاءِ قلب جي مثل آهي. ان وقت هن کي خالق ڪائنات جي هدايت به نصيب ٿيندي آهي ۽ هو خالق جي ذريعي ڪائنات کي به سڃاڻندو آهي ان کي هدايت جو عقل چئبو آهي. جڏهن خدا ان کي ڪنهن چڱي ڪم ڏانهن لڳائڻ گهري ته ان جي صحيح رهنمائي ڪندو آهي ۽ جڏهن هو ڪنهن ڪم کي ناپسند ڪندو آهي ته ڪيس انهي ڪم کان روڪي ڇڏيندو آهي. اهڙو شخص هميشه خدا جو راضپو حاصل ڪندو آهي ۽ انهن ڳالهين کان پرهيز ڪندو آهي، جيڪي ان جي غيظ و غضب جو باعث هجن. جيتري قدر عقل سڌو سنئون هوندو ۽ هن کي بصيرت جي تائيد حاصل هوندي، اوتري قدر اهو ماڻهن کي نيڪي ڏانهن صحيح رهنمائي ڪندو ۽ گمراهي کان روڪيندو آهي.

## عقل جا قسم

هڪڙي بزرگ جو قول آهي "عقل جا ٻه قسم آهن. هڪڙو عقل اُهو آهي جنهن جي ذريعي دنيا جي ڪمن تي غور ڪجي ٿو. ٻيو عقل اُهو آهي جنهن جي ڪري آخرت جي ڪمن جي بصيرت حاصل ٿئي ٿي. چون ٿا ته پهريون عقل روح جي نور کان حاصل ٿيندو آهي ۽ ٻي عقل جو تعلق نور هدايت کان آهي. انهي پهرئين عقل جو وجود سيني عام انسانن ۾ آهي ۽ ٻيو عقل مشرڪن ۾ مفقود (ناپيد) ۽ توحيد پرستن ۾ موجود هوندو آهي.

عقل جي نالي جو سبب هي آهي ته جهالت سراپا تاريڪي هوندي آهي. جڏهن انهي تاريڪي ۾ عقل جو نور انساني بينائي تي غالب ٿيندو آهي تڏهن تاريڪي دور ٿي ويندي آهي ۽ اهو ڏسڻ لڳندو آهي. انهي ڪري عقل جهالت کي پابند ڪندو آهي.

## عقل ۽ شريعت

چون ٿا ايمان جي عقل جو مرڪز قلب آهي ۽ ان جي عمل جو مقام سيني ۾ دل جي ٻنهي اکين جي وچ ۾ آهي. بهرحال اسان جنهن عقل کي روح جي زبان قرار ڏنو آهي، اهو هڪڙي قسم جو آهي ٻن قسمن جو

ڪونهي. البت جيڪڏهن عقل درست ۽ سڌو سنئون هجي ته ان کي بصيرت جي تائيد حاصل هوندي آهي ۽ نه صرف اهو معتدل (وچٿرو) رهندو آهي. بلڪ ان جي ذريعي سيئي شيون پنهنجي اصل جڳهه تي برقرار رهنديون آهن. اهوئي اهو عقل آهي جيڪو شريعت جي نور سان منور هوندو آهي. دراصل ان جي درستي ۽ اعتدال ان کي انهي نور شريعت سان منور ٿيڻ جو موقعو ڏنو آهي، جيڪا رسول اڪرم ﷺ جن جيس زبان (وحي ترجمان) مان ادا ٿي آهي. ان جو سبب هي آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ جو روح بارگاه الاهي ڪي تمام ويجهو هو ۽ حضور ﷺ جن جي بصيرت ڪي، جيڪا روح جي لاءِ بمنزله قلب جي آهي، خدا جي قدرت ۽ ان جي نشانين سان مڪاشفات مليا ۽ حضرت ﷺ جن جو عقل بصيرت جي تائيد ۾ صحيح رهيو.

## بصيرت

بصيرت نه صرف انهن علمن جو احاطو ڪندي آهي جن ڪي عقل مڪمل طور تي حاصل ڪندو آهي بلڪ اها انهن علمن کي به پاڻ اندر سمائيندي آهي جيڪي عقل جي دائري کان ٻاهر آهن. ان جو سبب هي آهي ته بصيرت ڪي انهن خداوندي ڪلمن کان فيض حاصل ٿيل آهي جيڪي فنا نٿا ٿي سگهن.

ڪٽي سمنڊ سڪي پون، عقل بصيرت جو ترجمان آهي، انهي لاءِ بصيرت پنهنجون کي ڳالهيون ان تائين پهچائيندي آهي. جهڙي طرح قلب زبان جي ذريعي کي ڳالهيون ٻڌائيندو آهي ۽ ڪن ڳالهين کي زبان سان ادا نه ڪندو آهي.

## ملڪ ۽ ملڪوت

اُهي ماڻهو جيڪي صرف عقل کي پنهنجو معيار قرار ڏين ٿا ۽ شريعت جي نور کان مستفيض نٿا ٿين، اُهي ڪائنات جي علمن ۽ ان جي ظاهري حصن ملڪ کان واقف ٿي ويندا آهن، پر اُهي ماڻهو جن جا عقل نورِ شريعت سان منور هجن، انهن کي بصيرت حاصل هوندي آهي، اهي ماڻهو ڪائنات جي باطني حصي کان جنهن کي "ملڪوت" چوندا آهن، واقف

ٿيندا آهن. پر هن عالم ملڪوت جو انڪشاف صرف ارباب بصيرت ۽ حقيقت جي لاءِ مخصوص آهي ۽ اُهي ماڻهو جيڪي بصيرت کي ڇڏي ڪري صرف عقل تي اڪتفا ڪندا آهن. انهي قسم جي مڪاشفن کان محروم رهندا آهن.

هڪڙي بزرگ جو قول آهي "عقل جا ٻه قسم آهن. پهريون عقل هدايت جي لاءِ هوندو آهي، انجو مرڪز قلب آهي ۽ ان جي عمل جي جڳهه دل جي ٻنهي اکين جي وچ ۾ سيني ۾ هوندي آهي. پهرئين عقل جي ذريعي انسان آخرت جي ڪمن کي سنواريندو آهي ۽ ٻي عقل جي ذريعي دنيا جي ڪمن کي درست ڪندو آهي."

اسان جيڪو عقل کي هڪ قرار ڏنو آهي ته اهو انهي صورت ۾ آهي ته جڏهن ڪيس بصيرت جي تائيد حاصل هجي، جيڪڏهن اهو انهي کان محروم هوندو ته هو صرف هڪڙو ئي ڪم ڪري سگهي ٿو.

اسان باب جي شروعات ۾ نفس مطمئنه ۽ نفس اماره جي سلسلي ۾ جيڪي ڪجهه ذڪر ڪيو آهي انهي مان انسان کي اهوئي اندازو ٿئي ٿو ته عقل هڪ ئي آهي، جنهن کي ڪڏهن بصيرت حاصل ٿئي ٿي ۽ ڪڏهن هو انهي کان محروم هوندو آهي.

باب ستونجاهون

# دل جي خيالن جي سڃاڻ

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون، فرزندِ آدم ع تي شيطان ۽ ملائڪ ٻئي اثرانداز ٿيندا آهن. شيطان ان جي اندر وڏائي وجهندو آهي ۽ حق ڳالهہ کي ڪوڙو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي پر ملائڪ ڀلائي جو وعدو ۽ حق جي تصديق ڪندو آهي. انهي لاءِ جيڪڏهن ان کي ڀلائي جو حصو ملي تہ سمجهي تہ اهو خدا جي طرفان آهي ۽ خدا جو شڪر ادا ڪري. جيڪڏهن شيطاني اثر هجي تہ شيطان کان پناهہ وٺڻ ۾ خدا کان مدد گهري ان ڪانپوءِ پاڻ هيءَ آيت پڙهيائون:

**ترجمو:** شيطان اوهان سان مفلسي جو وعدو ڪري ٿو ۽ بڇڙن ڪمن جو حڪم ڏي ٿو.

حقيقت ۾ انهن ٻنهي اثرن کي معلوم ڪرڻ جي اهوئي ڪوشش ڪندو آهي جيڪو طالب صادق هجي ۽ ان کي ان جي اهڙي ئي طلب هجي جيئن هڪ اجارو پاڻيءَ جو طالبو هوندو آهي. اهڙو شخص اهڙن خطرن، فائدن ۽ نقصانن کي چڱي طرح ڄاڻندو آهي، ڇوتہ اهو يقين ڪامل ۽ اهل ايمان جي فيضن جي ڪري روحانيت جي اعليٰ مرتبي تي هوندو آهي. اهوئي سبب آهي تہ انهن اندرين اثرن ۽ دل جي وسوسن کي اهي ئي ماڻهو معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جيڪي خدا جا پيارا هجن ۽ بزرگن جي رستي تي هلندڙ هجن. اهي ماڻهو جيڪي نيڪن جي طريقي تي هلندڙ هجن، ڪڏهن ڪڏهن هن طرف ڌيان ڏيندا آهن. سبب هي آهي تہ انهن جي طلب، همت ۽ شوق جيترو هوندو آهي اوتروئي ڪين فيض حاصل ٿيندو. پر جيڪي عام مسلمان آهن اُهي انهن شيطاني ۽ ملڪوتي اثرن کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش نٿا ڪن ۽ نہ وري انهن جو فرق معلوم ڪري سگهن ٿا.

## دل جي صفائي

ڪي دلي تصور خدا جا پيغام بنجي اچن ٿا. جيئن ته هڪ بزرگ چيو آهي ته "منهنجو تلب ائين آهي جو هن جي نافرماني ڪريان ته اها الله جي معصيت ٿيندي". اها حالت انهن ماڻهن جي هوندي آهي جن جو قلب درست هجي. قلب جي استقامت نفس جي اطمينان ڪان هوندي آهي ۽ جڏهن نفس مطمئن هجي تڏهن شيطان مايوس ٿي ويندو آهي، پر جڏهن نفس جنبش ڪري ته قلب جي پاڪيزگي گدلي ٿي ويندي آهي ۽ جڏهن دل ۾ گدلاڻ (ڪدورت) اچي وجي، تڏهن شيطان ڦيرائڻ جي اُميد ۾ ان جي ويجهو ايندو آهي. ڇوته دل جي صفائي صرف خدا جي ذڪر ۽ ان جي حفاظت جي ڪري باقي رهندي آهي، بلڪ ذڪر جي نور سان شيطان اهڙو ڏڄندو آهي جيئن ڪو باهه ڪان ڏڄي.

## ذڪر جي اهميت

حديث شريف ۾ آيو آهي ته "شيطان، آدم عليه السلام جي اولاد جي دل سان چهل آهي، پر جڏهن انسان خدا جو ذڪر ڪندو آهي، تڏهن شيطان منهن ڦيرائي پوئتي هٽي ويندو آهي ۽ جڏهن هو غافل ٿي ويندو آهي تڏهن هن جي قلب ڪي ڳڙڪائي وٺندو آهي ۽ ان ڪي ابتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌائي ڪيس اجائي خيال ۾ مبتلا ڪندو آهي، جيئن ته ارشاد خداوندي آهي: "جيڪو خدا جي ذڪر ڪان منهن موڙي اسان ان تي هڪ شيطان مسلط ڪندا آهيون جيڪو ان جو ساٿي بنجندو آهي".

وڏيڪ فرمايو آهي ته "جيڪڏهن پرهيزگارن ڪي ڪو گهمڻ وارو شيطان ڇهي ته اُهي الله جو ذڪر ڪندا آهن جنهن ڪان ڪين بصيرت حاصل ٿيندي آهي".

## تقويٰ ۽ ذڪر

ان مان معلوم ٿيو ته تقويٰ ۽ پرهيزگاري جي ڪري خالص ذڪر جو وجود هوندو ۽ انهي جي ذريعي سان ذڪر جو دروازو ڪلندو آهي. سڀ ڪان

پهرين پرهيزگار پنهنجن عضون کي برين ڳالهين کان بچائيندو آهي. ان کانپوءِ اهو فضول ۽ بيڪار ڪمن کان روڪيندو آهي. جيئن ته صرف ضرورت جي موقعي تي ان جا قول ۽ فعل صادر ٿيندا آهن. ان کانپوءِ ان جي تقويٰ باطن ڏانهن منتقل ٿيندي آهي ۽ اهو ان کي برين ۽ فضول ڳالهين ايستائين جو نفساني گفتگو کان به پاڪ ۽ صاف ڪندو آهي. ڇوته سهل بن عبدالله چيو آهي ته "بدترين گناه نفساني ڳالهيون آهن".

انهي ڪري هو نفساني ڳالهين تي ڌيان ڏيڻ کي گناه سمجهندو آهي ۽ ان کان پرهيز ڪندو آهي. انهي لاءِ تقويٰ اختيار ڪرڻ کانپوءِ جڏهن هو ذڪر ڪندو آهي ته انهي جو قلب اهڙي طرح روشن ٿي ويندو آهي جهڙي طرح تارا آسمان ۾ تمڪن تا. بلڪ ان جو قلب ذڪر جي تارن جي چمڪ دمڪ سان هڪ محفوظ آسمان بنجي ويندو آهي. اهڙي حالت ۾ شيطان انهي کان تمام پري ڀڄي ويندو آهي. انهي لاءِ ان تي شيطاني وسوسا گهٽ ئي طاري ٿيندا آهن، البته نفساني خيالات ضرور باقي رهندا آهن. انهن کان بچڻ هن جي لاءِ ضروري ٿي پوندو آهي. بلڪ ان کي علم جي ذريعي انهن نفساني خيالن ۾ فرق محسوس ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي، ڇوته ڪي خيالات اهڙا هوندا آهن جن کي عملي جامو پارائڻ ڏکيو ڪونه هوندو آهي، جيئن ته نفس جون روزاني جون ضرورتون هونديون آهن. اهي ضرورتون ڪڏهن حقوق هوندا آهن ۽ ڪڏهن آرام ۽ آسائش جون شيون هونديون آهن. انهي لاءِ انهن ۾ فرق ڪرڻ گهرجي ۽ جڏهن حظِ نفس جو مطالبو هجي ته نفس ملزم آهي.

يٰاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اِنْ جَاۗءَكُمْ فَاسِقٌۢ بِنَبَاٍ فَتَبَيَّنُوْٓا.

**ترجمو:** اي ايمان وارؤ! جيڪڏهن اوهان وٽ ڪو فاسق خبر وٺي اچي ته ان جي تحقيق ڪريو.

هن آيت جي شانِ نزول جو باعث وليد بن عقبه آهي جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ بنومصطلق وارن ڏانهن موڪليو هو، پر هن انهن جي خلاف ڪوڙ کان ڪم وٺندي انهن تي ڪفر ۽ معصيت جا الزام لڳايا، ايستائين جو پاڻ سونهارن ﷺ انهن سان جنگ ڪرڻ جو ارادو ورتو. انهي کانپوءِ پاڻ سردارن

ﷺ حضرت خالد رضہ کي انھن ڏانھن موڪليو تہ ھن سانجھي ۽ سومھڻي جي ٻانگ ٻڌي ۽ اُھي ڳالھيون جن ڪان وليد بن عقبہ جو ڪوڙ ثابت ٿيو ٿي. انھي ڪري ان موقعي تي الله تعاليٰ مٿين آيت نازل ڪئي. انھي جي ڪري الله پاڪ مسلمانن کي خبردار ڪيو آھي تہ اُھي خبرن جي تحقيق ڪندا ڪن.

شيخ سھل رحہ ھن آيت جي تفسير ۾ چيو آھي تہ "ھتي فاسق مان مراد ڪوڙو آھي. ڪوڙ نفساني ڪيفيت آھي، ڇوتہ نفس ئي ڪوڙيون ڳالھيون گھڙيندو آھي، انھي ڪري جڏھن دل ۾ ڪو خيال اچي تہ ان کي بيان ڪرڻ کان پھرين پوري تحقيق ڪجي. ھن معاھدي ۾ خدا جو ٻانھو دلي تصورن کي خبر جي مثل سمجھندو آھي، جيئن تہ ھو انھن جي تحقيقات ڪري ۽ جلدبازي ۾ نفساني خواھش جي ڪري ڪا لغزش نہ ٿئي.

ھڪڙي بزرگ جو قول آھي "ادب جو ادنيٰ درجو آھي تہ اوھين جھالت جي موقعي تي ماٺ ڪريو ۽ ادب جو آخري درجو ھي آھي تہ شڪ جي موقعي تي بہ ماٺ ڪريو".

شڪ ۽ شبھي جي موقعي تي ادب جو تقاضا ھي آھي تہ اھو پنھنجي خالق حقيقي ڏانھن متوجہ ٿئي ۽ ان جي اڳيان فقر ۽ فاقہ جو اظھار ڪري. بلڪ انھي جھالت جو اقرار ڪري ان کان مدد ۽ معرفت جو طلبگار بنجي ۽ جڏھن ھو اھڙي طرح ادب ۽ نيازمندي جو اظھار ڪندو تہ ان جي فرياد رسي ٿيندي ۽ خدا جي مدد ھن جي شامل حال بنبي. ان وقت ان کي معلوم ٿي پوندو تہ ان جو اھو خيال حظِ نفس جي لاءِ آھي يا طلبِ حق جي لاءِ؟ جيڪڏھن حق جي لاءِ ھجي تہ ان کي عمل ۾ آڻي ۽ جيڪڏھن نفس جي لاءِ ھجي تہ ان کي ڇڏي ڏي.

انھي قسم جي ماٺ ھن صورت ۾ ھوندي جڏھن تہ ڪيس پنھنجي خيال جي ظاھري علم جي تصديق نہ ٿي سگھي، ڇوتہ باطني علم جي انھي صورت ۾ ضرورت ھوندي آھي جڏھن ظاھري علم جو ڪوبہ دليل نہ ملي سگھي.

## حق ۽ حظِ نفس

ڪي بزرگ اھڙا ھوندا آھن. جن جي اندر حق ڪانسواءِ ڪنھن ٻي شيءِ جي گنجائش نہ ھوندي آھي. جيڪڏھن انھن کي حظِ نفس جو تصور بہ اچي

وجي ته ان کي روحاني گناهه سمجهندا آهن. ۽ جهڙي طرح گناهن کان استغفار ڪيو ويندو آهي، اهڙي طرح اُهي ان تي به استغفار ڪندا آهن جي مهرباني ۽ نوازش سان پر ڪن بزرگن کي پنهنجي روحاني حال ۽ ڪمي بيشي جو علم هوندو آهي. انهي لاءِ ڪين ڪمن جي بصيرت حاصل آهي. جيئن ته اهڙن ماڻهن جي روحاني حال تي ٻين کي قياس نٿو ڪري سگهجي، نه انهن جي تقليد ڪئي وڃي ٿي، ڇوته اها مخصوص ٻانهي جي لاءِ مخصوص صورتحال آهي.

## نفس جي تنگي ۽ ويڪرائي

جڏهن ڪو شيطاني اثرن کان ڇوٽڪارو پائڻ جي مقام تي نفساني خيالن جو فرق ڪري سگهي ته ان وقت ان جي دل تي حق ۽ ملائڪن جي ڏنل وارداتن جو هجوم ٿي ويندو آهي. شيطاني تصورات دور ٿي صرف ٽن قسمن جون وارداتون (حقاني، ملڪوتي ۽ نفساني وارداتون) باقي رهجي وينديون آهن. جيئن ته ان وقت نفس جو دائرو تنگ هوندو آهي، انهي لاءِ شيطان جو لنگهڻ تمام مشڪل ٿي ويندو آهي. شيطان ته ان وقت گهسندو آهي، جڏهن نفس جو دائرو وسيع هوندو. اها وسعت نفساني خواهش جي پيروي ۽ زمين تي هميشه رهڻ جي ارادي جي ڪري پيدا ٿيندي آهي. اهڙي طرح جڏهن ڪو شخص حق ۽ حظِ نفس جي وچ ۾ فرق ڪري انهيءَ جو دائرو تنگ ڪري ڇڏي ته اهو ايتريَ قدر تنگ ٿي ويندو آهي جو شيطاني مقام به ڊهي ويندو آهي ۽ شيطان جي داخل ٿيڻ جو گهٽ ئي امڪان باقي رهندو آهي، ڇوته اهو ان جي آزمائش جو وقت هوندو آهي.

## مٿانهين عالم ڏانهن سير ڪرڻ

جڏهن ڪنهن عارف بزرگ جو قلب ذڪر جي تارن جي جڳمڳ سان سنوارجي آسمان بنجي ته ان جو قلب به آسماني شڪل اختيار ڪري عالم بالا ڏانهن پنهنجي باطن کي ڪٽي روانو ٿيندو آهي. ان جو وجود حقيقت ۾ سڀ ڪجهه طبقاتِ سماوي ۾ هليو ويندو آهي. جيتري قدر ان جو عروج ٿيندو آهي. ايتري قدر نفس مطمئنه لطيف ٿي پوندو آهي ۽ هن جا خطرا

دور ٿي ويندا آهن، ايستائين جو اهو پنهنجي عروج باطني جي ڪري سيني آسمانن کان اڳتي هليو ويندو آهي. جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن سان ظاهري جسم ۽ قلب ٻنهي سان معراج جو واقعو پيش آيو هو. جڏهن روحاني عروج ۽ ارتقا مڪمل ٿي وڃي ته انهي کان نفساني تصورات ڪٽجي ڪري انوارِ قرب ۾ لڪي ويندا آهن. ڇوته اهي وارداتون پيغامبر هونديون آهن ۽ پيغام پري جي ماڻهن تائين پهچائبو آهي، پر ڇوته هو ويجهو پهچي چڪو آهي (انهيءَ لاءِ ان کي هاڻي انهن پيغامن جي ضرورت ڪانهي).

اها روحاني ڪيفيت جيڪا اسان بيان ڪئي آهي عارضي هوندي آهي، هميشه ڪانه رهندي آهي، ڪجهه عرصي ڪانپوءِ تنزل پذير ٿي ويندي آهي. ايستائين جو اهلِ حق وري نفس جي مطالبن ۽ واردات جي مقام تي واپس موٽي ايندو آهي. ان وقت حقاني ۽ ملڪوتي وارداتون به موٽي ايندي‌ون آهن. ان جو سبب هي آهي ته اهي واردات ۽ خيالات وجود گهرن ٿاءِ جيڪا ڪيفيت اسان بيان ڪئي، اها فنا جي حالت ۾ طاري ٿيندي آهي، جتي ڪنهن تصور ۽ خيال جي گنجائش ڪانهي.

وارداتِ حق انهيءَ لاءِ ختم ٿيون جو هو ويجهو پهچي ويو هو ۽ نفساني تصورات نفس جي دوري جي ڪري پري ٿي ويا، بلڪ ملڪوتي واردات به اهڙي طرح پوئتي رهجي ويا. جهڙي طرح حضرت جبرئيل عليه السلام شبِ معراج ۾ رسول ڪريم ﷺ جن کان پوئتي رهجي فرمائڻ لڳو هو "جيڪڏهن آئون آگر جي برابر به اڳتي وڌندس ته سڙي فنا ٿي ويندس".

## ٻيڙن اثرن کان محفوظ رهڻ

شيخ محمد بن علي ترمذي رحه چوي ٿو "جيڪڏهن قائل ۽ متڪلم پنهنجي مقام ۽ مرتبي تي ثابت قدم رهن ته ڪين نفساني تصورن کان ڪوبه خطرو نٿو پهچي سگهي. جهڙي طرح نبوت شيطاني اثرن کان محفوظ هوندي آهي، اهڙي طرح اهڙن بزرگن جا مڪالما ۽ قول نفس جي اثر ۽ ان جي فتنن کان محفوظ رهندا آهن، بلڪ خدا جي طرفان انهن جي حفاظت ڪئي ويندي آهي، جيئن ته ڪين سڪونِ قلب عطا ٿئي ۽ اهو سڪون نفس جي وچ ۾ پردو ٿي ويندو آهي".

## وارداتن جا قسم

شيخ ابومحمد بن عبدالله بصري رحہ کان مون بصري ۾ هيءُ قول ٻڌو تہ: "واردات جا چار قسم هوندا آهن. هڪ وارداتِ نفس، ٻي وارداتِ حق، ٽيون وارداتِ ملڪوتي، چوٿين شيطاني واردات. وارداتِ نفس جو احساس سرزمين قلبَ جي طرف کان هوندو آهي ۽ واردات حق جو احساس فوق قلب کان هوندو آهي. ملڪوتي واردات جو احساس قلب جي ساڄي پاسي هوندو آهي ۽ شيطاني وارداتون قلب جي کاٻي پاسي محسوس ٿينديون آهن".

شيخ موصوف جيڪي ٻڌايو آهي. اُهو انهن خدا وارن تي صادق اچي ٿو، جن جي نفس زهد ۽ تقويٰ کان گداز ٿي ڪري پنهنجي وجود کي پاڪيزه بنايو هجي ۽ انهن جو ظاهر و باطن درست هجي، بلڪ انهن جو قلب حيقبل شده آئيني جي مثل ٿي ويو هجي، جيئن تہ شيطان جنهن ڪنڊ مان اچي اُهي هن کي ڏسي سگهن، پر جڏهن قلب ڪارو ٿي وڃي ۽ انهي تي ڪٽ (زنگ) چڙهي وڃي تہ ان کي شيطان ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندو آهي.

## دل جي ڪاراڻ

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "جڏهنَ ٻانهو گناهہ ڪندو آهي تہ هڪڙو ڪارو داغ ان جي دل تي ڄمي پوندو آهي جيڪڏهن اهو هن کي دور ڪري ڇڏي ۽ توبہ و استغفار ڪري تہ ان جي دل صاف ۽ روشن ٿي ويندي آهي. جيڪڏهن اهو دوباره گناه ڪري تہ اهو داغ وڌندو رهندو آهي، ايستائين جو هو ان جي قلب تي ڇانئجي ويندو آهي. جهڙي طرح خدا پاڪ فرمائي ٿو: "جيڪي ڪم اُهي ڪندا هئا، اُهي هنن جي دلين تي مسلط ٿي ويا آهن".

## هڪڙي بزرگ جو ڪشف

مون هڪڙي بزرگ کي دقيق گفتگو ڪندي ٻڌم، جنهن جو علم ڪيس ڪشف جي ذريعي ٿيو هو. هن فرمايو "اها ڳالهہ ۽ تخيل انسان جي اندر ۾ موجود هجي ۽ ان جو خيال قلب ۽ ذڪر جي صفائي جي وڃان اچي تہ

(سمجهو ته) ان جو تعلق قلب سان آهي، نفس سان ڪونهي". جيئن ته اها ڳالهه مجيل اصول جي خلاف هئي، انهي لاءِ مون ان جي باري ۾ سوال ڪيو، جنهن جو هن هيئن جو جواب ڏنو. نفس ۽ قلب ۾ ڪشمڪش جي گفتگو جاري رهندي آهي ۽ پاڻ ۾ الفت ۽ محبت به هوندي آهي. انهي ڪري جڏهن بندو نفس جي مطالبن جي مقامات کان رجوع ڪري، ذڪر مناجات ۽ خدمت الاهي ۾ مصروف ٿي وڃي ته قلب نفس کي ملامت ڪندي ان جي قول ۽ فعل جو درجيوار تذڪرو ڪندو آهي. جيئن ڪيس برو پلو چئي رهيو هجي.

جيئن ته تصور، خيال ۽ عمل جو نقطه آغاز هوندو آهي. انهي لاءِ ٻانهي جو اهم ڪم ان جي اصل حقيقت کان آگاهي آهي، ڇوته عمل جي نشو و نما خيال ۽ تصور کان هوندي آهي. ايستائين جو ڪن عالمن ايستائين چيو آهي ته اهو علم جنهن کي حاصل ڪرڻ فرض آهي ۽ جنهن جي باري ۾ رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي: "طلب العلم فريضة عليٰ ڪل مسلم". انهيءَ مان مراد اهوئي علم خواطر (تصورات ۽ وارداتن جو علم) آهي. اُهي چون ٿا ته انهي کان عمل جو آغاز ٿئي ٿو ۽ خيال و تصور جي خرابي کان عمل خراب ٿي ويندو آهي.

پر انهن جو اهو قول منهنجي خيال ۾ اٽڪلو ڪرڻ جهڙو ڪونهي، ڇوته علم کي رسول الله ﷺ جن هر مسلمان جي لاءِ ضروري قرار ڏنو آهي، پر هر مسلمان ۾ ايتري قدر فطري ذهانت ۽ واقفيت ڪانهي ته اهو متئين علم جي باريڪين کي سمجهي سگهي.

البته هڪ طالب حق کي سمجهڻ گهرجي ته خيالات ۽ تصورات ٻه جي مثل آهن، انهن مان ڪي ڪي ٻج سعادت آهن ۽ ڪي ٻج شقاوت آهن.

## شڪ ۾ پوڻ جا سبب

وارداتن ۽ تصورات جي مشتبه هئڻ جا صرف چار اسباب آهن ڪوبه پنجون سبب ڪونهي. هڪ يقين جي ڪمزوري يا نفس جي صفتن ۽ اخلاقن کان اڻواقفيت. ٻيو تقويٰ جي اصولن کي ٽوڙي نفساني خواهش جي پيروي. ٽيون دنيا ۽ ان جي ناڻ باڻ جي محبت. چوٿون ماڻهن ۾ عزت ۽ احترام

حاصل ڪرڻ. انهي ڪري جيڪو انهن ڇئن ڳالهين کان محفوظ هجي اهو ملڪوتي ۽ شيطاني تصورن ۾ فرق ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪو انهن مان ڪنهن ۾ مبتلا هجي ته ان کي نه ان جوعلم هوندو آهي ۽ نه اهو ان جي ڳولا ڪندو آهي. ڪن حضراتن تي ڪجهه وارداتن ۽ تصورات جو انڪشاف ٿيندو آهي ۽ کي ان کان لڪيل رهندا آهن. ان جو سبب هي آهي ته مٿين اسبابن مان ڪي انهن ۾ موجود هوندا آهن ۽ ڪي حاضر نه هوندا آهن. بهرحال اهو شخص جيڪو انهن دلي وارداتن کي سڀ کان زياده صحيح معلوم ڪري سگهي، اهوئي نفس شناسي جو سڀ کان وڏو ماهر هوندو آهي. البته نفس شناسي وڏي مشڪل سان حاصل ٿيندي آهي. ان جو امڪان انهي وقت آهي جڏهن ته زهد ۽ تقويٰ ۾ ڪمال حاصل هجي.

## حرام روزي جو پردو (حجاب)

مشائخن جو هن ڳالهه تي اتفاق آهي ته جنهن جي روزي حرام جي هوندي اُهو الهام ۽ وسوسي جي وچ ۾ فرق نٿو محسوس ڪري سگهي. شيخ ابوعلي الدقاق رحه جو قول آهي ته جنهن جي روزي معلوم ۽ مقرر هجي اهو بہ الهام ۽ وسوسي جي وچ ۾ فرق نٿو ڪري سگهي. پر اها ڳالهه غير مشروط ۽ عمومي حيثيت سان ڪانهي، ڇوته ڪيترائي ڀيرا معلوم ۽ مقرر روزي خدا پاڪ جي طرفان ورهائبي آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ ۽ ڪائڻ جي ڪيس اڳواٽ ئي اجازت هوندي آهي. اهڙي معلوم ۽ مقرر روزي واردات جي لاءِ پردو (حجاب) نٿي بنجي سگهي. البته اهو شخص جنهن پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان انهي قسم جي روزي حاصل ڪئي هجي، ان جي روزي پردي جو سبب نٿي بنجي سگهي، ڇوته هن پنهنجي رضا ۽ خوشي کي دخل ڏنو آهي. پر جيڪا صورت اسان بيان ڪئي آهي. انهي ۾ انسان جي ذاتي ارادي ۽ اختيار جو دخل ڪونهي. انهي لاءِ هن جي روزي پردو نٿو ٿي سگهي.

## نفساني ۽ شيطاني وسوسن ۾ فرق

انساني وارداتن ۽ شيطاني وسوسن ۾ هي فرق بيان ڪيو ويو آهي ته نفس ان وقت تائين پنهنجي مطالبي تي نهايت ئي اٽڪيل رهندو آهي، جيستائين هن

جو مقصد حاصل نہ ٿئي پر شيطان جڏهن انسان کي لغزش ڏانهن آماده ڪري ۽ هو ان ڪي نہ مڃي تہ اهو هن جي دل ۾ ٻيو برو وسوسو وجهندو آهي، ڇوتہ ان جو اهو غرض ڪونہ هوندو آهي تہ ڪوبہ مخصوص وسوسو پيدا ڪجي، بلڪہ اصل مقصد گمراهہ ڪرڻ آهي ڪٿي اهو ڪهڙي طريقي سان هجي.

## ٻہ حقي جذبا

جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۾ ٻن قسمن جا جذبا حقي پيدا ٿين تہ اُهو انهن مان ڪنهن جي پيروي ڪري؟ انهي باري ۾ مشائخن جو اختلاف آهي. حضرت جنيد رحہ فرمائي ٿو: پهرئين جذبي جي پيروي ڪجي، ڇوتہ اهو باقي رهي تہ انسان غور ۽ فڪر ڏانهن متوجہ ٿيندو آهي. اهوئي علم جو شرط آهي. حضرت ابن عطاء رحہ فرمائي ٿو، ٻيو جذبو قوي تر آهي ڇوتہ پهرين جذبي جي ڪري ان جي طاقت ۾ واڌارو ٿيندو آهي.

شيخ ابوعبدالله بن خفيف رحہ جو قول آهي تہ ٻئي برابر آهن ڇوتہ ٻنهي جو تعلق حق سان آهي، انهي لاءِ هڪ کي ٻئي تي ڪابہ فوقيت ڪانهي.

## وارداتِ خواطر

مشائخن جو قول آهي تہ واردات خواطر (تصورات) کان وڌيڪ عام آهن، ڇوتہ خواطر خاص قسم جي خطاب ۽ مطالبي سان مخصوص آهن، پر وارداتون ڪڏهن خيال ۽ تصور هوندا آهن ۽ ڪڏهن خوشي، غم، قبض ۽ بسط جي ڪيفيتن جي صورت ۾ نمودار ٿيندا آهن.

چون ٿا توحيد جي نور جي حقاني وارداتن جو استقبال ڪيو ويندو آهي ۽ نورِ معرفت سان ملڪوتي خيالن جو استقبال ڪيو ويندو آهي. پر نُورِ ايمان سان نفس کي روڪيو آهي ۽ نورِ اسلام سان دشمن کي موٽايو ويندو آهي. البتہ جيڪو شخص زهد جي حقائق کي معلوم ڪرڻ کان قاصر رهي ۽ اهو انهن وارداتن ۽ خيالن (خواطر) کي معلوم ڪرڻ چاهي تہ سڀ کان پهرين اهو انهي خيالن کي شريعت جي معيار تي جانچي، جيڪڏهن اهو نفل يا فرض هجي تہ ان تي عمل ڪري ۽ جيڪڏهن حرام يا مڪروهہ هجي تہ ان کان پرهيز ڪري.

## نفس جي مخالفت

جيڪڏهن هٿي جذبا علم جي نگاهه ۾ برابر هجن ته اهو انهن مان ان تي پهرين عمل ڪري، جنهن ۾ نفساني خواهش جي مخالفت وڌيڪ هجي، ڇوته ممڪن آهي ته انهن مان ڪنهن هڪ ۾ نفساني خواهش لڪيل هجي. خصوصاً جڏهن ته نفس جي خاصيت هي آهي ته اهو ٿيڏانهن ۽ ادنيٰ شيءِ ڏانهن وڌيڪ مائل هوندو آهي، بلڪه ڪڏهن نشاطِ نفس جي ڪري ڪو جذبو دل ۾ پيدا ٿيندو آهي، پر انسان اهو خيال ڪندو آهي ته اها جنبشِ قلب آهي. ڪڏهن قلبِ نفس سان پرسڪون رهي ڪري نفاق جو اظهار ڪندو آهي. ڪي چوندا آهن "ويهن سالن کان منهنجو قلب نفس سان هڪڙي گهڙي به سڪون پذير نه ٿيو آهي".

بهرحال نفس سان قلب جي سڪون پذير ٿيڻ کان اهڙا تصور پيدا ٿيندا آهن. جيڪي وارداتِ حق سان انهي شخص تي مشتبه ٿي ويندا آهن. جيڪو گهٽ علم وارو هجي. اهوئي سبب آهي ته قلب جي نفاق ۽ اُنس سان پيدا ٿيڻ وارن جذبن کي صرف ماهر علماءِ رباني ئي سڃاڻي سگهن ٿا.

## شڪ ۽ شبهي جو سبب

اهلِ دل، اهلِ ايمان ۽ بيدار دل مشائخن تي جيڪي آفتون نازل ٿينديون آهن، اُهي انهي قسم جون هونديون آهن. ان جو سبب هي آهي ته نفس ۽ قلب جي باري ۾ انهن جو علم گهٽ هوندو آهي ۽ نفساني خواهش جو ڪجهه حصو انهن ۾ باقي رهندو آهي. انهي لاءِ ٻانهي کي قطعي طور تي اهو ڄاڻڻ گهرجي ته جيستائين نفساني خواهش جو مٺس اثر باقي رهندو، ڪٿي اهو ٿوروئي ڇونه هجي ان وقت ان جي مطابق ان جي خيالن ۽ تصورن ۾ شڪ ۽ شبهي جي گنجائش باقي رهندي.

ڪڏهن هڪ گهٽ علم وارو ماڻهو خيالن ۽ وارداتن کي سڃاڻڻ ۾ غلطي ڪندو آهي، پر ان تي ڪابه پڪڙ ڪانه ڪبي، جيستائين جو شريعت جي طرف کان ان جو ڪوبه مطالبو نه ڪيو وڃي، البته ڪن اهڙن خطاڪارن کي معاف نه ڪيو ويندو. جن کي ڪين ان جي ٻوڙهن (دقيق) ۽ ڳجهين

ڳالھين کان ڪشف جي ذريعي مطلع ڪيو ويو ھو. پر معلوم ھجڻ جي باوجود انھن جلدائي کان ڪم ورتو ۽ ثابت قدم نہ رھيا.

## نفس جي تحريڪ

ڪن اھلِ علم وارن بيان ڪيو آھي تہ ملڪوتي ۽ شيطاني اثر، نفس ۽ روح جي تحريڪ کان پيدا ٿيندا آھن. اھڙي طرح جڏھن نفس جنبش ڪندو آھي تہ ان جي اندران تاريڪي برآمد ٿيندي آھي، جيڪا قلب ۾ برن خيالن جو بنياد وجھندي آھي. ان وقت شيطان قلب ڏانھن لاڙو ڪندو آھي ۽ انھي ۾ وسوسا پيدا ڪري ان کي گمراھ ڪري ڇڏيندو آھي.

ھيءُ بہ بيان ڪيو ويو آھي تہ نفس جي تحريڪ يا تہ نفساني خواھش جي ڪري ھوندي آھي، جيڪا ھڪ عارضي حظِ نفس جي دعوت آھي. يا ڪا امنگ ۽ آرزو ھوندي آھي. جيڪا طبعي جھالت جو نتيجو ھوندي آھي يا حرڪت ۽ سڪون جي دعويٰ ھوندي آھي، جيڪا عقل ۽ قلب ٻنھي جي لاءِ آفت جو سبب بنبي آھي. انھن ٽنھي ڪيفيتن جو محرڪ انھن ٽنھي مان ھڪ ھوندو آھي. ھڪ جھالت ٻي غفلت ٽين فضول خواھش. بھرحال جيڪو بہ محرڪ ھجي ان کي دور ڪرڻ ضروري آھي ڇوتہ اُھو يا تہ ضروري احڪامن جو مخالف يا ڪنھن ممنوعہ شيءِ جو موافق ھوندو آھي ۽ جيڪڏھن مباح ۽ جائز ڪم جو محرڪ ھجي تہ ان کان پرھيز ڪرڻ سان فضيلت حاصل ٿيندي آھي.

## روح جي حرڪت ڪرڻ

جڏھن روح ڪي حرڪت ٿيندي آھي تڏھن روح جي جوھر مان جڳمڳائيندڙ نور برآمد ٿيندو آھي. جڏھن اھو نور قلب ۾ ظاھر ٿيندو آھي تڏھن انھي ڪري قلب ۾ بلند ھمتي جو جذبو پيدا ٿيندو آھي، جنھن کان ٽن قسمن جا اثر مرتب ٿيندا آھن، يا تہ ڪنھن فرض جو حڪم ملندو آھي يا ڪنھن فضيلت ڏانھن دعوت ڏني ويندي آھي، يا ڪنھن اھڙي مباح ڪم جي طرف سڏيو ويندو آھي، جنھن ۾ ان جي ڀلائي پوشيده ھجي، بھرحال انھي گفتگو مان ظاھر ٿئي ٿو تہ روح ۽ نفس جي حرڪت ئي ملڪوتي ۽ شيطاني اثرن جو اصل سبب آھي.

## مصنف رحہ جي راءِ

ان جي ابتڙ منهنجي راءِ ۾ شيطاني ۽ ملڪوتي اثر ئي روح ۽ نفس جي تحريڪ جو سبب هوندا آهن. ملڪوتي اثر سان روح حرڪت ڪندو آهي ۽ روح جي جنبش (حرڪت) سان عالي همتي پيدا ٿيندي آهي. اها روح جي حرڪت ڪرڻ ملڪوتي اثر جي برڪت جو نتيجو هوندو آهي. اهڙي طرح شيطاني اثر سان نفس ۾ حرڪت پيدا ٿيندي آهي ۽ انهي حرڪت ڪان پست همتي (هيٺائي) جو وجود هوندو آهي، جيڪو شيطاني اثر جي نحوست آهي.

جڏهن ٻنهي قسمن جا اثر نمايان هوندا آهن تڏهن ٻنهي قسمن جون حرڪتون ظاهر ٿينديون آهن، ان وقت بخشش ۽ ڪرم ڪرڻ واري ۽ آزمائش ۽ حڪمت واري جي بخشش ۽ آزمائش جو راز ظاهر ٿيندو آهي. ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ٻئي اثر لڳاتار رهندا آهن ۽ هڪ اثر ٻي اثر جي ڪري ختم ٿي ويندو آهي. جيڪو شخص بيدار دل ۽ هوشمند هوندو آهي، انهي تي انهن آثارن جي مشاهدي ڪان بذاتِ خود قرب ۽ محبت جو دروازو کلي پوندو آهي، اهو هميشہ پنهنجي روحانيِ حال جي نگراني ڪري ٻنهي قسمن جي اثرن جو مشاهدو ماڻيندو رهندو آهي.

## عقل جا تصور

مٿين ٽئن قسمن جي وارداتن ۽ تصوراتن ڪان سواءِ پنجين قسم جا تصورات بہ بيان ڪيا ويا آهن. انهي جو نالو "عقل جا تصور" رکيو ويو آهي. هي ٽئن ئي قسمن جي تصوراتن جي درمياني صورت آهي. هيءَ اُها ڪيفيت آهي. جيڪا نفس ۽ ان جي دشمن يعني شيطاني تصورات ٻنهي سان گڏوگڏ رهندي آهي. ان موقعي تي ان جي ڪري قوت تميز ۽ دليلن کي ثابت ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ٿيندي آهي ۽ خدا جو ٻانهو انهي حالت ۾ عقل ۽ هوش کي برقرار رکندو آهي. ڇوتہ جيڪڏهن عقل هليو وڃي تہ سزا ۽ جزا جي صورت باقي نہ رهندي. ڪڏهن اهو قسم ملڪوتي ۽ روحانی تصورات ساڻ بہ نمودار ٿيندو آهي. جيئن تہ فعل آزادي ۽ خودمختاريءَ سان سرزد ٿئي ۽ ان جي ذريعي ثواب حاصل ڪجي.

## ڇهون قسم

هڪڙي ڇهين قسم جو بہ بيان ڪيو ويو آهي. اهي "تصوراتِ يقين" آهن جيڪي ايمان جي روح ۽ علم ۾ واڌاري جو سبب آهن، پر حقيقت هي آهي تہ انهيءَ قسم جو نتيجو ۽ مقصد بہ اهوئي آهي، جيڪو تصورات حق جو آهي. اهڙي طرح عقلي تصورات بہ ڪڏهن ملڪوتي ۽ ڪڏهن نفساني تصوراتن جو نتيجو هوندا آهن، يعني مستقل قسم ڪونہ آهن. ان جو سبب هيءُ آهي تہ عقل اها طبعي صلاحيت آهي جنهن جي ڪري علم حاصل ٿين ٿا. انهي لاءِ ان جو ڪڏهن ملڪوتي ڪڏهن نفساني ۽ ڪڏهن روحاني، ڪڏهن شيطاني جذبات سان تعلق هوندو آهي.

## بنيادي قسم

انهي قاعدي جي مطابق تصورات (خواطر) جا ڇئن ڪان وڌيڪ قسم ڪونہ آهن. رسول ڪريم ﷺ جن ٻن قسمن جو ذڪر فرمايو آهي. انهي ڪري اهي ٻئي قسم ﴿شيطاني ۽ ملڪوتي تصورات﴾ اصل بنياد آهن ۽ باقي بہ قسم ان جون شاخون آهن. ان جي صورت هي آهي تہ مثلا ملڪوتي تصورات جڏهن روح کي حرڪت ڏيندا آهن، تڏهن روح ۾ نيڪ ارادن جي تحريڪ پيدا ٿيندي آهي. اها بارگاهِ قربِ خداوندي ڏانهن جنبش ڪندي آهي. اهڙي صورت ۾ ان تي وارداتِ حق نازل ٿيندا آهن ۽ جڏهن مڪمل طور تي قرب حاصل ٿيندو آهي، تڏهن فنا جو مقام حاصل ٿيندو آهي، انهي وقت جيئن تہ اسان پهرين بيان ڪري چڪا آهيون، ويجهو هئڻ جي ڪري تصورات رباني حاصل ٿيندا آهن. انهي ڪري حقاني تصورات جو بنياد ملڪوتي تصور هوندو آهي.

اهڙي طرح شيطاني اثر سان نفس ۾ هلچل برپا ٿيندي آهي ۽ نفس ان جي ڪري پنهنجي فطري ۽ طبعي مرڪز ۾ پهچي ويندو آهي. بلڪ ان جي حرڪت جي ڪري ان جي پنهنجي فطرت، خواهش ۽ طبيعت جي مناسب تصورات ظاهر ٿيندا آهن. اهڙي طرح نفساني تصورات بہ شيطاني اثر جو نتيجو هوندا آهن. انهي ڪري اهو ثابت ٿيو تہ تصورات جا بنيادي قسم بہ آهن ۽ انهن مان بہ ٻيا قسم پيدا ٿين ٿا، جن ۾ عقل ۽ يقين جا تصورات بہ شامل آهن.

## باب اٺونجاهون

# حال ۽ مقام جي تشريح ۽ انهن جو فرق

حال ۽ مقام جا الفاظ تمام گهڻو شڪ وارا ٿي ويا آهن ۽ مشائخن جو به انهن جي باري ۾ اختلاف آهي. شڪ ۽ شبهو انهي ڪري پيدا ٿيو آهي جو خود انهن ٻنهي الفاظن جو مفهوم تمام مشتبہ ۽ هڪجهڙو آهي ۽ اهي هڪ ٻئي سان ايترا ملندڙ آهن جو هڪ ئي شيءِ ڪن حضراتن کي حال ۽ ڪن کي مقام نظر ايندي آهي، ڇوته ٻئي هڪجهڙا نظر اچن ٿا. انهي ڪري انهن ۾ فرق ڪرڻ جي لاءِ هڪ ضابطي جي ضرورت آهي. جيڪڏهن اصل الفاظن جي اشتقاق تي غور ڪجي ته ٻنهي جو فرق واضح ٿي سگهي ٿو.

## حال ۽ مقام جو فرق

حال ڪي حال انهي لاءِ چيو ويندو آهي جو اُهو بدلجندو رهندو آهي ۽ مقام کي مقام انهي لاءِ چئبو آهي جو هو جڳهه تي قائم ۽ برقرار رهندو آهي. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو هڪ ئي شيءِ جيڪا ڪڏهن حال هوندي آهي، رفته رفته مقام بنجي ويندي آهي. مثلا هڪ خدا جي ٻانهي جي دل ۾ محاسبي جو جذبو پيدا ٿيندو آهي پوءِ اهو جذبو نفساني صفتن جي غلبي ڪان دور ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح اهو جذبو ڪڏهن پيدا ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن زائل ٿي ويندو آهي. اهڙي طرح اهو شخص محاسبي جي حال ۾ رهندو آهي ۽ اهو روحاني حال نفساني صفتن جي غلبي ڪان بدلجندو رهندو آهي. ايستائين جو جڏهن توفيق خداوندي ان جي شامل حال هوندي آهي، تڏهن هن جي محاسبي جو حال غالب ٿي ويندو آهي. نفس مغلوب ٿي ڪري ان جو تابع ٿي پوندو آهي. ان وقت محاسبو ان جو مستقل وطن ۽ مقام بنجي ويندو آهي ۽ اهو محاسبي جي مقام ۾ اچي ويندو آهي. ان

کان پهرين (بدلجندڙ حال ۾) اهو محاسبي جي حال ۾ هو.

## مراقبو

(محاسبي جي مقام ۾ پهچڻ کانپوءِ) ان تي ٻمراقبي جو حال طاري ٿيندو آهي. انهي موقعي تي محاسبو ان جو مقام هوندو آهي ۽ مراقبو ان جو حال بنبو آهي. سهو ۽ غفلت جي ڪري مراقبي جو حال ٻه بدلجندو رهندو آهي. ايستائين جو سهو ۽ غفلت جا بادل پکڙي ويندا آهن ۽ الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي جي مدد فرمائي مراقبي جي حال کي مستقل مقام ۾ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي. هيئنئن سمجهڻ گهرجي تہ محاسبي جي مقام تي ان کي مراقبي جي حال جي ڪري قرار نصيب ٿيو ۽ مراقبي جي مقام تي ٻہ ان وقت قرار نصيب ٿي سگهي ٿو جڏهن تہ مشاهدي جو حال طاري ٿئي. انهي ڪري جڏهن کو مشاهدي جي حال ۾ اچي وڃي تہ مراقبو ان جو مقام بنجي سگهي ٿو. هاڻي مشاهدي جو حال ٻہ بدلجڻ لڳندو آهي. ڪڏهن استتار (پوشيدگي) جي ڪيفيت طاري ٿيندي آهيٰ ۽ ڪڏهن تجلي جو ظهور ٿيندو آهي. آخرڪار ان جو سج استتار (پوشيدگي) جي گرهڻ کان نڪري ايندو آهي.

## مشاهدي جو مقام

مشاهدي جي مقام ۾ ٻہ مختلف احوال ۽ اضافا ٿيندا رهندا آهن. يعني هڪ کان ترقي ڪري انسان ٻي اعليٰ حال ۾ تبديل ٿيندو رهندو آهي. ايستائين جو هو عالم فنا ۾ پهچي وڃي، پوءِ اُتان کان عالمِ بقا ڏانهن موٽي اچي يا عين اليقين کان ترقي ڪري حق اليقين ۾ پهچي وڃي.

حق اليقين ٻہ هڪ جذبو آهي جيڪو قلب جي پردي کي ڦاڙي وجهندو آهي. اهو مشاهدي جي اعليٰ شاخ آهي جيئن تہ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي "اي خدا! آئون توکان اهڙي ايمان جو طلبگار آهيان جيڪو منهنجي قلب ۾ جذب ٿي وڃي."

## قلب جا ٻہ حصا

شيخ سهل بن عبدالله رحہ جو قول آهي "قلب جا خانہ آهن، انهن مان هڪ باطن آهي جنهن ۾ قوت، سماعت ۽ بينائي آهي. اهوئي قلب جو

مرڪز يعني دل آهي ٻيو خانو قلب جو ظاهري حصو آهي جنهن ۾ عقل هوندو آهي. قلب ۾ عقل جو مثال اهڙو جيئن اک ۾ بينائي هجي. اها انهي مقام تي هڪ قسم جو نور آهي. انهيءَ نور جيئن جيڪو اک جي ماڻڪيءَ ۾ هوندو آهي. جهڙي طرح اک مان شعائون نڪري ڏسڻ وارين شين جو احاطو ڪري وٺنديون آهن. اهڙي طرح عقل جي نگاهه ڪان علم جون شعائون نڪري معلومات ڪي گهيرو ڪنديون آهن.

## حق اليقين

حق اليقين اها حالت آهي جيڪا قلب جي پردي ڪي چيري ان جي مرڪزي ڪاري نقطي تائين پهچي ويندي آهي. اهو بهترين عطيو ۽ سڀ کان عمده ۽ اشرف حال آهي. مشاهدي سان ان حال جو اُهوئي تعلق آهي جيڪو پڪي سر ڪي مٽي سان هوندو آهي. مٽي پهرين آلي مٽي بنبي آهي پوءِ ڪچي سر ۽ آخر ۾ پڪي سر بنبي آهي. اهڙي طرح مشاهدو اصل بنياد آهي. انهي مان آلي مٽي جي جيئن خاڪي بنياد قائم ٿيندو آهي. پوءِ ڪچي سر جي جيئن بقا جو وجود هوندو آهي. ان ڪانپوءِ (حق اليقين جي) هيءَ حالت پيدا ٿيندي آهي جيڪا انهي سلسلي جي آخري شاخ آهي.

## خداداد عطيو

جيئن تہ اها حالت سيني احوالن جو اصل بنياد آهي ۽ بهترين حال اهوئي آهي ۽ اهو محض خداداد عطيو آهي جيڪو ڪوشش ۽ تدبير سان حاصل ڪونہ ٿيندو آهي. انهي لاءِ خدا جي ٻانهي جون اهي سيئي خداداد ڪيفيتون احوال جي نالي سان موسوم آهن. ڇوتہ انهي ۾ بندي جي ڪوششن جو ڪوبہ دخل ڪونهي. انهي لاءِ اهو نالو پيو. بلڪ مشائخن جي زبانن تي هيءُ ڇڙهيل آهي تہ مقامات ڪوشش سان حاصل ٿين ٿا ۽ احوال خداداد ۽ آسماني آهن، انهن جي ڪري برڪتون نازل ٿين ٿيون. انهي لاءِ هڪ آسماني قلب ۾ ئي انهن احوالن جو وجود هوندو آهي.

هڪڙي بزرگ جو قول آهي حال ذڪر خفي آهي ان ۾ انهي شيءِ ڏانهن اشارو آهي جنهن جو اسان ذڪر ڪيو آهي. پڻ اسان عراق جي مشائخن ڪي

هينئن فرمائيندي ٻڌو آهي "حال اهو آهي جيڪو الله جي طرف کان هجي ۽ جيڪو ڪم ڪوشش ۽ عمل جو نتيجو هجي ته هينئن چوندا آهن "اهو ٻانهي جي طرفان آهي". اهڙي طرح جيڪڏهن مريد تي ڪا به خداداد ڳالهه يا وجداني ڪيفيت طاري هوندي نه اُهي هينئن چوندا آهن "اها الله جي طرفان آهي". ان ڪي اُهي حال جي نالي سان موسوم ڪندا آهن. ان ڪان هن طرف اشارو آهي ته حال خداداد عطيو آهي. خراسان جي مشائخن جو قول آهي، احوال اعمالن جي ميراث آهن. ڪن بزرگن جو هيءُ قول به نقل ٿيل آهي ته احوال وڄ جي مثل آهن، جيڪڏهن اهي برقرار رهن ته سمجهو ته اُهي نفساني ڪلام آهن. پر اها ڳالهه بلڪل درست ڪانهي. "صحيح ڳالهه هيءَ آهي ته اهي عطيو خداوندي آهن ۽ انهي ترتيب تي نازل ٿيندا آهن، جيئن اسان بيان ڪيو آهي. بهرحال خداداد ڪيفيتون حاصل ڪيل ڪيفيتن سان مليل آهن. اهڙي طرح احوال وجداني ڪيفيت آهن ۽ مقامات تائين پهچڻ جا رستا آهن. فرق صرف ايترو آهي ته مقامات ۾ عمل ۽ ڪوشش جو ظاهري دخل آهي ۽ باطن ۾ اهي خداداد آهن، پر احوالن ۾ باطني طور تي ڪوشش آهي پر ظاهري طور تي اُهي خداداد نعمت آهن. انهي لاءِ احوال عالمِ بالا جي آسماني نعمت آهن ۽ مقامات انهن جا رستا آهن.

حضرت علي بن ابي طالب ڪرم الله وجهه جو قول آهي "مون کان آسمانن جا رستا دريافت ڪريو ڇوته مون زمين جي رستي جي ذريعي انهن کي سڃاڻڻ جي سڀ کان وڌيڪ مهارت حاصل ڪري ورتي آهي".

هن قول ۾ به مقامات ۽ احوال ڏانهن اشارو آهي. جيئن ته آسمانن جا رستا مقامات توبه ۽ زهد وغيره آهن. انهن رستن تي هلڻ واري جو قلب آسماني ٿي ويندو آهي. اهي اهڙا طريقا آهن جن ۾ ڪي احوال هوندا آهن ۽ انهن طريقن تي ماڻهو هلندا آهن. وري ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي جو نفس انهن کي ڪسي ويندو آهي، پر عام طور تي ائين ڪونه هوندو آهي، ڇوته احوال نفس سان ملي نٿا سگهن، جهڙي طرح تيل پاڻي سان نٿو ملي سگهي.

ڪن بزرگن جو هيءُ خيال آهي ته احوال هميشه برقرار رهندا آهن، جيڪڏهن اُهي هميشه برقرار نه هجن ته ڪين لوائح، طوائح ۽ بوادر چئبو آهي، اهي ڪيفيتون بذاتِ خود احوال نه آهن، بلڪ انهن جو پيش خيمو هونديون آهن.

## مقام کي بدلائڻ

مشائخن جو هن ۾ اختلاف آهي ته ڇا ٻانهي جي لاءِ اهو جائز آهي ته هو پنهنجي موجوده مقام کي مستحڪم ڪرڻ کان پهرين ٻي مقام ڏانهن منتقل ٿئي. هڪڙي بزرگ جو قول آهي ته پنهنجي مقام جي احڪامن کي مستحڪم ڪرڻ کان پهرين ٻي مقام ڏانهن مستحڪم ٿيڻ انهي جي لاءِ مناسب ڪونهي. پر ٻي بزرگ چيو آهي ته ڪوبه شخص پنهنجي موجوده مقام کي ان وقت تائين مڪمل نٿو ڪري سگهي، جيستائين جو هو پنهنجي مٿانهين مقام تي نه پهچي وڃي، ڇوته جڏهن اهو اعليٰ مقام کان هيٺين مقام ڏانهن نظر ڪندو ان وقت ان جي پنهنجي مقام جو معاملو مستحڪم ٿي سگهي ٿو.

هن مسئلي جو حل مناسب طريقي سان هيٺئن ڪري سگهجي ٿو، جو هڪ شخص کي اعليٰ مقام کان جتان هو ترقي ڪري ويندو ڪو حال عطا ٿيندو آهي. ان وقت ان کي خبر پوندي آهي ته هن حال سان ان جي موجوده مقام جو معاملو درست ٿي ويو آهي. اهو حق تعاليٰ جو تصرف آهي. انهي ۾ ٻانهي جي طرفان ڪنهن به شيءِ جو واڌارو نه ڪيو ويندو آهي، ڪٿي اهو ترقي ڪري يا نه ڪري. سبب هيءُ آهي ته انسان انهن احوالن جي ذريعي مقامات ڏانهن ترقي ڪندو آهي، جيڪي عطيه خداوندي آهن. انهن جي ذريعي انهن مقاماتن ڏانهن ترقي ٿيندي آهي، جتي تدبير ۽ تقدير گڏيل آهن. انهي ڪري ان کي اعليٰ مقام جي طرف کان ڪو حال ان وقت نظر ايندو آهي، جڏهن ته هن جي ترقيءَ جو زمانو ويجهو اچي، ان وقت اهو انهن مقاماتن ڏانهن پنهنجي زائد احوال جي ڪري ترقي ڪندو آهي.

مٿين وضاحت ڪانپوءِ هيءُ معلوم ٿي ويو ته مقامات ۽ احوال هڪ ٻئي ۾ شامل آهن ۽ ڪابه فضيلت يا نيڪي اهڙي ڪانهي جنهن ۾ حال ۽ مقام نه هجي. اهڙي طرح زهد، توڪل ۽ رضا ۾ حال ۽ مقام ٻئي آهن.

شيخ ابوعثمان حميري رحه جو قول آهي "چاليهه سالن کان منهنجي

هيءَ حالت آهي جو الله تعاليٰ جنهن حال ۾ مونکي رکي، اهو مون کي ناپسند ڪونہ هوندو آهي". هن قول ۾ رضا ڏانهن اشارو آهي. پهرين اهو حال جي شڪل ۾ نمودار ٿيندو آهي، پوءِ مقام جي صورت اختيار ڪري وٺندو آهي. اهڙي طرح محبت ۾ بہ حال ۽ مقام ٻئي صورتون آهن.

## زجر ۽ توبہ

اهڙي طرح بندو توبہ ڪندو آهي ۽ توبہ جي حالت بدلبي رهندي آهي، ايستائين جو توبہ جي مقام تي پهچي ويندو آهي. توبہ جو رستو پشيمان ٿيڻ سان ملندو آهي.

هڪ بزرگ جو قول آهي تہ زجر قلب جي اها هيجاني ڪيفيت آهي، جنهن ڪي غفلت کان متنبہ ٿيڻ کانپوءِ سڪون حاصل ٿيندو آهي. ان وقت هو سجاڳ ٿي غلط ۽ صحيح ڳالھہ کي معلوم ڪندو آهي. بهرحال زجر ۽ ملامت جون ٽي صورتون آهن. هڪڙي صورت زجر جي علم جي ذريعي حاصل ٿيندي آهي. ٻي صورت عقل جي ذريعي هوندي آهي ۽ ٽئين صورت اها آهي تہ ايمان جي ذريعي زجر ۽ ملامت رونما ٿئي. بهرحال جيڪا بہ صورت هجي زجر جي ذريعي خدا پاڪ ان کي توبہ جي توفيق ڏيندو آهي. البتہ ڪن وقتن ۾ نفساني خواهش جو غلبو زجر ۽ توبہ جي حال کي متاثيندو رهندو آهي. ايستائين جو آخرڪار اها نيڪي ان تي راسخ ٿي مستقل مقام جي صورت اختيار ڪندي آهي.

## زهد جو مقام

اهڙي طرح زهد جو حال آهي. اهو جذبو جنهن تي بہ مسلط ٿئي، ان کي دنياوي شغلن کي ترڪ ڪرڻ ۾ لطف حاصل ٿيندو آهي. دنيا سان دلچسپي بري معلوم ٿيندي آهي. البتہ نفساني طمع ۽ دنياوي حرص سان ڪڏهن ڪڏهن ان جي اها حالت بدلجي ويندي آهي. آخرڪار خدا جي مدد ان جي شامل حال ٿي ان جو تدارڪ ڪندي آهي ۽ اهو زهد جي حال تي مستقل طور تي ڄمي ويندو آهي، بلڪ زهد ان جو مستقل مقام يا عادت ثانيہ بنجي ويندو آهي.

## رضا ۽ توڪل

اهوئي حال توڪل جو آهي، توڪل ان جي دل جي دروازي کي کڙڪائيندي رهندي آهي، ايستائين جو هو توڪل کي هميشگي جي لاءِ اختيار ڪري وٺندو آهي. اهڙي طرح رضا جو حال آهي. جڏهن ان کي رضاءِ خداوندي تي اطمينان ٿي ويندو آهي ته اهو به انجو مقام بنجي ويندو آهي.

## لطيف نڪتو

انهي مقام تي هڪ بيان ڪرڻ جهڙو نڪتو هي آهي ته رضا ۽ توڪل جو مقام طبعي خواهش جي باوجود برقرار رهندو آهي، پر رضا جو حال طبعي خواهش سان گڏ باقي ڪونه رهندو آهي. اهو انهي ڪرامت جي مثل هوندو آهي جنهن کي راضي برضا طبيعت جي حڪم سان ڏسندو آهي، پر مقامِ رضا ۾ پهچڻ جو علم طبعي تقاضن کي لڪائي ڇڏيندو آهي. البته علم جي ذريعي لڪيل طبعي تقاضن جو ظهور ان کي رضا واري مقام کان خارج ڪونه ڪندو آهي، ليڪن اهڙي صورت ۾ رضا جي حالت باقي ڪانه رهندي. ان جو سبب هي آهي ته جڏهن حال خالص عطيه فطرت بڻجي پوي تڏهن هو طبعي خواهشن کي ساڙي ڇڏيندو آهي.

ان تي هيءُ اعتراض ٿي سگهي ٿو ته اهڙو شخص رضا ۾ صاحبِ مقام بنجي سگهي ٿو، پر صاحبِ حال ڇو نٿو بنجي سگهي؟ حالانڪ حال مقام پيش خيمہ آهي ۽ مقام وڌيڪ مضبوط هوندو آهي. اسان انهي جي جواب ۾ هيئن چئون ٿا: "ان جو سبب هي آهي ته جيئن ته مقام ۾ بندي جي ڪوشش ۽ تدبير شامل هوندي آهي، انهي لاءِ ان ۾ طبعي خواهش جو احتمال رهندو آهي. پر جيئن ته حال قدرت جو عطيو آهي، انهي لاءِ هو طبعي آميزش کان پاڪ ۽ صاف هوندو آهي، بلڪ اهڙي موقعي تي حال زياده سخت هوندو آهي، پر رضا جو مقام وڌيڪ مضبوط ۽ مستحڪم هوندو آهي.

## غير محدود فيض الاهي

مقامات حاصل ڪرڻ جي لاءِ وڌيڪ احوالن کي پهرين کان حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ڇوته پهرين کان روحاني حال حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ

روحاني مقام حاصل ڪرڻ ٿيندو آهي. احوالن جا ٻه قسم آهن. يعني ڪي احوال مقام بڻجي ويندا آهن. پر ڪي احوال مقام ڪونه بڻبا آهن. ان جو سبب اهوئي آهي جيڪو اسان بيان ڪري چڪا آهيون ته مقام ۾ ڪوشش ۽ عمل جو اثر نمايان هوندو آهي ۽ فيضِ الاهي ان ۾ لڪيل رهندو آهي، پر حال ۾ فيض ظاهري طور تي هوندو آهي ۽ ڪسب و عمل باطن ۾ هوندو آهي. جيئن ته احوال ۾ فيضِ الاهي غالب آهي، انهي لاءِ اُهو ڪنهن شيءِ ۾ مقيد ڪونهي، بلڪ انجي ڪابه حد ۽ انتها ڪانهي، ڪٿي اعليٰ روحاني احوالن جي لطافت جي تقاضا هي آهي ته اهو مقام بڻجي وڃي، پوءِ به خدا پاڪ جي قدرت غير محدود آهي. انهي جي ڪري هڪڙي بزرگ هيئن فرمايو آهي "جيڪڏهن مون کي حضرت عيسيٰ عليه السلام جي روحانيت، حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڪليمي ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جي شان خليلي عطا ٿئي ته ان جي باوجود به آئون وڌيڪ فيض جو مطالبو ڪندس، ڇوته فيض الاهي جي ڪابه انتها ڪانهي". ڪٿي اهي نبين سڳورن عليهم السلام جا روحاني احوال آهن جيڪي ولين کي عطا ٿي نٿا سگهن. البته انهي ۾ هن طرف اشارو آهي ته خدا جو بندو هميشه وڌيڪ روحانيت جو طالب رهندو آهي ۽ پنهنجي موجوده حالت تي قناعت ڪونه ڪندو آهي.

سرورِ ڪائنات رسولِ اڪرم ﷺ جن به انهي جي باري ۾ قناعت نه ڪرڻ ۽ وڌيڪ فيض ۽ برڪتن حاصل ڪرڻ جي هدايت فرمائي آهي. ارشاد آهي: "جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن منهنجي علم ۾ اضافو نه ٿئي ته انهي ڏينهن جي صبح منهنجي لاءِ مبارڪ ڪانهي". انهي سلسلي ۾ پاڻ سڳورا ﷺ دعا گهرندا هئا:

اَللّٰهُمَّ مَا قَصُرَ عَنْهُ رَاْيِيْ وَضَعُفَ فِيْهِ عَمَلِيْ وَلَمْ تَبْلُغْهُ نِيَّتِيْ وَ اُمْنِيَّتِيْ مِنْ خَيْرٍ وَعَدْتَهٗ اَحَدًا مِّنْ عِبَادِكَ اَوْ خَيْرٍ اَنْتَ مُعْطِيْهِ اَحَدًا مِّنْ خَلْقِكَ فَاَنَا اَرْغَبُ اِلَيْكَ وَ اَسْئَلُكَ اِيَّاهُ.

ترجمو: اي الله! جنهن ڪم ۾ منهنجي راءِ ڪوتاهي ڪري ۽ منهنجو عمل ڪمزور رهي ۽ منهنجي نيت ۽ تمنا ان تائين نه

پهچي سگهي، البتہ جيکڏهن تو انهي پلائي کي ڏيڻ جو واعدو کيو هجي يا پنهنجي مخلوق مان کنهن کي ڏيڻ وارو هجين تہ آئون بہ انهي ڏانهن راغب آهيان ۽ ان جو توکان طلبگار آهيان.

خداوندي فيض ۽ برکتون غير محدود آهن ۽ روحاني احوال بہ فيض آهن، انهن جو انهن الاهي کلمن سان تعلق آهي جيکي ختم نٿا ٿي سگهن، کٽي سمنڊ جا ڦڙا ختم ٿي پون ۽ ريت جا ذرا فنا ٿي وڃن، پر اهي کلما ختم ٿيڻ وارا نہ آهن. اهوئي نعمت ڏيندڙ ۽ عطا کندڙ آهي.

# روحاني مقامن جا بنيادي اصول

حضرت انس بن مالڪ رضہ کان روايت آهي تہ هڪ شخص پاڻ سونهارن ﷺ وٽ آيو ۽ چيائين يارسول الله ﷺ! آئون زبان دراز آهيان ۽ پنهنجي اهل و عيال تي زبان درازي ڪندو رهندو آهيان. پاڻ ﷺ فرمايائون "تون استغفار ڇو نٿو پڙهين، آئون تہ ڏينهن رات ۾ سوءِ ڀيرا استغفار پڙهندو آهيان". حضرت ابوهريره رضہ جي روايت هن اضافي سان منقول آهي "آئون الله کان استغفار ۽ توبہ روزانہ سوءِ ڀيرا ڪندو آهيان".

حضرت ابوهريره رضہ کان روايت آهي تہ آنحضرت ﷺ جن فرمايائون "منهنجي قلب تي اندارو ڇانيل رهندو آهي، انهي لاءِ آئون روزانو سوءِ ڀيرا استغفار ڪندو آهيان". خدا پاڪ فرمائي ٿو "اي ايمان وارؤ! اوهين سڀئي الله کان توبہ ڪريو، شايد تہ اوهين ڪاميابي ماڻيو". ٻي جڳھ تي ارشاد آهي "الله توبہ ڪرڻ وارن کي پسند فرمائي ٿو. اي ايمان وارؤ! الله کان سچي خيرخواهي سان توبہ ڪريو".

## توبہ جي اهميت

توبہ هر مقام جي اصل بنياد ۽ هر روحاني حال جي ڪنجي آهي، انهي جي ڪري مقامات جو آغاز ٿئي ٿو. اها ائين آهي جيئن عمارت جي لاءِ زمين هجي، جنهن وٽ زمين نہ هجي اهو عمارت تعمير نٿو ڪري سگھي. جيستائين منهنجو مبلغ علم آهي ۽ جيتري قدر آئون ڪوشش ڪري سگھيو آهيان، ان جي مطابق مون مقامات ۽ احوال ۽ ان جي انجام تي غور ڪيو آهي. آخرڪار مون هيءُ نتيجو ڪڍيو آهي تہ ايمان ۽ ان جي فرضن ۽ شرطن جي صحت ۽ درستي ڪانپوءِ انهن جي لاءِ ٽي شيون ضروري

آهن ۽ جيڪڏهن ايمان کي شامل ڪجي ته چار شيون ٿين ٿيون. اهي چار شيون روحاني ۽ حقيقي ولادت جي لاءِ اهڙيون ضروري آهن، جهڙي ان جي قانون قدرت جي مطابق چار طبعي عناصر، طبعي ولادت جي لاءِ ضروري آهن. انهي ڪري جنهن انهن چئن شين جي حقائق کان آگاهي حاصل ڪري ورتي اُهو آسمانن جي عالمِ ملڪوت ۾ داخل ٿي سگهي ٿو. ان کي قضا ۽ قدر ۽ ان جي نشانين جو ڪشف ٿي سگهي ٿو، اهوئي خدائي الهامي ڪلمن جو ذوق ۽ فهم حاصل ڪري سيني روحاني احوال ۽ مقامات کان بهره ور ٿي سگهي ٿو.

## چار اصول

سڄو سارو ڪرشمو چئن شين جو آهي، انهن چئن اصولن مان ايمان ڪانپوءِ ٻي درجي تي سچي ۽ مخلصانه توبه آهي. ٽيون اصول زهد آهي. چوٿون اصول مقام بندگي جي اهڙي طرح ڪوجنا (تحقيق) آهي جو سستي ۽ ڪاهلي ڪانسواءِ ظاهري ۽ ڳجهي حالت ۾ دل ۽ جان ۽ ظاهري جسم سان الله جي لاءِ هميشه نيڪ ڪم ڪجن.

انهن چئن اصولن جي پورائي جي لاءِ پوءِ وري هيٺين چئن شين کان مدد وٺجي، جيڪي انهن جي تڪميل جو سبب آهن. گهٽ ڳالهائڻ، گهٽ کائڻ، گهٽ سمهڻ ۽ ماڻهن کان الڳ رهڻ. سيني مشائخن ۽ زاهدن جو هن تي اتفاق آهي ته انهن ڳالهين سان روحاني مقامات برقرار رهندا آهن ۽ روحاني احوال درست ٿيندا آهن. انهن جي ڪري الله پاڪ جي تائيد ۽ حسن توفيق سان ابدال ابدال ٿيندا آهن. انهي ڪري جيڪڏهن انهن کي صحيح طريقي سان حاصل ڪيو ويو ته سمجهو سيئي روحاني مقامات حاصل ٿي ويا.

ايمان ڪانپوءِ سڀ کان پهرين شيءِ توبه آهي، پر صحيح توبه جي ابتدائي مرحلن ۾ چند روحاني احوالن جي ضرورت هوندي آهي. جيڪڏهن اُهي درست رهن ته اُهي مقامات ۽ احوالن ۾ بدلجي سگهن ٿا، انهي ڪري توبه کان پهرين ملامت (سِٽ) ڪرڻ واري ضمير جو هئڻ ضروري آهي. اهو ضمير روحاني حال ۽ فيض الاهي جو نتيجو آهي. زجر ۽ ملامت جي حالت توبه جي ڪنجي ۽ ان جو آغاز آهي.

## زجر ۽ ملامت

هڪڙي ماڻهو بشر حافي رحہ کان پڇيو "ڪهڙي ڳالهہ آهي جو آئون توکي غمگين ڏسان ٿو؟" چيائين "ان جو سبب هي آهي تہ آئون پليل مطلوب آهيان، رستي کان ڀلجي ويو آهيان ۽ انهي جي ڳولا ۾ آهيان، جيڪڏهن اها خبر هجي ها تہ منزل مقصود جو رستو ڪيڏانهن آهي، تہ آئون ان کي ڳوليان ها، پر مون تي غفلت جو اهڙو خواب طاري آهي، جو ان کان ڪوبہ ڇوٽڪارو ڪونهي، البتہ جيڪڏهن مونکي زجر ۽ ملامت ڪئي وڃي ها تہ مون تي ان جو اثر ٿئي ها".

اصمعي رحہ چوي ٿو "مون بصري ۾ هڪ بدوي کي ڏٺو. جنهن جون اکيون ڏکي رهيون هيون ۽ انهن مان پاڻي وهي رهيو هو. مون انهي کي چيو "تون پنهنجون اکيون ڇو نٿو اگهئين؟" هن چيو طبيب مون کي منع ڪئي آهي ۽ جيڪو منع ڪرڻ کان پوءِ بہ باز نہ اچي ان جو ڀلو نٿو ٿي سگهي".

## حال جي خبرداري رکڻ

اندر ۾ روڪڻ وارو هڪ روحاني حال هوندو آهي، جنهن کي الله پاڪ عطا فرمائيندو آهي ۽ توبہ ڪرڻ واري جي لاءِ ان جو وجود ضروري آهي. اهڙي طرح باز اچڻ ڪانپوءِ طالبِ حق تي انتباه (بيدار رهڻ) جو حال طاري ٿيندو آهي، جنهن جي باري ۾ هڪڙي بزرگ فرمايو آهي "جنهن حوادث ۽ مختلف ڪيفيتن جي مطالبي کي ضروري قرار ڏنو اُهو بيدار آهي. "شيخ ابويزيد رحہ جو قول آهي "انتباه جون نشانيون پنج آهن. هڪ جڏهن پنهنجي نفس کي ياد ڪري تہ پنهنجو پاڻ کي فقير سمجهي. ٻي جڏهن پنهنجي گناه کي ياد ڪري تڏهن استغفار ڪري. ٽين جڏهن دنيا کي ياد ڪري تہ عبرت حاصل ڪري. چوٿين جڏهن آخرت کي ياد ڪري تہ خوش رهي. پنجين جڏهن مولىٰ کي ياد ڪري تڏهن ڏکي وڃي.

هڪڙي بزرگ جو قول آهي. انتباه نيڪيءَ جي رهنمائي جو آغاز آهي، جڏهن ڪو پنهنجي غفلت جي ننڊ مان جاڳي تہ اها شيءِ هن کي بيداري جي راهہ تائين پهچائيندي آهي ۽ اها بيداري ڪيس راهہ هدايت جي

تلاش تي وجهندي آهي، جڏهن هو ان جي تلاش ۾ گهمندو آهي ته ان کي خبر پوندي آهي ته هو راهه حق تي آهي. انهي لاءِ اهو تلاش حق کندو آهي ۽ توبه جي دروازي ڏانهن موٽندو آهي. هن حالِ انتباه (خبرداري) کانپوءِ کيس بيداري جو حال نصيب ٿيندو آهي.

## بيداري

شيخ قارس رحه جو قول آهي: ڪامل ترين حال، بيداري ۽ عبرت وٺڻ آهي. چون ٿا ته بيداري راه نجات جي مشاهدي کانپوءِ رستي جي لڪير جي ظاهر ٿيڻ جو نالو آهي. هيئن به چيو ويو آهي ته جڏهن صحيح بيداري نصيب ٿئي ته بيدار انسان راهِ توبه جي آغاز ۾ پهچي ويندو آهي. بيداري پرهيزگارن جي دلين جي لاءِ موليٰ جي هڪ نشاني آهي، جيڪا انهن کي توبه جو رستو ڏيکاريندي آهي ۽ جڏهن بيداري جي تڪميل ٿئي ته ان کي توبه واري مقام ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيندي آهي، بهرحال اهي ٽي حالتون آهن، جيڪي توبه کان پهرين رونما ٿينديون آهن.

## نفس جو محاسبو

توبه کي برقرار رکڻ جي لاءِ نفس جي محاسبي جي ضرورت هوندي آهي، محاسبي جي ذريعي توبه کي استقامت نصيب ٿيندي آهي. اهڙي طرح حضرت علي ڪرم الله وجهه فرمايو آهي "ان کان پهرين جو اوهان جو احتساب ڪجي، اوهين پنهنجو محاسبو ڪندا ڪريو ۽ ان کان پهرين جو اوهانجن اعمالن جو وزن ڪجي، اوهين پنهنجن اعمالن کي توريندا ڪريو. اوهين الله جي وڏي پيشي جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي تيار ڪريو. جڏهن اوهين ان ڏينهن پيش ٿيندؤ تڏهن ڪابه لڪيل ڳالهه اوهان کان ڳجهي نه رهندي".

## نماز سان محاسبو

محاسبو نفس جي حفاظت، ضبط، وقت جي پابندي ۽ اهم ڪمن جي ترجيح کان مڪمل ٿيندو آهي. اهڙي طرح بندي کي هيءَ ڳالهه ذهن نشين رکڻ گهرجي ته الله تعاليٰ پنهنجي رحمت سان ڏينهن رات ۾ پنج نمازون

فرض ڪيون آهن. اهو چڱي طرح ڄاڻي ٿو تہ ان جا ٻانها غفلت ۾ مبتلا رهن ٿا. انهي لاءِ ان ڪين نفساني خواهش ۽ دنيا جي غلامي کان بچائڻ جي لاءِ مختلف وقتن ۾ اهي نمازون فرض ڪيون آهن. اهي پنج وقتي نمازون هڪ اهڙو سلسلو آهن جيڪي بندن کي حق ربوبيت ادا ڪرڻ جي لاءِ بندگي ۽ عبوديت جي مقاماتن ۾ قابو ڪري ڇڏيندڍيون آهن. اهڙي طرح هر شخص هڪ نماز کان ٻي نماز تائين محاسبو ڪندو رهندو آهي ۽ پنهنجي عمدي محاسبي جي ڪري شيطان جي پيچرن کي بند ڪندو آهي.

اهو ان وقت نماز شروع ڪندو آهي جڏهن تہ هو چڱي طرح توبہ ۽ استغفار جي ذريعي دل جون ڳنڍيون کولي وٺي، ڇوتہ خلافِ شرع هر ڪلمو ۽ هرهڪ حرڪت ان جي قلب ۾ هڪ ڪارو داغ وجهندي آهي ۽ انهي ۾ هڪ ڳنڍ لڳائيندي آهي. پر محاسبي ڪرڻ وارو نماز جي لاءِ پنهنجي باطن کي ۽ عضون کي ڪنٽرول ۾ رکندي آماده ڪندو آهي ۽ محاسبي جي مقام کي مستحڪم ڪندو آهي. جڏهن هو نماز پڙهندو آهي تہ ان جو نورْ ٻي نماز تائين ان جي وقت جي سيني جزن کي روشن رکندو آهي، اهڙي طرح ان جي نماز ان جي اوقات سان منور رهندي آهي ۽ ان جا اوقات نماز جي نور سان روشن ۽ معمور رهندا آهن.

هڪڙي محاسبي ڪرڻ واري بزرگ جو قاعدو هو تہ هو هڪ ڪاغذ تي نمازن کي لکندو هو ۽ ٻنهي نمازن جي وچ ۾ ڪاغذ جي جڳهہ خالي ڇڏي ڏيندو هو. جڏهن هو غيبت يا ٻي غلطي جو ارتڪاب ڪندو هو تہ انهيءَ ۾ هڪ لڪير ڪڍندو هو ۽ جڏهن ڪابہ لغو ڳالهہ ۽ فضول حرڪت ڪندو هو تہ اُتي هڪ نقطہ ڏاهيندو هو. جيئن تہ هو پنهنجن گناهن ۽ فضول حرڪتن جو شمار ڪري سگهي ۽ محاسبي جي ذريعي شيطان ۽ نفس اماره جي پيچرن کي تنگ ڪري سگهي، اهڙي طرح هو سچي دل سان نفس کي قابو ڪري حقيقي بندگي جي مقام تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو هو. بهرحال محاسبي ۽ ضبطِ نفس جو هيءُ مقام صحيح توبہ کي برقرار رکڻ جي لاءِ ضروري آهي.

## مراقبي جي اهميت

حضرت جنيد رحہ جو قول آهي، "جنهن جي نگراني صحيح هوندي ان

جي ولايت هميشه باقي رهندي آهي". شيخ واسطي رحه کان دريافت ڪيو ويو "ڪهڙو ڪم افضل آهي؟"چيائين! افضل سِر باطن جي نگهباني، ظاهر جو محاسبو ۽ باطن جو مراقبو آهي". انهن مان هرهڪ جي ٻئي کان تڪميل ٿيندي آهي ۽ انهن ٻنهي سان توبه قائم رهندي آهي.

مراقبو ۽ نگهباني به عمدا روحاني حال آهن. توبه جي مقام جي دوستيءَ سان گڏوگڏ اهي به درست رهندا آهن ۽ انهن جي تڪميل سان توبه برقرار رهندي آهي، انهي ڪري محاسبو، مراقبو ۽ نگهباني مقامِ توبه جي لاءِ ضروري آهي.

شيخ جريري رحه جو قول آهي ته "اسان جو ڪم انهن ٻن فضيلتن تي مبني آهي، هڪ مراقبي کي ضروري سمجهو ٻيو علم اوهان جي ظاهري حالت کي چڱي حالت ۾ برقرار رکي.

شيخ مرتعش رحه جو قول آهي "مراقبو هر لمحي ۽ هرهڪ لفظ ۾ حق جي مشاهدي جي لاءِ باطن جي نگهباني جو نالو آهي، جيئن ته خدا پاڪ جو ارشاد آهي: "ڪهڙو نه پلو آهي اُهو ماڻهو جيڪو نفس جي هر عمل جي نگراني ڪندو آهي".

هي علمِ قيام آهي ۽ انهي جي ڪري علمِ حال جي تڪميل ۽ ان جي ڪمي پيشي جي خبر پوندي آهي. اُهو هي آهي ته هو الله سان پنهجن لاڳاپن جو معيار معلوم ڪري. اهي سيئي شيون صحيح توبه جي لاءِ ضروري آهن. صحيح توبه انهن جي لاءِ ضروري آهي ڇوته تصور (خواطر) ارادن جو پيش خيمو هوندو آهي ۽ ارادا عملن جو پيش خيمو هوندا آهن، تصورات کان قلب جي ارادي جي تڪميل ٿيندي آهي ۽ جيئن ته قلب عضون جو حاڪم آهي، انهيءَ لاءِ جيستائين قلب ڪوبه ارادو نه ڪري ان وقت تائين عضوا حرڪت ۾ نه ايندا آهن، انهي ڪري مراقبو اهڙي شيءِ آهي جنهن جي ذريعي برن تصورن جي مواد جو بنياد ختم ٿي ويندو آهي. مراقبي جي تڪميل کان توبه جي تڪميل ٿيندي آهي ۽ تصورن کي قابو ۾ ڪري اُهو عضون جي ضرورتن کي فراهم ڪندو آهي. بهرحال مراقبي جي ذريعي سان قلب مان برن ارادن جو بنياد ختم ٿي ويندو آهي. ان ڪانپوءِ مراقبي کان جيڪا ڳالهه ڇٽي وڃي ان جي پورائي محاسبو ڪري وٺندو آهي.

## رجوع ڪرڻ

شيخ ابوعثمان مغربي رحہ جو قول آهي "هن طريقي جي ضروري شين ۾ افضل محاسبو، مراقبو ۽ علم جي ذريعي عمل کي قابو ڪرڻ آهي. جڏهن صحيح توبہ ڪجي تڏهن خدا ڏانهن بہ صحيح طريقي سان رجوع ٿي سگهي ٿو".

شيخ ابراهيم بن ادهم رحہ فرمائي ٿو "بنده حق سچي توبہ ڪرڻ ڪانپوءِ خدا ڏانهن موٽندو آهي، ڇوتہ انابت (رجوع ڪرڻ) توبہ جو ٻيو درجو آهي."

شيخ ابوسعيد قرشي رحہ جو قول آهي "جيڪو خدا ڏانهن موٽندو آهي اهو هر انهي شيءِ کي ڇڏي ڏيندو آهي، جيڪا ان کي خدا کان غافل ڪري". هڪ ٻي بزرگ جو قول آهي "انابت ۾ سراپا خدا ڏانهن توجہ هوندو آهي ۽ جيڪو ٻي طرف کان ڪٽجي خدا ڏانهن اچي، اهو انابت (رجوع) جي هڪ حصي کي ضايع ڪندو آهي، بلڪہ منيب (رجوع ڪرڻ وارو) حقيقت ۾ اهوئي آهي، جنهن جو خدا ڪانسواءِ ڪنهن ٻي ڏانهن ڌيان نہ هجي. ان جي حالت هيءَ هوندي آهي تہ هو سراپا انابت بنجي ويندو آهي. هو نہ صرف هڪ پيڪر ۽ تصوير جي مثل رهندو آهي، بلڪ الله تعاليٰ جي اڳيان ان جي ڪابہ ذاتي وصف بہ باقي ڪانہ رهندي آهي. محفل ۽ مجمع ۾ بہ هو خدا جي ياد ۾ مستغرق رهندو آهي. نفس جي مخالفت ڪندو ۽ عملن جي عيبن جو مشاهدو ڪري مجاهدو ڪندو آهي. اهو سڀ ڪجهہ نگهباني ۽ مراقبي جي حصول جي لاءِ چيو ويجي ٿو.

شيخ ابوسليمان رحہ جو قول آهي "مون پنهنجي ڪنهن ڪم کي ڇڱو نہ سمجهيو جو ان تي ثواب جي اميد رکان". شيخ ابو عبدالله سنجري رحہ جو قول آهي "جيڪو مريد هجڻ جي حالت ۾ پنهنجي روحاني احوال جي ڪنهن شيءِ کي ڇڱو سمجهي ان جي مريدي خراب ٿي ويندي، هاڻي ان جي لاءِ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ چارو ڪونهي جو ابتدا کان روحاني منزلون طئي ڪري ۽ پنهنجو پاڻ کي دوباره رياضت ۽ مجاهدي ۾ مشغول ڪري.

## مجاهده نفس

جيڪو پنهنجين خوبين ۽ عيبن کي صدق ۽ اخلاص جي ساهميءَ ۾ نہ توري، اهو ڪاملن جي درجي تائين نٿو پهچي سگهي. انهي ڪري عملن جي ڪوتاهين کي ملاحظہ ڪرڻ صحيح توبہ جي لاءِ ضروري آهي ۽ توبہ ان وقت تائين درست ڪانہ ٿي سگهندي، جيستائين جو سچي دل سان مجاهده نہ ڪجي. سچي دل سان مجاهدو انوقت ٿي سگهي ٿو، جڏهن تہ انهي ۾ صبر هجي. اهڙي طرح فضالـہ بن عبيد رضہ کان روايت آهي تہ "نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون تہ "مجاهد اهو آهي جو پنهنجي نفس سان جهاد ڪري". اهو مجاهده نفس ان وقت مڪمل ٿي سگهي ٿو، جڏهن تہ صبر ڪجي. بهترين صبر اُهو آهي جيڪو خدا جي راهہ ۾ اختيار ڪجي، يعني ان کي همہ تن انهيءَ جي ڌن هجي ۽ اهو سچي دل سان مراقبو ڪري بيڙن تصورن کي دل مان ڪڍي ڇڏي.

## صبر جا قسم

صبر جا ٻہ قسم آهن، فرض ۽ فضيلت. فرض صبر هي آهي تہ فرضن جي تڪميل ۽ حرام شين کان بچڻ جي لاءِ صبر ڪجي. فضيلت جي صبر ۾ هي شيون داخل آهن.

(١) مفلسي تي صبر ڪرڻ.

(٢) پهرين صدمي تي صبر ڪرڻ.

(٣) تڪليفن ۽ مصيبتن کي لڪائي، انهن جي شڪايت نہ ڪرڻ.

(۴) فقر ۽ درويشي کي لڪائڻ تي صبر ڪرڻ.

(۵) فيوض و ڪرامات ۽ آيات کي ڳجهو رکي صبر ڪرڻ.

انهن ڪانسواءِ فرض ۽ افضل صبر جا ڪيترائي قسم آهن.

## صبر ۽ توبہ

ڪيترائي ماڻهو صبر جي انهن قسمن تي عمل ڪندا آهن، پر صحيح مراقبو، نگهباني ۽ برن تصورن کي دور ڪري صرف خدا جي لاءِ

صبر ڪرڻ ۾ تنگي محسوس ڪندا آهن. اهڙي طرح حقيقي صبر توبہ جي ذريعي حاصل ٿيندو آهي. جهڙي طرح مراقبو توبہ جي لاءِ ضروري آهي. صبر اهلِ ايمان جو معزز ترين مقام آهي، جيڪو توبہ جي حقيقي مفهوم ۾ شامل آهي.

هڪڙي اهلِ علم جو قول آهي "صبر کان افضل ڪهڙي شيءِ آهي جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ نوي کان وڌيڪ جاين تي ڪيو آهي. ايتري تعداد ۾ ڪنهن شيءِ جو ذڪر نہ ڪيو ويو آهي، پر ايتري قدر عظيم الشان صفت هجڻ جي باوجود صحيح توبہ مقامِ صبر تي حاوي آهي."

صبر جو هڪڙو قسم هي بہ آهي تہ خدا جي نعمت تي صبر ڪجي، يعني نعمت کي خدا جي نافرماني ۾ نہ صرف ڪجي، هيءُ قسم صحيح توبہ جي مفهوم ۾ شامل آهي.

شيخ سهل بن عبدالله رح جو قول آهي "آرام ۽ عافيت تي صبر ڪرڻ، مصيبت تي صبر ڪرڻ کان بهتر آهي". هڪڙي اصحابي رضہ جو قول آهي "اسان تڪليفن ۾ مبتلا ڪيا وياسون، تڏهن اسان صبر ڪيو پر جڏهن اسان کي خوشحالي ۾ آزمايو ويو، تڏهن اسان صبر نہ ڪري سگهياسون". خوشي ۽ ناراضگي ۾ اعتدال (وچٿرائي) کي ملحوظ رکڻ بہ صبر ۾ شامل آهي. البتہ ماڻهن جي تعريف کان بي نياز رهڻ ۽ گمنامي، تواضع ۽ ذلت کي برداشت ڪرڻ کي جيڪڏهن توبہ ۾ شامل نہ ڪجي تہ اهو زهد ۾ شامل آهي.

## توبہ جا اثر

اهي سيئي روحاني مقام ۽ احوال جيڪي توبہ جي مقام (درجي) کان خارج هجن، اهي زهد ۾ شامل آهن. جيڪو روحانيت جي ٽئن درجن مان ٽيون درجو آهي. بهرحال صبر جي اصل حقيقت جو ان وقت اظهار ٿيندو آهي، جڏهن نفس مطمئن هجي ۽ نفس کي ان وقت اطمينان ٿيندو آهي جڏهن ان جو تزڪيہ ڪجي. اهو تزڪيہ نفس توبہ سان حاصل ٿيندو آهي. اهڙي طرح جڏهن سچي ۽ خلوص واري توبہ سان نفس پاڪ ٿي پئي تہ انهي جي قدرتي سرڪشي دور ٿي ويندي آهي. ڇوتہ بي صبري نفس جي سرڪشي کان پيدا ٿيندي آهي، پر سچي توبہ نفس کي نرم ڪري ان جي

بدمزاجي کي ڏور ڪري ڇڏيندي آهي ۽ جڏهن نفس محاسبو ۽ مراقبو ڪندو آهي تڏهن بلڪل صاف ٿي ويندو آهي، بلڪ نفساني خواهش جي پيروي جي ڪري ان جي اندر جيڪا باهه ڀڙڪندڙ هوندي آهي، اها به وسامي ويندي آهي. انهي طرح اهو مطمئن ٿي رضا جي مقام تي پهچي ويندو آهي ۽ قضا ۽ قدر جي فيصلن تي شاڪر رهندو آهي.

## رضا تي راضي رهڻ

شيخ عبدالله نباجي رحہ جو قول آهي تہ "الله جا ٻانها اهڙا بہ آهن، جيڪي صبر ڪرڻ کان شرمائيندا آهن ۽ قضا ۽ قدر جي موقعن مان فورا فائدو وٺندا آهن".

حضرت عمر بن عبدالعزيز رحہ فرمائي ٿو "جڏهن آئون صبح جي وقت اٿندو آهيان تہ تقدير جا موقعا ئي منهنجي لاءِ خوشيءَ جو باعث هوندا آهن". حضرت رسول اڪرم ﷺ جن حضرت ابن عباس رضہ کي نصيحت ڪندي فرمايائون "رضا تي راضي رهي يقين سان الله جي لاءِ ڪم ڪريو. جيڪڏهن ائين نہ ٿي سگهي تہ صبر ڪريو. ان ۾ تمام وڏي ڀلائي آهي". ٻي حديث شريف ۾ پاڻ فرمايائون "بهترين شيءِ جيڪا انسان کي ڏني ويئي آهي، اها هي آهي تہ هو الله جي تقدير تي راضي رهي".

بهرحال رضا جي مقام جي فضيلت ۽ ان جي اهميت جي باري ۾ بيشمار حديثون آهن. رضا توبة النصوح جو ڦل آهي. اهڙي طرح پرخلوص توبہ ۾ صبر جو حال ۽ مقام پڻ رضا جو حال ۽ مقام سيئي شامل آهن".

## اميد ۽ ڊپ

خوف و رجاءَ (اميد ۽ ڊپ) بہ اهلِ حقيقت جا عمدا بہ مقام آهن، اهي بہ توبة النصوح ۾ داخل آهن. ڇوتہ ڊپ ئي ان کي توبہ تي آماده ڪندو آهي. جيڪڏهن خوف نہ هجي تہ انسان توبہ نہ ڪري، جيڪڏهن اميد نہ هوندي تہ خوف بہ پيدا ڪونہ ٿيندو. انهي ڪري اميد ۽ ڊپ جو وجود مؤمن جي قلب ۾ لازم و ملزوم آهن. جيڪو سچي توبہ ڪندو آهي تہ ان ۾ اميد ۽ ڊپ جو جذبو معتدل هوندو آهي.

هڪ ڀيري نبي ڪريم ﷺ جن هڪڙي اهڙي ماڻهوءَ وٽ تشريف فرما ٿيا، جيڪو سڪرات جي حالت ۾ هو. پاڻ ان کي فرمايائون "تنهنجو ڪهڙو حال آهي؟ هن چيو "منهنجي حالت هي آهي ته پنهنجن گناهن کان خائف آهيان ۽ خدا جي رحمت جو اميدوار به آهيان (پاڻ سونهارن ﷺ) فرمايائون "جڏهن انهي موقعي تي قلب ۾ اُميد ۽ ڊپ جو اجتماع ٿيندو تڏهن الله پاڪ ان جي اميد پڄائيندو آهي ۽ ان کي خطرن کان محفوظ رکندو آهي".

وَلَا تُلْقُوْا بِاَيْدِيْكُمْ اِلَى التَّهْلُكَةِ.

**ترجمو:** پنهنجو پاڻ کي هلاڪت ۾ نه وجهو.

مٿين آيت جي تفسير ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته "انهيءَ مان مراد اهو شخص آهي جيڪو ڪبيرن گناهن جو مرتڪب هجي ۽ اهو هيئنئن چوي ته آئون تباهه ٿي ويو آهيان. هاڻي ڪوبه عمل منهنجي لاءِ فائديمند ڪونهي. ان وقت جيڪو توبه ڪندو آهي اهو الله کان ڏچي تائب ٿيندو ۽ مغفرت جو اميدوار هوندو آهي. انهي لاءِ اميد ۽ ڊپ جي حالت ۾ ئي سچي قسم جي توبه مقبول هوندي آهي".

## نعمت جو شڪر ڪرڻ

توبه ڪرڻ وارو پنهنجن عضون کي براين کان محفوظ رکندو آهي ۽ الله جي نعمتن مان فائدو وٺندي ان جي اطاعت ڪندو آهي. اهڙي طرح هو الله پاڪ جي نعمتن جو شڪرانو بجا آڻيندو آهي ڇوته اهي سيئي عضوا الله پاڪ جي نعمت آهن. انهن کي گناهن کان بچائي، خدا جي اطاعت ۾ مصروف رکڻ ئي اصل شڪرگذاري آهي. انهي ڪري سچي توبه کان وڌيڪ ڪهڙي شڪرگذاري ٿي سگهي ٿي؟

جڏهن توبه جي مقام ۾ مٿيان سيئي مقامات گڏ ٿين ته سمجهو ته انهي ۾ زجر ۽ انتباهه ۽ بيداري جو حال، نفس جي مخالفت، تقويٰ، مجاهدو، عملن جي عيبن کي ڏسڻ، انابت (رجوع ٿيڻ) صبر ۽ رضا، محاسبو، مراقبو، نگهداشت، شڪر ڪرڻ ۽ اميد ۽ ڊپ سيئي شامل آهن.

## زهد جو مقام

جڏهن چڱي طرح خلوص واري توبہ قبول پوي، نفس جي پاڪائي ٿي وڃي تڏهن قلب جو آئينو روشن ٿي ويندو آهي ۽ انهي جي ذريعي، دنيا جي برائي ظاهر ٿيندي آهي، آخرڪار اهو شخص زاهد بنجي ويندو آهي ۽ انهي ۾ توڪل جو جذبو بہ پيدا ٿيندو آهي. ڇوتہ ڪائنات ڪان اهوئي ڪناره ڪشي ڪندو آهي، جنهن کي خدائي واعدي تي ڀروسو هوندو آهي ۽ جڏهن هو الله جي واعدي تي مطمئن هوندو تہ اها عين توڪل آهي. انهي ڪري جيڪڏهن توبہ ڪانپوءِ ٻين مقاماتن جي حصول ۾ ڪا گهٽتائي باقي رهجي وڃي تہ اها زهد جي ذريعي پوري ٿي ويندي آهي. جيڪو ڇٺن درجن مان ٽيون درجو آهي.

## زيب و زينت ڪان پرهيز ڪرڻ

حضرت عبدالله بن بريده رضہ فرمائي ٿو "پاڻ سڳورا ﷺ جن سفر ڪان واپس تشريف فرما ٿيا، تڏهن سڀ ڪان پهرين پاڻ ﷺ حضرت فاطمہ رضہ جي گهر ويا، پاڻ ﷺ ڏٺائون تہ انهن رضہ گهر ۾ پردو ٽنگي ڇڏيو آهي ۽ هٿن ۾ ڪي وڏيڪ شيون هيون، جڏهن پاڻ ﷺ اها حالت ڏٺائون تہ واپس هليا ويا ۽ گهر ۾ داخل نہ ٿيا. پوءِ پاڻ سونهارا ﷺ ويهي زمين کوٽيندي فرمائڻ لڳا "منهنجو دنيا سان ڪهڙو واسطو؟ منهنجو دنيا سان ڪهڙو واسطو؟" جڏهن حضرت فاطمہ رضہ کي اها خبر پيئي تہ پاڻ ﷺ هن پردي جي ڪري واپس هليا ويا آهن، تڏهن پاڻ رضہ اهو پردو ۽ وڏيڪ شيون لاهي حضرت بلال رضہ جي هٿان موڪليون ۽ چوڻ لڳي انهن شين کي ڪٽي رسول الله ﷺ وٽ وڃ ۽ ڪين عرض ڪر تہ مون انهن کي صدقي ۾ ڏيئي ڇڏيو آهي. اوهان ﷺ جهڙي طرح چاهيو انهن کي استعمال ڪريو. انهي تي پاڻ سڳورن ﷺ فرمايائون "منهنجي والدين جو قسم! مون انهن کي خيرات ڪري ڇڏيو وڃي، انهن کي وڪڻي اچو". هڪڙي آيت آهي:

انا جعلنا ما علي الارض زينة لها لنبلوهم ايهم احسن عملا. (ڪهف ـ پ ۱۵)

ترجمو: حقيقت ۾ جيڪي ڪجهه زمين تي آهي، انهي کي زمين جي زيب و زينت بنايو آهي. جيئن ته اسان آزمايون ته ڪير تو چڱا ڪم ڪري.

ان جي تاويل ۾ هيئن چيو ويو آهي ته انهي مان مراد زهد آهي.

حضرت اميرالمؤمنين علي بن ابي طالب ڪرم الله وجهه کان زهد جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن فرمايائين "زهد هي آهي ته اوهان کي هن باري ۾ پرواهه نه هجي ته دنيا ڪي مؤمن کائي يا ڪافر.

## دنيا جي حقيقت

حضرت شبلي رحه کان زهد جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن فرمايائين "اوهان تي افسوس آهي. هڪ مڇر جي پر (دنيا) جي کهڙي حقيقت آهي جو ان کان ڪناره ڪشي ڪجي."

شيخ ابوبڪر واسطي رحه فرمايو "اوهين ڪيستائين هن ناڪاره شيءِ (دنيا) کي ڇڏي ان تي حملا ڪندا رهندؤ ۽ ڪيستائين اهڙي شيءِ کان ڪناره ڪش رهندؤ. جنهن جو وزن الله پاڪ وٽ مڇر جي کنڀ جي برابر به ڪونهي؟"

## توڪل

بهرحال جڏهن صحيح طريقي تي زهد اختيار ڪجي ٿو ته ان جي توڪل به صحيح نموني تي هوندي آهي. ڇوته صحيح توڪل ئي ان کي زهد اختيار ڪرڻ ۾ مدد ڏيندي آهي. انهيءَ لاءِ جيڪو توبه تي قائم رهي، دنيا کان ڪناره ڪش هجي ۽ انهن ٻنهي مقامن کي حاصل ڪري، اهو باقي مقاماتن جي تڪميل به ڪندو آهي.

## توبه تي استقامت

توبه جو مراقبي سان اهڙو واسطو آهي جو ٻانهي کي گهرجي ته توبه ڪرڻ کانپوءِ انهيءَ ۾ استقامت اختيار ڪري، جيئن ته ڪابي هٿ جو ملائڪ ان جي خلاف ڪجهه نه لکي. ان کانپوءِ درجي بدرجي عضون کي گناهن ۽ فضول ڪمن کان پاڪ رکي. نه ڪابه فضول ڳالهه ڪري ۽ نه

اجائي حرڪت ڪري. ان ڪانپوءِ ظاهر جي نگهباني ۽ محاسبي ڪرڻ ڪانپوءِ باطن ڏانهن منتقل ٿي اچي. ان وقت مراقبو باطن تي اهڙي طرح مسلط هجي جو گناهن ۽ فضول ڪمن جو تصور ئي باطن مان محو ٿي وڃي. جڏهن ان جا تصورات پاڪ ٿي وڃن؛ تڏهن عضوا به مخالفت نه ڪري سگهندا. ان وقت ان جي توبه کي استقامت (هميشگي) نصيب ٿيندي. جيئن ته الله پاڪ پنهنجي محبوب عليه السلام کي فرمايو "توهان ۽ توهان سان جن توبه ڪئي هجي، اهي سيئي استقامت اختيار ڪن". هن آيت ۾ پاڻ سونهارن ﷺ کي ۽ سندن امت کي توبه ۾ استقامت جو حڪم ڏنو ويو آهي.

چون ٿا ته ڪو به مريد صحيح معنيٰ ۾ ان وقت تائين مريد ڪونه سمجهبو آهي، جيستائين جو ڪاٻي هٿ جو ملائڪ ان جي خلاف ويهن سالن تائين ڪجهه نه لکي. ان جو اهو مطلب ڪونهي ته، هو بلڪل ئي معصوم هجي. بلڪ اصل منشا هي آهي ته جيڪڏهن ڪو صاق ۽ تائب شخص ڪڏهن ڪو ڪنهن گناه ۾ مبتلا ٿئي ته ڪنهن لطيف ترين گهڙيءَ ۾ ان ڪان گناه جو اثر زائل ٿي ويندو آهي. ڇوته هن جي باطن ۾ ندامت جو جذبو موجود آهي ۽ ندامت جو ٻيو نالو توبه آهي. انهي لاءِ ڪاٻي هٿ جو ملائڪ ان جي خلاف ڪجهه به ڪونه لکندو آهي.

## فقر ۽ زهد

پر جڏهن ڪو سچي دل سان توبه ڪري دنيا ڪان ڪناره ڪش ٿي وڃي، ايستائين جو ڏينهن جي ڪاڙي جي وقت ان کي رات جي ڪاڙي جو فڪر نه هجي ۽ نه وري رات جي ڪاڙي جي وقت ان کي ڏينهن جي ڪاڙي جو فڪر هجي، نه اهو ذخيره اندوزي ڪري بلڪ سڀاڻي جي ذڪر ڪان اهو بلڪل آزاد هجي. اهڙو شخص درويش به آهي ۽ زاهد به. بلڪ زاهد هر حالت ۾ فقير ڪان افضل آهي، ڇوته انهي ۾ فقر ڪان وڌيڪ صفتون ڏسجن ٿيون. فقير ۽ درويش مجبورا دنياوي مال و متاع ڪان پري هوندو آهي. پر زاهد قدرت ۽ اختيار رکندي انهن شين کي ڇڏي ڏيندو آهي.

زهد ڪان توڪل ۽ توڪل مان رضا جو حال رونما ٿيندو آهي. رضا ڪان صبر ۽ ضبطِ نفس ۽ مجاهدي جو جذبو پيدا ٿيندو آهي ۽ جيڪڏهن

صرف خدا جي لاءِ نفس تي ڪنٽرول ڪجي ته انهي ڪان اميد ۽ ڊپ جي حالت پيدا ٿيندي آهي ۽ جيڪڏهن توبه ۽ زهد جو اجتماع ٿي وڃي ته سيئي مقامات حاصل ٿي ويندا آهن.

## لڳاتار عمل ڪرڻ

جيڪڏهن زهد ۽ توبه جو ايمان جي صحيح فرضن ۽ شرطن سان اجتماع ٿي وڃي ته به هڪ اهڙي چوٿين شيءِ جي ضرورت رهي ٿي جنهن ڪان روحانيت جي تڪميل ٿئي. اهڙي شيءِ "لڳاتار عمل" آهي. اگرچه ڪي اعليٰ روحاني احوال مٿين ٽنهي شين ڪان ظاهر ٿي ويندا آهن، مگر ڪي شيون انهي وقت ميسر ٿي سگهن ٿيون، جڏهن لڳاتار نيڪ عمل ڪجي. اهڙي طرح مشاهدو ڪيو ويو آهي ته ڪيترائي بزرگ جن کي توبه ۾ استقامت نصيب ٿي هئي، ڪيترن ئي اعليٰ روحاني احوالن ڪان پوئتي رهجي ويا، ڇوته هو انهي چوٿين درجي ۾ پوئتي رهجي ويا هئا. دراصل دنيا ڪان ڪناره ڪشيءَ جو مقصد به اهوئي آهي ته الله پاڪ جي ڪمن جي لاءِ سڄو سارو وقت مصروف رهجي. الله پاڪ جا ڪم اهي ئي آهن ته ٻانهو هميشه ذڪر، تلاوت، نماز ۽ مراقبي ۾ مشغول رهي. انهن ڪمن ۾ انهي وقت رڪاوٽ پيدا ٿيندي آهي جڏهن ته هن کي مذهبي حق سرانجام ڏيڻو هجي يا ڪا اهڙي طبعي ضرورت پيش اچي جنهن ڪان سواءِ ڪوبه چارو نه هجي.

جڏهن ڪوبه قلبي عمل قلب تي مسلط ٿئي ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ اهو مشغلو به هجي جيڪو شريعت انهيءَ جي لاءِ مقرر ڪيو آهي ته ان کي گهرجي ته پنهنجي عمل ۾ سستي نه ڪري ۽ جڏهن زهد ۽ تقويٰ سان گڏوگڏ لڳاتار عمل به ڪندو رهي ته سمجهو ته انهي فضيلت جي تڪميل ڪري ورتي ۽ بندگي جي حق ۾ ڪابه ڪوتاهي نه ڪيائين.

## مقام بندگي

شيخ ابوبڪر وراق رحه چيو ته "جيڪو بندگيءَ جي قالب ڪان نڪري وڃي، انهي سان اهوئي سلوڪ ڪيو ويندو جيڪو هڪ ڀڳل غلام سان ڪبو آهي".

شيخ سهل بن عبدالله تستري رح کان پڇيو ويو "اهو ڪهڙو درجو آهي جيڪو مقامِ بندگي جو قائمقام بنجي سگهي ٿو؟" چيائين "تدبير ۽ اختيار کي ترڪ ڪرڻ". انهي ڪري جيڪڏهن ڪو صحيح توبه ۽ زهد اختيار ڪري ۽ مسلسل نيڪ ڪم ڪندو رهي ته ان جو موجوده وقت ان کي آئيندي وقت کان بي نياز ڪندو ۽ اهو ترڪِ تدبير ۽ اختيار جي مقام تي پهچي سگهندو ۽ اهائي شيءِ اختيار ڪندو جيڪا الله کي پسند هجي. ڇوته هن جي نفساني خواهش باقي نه رهي ۽ ان جي علم جي زيادتي جهالت جي ماده کي ان جي باطن مان ڪڍي ڇڏيو آهي.

## اختيار جو معاملو

حضرت يحيٰ بن معاذ رازي رحه جو قول آهي ته "جيستائين ٻانهو معرفت جي طلب ۾ رهندو آهي ان وقت تائين ان کي اهوئي چئبو آهي "تون ڪجهه به پسند نه ڪر ۽ پنهنجي اختيار ۽ ذاتي خواهش ان وقت تائين ڪم نه ڪر، جيستائين توکي معرفت حاصل نه ٿئي. جڏهن هو عارف ڪامل بنجي ويندو آهي ته ان کي چيو ويندو آهي ته "ڪٿي تون بااختيار بنجين يا بي اختيار ٿئين هڪ جهڙو آهي، جيڪڏهن تون بااختيار ٿيندين ته اُهي اختيارات اسان جا هوندا ۽ جيڪڏهن تون پنهنجن اختيارن کان دستبردار ٿي ويندين ته اهو به اسان جي حڪم جي مطابق هوندو. ڇوته اختيار ۽ ترڪِ اختيار ٻنهي صورتن ۾ تنهنجو اسان سان تعلق آهي".

## مقام فنا ۽ بقا

هي اُهو بلند مقام ۽ معزز ترين حال آهي، جنهن کي روحانيت جي منزل مقصود چئبو آهي. البته تدبير کي ترڪ ڪرڻ ۽ اختيارن کان دستبردار ٿيڻ کانپوءِ اختيار جي واڳ حاصل ڪرڻ ان وقت ممڪن ٿي سگهي ٿي، جڏهن ته هو مٿين چئني درجن کي مڪمل ڪري، ڇوته تدبير کي ترڪ ڪرڻ جو هيءُ مطلب آهي ته پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪجي. ان کانپوءِ جڏهن الله جي طرفان تدبير ۽ اختيارات دوباره ملندا آهن ته اهو بقا جو مقام آهي يعني ٻانهو پنهنجي عارضي هستي کي فنا ڪري حق سان

شامل ٿي ويو ۽ نہ صرف ان جي ٽيڏاڻِ (ڪجروي) جو ذرو ذرو فنا ٿي ويو، بلڪ عبديت جي مقام ۾ ان جو ظاهر ۽ باطن درست آهي. اهو علم ۽ عمل سان معمور آهي. اهو بارگاهِ قرب جي مقام تي خدا جي سامهون پهچي فقر ۽ عجز جو دامن جهلي ۽ نبي ڪريم ﷺ جي هن ارشاد جو مصداق بنجي ويو آهي:

"اي الله! تون مون کي هڪڙي لحظي جي لاءِ منهنجي نفس جي ۽ پنهنجي ڪنهن مخلوق جي حوالي نہ ڪر، نہ تہ پوءِ آئون هلاڪ ٿي ضايع ٿي ويندس، تون منهنجي اهڙي حفاظت ڪر جيئن هڪ ننڍڙي ٻار جي حفاظت ڪئي ويندي آهي ۽ مون کي اڪيلو نہ ڇڏ".

باب ستيهون

# روحاني مقام ۽ مشائخن سڳورن جا قول

## توبہ

شيخ رويم رحہ فرمائي ٿو "توبہ جو صحيح مفهوم هي آهي تہ توبہ کان توبہ ڪجي" چون ٿا تہ انهي مفهوم ۾ حضرت رابعہ بصري رحہ جو هي قول بہ مذڪور آهي "آئون جڏهن الله کان استغفار ڪندي آهيان، تڏهن انهي موقعي تي سچي دل سان استغفار نہ ڪرڻ تي الله کان معافي جي طلبگار آهيان".

## توبہ جا قسم

جڏهن شيخ حسن مغازلي رحہ کان توبہ جي باري ۾ پڇيو ويو، تڏهن چيائين تہ "توهان مون کان توبہ انابت (رجوع ڪرڻ) جي باري ۾ پڇو ٿا يا توبہ استجابت جي باري ۾ پڇو ٿا". سائل چيو توبہ انابت ڇا آهي؟ چيائين "اها هي آهي تہ اوهين الله پاڪ کان انهي ڪري ڊڄو جو هو اوهان تي قادر آهي. انهي چيو "توبہ استجابت ڇا آهي؟ چيائين "اهو هي آهي تہ اوهين الله کان انهي لاءِ شرم ڪريو جو هو اوهان کي ويجهو آهي." اهائي اُها توبہ آهي جو جيڪڏهن ڪنهن ٻانهي جي دل ۾ جاءِ ڪري وٺي تہ اهو نماز ۾ بہ الله جي ذڪر ڪانسواءِ هر تصور ۽ وسوسي کان توبہ ۽ استغفار ڪري. اها توبہ استجابت عارفن جي اندر ۾ لازمي طور تي جاءِ ڪري وٺندي آهي. چوتہ بزرگن جو هيءُ قول آهي تہ "اوهان جي هستي بذاتِ خود هڪ اهڙو گناهہ آهي جنهن جي برابر ڪوبہ گناهہ ڪونهي".

ذوالنون مصري رحہ فرمائي ٿو "عوام گناهن کان توبہ ڪندا آهن.

خواص غفلت کان تائب ٿيندا آهن. نبي سڳورا ان وقت توبہ ڪندا آهن، جڏهن هو ڏسندا آهن تہ پين جيڪي درجا حاصل ڪيا آهن. انهي ڪان هو عاجز آهن".

## برائي جا قسم

شيخ ابومحمد سهل رحہ جي اڳيان هڪ اهڙي ماڻهوءَ جو احوال ٻڌايو ويو، جيڪو ڪنهن شيءِ کان توبہ ڪري ان کي ڇڏي ڏي ٿو. وري جڏهن انهي شيءِ جو تصور ان جي قلب ۾ اچي ٿو يا ان کي ڏسندو ۽ ٻڌندو آهي تڏهن انهي شيءِ جي حلاوت (مٺاس) ان جي قلب ۾ محسوس ٿيندي آهي. پاڻ رحہ چيائين تہ اها حلاوت بتقاضاءِ بشريت قدرتي رجحان آهي. انهي کان ڇوٽڪارو ان صورت ۾ ٿي سگهي ٿو، جڏهن تہ خلوصِ دل سان ان کي ناپسند ڪري، بلڪ نفس کي مجبور ڪري تہ هو بہ ان کي برو سمجهي، پڻ هو خدا کان دعا گهري تہ هو ان کي فراموش ڪرائي ڇڏي. ان ڪانسواءِ اهو خدا جي ذڪر ۽ اطاعت ۾ پنهنجو پاڻ کي مشغول رکي ۽ جيڪڏهن هڪڙو لمحو بہ ان کي برو سمجهڻ ۾ غفلت ڪيائين تہ مون کي انديشو آهي تہ اهو محفوظ نہ رهندو ۽ اها حلاوت ان جي دل تي پنهنجو اثر ڪندي. پر حلاوت پائڻ جي باوجود هن ڳالهہ کي دل ۾ برو سمجهي ۽ انهي تي ناراض ٿئي تہ پوءِ ان کي ڪوبہ نقصان ڪونہ پهچندو".

شيخ سهل رحہ جيڪي ڪجهہ فرمايو آهي اُهو هر انهي طالبِ صادق جي لاءِ ڪافي آهي جيڪو صحيح توبہ ڪرڻ چاهي، البتہ اهو عارف ڪامل جنهن جو روحاني حال قوي هجي، ان جي حلاوت کي پنهنجي باطن سان آسانيءَ سان دور ڪري سگهي ٿو. ڇوتہ عارف کي ڪيترن ئي اسبابن جي سهولت حاصل هوندي آهي. انهي جي لاءِ جنهن جي قلب ۾ يقين ڪامل ۽ مشاهدي جي صفائي جي ڪري الله تعاليٰ جي خاص محبت جي حلاوت موجود هجي، انهي ۾ ڪنهن بي شيءِ جي حلاوت جي گنجائش نہ هوندي آهي، پر جتي محبت الاهي جي چاشني نہ هجي، اتي نفساني خواهش جي حلاوت پنهنجو اثر ڏيکاريندي آهي.

## توبہ جي مڪمل تعريف

شيخ سوسي رحہ ڪان توبہ جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن چيائين "توبہ هر انهي شيءِ ڪان ڪبي آهي، جنهن جي علم مذمت ڪئي هئي ۽ جنهن شيءِ جي علم تعريف ڪئي هجي، انهي ڏانهن رجوع ڪبو آهي". اها تعريف ظاهر ۽ باطن ٻنهي ۾ شامل آهي ۽ ان جو تعلق ان شخص سان آهي جنهن کي علم ڪامل عطا ڪيو ويو هجي. انهي ڪري علم جي اڳيان جهالت اهڙي طرح ڪافور ٿي ويندي آهي، جيئن سج اڀرڻ وقت رات غائب ٿي ويندي آهي. اها تعريف توبہ جي سڀني قسمن تي حاوي آهي، ڪٿي اهي عام مفهوم ۾ هجن يا خاص مفهوم ۾. هتي علم مان مراد علم ظاهر ۽ باطن ٻئي علم آهن، جيئن تہ توبہ جا عام ۽ خاص ٻنهي مفهومن جي مطابق ظاهر ۽ باطن جي صفائي ٿي سگهي. شيخ ابوالحسن نوري رحہ جو قول آهي "توبہ هي آهي تہ اوهان خدا ڪانسواءِ هر شيءِ ڪان توبہ ڪريو".

## پرهيزگاري

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "اوهان جي.ديناري جو دارومدار ورع (پرهيزگاري) تي آهي".

حضرت ابوالدرداءَ رضہ ڪان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ هڪڙي شاخ تي وضو ڪيائون، جڏهن وضو ڪان فارغ ٿيا، تڏهن بچيل پاڻي شاخ ۾ وڌائون ۽ فرمايائون تہ "خدا پاڪ بزرگ و برتر ان کي انهن ماڻهن تائين پهچائي جن جي لاءِ فائديمند ثابت ٿيندو".

حضرت عمر بن الخطاب رضہ جن فرمايائون "انهي شخص جي لاءِ جنهن تقويٰ اختيار ڪئي هجي ۽ ورع جي ساهميءَ ۾ توريل هجي، اهو مناسب ڪونهي تہ دنيا دار جي لاءِ ذلت ڪٽي".

شيخ معروف ڪرخي رحہ جو قول آهي تہ "اوهين پنهنجي زبان کي تعريف ڪان اهڙي طرح بچايو، جهڙي طرح مذمت ڪان بچايو ٿا". شيخ حارث بن اسد محاسبي رحہ جي باري ۾ منقول آهي تہ سندس وچين آڱري جي چيڙي تي هڪڙي رڳ هئي، جڏهن پاڻ ڪنهن مشتبہ ڪاڌي ڏانهن هٿ

وڏائيندا هئا ته اها رڳ ڏکڻ لڳندي هئي".

شيخ شبلي رحه کان ورع جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن چيائين ته "ورع هي آهي ته اوهان جي دل هڪڙي لمحي جي لاءِ به خدا کان غافل نه هجي".

شيخ ابو سليمان داراني رحه چيو آهي ته "ورع" زهد جي ابتداءَ آهي، جهڙي طرح قناعت رضا جو هڪ حصو آهي. شيخ يحيٰ بن معاذ جو قول آهي ته "ورع هي آهي ته اوهين تاويل کانسواءِ علم جي حد تي قائم رهو". شيخ خواص کان ورع جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن چيائين "ورع هي آهي ته ٻانهو غصي يا رضامندي جي حالتن ۾ صرف حق ڳالهه چوي ۽ ان جي جدوجهد صرف خدا جي راضپي جي لاءِ هجي".

شيخ ابن جلاءَ رحه چوي ٿو "آئون اهڙي بزرگ کي ڄاڻان ٿو جيڪو مڪي معظم ۾ ويهه سال رهيو، پر هن زمزم جو اهوئي پاڻي پيتو جيڪو پاڻ پنهنجي سانداري (ڪلي) ۾ پنهنجي ڏول ۽ رسيءَ سان ڀريو هو، بلڪ هن ڪڏهن به اهو ڪاڏو ڪونه واپرايو جيڪو مصر کان ايندو هو".

شيخ خواص رحه فرمائي ٿو "ورع (پرهيزگاري) خوف جي نشاني آهي. خوف معرفت جي علامت آهي ۽ معرفت قربت جو پتو ڏي ٿي.

## زُهد

حضرت جنيد رحه جو قول آهي ته "زُهد هي آهي ته هٿ مال و متاع کان ۽ قلب تلاش و جستجو کان خالي هجن". شيخ شبلي رحه زهد جي باري ۾ فرمايو آهي "زُهد حقيقت ۾ ڪابه شيءِ ڪانهي". ڇوته جيڪڏهن ڪو اهڙي شيءِ کان پاسيرو ٿئي جيڪا هن وٽ نه هجي ته اُهو حقيقت ۾ زُهد ڪونهي ۽ جيڪڏهن هو پنهنجي مملوڪ شين کان ڪناره ڪش ٿي وڃي ته جيستائين اُهي شيون هن وٽ موجود هونديون، اوستائين زُهد ۽ ڪناره ڪشي جو مفهوم صادق نٿو اچي، انهي ڪري حقيقت ۾ زُهد ان کانسواءِ ڪجهه به ڪونهي ته نفس ڪشي ۽ غمخواري ڪجي. انهي قول ۾ انهن قسمن ڏانهن اشارو آهي جيڪي بيان ڪيا ويا آهن، بهرحال جيڪڏهن اهو قول نافذ ٿي پئي ته انهي کان ڪسب ۽ اختيار جا بنياد ڍهي پون ٿا. البته حضرت شبلي رحه جو مقصد هيءُ معلوم ٿئي ٿو ته مُدعي ۽ زُهد جي

نگاهه ۾ زُهد جي اهميت کي گهٽائجي، جيئن تہ هو انهي تي مغرور نہ ٿئي.

## زاهد علماءَ

رسول ڪريم ﷺ جن فرمايائون "جڏهن اوهين هڪ ماڻهو کي ڏسو جيڪو دنيا کان ڪناره ڪشيءَ جي باوجود قوت گويائي بہ رکندڙ هجي تہ اوهين ان جي صحبت اختيار ڪريو ڇوتہ اهو حڪمت جون ڳالهيون ڇوي ٿو. قارون جي قصي ۾ الله تعاليٰ زاهد عالمن جي نالي سان موسوم ڪيو آهي جيئن تہ ارشاد آهي:

وَ قَالَ الَّذِيْنَ اُوْتُوا الْعِلْمَ وَيْلَكُمْ ثَوَابُ اللهِ خَيْرٌ. (پ ٢٠)

ترجمو: اُهي ماڻهو جن کي علم ڏنو ويو هو انهن چيو تہ اوهان تي افسوس آهي، الله جو ثواب بهتر آهي.

ان جي تفسير ۾ چيو ويو آهي تہ انهيءَ مان مرد زاهد سڳورا آهن.

شيخ سهل بن عبدالله رحہ جو قول آهي تہ "عقل جا هڪ هزار ۽ انهي نالي جا وري هڪ هزار نالا آهن، هرهڪ نالي جي شروعات ترڪ دنيا کان ٿئي ٿي". هڪڙي آيت سڳوري آهي:

وَجَعَلْنَا هُمْ اَئِمَّـةً يَّهْدُوْنَ بِاَمْرِنَا لَمَّا صَبَرُوْا.

ترجمو: ۽ اسان انهن کي اڳواڻ بنايو ۽ جڏهن اهي صبر ڪن، تڏهن اهي اسان جي حڪم جي مطابق (ماڻهن کي) هدايت ڪن ٿا.

## دنيادار عالم

چون ٿا انهيءَ مان مراد دنيا کان صبر ڪرڻ آهي، حديث شريف ۾ آهي "علماءَ نبين جا ان وقت تائين امانتدار آهن، جيستائين اُهي دنيادار نہ بنجن، جڏهن اهي دنيادار ٿي وجن تہ اوهين انهن کان پنهنجي دين جي حفاظت ڪريو". هي بہ منقول آهي تہ لَآاِلٰـهَ اِلاَّ اللهُ ٻانهن کان الله پاڪ جي غضب کي دور ڪندو رهندو، جيستائين اُهي دنيا جي نقصان جي پرواه نہ ڪندا، پر جڏهن اهي ائين ڪرڻ شروع ڪندا ۽ ان کانپوءِ لا الـه الا الله

چونڊا تہ الله تعاليٰ فرمائيندو "اوهين ڪوڙا آهيو سچ ڪونہ ٿا ڳالهايو".

شيخ سهل رحہ جو قول آهي "سڀني نيڪين جا اعمال زاهدن جي ميزانِ عمل ۾ هوندا ۽ زُهد جو ثواب انهن جي لاءِ سون تي سهاڳو آهي". ڇون ٿا جيڪو دنيا ۾ زاهد جي نالي سان موسوم ٿئي ٿو، اهو هڪ هزار سٺن نالن سان مشهور ٿئي ٿو ۽ جيڪو دنياوي رغبت رکي اهو هڪ هزار برن نالن سان بدنام ٿيندو آهي".

حضرت سري سقطي رحہ فرمايو "زُهد دنيا جي سڀني نفساني خواهشن کي ترڪ ڪرڻ جو نالو آهي، ڪٿي اها خواهش مال ۽ عزت جي هجي يا عوام ۾ بلند مرتبي ۽ عمدي شهرت ۽ نيڪ نامي حاصل ڪرڻ جي".

حضرت شبلي رحہ کان جڏهن زُهد جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن فرمايائين تہ "زهد هڪ قسم جي غفلت آهي ڇوتہ دنيا ناچيز آهي ۽ ناچيز کان ڪناره ڪش ٿيڻ غفلت آهي".

## زُهد در زُهد

هڪ ٻي بزرگ جو قول آهي ڄڏهن ماڻهن دنيا کي حقير ڏٺو تڏهن انهن بہ زُهد سان انهي لاءِ زهد اختيار ڪيو جو دنيا انهن وٽ ذليل هئي، پر منهنجي خيال ۾ زُهد در زُهد هي آهي تہ پنهنجي ارادي ۽ مرضي سان زُهد کي اختيار ڪجي، جيئن تہ جڏهن زاهد زُهد اختيار ڪندو آهي تڏهن هن جي ارادي جو تعلق انهي جي علم مان ٿيندو آهي. حالانڪہ انهيءَ جو علم ڪوتاهہ هوندو آهي. پوءِ بہ جڏهن ان کي ترڪ جي مقام تي آندو ويندو آهي ۽ انهيءَ جا اختيارات ڪسجي ويندا آهن تڏهن انهي وقت الله تعاليٰ ان تي پنهنجي مقصد جو انڪشاف ڪندو آهي اهڙي موقعي تي هو پنهنجي مرضيءَ سان نہ بلڪہ خدا پاڪ جي مرضي جي مطابق دنيا کي ترڪ ڪندو آهي ۽ هن جي زُهد جو تعلق الله پاڪ سان رهندو آهي. جيڪڏهن ان کي خبر پوي تہ الله پاڪ جو مقصد ۽ منشا اهائي آهي تہ هو دنيا جي ڪنهن شيءِ سان لاڳاپيل رهي تہ الله جي حڪم جي مطابق جڏهن ان جو دنيا جي ڪنهن شيءِ سان تعلق ٿي پوي تہ انهي تعلق سان ان جي زُهد ۾ ڪمي ڪانہ ايندي آهي ڇوتہ ان جو دنياوي شيءِ سان تعلق الله جي اجازت ۽ حڪم سان

آهي. اهوئي زُهد در زُهد چئبو آهي. هن قسم جي زاهد وٽ دنيا جو وجود ۽ عدم برابر آهن. جڏهن هو دنيا کي ڇڏيندو آهي ۽ جڏهن دنيا کي اختيار ڪندو آهي ته ان کي به انهي جي حڪم سان اختيار ڪندو آهي. انهي زهد در زهد جي مقام تي اسان ڪيترن ئي بزرگن کي فائز ڏٺو آهي.

## زهد جو ٽيون مقام

انهي زُهد در زُهد کان مٿانهون ٻيو به هڪڙو مقام آهي اهو هي آهي ته جڏهن زاهد جو علم وسيع ٿي ويندو آهي ۽ تزڪيہ نفس ڪانپوءِ اهو مقام بقا ۾ پهچي ويندو آهي ته خدا انهي ڏانهن ان جي اختيارن کي موٽائي ڏيندو آهي. ان وقت اهو زُهد جي ٽئين مقام تي فائز ٿي ڪري دوباره ترڪ دنيا ڪندو آهي حالانڪ اهو دنيا تي قابض ٿي ويو هو ۽ دنيا ان کي بخشش جي طور تي موٽائي ويئي هئي.

البتہ انهي مقام کي هن دنيا کي پنهنجي مرضي جي مطابق ڇڏيو آهي، ان جي اها مرضي خدا جي مرضي جي عين مطابق آهي. ان موقعي تي هن دنيا کي ترڪ ڪرڻ نبين سڳورن ۽ نيڪ بزرگن جي .پيرويءَ ۾ اختيار ڪيو آهي ڇوته هن جي راءِ مقامِ زُهد ۾ رهندي دنيا اختيار ڪرڻ هڪ قسم جي رعايت ۽ سهولت آهي. جيڪا انهيءَ لاءِ ڏني ويئي آهي ته هو ڪمزور آهي ۽ طاقتور نبين سڳورن ۽ صديقن جي قدم بقدم نٿو هلي سگهي، انهي ڪري هو خداداد رعايت کي محض خدا جي لاءِ ترڪ ڪندو آهي، البتہ ڪڏهن هو انهي سهولت مان فائدو به وٺندو آهي، جيئن ته هو صحيح علم جي مطابق ضبطِ نفس ڪري سگهي.

ان قسم جا تصرفات اَنهن ڪامل عارفن کان ٿيندا آهن جن جي روحانيت طاقتور هوندي آهي، انهن پهريون پيرو الله جي لاءِ زُهد اختيار ڪيو ۽ دوباره الله جي حڪم سان دنيا جو رخ ڪيو. ٻيون پيرو جڏهن دنيا کان ڪناره ڪش ٿيا ته انهي ۾ به الله جي خوشنودي مدِنظر هجي.

## صبر

شيخ سهل رحہ چيو آهي ته "صبر ڪشادگي جو انتظار آهي. اها افضل

۽ اعليٰ خدمت آهي." هڪ بزرگ جو قول آهي "حقيقي صبر هي آهي تہ اوهين صبر تي بہ صبر ڪريو يعني ڪشادگي جو انتظار نہ ڪريو". ارشاد خداوندي آهي:

**و الصابرين في الباساءِ و الضراءِ و حين الباس اولائک الذين صدقوا و اولائک هم المتقون.** (سورة البقره ـ پ ٣)

ترجمو: اُهي خوف ۽ تڪليف ۾ ۽ جنگ جي وقت صبر ڪرڻ وارا آهن، اهي ئي ماڻهو سچا آهن ۽ اهي ئي ماڻهو پرهيزگار آهن.

چون ٿا هر شيءِ جو هڪ جوهر هوندو آهي. انسان جو جوهر عقل آهي ۽ عقل جو جوهر صبر آهي. صبر ڪان نفس جي گوشمالي ٿيندي آهي ۽ اهو نرم ٿي ويندو آهي. صابر ۾ صبر ساهہ وانگر گهمندڙ آهي، ڇوتہ هن کي هر ظاهري ۽ باطني ممنوع ۽ مذموم شيءِ تي صبر ڪرڻ جي ضرورت رهندي آهي. بلڪ علم انهن ڳالهين جي خبر ڏيندو آهي ۽ صبر انهن کي برداشت ڪندو آهي.

## صبر جي اهميت

اهو شخص جنهن جو ظاهري ۽ باطني نگهبان علم هجي. اهو پنهنجن فرضن جي پورائي انهي وقت ڪري سگهي ٿو، جڏهن تہ صبر هن جو مستقل نڪاٽو هجي، باطني علم ۽ صبر اهڙا لازم و ملزوم آهن جيئن روح ۽ جسم، جو اُهي هڪ ٻئي کانسواءِ نٿا رهي سگهن، ڇوتہ انهن ٻنهي جو سرچشمو عقلي فطرت (سرشت) آهي، انهي ڪري انهن ٻنهي ۾ وڏيڪ اتحاد ۽ قربت ڏسجي ٿي. جيڪڏهن صبر جي ذريعي ان ۾ قوت برداشت اچي ٿي تہ علم جي ذريعي روح ترقي ڪري ٿو. بلڪ اهي ٻئي روح ۽ نفس جي وچ ۾ برزخ ۽ حد فاصل جو ڪم ڏين ٿا، جيئن تہ هرهڪ پنهنجي اصل مقام ۽ مرڪز تي قائم رهي ۽ عين انصاف ۽ صحيح اعتدال تي برقرار رهي نہ تہ پوءِ علم ۽ صبر مان جيڪڏهن ڪو هڪ ٻئي کان جدا ٿي وڃي تہ روح ۽ نفس مان ڪو هڪڙو ٻئي تي غالب اچي ويندو آهي. بهرحال ان جو تفصيل تمام دقيق آهي.

صبر جي اهميت جي لاءِ باري تعاليٰ جو هيءُ ارشاد ڪافي آهي:

إِنَّمَا يُوَفَّى الصَّابِرُونَ أَجْرَهُمْ بِغَيْرِ حِسَابٍ.

ترجمو: صبر ڪرڻ وارن کي انهن جو بدلو بي انداز ڏنو ويندو.

هر مزدور کي مزدوري ان جي حساب جي مطابق ملندي آهي، پر صابرن جو اجر بي حساب آهي. وڌيڪ الله پاڪ پنهنجي رسول اڪرم ﷺ کي فرمايو:

وَ اصْبِرْ وَمَا صَبْرُكَ اِلَّا بِاللّٰهِ. (نحل - پ ۱۴)

ترجمو: اوهين صبر ڪريو ۽ اوهان جو صبر صرف الله جي هٿ ۾ آهي.

صبر جي فضيلت ايتري وڏي آهي جو خدا پاڪ پنهنجي ذات سان منسوب ڪيو آهي ۽ ان ڪان ان جي نعمت جي تڪميل ٿئي ٿي.

## اَلصَّبْرُ عَنِ اللّٰهِ

چون ٿا هڪڙي ماڻهو حضرت شبلي رحہ ڪان پڇيو صابرن تي ڪهڙو صبر وڌيڪ ڳرو آهي؟ چيائين "اَلصَّبْرُ فِي اللّٰهِ (الله ۾ صبر)". انهي چيو نہ. پاڻ چيائين "اَلصَّبْرِ لِلّٰهِ" (الله جي لاءِ صبر) انهي چيو نہ. پوءِ پاڻ چيائون "اَلصَّبْرُ مَعَ اللّٰهِ (الله سان صبر)" انهي چيو نہ. انهيءَ تي شيخ شبلي رحہ ڪاوڙ ۾ اچي چيو "عجب آهي پوءِ اهو ڪهڙو صبر آهي". انهي چيو تہ اهو الصبر عن الله (الله ڪان صبر) آهي. اهو ٻڌي حضرت شبلي هڪڙي رڙ ڪئي جنهن ڪان سندن ساهہ نڪرڻ جو انديشو هو.

## اَلصَّبْرُ عَنِ اللّٰهِ جي تشريح

منهنجي خيال ۾ هڪڙي خاص سبب جي بنياد تي صبر عن الله سڀ ڪان وڌيڪ ڏکيو هوندو آهي. ان جي صورت هي آهي تہ صبر عن الله جي ضرورت مقاماتِ مشاهده الاهي جي مخصوص ترين مقام ۾ هوندي آهي اهڙي موقعي تي ٻانهو حيا ۽ رُعب جلال جي ڪري الله ڏانهن رجوع ڪندو آهي ۽ هن جي بصيرت شرمنده ۽ نرم ٿي ڪري عاجزي جي بيابان ۾

غائب ٿي ويندي آهي. ڇوته ان کي تجلي جي امر عظيم جو احساس ٿيندو آهي. اهوئي صبر جو سخت ترين مقام آهي ڇوته اهو جلال جو حق ادا ڪرڻ جي لاءِ انهي روحاني حال کي هميشه برقرار رکڻ چاهي ٿو. پر ان جو روح اهو چاهي ٿو ته پنهنجي بصيرت کي نور جمال جي روشنين سان سُرميدار ڪري. عام حالتن ۾ نفس صبر سان ڪشمڪش برپا رکندو آهي. پر صبر جي انهي خاص حالت ۾ روح ۾ ڪشمڪش برپا ٿيندي آهي. اهڙي طرح انهي موقعي تي الله (۽ ان جي جلوه) کان صبر ڪرڻ تمام ڏکيو ٿي پوندو آهي.

## صابر جا درجا

شيخ ابوالحسن بن سالم رحه جو قول آهي "صبر ڪرڻ وارا ٽن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙو متصبر، ٻيو صابر، ٽيون صبار. متصبر اهو آهي جيڪو الله ۾ صبر ڪندو آهي، ڪڏهن اهو صبر ڪندو آهي ۽ ڪڏهن گهٻرائڻ لڳندو آهي. صابر اهو آهي جيڪو في الله ۽ لله صبر ڪري ۽ بي صبري نه ڪري، پر ان جي شڪايت جي توقع هوندي آهي ۽ ان جي گهٻرائڻ جو امڪان به هوندو آهي. صبار اهو آهي جيڪو في الله لله ۽ بالله صبر ڪري (ان جو صبر مڪمل ترين آهي) هيءُ اهو شخص آهي جو جيڪڏهن انهي تي سيئي مصيبتون نازل ٿي پون تڏهن به اهو گهٻرائيندو ڪونه آهي ۽ جيستائين ان جي وجود ۽ حقيقت جو تعلق آهي، ان ۾ تغير ۽ تبدل واقع نٿو ٿئي. البته ان جي فطري خلقت ۽ هيئت ۾ ٿي سگهي ٿو ڪا تبديلي ٿئي. ان جو سبب هي آهي ته اگرچه ان ۾ فطري ۽ طبعي صفتون موجود آهن، پر ان جي باوجود ان جو علم انهن سڀني تي غالب هوندو آهي.

شيخ شبلي رحه هي به شعر (صبر جي مسئلي ۾) مثال جي طور پڙهندو هو: (ترجمه) عاشق جو محبت جي تڪليف ۽ جدائي جي ڏپ کان آواز ڪڍڻ تڪليف وارو آهي. جڏهن هو صبر اختيار ڪندو آهي ۽ صبر ان جي فرياد اهڙي طرح ڪندو آهي تڏهن عاشق رڙ ڪري صبر کي چوندو آهي ته "صبر ڪر".

حضرت امام جعفر صادق رضه فرمائي ٿو "الله تعاليٰ پنهنجن پيغمبرن کي صبر جو حڪم ڏنو ۽ صبر جو اعليٰ ڀاڱو نبي ڪريم ﷺ جن

ڪي مليو. ڇوتہ انهي صبر جو تعلق سندن ذات سان ڪونہ رهيو، بلڪ اهو الله جي متعلق ٿي ويو. جيئن تہ ارشاد خداوندي آهي "اوهان جي صبر جو تعلق الله سان آهي".

## عملي نمونو

هڪ ڀيري حضرت سري سقطي رحہ کان صبر جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن پاڻ ان جو جواب ڏيئي رهيا هئا تہ سندن پير تي هڪ وڇون ڏنگ هڻڻ لڳو. ماڻهن چيو اوهان هن ڪي هٽايو ڇو نٽا پاڻ فرمايائون "مون ڪي الله کان شرم محسوس ٿو ٿئي جو آئون صبر جي حالت جي باري ۾ گفتگو ڪريان ۽ وري جلدي پنهنجي انهي ڳالھ جي مخالفت بہ ڪريان".

حضرت جنيد ارشاد فرمائي ٿو "الله پاڪ مؤمنن ڪي ايمان سان مشرف فرمايو ۽ ايمان ڪي عقل سان معزز ڪيو ۽ عقل ڪي صبر جي ذريعي عزت بخشي. انهي ڪري ايمان مؤمن جي زينت آهي. عقل ايمان جي زيب ۽ زينت آهي ۽ صبر سان عقل آراستہ آهي". ان ڪانپوءِ پاڻ ابراهيم خواص جا هي شعر پڙهيائون. (ترجمو)

## صبر تي شعر

(١) مون سياڻي جي ڊپ کان ڪن تڪليفن تي صبر ڪيو ۽ پنهنجي نفس جي بذاتِ خود حفاظت ڪيم. ايستائين جو ان جي عزت محفوظ ٿيندي.

(٢) مون ان ڪي تڪليفن جا جام پياريم ۽ هو ان جو عادي بنجي ويو ۽ جيڪڏهن آئون انڪي اهي جام نہ پياريان ها تہ اهو ضرور منهن چڙهائي ها.

(٣) ڪيترائي دفعا نفس جي ظاهري ذلت ان جي عزت جو سبب هوندي آهي. نفس انهي ذلت جي ڪري عزت حاصل ڪندو آهي.

(٤) جيڪڏهن آئون انهي خدا ڪانسواءِ جيڪي هيءُ چوي ٿو "مون کان ئي گهرو" ڪنهن ٻي جي اڳيان مال حاصل ڪرڻ جي لاءِ هٿ ڊگهاڙيان تہ منهنجا هٿ شل ٿين.

(٥) جيستائين مون کان ٿي سگهيو صبر ڪندس ڇوتہ صبر ۾ ئي عزت آهي. انهيءَ لاءِ دنيا جي ٿوري شيءِ تي قناعت ڪندس.

حضرت عمر بن عبدالعزيز رحہ جو ارشاد آهي. جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي کي ڪا نعمت عطا ڪري پوءِ اها نعمت ڪسي وٺي ته انهي جي بدلي ۾ اهو صبر جو نعم البدل عطا فرمائيندو آهي جيڪا ان ڪان ڪسيل نعمت ڪان بهتر آهي. ان ڪانپوءِ پاڻ سَمنون جا هي شعر پڙهيائون.

شعرن جو ترجمو:

(۱) مون گهڻي وقت تائين خوشحالي ۽ بدحالي ٻنهي نمونن جا جام پيتا ۽ جڏهن زمانو اهي جام پياريندو هو تڏهن آئون ڪين ڍڪ ڍڪ ڪري پي وٺندو هوس.

(۲) زماني مون کي ڪيترين ئي تڪليفن جا جام پياريا ۽ مون به پنهنجي بحر صبر مان ان کي ڪيترائي جام پياريا.

(۳) آئون صبر کي ڍال بنائي زماني جي گردشن جو مقابلو ڪندو رهيس ۽ پنهنجي نفس کي چيم "صبر ڪر يا صبر سان هلاڪ ٿي وڃ".

(۴) اُهي زماني جا حادثا اهڙا هئا جيڪڏهن ڏکها ڏونگر به انهن جو مقابلو ڪن ها ته زمين منجهه پورجي وڃن ها ۽ ڪا به شيءِ محفوظ نه رهي ها.

## فقر

شيخ ابوالجلاءَ رحہ جو قول آهي "فقر هي آهي ته اوهان وٽ ڪجهه به نه هجي، جيڪڏهن اوهان وٽ ڪجهه هجي ته اهو اوهان وٽ باقي نه رهي بلڪ ايثار ڪري ڇڏيو".

شيخ ڪتاني رحہ جو قول آهي ته "جيڪڏهن ڪو صحيح طريقي سان الله جو محتاج بنجي وڃي ته الله جي ڪري اهو غني ۽ بي نياز آهي، بلڪ اهي ٻئي اهڙا روحاني حال آهن جو هڪ ڪانسواءِ ٻئي جي تڪميل نٿي ٿي سگهي".

شيخ نوري رحہ فرمائي ٿو ته "فقراءَ جي هيءَ تعريف آهي ته اُهي تنگدستي جي موقعي تي مطمئن رهندا آهن ۽ جڏهن ڪي موجود هوندو آهي ته سخاوت ڪندا آهن". هڪڙي ٻي بزرگ انهن تي هنن الفاظن جو واڌارو ڪيو آهي. جڏهن ڪا شيءِ موجود هوندي آهي ته انهن کي بيقراري ۽ بيچيني هوندي آهي.

شيخ دُراج رحہ فرمائي ٿو "مون سرميداٽي ڪٽڻ جي لاءِ پنهنجي استاد

جي گبري ڪوليم ته ان ۾ (چانديءَ جو) هڪ ٽڪرو ڏٺم ۽ حيران رهجي ويس، جڏهن پاڻ آيو ته ڪانئن پڇيم "مون اوهان جي گبريءَ مان هڪڙو ٽڪرو ڏٺم، چيائين "آئون ان کي واپس ڏيڻ چاهيان ٿو". وري چيائين "انکي ڪٽي ان جي بدلي ۾ ڪجهه خريد ڪري وٺو". مون چيو هن ٽڪري جو اوهان جي معبود سان ڪهڙو تعلق آهي؟ پاڻ چيائين "الله تعاليٰ مون کي دنيا ۾ هن ڪانسواءِ نه سون ڏنو آهي نه چاندي، انهي ڪري آئون چاهيان ٿو ته وصيت ڪري وڃان ته ان کي منهنجي ڪفن ۾ ٻڌو وڃي جيئن ته آئون ان کي الله تعاليٰ کي اٽلندو واپس ڪريان".

## فقر جي فضيلت

شيخ ابراهيم خواص رحه جو قول آهي ته "فقر شرافت جي چادر، پيغمبرن جو لباس ۽ نيڪ ٻانهن جي پوشاڪ آهي". شيخ سهل بن عبدالله رحه کان هڪڙي درويش جي ڪيفيت جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن چيائين "اهو نه ته سوال ڪري ٿو نه رد ڪري ٿو ۽ نه روڪي ٿو".

شيخ ابوعلي رودباري رحه فرمائي ٿو "مون کي شيخ دقاق رحه چيو "اي ابوعلي! درويشن ضرورت جي وقت بقدر ضرورت بخشش وٺڻ ڇو ڇڏي ڏنو آهي؟ مون چيو "اهي بخشڻ واري خدا جي ڪري ايتري قدر بي نياز ۽ مستغني آهن جو انهن کي بخشش جي ضرورت ڪانهي. انهن فرمايو "اها ڳالهه صحيح آهي پر مون کي ان جو هڪ ٻيو سبب سمجهه ۾ اچي ٿو". مون چيو "جيڪي ڪجهه اوهان جي ذهن نشين هجي، ان کان مستفيض فرمايو". انهن چيو "ان جو سبب هي آهي ته اُهي اهڙي جماعت آهن، جنهن جي لاءِ ڪنهن به شيءِ جو وجود فائديمند ڪونه هوندو آهي. ڇوته انهن جو فقر ۽ فاقه الله جي لاءِ آهي، انهي لاءِ اهو فقر و فاقه انهن لاءِ ڏکيو ڪونهي ڇوته انهن جو وجود الله جي لاءِ وقف آهي".

هڪڙي بزرگ جو قول آهي "فقر هي آهي ته حاجت ۽ ضرورت دل تي اچي ٻيهي رهي ۽ پروردگار ڪانسواءِ ٻي ڪنهن جي محتاجي نه رهي".

شيخ مسوحي رحه جو قول آهي ته "فقير اهو آهي جنهن کي نه نعمتون خوشحال ڪري سگهن ۽ نه تڪليفون فقير ۽ محتاج بنائي سگهن".

## توحيد جي پهرين منزل

شيخ يحيٰ بن معاذ رحہ جو قول آهي تہ "فقر جي حقيقت هي آهي تہ انهي جي لاءِ سيئي اسباب اٽلپ (معدوم) ٿي وڃن".

شيخ ابوبڪر طوسي رحہ فرمائي ٿو "آئون ڪيتري ئي وقت کان اهو سوال ڪندو رهيس تہ اسان جا اربابِ تصوف فقير ڪي ٻي شيءِ تي ڇوٿا ترجيح ڏين؟ پر ڪوبہ مون کي تسلي بخش جواب نہ ڏيئي سگھيو. ايستائين جو مون نصر بن حمامي رحہ کان پڇيم تڏهن هن جواب ڏنو "ان جو سبب هي آهي تہ فقر توحيد جي منزل مان پهرين منزل آهي". اهو جواب ٻڌي آئون مطمئن ٿي ويس".

شيخ ابن الجلاءَ رحہ کان فقر جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن هو خاموش رهيو، ان کانپوءِ نماز پڙهي ٻاهر ويو، وري واپس آيو ۽ چوڻ لڳو "آئون انهي لاءِ خاموش رهيس جو مون وٽ هڪ درهم هو، انهي لاءِ مون وڃي ڪيس خرچ ڪيم، ڇوتہ آئون لڇي هوس تہ انهي رقم جي هوندي آئون فقر جي باري ۾ ڪجهہ بيان ڪريان". ان کانپوءِ پاڻ بيان ڪرڻ لاءِ ويهي رهيو.

## فقر ۽ صبر

شيخ ابوبڪر بن طاهر رحہ فقير ۽ درويش جي باري ۾ چيو تہ "ان کي ڪابہ خواهش ڪانہ هوندي آهي، جيڪڏهن ڪا خواهش هوندي آهي تہ اُها ضرورت جي حد کان اڳتي ڪانہ وڌندي آهي".

شيخ فارس رحہ فرمائي ٿو "مون هڪ پيري هڪڙي درويش کي جنهن تي فقر ۽ فاقي جا آثار هئا، هيئنئن چيم "تون سوال ڇو نٿو ڪرين جيئن تہ توکي ماڻهو ڪاڌو کارائين؟" انهي چيو تہ "مون کي ڊپ آهي تہ جيڪڏهن آئون سوال ڪندس ۽ اُهي انڪار ڪن تہ پوءِ اُهي فلاح نہ پائي سگهندا". انهي کانپوءِ هن ڪنهن عارف ڪامل جا هي شعر پڙهيا (ترجمو):

(۱) ماڻهو چون ٿا تہ سڀاڻي عيد آهي تون ڇا پائيندين؟ مون چيو اها خلعت جيڪا هن پنهنجي ٻانهي لاءِ موڪلي.

(۲) (اها خلعت) فقر ۽ صبر جون ٻہ پوشاڪون آهن جن جي هيٺان

هڪڙو قلب آهي جيڪو پنهنجي رب کي عيد ۽ جمعن ۾ ڏسندو آهي.

(٣) بهترين لباس هي آهي ته اوهين دوست جي عطا ڪيل خلعت پائي ملاقات جي ڏينهن دوست سان ملاقات ڪريو.

(٤) اي منهنجي جانِ اميد! جيڪڏهن تون غائب آهين ته سڄو زمانو منهنجي لاءِ ماتم ڪده آهي ۽ جڏهن آئون توکي ڏسان يا تنهنجو آواز ٻڌان ته اهو زمانو منهنجي لاءِ عيد آهي.

## شڪر ڪرڻ

هڪ بزرگ جو قول آهي ته "شڪر هي آهي ته محسن ۽ منعم کي ڏسي ڪري نعمت جو خيال غائب ٿي وڃي. شيخ يحيٰ بن معاذ رازي رحہ جو ارشاد آهي "جيڪڏهن اوهين شڪر ڪريو ٿا ته صحيح معنيٰ ۾ شڪر جو حق ادا نٿا ڪري سگهو، ڇوته شڪر جي پڇاڙي حيراني آهي البته شڪر الله پاڪ جي نعمت آهي ۽ ان تي شڪر ڪرڻ واجب آهي".

حضرت دائود عليه السلام هڪ ڀيرو خدا کي عرض ڪيو "اي خدا! آئون تنهنجو شڪر ڪيئن ادا ڪريان، آئون تنهنجو شڪر ان وقت تائين ادا نٿو ڪري سگهان، جيستائين جو تون (شڪر ادا ڪرڻ جي لاءِ) ٻي نعمت نه عطا ڪرين".

انهي تي الله پاڪ وحي جي ذريعي جواب ڏنو "جيڪڏهن تون اها ڳالھ سمجهي ويو آهين ته تون منهنجو شڪر بجا آڻ".

## شڪر جو مفهوم

لغت ۾ شڪر جي معنيٰ کولڻ (ڪشف) ۽ اظهار جي آهي، يعني شڪر ۽ ڪشف جو مفهوم هڪ هو. جڏهن ڪو ماڻهو کلڻ وقت ڏند ظاهر ڪري ته ان کي عربي ۾ "شڪر و ڪشر" چوندا آهن. انهي ڪري نعمت جو تذڪرو ۽ شهرت ڪرڻ ۽ زبان سان ان جو ڳائيتو ڪرڻ (ظاهري) شڪر آهي. باطني شڪر هي آهي ته انهن نعمتن کان فائدو وٺندي ان جي اطاعت ڪئي وڃي ۽ نافرمانيءَ کان پرهيز ڪجي، اهوئي شڪر نعمت آهي. انهي باري ۾ منهنجو مرشد محترم هي شعر پڙهندو هو. (ترجمو)

شڪر جا شعر:

(۱) تو مون کي نعمتون عطا کيون جن جو شڪر بجا آڻيان ٿو، ڇوته تون هر شيءِ ۾ منهنجو ڪارساز آهين.

(۲) جيستائين آئون زنده آهيان تنهنجو شڪر بجا آڻيندس ۽ جڏهن مري ويندس تڏهن منهنجون هڏيون قبر ۾ تنهنجو شڪر بجا آڻينديون.

## شڪر جي فضيلت

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "قيامت جي ڏينهن سڀ کان پهريان اُهي ماڻهو جنت ۾ سڏيا ويندا جيڪي خوشحالي ۽ تنگي ٻنهي حالتن ۾ خدا پاڪ جو حمد ۽ ثنا ڪن ٿا". وڌيڪ فرمايائون "جيڪو مصيبت ۾ مبتلا هجي ۽ صبر ڪري، جيڪڏهن انکي نعمت عطا ٿئي ته شڪر ڪري، مظلوم ڪي معاف ڪري، جيڪڏهن خود ظلم ڪري ته معافي گهري. ماڻهن پڇيو اهڙن ماڻهن جو ڪهڙو حال آهي. فرمايائون "انهن ماڻهن جي لاءِ امن ۽ امان آهي ۽ اهي ماڻهو هديت يافته آهن".

حضرت جنيد رحه فرمايو "شڪر جو فريضو هي آهي ته دل ۽ زبان سان نعمتن جو اعتراف ڪجي". حديث شريف ۾ آهي ته "افضل ذڪر لااللہ الا الله آهي ۽ افضل دعا الحمد لله آهي". هڪ آيت قرآني آهي:

و اسبغ عليکم نعمه ظاهرة و باطنة.

**ترجمو:** انهي اوهان تي ظاهري ۽ باطني نعمتن جي تڪميل ڪئي.

ان جي تفسير ۾ هڪڙي بزرگ فرمايو "ظاهر نعمتن مان عافيت ۽ دولتمندي ۽ باطني نعمت مان مراد تڪليفون (مصائب) ۽ فقر آهي. ڇوته انهن جي ئي ذريعي آخرت جون نعمتون ملنديون."

## شڪر جي حقيقت

شڪر جي حقيقت هي آهي ته هر انهيءَ شيءِ کي جيڪا مقدر ۾ رکي ويئي هجي، نعمت تصور ڪجي، سواءِ انهن شين جي جيڪي شرعي طور تي نقصانڪار هجن، ڇوته الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهي جي حق ۾ جيڪو فيصلو ڪندو آهي اهو هن جي حق ۾ نعمت آهي، ڪٽي اهو جلدي سمجهي

وٺي يا انجام ڪار نعمت هجن، پر ظاهر ۾ اها تڪليف نظر اچي، البت انهي تڪليف جي ذريعي يا ته انهي جو درجو بلند ٿيندو آهي يا انهي جي ڪري نفس جي پاڪائي ۽ گناهن جو ڪفارو ادا ٿيندو آهي، انهي ڪري جيڪڏهن انسان هي يقين ڪري ته ان جو مولئ ان کان وڌيڪ ان جو خيرخواه ۽ ان جي مفاد ڪي ان کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو ته سمجهو ته انهي شڪر جو حق بجا آندو.

## خوف ڪرڻ

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "حڪمت جو بنياد الله جو خوف آهي." پاڻ سڳورا فرمائيندا هئا "حضرت دائود عليه السلام وٽ ماڻهو عيادت جي لاءِ آيا انهن ڪي خيال هو ته ڪين ڪو مرض آهي. حالانڪ ڪين انهي ڪانسواءِ ڪابه بيماري ڪانه هئي، جو خوف ۽ حيا دامنگير هو".

شيخ ابوعمر دمشقي رح جو قول آهي "اصلي ڊڄندڙ (خائف) اهو شخص آهي جيڪو شيطان کان وڌيڪ پنهنجي نفس کان خائف هجي". ڪنهن ٻي بزرگ جو قول آهي "خائف اهو شخص ڪونهي جيڪو روئندو رهي ۽ پنهنجون اکيون اگهي، بلڪ صحيح معنيٰ ۾ خائف اهو آهي، جيڪو انهن ڳالهين کان پرهيز ڪري جن تي عذاب نازل ٿيڻ جو انديشو هجي".

چون ٿا ته خائف اُهوئي شخص آهي جيڪو الله ڪانسواءِ ڪنهن کان نه ڊڄي، يعني اهو الله جي بزرگي ۽ ان جي جاه و جلال جي ڪري خوف ڪري، ان ڪي ذاتي خوف صرف خدا جي عذاب کان هجي.

## تقويٰ جي فضيلت

شيخ سهل فرمائي ٿو "خوف مذڪر ۽ اميد موئنث آهي يعني خوف ۽ اميد جي ملڻ سان ايمان جي حقيقتن جي پيدائش ٿيندي آهي". قرآن ڪريم ۾ آيو آهي "اسان اوهان کان اڳ اهلِ ڪتاب ۽ اوهان تي هيءَ هدايت نازل فرمائي آهي جو اوهين الله کان ڊڄو". چون ٿا هي آيت قرآن ڪريم جو قطب آهي ۽ سڄي معاملي جو دارومدار انهي تي آهي. اهڙي طرح الله تعالىٰ جيڪي نعمتون موئمنن جي لاءِ الڳ الڳ بيان فرمايون آهن، اهي

متقين جي لاءِ گڏي بيان ڪيون آهن يعني هدايت، رحمت، علم ۽ رضوان، انهي باري ۾ هيٺيون آيتون آهن:

هُدًي وَّ رَحْمَةٌ لِّلَّذِيْنَ هُمْ لِرَبِّهِمْ يَرْهَبُوْنَ. (پ ٩)

ترجمو: هدايت ۽ رحمت انهن جي لاءِ آهي جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄن ٿا.

اِنَّمَا يَخْشَي اللّٰهَ مِنْ عِبَادِهِ الْعُلَمَاءُ.

ترجمو: الله کان اُهي ئي بندا ڊڄن ٿا جيڪي علم وارا آهن.

رَضِيَ اللّٰهُ عَنْهُمْ وَ رَضُوْا عَنْهُ ـ ذٰلِكَ لِمَنْ خَشِيَ رَبَّهٗ.

ترجمو: الله انهن کان خوش آهي ۽ اُهي ان کان خوش آهن. اهو انهن ماڻهن جي لاءِ جيڪي پنهنجي رب کان ڊڄن ٿا.

شيخ سهل رحہ جو قول آهي "ايمان جو ڪمال علم جي ذريعي ۽ علم جو ڪمال خوف کان آهي. علم ايمان سان حاصل ٿيندو آهي ۽ خوف معرفت جو نتيجو آهي".

شيخ ذوالنون مصري رحہ جو قول آهي "عاشق کي محبت جو جام ان وقت پياريو ويندو آهي جڏهن ڊپ ان جي دل کي مضبوط ڪندو". شيخ فضيل بن عياض رحہ جو قول آهي "جڏهن اوهان کي ڇيو وڃي "اوهين الله کان ڊڄندا رهو" تہ اوهين ماٺ ڪندا ڪريو، ڇوتہ جيڪڏهن اوهين چوندؤ "نہ" تہ اوهين ڪافر ٿي ويندؤ ۽ جيڪڏهن اوهين چوندؤ "هائو" تہ اها اوهان جي دروغ گوئي آهي ڇوتہ اوهانجو بيان خائف انسانن جهڙو ڪونهي."

## رجاءَ (آس)

رسول الله ﷺ جن فرمايائون (قيامت جي ڏينهن) الله فرمائيندو، جنهن جي دل ۾ رائي برابر ايمان جو ذرو آهي ان کي دوزخ کان ڪڍو. وري فرمائيندو، "مان پنهنجي عزت ۽ جلال جو سونهن کڻي چوان ٿو، آئون انهي ماڻهوءَ کي جيڪو ڏينهن ۽ رات جي ڪنهن حصي ۾ مون تي ايمان آڻي، اُنهيءَ شخص جي برابر ڪونہ قرار ڏيندس، جيڪو مون تي بلڪل

ايمان نہ آڻي".

هڪڙو اعرابي نبي ڪريم ﷺ جن وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو "مخلوق جو حساب ڪتاب ڪير ڪندو؟" پاڻ سڳورن ﷺ فرمايائون "الله تبارڪ و تعاليٰ بذات خود حساب وٺندو". انهي تي اهو اعرابي مرڪڻ لڳو. پاڻ ﷺ پڇيائون "تون ڇو کلي رهيو آهين؟" انهي چيو "هن سبب جي ڪري جو جڏهن اهلِ ڪرم کي اختيار حاصل هوندو تہ اهو معاف ڪندو آهي ۽ جڏهن حساب ڪندو آهي تڏهن درگذر ڪندو آهي".

شاه ڪرماني رحہ جو قول آهي تہ "اميد جي علامت حسنِ اطاعت آهي". هي بہ چيو ويو آهي تہ "رجاءَ هي آهي تہ جمال جي نگاه سان جلال کي ڏٺو وڃي، پڻ دل جي ويجهڙائي رب جي نرمي جي ڪري هوندي آهي".

## اميد ۽ خوف جو توازن

شيخ ابو علي رودباري رحہ فرمائي ٿو "اميد ۽ خوف پکيءَ جي ٻن کنڀن جي مثل آهن، جڏهن ٻئي بازو برابر هوندا آهن تڏهن پکي بہ درست ٿي مڪمل پرواز ڪندو آهي".

شيخ ابو عبدالله رحہ جو قول آهي "متوقع ڪرم کي ڏسي دلين جي مطمئن ٿيڻ جو نالو رجاءَ آهي". شيخ مطرف رحہ جو قول آهي "جيڪڏهن مؤمن جي اُميد ۽ خوف جو وزن ڪجي تہ ٻئي هڪجهڙا ۽ معتدل ٿيندا". مؤمن جي لاءِ اميد ۽ خوف ٻن بازوئن جي مثل آهن. خوف سان گڏ اميد ۽ اميد سان گڏ خوف ضرور هوندو، ڇوتہ خوف جو سبب ايمان آهي ۽ ايمان ئي رجاءَ ۽ اميد جو سبب آهي، انهي لاءِ ايمان ۽ اميد ۽ خوف لازم و ملزوم آهن.

## حضرت لقمان عليہ السلام جي هدايت

حضرت لقمان عليہ السلام کان هي ڳالهہ نقل آهي تہ پاڻ پنهنجي پٽ کي هدايت ڪيائين "تون الله تعاليٰ کان اهڙو ڊڄ جو ان جي عذاب کان بي خوف نہ رهو، پر خوف کان وڌيڪ انهي کان اميد (رحمت) رک".

سندن فرزند چيو "منهنجي لاءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ منهنجي دل هڪڙي آهي" انهي تي پاڻ چيائون "ڇا توکي خبر ڪانهي تہ مؤمن جون ٻہ دليون هونديون آهن. هڪڙي دل جي ذريعي هو خائف رهندو آهي ۽ ٻي دل جي ذريعي اهو اميدوار رهندو آهي. اهو انهي جي ڪري آهي جو ٻنهي جو تعلق ايمان سان آهي.

## توڪل

حضرت سري سقطي رحہ جو ارشاد آهي تہ "توڪل قوت ۽ اختيار کان دستبردار ٿيڻ جو نالو آهي. حضرت جنيد رحہ جو قول آهي "توڪل جو مفهوم هي آهي تہ اوهين الله جي اڳيان رهو جيئن اوهين معدوم آهيو ۽ الله اوهان جي اڳيان ازلي ۽ ابدي رهي". شيخ سهل فرمائي ٿو "هر شيءِ جي اگ پٺ هوندي آهي، سواءِ توڪل جي، جو انهي جو صرف اڳيون منهن آهي، پٺ ڪانهي". انهي جي تشريح ۾ هڪڙي بزرگ فرمايو آهي تہ انهي مان مراد توڪل عنايت آهي، توڪل ڪفايت ڪانهي. الله تعاليٰ توڪل کي ايمان سان شامل ڪيو آهي، جيئن تہ فرمايو آهي "الله تي ئي توڪل ڪريو جيڪڏهن اوهين مؤمن آهيو". ٻي جڳهہ تي ارشاد آهي "مؤمنن کي صرف الله تي ئي توڪل (ڀروسو) ڪرڻ گهرجي". هڪ ٻي جاءِ تي نبي ڪريم ﷺ جن کي خطاب ڪندي فرمايو "(اي پيغمبر) انهي زنده هستي تي ڀروسو ڪريو جيڪا فنا کان تي تئي". شيخ ذوالنون مصري رحہ جو قول آهي "توڪل جو مفهوم هي آهي تہ نفس جي تدبير کي ڇڏي ڏجي ۽ طاقت ۽ اختيار کان دستبرداري اختيار ڪجي. شيخ ابوبڪر الزقاق رحہ جو قول آهي تہ "توڪل انهي جو نالو آهي جو صرف هڪڙي ڏينهن جي روزي رکجي ۽ سڀاڻي جو فڪر نہ ڪجي".

شيخ ابوبڪر واسطي رحہ جو قول آهي تہ "توڪل جو بنياد هي آهي تہ فقر ۽ فاقہ ۾ خلوص هجي ۽ توڪل ان جي مقصدن ۾ حائل نہ هجي. ان جو اندر هڪڙي لمحي جي لاءِ بہ توڪل ڏانهن لاڙو نہ ڪري". هڪڙي بزرگ جو (کهڙو نہ چگو) قول آهي "جيڪڏهن ڪو چاهي تہ اهو توڪل جو حق ادا ڪري تہ پنهنجي نفس جي لاءِ هڪڙي قبر کوٽي انهيءَ ۾ دفن ڪري ڇڏي

۽ دنيا ۽ دنيا وارن کي وساري ڇڏي، ڇوته توڪل جي ڪمال ۽ ان جي حقيقت تائين ڪوبہ فرد بشر نٿو پهچي سگهي."

شيخ سهل رحہ جو قول آهي "توڪل جي مقامات جي ابتدا هي آهي تہ ٻانهو الله تعاليٰ جي اڳيان ائين رهي، جيئن غسل ڏيڻ واري جي اڳيان مرده لاش هجي، جو اهو جيئن گهرندو آهي تيئن ان کي اٿلائيندو پٿلائيندو آهي ۽ اهو ڪابہ حرڪت نہ ڪري سگهندو."

شيخ حمدون القصار رحہ جو قول آهي "توڪل هي آهي تہ الله کي مضبوطيءَ سان جهلجي." شيخ سهل رحہ جو قول آهي "علم سراپا عبادت جو باب آهي، عبادت سرتاپا تقويٰ (ورع) جو دروازو آهي ۽ ورع مٿي ڪان پيرن تائين زُهد جو دروازو آهي ۽ زُهد مڪمل طور تي توڪل جو هڪ باب آهي."

اُهو فرمائي ٿو "تقويٰ ۽ يقين ساهمي جي ٻن پڙن (ڇيڙن) جي مثل آهن ۽ توڪل انهي ساهمي جي زبان آهي جنهن جي ذريعي انهن جي ڪمي پيشي جي خبر پوي ٿي". منهنجي (مصنف ڪتاب) خيال ۾ توڪل خداءِ ڪارساز جي علم جي عين مطابق هوندي آهي يعني.جنهن جو علم ۽ معرفت جيتري قدر وسيع هوندو ان جي توڪل بہ اوتري قدر مڪمل هوندي ۽ جڏهن هن جي توڪل مڪمل ٿي ويندي تڏهن هو خداءِ ڪارساز (وڪيل) جي مشاهدي ۾ ايتري قدر مستغرق ٿي ويندو جو هن کي پنهنجي توڪل نظر ئي ڪانہ ايندي.

## توڪل ۽ نفسانيت

علم ۽ معرفت جي ذريعي منصفاڻي ورهاست ٿيندي آهي ۽ هرهڪ کي عدل ۽ انصاف سان حصو ملندو آهي، اُهي ماڻهو جيڪي الله ڪانسواءِ ٻين ماڻهن ڏانهن پنهنجي نظر کوڙيندا آهن ان جو سبب هي هوندو آهي جو نفس ۾ اجا تائين جهالت موجود آهي. انهي ڪري جيڪڏهن ان کي ڪنهن اهڙي شيءِ جو احساس هجي، جنهن ڪان توڪل ۾ خرابي پيدا ٿئي تہ سمجهو تہ انهي احساس جو سرچشمو نفس آهي يعني توڪل ۾ گهٽتائي نفسانيت جي ڪري پيدا ٿي آهي، اهڙي طرح توڪل ۾ ڪمال نفسانيت جي

فنا ھئڻ ڪانپوءِ حاصل ٿيندو آھي، انھي ڪري اُھي ماڻھو جيڪي روحانيت ۾ طاقتور ھوندا آھن ۽ پنھنجي توڪل کي صحيح ۽ درست نہ ڪندا آھن بلڪ اُھي قلب جي مواد کي تقويت پھچائي نفسانيت کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آھن.

جڏھن نفسانيت غائب ٿي ويئي آھي تڏھن جھالت جي ماده جو خودبخود خاتمو ٿي ويندو آھي ۽ توڪل پنھنجي صحيح خد و خال ۾ اھڙي طرح نمايان ٿي ويندي آھي جو طالب حق کي ان جي خبر بہ ڪانہ پوندي آھي.

ان ڪانپوءِ جڏھن بہ نفسانيت جو باقي بچيل اثر زور ڪندو آھي تڏھن انھن جو ضمير ھن ارشاد خداوندي تي غور ڪندو آھي "اُھي الله ڪانسواءِ جنھن کي سڏين ٿا، خدا کي انھي جي سڄي خبر آھي". بھرحال جڏھن حق تعاليٰ جو وجود سڄي ڪائنات تي غالب اچي وڃي تڏھن اُھي ھي مشاھدو ڪندا آھن تہ ھيءَ ڪائنات خدا کان الڳ ٿي مستقل وجود نٿي رکي سگھي. انھي ڪري اھڙي موقعي تي غير شعوري طور تي توڪل جو صحيح مفھوم اھڙي طرح ان جي ذھن نشين ٿي ويندو آھي جو ڪمزور روحانيت وارن جي جيئن دنيا جا ظاھري اسباب ۽ وسيلا انھن جي پائدار. توڪل ۾ ڪمزوري پيدا ڪري نٿا سگھن، ڇوتہ انھن جي نگاہ ۾ اھي ظاھري اسباب مرده آھن ۽ توڪل ڪانسواءِ انھن ۾ زندگي جو روح نٿو ڦوڪي سگھجي، معرفت جي صاحبن وٽ توڪل جو صحيح مفھوم اھوئي آھي.

## رضا

شيخ حارث رحہ جو قول آھي "رضا خدائي حڪم جي ماتحت قلب جي مطمئن ٿيڻ جو ٻيو نالو آھي". شيخ ذوالنون رحہ جو قول آھي تہ "رضا قسمت جي فيصلي تي قلب جي خوش ٿيڻ جو نالو آھي." ھڪ ڀيري حضرت سفيان رحہ حضرت رابعہ بصريہ جي سامھون چيو "اي الله! تون اسان کان راضي ٿي". انھي تي حضرت رابعہ رحہ چيو "ڇا توکي شرم نہ ٿو اچي جو تون ان ذات جي رضامندي جو طالب آھين، جنھن کان تون خود راضي نہ آھين". انھي تي ھڪڙي شخص پڇيو "ٻانھو ڪڏھن الله تعاليٰ کان خوش ٿيندو آھي؟" پاڻ چيائين "جڏھن ... مصيبت تي بہ اھڙي طرح خوش ٿئي،

جهڙي طرح هو نعمت تي خوش ٿيندو آهي".

## رضا جي فضيلت

شيخ سهل جو قول آهي "جڏهن رضا رضوان کان ملي وڃي تڏهن اطمينان کلي حاصل ٿيندو آهي، انهي ڪري انهن کي خوشخبري هجي جو انهن جو اهو سٺو انجام آهي".

نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "اهو شخص ايمان جو ذائقو حاصل ڪندو آهي جيڪو خدا کي پروردگار سمجهي خوش ٿئي". وڌيڪ فرمايائون "الله تعاليٰ پنهنجي حڪمت سان روح پيدا ڪيو. رضا ۽ يقين ۾ خوشيءَ کي برقرار رکيائين ۽ رنج و غم کي شڪ ۽ ناراضگي ۾ پوشيده رکيائين". حضرت جنيد رحه فرمايو ته "رضا قلبن تائين پهچڻ وارو صحيح علم آهي، جڏهن علم قلب علم جي حقيقت کان واقف ٿي وڃي ته اهو رضا تائين پهچي ويندو آهي. رضا ۽ محبت، اميد ۽ خوف جي مثل نه آهن بلڪ ٻئي اهو روحاني حال آهن جيڪو دنيا ۽ آخرت ۾ به طالب حق کان جدا ڪونه ٿيندا آهن، ايستائين جو اهو جنت ۾ به رضا ۽ محبت کان بي نياز نٿو رهي سگهي".

شيخ ابن عطاءِ رحه جو قول آهي "رضا جو مفهوم هي آهي ته روزِ اول کان الله پاڪ ٻانهي جي لاءِ جيڪي ڪجهه مقرر ڪيو هجي، انهي تي ان جي دل مطمئن هجي، ڇوته خدا پاڪ انهي لاءِ بهترين چونڊ ڪئي آهي، انهي ڪري اهو ان تي راضي رهي ۽ ڪنهن به قسم جي ناراضگي جو اظهار نه ڪري". شيخ ابو تراب رحه جو قول آهي ته "جنهن شخص جي دل ۾ دنيا جي قدر ۽ قيمت هوندي، اهو خدا جي رضامندي حاصل نٿو ڪري سگهي".

## پنج اخلاق

حضرت سري سقطي رحه فرمائي ٿو "عارفن جا پنج اخلاق آهن. هڪ [illegible] کان هر حالت ۾ راضي رهڻ، ڪٽي نفس ڪنهن ڳالهه کي پسند ڪري يا ناپسند ڪري. ٻيو [illegible] سان محبت ڪرڻ، ٽيون الله کان حيا ڪرڻ، چوٿون [illegible] هجڻ، پنجون الله [illegible] هڪ کان دور رهڻ.

## رضا جا قسم

شيخ فضيل رحہ فرمايو آهي "راضي برضا پنهنجي مرتبي کان وڌيک کنهن بہ ٻي شيءِ جي تمنا نہ ڪندو آهي." شيخ ابن شمعون رحہ جو قول آهي رضا جا ڪيترائي قسم آهن: رضا بالحق، رضا للحق ۽ رضا عن الحق. رضا بالحق جو مطلب هي آهي تہ انسان ان جي تدبير ۽ اختيار تي راضي هجي. رضا للحق جو مفهوم هي آهي تہ ان جي معبود ۽ پروردگار هجڻ تي راضي هجي ۽ رضا عن الحق جو مفهوم هي آهي تہ صرف ان کي ورهائڻ وارو ۽ عطا ڪرڻ وارو مڃجي. شيخ ابوسعيد رحہ کان پڇيو ويو "ڇا اهو تي سگهي ٿو تہ ٻانهو راضي بہ هجي ۽ ناراض بہ هجي". پاڻ چيائون "هائو اهو ٿي سگهي ٿو تہ ٻانهو پنهنجي رب کان راضي ۽ پنهنجي نفس ۽ هر ان شخص کان ناراض هجي جيڪو ان جو الله کان تعلق ٽوڙي".

## رضا جو مفهوم

حضرت امام حسن بن علي رضہ کي چيو ويو تہ حضرت ابوذر رضہ هينئن ٿو چوي تہ "مون کي فقر دولتمندي کان وڌيک پسند آهي ۽ بيماري چڱيلائي کان وڌيک چڱي لڳي ٿي". پاڻ رضہ فرمايائون "الله ابوذر رضہ تي رحم ڪري، پر منهنجي ذاتي راءِ هي آهي تہ جيڪو بہ الله پاڪ جي حسنِ انتخاب تي ڀروسو ڪري ٿو، ان کي الله جي عطا ڪيل قسمت جي برخلاف ڪنهن بہ ٻي شيءِ جي آرزو نہ هوندي آهي". حضرت علي رضہ فرمايو آهي، "جيڪو بہ تسليم ۽ رضا جي مسند تي ويهي ان کي الله جي طرفان ڪابہ تڪليف ڪانہ پهچندي ۽ جيڪو سوال جي لاءِ هٿ ڏگهاڙي اهو ڪنهن حالت ۾ بہ الله کان خوش نٿو رهي سگهي".

شيخ يحيٰ جو قول آهي تہ "اصل معاملي جا ٻہ بنياد آهن: اول هي آهي تہ خدا جو اوهان سان ڪهڙو سلوڪ آهي. ٻيو بنياد هي آهي تہ اوهان جو طرزِ عمل خدا سان ڪهڙو آهي؟ انهي ڪري اوهان جو اصول هيءُ هجي تہ اوهين خدا جي فعل تي سرِ تسليم و رضا جهڪايو ۽ پنهنجن ڪمن ۾ خلوص اختيار ڪريو". ٻي بزرگ جو قول آهي "صحيح معنيٰ ۾ راضي برضا اُهو

آهي جيڪو دنيا جي گذريل شين جو غم نہ ڪري ۽ نہ انهن تي پشيمان ٿئي.

## چار اصول

شيخ يحيٰ بن معاذ رحہ کان پڇيو ويو "خدا جو بندو مقام رضا تي ڪڏهن فائز ٿيندو آهي؟ چيائين "جڏهن اُهو پنهنجن معاملن ۾ هنن چئن اصولن جو پابند هجي.

(۱) اهو هيئنئن چوي (اي خدا) جيڪي ڪجهہ تون مون کي ڏئين ان کي قبول ڪريان ٿو.

(۲) جيڪڏهن تون نہ ڏئين تہ انهي تي بہ راضي آهيان.

(۳) جيڪڏهن تون مون کي ڇڏي ڏئين تہ آئون ان وقت بہ تنهنجي عبادت ڪندو رهندس.

(۴) جيڪڏهن تون مون کي سڏئين تہ آئون هر وقت تعميلِ حڪم جي لاءِ حاضر آهيان.

## رضا جو بنياد

هڪ ڀيري شيخ شبلي رحہ حضرت جنيد رحہ جي اڳيان لاحول ولا قوة الا بالله پڙهيو، انهيءَ تي حضرت جنيد رحہ فرمايو "تنهنجي انهي قول جو مطلب هي آهي تہ تنهنجو سينو تنگ آهي". پاڻ چيائين "اوهان سچ چئو ٿا". انهي تي حضرت جنيد رحہ فرمايو "سيني جي تنگيءَ مان خبر پوي ٿي تون قسمت تي راضي ڪونہ آهين".

حضرت جنيد رحہ جيڪي ڪجهہ فرمايو آهي، انهيءَ ۾ رضا جي اصل بنياد ڏانهن خبردار ڪيو ويو آهي، اُها هيءَ آهي تہ مقامِ رضا قلب جي ويڪرائي ۽ انشراح (ڪلڻ) جي ڪري حاصل ٿيندو آهي ۽ قلب جو ڪلڻ ۽ ان جي ڪشادگي نورِ يقين کان ٿيندي آهي. جيئن تہ خدا تعاليٰ فرمايو آهي "خدا جنهن جو سينو اسلام جي لاءِ کوليو آهي ان کي پنهنجي پالڻهار جي طرفان نور عطا ٿيندو آهي".

انهي ڪري جڏهن اندر جي اوجر جي ڪري سينو ويڪرو ٿيندو آهي ۽ بصيرت جي اک کلي پوندي آهي، تڏهن اهو الله تعاليٰ جي تدبير ۽ حڪمت

جو مشاهدو ماڻيندو آهي ۽ ان جي دل مان ناراضگي ۽ تنگدلي جو جذبو دور ٿي ويندو آهي بلڪ سيني جي ويڪرائي جي ڪري اُهو محبت جي چاشنيءَ ڪان لطف اندوز ٿيندو آهي.

اهڙي موقعي تي عاشق صادق، محبوب جي هرهڪ فعل کي رضامندي جي نگاهه سان ڏسندو آهي. اهو سمجهندو آهي ته محبوب جو هر فعل ان جي عين مراد جي مطابق آهي. انهي لاءِ هو محبوب جي منشا ۽ مراد جي لذت ۾ پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان جي پنهنجي ذاتي پسند باقي ڪانه رهندي آهي، جيئن ته چيو ويو آهي ته "محبوب جو هر ڪم پسنديده آهي".

باب ايڪهٺيون

# روحاني احوالن جي وضاحت

حضرت انس بن مالڪ رضہ جي روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "ٽي شيون اهڙيون آهن جيڪڏهن ڪنهن ۾ هونديون تہ اهو ايمان جي چاشني ڪان لطف اندوز ٿيندو آهي. هڪ الله ۽ رسول ان کي ٻين کان محبوب تر هجن. ٻيو تہ اهو ڪنهن انسان سان صرف خدا جي راضپي جي خاطر محبت ڪري. ٽيون جڏهن الله ان کي ڪفر کان نجات ڏني هجي تہ اهو ڪفر ڏانهن واپس موٽڻ کي ايترو ئي برو سمجهي، جيترو تہ ان کي اهو ناپسند هجي تہ کيس باھ ۾ وڌو وڃي".

## خالص محبت

حضرت عرباض بن ساريہ رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن هيءَ دعا گهرندا هئا (ترجمو) "اي الله! تون مون کي پنهنجي محبت منهنجي جان ۽ مال، اهل ۽ عيال، ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت ۽ ٿڌي پاڻي کان بہ وڌيڪ عطا فرماءِ". اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ خالص محبتِ خداوندي جي طلب فرمايو آهي. خالص محبت هي آهي تہ الله تعاليٰ جي لاءِ سراپا محبت بنجي وڃي، ڇوتہ ڪيترائي ڀيرا اهڙو اتفاق ٿيندو آهي جو روحاني علم جي سيني شرطن جي مطابق طالبِ حق پنهنجي روحانيت ۾ مستغرق هوندو آهي، پر ان جي فطرت ان جي علم جي برخلاف ڳالهين جي تقاضا ڪندي آهي يعني علم انهن ڳالهين کي پسند ڪندو آهي، پر ان جي طبيعت ۽ عادت انهن کي ناپسند ڪندي آهي تہ اهو اهڙي صورت ۾ علم جو تابع ٿئي ۽ طبيعت جي نافرماني ڏانهن ڌيان نہ ڏي. ان جو مثال هي آهي تہ اهو پنهنجي ايماني جذبي جي ڪري خدا سان محبت ڪري ۽ طبعي رجحان جي

مطابق پنهنجي اهل و عيال سان محبت ڪري.

بهرحال انسان ۾ محبت جا محرڪات گوناگون آهن، مثلا روح جي محبت، قلب جي محبت، نفس جي محبت ۽ عقل جي محبت. اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ اهل و عيال، مال ۽ ٻڌي پاڻي وغيره جو ذڪر ڪيو ته انهي مان سندن ﷺ مراد هي آهي ته الله تعاليٰ جي محبت جي ذريعي هر قسم جي محبت جي پاڙ پٽجي وڃي، جيئن ته الله تعاليٰ جي محبت سڀ تي غالب اچي وڃي، اهو دل ۽ جان سان خدا جي محبت ڪري سراپا محبت بنجي وڃي ۽ ان جي طبيعت ۾ به خدا جي محبت هر شيءِ تي غالب اچي وڃي.

## محبت ذات

انهي قسم جي صاف محبت خواص کي حاصل آهي. انهي جي ذريعي سان طبيعت ۽ عادت جي باهه ٻڌي ٿيندي آهي. اها محبتِ ذات آهي جيڪا مشاهدي سان حاصل ٿيندي آهي، جڏهن ته روح نيازمندي ۽ خلوص سان مقاماتِ قرب ۾ رهندو آهي.

خدا پاڪ فرمائي ٿو "هو انهن سان محبت ڪري ٿو ۽ اُهي به ان سان محبت ڪن ٿا". انهي جي تشريح ۾ شيخ ابوبڪر واسطي رحہ فرمائي ٿو "جهڙي طرح خدا بذاتِ خود انهن سان محبت ڪري ٿو، اهڙي طرح اُهي به بذاتِ خود ان سان محبت ڪن ٿا. انهي ۾ ضمير جو مرجع ذات ڏانهن آهي، صفات ۽ اوصاف ڏانهن ڪونهي".

## عام محبت

هڪڙي بزرگ جو قول آهي "عاشق صادق جي لاءِ شرط هي آهي ته هن تي محبت جي سڪرات طاري هجي. جيڪڏهن ائين نه هوندو ته ان جي محبت حقيقي ڪانهي".

اهڙي طرح محبت جا به قسم آهن. عام ۽ خاص. عام محبت جي تشريح تعميل حڪم سان هوندي آهي. ڪن وقتن ۾ محبت مرڪز علم ڪان، احسانن ۽ نعمتن جي ڪري صادر ٿيندي آهي ان قسم جي محبت جو سرچشمو صفات آهن.

ڪن مشائخن محبت کي روحاني مقامات ۾ شامل ڪيو آهي، اهڙي صورت ۾ انهيءَ مان مراد اها عام محبت آهي جنهن ۾ انسان جي تدبير ۽ ڪوشش کي دخل حاصل هجي.

## خاص محبت

خاص محبت، محبت ذات آهي جيڪا روح جي مشاهدي سان پيدا ٿيندي آهي ۽ انهي محبت ۾ انسان تي سڪرات جهڙي حالت طاري هوندي آهي. اها خداءِ ڪريم جي پاران پنهنجي ٻانهي تي خاص احسان ۽ عنايت آهي. ان جو تعلق احوال سان آهي ڇوته اهو صرف عطيو خداوندي آهي. انهي ۾ تدبير ۽ ڪوشش جو ڪوبه دخل ڪونهي ۽ اهوئي رسول الله ﷺ جن جي مٿئين ارشاد جو مطلب آهي، ڇوته اهو ڪلام روح جي وجداني ڪيفيت جو نتيجو آهي، جيڪو محبت ذات ڪان لذت ياب آهي. بلڪ اها خاص محبت روح آهي ۽ اها محبت جيڪا صفات الاهي جي مطالعي ۽ ايمان جي مرڪز ڪان ڦٽندي آهي انهي روح جو قالب آهي.

جڏهن انهن جي اها خاص محبت صحيح طريقي سان ظاهر ٿئي ته اهي ماڻهو ارشاد خداوندي جي مطابق مؤمنن سان عاجزي اختيار ڪندا آهن ڇوته عاشق صادق، محبوب ۽ ان جي پسنديده ماڻهن جي اڳيان عاجزي اختيار ڪندو آهي ۽ هي شعر پڙهندو آهي: (ترجمو) هڪ اک هزارن کي فدا ڪري ٻچائبي آهي ۽ محبوب گرامي جي لاءِ هزارين ماڻهن جي تعظيم ڪبي آهي".

## روحاني احوالن جو بنياد

اها خالص محبت اهڙي طرح سڀني اعليٰ روحاني احوالن جو بنياد ۽ انهن جو سرچشمو آهي، جهڙي طرح توبه روحاني مقامن جو اصل بنياد آهي ۽ جيئن ته اسان هيئنر بيان ڪري چڪا آهيون جيڪو شخص پنهنجي توبه کي مڪمل طريقي سان درست ڪري، اهو زُهد و رضا ۽ توڪل جا سڀئي مقام حاصل ڪري سگهي ٿو. اهڙي طرح جنهن جي هي خاص محبت صحيح هجي، اهو فنا ۽ بقا، صحو ۽ محو وغيره جي سڀني روحاني احوالن کي حاصل ڪري سگهي ٿو. انهي محبت خاص جي لاءِ توبه جسم جي

حيثيت رکي ٿي، ڇوتہ انهي ۾ اها عام محبت شامل آهي جيڪي انهي محبت جو قالب آهي.

## محبوبن جو طريقو

ڪوبہ ماڻهو محبوبن جو طريقو اختيار ڪري جيڪو محبت جي واٽ جو هڪ خاص طريقو آهي ان ڪي روحاني ڪمال حاصل ٿيندو ۽ خاص محبت، عام محبت جي ان قالب سان جنهن تي "توبة النصوح" مشتمل آهي گڏجي پوندي. جڏهن هو انهي طريقي کي مڪمل ڪري وٺندو، تڏهن روحاني مقامن جي مختلف صورتن ۾ تبديل ڪونہ ٿيندو. ڇوتہ مقاماتن جي مختلف صورتن ۾ بدلجڻ ۽ هڪ جڳهہ کان ترقي ڪري ٻي جاءِ تي پهچڻ ابتدائي عاشقن ۽ مجاهدن جو طريقو آهي. جيئن تہ خدا پاڪ فرمائي ٿو: (ترجمو) "جيڪي ماڻهو اسان جي راهہ ۾ جهاد ڪن ٿا، اسان انهن کي پنهنجو رستو ڏيکاريون ٿا".

ٻي آيت ۾ فرمايو آهي "جيڪو انهي ڏانهن رجوع ڪندو آهي، ان کي اهو هدايت ڏيندو آهي". هن آيت ۾ سچي عاشق جي حق ۾ رجوع ڪرڻ هدايت جو اصل سبب ٻڌايو ويو آهي پر محبوب جي حق جي باري ۾ هيءَ وضاحت ڪئي آهي تہ "جنهن کي چاهي ان کي برگزيده ڪري". ان ۾ تدبير ۽ ڪوشش کي برگزيده ڪرڻ جو سبب ڪونہ ٻڌايو آهي.

## خاص محبت جا نتيجا

جيڪو محبوبن جي طريقي کي اختيار ڪندو آهي، اهو روحاني مقامن جي ڦيرگهير جي هنڌ (بساط) کي گڏ ڪري وٺندو آهي، بلڪ انهن روحاني مقامن جون خالص وصفون بہ مڪمل طريقي سان ان کي خودبخود حاصل ٿي ويندون آهن. اهو مقامن جو پابند ڪونہ هوندو آهي بلڪ مقامات ان جا پابند هوندا آهن جو اُهي انهن جي اندران انهن جا سيئي وصف ڪڍي وٺندا آهن. ان جو سبب هي آهي تہ جڏهن خاص محبت جا انوار و تجليات ان جي دل جي گهر کي منور ڪندا آهن تڏهن اهو نفس جي انهن سيني صفتن ۽ وصفن جي لباس کي لاهي اڇلائيندو آهي جن جي اڳتي هلي

روحاني مقامات اصلاح ڪندا آهن، جهڙي طرح زاهد ان کي نفساني رغبت کان پاڪ ۽ صاف ڪندو آهي ۽ توڪل ان جي ڪم اعتمادي کي دور ڪندي آهي جيڪا نفس جي جهالت کان پيدا ٿيندي آهي. رضا، ڪشمڪش ۽ منازعت جي رڳن کي ڦڙڪڻ کان باز رکندي آهي. اها ڪشمڪش انهي لاءِ هوندي آهي ته نفس ۾ ان وقت تائين جمود (ٺهراءُ) باقي رهي، جيستائين خاص محبت جو سج نه چمڪي اهڙي طرح نفس بدستور انڌيري ۽ جمود ۾ رهندو آهي.

## مقامات کان بي نيازي

جڏهن خاص محبت رونما ٿيندي آهي تڏهن نفس فرم ٿي ويندو آهي ۽ ان جو جمود ويندو رهندو آهي. انهي ڪري اهڙي موقعي تي زهد ان جي نفساني رغبت کي ڪيئن ٿو دور ڪري سگهي؟ جڏهن ته محبت خاص ان جي مڙني خواهشن کي ساڙي ڇڏيو هجي. اهڙي طرح توڪل ڪهڙي اصلاح ڪندي؟ جڏهن ته خداءِ ڪارساز جو مشاهدو ان جي بصيرت جي اندر موجود هجي ۽ رضا ان جي ڪشمڪش جي رڳن کي ڪهڙو سڪون پهچائيندو. جڏهن ته ان جو سراپا صحيح سالم نه هجي؟

شيخ رودباري رحه جو قول آهي ته "جيستائين اوهين پنهنجي هستي کان ٻاهر نه ٿيندؤ، ان وقت تائين اوهين محبت جي سرحد ۾ داخل نٿا ٿي سگهو". شيخ ابويزيد رحه جو قول آهي ته "جنهن کي ڪنهن جي محبت قتل ڪري ڇڏي ان جو خون بها (فديو) هيءُ آهي ته اهو ان جو جلوه ڏسي وٺي ۽ جنهن کي ان جو محبوب ماري وجهي، ان جو فديو هيءُ آهي ته محبوب پنهنجي عاشق کي پنهنجو هم نشين بنائي".

بهرحال مقامات جي ڦيرگهير ۾ بدلجڻ عام عاشقن جو طريقو آهي ۽ انهن ڦيرن گهيرن جي موڙن کي طيءِ ڪرڻ عاشقانِ خاص جو شيوو آهي. هي اُهي محبوب آهن جن جا بلند حوصلا روحاني مقامن کي پوئتي ڇڏي ويا آهن. ڪٿي اهي مقامات آسمانن تي ڇونه هجن. بلڪ اهي روحاني مقامات انهن ماڻهن جون منزلون آهن جيڪي پنهنجي هستي جا باقي مانده آثارن جي دامن سان ڦاسي ڪري ترڪندا رهندا آهن.

# مقامات جو طريقو

هڪڙي بزرگ شيخ ابراهيم خواص رحہ کان پڇيو تہ "تصوف اوهان کي ڪٿي پهچايو آهي؟" ۽ هن چيائين "توڪل تائين" ان بزرگ چيو "تون اجا تائين پنهنجي باطن کي آباد ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو آهين، ان منزل کان تمام پري آهين، جتي توڪل ۾ فنا ٿي ڪري خداءِ ڪارساز جو ديدار ڪري سگهين". جڏهن نفس پنهنجي صفت کي برقرار رکندي زهد جي دائري کان نڪرڻ جي ڪوشش ڪري تہ زاهد پنهنجي زهد جي ڪري ان کي وري انهي دائري ۾ واپس آڻيندو آهي. اهڙي طرح جڏهن متوڪل جو نفس جنبش ڪندو آهي يا راضي برضا جو نفس متحرڪ ٿيندو آهي، تڏهن هر صورت ۾ ان کي پنهنجي خاص دائري ڏانهن موٽايو ويندو آهي. ڇوتہ نفس جون اهي حرڪتون وجود جي باقي آثارن ۾ جيڪي علم جي اصلاح جا محتاج آهن، اهڙي حالت ۾ پري کان قربِ خداوندي جي بادِ نسيم (ٿڌڙي هير) جا جهوٽا ايندا آهن. جنهن جو جيترو قَدر علم هوندو آهي، اوترو قدر اهو بندگي جو حق ادا ڪندو آهي ۽ انهي جي مطابق ان جي ڏک ڏوڙ هوندي آهي.

پر جيڪو شخص خاص طريقو اختيار ڪري اُهو انهن آثارن کان لطفِ خداوندي جي انوار و تجليات ۾ پوشيده ٿي ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندو آهي. بلڪہ جيڪو نور قرب خدائي جو لباس ڍڪي ۽ ان جو روح هميشہ ان ڏانهن مائل ٿي ڪري حادثن ۽ انقلاب کان محفوظ هجي تہ نہ تہ ان کي ڪنهن شيءِ جي طلب پريشان ڪندي آهي ۽ نہ وري ڪنهن شيءِ جي ڪسجي وڃڻ جي ڪري ان کي ڏک ٿيندو آهي، ايستائين جو مقاماتِ زُهد، توڪل ۽ رضا انهي ۾ خودبخود موجود هوندا، مگر اهو (خود) انهن ۾ موجود ڪونہ هوندو آهي يعني جنهن حالت ۾ اهو زندگي بسر ڪري، صحيح معنيٰ ۾ زاهد آهي، ڪٿي اهو دنيا ڏانهن ظاهر ۾ لاڙو رکندڙ ڇونہ هجي. ڇوتہ ان جو تعلق پنهنجي نفس سان ڪونهي، بلڪہ الله پاڪ سان آهي، اهڙي طرح اهو متوڪل آهي، ڪٿي اهو ظاهري اسبابن ڏانهن ڌيان رکي، بلڪہ اهو راضي برضا بہ آهي، ڪٿي انهي ۾ ڪراهت جو جذبو نظر اچي، ڇوتہ ان جي ڪراهت نفس کان آهي ۽ انهي جو نفس حق جي لاءِ وقف

آهي، انهي ڪري ان جي اها ڪراهت بہ حق جي لاءِ آهي. بهرحال انهي حالت ۾ پهچڻ ڪانپوءِ ان ڪي ان جو پنهنجو نفس پنهنجي خواهش ۽ صفتن سان واپس ڪيو ويو آهي. پر اهو نفس پاڪيزه ۽ عطيہ خدائي بنجي لطيف ٿي ويو آهي. هاڻي ان جو ورد دوا بنجي ويو آهي ۽ بيماري ئي ان جو علاج ۽ شفا آهي. صرف مولىٰ جي طلب ان جي لاءِ زهد، توڪل، رضا ۽ ٻيا ارڪان روحاني مقاماتن جي قائم مقام بنجي ويا آهن.

## محبت جي حقيقت

حضرت رابعہ بصري رحہ فرمائي ٿي "الله جي عاشق جي دانهہ ۽ ڪوڪ ڪي ان وقت چين ڪونهي جيستائين جو هو پنهنجي محبوب وٽ نہ پهچي وڃي." ابوعبدالله قرشي فرمائي ٿو "محبت جي حقيقت هي آهي تہ اوهين پنهنجي محبوب تي هر شيءِ قربان ڪري ڇڏيو ۽ اوهان وٽ ڪابہ شيءِ باقي نہ رهي".

شيخ ابوالحسن وراق رحہ جو قول آهي تہ "الله جي شديد محبت ڪان سرور حاصل ٿيندو آهي بلڪ محبت قلب جي اُها باهہ آهي جيڪا هر پليتي ڪي ٻاري ڇڏيندي آهي".

شيخ يحيىٰ بن معاذ جو قول آهي تہ "عاشقن جو صبر زاهدن جي صبر ڪان سخت تر آهي. تعجب آهي تہ انسان پنهنجي محبوب ڪان ڪيئن صبر ڪري سگهي ٿو؟"

هڪڙي بزرگ جو قول آهي تہ "جيڪو شخص گناهن ۽ حرام شين ڪان پرهيز ڪرڻ ڪانسواءِ خدا جي محبت جي دعوىٰ ڪري اُهو سخت ڪوڙو آهي، جيڪو خرچ ڪرڻ ڪانسواءِ بهشت جي محبت جي دعوىٰ ڪري اُهو ڪوڙو آهي، جيڪو بہ فقيرن سان محبت ڪرڻ ڪانسواءِ رسول الله ﷺ جن جي محبت جي دعوىٰ ڪري اُهو بہ دروغ گو آهي".

حضرت رابعہ بصري رحہ هي شعر پڙهندي هئي: (ترجمو)

(١) اوهين خدا پاڪ جي نافرماني بہ ڪندا آهيو ۽ ان جي محبت جو دم بہ هڻندا آهيو. خدا جو قسم! اها نهايت ئي عجيب ڳالهہ آهي.

(٢) جيڪڏهن اوهان جي محبت سچي هجي ها تہ اوهين ان جي اطاعت ڪريو ها، ڇوتہ عاشق پنهنجي محبوب جو مطيع ۽ فرمانبردار هوندو آهي.

## روحانيت جي بنيادي ڪسوٽي

محبت روحاني احوال جي لاءِ اُهائي بنيادي حيثيت رکي ٿي، جيڪا حيثيت روحاني مقامات ن جي لاءِ توبه جي آهي، انهي ڪري جڏهن ڪو روحاني حال جي دعويٰ ڪري ته انکي پرکجي ۽ جيڪو محبت جي دعويٰ ڪري انجي توبه تي غور ڪجي ڇوته توبه محبت جي روح جو قالب آهي ۽ انهي تي ان جو دارومدار آهي. ڇوته روحاني احوال اعراض (غير مستقل شيون) آهن، جيڪي روح جي جوهر سان قائم رهندا آهن.

شيخ سمنون رحه جو قول آهي ته "خدا جا عاشق دنيا ۽ آخرت جي انتهائي عزت ۽ ڪرامت وٺي ويا آهن ۽ جيئن ته نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي ته "انسان پنهنجي محبوب ساڻ رهندو آهي". اُهي ذات باري تعاليٰ سان گڏ آهن. شيخ ابو يعقوب السوسي رحه فرمائي ٿو "صحيح محبت جو اطلاق انهي وقت ٿيندو آهي. جڏهن اوهين محبت جي مشاهدي مان نڪري محبوب جي مشاهدي (جي دائري) ۾ پهچي وڃو. ان جو طريقو هي آهي ته محبت جو علم فنا ٿي پئي، جڏهن ته ان جو محبوب غائب هجي ۽ ان جو محبت سان تعلق نه رهي ۽ جڏهن سچو عاشق انهي تعلق ڏانهن پهچي ويندو آهي تڏهن اهو بغير محبت جي عاشق هوندو آهي.

## محبوب جون صفتون اختيار ڪرڻ

حضرت جنيد بغدادي رحه کان جڏهن محبت جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن پاڻ چيائون ته "محبت هي آهي ته عاشق پنهنجين صفتن کي تبديل ڪري محبوب جون صفتون اختيار ڪري". اهوئي حديث قدسي جي انهن الفاظن جو مفهوم آهي "جڏهن آئون انهي سان محبت ڪندو آهيان تڏهن ان جي ٻڌڻ جي طاقت ۽ بينائي بنجي ويندو آهيان."

## محبت جي ڪشش

جڏهن محبت صاف ۽ ڪامل ٿي ويندي آهي تڏهن هو پنهنجن وصفن سان پنهنجي محبوب ڏانهن مائل هوندي آهي، پر جڏهن پنهنجي انتهائي

جدوجهد کي پهچندي آهي تڏهن توقف ڪندي آهي. آخرڪار ڪمال محبت انهي مخلص عاشق جي دستگيري ڪندي آهي جيڪو سچي محبت ۽ انتهائي جدوجهد جي باوجود پنهنجي مقصد ۾ عاجز هجي. ان وقت محبت ازراه همدردي محبوب جي صفتن کي پنهنجو پاڻ اندر جذب ڪري وٺندو آهي. ايستائين جو عاشق محبوب جي صفتن کي جذب ڪري ان جا فائدا به حاصل ڪندو آهي ۽ هينئن جهونگارڻ لڳندو آهي (شعرن جو ترجمو): آئون ۽ محبوب هڪ آهيون. اسان ٻنهي جا روح هڪ قالب ۾ سمائجي ويا آهن ۽ اسان هڪ ٻئي کي هڪ ئي نگاه سان ڏسندا آهيون". جيڪي ڪجهه اسان بيان ڪيو آهي اُهو رسول الله ﷺ جن جي هن قول جي تشريح آهي:

**تخلقوا باخلاق الله.**

**ترجمو:** اوهين الله جا اخلاق اختيار ڪريو.

بهرحال جڏهن نفس مڪمل طور تي پاڪيزه اصلاح يافته ٿي ويندو آهي تڏهن هو محبت الاهيءَ جي قابل بنجي ويندو آهي ۽ قانونِ قدرت جي مطابق الله پاڪ پنهنجن دوستن جو تزڪيه نفس غيبي امداد سان ڪندو آهي. اهڙي طرح جڏهن نفس پاڪيزه ٿي وڃي ۽ اهو روح کي محبت جي ڪشش سان پاڻ ڏانهن جذب ڪري ته ان وقت اهو ان کي پنهنجون صفتون ۽ اخلاقن جون خلعتون پارائيندو آهي. اهو مرتبو وصول جو آهي.

## وصول جو مرتبو

ڪڏهن وري باطني شوق انهي مرتبي کان اڳتي جون شيون به انهي لاءِ طلب ڪندو آهي جو خدا جون بخششون غير محدود آهن. پر ڪڏهن اهو موجوده عطيه خدائي تي قانع ٿي ويندو آهي. ان وقت انجي شوق جي باهه ٿڌي ٿي ويندي آهي. البته شوق ۽ ذوق ڪان ئي عطا ڪيل صفتون مرتبه وصول تي چڱي طرح ويهنديون ۽ برقرار رهنديون آهن ۽ جيڪڏهن شوق ۽ ذوق ان جو محرڪ نه هجي ها ته ان کي پوئين پير واپس اچڻو پوي ها ۽ نفس جون صفتون غالب ٿي ڪري انسان ۽ ان جي قلب جي وچ ۾ حائل ٿي پونديون.

جيڪڏهن وصول (ميلاپ) جو مفهوم اسان جي مٿئين بيان جي برخلاف سمجهي يا ڪو ٻيو نظريو ان جي ذهن ۾ ويٺل هجي ته سمجهو ته

اهو لاهوت ۽ ناسوت جي باري ۾ عيسائي مذهب کان متاثر آهي.

## نُور يقين

استغراق جي مسئلي ۽ فنا جي باري ۾ سيني مشائخن جي اقوالن جو نتيجو اهوئي آهي ته محبت جو مقام نورِ يقين جي غلبي کان حاصل ٿيندو آهي جڏهن باقي رهيل ٿيڏانءِ دور ٿي وڃي ۽ انسان نفس جي موجوده آلائشن کان پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي، تڏهن ان وقت قلب تي ذڪر جي اثر کان حق اليقين حاصل ٿيندو آهي. پوءِ صحيح محبت هجڻ ڪانپوءِ روحاني احوال ظاهر ٿيندا آهن.

## عشق جو درد

جڏهن حضرت شبلي رحہ کان محبت جي باري ۾ پڇيو ويو، تڏهن چيائين ته "اهو اهڙو جامِ شراب آهي، جنهن ۾ درد هوندو آهي. جيڪڏهن ان جو هوش ۽ حواس تي اثر ٿي پئي ۽ نفسن ۾ جاڳزين ٿي وڃي ته اُهي نيست و نابود ٿي پون".

## محبت جو ظاهر ۽ باطن

چون ٿا محبت جو ظاهر ۽ باطن هوندو آهي، ان جو ظاهري حصو هي آهي ته محبوب جي خوشنودي حاصل ڪجي. باطني حصو هي آهي ته اُهو محبوب تي ايتري قدر قربان هجي جو ان کي ڪنهن بہ شيءِ جو هوش نہ رهي ۽ ان جو تعلق نہ ٻين سان قائم رهي ۽ نہ پنهنجي ذات سان ڪو بہ لڳاءُ باقي رهي. شوق ۽ ذوق محبت جو اعليٰ جذبو آهي ۽ جيڪو عاشق صادق هوندو اُهو هميشہ شوق ۽ ذوق رکندو آهي. ان جو سبب هي آهي ته خدا جي قدرت جي ڪابہ انتها ڪانهي، انهي ڪري جڏهن عاشق صادق ڪنهن روحاني حالت تي پهچندو آهي تڏهن هو سمجهندو آهي ته ان کان اڳئين حالت زياده مڪمل آهي. بقولِ شاعر (ترجمو) عشق منهنجو، حسن تنهنجو هڪ ئي درجي تي آهي.

حسن بي پايان آهي جيڪڏهن، تہ عشق آهي لاانتها.

محبت جو اهو ذوق جيڪو دل ۾ پيدا ٿيندو آهي، ڪوشش ۽ تدبير جو نتيجو ڪونهي، بلڪ خدائي دين آهي جيڪو هو پنهنجن خاص عاشقن کي عطا ڪندو آهي.

## اهل محبت کي خدائي پيغام

شيخ احمد بن ابي الحواري رحہ فرمائي ٿو "آئون شيخ ابوسليمان الداراني رحہ وٽ آيس تڏهن کين روئندي ڏٺم، مون چيو "اوهان ڇوٽا روئو. الله اوهان تي رحم ڪري؟" فرمايائين "اي احمد! جڏهن رات جو انڌارو ٿيندو آهي تڏهن اهلِ محبت جا قدم وڇائجي پوندا آهن ۽ سندن ڳلن تي لڙڪ وهڻ لڳندا آهن. ان وقت خدا پاڪ انهن ڏانهن متوجہ ٿي فرمائيندو آهي: اُهي ماڻهو منهنجي نظرن جي اڳيان آهن، جيڪي منهنجي ڪلام ڪان لذت ياب آهن ۽ منهنجي مناجات ڪان سڪون حاصل ڪندا آهن، مان انهن جي خلوت گاهن ڪان واقف آهيان، انهن جي دانهن، ڪوڪن کي سڻان ٿو ۽ انهن کي گريہ و زاري ڪندي ڏسان ٿو. اي جبرئيل عہ! اعلان ڪر تہ اوهان کي اهو روئندي ڇوٽو ڏسان، ڇا اوهان کي ڪنهن خابرو (مخبر) ٻڌايو آهي تہ ڪو محبوب پنهنجن دوستن کي باھ جي سزا ڏيندو آهي؟ تہ پوءِ منهنجي لاءِ اهو ڪيئن مناسب آهي جو مان انهن ماڻهن کي عذاب ۾ مبتلا ڪريان، جيڪي رات جي انڌاري ۾ منهنجي خوشامد ڪندا آهن، آئون قسم کڻي ٿو ڇوان تہ جڏهن اهي ماڻهو قيامت جي ڏينهن مون وٽ ايندا تہ کين پنهنجو جلوه ڏيکاريندس ۽ رياض قدس انهن جي لاءِ وقف ڪندس".

## شوق محبت

هيءُ انهن سچن عاشقن جو حال آهي، جيڪي مقامِ شوق تي فائز آهن، محبت ۾ ذوق و شوق جو اُهوئي درجو آهي جيڪو توبہ جي مقام ۾ زُهد جو آهي، جهڙي طرح توبہ کانپوءِ زُهد ظاهر ٿيندو آهي، اهڙي طرح جڏهن محبت چڱي طرح گهر ڪري وجي تڏهن محبت جو ذوق و شوق خودبخود پيدا ٿيندو آهي. هڪڙي آيت شريف آهي:

قَالَ هُمۡ اُولَآءِ عَلٰيٓ اَثَرِيۡ وَ عَجِلۡتُ اِلَيۡکَ رَبِّ لِتَرۡضٰيٰ. (سورة طه - پ ١٦)

ترجمو: موسيٰ (عليه السلام) چيو تہ اُهي ماڻهو مون پٺيان آهن، اي منهنجا پالڻهار! آئون جلدي تو ڏانهن آيس جيئن تہ تون راضي ٿئين.

شيخ واسطي رحہ فرمائيٰ ٿو تہ "هن آيت مان محبت جو ذوق و شوق ۽ ٻين شين کان حقارت جو اهو جذبو ظاهر ڪري ٿو تہ حضرت موسيٰ عليه السلام کي خدا سان هم ڪلاميءَ جو ايتري قدر شوق ٿيو جو پاڻ عليه السلام تورات شريف جي تختين کي انهيءَ لاءِ اچالائي ڇڏيائون تہ ائين نہ ٿئي جو همڪلامي جو موقعو ويندو رهي.

شيخ ابو عثمان رحہ فرمائي ٿو تہ "شوق محبت جو ثمر آهي، جنهن کي الله سان محبت هوندي آهي، اهو ان سان ملاقات جو شائق بہ هوندو آهي" خدا پاڪ فرمائي ٿو "بيشڪ الله جي مدت ضرور اچڻ واري آهي". ان جي وضاحت ڪندي شيخ موصوف فرمايو آهي تہ ارشاد الاهي جو مفهوم هي آهي "مون کي خبر آهي توتي منهنجي ديدار جو شوق غالب آهي. انهي لاءِ مون تنهنجي ملاقات لاءِ هڪڙو وقت مقرر ڪري ڇڏيو آهي، عنقريب تون ان وٽ پهچي ويندين جنهن جو مشتاق آهين".

شيخ ذوالنون رحہ فرمائي ٿو تہ "شوق اعليٰ درجو ۽ اعليٰ مقام آهي، جڏهن انسان انهي مقام تي پهچي ويندو آهي تڏهن پنهنجي پالڻهار جي شوق ۽ ان سان ملاقات ۽ ديدار جي اُميد ۾ موت جي دير (تاخير) کي برو سمجهندو آهي".

## شوق جو ٻيو مفهوم

منهنجي خيال ۾ اهو ذوق ۽ شوق جنهن جو دنيا ۾ درجن جي ملڻ جي اميد ۾ اظهار ڪبو آهي، انهي شوق ۽ ذوق کان مختلف آهي، جنهن ۾ مرڻ کانپوءِ ديدار الاهي جي توقع هوندي آهي، بلڪ الله تعاليٰ دنيا ۾ ئي اهلِ محبت کي انهن روحاني نعمتن سان مالامال ڪري ڇڏيندو آهي، جن کي هو

چاهت ۽ شوق سان طلب ڪندا آهن ۽ ڪين ان جو علم بہ ٿي ويندو آهي بلڪ انهن جو ذوق ۽ شوق علم ۾ بدلجي ويندو آهي. انهي ڪري اهو ضروري ڪونهي تہ جيڪو بہ مقامِ شوق تي پهچي وڃي اُهو موت جي ڏيکھ (تاخير) کي برو سمجهي، بلڪ گهڻا هوشمند سچا عاشق صرف الله جي خاطر زندگي ڪان لطف اندوز ٿيندا آهن. جيئن تہ رب ڪريم نبي پاڪ ﷺ جن ڪان چورايو:

قُلْ اِنَّ صَلوٰتِيْ وَ نُسُكِيْ وَ مَحْيَايَ وَ مَمَاتِيْ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ. (انعام - پ ٨)

**ترجمو:** اي محبوب ﷺ! چئہ تہ منهنجي نماز، منهنجون مذهبي رسمون ۽ منهنجي زندگي ۽ موت صرف الله جي لاءِ آهي جيڪو سيني جهانن جو پالينڊڙ آهي.

جنهن انسان جي زندگي الله جي لاءِ وقف هجي تہ الله تعاليٰ ان کي مناجات ۽ محبت جي لذت عطا فرمائيندو آهي ۽ ان جي اک انهي نوراني دولت ڪان بهره ور ٿي ويندي آهي. ان ڪانپوءِ اهو دنيا ۾ ان کي اهڙيون روحاني نعمتون بہ عطا فرمائيندو آهي جيڪي شوق جي مقام تي فائز ٿيڻ جو نتيجو هونديون آهن ۽ انهن جو موت ڪانپوءِ زندگي جي شوق سان ڪوبہ تعلق ڪونہ هوندو آهي.

## شوق جي مقام ڪان انڪار ڪرڻ

هڪڙي بزرگ شوق جي مقام ڪان قطعي انڪار ڪيو آهي بلڪ هينئن چيو آهي تہ شوق انهي شيءِ جو هوندو آهي جيڪا غائب هجي، پر (مشاهدي ۽ معرفت جي حالت ۾) چا حبيب ڪان محبوب غائب رهندو آهي جو ان جي مشتاق هجڻ جو سوال پيدا ٿئي؟ انهي ڪري جڏهن شيخ انطاڪي رحہ ڪان شوق جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن پاڻ چيائين تہ "شوق غائب جو هوندو آهي، پر جڏهن ڪان مون ڪيس پاتو آهي ان ڪان غائب ڪونہ ٿيو آهيان".

منهنجي راءِ ۾ شوق جي بلڪل انڪار جو ڪوبہ سبب ڪونهي، چوتہ جڏهن روحاني نعمتن جا مرتبا جيڪي قرب خداوندي جون نشانيون آهن. غير محدود هجن تہ اهڙي صورت ۾ عاشق جي شوق جو انڪار ڪرڻ

ڪيئن ممڪن آهي؟ جيستائين وجود جو تعلق آهي هو نه ته غائب آهي ۽ نه وري مشتاق، پر طالب حق انهن مرتبن جو مشتاق ضرور آهي، جن ڪي هو قربِ خداوندي جي نشانين ۾ ڪونه ڏسندو آهي. جڏهن ان ڪي اها شيءِ حاصل نه ٿئي ته ان جي لاءِ انهي ۾ شوق ۽ ذوق جو جذبو پيدا ٿيندو آهي. انهي لاءِ شوق جي حالت جو انڪار نٿو ڪري سگهجي.

## شوق جو ٻيو سبب

ان (جذبه شوق جي پيدا ٿيڻ) جو ٻيو سبب هي آهي ته انسان جي اندر بتقاضاءِ بشريت ڪيترين ئي ڳالهيون اهڙيون موجود آهن، جيڪي علم جي معيار (ڪسوٽي) تي پوريون نٿيون لهن. انهي لاءِ روحاني حال انهن ڪي اعليٰ معيار تي آڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ اهڙين شين جو وجود شوق ۽ ذوق جي باهه ڪي ڀڙڪائيندو آهي. ڇوته شوق جو اصل مفهوم هي آهي جو اُهو اهڙو باطني مطالبو آهي، جيڪو مقامِ قرب جي منزلن ڏانهن آماده ڪري. جيئن ته راهِ حقيقت جي هيءَ تڙپ سچن عاشقن ۾ ڏسبي آهي. انهي ڪري شوق جي جذبي ڪان منڪر ٿيڻ جو ڪوبه سبب ڪونهي.

صوفين جي هڪڙي جماعت جو هي خيال آهي ته مشاهدي ۽ ديدار جو شوق دوري ۽ وڇوڙي جي شوق ڪان زياده سخت هوندو آهي. وڇوڙي جي حالت ۾ ته صرف ديدار جو شوق هوندو آهي. پر ديدار ۽ مشاهدي جي حالت ۾ اهلِ حق، محبوب جي فضل و عنايت جو مشتاق هوندو آهي. هي راءِ منهنجي نزديڪ وڌيڪ پسنديده آهي.

## شوق جي اهميت

شيخ فارس رحہ جو قول آهي ته "شوق وارن جون دليون الله جي نور ڪان منور آهن. جڏهن سندن دليون شوق جي جذبي ڪان وجد ڪنديون آهن تڏهن انهي نور ڪان اوپر اولهه جڳمڳي اُٿندا آهن. ان وقت الله تعاليٰ اهلِ شوق کي ملائڪن جي روبرو ڪري فرمائيندو آهي "هي اُهي ماڻهو آهن جيڪي منهنجا مشتاق آهن، انهي ڪري آئون اوهان کيّ شاهد ڪري چوان ٿو ته مان به سندن مشتاق آهيان".

شيخ ابو يزيد رحہ فرمائي ٿو تہ "جيڪڏهن الله تعاليٰ اهلِ جنت کي پنهنجي ديدار کان محروم رکي تہ اهلِ جنت، بهشت جي خلاف بہ اهڙائي فريادي ٿيندا، جيئن دوزخ وارا دوزخ کان پناهہ گهرن ٿا".

شيخ ابن عطاءِ رحہ کان شوق جي باري ۾ پڇيو ويو تڏهن چيائين "شوق جگر جو درد آهي، اهو دلين جي شعلہ زني ۽ قرب کانپوءِ وڇوڙي جي ڪري جگر خراشيءَ جو نتيجو آهي".

ڪنهن بزرگ کان پڇيو ويو تہ "شوق اعليٰ آهي يا محبت؟" چيائين "محبت اعليٰ آهي ڇوتہ شوق انهيءَ مان پيدا ٿيندو آهي. اهوئي سبب آهي تہ شوق وارو اُهوئي هوندو آهي، جنهن تي محبت جو غلبو هجي، انهي ڪري محبت اصل بنياد آهي ۽ شوق انهي جي ٽاري آهي".

## شوق ۽ اشتياق

شيخ نصرآبادي رحہ چيو آهي تہ "سڀ مخلوق مقام شوق تي سرفراز هوندي آهي، پر هر شخص اشتياق جي مقام تي فائز ڪونہ ٿيندو آهي ڇوتہ هيءُ اُهو مقام آهي جو جڏهن ڪو انهي ۾ داخل ٿي وڃي تہ انهي ۾ پٽڪندو ئي رهندو آهي. ايستائين جو انهي ۾ نہ ان جو ڪو نشان باقي رهندو آهي ۽ نہ ٽڪاڻو.

## انس

انس بہ هڪڙو روحاني حال آهي جڏهن حضرت جنيد رحہ کان انس جي باري ۾ پڇيو ويو، تڏهن چيائين "انس هي آهي تہ رعب ۽ هيبت برقرار رهندي تڪلف (حشمت) هلي وڃي".

حضرت ذوالنون رحہ کان پڇيو ويو تہ اُنس ڇا آهي؟ تڏهن چيائين "اُنس هي آهي تہ عاشق محبوب کان بي تڪلف ٿي وڃي." جيئن تہ حضرت ابراهيم خليل الله عليہ السلام خدا کي هيءُ عرض ڪيو تہ "مون کي ڏيکار تہ مئلن کي ڪيئن زنده ڪرين ٿو؟" اهڙي طرح حضرت موسيٰ عليہ السلام چيو "مون کي پنهنجو جلوو ڏيکار جو آئون تنهنجو ديدار ڪريان". انهي مفهوم ۾ شيخ رويم رحہ جا هي شعر آهن: (ترجمو)

(۱) تو منهنجي دل کي پنهنجي ياد ۾ مشغول ڪري ڇڏيو آهي، انهي لاءِ مون کي سڄي عمر ۾ تنهنجو ئي ڌيان رهندو.

(۲) تو پنهنجي محبت کان ايتري قدر مانوس ڪري ڇڏيو آهي جو هاڻي مون کي سڄي مخلوق کان گهٻراهٽ ٿيندي آهي.

(۳) تنهنجي يادگيري ئي منهنجي غمخوار آهي، جيڪا مون کي هر وقت تنهنجي طرف کان ڪاميابي جي خوشخبري ٻڌائي ٿي.

(۴) اي منهنجي ارادن جا مالڪ! آءٌ ڪٿي به رهان، منهنجو نظر هميشه توڏانهن لڳل رهي ٿو.

## خدا سان انس

روايت آهي ته مطرف بن شيخر رحه حضرت عمر بن عبدالعزيز رحه کي لکيو ته "تون هميشه الله سان مانوس رهه، ۽ انهي جو ٿي رَهه، جيئن ته الله جا بندا اهڙا به آهن جيڪي خدا سان پنهنجي اڪيلائي ۾ انسانن جي محفلن کان وڌيڪ مانوس ٿيندا آهن، بلڪ جن شين کان عام ماڻهن کي وڌيڪ گهٻراهٽ ٿيندي آهي، اُهي انهن ئي شين کان زياده مانوس ٿيندا آهن ۽ جن شين کان اُهي سڀ کان وڌيڪ مانوس آهن. انهن کان ڪين سڀ کان وڌيڪ وحشت ٿيندي آهي.

شيخ واسطي رحه فرمائي ٿو "جيڪو ڪائنات کان بيزار نه هجي، اُهو مقام انس تائين نٿو پهچي سگهي".

شيخ ابوالحسن وراق رحه جو قول آهي ته "جيڪو خدا کان مانوس هوندو آهي. اُهو ان جي تعظيم به ڪندو آهي، ڪٿي عام مانوس شين جي تعظيم ۽ هيبت دل مان ڪڇي ويندي آهي، پر الله جي ذات اهڙي آهي جو جيتري قدر اوهين ڪائنس مانوس رهندؤ، اوتري قدر اوهان جي دل ۾ ان جي هيبت ۽ عزت وڌندي ويندي".

حضرت رابعه بصري رحه جو ارشاد آهي ته "هرهڪ فرمانبردار پنهنجي محبوب سان محبت رکندو آهي. انڪانپوءِ هي شعر پڙهيائين: (ترجمو)

(۱) آئون دل ئي دل ۾ توسان ڳالهيون ڪندي رهندي آهيان. جڏهن ته منهنجو جسم ان جي ويجهو هوندو آهي جيڪو مون وٽ ويهڻ گهري.

(۲) منهنجو جسم منهنجي هم نشين وٽ هوندو آهي، پر منهنجو دلي محبوب منهنجي دل ۾ منهنجو مونس ۽ غمخوار هوندو آهي.

حضرت مالڪ بن دينار جو قول آهي تہ "جيڪو مخلوق جي گفتگو کي ڇڏي الله جي همڪلامي مان مانوس نہ ٿئي انهي جو علم گهٽجي ويندو آهي بلڪ ان جي دل انڌي ۽ ان جي عمر ضايع ٿي ويندي آهي".

شيخ خراز رحہ جو قول آهي تہ "انس هي آهي تہ روح قرب جي مجلسن ۾ محبوب سان هم ڪلام ٿين". هڪڙي عارف ڪامل اهلِ محبت جي صفت هن طرح بيان ڪئي آهي: "محبت هر لمحي انهن سان چنبڙي تازي ٿي ويئي آهي، بلڪ انهي حقيقي سڪون سان ڪين پناهہ ۾ ڪٽي ورتو آهي، ايستائين جو انهن جون دليون ڪوڪن ۾، انهن جو روح شوق ۽ ذوق ۾ مشغول ٿي ويندو آهي. انهن جي محبت ۽ شوق حق جي پاران حقيقتِ توحيد ڏانهن اشارو آهي، جنهن جو مفهوم وجود باالله آهي. ان وقت سندن ذاتي تمنائون ۽ اميدون ڪٽجي ويندڀون آهن، ڇوتہ خدا جي طرف ڪان انهن تي نعمتن جو ظهور ٿيندو آهي.

جيڪڏهن الله تعاليٰ سيني پيغمبرن کي حڪم ڏئي ها تہ هو انهن جي لاءِ سوال ڪن تہ اُهي بہ ڪي اُهي شيون نہ گهرن ها، جيڪي خدا ازل ڪان پنهنجي علم ڪامل جي ماتحت انهن جي لاءِ امانت ڪري رکيون آهن، جيئن تہ ڪين خدا جي معرفت حاصل آهي، انهي لاءِ انهن جو سڄو سارو ڌيان انهي تي رهندو آهي ۽ سندن مرڪزي خيال ان جي ذات بنجي ويئي آهي. انهي لاءِ عام بندا انهن تي انهي لاءِ ريس ڪندا آهن جو سندن دلين مان سڄون دنياوي خواهشون ۽ فڪر ڪڍيا ويا آهن". انهي مفهوم جي مطابق هي شعر آهن: (ترجمو)

## حقاني شعر

(۱) منهنجي دل ۾ مختلف خواهشون گڏ هيون، جڏهن نفس توکي ڏٺو تڏهن سيئي خواهشون هڪڙي نقطي تي گڏ ٿي ويون.

(۲) هاڻي اُهي ماڻهو بہ مون تي ريس ڪرڻ لڳا آهن، جن تي ڪڏهن آئون ريس ڪندو هئس. جڏهن ڪان تون منهنجو موليٰ بنيو آهين، ان وقت ڪان آئون مخلوق جو آقا بنجي ويو آهيان.

(٣) آئون تنهنجي ياد ۾ مشغول آهيان. انهي لاءِ هاڻي تون ئي منهنجو دين ۽ دنيا آهين. انهي لاءِ مون عام ماڻهن جي لاءِ انهن جي ظاهري دين ۽ دنيا کي ڇڏي ڏنو آهي.

## اُنس (محبت) جو ظاهر ٿيڻ

خدائي محبت ۾ الله جي اطاعت، ان جو ذڪر، تلاوت ۽ سڀئي مذهبي عبادتون به شامل آهن. اها به خدا جي نعمت ۽ ان جو عطيو آهي، پر اها محبت (انس) اُهو روحاني حال ڪونهي جيڪو خدا جي عاشقن جي خصوصيت آهي. اُنس بن هڪ روحاني حالت آهي. ان جو ظهور ان وقت ٿيندو آهي جڏهن ته باطن پاڪيزه هجي. ان جي صفائي، سچي زهد، چڱي طرح پرهيزگاري ۽ دنياوي تعلقاتن کي ڪٽي ڪري، تصورن ۽ وسوسن کي ختم ڪرڻ سان ٿيندي آهي.

## محبت ذات

منهنجي نزديڪ ان جي حقيقت هي آهي ته عظمت الاهي جهڙي وزني نشاني جي ذريعي وجود کي صاف ڪجي ۽ روح فتوحات جي ميدانن ۾ پڪڙي وجي. ان کي بذاتِ خود استقلال حاصل آهي ۽ ان ۾ قلب به شامل آهي. محبت (اُنس) دل کيِ استقلال سان هيبت ۾ شامل ڪندو آهي ۽ روح هيبت ۾ گڏ ٿي نفس جي مقام جي اندر تري ۾ ويهي رهندو آهي.

هيءُ جيڪي ڪجهه اسان بيان ڪيو آهي اُنس ذات آهي، پر هيبت ذات مقام بقا ۾ هوندي آهي. جڏهن ته فنا جي گذر گاهه کان لنگهجي. اهي ٻئي قسم انهي قسم جي اُنس ۽ هيبت کان مختلف آهن، جيڪي فنا جي وجود کي ختم ڪري ڇڏيندا آهن، ڇوته فنا کان پهرين هيبت ۽ اُنس (محبت) ٻئي جلال ۽ جمال جي صفتن جي مشاهدي کان پيدا ٿينديون آهن. جيڪو مقام تلوين آهي.

جيڪي ڳالهيون اسان بيان ڪيون آهن اُهي فنا کانپوءِ مقام تسڪين ۽ بقا ۾ رهي ڪري مشاهده ذات سان حاصل ٿين ٿيون. اُنس کان نفس مطمئنه کي خضوع ۽ هيبت کان خشوع حاصل ٿيندو آهي. خضوع ۽

خشوع تقريبا هم معنيٰ الفاظ آهن. انهن ۾ هڪڙي لطيف فرق آهي جيڪو صرف روحاني اشاري سان سمجهي سگهجي ٿو.

## قرب

روحاني حال جو هڪڙو قسم قرب آهي. انهي باري ۾ خدا تعاليٰ پنهنجي رسول ڪريم ﷺ کي فرمايو آهي:

وَ اسْجُدْ وَ اقْتَرِبْ. (علق پ ۳۰)

**ترجمو:** سجدو ڪريو ۽ قريب ٿيو.

حديث شريف ۾ آيو آهي ته ٻانهو سجدي ۾ پنهنجي پالڻهار جي ويجهڙي (قريب) مقام ۾ پهچي ويندو آهي. يعني جڏهن سجدي ڪرڻ واري کي سجدي جو ذائقو چکايو وڃي ته اهو خدا جي ويجهڙو ٿي ويندو آهي، ڇوته اهو سجدو ڪري ڪون و مڪان جي دولت کي جلد طئي ڪري وٺندو آهي. ڪٿي انهي جو ماضي سان تعلق هجي يا مستقبل سان، پر ان جو اهو سجدو عظمت جي چادر جي هڪڙي ڪنڊ تي هوندو آهي، انهي لاءِ اهو جلد قرب حاصل ڪري وٺندو آهي. هڪڙي بزرگ جو قول آهي ته "آئون حضوري محسوس ڪري چوان ٿو "ياالله يا رب!" پر مون کي اهي الفاظ ڏونگرن کان به وڌيڪ ڀاري معلوم ٿين ٿا". جڏهن ماڻهن انهي جو سبب پڇيو تڏهن هن چيو ته "انهي جو سبب هي آهي ته ندا پردي جي پٺيان ايندي آهي. ڇا اوهان ڪنهن ساٿي کي ڏٺو آهي جيڪو پنهنجي هم نشين کي پڪاريندو هجي. اهي ته اشارن ڪناين ۽ راز و نياز جون ڳالهيون آهن".

## محويت

مٿئين بيان ۾ هڪڙي نهايت عمدي روحاني مقام جو ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن کان ضرور قرب حاصل ٿئي ٿو، پر ان ۾ محويت ۽ سڪر جا آثار ڏسجن ٿا. اهو مقام ان کي ملندو آهي جنهن جو نفس محويت ۽ سڪر جي غالب اثرن کان پنهنجي روح جي نور ۾ غائب ٿي وڃي، جڏهن ڪيس هوش ايندو آهي تڏهن روح نفس کان ۽ نفس روح کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو آهي، بلڪ انسان جي هر شيءِ پنهنجي مقام ڏانهن واپس ويندي آهي.

## هوشمندي

جڏهن نفس مطمئن پنهنجي نيازمندي ۽ بندگي جي مقام تي واپس اچي ٿو ته ان جي زبان مان ياالله ۽ يارب جا الفاظ نڪرندا آهن ۽ روح پنهنجي فتوحات ۽ روحانيت جي ڪمالاتن ۾ مصروف ٿي ويندو آهي.

هيءُ طريقو پهرين طريقي کان وڌيڪ مڪمل آهي ڇوته انهي ۾ قرب جو پورو حق اهڙي طرح ادا ڪيو ويو آهي جو روح کي فتوحات جي لاءِ آزاد ڪيو ويو آهي ۽ جيئن ته نفس به نيازمندي جي مقام تي واپس آيو آهي انهي لاءِ اهو بندگي جي رسم به چڱي طرح ادا ڪندو آهي. قاعدو آهي ته نفس جنهن قدر بندگي ادا ڪندو ان جي روحانيت ۽ قرب خداوندي ۾ واڌارو ٿيندو آهي.

## قرب جو معيار

حضرت جنيد رحه جو قول آهي ته "الله تعاليٰ جيتري قدر پنهنجي ٻانهن جي دلين کي ويجهو ڏسندو آهي ايتري قدر اُهو به انهن جي ويجهو اچي ويندو آهي، هاڻي ڏسڻو هي آهي ته اُهو اوهان جي دل جي ڪيترو ويجهو آهي؟"

شيخ ابو يعقوب سوسي رحه چيو آهي ته "جيستائين خدا جو ٻانهو قرب جي خيال ۾ رهي، ان وقت تائين اهو خدا جي قريب نه ٿيندو. البته جيڪڏهن اهو ويجهو ٿي قرب جي مشاهدي جو خيال ئي ڇڏي ڏي ته ان وقت ان کي حقيقي معنائن ۾ قريب سمجهيو ويندو".

هڪڙي صوفي شاعر انهن خيالاتن کي شعرن ۾ هن طرح ادا ڪيو آهي. (ترجمو)

(١) مون باطن ۾ توکي حاصل ڪري ورتو، انهي لاءِ تنهنجي مناجات ۾ رطب اللسان آهيان.

(٢) اسين هڪڙي حيثيت سان گڏ آهيون، پر ٻي حيثيت سان جدا آهيون.

(٣) جيڪڏهن تنهنجي عظمت ۽ جلال منهنجي اکين کان توکي غائب ڪري ڇڏيو آهي.

(۴) تڏهن منهنجي محبت توکي منهنجي دل جي ويجهو ڪري ڇڏيو آهي.

حضرت ذوالنون رحہ مصري چيو آهي "جيڪو بہ الله کي جيتري قدر نزديڪ هوندو آهي، اوتري قدر زياده اُن تي الله جي هيبت ڇانئجي ويندي آهي".

شيخ سهل رحہ جو قول آهي "حيا مقاماتِ قرب جي نزديڪ ترين مقام آهي.

شيخ نصر آبادي رحہ جو قول آهي "سنت نبوي ﷺ جي پيروي (اتباع) سان معرفت حاصل ٿيندي آهي. فرضن جي ادا ڪرڻ سان قربت ملندي آهي ۽ نفلن جي پابندي سان محبت حاصل ٿيندي آهي".

## حيا

حيا بہ هڪ روحاني حال آهي. حيا جو عام ۽ خاص ٻن مفهومن ۾ اطلاق ٿيندو آهي. عام حيا اهو آهي، جنهن جو نبي ڪريم ﷺ جن هنن الفاظن ۾ حڪم ڏنو آهي:

"الله تعاليٰ کان اهڙي طرح حيا ڪريو، جهڙي طرح اُن کان حيا ڪرڻ جو حق آهي". ماڻهن عرض ڪيو "يارسول الله! اسين تہ حيا ڪريون ٿا". پاڻ فرمايائون "اهو ڪامل حيا ڪونهي بلڪ جيڪو چاهي تہ الله کان حيا ڪرڻ جو پورو حق ادا ڪري، ان کي گهرجي تہ پنهنجي سر جي ۽ ان ۾ جيڪي ڪجهہ محفوظ هجي (ان جي) پوري حفاظت ڪري، بلڪ پنهنجي پيٽ ۽ ان جي اندرين شين جي حفاظت بہ ڪري، پڻ موت ۽ مصيبت کي بہ ياد ڪري، ۽ جيڪو آخرت کي سنوارڻ گهري، تہ اهو دنيا جي سينگار ۽ بناوٽ کي ترڪ ڪري ڇڏي. جيڪڏهن ڪو اهي ڳالهيون پوريون ڪري تہ سمجهو تہ انهي الله تعاليٰ کان حيا ڪرڻ جو پورو پورو حق ادا ڪري ڇڏيو آهي". انهي عام حيا جو تعلق روحاني مقامات سان آهي.

## خاص حيا

خاص حيا جو تعلق احوال سان آهي. ان جو مثال اهو آهي جيڪو حضرت عثمان رضہ کان منقول آهي اُهي فرمائين ٿا "جڏهن آئون انڌاري گهر ۾ غسل ڪندو آهيان تڏهن اُن وقت بہ خدا کان شرم جو ماريل ٻاٽي ٻاٽي ٿي ويندو آهيان".

حضرت سري سقطي رحہ شيخ ابوالعباس المؤدب کي نصيحت ڪندي فرمايائين "منهنجي هيءَ ڳالهہ چڱي طرح ذهن نشين ڪريو تہ حيا ۽ انس ٻئي قلب جو طواف ڪندا آهن. جڏهن اُهي دل ۾ زُهد ۽ ورع (پرهيزگاري) کي ڏسندا آهن، تڏهن اُتي لهي پوندا آهن نہ تہ روانا ٿي ويندا آهن".

## حيا ۽ انس جي تعريف

حيا جي تعريف هي آهي تہ جلال ۽ تعظيم جي لاءِ روح سر جهڪائي، اُنس جي تعريف هي آهي تہ روح جمال جي ڪمالاتن کان لذت ياب هجي. جڏهن اهي ٻئي شيون گڏجي پون تہ اها فيض خداوندي جي اعلىٰ منزل آهي. شيخ الاسلام رحہ جا هي شعر ان جو مطلب چڱي طرح ظاهر ڪن ٿا. (ترجمو)

(۱) مون کي ان جي (ملاقات جو) بيحد شوق ۽ ذوق آهي، جڏهن اهو ظاهر ٿئي ٿو تڏهن آئون ان جي رعب ۽ جلال ۾ نظر هيٺ ڪري وڃندو آهيان.

(۲) اهو فعل خوف جي ڪري نہ بلڪ ان جي هيبت ۽ ان جي جمال جي حفاظت جي پيش نظر هوندو آهي.

(۳) ان جي منهن ڦيرائڻ جي ڪري موت ۽ ان جي ڏيان ڪرڻ سان زندگي حاصل ٿيندي آهي.

(۴) جڏهن اهو نمودار ٿيندو آهي تڏهن آئون (رعب ۽ جلال جي ڪري) منهن ڦيري وڃندو آهيان ۽ پوءِ وري ان جي خيال ۽ تصور ۾ محو رهندو آهيان.

هڪڙي عقلمند جو قول آهي تہ "جيڪو شخص گفتگو تہ حيا ۽ شرم سان ڪري پر گفتگو جي ڳالهين ۾ الله کان شرم نہ ڪري اهو ڌوڪي باز آهي".

شيخ ذوالنون رحہ مصري فرمائي ٿو "حيا جو مفهوم هي آهي تہ قلب ۾ هيبت جو وجود هجي ۽ خدا پاڪ جي پوئين عظمت برقرار رهي".

شيخ عطا فرمائي ٿو "علم اڪبر هيبت ۽ حيا آهن. جيڪڏهن هيبت ۽ حيا باقي نہ رهي تہ انهي علم ۾ ڪابہ ڀلائي ڪانهي". شيخ ابو سليمان رحہ فرمائي ٿو "خدا جي ٻانهن جو انهن ٽِنَ درجن تي عمل آهي: اُميد، خوف، تعظيم ۽ حيا. انهن مان مٿانهون درجو ان شخص جو آهي، جيڪو حيا جي مطابق عمل ڪري ۽ ان کي يقين هجي تہ الله ان کي هر حال ۾ ڏسي ٿو. انهي لاءِ هو پنهنجين نيڪين تي بہ انهن گنهگارن کان وڌيڪ

شرمائيندو آهي جيڪو انهن براين تي پشيمان ٿئي".

هڪڙي ٻئي بزرگ جو قول آهي "الله تعاليٰ حيادار انسانن ڏانهن ڏسندو آهي تڏهن انهن جي دلين تي هميشہ ان جو جلال ۽ عظمت ڇانئجي ويندي آهي".

## اِتصال

اتصال بہ روحاني حال جو هڪ قسم آهي، شيخ نوري رحہ جو قول آهي "اِتصالَ دلين جي مڪاشفي ۽ مشاهده اسرار جو نتيجو آهي".

هڪڙي ٻي بزرگ جو قول آهي "اِتصال جو مفهوم هي آهي تہ ٻانهي کي ان جي خالق کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نظر نہ اچي ۽ ان ڪانسواءِ ڪنهن ٻي ڏانهن ان جو ڌيان نہ هجي".

شيخ سهل بن عبدالله رحہ فرمائي ٿو "اهڙن ماڻهن کي جڏهن آزمائش جي لاءِ جنبش ڏبي آهي تڏهن اُهي حرڪت ڪندا آهن، پر جڏهن ڪين سڪون ملندو آهي تڏهن انهن ۾ اِتصال جي حالت ڏسبي آهي".

## واصل بالله

يحيٰ بن معاذ رازي رحہ فرمائي ٿو "عمل ڪرڻ وارا چئن قسمن جا هوندا آهن: (١) تائب (٢) زاهد (٣) مشتاق (۴) واصل بالله.

تائب ۽ زاهد تي توبہ ۽ زُهد جو حجاب پيل آهي ۽ مشتاق بہ پنهنجي روحاني حال جي حجاب ۾ لڪيل آهي پر واصل بالله جي لاءِ ڪوبہ حجاب ڪونهي، جيڪو ان کي حق تعاليٰ وٽ پهچڻ کان روڪي سگهي".

شيخ ابوسعيد قرشي رحہ فرمائي ٿو "واصل اُهو آهي جنهن وٽ خدا خود پهچي، انهي لاءِ ان کي قطع تعلقات جو ڪوبہ انديشو ڪونهي، متصل اُهو آهي جيڪو ملڻ جي ڪوشش ڪندو آهي پر جڏهن ويجهو ايندو آهي تڏهن قطع تعلق ٿي ويندو آهي."

مٿئين قول مان هي پتو پوي ٿو تہ هن ۾ مريد ۽ مرشد جو حال بيان ڪيو ويو آهي انهن مان هڪڙي کي مڪاشفي جي ذريعي هدايت ملي ۽ ٻي کي انهي لاءِ موٽايو ويو تہ اهو وڏيڪ ڪوشش ڪري. شيخ ابويزيد جو قول آهي تہ "واصلن جا ٽي ڪم آهن. هڪ انهن جو ڌيان سراسر الله ڏانهن ڪتل

هجي. ٻيو انهن جو شغل الله پاڪ جي ياد هجي. تيون اُهي الله پاڪ ڏانهن رجوع ڪن".

شيخ السياري رحہ جو قول آهي تہ "وصول هڪ اهم مقام آهي جڏهن الله تعاليٰ چاهي تہ ان جو بندو ان وٽ پهچي تڏهن هو انهيءَ جو رستو مختصر ڪري دوري کي وجهڙائي ڪري ڇڏيندو آهي".

شيخ جنيد بغدادي رحہ جو ارشاد آهي تہ "واصل پنهنجي رب وٽ موجود آهي".

شيخ رويم رحہ فرمائي ٿو "اهلِ وصول جي دلين کي الله تعاليٰ ڳنڍي ڇڏيو آهي، انهي لاءِ هميشہ انهن جون قوتون محفوظ رهن ٿيون ۽ مخلوق کي انهن وٽ اچڻ کان روڪيو ويندو آهي".

شيخ ذوالنون رحہ بيان ڪري ٿو تہ "جيڪو راهہِ حق کان واپس اچي اُهو وري دوباره واپس ڪونہ ويندو آهي ۽ جيڪو خدا وٽ پهچي ويندو آهي، اهو وري اتان کان واپس ڪونہ ايندو آهي."

## وصول جا درجا

اهو ڌيان ۾ رهي تہ اِتصال ۽ مواصلہ جي مشائخن هي وضاحت ڪئي آهي تہ جيڪو بہ ذوق ۽ وجدان جي راهہ کان يقين ڪامل جي درجي تي پهچي تہ ان جو وصول جي درجي سان تعلق آهي پوءِ ان ۾ بہ وري درجن جو فرق آهي. ڪي ماڻهو الله تعاليٰ کي اعمالن جي ذريعي حاصل ڪندا آهن. اهو تجلي جو هڪڙو درجو آهي، جيئن تہ ان حالت ۾ اُهي الله جي فعل کان واقف هوندا آهن. انهي لاءِ پنهنجي ۽ غير جي فعل کي فنا ڪري ڇڏيندا آهن ۽ انهي حالت ۾ اُهي تدبير ۽ اختيار کان خارج هوندا آهن. اهو وصول جو هڪ درجو آهي.

## تجلي صفات

ڪي ماڻهو هيبت ۽ محبت (اُنس) جي مقام ۾ توقف ڪندا آهن، ڇوتہ انهن جي دلين تي مشاهده جمال و جَلال جو انڪشاف ٿيندو آهي. ان کي "طريقِ صفات" جي تجلي چوندا آهن. ۽ وصول جو ٻيو درجو آهي.

## تجلي ذات

ڪي ماڻهو مقامِ فنا ڏانهن ترقي ڪندا آهن ۽ انهن جي باطن تي يقين ۽ مشاهدي جا انوار و تجليات نازل ٿيندا آهن ۽ اُهي ان جي مشاهدي ۾ محو ٿي پنهنجي هستي ڪان غائب ٿي ويندا آهن. اهو خواص ۽ مقربن جي تجلي ذات ۽ وصول جو ٽيون درجو آهي.

## حق اليقين

ان درجي ڪان بلند تر حق اليقين جو درجو آهي. دنيا ۾ صرف خاصانِ خدا کي ان جي صرف هڪڙي جهلڪ ڏيکاري ويندي آهي. ان جي صورت هيءَ هوندي آهي ته ٻانهي جي وجود ۾ نور مشاهده سرايت ڪري ويندو آهي، جنهن ڪان ان جو روح، قلب، نفس بلڪ جسم تائين محفوظ ٿي ويندو آهي، اهو وصول جو اعليٰ درجو آهي. جڏهن ڪوبه انهن سيني روحاني احوالن سان علم حقيقت کي حاصل ڪري وٺندو آهي، تڏهن ان وقت به اهو هينئن سمجهندو آهي ته اهو پهرين منزل نه تمام پري پيو آهي. انهي لاءِ منزل مقصود تائين پهچڻ (وصول) ته تمام ئي مشڪل آهي، بلڪ راهه وصول جون منزلون ايتري قدر زياده آهن جو آخرت جي لافاني عمر ۾ به انهن کي طي نٿو ڪري سگهجي، ڪٿي انهن کي دنيا جي مختصر عمر ۾ طي ڪجي".

## قبض ۽ بسط

روحاني احوالن جو هڪڙو قسم قبض ۽ بسط به آهي. اهي ٻئي عمدا حال آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو:

و الله يقبض و يبسط.

ترجمو: الله تعاليٰ گهٽائيندو آهي ۽ وڌائيندو به آهي.

مشائخن هن موضوع تي به گفتگو ڪئي آهي ۽ قبض و بسط جي نشانين کي واضح ڪيو آهي، پر مون تي انهن ٻنهي جي حقيقت ظاهر (منڪشف) ڪانه ٿي سگهي، ڇوته انهن ان باري ۾ صرف اشارن تي پورائي

ڪئي آهي ۽ اهلِ حق جي لاءِ اشارو ڪافي آهي، البت آئون انهن جي وضاحت ڪرڻ چاهيان ٿو. ٿي سگهي ٿو طالبِ حق کي ان جي ضرورت هجي ۽ هي تفصيل ڪيس پسند اچي.

## قبض ۽ بسط جو وقت

هي ڌيان ۾ رهي ته قبض ۽ بسط جي هڪ موسم ۽ خاص وقت هوندو آهي، اهڙي طرح نه ته انهي خاص وقت کان پهرين هوندا ۽ نه وري پوءِ هوندا. انهن جي موسم ۽ خاص وقت خاص محبت جي ابتدائي حال ۾ هوندو آهي، نه ان جي پڇاڙي ۾ آهي ۽ نه خاص محبت جي حال کان پهرين.

## ڏک ۽ سک

اُهي ماڻهو جيڪي مؤمن هجڻ جي ڪري عام محبت جي مقام تي هجن اُنهن کي نه ته قبض ٿيندو ۽ نه بسط هوندو. بلڪ انهن تي اُميد ۽ ڊپ واري حالت طاري ٿيندي. البت انهن تي قبض ۽ بسط جهڙا ڪي حالت طاري هوندا آهن جن کي قبض ۽ بسط سمجهبو آهي، پر دراصل رنج ۽ غم کي قبض سمجهيو وڃي ٿو ۽ نفساني هلچل ۽ طبعي خوشي (نشاط) کي بسط خيال ڪيو وڃي ٿو. حالانڪ رنج ۽ نشاط ٻنهي جو سرچشمو نفس ۽ جوهر نفس آهي ان جو سبب هيءُ هوندو آهي ته نفس جون صفتون اجا تائين موجود آهن ۽ جيستائين نفسِ اماره جون صفتون موجود هونديون ان وقت تائين نفساني هلچل ۽ نشان (خوشي) باقي رهندي آهي. ڏک سوزش نفس جو نتيجو آهي ۽ نشاط نفس جي لهرن جي بلند ٿيڻ جو نالو آهي، جڏهن ته طبيعت جي سمنڊ ۾ ڇولين جو مانداڻ مَتل هجي.

## قبض ۽ بسط جو ظهور

جڏهن ڪو شخص عام محبت کان ترقي ڪري قوص محبت جي ابتدائي حال ۾ پهچي وڃي ته اهو صاحبِ حال ۽ صاحبِ دل بڻجي ويندو آهي. ان وقت ان کي گهڙي گهڙي قبض ۽ بسط حاصل ٿيندو آهي. جيئن اُهو ايمان جي مرتبي کان ترقي ڪري يقين جي درجي تي آيو آهي، انهي

لاءِ حق تعاليٰ انهي جي اندر ڪڏهن قبض جي ڪيفيت پيدا ڪندو آهي ۽ ڪڏهن بسط جي ڪيفيت عطا ڪندو آهي.

شيخ واسطي رحہ جو قول آهي تہ "قبض سان الله تعاليٰ اوهان جي فائدي جي گهٽتائي ڪندو آهي ۽ بسط سان فيض ڪي وڌائيندو آهي.

شيخ نوري رحہ جو قول آهي تہ "قبض جي ذريعي خدا پاڪ اوهان جي ذات کي سوڙهو ڪندو آهي ۽ بسط جي ڪري پنهنجي لاءِ اوهان کي وڌائيندو آهي.

## قبض ۽ بسط جا اسباب

هي بہ ڏيان ۾ رکڻ گهرجي تہ قبض جو وجود نفس جي صفتن جي غلبي جي ڪري ٿيندو آهي ۽ بسط جو وجود قلبي صفتن جي ظهور ۽ غلبي جي ڪري نمايان هوندو آهي، جيستائين نفس لوامہ هوندو آهي تہ ڪڏهن اهو مغلوب ۽ ڪڏهن غالب ٿيندو آهي. انهي ڪشمڪش جي نتيجي ۾ قبض ۽ بسط جون ڪيفيتون پيدا ٿينديون رهنديون آهن يعني صاحبِ دل پنهنجي قلب جي ڪري نوراني حجاب جي هيٺيان هوندو آهي ۽ صاحب نفس ظلماتي (انڌاري) حجاب جي ماتحت هوندو آهي.

## قبض ۽ بسط کي مٽائڻ

جڏهن ڪوبہ صاحبِ دل قلب جي حجاب مان نڪري ترقي ڪندو آهي تڏهن اهو حال جو پابند ڪونہ هوندو آهي ۽ نہ روحاني حال انهي ۾ پنهنجو تصرف ڪندو آهي. ان وقت هو قبض ۽ بسط جي تصرف کان بہ خارج ٿي ويندو آهي ۽ جيستائين قلب جي نوراني وجود مان نڪري بارگاهِ قرب ۾ رهندو آهي ۽ نفس و قلب جي حجابن کان آزاد هوندو آهي، ان وقت تائين قبض ۽ بسط جي ڪيفيتن کان بہ آزاد ٿيندو آهي.

جڏهن اُهو فنا ۽ بقا کان نڪري ظاهري وجود ڏانهن موٽي ويندو آهي، تڏهن ان وقت قلب جو نوراني وجود بہ واپس ايندو آهي ۽ انهي سان گڏوگڏ قبض ۽ بسط جون ڪيفيتون بہ ٻيو ڀيرو ظاهر ٿيڻ لڳنديون آهن، پوءِ جڏهن بہ اهو فنا ۽ بقا تي پهچندو آهي تہ اهي شيون لڪي وينديون آهن.

شيخ فارس رحہ فرمائي ٿو "پهرين قبض هوندو آهي پوءِ بسط ظاهر ٿيندو آهي پوءِ قبض ۽ بسط ڪجهہ بہ باقي ڪونہ رهندو آهي ڇوتہ انهن ٻنهي شين جو ظهور وجود جي حالت ۾ هوندو آهي. فنا ۽ بقا جي حالت ۾ ڪونہ رهندو آهي.

## بسط ۾ حد ڪان وڌڻ

قبض جي ڪيفيت بسط ۾ گهٽائي (افراط) جي سزا جي طور تي هوندي آهي ان جي صورت هي آهي تہ جڏهن غيبي وارداتون دل تي طاري ٿينديون آهن، تڏهن قلب خوشي ۽ مسرت ڪان ڀرجي ويندو آهي. اهڙي موقعي تي نفس چوري ڪري پنهنجو حصو ڪٽي وٺندو آهي. اهڙي طرح جڏهن روحاني جذبي جو اثر نفس تائين پهچندو آهي تڏهن اهو آپي مان نڪري ويندو آهي ۽ بسط ۾ زيادتي ڪري نشاط (خوشي) جي صورت اختيار ڪري وٺندو آهي. انهي ڪري ان جي مقابلي ۾ قبض جي ڪيفيت پيدا ڪري انکي سزا ڏني ويندي آهي.

## قبض جو علاج

جيڪڏهن قبض جي ڪيفيت جي تحقيق ڪئي وڃي، تہ معلوم ٿيندو تہ اها ڪيفيت نفس جي حرڪت ۽ نفساني صفتن جي ظهور ڪان پيدا ٿئي ٿي، انهي ڪري جيڪڏهن نفس جي اصلاح ڪري ان سان انصاف ڪيو وڃي ۽ اهو سرڪشي ۽ نافرماني ڪان محفوظ رهي تہ ڪڏهن بہ صاحب دل قبض جي ڪيفيت ۾ مبتلا نہ ٿيندو ۽ الله تعاليٰ جي هن ارشاد تي ڪاربند رهندا. "اوهين گذريل شيءِ تي غم نہ ڪريو ۽ نہ حاصل ٿيل شيءِ تي خوشي ڪريو".

جيڪڏهن انهي قسم جي خوشيءَ جو جذبو روح ۽ قلب تي طاري رهي تہ اهو ڪشف بنجي قبض جو باعث ڪونہ بنبو آهي خصوصا جڏهن تہ انهي خوشي جي موقعي تي خدا ڏانهن رجوع ڪري، انهي جذبي کي لطيف بنايو وڃي". جيڪڏهن خدا جو پناهہ حاصل نہ ڪبو تہ نفس ظاهر ٿي پنهنجو خوشيءَ جو حصو ڪٽي وٺندو آهي ۽ انهي جي اها خوشي اهڙي آهي جنهن جي خدا پاڪ مخالفت ڪئي آهي.

ڪن وقتن ۾ قبض جو باعث مٿيون سبب هوندو آهي. هي اهو لطيف ترين گناهه آهي جيڪو قبض جو باعث آهي. ڇوته نفس پنهنجي حرڪتن ۽ صفتن جي ڪري اهڙيون ڇلانگون لڳائيندو آهي جيڪي قبض جو سبب بنيون آهن.

## اميد ۽ خوف

جيستائين اميد ۽ خوف جو تعلق آهي اهي ٻئي شيون اهلِ قبض ۽ بسط ۾ به ڏسبيون آهن ۽ اهلِ اُنس ۽ هيبت ۾ به موجود هونديون آهن. ڇوته اهو ايمان جو ضروري حصو آهي، پر قبض ۽ بسط عام ايماندارن ۾ ناپيد هوندا آهن. ڇوته انهن جو فيضان قلب ڪمزور هوندو آهي. اهڙي طرح اهي شيون اهلِ فنا ۽ بقا ۽ عارفن ۾ به ڪونه هونديون آهن، ڇوته هو قلب جي دائره عمل کان ٻاهر نڪري چڪا آهن.

## اسبابن کان اڻواقف

ڪڏهن طالبِ حق جي باطن تي قبض ۽ بسط جون ڪيفيتون وارد ٿينديون آهن، پر اهو انهن جي سبب کان اڻواقف هوندو آهي. ان جو سبب هي آهي ته اهڙو شخص روحاني حال ۽ مقام کان گهٽ واقف هوندو آهي. پر جيڪي حال ۽ مقام کان چڱي طرح واقف هوندا آهن. انهن تي قبض ۽ بسط جا اسباب لڪيل ڪين آهن، البته ڪن ماڻهن تي قبض ۽ بسط جا اسباب اهڙي طرح گڏجي ويندا آهن. جهڙي طرح ڏک ۽ خوشي تي قبض ۽ بسط جو شڪ ٿيڻ لڳندو آهي، پر جنهن جي قلب ۾ استقامت هوندي اُهو انهن کان اڻواقف ڪونه رهندو آهي.

## نفس مطمئنه

اُهي ئي ماڻهو قبض ۽ بسط جي ڪيفيتن کان خالي رهي ترقي ڪندا آهن، جن جو نفس مطمئن هوندو آهي. اهڙن ماڻهن جي جوهر نفس کان نه اهڙي ٻاهه ظاهر ٿيندي آهي، جيڪا قبض جو سبب بنجي سگهي ۽ نه وري مختلف خواهشن کان انهن جي بحرِ طبيعت ۾ لهرن جو جوش برپا ٿيندو آهي. جنهن جي ڪري بسط جو ظهور ٿيڻ لڳي.

## نفس ۾ قبض ۽ بسط

ڪڏهن قبض ۽ بسط صرف نفس ۾ هوندو آهي پر دل ۾ ڪونہ هوندو آهي. يعني نفس مطمئنہ ۾ تہ قبض ۽ بسط هوندو پر قلب تي انهن ٻنهي ڪيفيتن جو ڪوبہ اثر نہ هوندو آهي، ڇوتہ قلب نوراني روح جي شعاعن جي ڪري محفوظ تي قرب جي آرامگاهہ ۾ وڃي رهندو آهي، انهي ڪري ان کي قبض ۽ بسط ڪجهہ بہ نہ هوندو آهي.

## فنا ۽ بقا

چون ٿا فنا جو مفهوم هي آهي تہ هر شيءِ جو حظ ۽ لطف ويندو رهي ۽ خدا جي ذات ۾ فنا تي هر شيءِ کان قطع تعلق ڪجي. اهڙي طرح شيخ عامر بن عبدالله فرمائي ٿو "مون کي اهو محسوس ڪونہ ٿو ٿئي تہ آئون عورت کي ڏسان ٿو يا يت کي". اهڙو شخص هر وقت خدا جي ياد ۾ مشغول رهندو آهي ۽ ان کي ڪنهن مخالفت جي پرواهہ ڪانہ هوندي آهي.

بقا بہ فنا جي پويان ئي هوندي آهي. بقا جو مطلب هي آهي تہ انسان پنهنجي هر شيءِ کي فنا ڪري خدا جي لاءِ پنهنجو پاڻ کي وقف ڪري ڇڏي يا بقا جو مطلب هي آهي تہ دنيا جون سيئي شيون انهي جي لاءِ هڪ جهڙيون ٿي پون ۽ انهي جون سيئي حرڪتون حق جي حمايت ۾ هجن، مخالفت ۾ نہ هجن يعني اهو خدا جي مخالفتن کي فنا ڪري خدا جي موافقت جي لاءِ باقي رهي.

## صحيح مفهوم

منهنجي راءِ ۾ مٿئين بيان جو اطلاق صحيح ۽ سچي توبہ جي مقام تي هوندو آهي، فنا ۽ بقا سان ان جو ڪوبہ تعلق ڪونهي. فنا جي اصل وضاحت حضرت عبدالله بن عمر رضہ جي هن واقعي کان ٿئي ٿي تہ هڪڙي پيري ڪنهن ڪين رضہ طواف جي حالت ۾ سلام ڪيو، پاڻ رضہ سلام جو جواب ڪونہ ڏنائون، انهي تي هن سندن رضہ هڪڙي دوست

سان شڪايت ڪئي تڏهن انهن ٻنهي چئڻ چيو "اسين اتي الله جو مشاهدو ڪري رهيا هئاسون".

هينئن به چيو ويو آهي ته فنا هي آهي ته سيئي شيون نظر ڪان غائب ٿي وڃن، جهڙي طرح حضرت موسيٰ عليه السلام فنا ٿي ويا هئا، جڏهن پروردگار جبل طور تي پنهنجين تجلين ڪي نمودار ڪيو هو.

شيخ خراز رحه جو قول آهي ته "فنا حق سان ناپيد (محروم) ٿيڻ جو ٻيو نالو آهي ۽ بقا هي آهي ته حق سان موجود رهي".

حضرت جنيد بغدادي رحه فرمائي ٿو "فنا جو مفهوم هي آهي ته سيئي ماڻهو اوهانجين وصفن ڪي بيان ڪرڻ ڪان عاجز رهن ۽ اُهي سيئي اوهان ڪان بلڪل الڳ ٿي ڪري ٻين ڪمن ۾ مشغول رهن".

شيخ ابراهيم بن شيبان رحه جو قول آهي "فنا ۽ بقا جي علم جو دارومدار مخلصانه وحدانيت ۽ صحيح بندگي تي آهي، ان ڪان هٽي ڪري جيڪي ڪجهه بيان ڪجي اُهو ڏوڪو، ڪفر ۽ الحاد آهي".

شيخ خراز رحه ڪان پڇيو ويو ته "فاني جي ڪهڙي نشاني آهي؟" چيائين "فنا جي مدعي جي نشاني هيءَ آهي ته الله ڪانسواءِ ان جو دنيا ۽ آخرت سان ڪوبه تعلق نه رهي". وڌيڪ چيائين ته "صحيح قسم جا اهلِ فنا اُهي آهن جيڪي فنا جي حالت ۾ به فنا جي علم ڪان واقف هجن".

## مشائخن جو قول

فنا ۽ بقا جي باري ۾ مشائخن سڀڱورن جا مختلف قول آهن. ڪن حضراتن هي بيان ڪيو آهي ته خدا پاڪ جي مخالفت ڪي فنا ڪجي ۽ ان جي موافقت ڪي باقي رکجي، اهائي ڳالهه "توبة النصوح" ۾ ڏسي سگهجي ٿي ۽ ان جي به اهائي خصوصيت آهي. ڪن حضراتن ان جو هيءُ مفهوم بيان ڪيو آهي ته دنيا جي رغبت، حرص ۽ اُميد ويندي رهندي آهي. هوبهو اها خصويت زهد ۾ به موجود آهي، ڪن مشائخن جي راءِ هي آهي ته فنا ۽ بقا جو مطلب هي آهي ته بڇڙن گڻن ڪي فنا ڪجي ۽ سٺين وصفن ڪي باقي رکجي. ان جو ٻيو نالو "نفس جي پاڪائي" آهي. ڪن حضراتن فنا مطلق جي حقيقت ڏانهن به اشارو ڪيو آهي.

## فنا جا قسم

انهن سيني قولن کان فنا جي ڪن پهلوئن جي وضاحت ٿئي ٿي، پر اصل ۾ فنا مطلق اها آهي، جيڪا خدا جي حڪم سان ٻانهي تي مسلط ٿئي، يعني خدا جو وجود بندي جي وجود تي غالب ٿئي. ان جا ٻه قسم آهن، ظاهري فنا ۽ باطني فنا.

## ظاهري فنا

ظاهري فنا هي آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ جون تجليون، افعال جي ذريعي ظاهر ٿين ۽ اُهي ٻانهي جي ارادي ۽ اختيارن کي ڪسي وڃن، ايستائين جو اُهو حق ڪانسواءِ پنهنجو يا ڪنهن ٻئي جو ڪوبه فعل نه ڏسي سگهي، پوءِ انهي جي مطابق الله تعاليٰ کان ان جي معاملن جي ابتدا ٿئي، مون (مصنف ڪتاب) ٻڌو آهي ته جيڪو به انهي مقام تي سرفراز ٿيندو آهي اُهو ڪيترائي ڏينهن نه کائيندو آهي نه پيئندو آهي، ايستائين جو ان معاملي ۾ به خدا جو ڪو فعل نمودار نه ٿئي ۽ الله پاڪ ڪنهن ٻانهي کي مقرر نه ڪري، جيڪو ان جي مرضي جي مطابق کيس کارائيندو پيارئيندو رهي.

حقيقت ۾ فنا انهي جو نالو آهي، ڇوته انهي فاني پنهنجي نفس ۽ اغيار سڀ کي فنا ڪري ڇڏيو آهي اُن جي نظر هر دم الله جي فعل ڏانهن لڳل هوندي آهي، انهي اغيار جي فعل جي تصور کي به فنا ڪري ڇڏيو آهي.

## باطني فنا

باطني فنا هي آهي ته طالب حق کي ڪڏهن صفات جي ذريعي مڪاشفا حاصل ٿين ۽ ڪڏهن هو ذات الاهي جي عظمت جي آثارن جو مشاهدو ڪري، انهي جي باطن تي امر الاهي اهڙي طرح مسلط ٿي وڃي جو انهي ۾ نه ڪو وسوسو ۽ نه ڪو تصور باقي رهي.

فنا جي لاءِ اهو ضروري ڪونهي ته احساس به فنا ٿي پون، ڪٿي ڪن وقتن ۾ اهڙن ماڻهن جا احساسات به گم ٿي ويندا آهن، تڏهن به اها صورت عام طور تي فنا جي لاءِ بلڪل ضروري ڪانهي.

## استغراق

مون ابو محمد بن عبدالله بصري رحہ کان هيءَ ڳالهہ پڇيم تہ "ڇا سِر باطن ۾ خيالن ۾ وسوسن جو باقي رهڻ شرڪ خفي آهي؟ ڇوتہ منهنجي نزديڪ اهو شرڪ خفي آهي". پاڻ ڇيائين "اهڙي صورت فنا جي مقام تي هوندي آهي". پر پاڻ اهوِ واضح ڪونہ ڪيائون تہ آيا شرڪ خفي آهي يا نہ؟ انهي ڪانپوءِ پاڻ رحہ مسلم بن سيار رحہ جو واقعو هن طرح بيان ڪيائين: هڪڙي ڀيري هو نماز پڙهي رهيو هو جو اوچتو جامع مسجد جو هڪ ٿنڀ ڪري پيو، انهي جي ڪرڻ جو آواز ٻڌي بازار وارا گهبرائجي ويا ۽ مسجد ۾ داخل ٿيا، ڇاتا ڏسن تہ پاڻ رحہ بدستور نماز پڙهي رهيا هئا، بلڪ ڪين ٿنڀ جي ڪرڻ جو ذرو بہ احساس ڪونہ ٿيو. اهائي استغراق (محويت) ۽ باطني فنا جي حالت هوندي آهي.

ان ڪانپوءِ اهلِ حق جو ٿانوُ (ظرف) ڪڏهن اهڙي طرح وسيع ٿي ويندو آهي جو ان جي دل ۽ جان تي صحيح معنيٰ ۾ فنا جي حالت طاري ٿيندي آهي. البتہ هو پنهنجي ماحول جي قول ۽ فعل کان بي خبر ڪونہ رهندو آهي.

## فاني

فاني جو هڪڙو قسم هي بہ آهي تہ طالبِ حق پنهنجي هر قول ۽ فعل ۾ الله ڏانهن رجوع ڪري ۽ پنهنجن سيني ڪمن ۾ الله جي اجازت جو منتظر رهي، جيئن تہ هرهڪ ڪم جو ذميوار اهو پاڻ نہ هجي، بلڪ خدا پاڪ جي طرفان سمجهي. اهڙو شخص جيڪو پنهنجي اختيار ۽ ارادي کي ترڪ ڪري خدا جي فضل جو منتظر رهي، فاني آهي. اهڙي طرح جيڪو پنهنجن سيني ڪمن ۾ خدا پاڪ جي اجازت جو منتظر رهي ۽ هرهڪ شيءِ ۾ الله پاڪ ڏانهن رجوع ڪري، اهو بہ فاني آهي.

## باقي

(انهي فنا ڪانپوءِ) جڏهن الله ڪنهن جي اختيارن کي بحال ڪري ۽ ان کي پنهنجن ڪمن ۾ تصرف ڪرڻ جي لاءِ خودمختيار بنائي، جو جيئن

چاهي تيئن ڪري ۽ اهو خدا جي فعل جو ۽ ان جي اجازت جو منتظر نہ هجي، تہ اهڙو شخص باقي ڇئبو آهي.

باقي اهڙي مقام تي فائز آهي، جتي خدا ۽ مخلوق جي وچ ۾ ڪوبہ حجاب ڪونهي، پر فاني مخلوق ڪان لڏئي خدا وٽ رهندو آهي. اهڙي طرح ظاهري فنا اهلِ دل ۽ اهلِ حال جي لاءِ آهي ۽ باطني فنا انهيءَ جي لاءِ آهي جيڪو روحاني احوال جي ڏندا ٻيڙين ڪان آزاد ٿي الله وٽ پهچي چڪو هجي ۽ هاڻي اهو روحاني احوال جو پابند نہ هجي، بلڪ دل جي دائره عمل ڪان نڪري اُنهي ذات وٽ پهچي چڪو هجي، جيڪو مقلب القلوب (دلين کي ڦيرائڻ وارو) آهي.

## باب ٻاهٺيون

# صوفيانہ اصطلاحن جي تشريح

حضرت جابر رضہ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايائون "هي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جون ڪاڻيون (مددگار) آهن. جن جي ڪري اوهين پنهنجي معلومات ۾ انهي علم جو واڌارو ڪريو تا جنهن ڪي اوهين ڪونہ ڄاڻندا هيؤ ۽ اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ اوهان جي علم ۾ ڪيتري ئي گهٽتائي آهي ۽ انهي ۾ ڪيتري قدر گهٽ وڌ ٿيو آهي. بلڪ اهو علم جنهن مان فائدو نہ وٺجي اهو چڱو ڪونہ هوندو آهي".

انهي ڪري مرشد سڳورا تقويٰ جي بنياد ڪي مستحڪم ڪندا آهن ۽ صرف الله تعاليٰ جي لاءِ علم سکندا آهن. پرهيزگار هئڻ جي ڪري علم تي عمل بہ ڪندا آهن. انهي عمل جي ڪري الله پاڪ بہ ڪين باطني علمن جي انهن عجائباتن ۽ دقيق نڪتن ۽ اشارن کان واقف ڪندو آهي جن کان هو بي خبر هئا. پوءِ وري اُهي پاڻ بہ الله پاڪ جي ڪلام مان عجيب ۽ غريب اسرارن ۽ رمزن جو استنباط ڪندا آهن. اهڙي طرح باطني علم ۾ انهن جا قدم ڄمي ويندا آهن.

## عمل جا فائدا

شيخ ابو سعيد خراز رحہ فرمائي ٿو "ڪلام الله جي سمجهڻ جو آغاز اهوئي آهي تہ انهيءَ تي عمل ڪجي. انهي طريقي سان علم، فهم ۽ استنباط جي قابليت ۽ فهم جي ابتداءَ، ڌيان ڏيئي ٻڌڻ ۽ مشاهدي کان ٿيندي آهي. جيئن ارشاد باري تعاليٰ آهي:

اِنَّ فِيْ ذٰلِکَ لَذِکْرٰي لِمَنْ کَانَ لَـہٗ قَلْبٌ اَوْ اَلْقَي السَّمْعَ وَهُوَ شَہِيْدٌ. (ق پ ٢٦)

ترجمو: بيشڪ هن ۾ انهن ماڻهن جي لاءِ نصيحت آهي، جنهن وٽ قلب هجي يا اهو حاضر ٿي توجہ سان ٻڌي.

## علم باطني

شيخ ابوبڪر واسطي رحہ فرمائي ٿو "علم ۾ اُهي ماهر هوندا آهن جن جا روح غيب الغيب سر السر ۾ ثابت قدم هجن. ان وقت الله جيتري قدر چاهيندو آهي، ڪين علم ۽ معرفت بہ اوتري عطا فرمائيندو آهي ۽ پنهنجين آيتن جي مطابق انهن ڪان انهن شين جو طلبگار هوندو آهي، جن جو هو پين ڪان مطالبو ڪونہ ڪندو آهي. اهڙي طرح اهي ماڻهو پنهنجي فهم ۽ بصيرت سان علم جي سمنڊ ۾ گهڙي پوندا آهن، جيئن تہ پنهنجي معلومات ۾ اضافو ڪن. ان وقت ڪين هر حرف ۽ هرهڪ آيت جي هيئيان فهم ۽ بصيرت ۽ عجائبات جو هڪ لڪيل خزانو نظر ايندو آهي، جتان ڪان اُهي موتي ۽ جواهرن ڪي ڪڍي ايندا آهن، پوءِ انهن جي زبان مان حڪمت جا گل ڇڻڻ لڳندا آهن.

## لڪيل خزانو

حضرت ابوهريره رضہ جي روايت آهي تہ نبي ڪريم ﷺ جن فرمايائون "علم هڪ لڪيل (خزاني) جي مثل آهي، جنهن ڪان علماءِ رباني ئي واقف هوندا آهن، جڏهن اُهي علم جون ڳالهيون بيان ڪندا آهن تڏهن مغرور انسانن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ انهن جو انڪار نٿو ڪري سگهي".

شيخ قرشي رحہ فرمائي ٿو "علم (باطني) الله جا اسرار آهن، جن ڪي اهو پنهنجن معتبر اوليائن ڪرامن ۽ خاص ٻانهن ڪي ٻڌڻ ۽ تعليم ڪانسواءِ عطا فرمائيندو آهي. هي اُهي اسرار آهن جن ڪان صرف خواص ئي آشنا هوندا آهن".

شيخ ابوسعيد خراز رحہ جو قول آهي تہ "عارفن وٽ اهڙا خزانا آهن، جن جي اندر اُنهن عجيب ۽ غريب علوم و فنون ڪي محفوظ ڪري رکيو آهي. انهن جو اظِهار اُهي ابديت جي زبان سان ڪندا آهن ۽ انهن ڪي اوليت جي عبارت ۾ بيان ڪندا آهن. هي اُهو علم آهي جنهن ڪان عام ماڻهو وانجهيل آهن".

## علم الدني

متئين بيان ٿيل قول ۾ ابديت جي زبان ۽ ازليت جي عبارت مان مراد هي آهي تہ اُهي الله سان گفتگو ڪندا آهن، جيئن تہ خدا پاڪ پنهنجي پيغمبر جي زبان مان چورايو آهي تہ "اهو مون سان گفتگو ڪري ٿو. هي اُهو علم لدني جنهن جو ذڪر الله تعاليٰ حضرت خضر ع جي واقعي ۾ هن طرح ڪيو آهي:

اٰتَيْنٰهُ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا. (ڪهف - پ ١٥)

**ترجمو:** اسان ان کي پنهنجي رحمت سان هيءُ عطا ڪيو ۽ پنهنجي طرفان علم سيکاريوسون.

## جمع ۽ تفريق

مشائخن سڀني ڪيترائي ڪلما هڪ ٻئي کي سمجهائڻ ۽ پنهنجن روحاني احوالن ۽ قلبي وارداتن ۽ معاملن کي ظاهر ڪرڻ جي لاءِ استعمال ڪيا آهن. انهن اصطلاحن مان هڪڙو اصطلاح جمع ۽ تفريق آهي. چون ٿا جمع ۽ تفريق جي اصل بنياد خدا پاڪ جو هي قول آهي:

شَهِدَ اللّٰهُ اَنَّهٗ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ. (آل عمران - پ ٣)

**ترجمو:** الله تعاليٰ شاهدي ڏي ٿو تہ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ معبود (عبادت جو لائق) ڪونهي.

مٿيون حصو جمع آهي ان ڪانپوءِ ئي انهي ۾ هن طرح تفريق ڪئي آهي:

وَالْمَلٰٓئِكَةُ وَاُولُوا الْعِلْمِ.

**ترجمو:** ۽ ملائڪ ۽ اهل علم بہ (شاهدي ڏين ٿا).

اهڙي طرح ٻي آيت ۾ هيءُ ارشاد آهي:

اٰمَنَّا بِاللّٰهِ.

**ترجمو:** اسان الله تي ايمان آندوسون.

اهو جملو جمع جي طور تي آهي ۽ اڳيان هيءُ جملو تفريق جي طور تي آهي:

وَمَا اُنْزِلَ اِلَيْنَا.

**ترجمو:** ۽ جيڪو اسان ڏانهن نازل ڪيو ويو (انهيءَ تي اسان ايمان آندوسون).

جمع اصل بنياد آهي ۽ تفريق ان جي شاخ آهي، اهڙي طرح هر اُهو جمع جيڪو تفريق کانسواءِ هجي بي ديني ۽ زنديقي آهي ۽ هر تفريق جمع کانسواءِ بيڪار آهي. حضرت جنيد رحہ جو قول آهي تہ "وجد سان ويجهو ٿيڻ جمع آهي ۽ بشريت ۾ غائب ٿيڻ تفريق آهي".

هينئن بہ چيو ويو آهي تہ معرفت ۾ سيني ماڻهن کي گڏ ڪيو ويو آهي ۽ روحاني احوالن ۾ کين جدا (متفرق) ڪيو ويو آهي. جمع انهي نقطہ اتصال (ميلاپ) کي چوندا آهن، جنهن جي ذريعي اهلِ دل خدا پاڪ کانسواءِ ڪنهن بي جو مشاهدو نہ ڪندو آهي. جيڪڏهن غير جو مشاهدو ڪري تہ جمع جو مفهوم باقي نہ رهندو آهي. تفريق هي آهي تہ ان جي خلاف جنهن کي چاهي ڏسي.

## جمع ۽ تفريق جو اصل مفهوم

هن اصطلاح جي تشريح ۾ مشائخن سڀني جون ڪيتريون ئي عبارتون منقول آهن. انهن جو نچوڙ هي آهي تہ جمع مان مراد خالص توحيد ۽ تفريق مان مراد محنت ڪرڻ ۽ عمل آهي. پر جمع سان گڏ تفريق ضرور آهي. انهي ڪري جڏهن هو چوندا آهن تہ فلاڻو عين جمع ۾ آهي، تڏهن انهي مان سندن مراد هي هوندي آهي تہ خدا پاڪ جو مراقبو ان جي باطن تي غالب آهي. ان کانپوءِ جيڪڏهن اهو هوش ۾ اچي کو ڪم ڪرڻ لڳي تہ اهو تفرقو چئبو آهي. صحيح جمع تفريق سان گڏ هوندي آهي. اهڙي طرح تفريق جي درستي بہ جمع تي ٻڌل آهي. حاصل مطلب هي آهي تہ جمع الله جو علم آهي ۽ تفريق الله جي حڪم جي مطابق علم (العلم بامرالله) آهي ۽ ٻئي ضروري آهن.

شيخ مزين جو قول آهي تہ "جمع بعينہ الله سان فنا ٿيڻ کي چوندا آهن ۽ تفريق عبديت ۽ بندگي جو نالو آهي ۽ اهي ٻئي هڪ ٻئي سان مليل آهن.

## روح ۽ مادي جي ترڪيب

بهرحال اها جماعت غلطي تي آهي جيڪا عين الجمع مان هي مراد وٺندي آهي ته خالص توحيد ۾ مصروف ٿي محنت ڪرڻ ۽ عمل کي ڇڏي ڏيڻ، اهو ڪفر ۽ الحاد آهي. جمع جو تعلق اهڙي طرح روح سان آهي، جهڙي طرح تفريق جو تعلق جسماني قالب سان آهي، انهي لاءِ جيستائين روح ۽ جسم جي ترڪيب باقي آهي، ان وقت تائين جمع ۽ تفريق ٻنهي جي ضرورت رهندي آهي.

شيخ واسطي رحہ جو قول آهي "جڏهن اوهان جي نگاهہ پنهنجي نفس ڏانهن هجي ته اها تفريق آهي ۽ اگر اوهان جي نظر اوهان جي رب ڏانهن هجي ته اهو جمع آهي ۽ جيڪڏهن اوهين غير جي ذريعي قائم رهو ته اوهين خالي آهيو. ان وقت نه جمع آهي ۽ نه تفريق.

چون ٿا ته جيڪڏهن ذات سان تعلق هوندو ته جمع آهي ۽ جيڪڏهن صفات سان تعلق هوندو ته تفريق آهي. ڪڏهن جمع ۽ تفريق مان هي مراد به وٺندا آهن ته جيڪڏهن نفس جي ڪمن ڏانهن ڏيان هجي ۽ پنهنجن اعمالن ڏانهن نظر هجي ته اهو تفريق آهي ۽ جيڪڏهن شين جو تعلق خدا سان قائم ڪجي ته اهو جمع آهي.

## خلاصہ اقوال

سيني قولن جو خلاصو هي آهي ته ڪائنات تفريق جو باعث آهي، خالق ڪائنات باعثِ جمع آهي، انهي ڪري جيڪو خالق جي لاءِ وقف ٿي ويو اُهو جمع جي حالت ۾ آهي ۽ جنهن جي نظر ڪائنات ڏانهن هجي، اها تفريق جي حالت ۾ آهي. يعني تفريق بندگي جو ٻيو نالو آهي ۽ جمع توحيد آهي. انهي ڪري جڏهن ڪو پنهنجي ڪسب ۽ عمل کي مدنظر رکندي اظهار اطاعت ڪري ته اهو تفريق آهي ۽ جيڪڏهن الله جي ياد ۾ متفرق ٿي وڃي ته اها جمع آهي ۽ جيڪڏهن بلڪل فنا ٿي پئي ته اهو جمع الجمع آهي. ٻين لفظن ۾ هي به چئي سگهجي ٿو ته مشاهده افعالِ تفريق آهي. مشاهده صفاتِ جمع آهي ۽ مشاهده ذات جمع الجمع آهي.

## حضرت موسيٰ عليه السلام جو ڪلام

هڪڙي درويش کان پڇيو ويو ته حضرت موسيٰ عليه السلام جو الله پاڪ سان گفتگو ڪندي وقت، ڪهڙو حال هو؟ تڏهن چيائين ته "حضرت موسيٰ عليه السلام ان وقت پنهنجي ظاهري وجود کي فنا ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪين پنهنجي ظاهري وجود جو هوش ڪونه رهيو هو. انهي حالت ڪانپوءِ پاڻ الله سان اهڙي طرح ڪلام ڪيائين جو سامع ۽ متڪلم ٻئي هڪ ٿي ويا هئا، جيڪڏهن اها حالت نه هجي ها ته حضرت موسيٰ عليه السلام جي اها جرئت نه هجي ها ته پاڻ گفتگو ۽ جواب جو تاب جهلي سگهن ها.

انهي قل جو مفهوم هي آهي ته الله تعاليٰ کين هڪڙي خاص قوت عطا فرمائي هئي، جنهن ڪري پاڻ خدا جو جواب ٻڌي سگهن. جيڪڏهن اها قوت نه هجي ها، ته پاڻ خدا جو ڪلام نٿي ٻڌي سگهيا. ان ڪانپوءِ انهي بزرگ هي شعر پڙهيا: (ترجمو)

(١) جڏهن عشق جا زخم پرجي ويا، تڏهن آڌيءَ رات جو هڪڙي وڄ چمڪي.

(٢) اُها چادر جي هڪ ڪنڊ جي جيئن نظر اچي رهي هئي پر ان جي بلندين تائين پهچڻ ڏاڍو مشڪل هو.

(٣) عاشق چاهيو ته اُهو ڏسي ته اها وڄ ڪيئن ظاهر ٿي، پر اهو ان ڏانهن ڏسي ڪونه سگهيو، بلڪ ان جا رنج ۽ ڏک وري تازا ٿي ويا.

(۴) ان جي پاسراٽين ۾ باهه پڙڪندڙ آهي ۽ سندس اکين مان پاڻي جاري آهي.

## تجلي ۽ استتار

صوفين جي هڪ اصطلاح تجلي ۽ استتار آهي. حضرت جنيد رحه فرمائي ٿو ته انهن جو مقصد تاديب، تهذيب ۽ دل گدازي آهي. جيئن ته تاديب ۽ اصلاح عوام جي لاءِ آهي ۽ اهو استتار جو مقام آهي. تهذيب ۽ تزڪيه خواص جي لاءِ آهي ۽ اهوئي تجلي آهي. دل گدازي اوليائن سڳورن لاءِ آهي ان ڪي مشاهدو چوندا آهن.

استتار ۽ تجلي جي باري ۾ مشائخن جا هي قول آهن. انهن سيني جو

تعلق نفس جي صفتن جي ظهور کان آهي. اهڙي طرح انهن جي نزديڪ استتار جو مفهوم هي آهي ته قلب جي صفتن جي زور سان نفس جون صفتون غائب ٿي وڃن.

## استتار جو فائدو

تجلي جا ڪيترائي طريقا آهن. ڪڏهن تجلي صفات جي ذريعي، ڪڏهن افعال جي ڪري ۽ ڪڏهن ذات جي طريقي سان هوندي آهي، پر الله تعاليٰ خواص جي لاءِ استتار جو مقام انهي لاءِ باقي رکيو آهي جو خواص ۽ عوام ٻنهي کي فائدو پهچي سگهي.

خواص جو فائدو هي آهي ته ان جي ذريعي اُهي پنهنجن نفسن کي ڀلائي ڏانهن متوجه ڪندا آهن. ٻين جي لاءِ هيءُ فائدو آهي ته جيڪڏهن استتار جو مقام نه هجي ها ته عوام انهن کان فيض حاصل نه ڪري سگهن ها، ڇوته ٻي صورت ۾ اُهي جمع الجمع ۾ مستغرق رهن ۽ هميشه خدا واحد ۽ قهار جي اڳيان رهن ها.

## خاص تجلي

هڪڙي بزرگ جو قول آهي ته "پوشيده اسرارن جي لاءِ تجلي حق جي علامت هي آهي ته اُهي اسرار انهي قسم جا نه هجن جن جو تعبير ڪري سگهجي، يا اُهي عقل ۽ فهم ۾ اچي سگهن، ڇوته جيڪڏهن اُهي اسرار انهي قسم جا هجن، جن جي تشريح ڪري سگهجي ۽ عقل و فهم ان جو احاطو ڪري سگهي ته اهڙو ماڻهو صاحبِ استدلال هو نه ڪ ناظر جلال خداوندي.

هڪڙي ٻي بزرگ جو قول آهي ته تجلي جو مفهوم هي آهي ته بشريت جا حجابات ڪڇي پون، نه هينئن ته اهو ذاتِ حق جي رنگ ۾ رنگجي. استتار جو مفهوم هي آهي ته بشريت اوهان جي ۽ شهود ۽ غيب جي وچان حائل ٿي وڃي.

## تجريد ۽ تفريد

تجريد ۽ تفريد به صوفين جا اصطلاح آهن. تجريد مان مراد هيءَ آهي ته انسان پنهنجن ڪمن ۾ دنيا ۽ آخرت جي غرضن کي مدِنظر نه رکي بلڪ

ان کي عظمتِ حق کان جيڪو ڪشف حاصل هجي، ان کي پنهنجي امڪاني ڪوشش جي مُطابق بندگي ۽ اطاعت ۾ صرف ڪري.

تفريد جو مفهوم هي آهي ته نيڪ ڪمن کي پنهنجي نفس جو نتيجو نه سمجهي بلڪ الله پاڪ جو احسان سمجهي. اهڙي طرح تجريد ۾ غيرن جي نفي ۽ تفريد ۾ پنهنجي نفس جي نفي هوندي آهي. اهڙو شخص الله تعاليٰ جي نعمتن جي مشاهدي ۾ مستغرق رهندو آهي ۽ پنهنجي ذاتي ارادي ۽ اختيار کي فنا ڪري ڇڏيندو آهي.

## وجود، وجد ۽ تواجد

هڪڙي اصطلاح وجد ۽ تواجد به آهي. وجد مان مراد اهو روحاني جذبو آهي جيڪو الله جي طرفان انسان جي باطن تي وارد ٿئي، ڪٿي انهي جو نتيجو خوشي هجي يا ڏک. البته ان جي جذبي کان ان جي هيبت بدلجي وڃي ۽ ان کي الله پاڪ جو ذوق ۽ شوق پيدا ٿئي. وجد هڪڙي قسم جي مسرت آهي جيڪا انهي شخص کي حاصل ٿيندي آهي جيڪو پنهنجن نفساني صفتن تي غالب پئجي ويو هجي ۽ ان جون نگاهون الله ڏانهن لڳل هجن.

تواجد جو مفهوم هي آهي ته وجداني فضا ۾ نڪري وجد جي دائري کي وسيع ڪجي. وجدان جي حالت ۾ وجد باقي ڪونه رهندو آهي. جڏهن مشاهدو هوندو ته خبر جي ضرورت ڪانه رهندي آهي. اهڙي طرح وجد زوال پذير ڪيفيت آهي. پر وجود ڏونگرن جي جيئن اٽل هوندو آهي. هڪڙي شاعر ڪهڙو نه خوب چيو آهي: (ترجمو)

(۱) ڪڏهن وجد منهنجي لاءِ مسرت انگيز هوندو هو، ايستائين جو انهي ذات جيڪا وجد ۾ موجود آهي، مون کي وجد جي مشاهدي کان روڪي ڇڏيو.

(۲) وجد ان جي لاءِ طرب انگيز آهي، جنهن کي وجد ۾ سڪون ۽ راحت ملندي هجي، پر جڏهن الله پاڪ خود اڳيان موجود هجي ته وجد گم ٿي ويندو آهي.

## غلبو

غلبو متواتر وجد جو ٻيو نالو آهي. وجد کنوڻ (برق) جي مثل آهي، جيڪو ظاهر ٿي فنا ٿي وڃي، پر غلبي جي صورت هي آهي ته کنوڻ جا تجلا لڳاتار ظاهر ٿيندا رهن ۽ سالڪ کي ان جي سڌ نه پئجي سگهي. وجد تمام جلدي زائل ٿي ويندو آهي، پر غلبو اسرار جي لاءِ هڪ مضبوط قلعو بنجي باقي رهندو آهي.

## مَسامره

ان جو مفهوم هي آهي ته روح سر باطن ۾ لڪي لڪي مناجات ڪن ۽ قلب کي صرف ان جو لطيف ادراڪ هجي، ڇوته روح قلب کانسواءِ انهي پوشيده مناجات کان لذت ياب ٿيندو آهي.

## سُڪر ۽ صَحو

سُڪر روحاني حال جي غلبي کي چوندا آهن ۽ صَحو هي آهي ته (محويت کانپوءِ) قولن ۽ فعلن کي ترتيب ۽ تهذيب سان انجام ڏيڻ جو هوش اچي.

شيخ محمد بن خفيف رحه فرمائي ٿو ته "سُڪر هي آهي ته ذڪرِ محبوب جي موقعي تي قلب ۾ جوش ۽ جذبو جاڳي پوي." شيخ واسطي رحه جو قول آهي ته "وجد جا مقامات چار آهن. هڪ ذهول، ٻيو حيرت، ٽيون سُڪر ۽ چوٿون صَحو. ان جو مثال ائين آهي جيئن ڪو سمنڊ جو حال ٻڌي پوءِ ان کي ويجهو وڃي ان کانپوءِ اهو سمنڊ ۾ گهڙي پوي. ان کانپوءِ سمنڊ جون ڇوليون ڪيس سوگهو ڪن." ان قول جي مطابق جنهن ۾ به روحاني حال جو ڪو اثر باقي رهي، انهي تي سُڪر جو اثر باقي رهندو آهي ۽ جنهن جي هر شيءِ پنهنجي اصل مقام تي واپس اچي ته انهي تي صَحو جي حالت طاري ٿي ويندي آهي ۽ اهو هوش ۾ اچي ويندو آهي. انهي ڪري سُڪر جو اهلِ دل سان تعلق آهي ۽ صَحو انهن کي حاصل ٿيندو آهي جن تي غيبي حقائق منڪشف ٿين.

## مَحو ۽ اثبات

مَحو هي آهي تہ نفس جي وصفن کي دور ڪجي. اثبات هي آهي تہ اهلِ حق جي لاءِ محبت جي آثارن جا جام گردش ۾ آندا وڃن.
مَحو جو هي مفهوم بہ آهي تہ نفس جي عملن کي فنا ڪري عملن جي رسم کي محو ڪيو وڃي ۽ اثبات جو مفهوم آهي تہ خدا پاڪ پنهنجي پاران جيڪي ڪيفيتون ۽ شيون ان جي اندر پيدا ڪيون آهن، تن کي برقرار رکجي. ان وقت ان جو پنهنجي نفس سان بہ بلڪ حق سان تعلق قائم هوندو آهي يعني خدا پاڪ ان جي گذريل وصفن (گڻن) کي محو ڪري ازسرِنو ان جي هستي کي برقُرار رکندو آهي.

## علم اليقين ۽ عين القين

علم اليقين اهو علم آهي جيڪو غور فڪر ۽ دليلن سان حاصل ٿئي ۽ عين اليقين اهو علم آهي جيڪو ڪشف ۽ فيض الاهي سان مهيا ٿئي ۽ حق اليقين اُهو آهي جيڪو آب و گل جي آلاڻ کان جدا ٿيڻ کانپوءِ وصال جي قاصد جي آمد تي حاصل ٿئي.

شيخ فارس رحہ فرمائي ٿو "علم اليقين ۾ ڪابہ گهبراهٽ ۽ بيچيني نہ هوندي آهي ۽ عين اليقين جي علم ۾ الله تعاليٰ پنهنجا اسرار محفوظ رکيا آهن. جيڪڏهن علم يقين جي صفت کان خالي ٿي پوي تہ اهو شڪ وارو علم آهي، پر جيڪڏهن انهي سان يقين شامل ٿي پوي تہ اهو بنا شڪ جو علم آهي ۽ حق اليقين اها سچي حقيقت آهي جنهن ڏانهن علم اليقين ۽ عين اليقين اشارو ڪن ٿا.

حضرت جنيد بغدادي رحہ جو قول آهي تہ "حق اليقين هي آهي تہ انسان کي يقين ڪامل حاصل هجي ۽ اهو غيبي شين جو بہ اهڙو ئي ڪليو ڪلايو مشاهدو ڪري، جيئن تہ اهو قابلِ ديد شين جو مشاهدو ڪري ٿو بلڪ غيب جي ڳالهين جي سچي خبر ڏي. جيئن تہ حضرت ابوبڪر صديق رضہ فرمايو هو جڏهن تہ نبي ڪريم ﷺ جن وٽانئن سڄو مال ڏيڻ کانپوءِ پڇيو "تو پنهنجي اهل و عيال جي لاءِ ڇا ڇڏيو آهي؟" تڏهن پاڻ رضہ جواب

ڏنائين "صرف الله ۽ ان جو رسول".

هڪڙي بزرگ جو قول آهي "علم اليقين تفريق جو حال آهي ۽ عين اليقين جمع آهي ۽ حق اليقين توحيد جي زبان سان جمع الجمع آهي.

چون ٿا ته يقين جي ڪيترين ئي درجن مان پهريون درجو ان جو ظاهري اسم آهي، ٻيو درجو علم جو آهي، ان ڪانپوءِ عين ۽ حق آهي. يقين جي اسم جو حصو عوام جي لاءِ آهي ۽ علم اليقين جو درجو اوليائن سڀني جي لاءِ آهي ۽ عين اليقين صرف خواص جي لاءِ آهي. حق القين نبين سڀني عليهم السلام جي لاءِ مخصوص آهي ۽ حقيقت اليقين اسان جي رسول الله ﷺ جي لاءِ مخصوص آهي.

## وقت

وقت مان مراد اها ڪيفيت آهي جيڪا انسان تي غالب هجي. انسان تي سڀ کان وڌيڪ غالب ان جو وقت هوندو آهي جيڪو تلوار جي مثل ان جي حڪم سان روان ٿي ان کي قطع ڪندو آهي. ڪڏهن وقت مان مراد اها شيءِ آهي جيڪا انسان تي اوچتي اچي ۽ ان ۾ انهي جي ارادي جو ڪوبه دخل نه هجي، بلڪ اها شيءِ ان تي تصرف ڪري ۽ هو ان جو تابع ٿي پوي. انهي لاءِ چئبو آهي ته فلان شخص وقت جي ماتحت ۽ ان جي حڪم ۾ آهي يعني ان کان مغلوب ٿي ڪري حق جي تابع آهي.

## غيبت ۽ شهود

شهود جو مفهوم هي آهي ته وقت جي ماتحت خدا جي حضور ۾ رهي، ڪٿي اهو مراقبي يا مشاهدي جي صورت ۾ هجي. انهي ڪري جيستائين ٻانهي تي شهود غالب هوندو اهو حاضر رهندو آهي، پر جڏهن مشاهدي ۽ مراقبي جي حالت ختم ٿي وڃي تڏهن اهو حضور جي دائري مان خارج ٿي غائب ٿي ويندو آهي، ڪڏهن غيبت مان مراد هيءَ هوندي آهي ته انسان دنياوي شين کان غائب ٿي خدا پاڪ وٽ هليو وڃي. انهي مفهوم جي مطابق هي لفظ مقام فنا جي مترادف هوندو.

## ذوق ۽ شرب

هتي ذوق مان مراد ايمان آهي، شرب مان مراد علم ۽ زي مان مراد مخصوص روحاني حال آهي. ذوق جو تعلق اربابِ هدايت کان آهي، شرب جو تعلق اربابِ طوائع، نوائع ۽ لوامع سان آهي ۽ زي (سيراب ٿيڻ) جو تعلق صاحبِ حال سان آهي. اصل سبب هي آهي ته اهي روحاني احوال برقرار رهندا آهن ۽ جيڪو برقرار نه هجي اهو حال ڪونهي بلڪ اهو لوامع ۽ طوامع آهي. ڪي ماڻهو هينئن چون ٿا ته حال به بدلندو رهندو آهي ڇوته جيڪڏهن اهو هڪڙيئي حالت تي رهي ته اهو مقام چئبو آهي.

## محاضره ۽ مڪاشفه

محاضره جو تعلق ارباب تلوين سان آهي ۽ مشاهدو ارباب تمڪين ۽ هوش وارن جو حصو آهي. مڪاشفو به انهن ٻنهي جي وچ ۾ مشترڪ آهي، ايستائين جو هو ڪنهن هڪ جي لاءِ مخصوص ٿي وڃي. بهرحال مشاهدو ۽ محاضرو اهلِ علم جي لاءِ آهي. يعني مڪاشفو اهلِ عين جي لاءِ ۽ مشاهدو حق اليقين وارن جي لاءِ مخصوص آهي.

## طوارق ۽ بوادي

انهن ٻن الفاظن کان سواءِ باده، واقع، قادح، طوائع، لوامع ۽ لوائح اهي سڀئي تقريبا هم معنيٰ الفاظ آهن. مختصر طور تي انهن سڀني الفاظن جو تعلق روحاني احوال جي ابتدائي مرحلي سان آهي ۽ اهي سڀئي حال جو مهاڳ آهن. جيڪڏهن حال صحيح هوندو ته اهو انهن سڀني الفاظن جي مفهوم تي حاوي ٿي ويندو آهي.

## تلوين ۽ تمڪين

تلوين اهلِ قلوب جي لاءِ آهي ڇوته اُهي دلين جي پردي جي هيٺيان هونديون آهن. جيئن ته قلبن جي صفات ڏانهن ڪشش هوندي آهي ۽ صفات جا طرف ڪيترائي هوندا آهن، انهي لاءِ صفات انهن طرفن جي

ڪري گھٽيون ۽ مختلف ٿي پونديون آهن. انهي ڪري انهن جي گھٽائي ۽ مختلف هئڻ جي ڪري ارباب قلوب ۾ قلونيات نمودار ٿين ٿيون. ڇوته قلب ۽ اربابِ قلوب عالم صفات جي دائري ڪان ٻاهر ڪونه آهن.

## ارباب تمڪين

پر اربابِ تمڪين ۽ هوش روحاني احوال جي دائري ڪان نڪري چڪا آهن، انهن نه صرف دلين جي پردن کي ڦاڙي ڇڏيو آهي بلڪه نورِ ذات جون تجليون سندن روح جي ذري ذري ۾ سمائجي ويون آهن. انهي لاءِ تلوين (رنگارنگي) انهن ڪان زائل ٿي ويئي آهي. سبب هي آهي ته ذات باري تعالىٰ ۾ ڪوبه تعبير ڪونهي ۽ اهو سندس شان ڪان پري آهي جو حوادث ۽ تغيرات انهي ۾ حلول ڪري سگھن. انهي لاءِ اُهي ماڻهو جيڪي تجلي ذات جي سنگ ميل ڪان لنگھي مقامات قرب ۾ پهچي ويا آهن، ان وقت سندن نفسن ۾ تڪوين هوندي آهي ڇوته انهن جي دل پاڪ ۽ صاف ٿي ويئي آهي.

البته نفسن ۾ تلوين جي هجڻ سان ڪوبه شخص اهلِ تمڪين ۽ هوش جي دائري مان خارج نه ٿيندو آهي. ڇوته تلوين جو نفس ۾ جاري ٿيڻ، رسم انسانيت جي بقا جي لاءِ ضروري آهي ۽ تمڪين و هوش ۾ ثابت قدم رهڻ جو مطلب هي آهي ته حقيقت جو ڪشف ٿئي. تمڪين مان اسان جي مراد هيءَ ڪانهي ته انسان ۾ ڪو تغير برپا نه ٿئي، اهو ته بشر آهي. بلڪه مقصد هي آهي ته اهلِ تمڪين تي جنهن حقيقت جو انڪشاف ٿيندو آهي، اها حقيقت ان ڪان ڳجهي ڪانه رهندي آهي ۽ نه انهي ۾ ڪمي ايندي آهي، بلڪه اضافو ٿيندو رهندو آهي. پر اهلِ تلوين جي شين ۾ گھٽتائي ايندي رهندي آهي ڇوته ان جي نفس جون وصفون ايتري قدر غالب هونديون آهن جو ڪن حالتن ۾ حقيقت به ان ڪان گم ٿي ويندي آهي، ڪٿي اهو ايمان جي مرڪز تي قائم رهندو آهي پر وڏيڪ روحاني احوال ۾ تلوين هوندي آهي.

## نفس

چون ٿا نفس منتهي جي لاءِ آهي. وقت مبتدي جي لاءِ آهي ۽ حال متوسط جي لاءِ آهي. گويا صوفين سڳورن جي پاران هيءُ اشارو آهي ته

مبتدي کي الله تعاليٰ جي طرفان روحاني وارداتون پيش اينديون آهن، جيڪي مستقل طور تي قائم نہ رهنديون آهن. متوسط اهلِ حال هوندو آهي ۽ حال انهي تي غالب هوندو آهي ۽ منتهي صاحبِ نفس هوندو آهي يعني اهو پنهنجي حال کي ڪنٽرول ۾ رکندو آهي ۽ ڪڏهن بہ ائين ڪونہ هوندو آهي تہ حال ڪڏهن موجود هجي ۽ ڪڏهن وري گم ٿي وڃي، بلڪ احوال ۽ وجداني ڪيفيتون اُن جي نفس ۾ شامل ٿي مستقل طور تي ويهي رهنديون آهن. وري وري ڪونہ اينديون آهن.

بهرحال اهي سيئي ارباب حق جا روحاني احوال آهن جيڪي مٿن وارد ٿيندا رهندا آهن ۽ الله تعاليٰ سندن برڪت سان ماڻهن کي فائدو پهچائيندو آهي.

باب ٽيھٽيون

# سالڪ جو صحيح آغاز ۽ انجام

حضرت عمر بن الخطاب رضہ منبر تي چڙھي فرمايائون تہ "مون رسول الله ﷺ جن کي ھينئن فرمائيندي ٻڌو آھي: "حقيقت ۾ اعمالن جو دارومدار نيتن تي آھي ۽ ھر ماڻھو جيڪا نيت ڪندو آھي اھڙو ئي ڪيس ڦل ملندو آھي. جيڪڏھن ان جي ھجرت جي نيت الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي لاءِ آھي تہ اھا ھجرت الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي لاءِ سمجھي ويندي ۽ جنھن ھجرت جي نيت دنيا حاصل ڪرڻ يا ڪنھن عورت سان نڪاح ڪرڻ جي لاءِ ڪئي، تہ انھي جي ھجرت انھي مقصد جي لاءِ ھوندي جنھن جو ھن ارادو ڪيو".

نيت سان عمل جي شروعات ٿئي ٿي ۽ انھي جي مطابق عمل ھوندو آھي، انھي ڪري جڏھن ڪو مريد صوفين جي جماعت ۾ داخل ٿئي تہ ان جو اھم ڪم ھي آھي تہ اھو انھن جو لباس اختيار ڪري ۽ خدا جي راضپي لاءِ انھن وٽ ويھندو ڪري. جڏھن ھو انھن جي طريقي ۾ داخل ٿيندو تہ اھا ان جي وقت ۽ حال جي ھجرت آھي.

حديث شريف ۾ آھي تہ "مھاجر اُھو آھي جيڪو انھن ڳالھين کي ڇڏي ڏي جيڪي الله منع ڪيون آھن."

قرآن ڪريم ۾ ھي بہ ذڪر آيو آھي:

وَمَنْ يَّخْرُجْ مِنْ بَيْتِهٖ مُهَاجِرًا اِلَي اللّٰهِ وَرَسُوْلِهٖ ثُمَّ يُدْرِكْهُ الْمَوْتُ فَقَدْ وَقَعَ اَجْرُهٗ عَلَي اللّٰهِ. (نساءِ پ ٥)

**ترجمو:** ۽ جيڪو پنھنجي گھران الله ۽ ان جي رسول ڏانھن ھجرت جي ارادي سان نڪري، پوءِ ان کي موت اچي وڃي تہ ان جو ثواب الله جي ذمي آھي.

مريد کي گھرجي تہ اهو بہ الله جي خاطر صوفين جي رستي تي هلي. جيڪڏهن اهو زندگي ۾ صوفين جي آخري منزل تائين پهچي وڃي تہ سمجهو تہ انهي قوم سان رهي منزل مقصود پاتي ۽ جيڪڏهن انجام تائين پهچڻ کان پهرين ان کي موت اچي ويو تہ ان جي ثواب جو ذمو الله تي آهي، اهڙي طرح جنهن جو آغاز مستحڪم آهي تہ ان جو انجام بہ مڪمل ٿيندو.

حضرت جنيد رحہ فرمائي ٿو "اڪثر موقعا ۽ مشڪلاتون ابتداء جي خرابي کان پيدا ٿين ٿيون". انهي ڪري مريد جي لاءِ ضروري آهي تہ اهو روحانيت جي رستي تي هلڻ جي شروعات ۾ نيت کي پڪو ڪري، ڇوتہ نيت پڪي ڪرڻ سان نہ صرف هو نفساني خواهشن کان پاڪ ۽ صاف ٿي ويندو آهي بلڪہ نفس جي فوري لذتن کان ڪناره ڪش ٿي ڪري الله تعاليٰ جي لاءِ وقف ٿي ويندو آهي.

## سچي نيت

حضرت سالم بن عبدالله بن عمر رضہ حضرت عمر بن عبدالعزيز رحہ کي هڪڙي ڀيري خط ۾ لکيو تہ "اي عمر! اهو ڌيان ۾ رهي تہ الله جي مدد نيت جي مطابق هوندي آهي. جيڪڏهن نيت ڪامل هوندي آهي تہ الله جي مدد بہ ڪامل هوندي آهي ۽ جيڪڏهن نيت ۾ ڪوتاهي اچي وڃي تہ خدا پاڪ جي مدد بہ ايتري نامڪمل آهي".

هڪڙي نيڪ بزرگ پنهنجي ياءُ کي لکيو "جيڪڏهن اوهين خلوص نيت سان عمل ڪندؤ تہ ٿورو عمل بہ اوهان جي لاءِ ڪافي آهي". جيڪڏهن ڪنهن کي نيڪ نيتي جي توفيق نہ هجي تہ اهو انهي شخص جي صحبت ۾ رهي جيڪو ان کي نيڪ نيتي سيکاري.

## طريقت جون منزلون

شيخ سهل بن عبدالله تستري رحہ جو قول آهي "سڀ کان پهريون ڪم جيڪو مبتدي مريد کي سيکاريو وڃي ٿو، اُهو هي آهي بڇڙين حرڪتن کان بيزاري جو اعلان ڪري، ان ڪانپوءِ چڱا ڪم ڪري خدا جي لاءِ وقف ٿي وڃي. ان ڪانپوءِ راهِ هدايت تي هلي ثابت قدمي ڏيکاري. پوءِ بيان،

قرب ۽ مناجات جون منزلون بہ علي الترتيب طي ڪري. ان ڪانپوءِ موالات ۽ مضافات آهن.

انهي حالت ۾ رضا ۽ تسليم ان جو مقصد هئڻ گهرجي ۽ تفويض و توڪل ان جو حال هجي ان جو نتيجو هيءُ نڪرندو تہ الله تعاليٰ پنهنجي مهرباني سان ان کي پنهنجي معرفت عطا فرمائيندو. اهو انهن ماڻهن جي مقام تي فائز ٿيندو جيڪي پنهنجي طاقت ۽ اختيار سان دستبردار ٿي ويا ۽ اهو حاملين عرش جو مقام آهي جنهن ڪانپوءِ ڪوبہ مقام ڪونهي".

شيخ سهل بن عبدالله رحہ جي هن ڪلام ۾ تصوف جي آغاز ۽ انجام ٻنهي کي گڏ ڪيو ويو آهي.

## قطع تعلقات

جڏهن مريد صدق ۽ اخلاص کي اختيار ڪري تہ اهو روحانيت جو مرد ميدان آهي. ان جي صدق ۽ اخلاص جي تحقيق انهي ڳالهہ ڪان ٿي سگهي تہ آيا اُهو شريعت جو پابند آهي يا نہ ۽ ڇا اُنهي مخلوق ڪان قطع تعلق ڪري ورتو آهي يا نہ؟ مبتدي مريدن تي جيڪي آفتون ۽ مشڪلاتون نازل ٿين ٿيون ان جو اصل بنياد هيءُ هوندو آهي تہ انهن جون نگاهون مخلوق ڏانهن لڳل رهنديون آهن. حالانڪہ رسول ڪريم ﷺ جن فرمايو آهي "ماڻهوءَ جو ايمان ان وقت تائين ڪامل نٿو ٿي سگهي، جيستائين عام ماڻهو انهي جي نزديڪ ٻڪريءَ جي ڦولڙين جي جيئن نہ ٿين. ان ڪانپوءِ جڏهن هو پنهنجي نفس ڏانهن رجوع ڪري تہ ڪمتر ڪان ڪمتر سمجهي". ان حديث ۾ انهي طرف اشارو آهي تہ مخلوق ڪان قطع تعلقات ڪجي ۽ انهن جي عادتن جي پابندي ترڪ ڪئي وڃي.

## صداقت

شيخ احمد بن حضرويہ رحہ جو قول آهي تہ "جيڪو چاهي تہ هر حالت ۾ الله ساڻ رهي، اهو صداقت کي ضروري سمجهي. ڇوتہ الله تعاليٰ حق پسندن سان آهي". حديث شريف ۾ آيو آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو "صداقت نيڪيءَ جو رستو ڏيکاري ٿي".

مريد جي لاءِ ضروري آهي تہ مال ۽ عزت کي ترڪ ڪري ڇڏي ۽ مخلوق سان ان وقت تائين قطع تعلقات رکي جيستائين سندس بنياد مستحڪم نہ ٿئي، اهڙي طرح هو نفس جي ڳجهين خواهشن کان چڱي طرح واقف ٿي ويندو.

## پاڻ سڃاڻڻ

مريد جي لاءِ سڀ کان فائديمند خودشناسي آهي. جنهن کي دنيا جي فضول ڳالهين سان دلچسپي هجي يا انهي ۾ دنيا جي طمع يا نفساني خواهش جو ڪجهہ حصو باقي رهيل هجي اُهو خودشناسي جو مڪمل حق ادا نٿو ڪري سگهي.

حضرت زيد بن مسلم جو قول آهي تہ "ٻہ عادتون اهڙيون آهن، جن سان اوهان کي ڪمال حاصل ٿي سگهي ٿو. اُهي هي آهن تہ اوهين صبح ۽ شام گناهہ ۽ معصيت جو ارادو بہ نہ ڪريو".

جڏهن مريد جو زُهد ۽ تقويٰ مستحڪم ٿي وڃي، تڏهن ان وقت اهو نفس کان چڱي طرح واقف ٿي ويندو آهي بلڪ پنهنجن پردن کان ٻاهر نڪري ايندو آهي، ان کي نفس جي حرڪتن، لڪيل خواهشن ۽ مڪر و فريب کان چڱي ريت آگاهي ٿي ويندي آهي. بهرحال جيڪو صداقت کي اختيار ڪري تہ اهو ان جو نهايت ئي مضبوط سهارو آهي.

## الله جي اگهاڙي تلوار

شيخ ذوالنون رحہ فرمائي ٿو "هن سرزمين ۾ الله جي هڪڙي تلوار آهي جو جڏهن اُها ڪنهن تي وار ڪندي آهي تہ ان کي ڪٽي وجهندي آهي. اها سچائي جي تلوار آهي. سچائي جي متعلق هڪڙو واقعو نقل ڪن ٿا تہ بني اسرائيل جي هڪڙي عابد ۽ زاهد کي هڪڙي راتي برغلايو تڏهن هن چيو تہ "خالي جاءِ تي منهنجي لاءِ پاٽي رکي ڇڏ، جيئن تہ آئون پاڪ ۽ صاف ٿي ونان". ان ڪانپوءِ هو محلات جي مٿانهين جڳهہ تي چڙهيو ۽ اُتان کان هن پنهنجو پاڻ کي ڪيرائڻ چاهيو ايتري ۾ الله "هوا" جي ملائڪ کي حڪم ڏنو تہ هو انهي جي ٻانهن کي جهلي وٺي. جيئن تہ هن انهي کي

جهلي آهستي زمين تي رکي ڇڏيو. انهي تي ابليس کي چيو ويو تہ "تو هن کي ڇونہ برغلايو؟" هن چيو تہ "منهنجو اهڙي شخص تي ڪوبہ اختيار ڪونهي، جيڪو پنهنجين خواهشن جي خلاف هلندڙ هجي ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ پنهنجي جان قربان ڪندڙ هجي".

## خدا ڪارڻ جي نيت

مريد جي لاءِ مناسب آهي تہ اهو هر ڪم ۾ الله جي لاءِ نيت ڪري، ايستائين جو ڪائڻ، پيئڻ ۽ پهرڻ ۾ بہ ان جي نيت ڪري يعني ان جو ڪائڻ، پيئڻ، پهرڻ ۽ سمهڻ سيئي الله جي رضامندي جي لاءِ هجن، جيئن تہ اهي سيئي ڳالهيون نفس کي آرام پهچائڻ جي لاءِ آهن انهي ڪري جيڪڏهن انهن ڪمن ۾ الله جي لاءِ نيت ڪجي تہ نفس معصيت ۽ گناهہ جو مرتڪب نہ ٿيندو آهي بلڪہ نيڪي ۽ الله جي مخلصانہ ڪمن ۾ تعاون ڪندو آهي. پر جيڪڏهن الله جي لاءِ نيت نيڪ رکڻ ڪانسواءِ نفس جي سڪون جو ڪو ڪم سرانجام ٿئي تہ اهو ان جي لاءِ وبالِ جان بنجي ويندو آهي.

## نيت جو اثر

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جنهن الله تعاليٰ جي لاءِ خوشبوءِ لڳائي تہ قيامت جي ڏينهن ان جي خوشبوءِ خالص مشڪ کان وڌيڪ عمدي هوندي ۽ جيڪو الله ڪانسواءِ ٻين ماڻهن جي لاءِ خوشبوءِ لڳائيندو آهي، قيامت جي ڏينهن ان جي بوءِ مردار کان بہ وڌيڪ بدبودار هوندي".

حضرت انس رضہ فرمائيندو هو تہ "منهنجي هٿاري تي مشڪ جي خوشبوءِ لڳايو ڇوتہ ثابت رضہ مون سان مصافحو ڪري ٿو ۽ منهنجي دست بوسي ڪندو آهي".

اهلِ حق نماز جي لاءِ سٺو لباس پائيندا آهن، انهي مان سندن مقصد هيءُ هوندو آهي تہ اهڙي طرح نيڪ نيتيءَ سان الله جو قرب حاصل ڪريون. انهي ڪري سالڪ جي لاءِ مناسب آهي تہ اُهو پنهنجن سيني حالتن، قولن ۽ فعلن جو صحيح جائزو وٺي ڪري پنهنجي نفس کي اها اجازت نہ ڏي تہ اهو الله تعاليٰ کان الڳ رهي ڪري ڪا حرڪت ڪري يا ڪا ڳالهہ زبان مان ڪڍي.

## دل سان نيت ڪرڻ

مون پنهنجي مرشد محترم جي هڪڙي سائيءَ کي ڏٺو ته هو هر گرهه تي نيت ڪندو هو ۽ پنهنجي زبان سان هيئنئن به چوندو هو ته "آئون هي گرهه الله جي لاءِ کاوان ٿو". بهرحال جيڪڏهن دل سان نيت نه ڪجي ته زباني چوڻ جو ڪوبه فائدو ڪونهي. ڇوته سنت دل جو عمل آهي، زبان صرف ان جي ترجمان آهي. انهي لاءِ جيستائين الله پاڪ جي لاءِ قلبي عزيمت نه هوندي، اها نيت ڪانه چئبي.

هڪڙي بزرگ پنهنجي زال کي سڏ ڪيو، هو پنهنجن وارن کي صاف ڪرڻ گهرندو هو. انهيءَ لاءِ هن چيو ته "قئي" کڻي اچ. ان جي زال چيو آئون قئي ۽ آرسي به کڻي اچان؟ اهو ٻڌي هو خاموش رهيو، وري چوڻ لڳو "هائو" هڪڙي ٻڌڻ واري چيو ته "تون ماٺ ڪري آرسيءَ جي باري ۾ توقف ڪيو ۽ پوءِ وري اثبات ۾ ڇو جواب ڏنو؟ انهي بزرگ چيو ته "مون نيت ڪري قئي آڻڻ جي لاءِ چيو هو پر هن آرسي آڻڻ جو به ذڪر ڪيو. ان وقت مون آرسي جي باري ۾ نيت ڪانه ڪئي هئي، انهي لاءِ مون کي توقف (ماٺ) ٿي، جيئن ته جڏهن الله تعاليٰ نيت ڪرائي، تڏهن مون هائو (اثبات) ۾ جواب ڏنو".

## گوشي نشيني

هر مبتدي مريد جنهن پنهنجي ابتداءَ جي بنياد پنهنجي دوست ۽ آشنائن کي ڇڏي پڪي نه ڪئي هجي، اڪيلائي جو عادي نه هجي، ان وقت تائين ان جو آغاز صحيح نٿو ٿي سگهي. انهي لاءِ چيو ويو آهي ته دوستن جي گهڻائي، سچائي جي ڪمي جو دليل آهي. بلڪه مبتدي جي لاءِ خاموش رهڻ سڀ ڪان وڌيڪ مفيد آهي. جيئن ته ماڻهن جون ڳالهيون سندس ڪنن ۾ نه پون. ڇوته مختلف ڳالهين کي ٻڌي ڪري ان جي باطن جو متغير (بدلجڻ) ٿيڻ جو قوي امڪان آهي.

## فضول ڪمن کان پرهيز ڪرڻ

جيڪو شخص زُهد ۽ تقويٰ کي ڪمال نٿو سمجهي، ان کي ڪڏهن به معرفت حاصل ڪانه ٿيندي ۽ معرفت حال نه ٿيڻ جي ڪري ان تي ڀلائي جو

دروازو کونہ کلندو. جيئن تہ مبتدين جا باطن ميڻ جي جيئن آهن، انهي لاءِ
اُهي هر نقش قبول ڪري وٺندا آهن. ڪن وقتن ۾ تہ مبتدي جي لاءِ صرف
ماڻهن کي ڏسڻ بہ نقصانڪار آهي اهڙي طرح فضول ڏسڻ ۽ فضول هلڻ ڦرڻ
تہ تمام گهڻو نقصانڪار آهي. انهي لاءِ صرف ضرورت تي اڪتفا ڪجي
يعني جڏهن ڏسڻ جي ضرورت هجي تہ صرف ان وقت ڏسجي ايستائين جو
جيڪڏهن هو ڪنهن رستي تي هلي تہ اها ڪوشش ڪري تہ ان جي نگاهہ
صرف انهي رستي ڏانهن هجي، جنهن تي هو هلي رهيو هجي. ساڄي کاٻي
نہ ڏسي. ان ڪانپوءِ هو ماڻهن جي نگاهن ۽ انهن جي احساسن کان بہ پاسو
ڪري، ڇوتہ جيڪڏهن ماڻهن کي ان جي ڳالهہ جي خبر پئجي وڃي تہ اها
انهي فعل کان بہ وڌيڪ نقصانڪار آهي.

## ضرورت جي حد

اهو فضول هلڻ ڦرڻ کي حقير نہ سمجهي ڇوتہ قول، فعل ۽ نظر، سماع
جي هر اها شيءِ جيڪا حد ضرورت کان ٻاهر هجي، فضول سمجهي ويندي
آهي ۽ انهي کان روحاني اصول ضايع ٿيندا آهن. حضرت سفيان رحہ جو
قول آهي تہ "ماڻهو اصول کي ضايع ڪري وصول کان محروم رهندا آهن".

جيڪو قول ۽ فعل ۾ ضرورت جي حد اندر نہ رهي اُهو کائڻ پيئڻ ۽
سمهڻ ۾ بہ ضرورت جي حد اندر نٿو رهي سگهي، جڏهن ڪو ضرورت کان
اڳتي وڌي وڃي تہ انهي جي قلب جا ارادا لڏي لمي آهستي آهستي فنا ٿي
ويندا آهن.

شيخ سهل بن عبدالله رحہ فرمائي ٿو تہ "جيڪو شخص پنهنجي مرضي
۽ اختيار سان الله جي عبادت ڪري تہ اهو مجبور ٿي مخلوق جي پوڄا
ڪندو آهي، اهڙي طرح ٻانهي تي رخصت ۽ سهولتن جا دروازا کلي پوندا
آهن ۽ تباهہ ٿيڻ وارن سان گڏ اُهو بہ تباهہ ٿي ويندو آهي.

## دنيادارن کان پرهيز ڪرڻ

مبتدي سالڪ جي لاءِ مناسب ڪونهي تہ هو ڪنهن دنيادار سان تعلق
رکي، ڇوتہ انهن سان واسطو رکڻ ان جي لاءِ زهر قاتل آهي. روايت آهي تہ

"دنيا الله کي ناپسند آهي، جيڪو ان جي هڪڙي رسي کي بہ جهلي تہ اُها هن کي دوزخ ڏانهن وٺي ويندي آهي". اهي رشتا دنيادار، طالبِ دنيا ۽ زر پرست آهن، انهي ڪري جيڪو انهن کان واقف ٿئي اُهو انهن ڏانهَن ڇڪجي خودبخود هليو ويندو آهي، ڪٿي ان جي پنهنجي مرضي هجي يا نہ هجي.

## نفلن جي پابندي ڪرڻ

مبتدي سالڪ طريقت انهن درويشن جي صحبت کان بہ پرهيز ڪري جيڪي رات جاڳندڙ ۽ ڏينهن جو روزا رکڻ جا قائل نہ هجن، ڇوتہ انهن جي صحبت دنيادارن جي صحبت کان بہ بدتر آهي. اُهي هينئن چوندا رهندا آهن تہ "عمل ڪرڻ عابدن جو مشغلو آهي، پر اهلِ حال انهي کان بالاتر آهن. پڻ درويش کي صرف فرائض ۽ رمضان شريف جا روزا ادا ڪرڻ گهرجن". پر مبتدي مريد کي اها ڳالهہ بلڪل نہ ٻڌڻ گهرجي. اسان کي سيني ڳالهين جو تجربو آهي ۽ ڪيترائي دفعا اسان آزمايو بہ آهي، بلڪ جڏهن اسين درويشن ۽ مرشدن جي صحبت ۾ ويٺاسون تڏهن اهوئي مشاهدو ڪيوسون تہ جيڪي ماٺهو هيءَ ڳالهہ چون ٿا ۽ نفلن کي ڇڏي صرف فرضن جي پابندي ڪندا آهن، اُهي پنهنجي ڪم ۾ ڪوتاهي ڪن ٿا، حالانڪ اُهي پنهنجي روحاني احوال ۾ هوشمند هوندا آهن.

## جمعي جي ڏينهن جو پروگرام

هڪ طالبِ حق کي فرضن ۽ نفلن ٻنهي جي پابندي ڪرڻ گهرجي، اهڙي طرح هو شروع کان ئي ثابت قدم رهي ٿو، بلڪ ان کي جمعي جي ڏينهن جو خاص طرح لحاظ رکڻ گهرجي. اهو ڏينهن هو خالص الله جي لاءِ وقف ڪري ۽ ذاتي ڪمن کي ترڪ ڪري ڇڏي. هو جمعي جو غسل ڪري سج اڀرڻ کان اڳ ۾ جامع مسجد ۾ پهچي وڃي، جيڪڏهن ٿي سگهي تہ بهتر اهوئي آهي تہ نماز جمعي جي وقت غسل ڪري جيئن تہ پاڻ سڳورن ﷺ حضرت ابوهريرة رضہ کي فرمايائون "اي ابوهريره رضہ! تون جمعي لاءِ ضرور غسل ڪر، ڪٿي توکي رات جي ڪاڏي جي بدلي ۾ پاڻي خريد ڪرڻو پوي. ڪوبہ پيغمبر اهڙو ڪونهي جنهن کي الله تعاليٰ جمعي جي لاءِ غسل

ڪرڻ جو حڪم نه ڏنو هجي ڇوته جمعي جو غسل گناهن جو ٻن جمعن تائين ڪفارو بنجي ويندو آهي." انهي عرصي ۾ اهو لڳاتار نماز، مناجات، دعا، تلاوت ۽ گوناگون ذڪرن ۾ مصروف رهي، ايستائين جو جمعي جي نماز پڙهجي. ان ڪانپوءِ هو جامع مسجد ۾ ئي معتڪف رهي ايستائين جو وچين (ٽپهري) جي نماز پڙهي، پوءِ ڏينهن جو باقي حصو تسبيح ۽ استغفار ۽ درود شريف ۾ گذاري. ان جو نتيجو هيءُ نڪرندو جو سڄو هفتو مبارڪ رهندو ۽ هو ان جو قل ايندڙ جمعي جي ڏينهن مشاهدو ڪندو.

## جمعي جو معياري ڏينهن

هڪڙو اهلِ حق بزرگ پنهنجن روحاني احوالن، قولن ۽ فعلن ڪي ترتيب ڏيڻ لاءِ سڄو هفتو صرف جمعي جي ڏينهن جو انتظار ڪندو آهي. انهيءَ لاءِ جمعي جو ڏينهن هر اهلِ حق جي لاءِ درجن جي ترقيءَ جو ڏينهن هوندو آهي. اهڙي طرح جمعي جي ڏينهن جيڪي ڪجهه ملندو آهي اهو هڪ معيار بنجي ويندو آهي، جنهن مان گذريل هفتي جي ڪمن جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. جيڪڏهن هفتو خيريت سان گذري وڃي ته جمعي جي ڏينهن اجان وڌيڪ انوار و برڪات نازل ٿيندا آهن ۽ جيڪڏهن انهي هفتي ڪي بيڪار وڃائي ڇڏجي ته جمعي جي ڏينهن طبيعت تي مايوسي، تنگدلي ۽ افسردگي ڇانيل رهندي آهي. انهي ڪري هن ڳالهه جو خيال رکڻ گهرجي.

## لباس ۾ وچٿرائي رکڻ

ماڻهن کي ڏيکارڻ جي لاءِ پوشاڪ نه پائڻ گهرجي، نه وري اُچي قسم جي پوشاڪ پائڻ گهرجي ۽ نه ئي زاهدن جهڙو لباس پائڻ گهرجي، جيئن ته ماڻهو ڪيس زاهد سمجهن. اُچي پوشاڪ پائڻ ۾ نفساني خواهش جو اظهار هوندو آهي ۽ تلهو لباس پائڻ ۾ رياڪاري جو گمان هوندو آهي، انهي لاءِ لباس صرف خدا جي لاءِ جسم تي ڍڪجي.

## اُبتي قميص پائڻ

چون ٿا حضرت سفيان رحہ هڪ ڏينهن اُبتي قميص پاتي ۽ ڪين انهي جي خبر ڪانه پيئي ايستائين جو ڏينهن مٿي چڙهي آيو. ان وقت هڪڙي

ماڻهوءَ کين خبردار ڪيو. تڏهن پاڻ ان کي لاهڻ جو ارادو ڪيائون، پر وري انهي ارادي کان باز رهيا ۽ چوڻ لڳا تہ مون ان کي الله جي نيت سان پاتو هو، انهي ڪري آئون ماڻهن جي نيت جي خيال کان ان کي نئون بدلائي سگهان، طالب کي انهن ڳالهين جو بہ ڌيان رکڻ گهرجي.

## تلاوتِ قرآن شريف

مبتدي سالڪ جي لاءِ اهو بہ ضروري آهي تہ هو قرآن شريف جي تلاوت ڪري ۽ ان کي ياد ڪري. جيستائين ٿي سگهي گهٽ ۾ گهٽ قرآن ڪريم جي هڪ منزل کان حفظ جي ابتداءَ ڪري پورو ياد ڪري. هو انهي شخص جي قول ڌانهن ڌيان نہ ڏي، جيڪو هيئنئن چوندو هجي تہ صرف هڪڙي ذڪر جو هميشہ ورد ڪرڻ قرآن شريف جي تلاوت کان افضل آهي، ڇوتہ هو نماز جي اندر ۽ ٻاهر قرآن شريف جي تلاوت جي برڪت سان پنهنجي دلي منشا حاصل ڪري سگهي ٿو.

## ذڪر ڪرڻ

ڪن مشائخن مريدن جي لاءِ صرف هڪڙو ذڪر انهي لاءِ پسند فرمايو آهي تہ ان جي مرڪزي خيال ۾ يڪسوئي قائم رهي، البتہ جيڪو گوشي نشين ٿي تلاوت ۽ نماز جي پابندي ڪري، اهو عمل ان جي لاءِ صرف هڪ ذڪر جي پابندي کان بهتر آهي. جيڪڏهن ڪنهن وقت هو ٿڪجي پوي تہ ذڪر کي اختيار ڪري ۽ تلاوت ڪرڻ جي بجاءِ ذڪر شروع ڪري، ڇوتہ ذڪر جو ورد نفس جي لاءِ نسبتا آسان ۽ هلڪو آهي، پر اهو سمجهڻ گهرجي تہ هر شيءِ جي لاءِ قلب اهم آهي. اهڙي طرح تلاوت، نماز ۽ ذڪر جو هر اُهو عمل جنهن ۾ دل ۽ زبان گڏيل نہ هجن، قابل اعتبار نہ آهي بلڪ ناقص عمل آهي.

## معانيءِ قرآن

اُهو وسوسن ۽ نفساني خواهشن کي حقير نہ سمجهي، اها ان جي لاءِ تمام نقصانڪار ۽ خطرناڪ بيماري آهي. ان کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي تہ

نفساني گفتگو جي بجاءِ قرآن پاڪ ان جي باطن ۾ ڇُپيي وڃي يعني جهڙي طرح زبان تلاوت ۾ مشغول رهندي آهي، انهي ۾ ٻيو ڪوبہ ڪلام شامل ڪونہ ٿيندو آهي، اهڙي طرح قرآن ڪريم جون معنائون قلب جي اندر سمائجي وڃن ۽ اُنهن ۾ نفساني گفتگو جي آميزش نہ هجي.

## مراقبو ڪرڻ

جيڪڏهن اُهو اڻپڙهيل (عجمي) هجي ۽ قرآن شريف جي معنيٰ کان واقف نہ هجي تہ باطني مراقبو اختيار ڪري، ان جو باطن نفساني گفتگو (حديث نفس) جي بجاءِ هن تصور ۾ گم رهي تہ الله تعاليٰ انهي ڏانهن نهاري رهيو آهي. اهڙي طرح هميشہ پابندي ڪرڻ سان ان جو تعلق اربابِ مشاهده سان ٿي ويندو.

حضرت مالڪ رحہ فرمائي ٿو "جڏهن صديقن جا قلب قرآن پاڪ ٻڌندا آهن تڏهن انهن ۾ آخرت جي لاءِ خوشيءَ جي تڙپ اُٿندي آهي، انهي لاءِ سالڪ طريقت بہ انهن اصولن جي پابندي ڪري ۽ خدا جو نيازمند رهي ڪري هميشہ ان ڪان مدد جو طالب رهي جنهن ڪري هو ثابت قدم رهندو.

## نيازمندي

شيخ سهل رحہ فرمائي ٿو "اهلِ حق جيتري قدر خدا سان نيازمندي ڪندو آهي، ايتري قدر اُهو آزمائشن ۽ بلائن ڪان واقف ٿيندو آهي ۽ جيتري قدر هو بلاشناس ٿيندو آهي، اوتري قدر هو خدا جو نيازمند هوندو آهي. انهي لاءِ هميشہ خدا جو نيازمند رهڻ خير ۽ برڪت جي بنياد آهي ۽ صوفين جي هر دقيق علم جي ڪنجي آهي، اها نيازمندي هردم گڏ هئڻ گهرجي. ڪابہ حرڪت ۽ ڪوبہ ڪلمون نيازمندي ڪان خالي نہ رهڻ گهرجي نہ تہ ان جو انجام خير سان ڪونہ ٿيندو. اسان ان کي باربار آزمايو ۽ معلوم ڪيو آهي.

شيخ سهل رحہ فرمائي ٿو "جنهن جو ڪوبہ ساهہ ذڪر ڪان خالي رهي اُهو پنهنجي روحاني حالت کي خراب ڪري وڃندو آهي. ان جي بدحالي جي ننڍڙي نشاني هي آهي تہ اُهو فضول ڳالهين ۾ مشغول رهي ۽ ضروري ڳالهين کي ڇڏي ڏي.

## بيهودي ڳالهہ جو ڪفارو ڏيڻ

اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ حسان بن سنان رحہ ھڪڙي ڏينھن چوڻ لڳو تہ "ھيءُ گھر ڪنھن جو آھي؟" پوءِ ڪيس ھوش آيو تڏھن چوڻ لڳو تہ "آئون ھيءُ سوال ڇو ڪري رھيو آھيان؟" ان ڳالهہ جو مون سان ڪوبہ تعلق ڪونھي بلڪ اھو نفس جي غلبي ۽ بي ادبي جو نتيجو آھي". انھي ڪان پاڻ رحہ قسم ڪنيائون تہ ھن بيھودي ڳالهہ جي ڪفاري جي طور تي آئون سڄي سال جا روزا رکندس".

## سچائي جو اثر

حقيقت ھي آھي تہ انھن بزرگن سچائي جي ڪري بلند مرتبا حاصل ڪيا ۽ پنھنجي ھمت ۽ عزم جي طاقت سان جتي پھچڻو ھو سو پھچي ويا. حضرت جنيد رحہ فرمائي ٿو "جيڪڏھن ھڪڙو صداقت پسند انسان الله ڏانھن ھڪ ھزار سالن تائين متوجہ رھي، ان ڪانپوءِ ھو ھڪڙي لمحي جي لاءِ ان ڪان ڪناره ڪش ٿي پوي تہ ان جو نقصان ان جي فائدي ڪان وڌيڪ ھوندو". ھيءُ اُھو جملو آھي جيڪو ھڪ مبتدي سالڪ جي ڌيان ۾ رھڻ گھرجي، البتہ منتھي سالڪ تہ ان کي ڄاڻي ٿو ۽ انھي تي عمل ڪري ٿو. جيڪڏھن مبتدي صادق آھي تہ منتھي صديق آھي.

## صادق

شيخ ابوسعيد قرشي رحہ جو قول آھي تہ "صادق اُھو آھي جنھن جو ظاھر درست ھجي ۽ باطن ڪڏھن حظ نفس ڏانھن مائل ھجي. اُن جي نشاني ھيءَ آھي تہ اُھا ھڪ قسم جي عبادت آھي ۽ اطاعت (پيروي ڪرڻ) ۾ تہ لذت محسوس ڪري، پر ٻي قسم جي اطاعت ۾ حلاوت نہ ڏسي، ان ڪان سواءِ جڏھن ذڪر ۾ مشغول ھوندو تہ اُن جو روح منور ٿي پوندو پر جڏھن نفساني لذت ۾ مشغول ھجي تہ ذڪرن جو خيال ويندو رھي."

## صديق

صديق اُھو آھي جنھن جا ظاھر ۽ باطن ٻئي درست ھجن ۽ خدا جي اھڙي ريت عبادت ڪري جو الله پاڪ ۽ سندس ذڪر ڪان، ڪائڻ، پيئڻ،

سمهڻ ۽ ڪا بہ شيءِ ڪيس روڪي نہ سگهي. صديق پنهنجو پاڻ کي الله جي لاءِ وقف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ صديقيت جو حال نبوت جي ويجهي ۾ ويجهو آهي.

شيخ ابويزيد رحہ فرمائي ٿو "صديقن جي آخري حد پيغمبرن جو پهريون درجو آهي".

## اربابِ نهايت

اهو ڏيان ۾ رهي تہ اربابِ نهايت (منتهي سالڪانِ طريقت) جو ظاهر ۽ باطن درست هوندو آهي. بلڪ سندن روح نفسن جي اونداهي کان نڪري قرب جي حيثيت تائين پهچي ويندا آهن. انهن جا نفس تابع، اطاعت شعار ۽ نيڪ هوندا آهن. اُهي دل جي هر آواز تي هر وقت لبيڪ چوندا آهن. سندن روحن جو مقامِ اعليٰ سان تعلق هوندو آهي. انهن جي نفساني خواهش جي باهہ وسمي ويندي آهي ۽ سندن باطن ۾ روحاني علم چڱي طرح پريل هوندو آهي بلڪ کين آخرت جو بہ انڪشاف ٿيندو آهي، جيئن تہ رسول اڪرم ﷺ جن حضرت ابوبڪر رضہ جي حق ۾ فرمايو هو "جيڪو چاهي تہ روءِ زمين تي هڪ ميت کي هلندو ڏسي تہ اُهو حضرت ابوبڪر رضہ کي ڏسي وٺي".

پاڻ سڳورن ﷺ جي انهي ارشاد ۾ هن طرف اشارو آهي تہ کين اُهو روحاني علم حاصل ٿي چڪو هو جيڪو عام مؤمنن کي مرڻ کان پوءِ حاصل ٿيندو آهي. جيئن تہ قرآن شريف ۾ آهي:

فكشفنا عنك غطائك فبصرك اليوم حديد. (ق پ ٢٦)

ترجمو: اسان اوهان جي پردي کي هٽائي ڇڏيو آهي، انهي لاءِ اڄ جي ڏينهن اوهان جي نظر لوهہ جي طرح (جيئن تيز) آهي.

الغرض اربابِ نهايت جون خواهشون مري چڪيون آهن ۽ سندن روح آزاد ٿي چڪا آهن. حضرت يحيٰ بن معاذ رحہ کان عارف جا اوصاف (گڻ) پڇيا ويا تڏهن فرمايائين "عارف ماڻهن سان گڏ رهي ڪري بہ انهن کان جدا هوندو آهي". هڪڙي ٻيري پاڻ رحہ هيئنئن بہ چيائين تہ "اهو هڪ بندو هو جيڪو الڳ ٿي ويو".

## خدا جا سپاهي

اربابِ نهايت حقيقت ۾ الله سان مليل آهن، ڪٿي ظاهر ۾ اُذاري زندگي انهن جي راهه ۾ رڪاوٽ آهي، البته خدا پاڪ کين پنهنجو سپاهي بڻايو آهي. انهي لاءِ ماڻهو انهن کان هدايت حاصل ڪندا آهن ۽ سالڪانِ طريقت جي ڪشش به انهن ڏانهن ئي هوندي آهي. انهن جو ڪلام ۽ انهن جا نظر (روحاني بيمارين جو) علاج آهن. انهن جو ظاهر حڪم خداوندي سان محفوظ آهي ۽ باطن علم سان معمور آهي.

## عارف جي نشاني

شيخ ذوالنون مصري رحه جو ارشاد آهي "عارف جون نشانيون ٽي آهن: هڪ انهن جو نورِ معرفت انهن جي ورع ۽ پرهيزگاري جي نور کي وسائيندو آهي. ٻي سندن علم باطني اعتقاد سندن ظاهري حالت کي خراب ڪونه ڪندو آهي. ٽين الله پاڪ جون نعمتون ۽ ڪرامتن جي گهڻائي کين محرمات الاهي جي پرده داري تي آماده نه ڪنديون آهن، بلڪ جيتري قدر انهن جي نعمتن ۾ واڌارو ايندو آهي اوتري قدر انهن جي ٻانهپ وڌندي ويندي آهي ۽ دنيا ۾ اُهي جيتري قدر ترقي ڪندا آهن اوتري قدر سندن تواضع ۽ انڪساري ۾ به اضافو ٿي ويندو آهي. اُهي مؤمنن جي اڳيان عاجزي ڪندا آهن پر ڪافرن جي لاءِ سخت هوندا آهن.

جڏهن سندن خواهش پوري ٿيندي آهي تڏهن اُهي صاف طريقي تي اُن جو شڪريو ادا ڪندا آهن. ڪڏهن هو نفس کي ننڍي اِن جي خواهش به پوري ڪندا آهن، ڇوته سندن نفس اُنهي ٻار جي مثل هوندو آهي، جنهن کي ڪنهن شيءِ سان ننڍيو وڃي يا ان کي ڪا شيءِ تحفي طور ڏني وڃي، جيئن ته نفس انهن جي سخت نگراني ۾ هوندو آهي، انهي لاءِ هو لطف ۽ عنايت جو حقدار به آهي، اهي اڪثر پيغمبرن جي اتباع ۾ نفس جي خواهش پوري ڪانه ڪندا آهن، ڇوته کين دنياوي شين جي تمام گهڻ چاهت هوندي آهي".

## دنيا هڪ ڪنوار آهي

شيخ يحيٰ بن معاذ رحه جو قول آهي "دنيا هڪڙي ڪنوار آهي، جنهن کي ان جي سهيلي طلب ڪندي آهي". زاهد ان جو منهن ڪارو ڪري ان جي وارن

ڪي پٽيندو آهي ۽ سندس ڪپڙن کي ڦاڙيندو آهي پر هڪڙو عارف پنهنجي مولئٰ جي ڪمن ۾ رڌل رهندو آهي ۽ ڏانهس نظر ڪٽي بہ ڪونہ نهاريندو آهي.

## غلط فهمي جو ازالو

هيءَ ڏيان ۾ رهي تہ هڪ منتهي سالڪ پنهنجي اعلئٰ روحانيت جي باوجود ضبطِ نفس، نفس کي مارڻ، زياده روزا رکڻ، رات جاڳڻ ۽ ٻين مجاهدن کان بي نياز نٿو رهي سگهي. انهي معاملي ۾ هڪڙي جماعت کي غلط فهمي ٿي آهي. انهن ماڻهن جو خيال آهي تہ منتهي سالڪ کي وڌيڪ عبادت ۽ نفلن جي ضرورت ڪانهي، اهڙي طرح اُهي دنياوي لذت حاصل ڪرڻ ۾ مشغول رهيا تہ انهن تي ڪابہ پڪڙ ڪانهي. پر اها انهن جي غلطي آهي ڇوتہ انهي طرزِ عمل کان نہ صرف عارف جي معرفت تي پردو پئجي ويندو آهي بلڪہ ان جي ترقي جا درجا رڪجي ويندا آهن (هن غلط فهميءَ جو سبب هي آهي تہ) جڏهن هڪڙي جماعت اهو مشاهدو ڪيو تہ دنياوي شين کان انهن ۾ سنگدلي پيدا ڪانہ ٿيندي آهي ۽ اُهي شيون حجاب جو سبب نہ آهن تڏهن هو انهي طرف مائل ٿي ويا. انهي معاملي ۾ ايتري قدر وڌي ويا جو فرضن کي ادا ڪرڻ تي قانع ٿي ويا، بلڪہ کائڻ، پيئڻ ۾ بہ وسعت پيدا ڪرڻ لڳا.

## عام مؤمنن جي زندگي

پر انهن جو اهو ڪلڻ روحاني حال جي باقي بچيل سُڪر (مجذوبي ڪيفيت) جو نتيجو آهي. اُهي بہ نور حال ۾ مقيد آهن ۽ مڪمل طور نور حق جي لاءِ وقف نہ ٿيل آهن ۽ نہ تہ جيڪو نور حال کان ڇوٽڪارو پائي نورِ حق تائين پهچي تہ اُن جي مستيءَ جا باقي بچيل آثار دور ٿي ويندا آهن ۽ عام مؤمنن جي جيئن خدا جي ٻانهن جي مقام تي اچي ويندو آهي ۽ انهن جي جيئن نماز، روزي ۽ نيڪي جي مختلف ۽ معمولي ڪمن جي ذريعي قربِ خداوندي حاصل ڪندو آهي. ايستائين جو هو رستي تان پٿر بہ ڪڍندو آهي، اُهو عام مؤمنن وانگر ڪاوڙ نہ ڪندو آهي بلڪہ نيڪ ڪمن سان عقيدتمنديءَ جو اظهار ڪندو آهي.

## نفس جي اصلاح ڪرڻ

ان جو نفس پاڪيزه، مطيع ۽ فرمانبردار هوندو آهي، بلڪ ان جو قيدي ٿي ويندو آهي. انهيءَ لاءِ هو ڪڏهن حسنِ سلوڪ جي طور تي ان جي خواهش پوري ڪندو آهي، پر شرط هن سان ته انهي ۾ هن جي ڀلائي نظر اچي، ان معاملي ۾ هو ان کي ٻار جي برابر سمجهي اهو خيال رکندو آهي ته هو وچٽرائي (اعتدال) کان وڌي نه وڃي، هو ڪڏهن ان جي مراد پوري ڪندو آهي ۽ ڪڏهن ڪيس منع ڪندو آهي. جيئن ته ان جي طبيعت ۾ بگاڙ نه پيدا ٿئي، ڇوته طبعي مزاج جي ڌاهڻ جو ڪم حڪمت عملي سان ٿيندو آهي ۽ جيستائين فطري سرشت (عادت) باقي هجي، ان وقت تائين ان جو علاج علم جي ماخذ تدبير سان ڪبو آهي.

هيءُ اُهو ڏکيو مسئلو آهي جو روحانيت جي مُنتهي کي آخري مرحلي تي ان جي ڪري اُهي مشڪلاتون ۽ موقعا پيش ايندا آهن جن جي ڪري ان جي ترقي جو دروازو بند ٿي ويندو آهي.

## خودمختياري

راهِ سلوڪ جو منتهي ڪنهن شيءِ کي اختيار ڪرڻ ۽ ان جي ڇڏي ڏيڻ ۾ حڪومت جو مالڪ آهي. اُن کي عملن ۽ نفساني لذتن کي ترڪ ڪرڻ يا اختيار ڪرڻ، ٻنهي قسمن جي ضرورت پيش ايندي آهي. جيئن ته عموما صداقت پسند انسانن جي جيئن نيڪ ڪم ڪندو آهي، پر ڪڏهن نفس جي خاطر نفلن کي ڇڏي ڏيندو آهي ۽ سندس خواهشن کي پورو ڪندو آهي. ڪڏهن وري هو حسنِ سياست سان نفس تي ڪنٽرول ڪندو آهي ۽ سندس خواهش پوري ڪانه ڪندو آهي. ڇوته هو انهي معاملي ۾ خودمختيار آهي.

## وچئون رستو وٺڻ

جيڪو قطعي طور تي دنيا جون لذتون ڇڏي ڏي اُهو قطعي زاهد آهي ۽ جيڪو لذت وٺندڙ آهي اُهو قطعي دنياداز آهي، پر هڪڙو منتهي سالڪ

طريقت ٻنهي طريقن ۾ وچٽرائي جو خيال رکندڙ آهي ۽ افراط و تفريط جي وچئين رستي تي بيٺو آهي.

جيڪڏهن ڪنهن سالڪ کي آخري مرحلي تي روحانيت جي مختلف قسمن ڏانهن واپس اچڻو پوي ۽ اُهو زاهد در زاهد ٿي پوي ته ان کي روحاني حال جي ماتحت ٿي پنهنجي مرضي ۽ اختيار کان دستبردار ٿي الله جي فضل جي مطابق هلڻو پوندو ۽ جهڙي طرح هڪڙو زاهد ترڪ دنيا جو پابند آهي ۽ پنهنجن اختيارن کي ترڪ ڪري ڇڏي ٿو. اهڙي طرح اهو زاهد دَر زُهد جيڪو الله جي مرضي جي مطابق دنيا جي شين کي اختيار ڪري ٿو، انهن شين کي اختيار ڪرڻ جو پابند آهي.

جڏهن ڪو تصوف جي آخري مرحلي تي پهچندو تڏهن اُهو اخذ ۽ ترڪ جو پابند نه هوندو آهي بلڪ ڪڏهن الله جي حڪم جي مطابق ڪنهن شيءِ کي ڇڏيندو آهي ۽ ڪڏهن وري ان جي مرضي جي ماتحت ڪنهن شيءِ کي اختيار ڪندو آهي. اهو سڀ ڪجهه خدا جي اختيار جي مطابق هوندو آهي. اهڙي طرح اهو نفلي نماز ۽ روزا ڪنهن وقت ادا ڪندو آهي ۽ ڪنهن وقت ادا ڪونه ڪندو آهي، ٻنهي حالتن ۾ ان جو طرزِ عمل صحيح آهي ۽ اهائي روحانيت جي آخري منزل آهي.

## اتباع ۽ سنت

هر صحيح حال رسول الله ﷺ جن جي حال جي مشابه هوندو آهي. رسول الله ﷺ جن رات جي هڪ حصي ۾ سجاڳ ٿيندا هئا ۽ سڄي رات جاڳي عبادت نه ڪندا هئا. اهڙي طرح پاڻ سونهارا ﷺ مهيني جي ڪن ڏينهن ۾ روزا رکندا هئا ۽ رمضان شريف جي مهيني کانسواءِ پوري مهيني جا روزا نه رکندا هئا. ان کانسواءِ پاڻ سڳورا ﷺ نفس جي جائز خواهش جي تڪميل به ڪندا هئا.

هڪڙي ماڻهو اچي عرض ڪيو "منهنجو ارادو آهي ته گوشت نه کاوان". پاڻ ﷺ فرمايائون "آئون ته گوشت کاوان ٿو ۽ ان کي پسند ڪريان ٿو ۽ جيڪڏهن آئون الله کان دعا گهران ته هو مون کي روزانو گوشت کارائي ته اُهو مون کي ضرور گوشت کارائيندو". هن حديث شريف مان هيءَ

خبر پوي تي پاڻ ﷺ ان معاملي ۾ خودمختيار هئا. جيڪڏهن پاڻ ﷺ چاهين ها ته کائين ها ۽ جيڪڏهن پاڻ ﷺ نه چاهين ته نه کائين. پر پاڻ سونهارن ﷺ پنهنجي مرضي سان گوشت کائڻ ترڪ ڪري ڇڏيو هو.

## رخصت ۽ عزيمت

جڏهن ڪن ماڻهن کي ڇڄبو آهي ته رسول الله ﷺ جن هيئن ڪيو، تڏهن هو غلط فهمي کان هينئن چوڻ لڳندا آهن ته "پاڻ ﷺ ته خود شارع هئا". جيڪڏهن انهن جي هن ڳالهه جو مطلب هي آهي ته اهڙي صورت حضرت جن ﷺ جي اتباع لازمي نه آهي اها صرف جهالت آهي، ڇوته رخصت ۽ اجازت جو مطلب هيءُ آهي ته حضور ﷺ جن جي قول جي حد کان اڳتي نه وڌجي عزيمت جو مفهوم هي آهي ته پاڻ سونهارن ﷺ جي فعل جي اتباع ڪجي، انهي ڪري سندن ﷺ جو قول سهولت پسندن ۽ همت ۽ عزيمت وارن ٻنهي جي لاءِ آهي.

منتهي اهل حق جو حال رسول ڪريم ﷺ جي حال سان انهي لاءِ مشابه هوندو آهي جو اُهو ٻه مخلوق کي حق جي دعوت ڏيندو آهي. جيئن ته جيڪو پاڻ سڳورا ﷺ قابل اعتماد سمجهندا هئا، انهي تي هن کي ٻه اعتماد ڪرڻ گهرجي. پاڻ ﷺ شب بيداري جي عبادت ۽ نفلي روزا انهي لاءِ ادا ڪندا هئا جو يا ته اُمت ان جي اتباع ڪري يا پاڻ ﷺ انهن کي وڌيڪ فيض ۽ برڪت جي لاءِ ادا ڪندا هئا. انهي بنياد تي منتهي طالبِ حق کي ٻه ان تي عمل ڪرڻ گهرجي.

## عمل جو فيض

صحيح ڳالهه هي آهي ته پاڻ ﷺ صرف اتباع اُمت جي لاءِ عبادت نه ڪندا هئا، بلڪ انهن کان وڌيڪ فيض ۽ برڪت ٻه حاصل فرمائيندا هئا. جيئن ته اسان فطري جبلت جي اصلاح جي سلسلي ۾ بيان ڪيو آهي، خدا تعاليٰ پاڻ سونهارن ﷺ کي مخاطب ڪري فرمايو آهي:

وَ اعْبُدْ رَبَّكَ حَتّٰي يَاْتِيَكَ الْيَقِيْنُ. (پ ۱۴)

ترجمو: اوهان پنهنجي پالڻهار جي عبادت ڪريو ايستائين جو اوهان کي يقين (موت) اچي وڃي.

ان جو سبب هي آهي ته اهڙي طرح پاڻ سڳورن ﷺ بارگاه الاهي کان امداد طلب ڪئي آهي ۽ سخي جي دروازي کي کڙڪايو آهي. پاڻ ﷺ خدا جي وڏيڪ فضل و ڪرم جا محتاج آهن ۽ انهي کان بي نياز نٿا رهي سگهن.

## ڪي رند پروڙين راز

ان معاملي ۾ هڪ عجيب و غريب راز پوشيده آهي اُهو هي آهي ته پاڻ سڳورا ﷺ نفس جي جنسيت جي تعلق سان مخلوق کي حق جي دعوت ڏيندا هئا جيڪڏهن اهو جنسيت جو رابطو نه هجي ها ته ماڻهن جي حضرت ﷺ جن تائين پهچ نه ٿئي ها، ۽ اُهي پاڻ سونهارن ﷺ کان استفادو نه ڪري سگهن ها، حضرت ﷺ جن جي پاڪيزه نفس ۽ اُمت جي نفسن جي وچ ۾ به محبت ۽ الفت جو رشتو قائم آهي. اهڙي طرح روح به پاڻ ۾ رشته الفت سان پـرويل آهن. رشته اِلفت جو مطلب هي آهي ته جهڙي طرح روحن ۾ پهرين پهري الفت قائم ٿي هئي. اهڙي طرح نفس به رشته الفت سان پروئجي ويا آهن. هر روح جو پنهنجي نفس سان خاص تعلق آهي بلڪ روحن ۽ نفسن ۾ الفت ۽ محبت جا تعلقات قائم آهن.

## امت جي لاءِ فيض

نبي ڪريم ﷺ جن جنهن ڪم جو هميشه ورد ڪندا هئا، اُهو پنهنجي ۽ سندن ﷺ اُمت جي تصفيه نفس جي لاءِ هوندو هو. اهڙي طرح جيتري قدر فيض جي پاڻ سونهارن ﷺ کي ضرورت هوندي هئي، پاڻ ﷺ حاصل ڪندا هئا ۽ جيڪو بچندو هو، اُهو سندن ﷺ اُمت کي ڪم ايندو هو. انهيءَ لاءِ هڪ منتهي سالڪ کي بهرحال پنهنجن ساٿين ۽ تابعدارن سان گڏ هئڻ گهرجي. اُهو نفلن ۽ وڏيڪ عبادتن کي ڇڏي نه ڏي ۽ نه اُهو طبعي خواهشن ۽ لذت وٺڻ ڏانهن ڌيان ڏي سواءِ انهي جي جو اُها نفس جي خواهش جي لاءِ ضروري ٿي پوي.

## خلوت ۽ جلوت

وچٽرو رهڻ جو پورو حق تائيد خداوندي ۽ نورِ حڪمت ڪانسواءِ ادا نٿو ٿي سگهي. انهي ڪري جيڪو هيئن چاهيندو هجي ته پين جي اڳيان پنهنجو صحيح جلوو پيش ڪري ته سڀ ڪان پهرين خلوت (اڪيلائي) ۾ خدا سان پنهنجن معاملن کي درست رکي. جيئن اُنهي جي ماڻهن ۾ ويهڻ واري حالت جلوت اُن جي خلوت جي حمايت ۾ هجي. ڪي ماڻهو هيئنئن سمجهن ٿا ته انهن جا سيئي وقت خلوت ۾ آهن ۽ ڪوبه حجاب ڪونهي بلڪ انهن جو سڄو سارو وقت الله جي لاءِ وقف آهي ۽ انهي ۾ ڪابه گهٽتائي واقع ڪانه ٿيندي آهي ائين معلوم ٿئي ٿو ته انهن کي الله پاڪ اجا وڏيڪ حقيقت سمجهڻ جي لاءِ عقل عطا نه فرمايو آهي. اُنهن جو اهو روحاني حال درست آهي، البته ان ۾ ڪوتاهي به شامل آهي. چوته اُهي فطري سرشت (عادت) جي اصلاح نه ڪري سگهيا آهن ۽ نه صرف اُهي خودمختياري جي راز مان اڻواقف آهن، بلڪ ملت بيضاءَ (اسلام) جي حقيقت ڪان به ناآشنا آهن.

مشائخن ڪان ڪيترائي ڪلما نقل ٿي رهيا آهن. جن ۾ شڪ ۽ شبهو پيدا ٿئي ٿو. پر انسان ان کي سڻي ٿو ۽ ان تي عمل ڪري ٿو. البته بهتر هيئن آهي ته هو جيڪا ڳالهه سڻي ان جي وضاحت لاءِ الله پاڪ ڏانهن رجوع ڪري، جيئن الله تعاليٰ ڪيس صحيح ڳالهه ڏانهن اُن جي رهنمائي ڪري.

## ڪمال معرفت

هڪڙي بزرگ ڪان پڇيو ويو ته "معرفت جو ڪمال ڇا آهي؟" هن جواب ڏنو "جڏهن خراب خيال دور ٿين ۽ سيئي روحاني احوال ۽ مقامات صحيح ٿي هڪجهڙا ٿين ۽ نظر تميز باقي نه رهي ته اهائي ڪمالِ معرفت آهي.

ان قسم جي قولن مان خبر پوي ٿي ته (ڪمالِ معرفت ۾) خلوت ۽ جلوت ۽ عمل ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ ۾ ڪوبه فرق باقي ڪونه رهندو آهي. پر اهو سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي ته آيا قائل جي هي مراد به آهي ته معرفت جو درجو ڪنهن روحاني حال ڪان بدلجي به ٿو يا نه؟ صحيح ڳالهه هي آهي ته حظِ معرفت بدلبو نه آهي ۽ ان کي ڪنهن قسم جو فرق ۽ تميز ڪرڻ جي

ضرورت پيش نہ ايندي آهي، بلڪ ان ۾ سيئي روحاني احوال هڪجهڙا ۽ برابر رهندا آهن. البتہ مريد جو درجو بدلبو رهندو آهي ۽ ان کي تميز ۽ فرق ڪرڻ جي ضرورت هوندي آهي. اسان جي اها راءِ متئين قول جي ابتڙ ڪانهي.

## استقامت

شيخ محمد بن فضل رحہ کان پڇيو ويو تہ "عارفن کي ڪهڙي شيءِ ۾ ضرورت پيش ايندي آهي؟ جواب ڏنائين "انهن کي هڪ اهڙي خصلت جي ضرورت آهي جنهن سان سيئي خوبيون مڪمل ٿين. اها استقامت جي وصف آهي. انهي لاءِ جيڪو معرفت ۾ ڪامل هوندو. انهي ۾ استقامت (مستقل مزاجي) بہ اعليٰ درجي جي هوندي آهي". جيئن تہ ارباب نهايت جي استقامت جو معيار تمام بلند هوندو آهي.

## تصوف جا مرحلا

شروعات ۾ سالڪ طريقت جي اعمالن جي پيچا ڪئي ويندي آهي. انهي درجي کان اُن جي روحاني احوالن تي پردو پيل هوندو آهي. پر وچئين درجي ۾ اهو روحاني احوالن جي ڪري محفوظ ٿي ويندو آهي. البتہ ڪڏهن ڪڏهن مٿس اعمالن جو حجاب باقي رهندو آهي پر آخري مرحلي تي نہ اعمال روحاني احوالن جي لاءِ حجاب بنبا آهن ۽ نہ وري احوال اعمالن کي پوشيده ڪندا آهن. اها خدا پاڪ جي زبردست عنايت آهي.

## آغاز ڏانهن موٽڻ

حضرت جنيد رحہ کان پڇيو ويو تہ "تصوف جي پڇاڙي ڇا آهي؟ چيائين "ان جي پڇاڙي آغاز ڏانهن رجوع ڪرڻ آهي". حضرت جنيد رحہ جي هن قول جي تشريح ۾ هي بيان ڪيو ويو آهي تہ سالڪ طريقت، روحانيت جي شروعات واري وقت جهالت ۾ مبتلا هو. ان ڪانپوءِ ڪَيس معرفت حاصل ٿي، پوءِ حيراني ۽ جهالت ڏانهن موٽايو ويو. جيئن هڪڙو ٻار ناداني ۾ مبتلا هجي پوءِ ڪيس علم حاصل ٿئي، ان ڪانپوءِ اُهو وري جهالت ۾ مبتلا ٿي وڃي. جيئن ارشاد الاهي آهي تہ "جيئن اُهو علم ڪانپوءِ ٻيو ڪجھ نہ ڄاڻي سگهي".

## حيران رهڻ

هڪڙي بزرگ جو قول آهي تہ "خدا جي معرفت سڀ کان وڌيڪ انهن ماڻهن کي حاصل هوندي آهي، جيڪي اُن جي باري ۾ سڀ کان وڌيڪ حيراني جو اظهار ڪن". غالبا ان قول جو مفهوم اهوئي آهي جيڪو اسان بيان ڪري چڪا آهيون تہ اهلِ حق عمل سان پنهنجي منزل جو آغاز ڪري ٿو، پوءِ ترقي ڪري روحاني احوال حاصل ڪندو آهي، ان ڪانپوءِ اهو عمل ۽ احوال ٻنهي کي گڏ ڪري وٺندو آهي.

## سجده ريزي

اهو آخري طريقو منتهي مشائخن جو آهي جيڪي طريقي محبوبيت تي گامزن هجن. جيئن تہ انهن جي روح جي ڪشش بارگاه الاهي ڏانهن هوندي آهي. انهي لاءِ هوءَ قلب کي پنهنجو تابع بڻائڻ چاهيندي آهي ۽ قلب نفس ۽ نفس جسم کي پنهنجو تابع بڻائڻ چاهيندو آهي. اهڙي طرح اُهو مڪمل طور تي خدا جي روبرو ٿي اُن جي سجده ريز ٿيندو آهي.

جيئن تہ حضرت رسول الله ﷺ جن فرمايو آهي تہ "تنهنجي لاءِ منهنجي دل ۽ خيال بہ سجدو ڪن ٿا". ۽ الله تعاليٰ بہ فرمايو آهي:

وَ لِلّٰهِ يَسْجُدُ مَنْ فِي السَّمٰوٰتِ وَ الْاَرْضِ طَوْعًا وَّ كَرْهًا وَّ ظِلٰلُهُمْ بِالْغُدُوِّ وَ الْاٰصَالِ.

ترجمو: آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي ڪجھ آهي اُهو خوشيءَ سان ۽ زوري سان الله کي سجدو ڪن ٿا ۽ انهن جو پاڇو بہ صبح ۽ شام سجدو ڪندو آهي.

هتي ظلال (پاڇن) مان مراد جسم آهن، جيڪي روحن جي سجدي سان گڏوگڏ سجدو ڪن ٿا.

## محبوبِ خلائق

ان موقعي تي محبت جو روح انهن جي سيني جزن ۾ پيهي ويندو آهي جنهن ڪان هو لذت وٺندا آهن، بلڪ خدا جي ذڪر ۽ تلاوت ڪان بہ از روءِ

محبت ۽ الفت لطف اندوز ٿيندا آهن. انهيءَ لاءِ خدا تعاليٰ نہ صرف پاڻ بہ انهن سان محبت ڪندو آهي بلڪ پنهنجي لطف ۽ عنايت سان مخلوق جي دلين ۾ بہ انهن جي محبت پيدا ڪندو آهي. جيئن تہ حضرت ابوهريرة رضہ کان روايت آهي تہ رسول الله ﷺ جن فرمايائون "جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ٻانهي سان محبت ڪندو آهي تڏهن هو جبرئيل عليه السلام کي سڏي فرمائيندو آهي تہ الله تعاليٰ فلاڻي ماڻهو سان محبت ڪري ٿو. انهيءَ لاءِ تون بہ ان سان محبت رک". اهڙي طرح حضرت جبرئيل عليه السلام بہ اُن سان محبت ڪندو آهي. ان ڪانپوءِ حضرت جبرئيل عليه السلام سيني آسمانن ۾ اعلان ڪندو آهي تہ الله تعاليٰ فلاڻي شخص سان محبت ڪري ٿو. انهي لاءِ اوهين بہ اُن سان محبت ڪريو. ان تي آسمان وارا سيئي اُن سان محبت ڪندا آهن ۽ انهن جي ڪري روءِ زمين تي بہ انهي جي مقبوليت ٿي ويندي آهي."

## پورو ٿيو

